ايڊيٽر: غلام محمد گرامي



سنڌي ادبي بورڊ جو سه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

ڏهسالہ خاص نمبر — حصو پهريون

١٩٥٥ — ١٩٦٥ع

# مهراڻ

جلد ۱۴] [نمبر ۳-۴

ملڻ جو هنڌ:

۱. سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال، ۳- سيول لائينس، حيدرآباد (سنڌ).
۲. سنڌ جا سڀيئي وڏا ڪتب فروش.

قيمت ۷-۰۰ رپيا

اشتهار في صفحو ۱۰۰ رپيا

Printed and Published by Shaikh Ali Mohammad, Member Sindhi Adabi Board, at the Sindhi Adabi Board's Printing Press, Tilak Incline, and Book stall, 3- Civil lines, Hyderabad Sind

## فهرست


| | | |
|---|---|---|
| **مهراڻ** | | صفحو |
| ادبي سنگت | ـ علامہ دائود پوٽو (مرحوم) | ۲۳ |
| مهراڻ | ـ رحيمداد خان مولائي شيدائي | ۲۵ |
| ”سنڌو“ | ـ احمد بشير<br>سنڌيڪار: عبدالرسول نظاماڻي | ۳۱ |
| **سنڌي ٻولي** | | |
| اسان جي سنڌي زبان | ـ علامہ دائود پوٽو (مرحوم) | ۳۹ |
| سنڌي ٻولي ـ ان جي بقا، ۽ بچاءُ | ـ علامہ آء. آء. قاضي | ۴۴ |
| سنڌ ۽ سنڌي زبان | ـ مولانا دين محمد وفائي | ۴۶ |
| سنڌي ٻولي ـ ان جو ماضي، حال ۽ مستقبل | ـ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | ۴۹ |
| **تعليمي زبان** | | |
| قومي زبان ۽ تعليمي زبان | ـ عثمان علي انصاري | ٦۷ |
| يوم سنڌي زبان | ـ شمشيرالحيدري | ۷۳ |
| ’سنڌي زبان سوسائٽي‘ جو ميمورنڊم | ـ ترجمو: شمشيرالحيدري | ۸۹ |
| ڪراچي يونيورسٽي ۽ سنڌي ٻولي | ـ ادارو | ۱۰۱ |
| سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارن جا ايڊيٽوريل نوٽ | ـ ادارو | ۱۰٦ |
| قومي اسيمبلي جي ميمبرن، ملڪي ليڊرن، سنڌي اديبن، ۽ ادبي جماعتن جا نهراءَ ۽ ياد داشت ناما | ـ ادارو | ۱۱۷ |
| وزارت تعليم، حڪومت پاڪستان، جو پريس نوٽ | ـ ادارو | ۱۲۳ |
| پاڪستان جي علاقائي زبانن جي پهرين ڪانفرنس، لاهور | ـ شمشيرالحيدري | ۱۲۴ |
| **لسانيات ۽ فن** | | |
| ٻولين ۽ سنڌن سناءُ ۽ ڦهلاءُ | ـ محمد ابراهيم جويو | ۱۴۳ |
| لساني وحدت جو نظريو | ـ علامہ ڪربلائي | ۱۵۴ |

## ٻوليءَ جي اصلاح


سنڌي لغت — ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ١٧١
ڏال مصالح چٽڻيءَ سان — ڀيرومل مهرچند آڏواڻي ١٧٨
اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ غلط معنائن جو ڦهلاءَ — ڀيرومل مهرچند آڏواڻي ١٨٢
سنڌيءَ جي ڏکدائڪ حالت — ڀيرومل مهرچند آڏواڻي ١٩١


## ادب


علم ادب — علامه آءِ. آءِ. قاضي ٢٠٧
ادب ڇا آهي — اي. ڪي. بروهي
سنڌيڪار: سراج ٢١۴
ساهت يا ادب آهي ڇا — اداريه ("مهراڻ" اوائلي دور) ٢٢٢


## شاعري- ڪلاسيڪي دور


'سرها گل' جي تمهيد — علامه دائود پوٽو (مرحوم) ٢٢٩
شاهه جا ٽي بيت — مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ" ٢٣٦


## شاعري- جديد دور


شاعريءَ جو سماجي ڪارج — ٽي. ايس. ايليٽ
سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو ٢۴٧
جديد سنڌي شاعري — تنوير عباسي ٢٦١
سُريلن گيتن جو مهاڳ — ورڊسوَرٿ
سنڌيڪار: تنوير عباسي ۽ مرزا مراد علي اختر ٢٦٨


## گذارشون (١٩٥٥ع-١٩٦۴ع)


نمبر ١-١٩٥٥ع: — غلام محمد گرامي ٢٩٧
نمبر ٢-١٩٥٥ع کان ۴-١٩٥٦ع: — محمد ابراهيم جويو
نمبر ١،٢-١٩٥٧ع ۽ ٣،۴-١٩٥٧ع: — شمشير الحيدري
نمبر ١،٢-١٩٥٨ع: — علامه دائود پوٽو
نمبر ٣،۴-١٩٥٨ع کان ۴-١٩٦۴ع — غلام محمد گرامي


## "مهراڻ" جا موتي (١٩٥٥ع-١٩٦۴ع)


انتخاب — ادارو ۴٧٧


## علمي فڪري اقتباس (١٩٥٥ع-١٩٦۴ع)


انتخاب — ادارو ٥٣١


## فهرستون (١٩٥٥ع-١٩٦۴ع)


مواد جي فنوار ۽ صفحيوار وچور(INDEX). — مرتب: پريو "ناشاد" ٥٥٩


## رايا


مهراڻ رسالي لاءِ عالمن ۽ اديبن، اخبارن
۽ رسالن جا رايا — ادارو ٦٣٥

# گذارش

## سنڌي ادبي بورڊ

پاڪستان، مختلف تهذيبي ۽ تمدني، تاريخي ۽ ثقافتي قدرن جو اجتماعي آماجگاهه آهي. ان ۾ بنگالي، سنڌي، پنجابي، بلوچي ۽ پشتو تهذيبون اچي وڃن ٿيون. ان کان سواءِ هندستان مان لڏي آيل مهاجرن جي پڻ هڪ پنهنجي تهذيبي حيثيت آهي. اهڙيءَ طرح سان، بمبئي، گجرات ۽ ڪڇ علائقن مان، پراڻا سنڌي، ڪاٺياواڙي ۽ گجراتي به جڳهي انداز ۾ آيل آهن — انهن جي تهذيب به سنڌي، گجراتي ۽ ڪڇي آهي، جي به هينئر پاڪستان ۾ آباد ٿي چڪا آهن. انهن سڀني گروهن جي زبان، ادب ۽ ثقافت جا هڪ حد کان پوءِ جداگانه معيار ۽ قدر آهن. انهن سڀني ڪي پنهنجي ماحول ۾، پنهنجي روايات ۽ تهذيبي رابطن جي ماتحت، نشو و نما حاصل ڪرڻي آهي. انهن جون تهذيبون ۽ زبانون ايامن جي رياض ۽ ارتقا، تمدني جدوجهد ۽ تهذيبي نشو و نما کان پوءِ وجود پذير ٿيون آهن. ان حقيقت کي، علم الاقوام توڙي عمرانيات ۽ لسانيات جا ماهر ۽ محقق چڱيءَ طرح چاڻن سڃاڻن ٿا. انهن سڀني زبانن، توڙي تهذيبن جي زندگي ۽ بقا، ارتقا ۽ نشو و نما، هاڻي برصغير پاڪستان سان وابسته آهي. اهي سڀ پاڪستان جو قيمتي سرمايو آهن. پاڪستان جو مجموعي ثقافتي ورثو، اهي زبانون ۽ تهذيبون ئي آهن. انهن ۾ هڪ قسم جي يگانگت پڻ آهي، انهن جي مقصدن ۾ هم آهنگي آهي، انهن جي ڦلجڻ ۽ وڌڻ ويجهڻ ۾ ڪنهن به هڪ تهذيب ۽ زبان جو، ڪنهن ٻيءَ تهذيب ۽ زبان تي ڪو به مضر ۽ نقصان وارو اثر نه ٿو پئجي سگهي.

پاڪستان هڪ چمنستان آهي ۽ اهي تهذيبون ۽ زبانون، سندس مختلف قسم جا گل ڦل آهن. انهن سڀني جو رنگ و بو پنهنجو آهي، ائين جيئن باغ جا مختلف گل، جن جا رنگ به جدا آهن ته بوءِ به جدا آهي. ان طرح سندن ظاهري ساخت ۽ پرداخت، رنگ ۽ بوءِ، خوشنمائيءَ ۽ دلڪشيءَ ۾ جا انفراديت آهي، ان ۾ به هڪ قسم جو اجتماعي روح سمايل آهي بقول ذوق:

گلهائے رنگ رنگ سے هے، زينت چمن،
اے 'ذوق' اس چمن کو هے، زيب اختلاف سے.

چمنستان جي قسم قسم جي گلن ڦلن جي رنگ ۽ بوءِ جي ظاهري ۽ طبعي اختلاف ۾ ئي چمن جي زيب ۽ زينت جو راز مضمر آهي.

تاريخي ۽ تهذيبي لحاظ سان سنڌي تهذيب، انسانذات جي بلڪل پهرين تهذيبن مان شمار ڪئي ويئي آهي. ان طرح سان، سنڌي زبان پنهنجي علمي ۽ ادبي، لغوي ۽ ثقافتي سرمايي ۽ معيار جي لحاظ سان، پاڪستان جي سيني علائقائي زبانن کان ممتاز ۽ منفرد آهي. سنڌيءَ جي مقابلي ۾، پنجابي، ملتاني، سرائڪي، پشتو ۽ بلوچي زبانون، فني ۽ علمي لحاظ سان ايتريون سرمايدار نہ آهن. وٽن سنڌي زبان جي ادب جيترو نہ ڪو ذخيرو آهي ۽ نہ ڪو معيار.

علائقائي زبانن جي اشاعت ۽ ارتقا جي سلسلي ۾، سرڪار جي پاليسي هميشه معتدل ۽ محتاط، وچٿري ۽ تعميري رهندي آئي آهي. پاڪستان کان اڳ توڙي پوءِ جي تاريخي دورن ۾، ڪابہ سرڪار علائقائي زبان جي ترقيءَ جي راهہ ۾ سد باب نہ بڻي آهي. هميشه علائقائي زبانن جي ادب ۽ زبان جي ترقيءَ لاءِ، سرڪار پنهنجي هڙئون وڙئون، مختلف علمي ادارن کي گرانٽ ڏيندي آئي آهي. سرڪار جي ان علم پروريءَ جي سبب سان ئي علائقائي ادب زنده رهندو آيو آهي، ۽ اڄ هر علائقي جو ادب، پاڪستان لاءِ فخر جو باعث بہ آهي ۽ پاڪستان جي مجموعي زندگيءَ جو روح بہ آهي.

اهڙن تهذيبي ۽ علمي ادارن ۾، "سنڌي ادبي بورڊ" جو شمار ۽ شرف، هر نقطءِ نظر سان، اوليت حاصل ڪري چڪو آهي. پنهنجي تشڪيل جي لحاظ سان بہ، ۽ پنهنجي مقاصد ۽ تڪميل جي لحاظ سان بہ؛ طريق ڪار جي خيال سان بہ ۽ افادي ادب جي اشاعت جي معيار سان بہ، اڄ پاڪستان ۾، ٻيو ڪوبہ علمي ۽ ادبي ادارو، پنهنجي علائقائي ادبي حيثيت سان، 'سنڌي ادبي بورڊ' سان برميچي نہ ٿو سگهي.

تصنيف ۽ تاليف، طباعت ۽ اشاعت سان واسطيدار، مختلف عالمن ۽ ماهرن جو متفقہ طور چوڻ آهي تہ سيني علائقن جي علمي سلسلن ۾، جيڪا "سنڌي ادبي بورڊ" جي انفرادي حيثيت آهي، ان کي نظرانداز ڪري نٿو سگهجي. "بورڊ" جي مختلف علمن ۽ فنن تي معياري ۽ محققانہ ڪتابن جي اشاعت ۽ انهن جي ديده زيب ڇپائيءَ جو اجا تائين ڪوبہ مثال پيدا ٿي نہ سگهيو آهي: پاڪستان جي هن منفرد ۽ ممتاز علمي اداري والڪر، فن ۽ صحت جي هن آميزش جو ٻيو ڪو اهڙو مثال اجا تائين ملڪ ۾ ٻئي هنڌ نظر نہ آيو آهي. اها بيشڪ اسان لاءِ فخر جي ڳالهہ آهي.

هن وقت تائين، سنڌي، اردو، فارسي، عربي ۽ انگريزي زبانن ۾ گهٽ ۾ گهٽ، بہ سؤ کن ننڍا وڏا اصلوڪا ڪتاب شايع ٿيا آهن، ۽ پنجاهہ کن ڪتاب زير طباعت آهن. اهي ڪتاب علم ۽ فن جي هر صنف تي آهن — علم ۽ ادب، شعر ۽ ڪلام، تاريخ ۽ سيرت، تصوف ۽ دينيات، سائنس ۽ صحت، لغت ۽ گرامر، جاگرافي ۽ فلسفہ تاريخ، ويندي درسي ڪتابن، قصن، ڪهاڻين، افسانن ۽ ناولن تائين، هڪ بهترين ۽ قابل قدر ذخيرو شايع ٿي چڪو آهي.

ان سلسلي ۾، سنڌي عالمن جا پراڻا عربي ۽ فارسي ڪتاب، جي عموما دينيات ۽ تاريخ، شعر و شاعريءَ ۽ تصوف تي مبني آهن، سي دوباره نون اصولن موجب، گهڻي خرچ ۽ توجهه ڪان پوءِ شايع ڪري، 'بورڊ' سنڌ جي ڪلاسيڪي ذخيري کي نئين حياتي بخشي آهي.

بورڊ جي انهن خدمتن کان سواءِ، ڪي خالص تهذيبي، لساني ۽ ثقافتي خدمتون به آهن، جن کي به اسان جي عالمن ۽ ناقدن ساراهيو آهي.

اڄ بورڊ وٽ پنهنجو ڇاپخانو آهي، پارنهن لکن جا ڪتاب آهن، سوين عربي ۽ فارسي ناياب ۽ نادر مخطوطا آهن، هڪ معياري لئبرري آهي، عاليشان جايون آهن، تن لکن کن صرفي جي آفيس جي جڳهه آهي، سنڌي ادب جي مشهور عالمن ۽ اديبن ۽ مشهور آفيسرن تي مشتمل ميمبر آهن، محنتي ۽ مخلص ملازم ۽ ڪارڪن آهن. 'بورڊ' جي مقصدن ۽ ارادن کي پايهءِ تڪميل تي پهچائڻ لاءِ، محنتي ۽ مخلص اديبن تي مشتمل ڪارپردازن جو هڪ وڏندڙ دائرو آهي، جو رات ڏينهن تحقيق ۽ اشاعت جي ڪمن ۾ والهانه انداز ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. اصل ۾، اهڙن مخلص علمي ۽ ادبي خدمتگذارن جي باهمي تعاون ۽ رضاڪارانه رفاقت ئي قدر جي لائق آهي، جنهن جي خدمت ۽ دلسوزيءَ سان، هن علمي اداري جي حيات ۽ بقا جو ساز و سامان وابسته آهي. هي اهو مخلص ۽ محنت پسند گروهه آهي، جنهن جي نگاهه، مالي منفعت کان وڌيڪ، علم ۽ ادب جي خدمت ۽ اشاعت تي آهي.

'بورڊ' جي تعارف جي سلسلي ۾ اهو به ذرا تفصيل سان ذڪر ڪرڻو آهي ته مغربي پاڪستان جا سڀ علائقا، پنهنجي پنهنجي محدود جاگرافيائيءَ ماحول ۽ لساني رقبي ۾، علم ۽ فن، تهذيب ۽ ثقافت جي اشاعت ۽ خدمت لاءِ ڪافي خرچ ڪري چڪا آهن. انهن جا پنهنجا اشاعتي ادارا آهن، ۽ اهي پنهنجي علاقائي ادب، شعر و شاعري، تاريخ ۽ تهذيب جي تحقيق ۾ مشغول آهن. انهن پنهنجي حال ۽ بساط آهر، پنهنجي ادبي خزاني مان ڪيئي املهه ۽ تعريف جوڳا ڪلاسيڪي شهپارا چونڊي، ڇپائي ميدان تي آندا آهن. ان سلسلي ۾، خصوصاً، سابق سرحد، پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان، نمايان خدمتون ڪيون آهن. هڪ طرف پشتو جي عظيم شاعرن رحمان بابا ۽ خوشحال خان خٽڪ جي پيغام ۽ ڪلام تي ڪم ٿيو آهي، ته ٻئي طرف وارث شاهه ۽ بُلا شاهه جهڙن صوفي درويشن جي علمي ذخيري کي نئين سر سهيڙيو ۽ ڇاپيو ويو آهي، ٽئين طرف بلوچ ايڪيڊمي وارن، بلوچي شاعرن جي شاعري، ۽ بلوچ روايات کي زنده ڪرڻ لاءِ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو آهي. باوجود ان جي انهن سڀني سلسلن ۾، 'سنڌي ادبي بورڊ' کي اوليت ۽ فضيلت حاصل آهي. 'الفَضل' للمتقدم'.

'سنڌي ادبي بورڊ' نه فقط پاڪستان جي جهونن ۽ پهرين ادارن مان هڪ معياري ۽ علمي ادارو آهي، پر ان سان گڏ سڀني علمي ۽ فني موضوعن تي، معياري ڪتابن کي شايع ڪندڙ ادارو پڻ آهي، جنهن جي اشاعتي ڪاروبار ۾ تنوّع ۽ افاديت آهي.

ثقافت ۽ تهذيب جي ڄاڻن ۽ ماهرن جي اِها به راءِ آهي ته قومي زندگيءَ ۽ ملت جي وجود جو دارومدار ان مخصوص تهذيب ۽ ثقافت تي آهي، جا تهذيب ۽ ثقافت صدين جي مسلسل تجربي ۽ مشق کان پوءِ پيدا ٿي آهي. اسان، جيتريقدر پنهنجي قومي ورثي ۽ ميلي ذخيري جي لساني، تمدني، ثقافتي ۽ تهذيبي پس منظر سان گهڻي ۾ گهڻو ربط قائم ڪنداسون؛ جيتري قدر پنهنجي شاندار ۽ ڪلاسيڪل ماضيءَ جي روشن ۽ ٻهڪندڙ روايتن سان همآهنگي پيدا ڪنداسون؛ اوتري قدر، اسان جي حال جو بنياد مضبوط ۽ سلامتيءَ وارو پيدا ٿيندو. ان سلسلي ۾، هر علاقائي تهذيب ۽ ثقافت جي انهن بنيادي ۽ مضبوط سرچشمن جي تلاش ۽ تحقيق ڪرڻ لازمي امر آهي. نه فقط قومي ثقافت جي سرچشمن جي تلاش ڪرڻ جڳائي، پر ان سان گڏ اهو به ياد رکڻ گهرجي ته انهن شاندار سرچشمن سان ئي، ’حال‘ جي ’نشو و نما‘ جون ڏارائون ڳنڍيل ۽ ڳوتيل نظر اچن ٿيون. ان خيال سان هرڪو ڪلاسيڪي دور، ماضيءَ ۾ هوندي به ’حال‘ سان فني رابطو قائم ڪري سگهيو آهي. هن علمي دور جي سيني محققن، ان علمي ۽ منطقي استدلال کي قبول ڪيو آهي ته ’ماضي ۽ حال ۽ مستقبل‘، باهمي طرح سان ڪي جداگانه ۽ اجنبي وٿون ڪين آهن، پر اهي زماني ۽ مڪاني وڇوٽيءَ ۽ دوريءَ هوندي به، ڪن مشترڪ ۽ مفيد قدرن جي مسلسل عمل ۽ ردعمل ۾ جڪڙيل ۽ پوتل آهن. اسان جو ادب، اسان جون زبانون، اسان جي شعر و شاعري، اسان جون لوڪ ڪهاڻيون، اسان جون عوامي صنفون، گيت، ڳجهارتون، لوليون وغيره سڀ، اسان جي ماضيءَ کان وٺي حال ۽ مستقبل تائين، قومي ضمير جي ترجمانيءَ جا مختلف پيمانا ۽ مظاهر آهن. اهو ئي ڪارڻ آهي، جو اڄ يورپ ۽ مشرق ۾ به، سڀ کان اول ان پنهنجي شاندار ڪلاسيڪي ادب کي سهيڙڻ لاءِ جوش خروش سان ڪم ٿي رهيو آهي. اڄ هزارن سالن جا پراڻا داستان ۽ پراڻا روايتي مسئلا، قومي ۽ دلي احترام ۽ احتياط سان نه فقط گڏ ٿي چڪا آهن، پر ڇپجي به چڪا آهن.

اها ساڳي خصوصيت، اسان جي پاڪستاني ادب جي به آهي. جو ادب، پنهنجي افاديت ۽ قدامت جي لحاظ سان مختلف علاقائي حدن اندر، هزارن سالن کان نشو و نما حاصل ڪري چڪو آهي، جو زندهه آهي، ۽ زندگيءَ جي مختلف مرحلن جو ترجمان به آهي. ان ادب کي انهن علائقن جي تهذيبي ۽ علمي، ادبي ۽ شعوري، حالتن ۽ واقعن لاءِ زنده ۽ دستاويزي ثبوت پڻ چئي سگهجي ٿو.

پاڪستان جي ان علاقائي ادب کي، دوباره زنده ڪرڻ مان اهو به مقصد آهي ته ان ’ادب‘ جي دانشمندانه ذريعن سان، ملڪ جي علاقائي ڄاڻ سڃاڻ ۽ باهمي ميل جول جون واٽون کُلن. سڀ گروهه، هڪ ٻئي جي تهذيب ۽ ثقافت کان واقفيت پيدا ڪري، اتحاد ۽ يگانگت جي لاءِ ڪو هڪڙو مرڪزي اصول بنائي سگهن ۽ ڪنهن اهڙي دائمي ۽ مضبوط بنياد تي اشتراڪ عمل ڪن، جنهن سان سندن مجموعي تهذيبي ۽ قومي نشو و نما وڌي ۽ ويجهي ۽ امن ۽ سلامتيءَ جي راهه ۾، ڪنهن به رڪاوٽ کان سواءِ ترقي ڪري سگهي.

اڄ حڪومت به ان ذريعي کي تسليم ڪري چڪي آهي. اڄ حڪومت به چاهي ٿي ته بنيادي وحدت سان گڏ، فڪر ۽ عمل ۾ هم آهنگي پيدا ٿئي، جيئن ملت هڪ مستحڪم وحدت سان وابسته رهي، ۽ پاڪستان، هڪ چمنستان وانگر مختلف گلن ۽ انهن جي رنگ و بوءِ جو مرڪز بنجي. ان لاءِ عملي طرح سان حڪومت اهڙن علمي ۽ ادبي ادارن جي امداد ۽ سرپرستي ڪري رهي آهي، جي پنهنجي علائقائي ادب ۽ ثقافت جي اشاعت ۽ سهيڙ لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن. حڪومت چاهي ٿي ته مختلف علائقن جي تهذيبي ۽ ثقافتي ورثي جي نه فقط اشاعت ٿئي، پر انهن جو ترجمو بين علائقائي زبانن ۾ به ٿئي، ۽ ان کان وڌيڪ ڪري بين الاقوامي علمي زبانن مثلاً انگريزي، عربي ۽ فارسي زبانن تائين به، پاڪستان جي علائقائي ادب کي روشناس ڪرايو وڃي، جيئن پاڪستان به عالمي ادب ۽ ثقافت جي ميدان ۾ سرفراز رهي سگهي.

"سنڌي ادبي بورڊ" انهن سڀني افادي صورتن کي اڳيان رکي، تقسيم ۽ آزاديءَ کان اڳ ئي پنهنجو ڪم شروع ڪري چڪو هو. 'سنڌي ادبي بورڊ' تڏهوڪي سنڌ جي حڪومت ۽ ان جي باشعور ۽ دانشمند وزيرن ۽ اديبن جي باهمي ڪوشش سان 'مرڪزي سنڌي ساهتيه صلاحڪار بورڊ' جي نالي ۾ جنم ورتو هو.

سنڌي ادبي بورڊ لاءِ هڪ چاڙوءَ لکيو آهي:

"'سنڌي ادبي بورڊ'— بيحد سرگرم، تيزرفتار، براق، جنهن چند سالن جي عرصي ۾ ايترو ته قدر جي لائق نمايان ڪم سرانجام ڏنو آهي، جو داد جي قابل به آهي ۽ فخر جي قابل به آهي. ان جي بدولت 'وادي مهراڻ'، خواب گران مان بيدار ٿي آهي. اسان اڄ 'وادي مهراڻ' جي خدوخال کي، سنڌس پوري ڪشش ۽ رعنائيءَ سان ڏسي سگهون ٿا. اها، پاڪستان جي روشن مستقبل لاءِ هڪ نهايت خوشگوار علامت آهي."

جيئن مٿي عرض ڪيو ويو آهي، 'سنڌي ادبي بورڊ' اصل ۾ تڏهوڪي سنڌ حڪومت ١٩٥١ع ۾ قائم ڪيو هو. سنڌس مالي امداد ۽ سرپرستي به تڏهوڪي سنڌ حڪومت ان حيثيت سان ڪندي آئي، تان جو مارچ ١٩٥٥ع ۾ ڪيس سرڪاري حيثيت مان ڪيدي، آزاد ۽ خودمختار ادارو بنايو ويو. اڄ ڪيس خودمختار حيثيت ۾ ڏهه سال پورا ٿي چڪا آهن.

'بورڊ' جي علمي ۽ ثقافتي خدمتگذاريءَ جا ڪيئي جدا جدا قسمن جا ۽ دلڪش پهلو آهن. جن جي بنياد تي 'بورڊ'، ٻين سڀني معاصر ادبي ادارن ۽ انجمنن کان انفرادي حيثيت پيدا ڪري چڪو آهي، بلڪ ائين ڪٿي چئجي ته پنهنجي مقصدن ۽ طريقڪار جي لحاظ سان، ٻين سڀني ادبي ادارن کان سبقت جي گوءِ ڪٽي چڪو آهي.

حقيقت اها آهي ته ڪي ادارا محض لساني آهن، فقط هڪ زبان تائين سندن علمي خدمتون محدود آهن، جيئن پنجابي ايڪيڊمي، انجمن ترقي اردو، پشتو ايڪيڊمي، بنگلا ايڪيڊمي.

ان طرح ڪي ادارا محض ديني ۽ مذهبي ڪتابن تائين محدود آهن، ته ڪي رڳو جديد فڪر ۽ فلسفي جي ڪتابن تائين محدود آهن، ۽ ڪي فقط ترجمن تائين محدود آهن — جيئن مجلس ترقي ادب، اردو بورڊ، اقبال ايڪيڊمي، ثقافت اسلاميه لاهور، اداره تحقيقات اسلامي ڪراچي ۽ شاهه ولي الله ايڪيڊمي وغيره. انهن جي مقابلي ۾ 'سنڌي ادبي بورڊ' انهن سڀني ادارن جي علمي ۽ عملي طريق ڪار جو جامع آهي. 'بورڊ' سنڌي ڪلاسيڪي ذخيري مان، جتي شعر و شاعري، عوامي ادب، لوڪ گيت، ڳجهارتون وغيره شايع ڪيون آهن، اتي جديد ادب ۽ زنده شاعرن جي ڪلام کي به وڏي پيماني تي شايع ڪيو آهي. هڪ طرف سنڌ جي قديم ذخيري مان فارسي ديوان نئين سر مرتب ڪرائي، علمي مقدما لکائي شايع ڪيا آهن، ٻئي طرف سنڌ جي تاريخ تي فارسي، اردو، انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ ڪتاب شايع ڪيا آهن، ٽئين طرف سنڌ جي قديم عالمن جون عربي تصنيفات، جي خالصتاً ديني مسائل تي مشتمل آهن، جيئن سيرت، سوانح، فقه، حديث ۽ تصوف — انهن جهونن ڪتابن کي مقدمن ۽ حواشي سان شايع ڪيو آهي. ترجمن جي نقطهءِ نظر سان ڪيئي عالمي شهرت يافته، علمي، ادبي، سائنسي ۽ فلسفي ڪتاب شايع ڪيا ويا آهن. ان طرح تصوف تي غزالي ۽ عطار جا ڪتاب ۽ ڪي اخلاق جي فن تي مشهور ڪتاب پڻ شايع ڪيا ويا آهن. عالمي شهرت يافته ۽ روح پرور شعري ڪلام مان، لطيف ۽ سچل جي ڪلام جي نئين سر ايڊٽ ڪرائي، نهايت معياري ۽ ديده زيب انداز ۾ اشاعت ڪئي وئي آهي. ان طرح سنڌ جي تاريخ، ۽ سنڌ جي علماء ۽ اولياء جي سوانح تي ڪيترا سنڌي ڪتاب اردوءَ ۾ ترجمو ڪيا ويا آهن: ان سلسلي ۾، سنڌ جي جاگرافي ۽ تاريخ ۽ لطيف جي ڪلام جو انتخاب، ۽ لطيف جي شخصيت ۽ ڪلام جو تعارف، انگريزيءَ ۾ پڻ شايع ڪيو ويو آهي: ان طرح سان جتي اردو، عربي، فارسي، انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ نئون ۽ اصلوڪو ڪم ٿيو آهي، اتي سنڌيءَ مان انهن ٻين زبانن ۾، ۽ ٻين زبانن مان سنڌيءَ ۾، ترجما پڻ شايع ڪيا ويا آهن. گويا 'دين و دنيا بهم آميز ڪه اڪسير شود' جي مصداق، ايترو ته ديني ۽ علمي، تاريخي ۽ اخلاقي، اصلاحي ۽ معاشي، سائنسي ۽ فلسفي، شعري ۽ ادبي، طبي ۽ لغوي سرمايو شايع ڪيو ويو آهي، جو ڪيفيت ۽ ڪميت جي لحاظ سان فخر جي قابل آهي.

'بورڊ' جي طريق ڪار مان پڻ واضح آهي ته 'بورڊ' نهايت احتياط ۽ جامعيت سان پنهنجي اشاعتي سلسلي کي رڳو سنڌي زبان ۽ ادب تائين محدود نه رکيو آهي، بلڪ ان جو دائرو، علوم و فنون جي هر صنف ۽ موضوع تائين وسيع ڪري، نه فقط پنهنجي ملڪ ۾ انفرادي مقام حاصل ڪيو آهي، پر ان سان گڏ عالمي ادارن ۾ پڻ مقبوليت ۽ شهرت جو اهڙو شرف حاصل ڪيو آهي، جو بورڊ کان سواءِ ٻئي ڪنهن به ديسي اداري جي لاءِ اجا نه پيدا ٿيو آهي. 'بورڊ' جي اها حيثيت نه فقط سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان لاءِ فخر جي قابل آهي، پر ان سان گڏ ملڪ جي ٻين علمي ۽ ادبي ادارن لاءِ پڻ هڪ عمدو مثال چئي سگهجي ٿو.

'بورڊ' جي ڪم ڪار جي جامعيت متعلق ايترو چوڻ ڪافي آهي ته 'واديءِ مهراڻ'، تاريخ جي قابل ذڪر دورن ۾، آريائي ۽ سامي نسلن ۽ تهذيبن جي وادي رهي آهي. پيو ته مذهبي نقطءِ نظر سان، عربي ۽ عجمي اثر پڻ چوڏهن صدين کان، هن واديءَ ۾ محفوظ رهندا آيا آهن. ان طرح جديد تهذيب ۽ جديد علوم جو تعلق به هڪ صديءَ تائين رهيو آهي. ان خيال سان هيءَ وادي، سيني نسلن، قومن، مذهبن ۽ تهذيبن جو مرڪز رهندي آئي آهي. اهوئي سبب آهي، جو هتي جا عالم ۽ فاضل، شاعر ۽ صوفي، نه فقط جامع العلوم رهيا آهن، پر ان سان گڏ امن ۽ ايمان، روحانيت ۽ اخوت جا علمبردار به رهندا آيا آهن. ان ڪري 'واديءِ مهراڻ' جي علمي ذخيري ۾، تنوع ۽ وسعت آهي. علم ۽ ادب، مذهب ۽ تاريخ، شاعري ۽ لغت، تصوف ۽ اخلاقيات تي 'وادي مهراڻ' جي سرمائيداري ۽ شاهوڪاري هڪ مسلم حقيقت مڃي ويئي آهي. اها وسعت ۽ اهڙو تنوع، بين علاقائي زبانن جي ادب ۾ نڪو محفوظ آهي، نڪو موجود آهي. ان خيال کان 'سنڌي ادبي بورڊ' جي شهرت ۽ ساک کي نه فقط سرڪار تسليم ڪيو آهي، پر ان سان گڏ پاڪ و هند، ايران، انگلنڊ، جرمني ۽ آمريڪا تائين سڀ علمي ادارا ۽ عالم، 'بورڊ' کي عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏسن ٿا. ان قسم جا تهنيت ناما، جي بورڊ جي ڪارڪردگيءَ متعلق عالمي شهرت يافته عالمن موڪليا آهن، يا عالمي رسالن ۽ اخبارن ۾ 'بورڊ' جي ڪمن ۽ ڪتابن تي تبصري طور جي خيال ظاهر ڪيا ويا آهن، انهن کي ڏسي هرڪو صاحب ذوق ماڻهو، 'بورڊ' جي اهميت ۽ حيثيت، معيار ۽ مقام جو اندازو لڳائي سگهي ٿو. حقيقت اها آهي ته پاڪستان جي ٻئي ڪنهن به علمي اداري کي ايتري مقبوليت ۽ شهرت حاصل ٿي نه سگهي آهي:

گرچه خورديم، نسبت ست بزرگ،

ذرهءِ آفتاب، تابانيم!

'بورڊ' جي علمي ۽ فني خصوصيات ۾ ناياب علمي ڪتابن ۽ مسوّدات جو شمار به ڪري سگهجي ٿو. ان سلسلي ۾، 'بورڊ' وٽ عربي، فارسي، سنڌي، ناياب ۽ غيرمطبوع مخطوطات جو به ڪافي ذخيرو موجود آهي. ان طرح يورپ ۽ ايران مان ڪيترن علمي ڪتابن جا فوٽو پڻ ورتل آهن.

'بورڊ' جي ڪارڪردگيءَ متعلق، اگر پنهنجي ملڪ جي عالمن ۽ فاضلن توڙي مشهور ايراني ۽ عرب محققن، توڙي مستشرقين جي خطن جا اقتباس پيش ڪريون ته هوند هڪ ڪتاب بنجي وڃي. انهن سيني مان هڪ-اڌ تي اڪتفا ڪريون ٿا.

مغربي جرمني جي مشهور صوفي خيالات واري محقق ۽ عالم شخصيت، مائي انيميري شميل، جا هڪ-اڌ ڀيرو پاڪستان جو سير و سفر ڪري ويئي آهي، ۽ اردو ۽ سنڌي زبانون به سکي چڪي آهي، سا "دي ورلڊ آف اسلام" نالي جرمن زبان جي رسالي ۾ 'بورڊ' جي علمي ڪتابن تي تبصري ڪندي لکي ٿي:

”مان پوري يقين سان چئي سگهان ٿي تہ يورپ ۽ آمريڪا جا دانشور ’سنڌي ادبي بورڊ‘ جي حيرت انگيز علمي ڪم کي دل کولي داد ڏيندا.“

ان طرح ايران جي مشهور عالم علامہ آقائي سعيدي نفيسي لکيو آهي:

”بورڊ جي علمي معيار ۽ وسعت نگاهہ جو اعتراف ڪريون ٿا. بورڊ نهايت ناياب علمي ذخيري کي شايع ڪيو آهي.“

ان سلسلي ۾ ’بورڊ‘ جي عربي ڪتابن، ”دراسات اللبيب“ ۽ ”ذب الذبابات الدراسات“ متعلق مصر جي عالمن لکيو آهي:

”ملا معين جي تصنيفات جي احياء ۽ اشاعت تي ’بورڊ‘ کي تهنيت ڏيندي، خوشي ۽ مسرت محسوس ڪريون ٿا.“

ان طرح پنجاب ايڪڊميءَ جي سربراهہ، ڊاڪٽر محمد باقر لکيو آهي:

”بورڊ جو ڪجهہ اڪيلي سر ڪم ڪيو آهي، اهو ڪم ملڪ جا سڀ ادارا بہ هوند گڏجي نہ ڪري سگهن ها! بورڊ جو ڪم تسلي بخش ۽ مسرت انگيز آهي.“

پشتو ايڪڊميءَ جو سربراهہ، مولانا عبدالقادر لکي ٿو:

”اسان جي پشتو ايڪڊمي نوزائيده آهي، اوهان جي ڪم سان تہ ڪنهن بہ اداري جو ڪم ۽ معيار پڄي نٿو سگهي. بيشڪ بورڊ هڪ قابل فخر ادارو آهي.“

بلوچ ايڪڊميءَ جي سربراهہ لکيو آهي:

”اسان، اوهان جي مثالي ڪردار کي اڳيان رکي، ڪم ڪرڻ جو عزم رکون ٿا. اوهان جو ڪم حيرت انگيز آهي. بورڊ ملڪ جي سڀني ادارن کان وڌيڪ ڪم ڪري رهيو آهي.“

اقبال ايڪڊميءَ جو سربراهہ ممتاز حسن صاحب، مينيجنگ ڊائريڪٽر، نئشنل بئنڪ آف پاڪستان، لکي ٿو:

”مون پاڪستان جا جيترا بہ علمي ادارا ڏٺا آهن، انهن سڀني مان سڀ کان زياده ’سنڌي ادبي بورڊ‘ کي ڪم ڪندي ڏٺو اٿم. پاڪستان ۾ علم ۽ ادب جي اشاعت جي سلسلي ۾، منهنجون بهترين اميدون بورڊ سان وابستہ آهن.“

ان سلسلي ۾، حڪومت پاڪستان جي وزارت صحت و محنت جي سيڪريٽري جناب سيد هاشم رضا، جو اوائلي دور ۾، بورڊ جو چيئرمن بہ رهي چڪو آهي، فرمائي ٿو:

”مون کي، ’سنڌي ادبي بورڊ‘ سان وابستہ رهڻ جو فخر حاصل آهي. بورڊ اڄ جنهن ترقيءَ جي راهہ تي رواں دوان آهي، ان کي ڏسي مون کي دلي مسرت حاصل ٿي آهي. مان بورڊ جي روشن مستقبل جو متمني آهيان.“

بورڊ جي علمي ۽ محققانہ ڪم متعلق، انهن چند تجويزن ۽ منصوبن کان واقف ٿيڻ پڻ ضروري آهي، جن جي ماتحت، نهايت ڪاوش ۽ جدوجهد، تحقيق ۽ عرقريزيءَ سان، مختلف ماهر ۽ محقق ڪم ڪري رهيا آهن.

## سنڌ جي جامع ۽ مستند تاريخ

اها هڪ تسليم ٿيل حقيقت آهي ته وادي سنڌ، تاريخي ۽ تهذيبي خيال سان دنيا جي قديم ترين علائقن ۾ شمار ڪئي ويئي آهي. وادي سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت جو زمانو، ان دور ڪان شروع ٿيو، جڏهن ڪان انساني تهذيب جو آفتاب عالمتاب طلوع ٿيو آهي. ان سلسلي ۾ موهن جو دڙو، آمري، ڪوٽ ڏيجي، برهمڻ آباد وغيره جا ڪنڊر، سنڌ جي شاندار ماضيءَ جو روشن نشان آهن. سنڌ ۾ دنيا جي سڀني قومن ۽ تهذيبن جا آثار موجود آهن. آرين ۽ سامي اثرن جو سنگم، سنڌ ۾ ئي پيو رهيو. سنڌ ۾ هندو، ٻڌ، جين ۽ اسلام جا مذهبي ۽ تهذيبي نقش موجود آهن. انهن سڀني عظيم آثارن ۽ قومن جي اچ وڃ، بود وباش، آبادي ۽ رهائش جي ڪري جا تهذيب پيدا ٿي، ان جي تاريخي حيثيت به نهايت بلند آهي، پر افسوس اهو آهي ته باوجود ان جي، وادي سنڌ جي ڪابه جامع ۽ مستند تاريخ، اڄ تائين تيار ٿي نه سگهي آهي. ان سلسلي ۾، 'سنڌي ادبي بورڊ'، هڪ معياري ۽ جامع تاريخ سنڌ شايع ڪرڻ جي تجويز بنائي آهي. ان تجويز موجب اٺن ضخيم جلدن تي مشتمل تاريخ، سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ شايع ڪئي ويندي. ان سلسلي ۾، ٻه جلد، پهريون ۽ ڇهون شايع ٿي چڪا آهن، ۽ باقي ڪم محققن ۽ عالمن جي هٿ ۾ آهي.

پهريون جلد سنڌ جي عام ۽ طبعي تعارف ۽ جائزي تي مشتمل آهي ۽ اهو انگريزيءَ ۾ آهي. ان حصي جو مصنف، ايچ. ٽي. لئمبرڪ آهي، جو سنڌ جي تاريخ تي، بين‌الاقوامي شهرت‌يافته ڪتابن جو مصنف ڪري مڃيو ويو آهي.

سنڌ جي تاريخ جو ڇهون جلد اردوءَ ۾، پاڪستان جي مشهور مورخ مولانا غلام رسول 'مهر' تيار ڪيو آهي. هي جلد، ڪلهوڙا دور تي مشتمل آهي. ان جا به ٻه حصا آهن، ۽ پيئي اردوءَ ۽ سنڌي، ٻنهي زبانن ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

سنڌ جي تاريخ جي سلسلي ۾، فارسيءَ، اردوءَ ۽ سنڌيءَ ۾، چچنامه، تاريخ معصومي، تحفةالڪرام، لب تاريخ سنڌ، تاريخ طاهري، ترخان نامه، تذڪره اميرخاني، تاريخ تازه نوائي معارڪ، جنت السنڌ، سنڌ جي دربار، تاريخ ڪلهوڙا، سنڌ جو سفر، سنڌ جي اقتصادي تاريخ، سير ڪوهستان، تاريخ ريگستان وغيره شايع ٿي چڪا آهن.

ٽيهه جلد، غيرملڪي ادارن جو مواد

سنڌ جي تاريخ جي سلسلي ۾ 'بورڊ' اهو به فيصلو ڪيو آهي ته سنڌ جي تاريخ تي دنيا جي هر علمي زبان مان استفادو ڪيو وڃي. مثلا برٽش ميوزم، انڊيا آفيس لئبرري لنڊن ۽ رائل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي ڪتابن مان، مواد گڏ ڪري، ٽيهارو کن جلدن ۾ شايع ڪيو وڃي.

## سنڌ جو لوڪ ادب

سنڌي لوڪ ادب جو بي بها خزانو، جو ڪلاسيڪي ادب، قصن ڪهاڻين، ڳجهارتن ۽ بيتن تي مشتمل آهي، ان جي چاليهه جلدن ڇپائڻ جي تجويز آهي. لوڪ ادب تي هن وقت

تائين سترهن ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. انهن مان ست جلد لوڪ ڪهاڻين تي، ۽ باقي ٻين صنفن تي مشتمل آهن. انهن کان سواءِ، پنج جلد زير طبع آهن، ۽ باقي جلد ترتيب هيٺ آهن.

## سنڌي زبان جي لغت

سنڌي زبان، جا پنهنجي لغوي اعتبار کان نهايت معياري مقام رکي ٿي، ان جي جامع ۽ مستند لغت، جديد طريقي جي ترتيب ۽ فن تي مشتمل ڇهن جلدن ۾ شايع ڪرڻ جي تجويز آهي. ان جو پهريون جلد شايع ٿي چڪو آهي ۽ ٻيو جلد ڇپائيءَ هيٺ آهي. ان جا باقي ٻه جلد اڃا ترتيب هيٺ آهن.

## ترجمو

ترجمي جي سلسلي ۾، مشهور علمي، ادبي، فني، تاريخي، سائنسي، فلسفي، ديني ۽ تهذيبي ڪتابن جو انتخاب ڪيل آهي. ان سلسلي ۾، تقريباً ٽي سؤ ڪتاب اهڙا چونڊيا ويا آهن، جي عالمي شهرت رکن ٿا، ۽ جن جا ترجما، دنيا جي سڀني علمي زبانن ۾ موجود آهن. اهي ڪتاب انگريزي، فارسي ۽ عربي زبانن کان علاوه، ڪن ٻاهرين يورپين زبانن مان به چونڊ ڪيا ويا آهن. ان سلسلي ۾ هن وقت تائين ٽيهن کان مٿي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، جي تصوف، سائنس، ادب، اقتصاديات، افسانن، ڪهاڻين ۽ ڊرامن تي مشتمل آهن.

## سنڌ جي قديم شاعري

سنڌ جي قديم شاعري، جا ١٧، ١٨ ۽ ١٩ صديءَ تي مشتمل آهي، سا مواد جي خيال کان، سراسر تصوف ۽ تفسير، فقه ۽ سوانح تي آهي، ۽ شاعريءَ جي فن موجب، طويل بيت ۽ ڏوهيڙي کان وٺي، غزل ۽ نظم تائين سنڌس سلسلو وسيع آهي. بورڊ جي اها تجويز آهي ته نه فقط سنڌ جي سڀني پراڻن شاعرن جي ديوانن، توڙي مجموعي ڪلام کي، 'ڪليات' جي صورت ۾ شايع ڪيو وڃي، پر ان سان گڏ، شاعرن جي فن ۽ سوانح کي، علمي مقدمن سان سينگاري، دلڪش ۽ ديده زيب انداز ۾ پڻ شايع ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ هن وقت تائين، سنڌ جي هيٺين عظيم شاعرن- شاهه لطيف، سچل سرمست، ميين شاهه عنات رضوي، بيدل، بيڪس، روحل، مراد، حمل، امام بخش خادم، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، حسن بخش شاهه، محمود فقير ڪتياڻ، غلام محمد شاهه 'گدا'، جو ڪلام نهايت صحت ۽ صفائيءَ سان، جديد ترتيب موجب، دلڪش انداز ۾ شايع ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ 'خليفي نبي بخش جو رسالو'، 'ڪليات امين' ۽ 'ديوان سانگي' ڇپجي رهيا آهن.

## قديم فارسي ۽ عربي عالمن ۽ شاعرن جا ڪتاب

سنڌي ادبي بورڊ پنهنجي اشاعت جي سلسلي ۾ سنڌ جي انهن عالمن ۽ شاعرن جا ڪتاب، جي عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ آهن، تن جي شايع ڪرائڻ جو خاص اهتمام ڪيو آهي. سنڌ جي عالمن

جي حيثيت اسلامي لتريچر ۾ نهايت مستند ۽ معتبر آهي. سنڌي محدثن جون روايتون خود 'صحاح سته' ۾ موجود آهن. سنڌ جا عالم ۽ محدث، امام الحرمين ٿي، ديني علوم جي بلند مقام تي مسندآرا رهي چڪا آهن. تفسير، حديث، فقه، تصوف، سيَر ۽ سوانح جي سلسلي ۾ سنڌي عالمن جي ڪتابن جي شهرت، مسلم ملڪن کان علاوه يورپ تائين پهچي چڪي آهي.
سنڌي ادبي بورڊ ان سلسلي ۾ سنڌ جي ڪتبخانن کان وٺي دکن، دهلي، لاهور، دمشق، قاهره، استنبول، لنڊن ۽ برلن تائين کوجنا ڪرائي، ڪيترا ناياب مخطوطا خريد ڪيا آهن، ۽ ڪيترن ڪتابن جا فوٽا حاصل ڪيا آهن.

ان سلسلي ۾ شايع ٿيندڙ ڪتابن جو انداز ڏيڍ سؤ کان مٿي آهي.

هن وقت فارسي زبان ۾، ديوان غلام، ديوان عطا، مقالات الشعراء، تڪملہ مقالات الشعراء، مثنوي چنيسر نامہ، مثنوي مظهرالآثار، مثنوي قصائد قانع، ديوان عظيم، هشت بهشت، هير و رانجها، ڪليات مائل ۽ ديوان محسن ٺٽوي، شاعريءَ تي ڇپجي چڪا آهن.

تاريخ تي، لب تاريخ سنڌ، چچ نامہ، تاريخ معصومي، تاريخ طاهري، منشورالوصيت، تازه نوائي معارڪ، تذڪره امير خاني ۽ ترخان نامہ شايع ٿيا آهن.

ان طرح عربيءَ ۾، دراسات‌اللبيب، ذب‌الذبابات، ديوان ابي عطا، المتانة في مرامة‌الخزانة شايع ٿي چڪا آهن. ان طرح مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مُلا معين ٺٽوي، مخدوم ابوالحسن ڏاهري، مخدوم جعفر بوبڪائي جا ڪيئي ديني ڪتاب تيار ٿي رهيا آهن. انهن مان نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي سيرت تي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو ڪتاب ڇپجي رهيو آهي.

## ٻارن جا ڪتاب

ٻارڙن جي علمي ۽ ذهني نشو و نما جي سلسلي ۾، بورڊ، شمس‌العلماء مرزا قليچ بيگ مرحوم جي ڪتابن کي شايع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. ٻارن لاءِ، دلچسپ ڪهاڻيون ۽ آکاڻيون، اخلاقي ۽ اصلاحي ناول، ڊراما ۽ افسانا، علمي ۽ ادبي قصا، مشهور ماڻهن جون سوانح عمريون، تاريخ، ادب ۽ سائنس تي ننڍن ننڍن مجموعن وغيره شايع ڪرڻ کي ترجيح ڏني ويئي آهي. ٻارن لاءِ ٽيهارو کن ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. ان سلسلي ۾ ”گل ڦل“ باتصوير، دوماهي رسالو بہ شايع ٿي رهيو آهي.

## متفرقات

بورڊ جي اشاعتي پروگرام جي سلسلي ۾، طب، سياست، معاشيات، زراعت، سنڌي ٻولي، گرامر، انشاء، تذڪره، طب ۽ سائنس پڻ شامل آهن. ان سلسلي ۾ ڪي ڪتاب، قديم ۽

الٻيءِ دوباره شايع ڪيا ويا آهن، ۽ ڪي اسان جي ملڪي معاملات تي مشتمل آهن، ۽ ڪي ترجمو ڪرايل آهن. هيٺ انهن مان چند مشهور ڪتاب ڏجن ٿا:

## لسانيات ۽ انشاء

سنڌي لغت، گل شڪر، گل، آفتاب ادب، هدايت الانشاء، سنڌ جو سينگار، سيا جو سينگار، گل ڦل، گلشن بهار، سنڌي گرامر چار حصا، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ وُتپتي ڪوش.

## اخلاقي ۽ اصلاحي

مقالات الحڪمت، خود ياوري، تحفة النسوان، ڪيميائي سعادت، ڪاميابي، چوٽڪارو، ٻڪين جي پارليامينٽ، سلامان و ابسال، حيات النبي، ڳالهين جي ٽوڪري، نيڪي بدي، سچي محبت، ٽي گهر، اخلاق حميده، سون ورنيون ڏليون، خوش خصلت خاتون.

## سائنس ۽ سماجيات

نيٺ ڇا ڪجي، جادو ۽ سائنس.

## سنڌي تهذيب

سير ۽ سفر، سنڌ جي درٻار، سنڌ جو سفر، آهي ڏينهن آهي شينهن، رهاڻ، تذڪره شعرائي تڪڙ.

## طب ۽ باغباني

فرهنگ جعفري (ٽي جلد)، تن ۽ تندرستي، باغ ۽ باغباني.

## اقتصاديات ۽ سياسيات

ڪشمير جو مسئلو، پاڪستان جي پرڏيهي پاليسي، اقتصادي ترقيءَ جا وسيلا، سنڌ جي اقتصادي تاريخ، آمريڪا جو سياسي سرشتو، اقتصادي انصاف.

## سنڌ

قديم سنڌ، سنڌ جي جاگرافي (انگريزي)، تاريخ ريگستان، سير ڪوهستان.

## لوڪ ادب

لوڪ ڪهاڻيون (٧ جلد)، مداحون ۽ مناجاتون، معجزا، مناقبا، ٿيهه اکريون، (٤ حصا)، مناظرا، مولود، هفتا ڏينهن راتيون، واقعاتي بيت، عشقيه داستان، سنڌي قصا، ڳيچ، سنڌي لوڪ گيت، پروليون.

## ناول، ناٽڪ، قصا ۽ افسانا

غازي صلاح الدين، دلارام، زينت، شاه ايليا، فيروز دل افروز، دلپسند قصا، وامق عذرا، چار درويش، ايسپ جون آکاڻيون، بلوکوکر، راسيلاس، جهان آرا، گرم جون آکاڻيون، دنيا دورنگي، شڪنتلا، لل دميتي، حسنا دلدار، شهزادو بهرام، عجيب گيالهيون، ايرڪ، جولئن هوم، مصيبت ماريا سائينءَ سنواريا، حاجي بابا اصفهاني، عجيب طلسم، رستم، قدم برگ شهزادي، سيف الملوڪ، شيطان جي ناني، تي ديو يا راڪاس، آمريڪي مختصر افسانا، آمريڪي لوڪ ڪهاڻيون.

بورڊ جي ڇپيل ڪتابن تي هڪ نظر وجهڻ سان، فني انتخاب ۽ اصلاحي نقطهء نظر، ادبي خدمت ۽ معياري تحقيق جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

## "مهراڻ"، سه ماهي رسالو

مهراڻ سنڌي ادب ۾ هڪ معياري حيثيت حاصل ڪري چڪو آهي. مهراڻ ارڙهن سالن کان وٺي سنڌي ادب جي خدمت ڪندو آيو آهي. علمي ۽ تحقيقي خيال کان توڙي صحتمند ۽ روشن ادب جي اشاعت جي نظر سان 'مهراڻ' پنهنجو انفرادي مقام حاصل ڪيو آهي.

مهراڻ جي پهرين دور جي ابتدا مارچ ١٩٤٦ع ۾ ٿي. ان وقت ايڊيٽوريل بورڊ ۾ جناب عثمان علي انصاري، پيرومل مهرچند، مولانا دين محمد وفائي، هرومل سدا رنگاڻي، لالچند امرڏنومل هئا.

مهراڻ جو ٻيو دور ١٩٥٥ع کان شروع ٿيو، جو باقاعدي ۽ مسلسل هن وقت تائين قائم ۽ دائم آهي. ٻئي دور ۾، جويو صاحب، علامه ڊاڪٽر دائودپوٽو صاحب مرحوم، ۽ سيد حسام الدين راشدي، هڪٻئي پنيان 'مهراڻ' جي ادارت جو فرض ادا ڪندا آيا آهن.

'مهراڻ' جي ٻنهي دورن ۾، سنڌ جي عالمن ۽ اديبن، شاعرن ۽ نقادن، دل کولي قلمي تعاون پئي ڪيو آهي. مهراڻ سنڌي ادب ۾ سيني علمي ۽ فني صنفن تي هزارن صفحن تي مشتمل معياري مواد پيش ڪري، سنڌي ادب ۾ سنگ ميل جي حيثيت حاصل ڪئي آهي.

'مهراڻ' سنڌي ادبي بورڊ جو مثالي ۽ مقبول عام پرچو آهي ۽ پنهنجي شهرت ۽ معيار جي خيال سان بورڊ لاءِ فخر جي لائق علامت جي حيثيت حاصل ڪري چڪو آهي. 'مهراڻ' جي بلند معيار ۽ ادبي خدمت جي سلسلي ۾، بورڊ سان گڏ سنڌ جا اهي اديب ۽ عالم، دانشمند ۽ فنڪار، تحسين ۽ آفرين جا مستحق آهن، جن ڪنهن به انعام ۽ لالچ، معاوضي ۽ امداد جي ڪشش کان سواءِ، ادب جي خدمت ڪندي، مواد پئي موڪليو آهي. علاقائي ادب ۾ 'مهراڻ' جي معياري حيثيت، سنڌ جي اديبن، مفڪرن، مورخن، محققن، شاعرن، فنڪارن ۽ سگهڙن جي مخلصانه تعاون جي مرهون منت آهي، جي سنڌي ادب جي نشو و نما ۽ ارتقا لاءِ رات ڏينهن نئور لڇوئي خدمت ڪري رهيا آهن.

'ادب' جڏهن تہ زندگيءَ جو سنوارينڌڙ ۽ معمار آهي، تڏهن ان جي خدمت ڪندي، زندگي بخش ۽ فڪرانگيز مواد کي سهيڙيندي ۽ سنواريندي، جا روح کي راحت ٻهچي ٿي، سا سڀ ڏک ۽ سور ميٺي ٿي چڏي. اهل ذوق بزرگن جي تحسين، هرحال ۾ حوصلہ افزائي ڪندي آئي آهي. اهوئي سبب آهي جو 'مهراڻ' هڪ روشن راهہ جو راهي ۽ دالشمندانہ دعوت جو داعي تصور ڪيو وڃي ٿو. "مهراڻ" ادب، شعر و شاعري، تاريخ، تصوف، دينيات، مشاهيرِعالم جي سوانح، سائنس، فلسفي ۽ اخلاقيات تي، ايترو مواد پيش ڪيو آهي، جنهن مان هوند ڪيئي ڪتاب جوڙي سگهجن.

'مهراڻ' اڄ تائين، پنهنجي معنوي ۽ افادي حيثيت ۽ معيار کي، جنهن صحتمند ۽ مفيد امونني ۽ سليقي سان نباهيو آهي، اهو اردو ۽ انگريزيءَ جي ممتاز عالمن ۽ اديبن وٽ بہ تسليم ڪيو ويو آهي. ۾ جڏهن تہ پڙهندڙن جو علمي معيار ۽ ادبي ذوق، هرحال ۽ هر خيال کان جداگانہ رنگ جو ٿئي ٿو، ۽ پنج آڱريون برابر نہ آهن، تڏهن لازمي طرح سان ڪن دوستن جي نظر فقط انهن چيزن تي ٻوي ٿي، جي چيزون، سندن ذاتي پسند، ذاتي خيال ۽ ذاتي مطالعي سان ٺهڪي نٿيون بيهن. ٻئي طرف انهن چيزن کي عمومي حيثيت سان، عالمن ۽ نقادن، محققن ۽ مورخن ٻئي پسند ڪيو آهي ۽ قدر جي نگاهہ سان ڏٺو آهي. ذاتي پسند ۽ ذاتي نگاهہ جو اهو فرق ۽ اختلاف بہ هڪ لازمي امر آهي، جنهن کان ڪوبہ علمي ادارو ۽ رسالو بچي نہ سگهيو آهي. خود اردوءَ جي معياري رسالن — نقوش، ادب لطيف، نگار، اردو ثقافت، اقبال رويو، ماهِ نو وغيره — جي خيالن ۽ تحريرن سان پڻ ان قسم جا اختلاف رهندا آيا آهن، ۽ اڄ بہ موجود آهن. خود مذهبي رسالن — ترجمان القرآن، بيّنات، ثقافت، فڪر و نظر، معارف اعظم گڙهہ، برهان دهلي — جي وچ ۾ بہ اختلافي مسئلا موجود آهن. ڪي مسئلا فروعي اختلاف تي مبني آهن، ۽ ڪي تہ مورڳو اصول تي بنياد رکن ٿا. تاهم اهي سڀ رسالا شايع ٿي رهيا آهن. انهن جي پاڻ ۾ اختلافي راءِ جي ڏي - وٺ بہ هلندي رهي ٿي. تاهم اهي پنهنجي ادبي ۽ فڪري، مذهبي ۽ ديني اختلافن کي، اخلاقي ۽ قانوني حدن اندر نباهيو ٿا اچن. انهن هڪٻئي جي خلاف ڪنهن بہ قسم جي گروهبندي، يا اخلاق سوز تحريري مهم ڪانہ هلائي آهي.

اسين باربار عرض ڪري چڪا آهيون تہ 'مهراڻ' سنڌ جي سڀني عالمن ۽ اديبن جي گڏيل چيز آهي. مهراڻ ۾ هر مڪتب خيال جي عالمن ۽ محققن جا مقالا ۽ شعر شايع ڪيا ويا آهن. ان سلسلي ۾، تاريخ، تصوّف، اخلاقيات، دينيات، ادب، سائنس، فلاسافي ۽ شعر و شاعريءَ تي جو ڪجهہ مواد شايع ٿيو آهي، ان جي مڪمل فهرست هن نمبر ۾ شايع ڪئي ويئي آهي. اهو بہ باربار ظاهر ڪيو ويو آهي تہ اسان جي اڳيان نہ ڪنهن خاص حلقهءِ فڪر جي تبليغ مدنظر آهي، ۽ نہ ڪنهن خاص شخصيت جي ذاتي ذوق جي پيروي مقصود آهي. ان جو دليل خود 'مهراڻ' آهي. اسان پنهنجي حال آهر مخلصانہ خدمت ڪندي، افادي ۽ مقصدي، تعميري ۽

زندگي بخش جدوجهد جي راهه ۾، هر ان ننڍيءَ وڏيءَ خدمت تي مطمئن آهيون، جنهن جي پس منظر ۾، نڪو شهرت جو خبط آهي، ۽ نہ معاشي نفعي جي نيت.

اسان جي علمي ڪاوش ۽ جدوجهد جو اندازو، اهي ئي لڳائي سگهن ٿا، جي قلن-مٺ تي، پيٽ تي پٿر ٻڌي، هڙئي آسرا ڀلي، جُڙيءَ ڪي جس چوندي، هھڙي قسم جون خدمتون سرانجام ڏين ٿا، ۽ پنهنجي ڪرم فرما نڪتہ چين دوستن جي ڪڙي مِٺي نڪتہ چينيءَ ڪي بہ برداشت ڪن ٿا.

ڀرين سنڌي ڀارَ جـي، مڙيئي مٺائي،
ڪانهين ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.

اسان جي مخلصانہ گذارش اها آهي تہ 'مهراڻ' جي مواد جو انتخاب ۽ ترتيب، پنهنجي معاصر، اردو، بنگالي، بلوچي، پنجابي ۽ سنڌي رسالن کان نہ فقط زياده معياري رهندو آيو آهي، پر ان سان گڏ، جديد قدرن جو حامل ۽ ترجمان بہ رهندو آيو آهي.

'مهراڻ' جي مواد جي انتخاب، صحتمند ۽ روح آفرين پيشڪش جو صحيح اندازو تہ اهي احباب ئي لڳائي سگهن ٿا، جن جي نظر علم و فن جي وسيع مطالعي تي هوندي، يا جن ڪڏهن معياري رسالن جي ترتيب ۽ اشاعت جهڙي دشوارگذار واديءَ ۾ قدم رکيو هوندو. بلند معيار لکندڙن جي اثاث هوندي بہ، پنهنجي حال آهر، علم ۽ فن جي هر صنف تي، جو ڪجهہ بہ پيش ڪيو ويو آهي، اهو علمي ۽ فني حلقن ۾، تحسين جوڳين نظرن سان ڏٺو ويو آهي. اها تحسين ۽ حوصلہ افزائي، اسان لاءِ دلي مسرت جو سبب آهي. اها ناسپاسي ٿيندي، جيڪڏهن انهن اهل قلم اديبن جي تعاون ۽ تعلق جو شڪريو نہ ادا ڪريون، جن هن وقت تائين اسان تي مهربانيون ڪيون آهن ۽ 'مهراڻ' لاءِ مخلصانہ تعاون جو ثبوت ڏنو آهي.

## "مهراڻ" جو مواد

هي ضخيم پرچو، مهراڻ جي "جشن ڏهسالہ خاص نمبر" جي سلسلي جي ئي ڪڙي آهي. هن پرچي ۾، سنڌي زبان ۽ تهذيب، ادب ۽ فن تي، سنڌي ادب جي وڏن عالمن ۽ محققن جي مقالن سان گڏ، سنڌي ادب ۽ زبان جي خدمت جي سلسلي ۾ ٿيل علمي ۽ ادبي ڪارگذاريون ۽ ١٩٥٥ع کان ١٩٦٥ع تائين آيل 'گذارشون'، 'مهراڻ جا موتي'، 'علمي ۽ فڪري اقتباس'، 'مهراڻ لاءِ عالمن، اديبن، اخبارن ۽ رسالن جا رايا' پڻ پيش ڪيل آهن. اهو سارو مواد پنهنجي فني ۽ فڪري لحاظ سان سنڌي ادب ۽ زبان جي تاريخ ۾ وڏي اهميت ۽ افاديت رکي ٿو.

ان کان علاوه، هن پرچي ۾ ٥٥-٦٥ع تائين، "مهراڻ" جي مواد جي مڪمل، صنفوار ۽ پرچيوار، فهرست پڻ ڏني ويئي آهي. جنهن ۾ نثر ۽ نظم جي هر صنف جي معيار، مواد، موضوع ۽ ليکڪ سان گڏ، صفحن جي نشاندهي ۽ تعداد پڻ ڄاڻايل آهي. اها فهرست، مهراڻ جي معيار ۽

خدمت جو هڪ ثبوت بہ آهي ۽ حوالن ڳولڻ جي سلسلي ۾، اديبن ۽ عالمن لاءِ هڪ مڪمل 'انڊيڪس' (Index) پڻ آهي.

هن پرچي جي مواد جي چونڊ ۽ ترتيب لاءِ محترم جويي صاحب، اعزازي سيڪريٽري س. ا. ب جو ممنون آهيان. ان جي طباعتي حسن ۽ زيبائش لاءِ، محترم شيخ علي محمد صاحب، ميمبر سنڌي ادبي بورڊ، مسٽر غلام رباني اسسٽنٽ سيڪريٽري، ۽ مسٽر علي بخش، مئنيجر پريس ۽ پريس جي ڪارپردازن جو شڪرگذار آهيان، جن جي تعاون سان هي ضخيم ۽ معياري پرچو تڪميل تي پهتو آهي. — غ. م. گ

# سنڌي ادبي بورڊ

آگسٽ ١٩٤٠ع ۾، محترم جناب جي. ايم. سيد صاحب تڏهوڪي وزير تعليم، حڪومت سنڌ، جي تحرڪ ۽ حڪم سان "سنڌي ادب (ساهت) لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ" قائم ٿيو، جنهن جا هيٺيان ميمبر هئا:

| | |
|---|---|
| ١. محترم جناب سيد ميران محمد شاهه | چيئرمن |
| ٢. ڊاڪٽر ايچ. ايم. گربخشاڻي | ميمبر |
| ٣. شمس العلماء ڊاڪٽر يو. ايم. دائود پوٽو، ڊي. پي. آءِ، سنڌ | ميمبر |
| ٤. محترم جناب علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب | ميمبر |
| ٥. ڪاڪو ڀيرومل مهرچند آڏواڻي | ميمبر |
| ٦. ديوان سوڀراج نرملداس "فاني" | ميمبر |
| ٧. محترم جناب پير علي محمد راشدي | ميمبر |
| ٨. راءِ بهادر جڳت سنگهه آئلمل | ميمبر |
| ٩. خانبهادر محمد صديق ميمڻ | ميمبر |
| ١٠. محترم جناب عبدالنبي آغا | ميمبر |
| ١١. ڊاڪٽر هرومل آءِ. سدارنگاڻي | ميمبر |
| ١٢. مولانا دين محمد وفائي | ميمبر |
| ١٣. مولانا محمد عبدالڪريم چشتي | ميمبر |
| ١٤. محترم جناب عثمان علي انصاري | سيڪريٽري |
| ١٥. ديوان لالچند امرڏنومل ڄڳتياڻي | جائنٽ سيڪريٽري |

آگسٽ ١٩٤٠ع کان ١٩٤٨ع تائين مرڪزي صلاحڪار بورڊ تي، ڪن ميمبرن جي خالي ٿيندڙ جاين تي، ٿوري گهڻي عرصي لاءِ هيٺين صاحبن پڻ ميمبرن جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو.

١. پروفيسر رام پنجواڻي
٢. جناب حڪيم محمد احسن
٣. جناب محمد صالح ڀٽي

۴. جناب محمد حنيف صديقي
۵. ديوان گوپيرام رکياڻي

۱۹۴۸ع ۾ 'سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ' جي ازسرنو تشڪيل ٿي، ۽ هيٺيان صاحب ان جا ميمبر مقرر ٿيا:

| | |
|---|---|
| ۱. محترم جناب سيد ميران محمد شاهه | چيئرمن |
| ۲. شمس العلماء ڊاڪٽر يو. ايم. دائود پوٽو | وائيس چيئرمن |
| ۳. محترم جناب عثمان علي انصاري | سيڪريٽري |
| ۴. محترم جناب پير علي محمد راشدي | ميمبر |
| ۵. خانبهادر محمد صديق ميمڻ | ميمبر |
| ۶. ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل | ميمبر |
| ۷. مولانا دين محمد وفائي | ميمبر |
| ۸. محترم مولوي عبدالرزاق | ميمبر |
| ۹. محترم سيد عبدالحسين شاهه موسوي | ميمبر |
| ۱۰. محترم جناب محمد صالح ڀٽي | ميمبر |
| ۱۱. محترم جناب علاوالدين سمو | ميمبر |
| ۱۲. محترم جناب غلام مصطفيٰ پرڳڙي | ميمبر |
| ۱۳. محترم جناب اياز حسين قادري | ميمبر |
| ۱۴. محترم جناب محمد بخش واصف | ميمبر |
| ۱۵. محترم جناب آغا تاج محمد | ميمبر |

سيپٽمبر ۱۹۵۰ع ۾ ترهوڪي سنڌ سرڪار **"هاءِ پاور ايگزيڪيوٽو ڪاميٽي فار سنڌي لٽريچر"** (سنڌي ادب لاءِ اعليٰ اختيار جي ڪاروباري ڪاميٽي) مقرر ڪئي، تہ مرڪزي صلاحڪار بورڊ جيڪي رٿائون سنڌي ادب جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ناهي، تن کي آها ڪاميٽي عمل ۾ آڻي. ان ڪاميٽيءَ جا هيٺيان ميمبر صاحب مقرر ٿيا:

| | |
|---|---|
| ۱. آنريبل وزير تعليم، حڪومت سنڌ | چيئرمن |
| ۲. جناب سيد ميران محمد شاهه صاحب، چيئرمن "سنڌي ادب (ساهت) لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ" | ميمبر |
| ۳. آنريبل آغا بدرالدين دراني صاحب، اسپيڪر سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي | ميمبر |
| ۴. سيڪريٽري، محڪمہ تعليم، حڪومت سنڌ | ميمبر |

| | |
|---|---|
| ٥. سيڪريٽري، محڪمہ ماليات، حڪومت سنڌ | ميمبر |
| ٦. محترم جناب شيخ عبدالمجيد سنڌي صاحب | ميمبر |
| ٧. ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن، سنڌ | سيڪريٽري |

جولاء ١٩٥١ع ۾ ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سنڌ جي جاء تي جناب محمد ابراهيم جويو صاحب هاء پاور ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري مقرر ٿيو.

ڊسمبر ١٩٥١ع ۾ "سنڌي ادب (ساهت) لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ" کي ختم ڪيو ويو، ۽ 'هاء پاور ايگزيڪيوٽو ڪاميٽي فار سنڌي لٽريچر' جا ميمبر ستن مان وڌائي يارهن ڪيا ويا ۽ ان کي **"سنڌي ادبي بورڊ"** جو نالو ڏنو ويو، جنهن نالي سان هي بورڊ، هن وقت تائين موجود آهي.

هيٺيان صاحب "سنڌي ادبي بورڊ" جا پهريان ميمبر مقرر ٿيا:

| | |
|---|---|
| ١. آنريبل وزير تعليم، حڪومت سنڌ | چيئرمن |
| ٢. سيڪريٽري، محڪمہ تعليم، حڪومت سنڌ | ميمبر |
| ٣. سيڪريٽري، محڪمہ ماليات، حڪومت سنڌ | ميمبر |
| ٤. ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن، سنڌ | ميمبر |
| ٥. محترم جناب جي. ايم. سيد صاحب | ميمبر |
| ٦. محترم جناب شيخ عبدالمجيد سنڌي صاحب | ميمبر |
| ٧. محترم جناب علامہ آء. آء. قاضي صاحب | ميمبر |
| ٨. شمس العلماء ڊاڪٽر يو. ايم. دائود پوٽو صاحب | ميمبر |
| ٩. محترم جناب سيد ميران محمد شاهہ صاحب | ميمبر |
| ١٠. محترم جناب آغا بدرالدين دراني صاحب | ميمبر |
| ١١. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب | ميمبر |

ڊسمبر ١٩٥٤ع ۾ 'بورڊ' جي ميمبرن جي مقرر معياد پوري ٿيڻ تي، هيٺين صاحبن کي ميمبر نامزد ڪري، بورڊ جي نئين سر تشڪيل ڪئي ويئي.

| | |
|---|---|
| ١. آنريبل چيف منسٽر، حڪومت سنڌ | چيئرمن |
| ٢. آنريبل وزير تعليم، حڪومت سنڌ | وائيس چيئرمن |
| ٣. سيڪريٽري، محڪمہ تعليم، حڪومت سنڌ | ميمبر |
| ٤. ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن، سنڌ | ميمبر |
| ٥. محترم جناب پير علي محمد راشدي صاحب | ميمبر |
| ٦. محترم جناب سيد ميران محمد شاهہ صاحب | ميمبر |
| ٧. محترم جناب آغا بدرالدين دراني صاحب | ميمبر |

٨. شمس‌العلماء ڊاڪٽر يو. ايم. دائود پوٽو صاحب — ميمبر
٩. محترم جناب علامہ آءِ. آءِ. قاضي صاحب — ميمبر
١٠. محترم پير حسام‌الدين راشدي صاحب — ميمبر
١١. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب — ميمبر
١٢. محترم مولوي خيرمحمد نظاماڻي صاحب — ميمبر

مارچ ١٩٥٥ع ۾ حڪومت، "سنڌي ادبي بورڊ" کي هڪ خودمختيار ادارو قرار ڏنو، ۽ ان حيثيت ۾ آن جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ آئين منظور ڪيو. نئين آئين موجب هيٺيان صاحب بورڊ جا ميمبر مقرر ٿيا:

١. خانبهادر محمد ايوب کهڙو صاحب — پريزيڊنٽ
٢. محترم جناب جي. ايم. سيد صاحب — وائيس پريزيڊنٽ
٣. محترم جناب پير علي‌محمد راشدي صاحب — ميمبر
٤. محترم جناب عبدالنبي آغا صاحب — ميمبر
٥. محترم جناب الله بخش "سرشار" عقيلي صاحب — ميمبر
٦. محترم جناب آغا بدرالدين دُراني صاحب — ميمبر
٧. محترم مخدوم محمد زمان "طالب‌المولىٰ" صاحب — ميمبر
٨. شمس‌العلماء ڊاڪٽر يو. ايم. دائود پوٽو صاحب — ميمبر
٩. محترم پير حسام‌الدين راشدي صاحب — ميمبر
١٠. محترم مولوي خيرمحمد نظاماڻي صاحب — ميمبر
١١. محترم جناب سيد ميران محمد شاهہ صاحب — ميمبر
١٢. محترم جناب آغا تاج محمد صاحب — (ميمبر بحيثيت نمائنده سنڌ يونيورسٽي)
١٣. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب — (ميمبر بحيثيت نمائنده سنڌ يونيورسٽي)
١٤. سيڪريٽري، بورڊ آف مئنيجمينٽ اينڊ ڪنٽرول سنڌ پراونشل لئبرري اينڊ ميوزم — ايڪس-آفيشو ميمبر
١٥. ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن، سنڌ — ايڪس-آفيشو ميمبر

١٩٥٧ع ۾ 'بورڊ' جي آئين ۾ ترميم آئي، پن ايڪس-آفيشو ميمبرن جي جاءِ تي هيٺيان ٻہ صاحب ايڪس-آفيشو ميمبر مقرر ٿيا:

١. ڊائريڪٽر آف ايجوڪيشن، حيدرآباد ريجن
٢. انسپيڪٽريس، گرلس اسڪولس، حيدرآباد ريجن

انهيءَ ڪان ڪجهہ وقت اڳ محترم مولوي خيرمحمد نظامائي صاحب استعفا ڏني ۽ سندس جاءِ تي محترم جناب عثمان علي انصاري صاحب ميمبر ٿيو، جو صاحب اڳ ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سنڌ جي حيثيت ۾ ايڪس-آفيشو ميمبر هو.

سيپٽمبر ١٩٦١ع ۾ اولهہ پاڪستان جي گورنر جي حڪم موجب، هيٺيان صاحب اڳين جي جاءِ تي بورڊ جا نوان ميمبر مقرر ٿيا:

| | |
|---|---|
| ١. ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن، حيدرآباد | چيئرمن |
| ٢. وائيس چانسيلر، سنڌ يونيورسٽي، يا سندس نمائندو | ايڪس-آفيشو ميمبر |
| ٣. چيئرمن بورڊ آف انٽرميڊئيٽ اينڊ سيڪنڊري ايڊيوڪيشن، حيدرآباد ريجن | ايڪس-آفيشو ميمبر |
| ٤. ڊائريڪٽر آف ايڊيوڪيشن، حيدرآباد ريجن، حيدرآباد | ايڪس-آفيشو ميمبر |
| ٥. محترم مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ" صاحب | ميمبر |
| ٦. محترم پير حسام الدين راشدي صاحب | ميمبر |
| ٧. محترم سيد ميران محمد شاهہ صاحب | ميمبر |
| ٨. محترم شيخ علي محمد صاحب | ميمبر |
| ٩. محترم عبدالغفور پرڳڙي صاحب | ميمبر |

نومبر ١٩٦١ع ۾ اولهہ پاڪستان جي گورنر، پنهنجي مٿئين حڪم ۾ هيٺينءَ طرح ترميم ۽ اضافو ڪيو:

١. ڪمشنر، حيدرآباد ڊويزن جي جاءِ تي محترم مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ" صاحب بورڊ جو چيئرمن مقرر ٿيو.

٢. وائيس چانسيلر سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد، ميمبر مقرر ٿيو. اڳ سندس مقرر ڪيل نمائندو بورڊ جو ميمبر هو.

٣. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب، جو اڳ وائيس چانسيلر سنڌ يونيورسٽيءَ جي نمائندي جي حيثيت ۾ بورڊ جو ميمبر ٿيو، سو هاڻي پاڻ ميمبر ٿيو.

نومبر ١٩٦٣ع ۾ سيد ميران محمد شاهہ وفات ڪئي، ۽ سندس جاءِ تي جولاءِ ١٩٦٤ع ۾ محترم جناب محبوب علي چنا صاحب ميمبر مقرر ٿيو. تڏهن ڪان وٺي هن وقت تائين بورڊ جي تشڪيل انهيءَ موجب رهي آهي.

## بورڊ جا سيڪريٽري

١. محترم محمد ابراهيم جويو صاحب — سيڪريٽري (جولاءِ ١٩٥١ع ڪان فيبروري ١٩٦١ع تائين)

٢. مرحوم عثمان علي انصاري صاحب — اعزازي سيڪريٽري (مارچ ١٩٦١ع کان سيپٽمبر ١٩٦١ع تائين)

٣. محترم سيد شاهه محمد شاهه صاحب — سيڪريٽري (آڪٽوبر ١٩٦١ع کان سيپٽمبر ١٩٦٢ع تائين)

٤. مرحوم سيد ميران محمد شاهه صاحب — اعزازي سيڪريٽري (آڪٽوبر ١٩٦٢ع کان جون ١٩٦٣ع تائين)

٥. محترم محمد ابراهيم جويو صاحب — اعزازي سيڪريٽري (جولاءِ ١٩٦٣ع کان هن وقت تائين)

## اسسٽنٽ سيڪريٽري

١. مسٽر سراج الحق ميمڻ — اسسٽنٽ سيڪريٽري (مئي ١٩٥٥ع کان سيپٽمبر ١٩٥٧ع تائين)

٢. مسٽر غلام رباني آگرو — اسسٽنٽ سيڪريٽري (آڪٽوبر ١٩٥٧ع کان هن وقت تائين)

## رسالي "مهراڻ" جا ايڊيٽر

١٩٤٠ع ۾ ٺهوڪي صوبائي سنڌ سرڪار جي قائم ڪيل "سنڌي ادب (ساهت) لاءِ سرڪزي صلاحڪار بورڊ"، جنوري ١٩٤٦ع کان "مهراڻ" رسالي جي اشاعت شروع ڪئي، جيڪو ۽ سال ١٩٤٦ع ۽ ١٩٤٧ع، ٻماهي پرچي جي صورت ۾ شايع ٿيندو رهيو. انهيءَ وقت رسالي جو هيٺيون 'ايڊيٽوريل بورڊ' هو.

. جناب عثمان علي انصاري صاحب — چيئرمن ايڊيٽوريل بورڊ، مهراڻ

٢. محترم مولوي دين محمد وفائي صاحب — چيف ايڊيٽر، مهراڻ

٣. ديوان لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي صاحب — مئنيجنگ ايڊيٽر، مهراڻ

٤. ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي صاحب — ايڊيٽر، مهراڻ

جنوري ١٩٤٨ع کان رسالي جي اشاعت ۾ ناغو پيو. سن ١٩٤٩ع ۾ رسالي جو هڪ پرچو "لطيف سالگرهه نمبر-٩٤٩ع" شايع ٿيو، جنهن جو ايڊيٽر خانبهادر محمد صديق ميمڻ هو. انهيءَ موقعي تي رسالي جي اشاعت کي باقاعدي بنائڻ لاءِ هيٺين ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي.

١. شمس العلماء ڊاڪٽر يو. ايم. دائودپوٽو صاحب — چيئرمن

٢. محترم جناب آغا تاج محمد صاحب — ميمبر

٣. خانبهادر محمد صديق ميمڻ صاحب — ايڊيٽر

سال ۱۹۵۰ع ۾ رسالي جو وري ہ فقط هڪ پرچو "لطيف سالگرهه نمبر-۱۹۵۰ع" شايع ٿيو، جنهن جو ايڊيٽر خانبهادر محمد صديق ميمڻ (مرحوم) هو.

جنوري ۱۹۵۵ع کان 'سنڌي ادبي بورڊ' سماهي پرچي جي صورت ۾ رسالي "مهراڻ" جي اشاعت وري شروع ڪئي. تڏهن کان وٺي هن وقت تائين هيٺيان صاحب "مهراڻ" جي اداري سان وابسته رهيا آهن.

۱. محترم محمد ابراهيم جويو صاحب — ايڊيٽر (جنوري ۱۹۵۵ع کان ڊسمبر ۱۹۵۶ع تائين)

۲. شمس العلماء ڊاڪٽر يو. ايم. دائود پوٽو صاحب ۽ محترم پير حسام الدين راشدي صاحب — ايڊيٽر (جنوري ۱۹۵۷ع کان ڊسمبر ۱۹۵۷ع)

سوانح نمبر ۱۹۵۷ع — مرتب: ڊاڪٽر بلوچ صاحب

۳. شمس العلماء ڊاڪٽر يو. ايم. دائودپوٽو صاحب — ايڊيٽر (جنوري ۱۹۵۸ع کان ڊسمبر ۱۹۵۸ع تائين)

۴. محترم غلام محمد گرامي صاحب — ايڊيٽر (جنوري ۱۹۵۹ع کان هن وقت تائين)

## مينجنگ ايڊيٽر

۱. محترم غلام محمد گرامي صاحب — مئنيجنگ ايڊيٽر (جنوري ۱۹۵۵ع کان ڊسمبر ۱۹۵۵ع تائين)

۲. محترم محمد عثمان ڏيپلائي صاحب — مئنيجنگ ايڊيٽر (جنوري ۱۹۵۶ع کان آگسٽ ۱۹۵۶ع تائين)

## اسسٽنٽ ايڊيٽر

۱. محترم شمشيرالحيدري صاحب — اسسٽنٽ ايڊيٽر (سيپٽمبر ۱۹۵۶ع کان وٺي ڊسمبر ۱۹۶۳ع تائين)

## پريس جا مئنيجر

۱. محترم علي بخش احمدزئي صاحب — مئنيجر (آڪٽوبر ۱۹۵۲ع کان هن وقت تائين)

۲. محترم عبدالحق ميمڻ صاحب — اسسٽنٽ مئنيجر (اپريل ۱۹۶۲ع کان جولاءِ ۱۹۶۳ع تائين)

## بڪ اسٽال جا مئنيجر

۱. محترم عبدالڪريم سعدي صاحب — مئنيجر (مئي ۱۹۵۳ع کان نومبر ۱۹۵۳ع تائين)

۲. محترم محمد حسين آخوند صاحب — مئنيجر (نومبر ۱۹۵۳ع کان ڊسمبر ۱۹۵۳ع تائين)

۳. محترم سراج الحق ميمڻ صاحب — مئنيجر (ڊسمبر ۱۹۵۳ع کان جولاءِ ۱۹۵۵ع تائين)

۴. محترم همايون بيگ مرزا صاحب — مئنيجر (جولاءِ ۱۹۵۵ع کان جنوري ۱۹۵۷ع تائين)

۵. محترم نبي بخش قريشي صاحب — مئنيجر (جنوري ۱۹۵۷ع کان اپريل ۱۹۵۹ع تائين)

۶. محترم محمد امين بلوچ صاحب — مئنيجر (مئي ۱۹۵۹ع کان هن وقت تائين)



# مهراڻ

| | |
|---|---|
| ادبي سنگت | ـ علامه دائود پوٽو |
| مهراڻ | ـ رحيمداد خان مولائي شيدائي |
| سنڌو (ترجمو) | ـ عبدالرسول نظامائي |




ٻاهريون دروازو



مکيه عمارت، جنهن ۾ بورڊ جي هيڊ آفيس، بڪ اسٽال ۽ مهراڻ رسالي جي آفيس آهي.

**سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس، بنگلو نمبر ٣، سول لائينس، حيدرآباد**



"مستين ٻرئي مهراڻ جو مانيٽو منڍ"

[هماليه کان هيٺ لهندي، اسان جو محبتي مهراڻ، پنهنجي سَوَ موج ۾ اچڻ کان اڳ، هيءُ من موهيندڙ نظارو پيش ٿو ڪري.]

-"مهراڻ" ٢، ١٩٥٥ع



"سنڌو"

(لهرن لک لباس، پاڻيءَ پسڻ هڪڙو! - شاهه)

- "مهراڻ" ٣، ١٩٥٥ع




## حيدرآباد جو قلعو

– ”مهراڻ“ ٣–٤، ١٩٦٠ع

## ڪوٽڙي بئريج



- ڪنڌيءَ سڪائين ڪانهن، پاهر پيلا پوڙيين! (شاهه)



جہالت

–«مہراڻ» ۱-۲-۱۹۵۷ع



موت جا تجربا

-«مهراڻ» ٣، ١٩٦٢ع







معصوم انسانيت
موت و حيات
جي ٻ-واٽي تي

-"مهراڻ" ١-٢، ١٩٥٧ع



آزادي

- ”مهراڻ“ ٣-۴، ١٩٦٠ع

---

”ڪنهن به قوم جو علم ادب، تاريخ جي جدا جدا عرصن موافق، انهيءَ قوم جي خيالن ۽ جذبن جو آئينو آهي. ڪنهن به خاص عرصي جي تاريخ معلوم ڪرڻ لاءِ اسان کي پهريائين ان عرصي جي علمي ادبي خزاني کي کولڻو پوندو. سن ۽ واقعا، تاريخ جو فقط بوتو ٺاهين ٿا؛ پر ان جي رڳن ۾ روح تڏهن پوندو، جڏهن منجهس ادبي تاريخ جو ذخيرو پربو، جنهن جي رستي اسان کي خبر پوي ته قوم جي قديم فردن جا ڇا ڇا خيال ۽ جذبا هئا، سندن علم جي مراد ڇا هئي، ۽ سندن رهڻيءَ ڪهڻيءَ جا ڪهڙا سرچشما هئا: مطلب ته هرڪنهن قوم جي هستي سندس علمي ۽ عملي ذخيري تي مدار رکي ٿي.

”افسوس، اڍائي هزار ورهيه گذري ويا آهن ته سنڌ جي تاريخ ۽ علم ادب تي ڪو به توجهه ڪونه ڏنو ويو آهي. موجوده وقت ۾ ڪي قدر ڪوشش انهيءَ باري ۾ ورتي ويئي آهي، پر اڃا تائين ڪو اهڙو معقول نتيجو ڪونه نڪتو آهي، ۽ ڪنهن به پوري روشني نه وڌي آهي. سنڌ جي تاريخ ۽ علمي خزانو هڪ پوريل دفتر ٿي رهندا، جيڪڏهن هرڪو فرد ان جي کوجنا ڪرڻ ۾ بهرو نه وٺندو. سنڌ ملڪ کي هڪ عاليشان تاريخ ۽ علمي خزانو آهي، جو اسان جي اڻڄاڻائيءَ ۽ وڏن جي لاغرضائيءَ ڪان ناس ٿي ويو آهي؛ ۽ جي هيئنر به اسين پنهنجون اکيون بيپرواهيءَ ۽ نيمخوابيءَ ڪان نه کولينداسون، ته انهيءَ تاريخ جا رهيل کهيل آثار به آهستي آهستي ناپيد ٿي ويندا.“ ـــ علامه ڊاڪٽر دائود پوٽو

بسم الله الرحمٰن الرحيم

شمس العلماء الدکتور عمر بن محمد داؤد پوتہ
Shamsul-Ulama
DR. U. M. DAUDPOTA,
M. A. (Bom.), Ph.D. (Cantab.).

KARACHI.
31.8.45

# "ادبي سنگت"

ڌڻيءَ جا لک لک شڪرانا جو انيڪ ورهين ورهين جي دراز عرصي بعد هن ضعيف جي "مهراڻ" نالي رٿيل مخزن آخر وجود ۾ آئي آهي. ويهه ورهيه هڪ قوم جي ذهني انقلاب ۾ ڪا وڏي مدت ناهي، بشرطيڪ اهو انقلاب هڪ تنظيمي صورت اختيار ڪري ملڪ جي ادبي ماحول ۾ موافق اصلاح آڻي.

"مهراڻ" سنڌو نديءَ جو قديم نالو آهي - اها پياري ندي جنهن جو لڙ اٿيل پوتر پاڻي سنڌو ديش جا سڀ رهواسي هندو خواه مسلمان پي پنهنجي اڃ لاهي اندر ٿا ٺارين، جنهن جي آبياريءَ تي ملڪ جي ماڻهن ۾ بن جيون جو جياپو آهي، جنهن ڪري سنڌ هڪ زرخيز زراعتي ملڪ ٿي پيو آهي. ڪهڙي نه عجب جهڙي ڳالهه جو ساڳي هوا کڻون ٿا، ساڳي خوراڪ ۽ ساڳيو پاڻي نديءَ اندر پيئون، تڏهن فقط هڪ بيروني عامل يعني مذهب جي اثر ڪري ذهني پيداوار ۽ تخيل جي طريقن ۾ ايڏو تفرقو! بيشڪ مذهب هڪ حيرت انگيز ڪرشمو آهي، جو انسان جي تخيل ۽ فڪر، زبان ۽ گفتي ۾ ههڙو فرق آڻي ٿو!

اهو مذهب جو وصل ۽ ڳانڍاپي بدران فصل ۽ وڇوڙو وجهي، اهو حقيقي مذهب ناهي، اهو هڪ سياسي منصوبو آهي جو هڪ قوم کي ٻيءَ سان وڙهائي ٿو. مذهب اصل ۾ هڪ آهي، پر پوءِ زماني ۽ ماحول جي تقاضا آهر انهيءَ جدا جدا صورتون ورتيون آهن، جن پاڻ حقيقت ۾ هڪڙو آهي، پر جدا جدا رنگين ٿانون ۾ منبع الڳ صورت اختيار ڪئي اٿس، پوءِ ڇو نه اهڙن بيروني ۽ عارضي سببن کي ڇڏي وحدت جي واٽ وٺون؟ گهٽ ۾ گهٽ اهي خيال ۽ افڪار جيڪي سنڌي قوم جو مشترڪ ورثو آهن تن ۾ يگانگي ۽ يڪجهتي پيدا ڪريون.

"مهراڻ" جو ميدان ۾ اچڻ انهيءَ سڳوري شوق جو سنيهو آهي. اچو يارو، هندو مسلم پاڙو، ته هڪ ٻئي سان ملي، "مهراڻ" جي وسيلي هڪ اهڙي "ادبي سنگت" - ادبي جمعيت پارٽي يا جمعيت ناهيون، جنهن ڪي ملڪ جي ادبي اُنتيءَ جو اولو هجي، جا مذهب ۽ ملت جو ملمع لاهي، ديسي ادب کي هڪ اهڙي قالب ۾ پلٽائي ۽ سانچي ۾ سميٽي، جو منجهانئس غيريت جو رنگ نڪري وڃي، هيڪڙائيءَ جي هيئت پکڙي، ۽ باوجود انهيءَ هيڪڙائيءَ جي اڄ جو سنڌار وڻ اگونا گون ٿام ۽ سنگوڻا ڪد ڪب جو

سيني جا اليون اهو منظر ڏسي نرت ۾ ڳ تين.

اسان جو ملڪ سونهن ڀريو آهي، پر ماڻهن جون زبانون تمام ڏکيون آهن. هرڪو آپي خان آهي. هرڪو پنهنجي هنڌ تائين ۾ تنواري رهيو آهي. سڀڪنهن جو نوع پنهنجو، طرز عبارت پنهنجي. ڪو هائيڪ عربي آميز عبارت لکندو، ته ڪو وري سنسڪرت جا ۽ هندي جا سنگين لفظ پيو پنهنجي لکڻين ۾ ٽنبيندو، پر جملي جي لغمي ۽ راڳ ڏي ڌيان ڏيندو. وري عبث هن ڳالهه جو ته سڀڪو ائين سمجهندو ته مان ئي بي نظير ۽ لاثاني، بيا سڀ عيباڻا ۽ ناقص. ڪنهن کي پنهنجي لفظن جي فراواني ۽ رعنائي تي ناز، ته ڪو وري بازاري بولي لکي چوندو ته سنڌيءَ عبارت جو نمونو معياري آهي ۽ آڪرشي آهي. سڀڪو پنهنجي خيال ۾ گهمند ۾ خوش. وري ڪي نوان ليکاري حباب وار ادبي مهران متان اڀرن ٿي آکين ته آهون ئي اسين، ڏس ساسان جي مدو رائي ۾ چال! پر آهن وڳو ڦوڪ وهيٺا. ڪن کي ته وري دماغ ۾ اهڙو اڻ وڻيل آهي، جو ڪي انيڪ عقلي ۽ علمي دليل پيش ڪجن ته به "ڪبي نه مانون" نه ڇڏيندا. مطلب ته هائي ٻگي پٽي آهي. وڃي سو ڪهڙي وهه وڃي؟

اهڙي وايو منڊل کي مٽائڻ لاءِ "مهران" جهڙو مخزن مفيد ٿيندو. "مهران" جا باني مباني، پڙ ادبي بورڊ جا عضوا ۽ سنڌ جا ٻيا اديب - هندو توڙي مسلمان گڏجي هڪ ادبي منڊلي بنائين، جنهن جي عرض ۾ ٻيائي جي بوءِ نه هجي، جي وصال جا ورق واري، ۽ وچوڙي جا وڍ وڃائي، سنڌي ساهت کي معياري صورت ڏين، پختگي ۽ پائندگي بخشين. انهيءَ ادبي سنگت جا هيٺيان ملکيه وظيفا هئڻ گهرجن:

١. قديم سنڌي ادبي ذخيرو ڪٺو ڪري، سنڌي لغت کي سنهڙن سنڌي لفظن سان مالا مال ڪري.

٢. سنڌي ادب - نثر توڙي نظم - کي "مهران" جي وسيلي ڪمال جي اوج تي پهچائڻ.

٣. سنڌي صورتخطي کي صحيح بيهڪ ڏيارڻ.

٤. سنڌي ڪتابت ۽ طباعت جي صحت لاءِ جوڳا اپاءَ وٺڻ.

٥. سنڌي صرف ۽ نحو، جو هاڻ نهايت ناقص آهي، تنهن کي علمي اصولن موجب ترتيب ڏيڻ.

هي آهن مختصر خيال جي اديبن آڏيان عرض رکون ٿا نه عيب جوئي جي لحاظ سان، پر اصلاح جي خاطر خاطر.

مرادِ ما نصيحت بود و گفتيم
حوالت با خدا کرديم و رفتيم

"ع"

[مهراڻ: نمبر ٣ ۽ ٤ سال ٥٨ع]

رحيمداد خان مولائي شيدائي

# مهراڻ

ڪاري رات، ڪچو گهڙو، نڪا سيڻهه ساڻ،
وجهي ويرم نه ڪري، پريان ڪارڻ پاڻ،
محبت ڪئي مهراڻ، سڪي سڀ پٽ ٿيو. — شاهه رحه

سنڌڙي سونهاري، جا دنيا ۾ تهذيب ۽ تمدن جو گهوارو شمار ٿئي ٿي، تنهن جو سبب ”مهراڻ“ آهي. هن خوش نصيب واديءَ جي رهاڪن جو جياپو به مهراڻ جي ڪري آهي. هيءَ ندي سينڌ وانگي هن صوبي جي وچان وهي ٿي، جنهن جي شاخن تي صوبي جي آباديءَ جو مدار آهي. مهراڻ سنڌ سونهاريءَ ڪي ذات ۾ مليل آهي. مهراڻ جي وجود ڪري سنڌ ايشيا کنڊ جو باغ آهي، نه ته جيڪر هي صوبو راجپوتانا جي صحرا جو حصو هجي ها، ۽ سنڌس حدون اراولي جبلن کان وٺي کيرٿر تائين هجن ها. سنڌ جي تمام طبعي حالتن جو دارومدار هن نديءَ جي وهڪري تي منحصر آهي.

**تعريف ۽ ذالا:** مسلمانن جي روايتن توڻي هندن جي ويدن ۾ هن درياهه جي تعريف ڪيل آهي. هڪ حديث آهي ته جنت مان چار درياهه نڪرن ٿا: (۱) نيل، (۲) فرات، (۳) جيحون، (۴) سيحون (سنڌو). اصلي حديث جنهن کي علامه سيوطيءَ نقل ڪيو آهي، سا هت ڏيون ٿا: ”ان النيل والفرات وجيحان وسيحان ڪل من انهار الجنة “(۱). اهڙيءَ طرح هندن جي سڀ کان جهوني رگويد ۾ هن نديءَ جي تعريف پنجهتر سلوڪن ۾ بيان ڪيل آهي، جن مان بعض مئڪس ملر ترجمي سميت نقل ڪيون آهن، جن کي هيٺ نقل ڪريون ٿا:

”او سنڌو! تون ان ڪري برک آهين جو تنهنجو ماڳ وواسوت آهي! ست درياهه تن رستن کان وهن ٿا، مگر سنڌو پنهنجي قوت سان سيني کي لتاڙي ٿي (۲). (ست نديون پنجاب ۾ آهن، جن جي ڪري سنڌو جي ميدان تي ”سپت سنڌو“ جو نالو پيو هو.) ورونا ديوتا تولاءِ رستو تعمير ڪيو. جڏهن تون گهوڙيءَ وانگي ڊوڙين ٿي، تڏهن تون هڪڙي سيناپتي (ڪمانڊر) وانگي پين ندين جي چڙ اڳوائي ڪري رهي آهين.

---

(۱) متين حديث جلال الدين سيوطيءَ ”درمنثور“ ۾ ڏني آهي، جنهن کي رحلته (سفرنامه) ابن بطوطه ۾ نقل ڪيو آهي. ڏسو امام جلال الدين سيوطي جو تفسير درمنثور، ج ۱، مصر. عجائب الاسفار، ج ۱، ص ۲۵، مترجم مولانا عطاء الرحمان، رحماني پريس، دهلي.

(۲) وواسوت معنيٰ سج جو گهر، يعني زمين يا قربانگاهه، جت ”آريا“ گهوڙن جي قرباني سوريه (سج) ديوتا لاءِ ڪندا هئا.

"تنهنجي دهشت، ڏوم ۽ ڪنن جي ڪڙڪات جو آواز زمين کان آڪاس تائين پهچي ٿو، جيئن بادل گرجن ٿا، تون ڏڳي وانگر رنڀندي وهندي ٿي رهين. (رگويد ۾ سندن گجندڙ آواز "سوشمام" ڏنل آهي.)

"تنهنجي پنيان او سندو! ٻيون نديون ڏڳيءَ جي وهڙين وانگي کير لاءِ ڊوڙن ٿيون: جيئن ڪو جرنيل ميدان جنگ ۾ ساڄي ۽ کاٻي جنگ جي نگراني ڪندو آهي، تيئن تون وهندڙ ندين جي اڳواڻي ڪري رهي آهين.

"او گنگا، جمنا، سرسوتي، ستودري (ستلج)، پروشني (راوي)، او مردوريڌا، وتستا (بياس)، او آرگيڪيا! منهنجي تعريف جيڪا مان 'سوشوما' (مهراڻ) لاءِ ڪري رهيو آهيان، اوهان کي سڃٽي پوندي.

"او سندو! تون ستن سهيلين سان گڏجي وهين ٿي: ساڄي پاسي کان ڪيا (ڪابل)، گومتي (گومل) ۽ ڪرمو (ڪرم) توسان گڏجي هلن ٿيون.

"او سندو! شفاف چمڪندڙ امرت جهڙو پاڻي ڪٽي ميدان لتاڙين ٿي. او سندو! مها سيناپتي! تنهنجي رفتار جو منظر تيز رفتار گهوڙيءَ وانگي آهي.

"تنهنجو ميدان اڪيچار گهوڙن سان آهي، جيڪي تنهنجي رٿ کي هڪلين ٿا. تنهنجي گلي ۾ سونيون مالهائون پيل آهن، جي توکي مال غنيمت ۾ هٿ لڳيون آهن. تو وٽ يتسم (ڪپهہ) آهي، تنهنجي ڪپن تي سُرها گاهہ اڀرن ٿا.

"او سندو! سوپياوان! 'عروس نوبهار' وانگر تنهنجي پوشاڪ گلن سان جڙيل آهي: تنهنجو شباب لافاني آهي."

**سنڌو نالو ڪيئن پيو:** سندو نالو "مهراڻ" تي ڪيئن پيو، ان لاءِ جدا جدا بيان آهن. "تحفة الڪرام" جي ليک موجب سنڌ ۽ هند، سام بن نوح عليہ السلام جا پٽ هئا، جن جي نالن ڪري اقليم سنڌ تي ۽ مهراڻ تي مٿيون نالو پيو(١)؛ ڪن مورخن جي راءِ موجب سندو معنيٰ چنڊ — هڪڙي سلوڪ ۾ "سوشاما" نالو ڏنل آهي. ڪرنل جيمس ٽاڊ "تاريخ راجستان" ۾ هن نديءَ کي "نيلاب" نالو ڏنو آهي(٢). "منتخب تاريخ" جو صاحب مهراڻ جو نالو "پنجاب" ڏيکاري ٿو، جيئن بدايوني لکي ٿو: "ناصرالدين قباچہ در پنجاب غريق بحر فنا گشت"، يعني ناصرالدين مهراڻ ۾ ٻڏي ويو.

---

(١) مير علي شير ٺٽوي: تحفة الڪرام، ج ٣، مهاڳ—، مطبع ناصري بمبئي.

(٢) جيمس ٽاڊ جو بيان J. Tod: Anqals & Antiquities of Rajisthan, vol. 1, Calcutta, 1894 غلط آهي. نيلاب هڪڙو پتڻ آهي، جو پشاور کان ٣٥ ڪوهہ هيٺ پرو کاٻي ڪپ تي آهي. هتي مهراڻ جو پاڻي نيرو آهي. H. Gupta Dr: Studies in Latter Moghal History of punjab, (1707-1793) p. 8, Lahore, 1944.

اهڙيءَ طرح مهراڻ کي ڏن پريندڙ پين ندين جا نالا بہ سنسڪرت رگويد ۾ ڏنل آهن: جهڙوڪ (١) ڪپا (ڪابل)، (٢) ڪروسو (ڪرم)، (٣) گومتي (گومل)، (٤) وتستا (جهلم)، (٥) اسڪيني يا چندر ڀاگا (چناب)، (٦) پروشني يا اراوتي (راوي)، (٧) ستودري (ستلج)، (٨) وپسا (بياس).

يونانين وري پنهنجي ٻوليءَ ۾ متن جدا جدا نالا رکيا: مثلاً اندس (مهراڻ)، هيڊاسپيس (جهلم)، اسينيز (چناب)، هيڊروٽيٽس (راوي)، هيفاسيز (ستلج). (١)

مهراڻ جي قدامت عربي، سنسڪرت ۽ يوناني زبانن ۾ بيان ڪيل آهي. مهراڻ جي قديم شاخن مان "هاڪڙو"، "سرسوتي" ۽ "دروشادتي" نالي ٽي نديون هيون، جن جو وجود اڳ متجي ويو. اهي نديون شيوالڪ جبل مان نڪري راجپوتانا جي آترئين حصي کي آباد ڪنديون هيون. سرسوتي ۽ دروشادتي، مهاڀارت کان اڳ، راجپوتانا جي صحرا ۾ گم ٿي ويون. هاڪڙو لکپت وٽ ڪڇ جي رڻ ۾ گم ٿي ويو. تن ڏينهن ۾ ڪڇ جو سمنڊ هيٺ هو. يونانين جي ڏينهن ۾ منجهس ڊيلٽا جي صورت ۾ پاڻي هو. سلطان محمود غزنويءَ جي ڏينهن ۾، سمنڊ ۾ وير چڙهڻ وقت، رڻپٽ پاڻيءَ سان پرجي ويندو هو(٢). انهن سڀني ندين جي وهڪري جا نشان سامهون نقشي ۾ ڏيکارجن ٿا.

نقشو نمبر I. مهراڻ جو ميدان




اسڪندر مقدوني، پنهنجي اميرالبحر نيرڪوس کي پتالا کان جهاز ڏيئي، مهراڻ جي ڊيلٽا کي جاچڻ لاءِ روانو ڪيو هو، ۽ پڻ ارستو بولس نالي هڪڙي سائنسدان کي، مهراڻ ڊيلٽا جي اپرندي ڪپ واري حصي کي جاچڻ لاءِ موڪليو هو، جنهن ٻن هزار شهرن ۽ ڳوٺن جا ويران نشان ڏنا. ارستو بولس جو بيان آهي تہ اهي سمورا شهر هاڪڙي جي ختم ٿي وڃڻ ڪري ئي ويران ٿي ويا

The Cambridge History of India, vol 1, Map No: 4, p. 374. Cambridge, 1922. (١)

M. R. Haig: The Indus Delta Country, Ran of Kuch. London, 1894. (٢)

هئا (۱). تنهن کان پوءِ ابن حوقل بغداديءَ جو سنڌ جو نقشو آهي، جنهن ۾ هاڪڙي جو نالو نشان ڏنل ڪونهي (۲).

**هاڪڙو وهڪرو:** مهراڻ، هماليه جي ڪيلاس پربت واريءَ مانسرووَر ڍنڍ مان نڪري، ٻارهن هزار فوٽن جي بلنديءَ واري گلگت جي جابلو حصي کي لتاڙي ٿو، جت انسان جو گذر مشڪل آهي. "بنجيءَ" تائين، پهرين اتر-الهندي ڏانهن رخ اختيار ڪري ٿو، تنهن کان پوءِ ڏکڻ-الهندي ڏانهن وهڻ لڳي ٿو. "اٽڪ" وٽ، سندس پيٽ ڀريائين پنجاهه گز ويڪرو ٿئي ٿو، پوءِ اڳتي هڪ ميل ويڪرائي ۾ آهي. آخر پنجاب ۽ سنڌ جي ميدانن کي لتاڙي، ۱۸۰۰ ميل وهي، وڃي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿو. دنيا ۾ سترهون نمبر وڏي ندي آهي. اٽڪ ۽ ڪالا باغ، مٿس مکيه پتڻ آهن (۳). اٽڪ، ٻکر ۽ سيوهڻ وٽ مکيه تاريخي قلعا هن نديءَ تي ٻڌل آهن (۴). اٽڪ، روهڙي، سکر ۽ ڪوٽڙيءَ وٽ مهراڻ تي پليون ٻڌل آهن، جن مان سکر براج پل دنيا جي موجوده عجائبات ۾ شمار ٿئي ٿي.

ساڄي ڪپ تي بعض نديون افغانستان جي مٿانهين پٽ کان نڪري، هندستان جي سرحد وارن جبلن کي لتاڙي، منجهس چوڙ ڪن ٿيون. ڪابل ندي اٽڪ وٽ منجهس پوي ٿي، جنهن جون ڪونر ۽ سوات شاخون آهن.

ڪابل نديءَ کان پوءِ ٻيو نمبر ڪرم ندي آهي، جا ڪرم واديءَ کي لتاڙي، منجهس چوڙ ڪري ٿي. ٽوچي ان جي شاخ آهي. اڳتي هلي ديري اسماعيل خان جي ڏکڻ ۾، گومل برساتي ندي منجهس پوي ٿي. اٽڪ تائين، جابلو پيچرن مان لنگهڻ ڪري، مهراڻ، جهاز رانيءَ

(۱) مغربين مان اسڪائيلاڪس ڀهريون يوناني جهاز ران هو، جنهن دارا اعظم جي حڪم سان (۴۸۶-۵۲۲ ق.م) سنڌ ونديءَ جي وهڪري کي معلوم ڪيو هو. ڪانئس پوءِ ارستو بولس مهراڻ جي ايرندي ڪپ جو معائنو ڪيو هو. ڏسو The Cambridge History of India, vol 1, p p 393-403, ch. xvI,

(۲) هاڪڙي جي ويراني ڪري سنڌ جو ايرندو حصو، جتي هيٺئين واريءَ جا دڙا آهن، جنهن کي ٿرپارڪر سڏجي ٿو، سو ويران ٿي ويو. البت ڪن ڍنڍن جا نشان اڄ به موجود آهن. اڪبر اعظم جي زماني تائين سمنڊ بدين وٽ هو. مسٽر پيٽاوالا سنڌ وندي جي ڦيرن گهيرن جا جدا جدا نقشا ڏيکاريا آهن، جن مان مهراڻ جي وهڪري ۽ سندس ڦرڻ جو پتو پئجي سگهي ٿو. اڄ کان اڳ اٽڪل پنج دفعا مهراڻ پنهنجو وهڪرو بدلايو آهي. پوئيون دفعو ۱۷۵۸ع ڌاري، نصرپور کان سنهن موڙي، موجوده وهڪرو قائم ڪيائين. وڌيڪ مفصل بيان لاءِ ڏسو: Majer Raverty: The Mihran of Sind, Calcutta, 1892

(۳) ڪالا باغ جو پتڻ، صوبي سرحد کي ملتان سان ڳنڍي ٿو. ڪالا باغ کان پوءِ ديرو اسماعيل خان مکيه پتڻ آهي، جو دره گومل جي سامهون آهي. هن رستي کان محمود غزنوي (۱۰۰۱ع کان ۱۰۲۷ع تائين) ٻارهن دفعا هندستان تي ڪاهون ڪيون هيون. ديرو غازي خان به مکيه تاريخي پتڻ آهي. امير تيمور پڻ ۽ ٻل چوٽيالي کان ايندي ديري غازي خان وٽان هندستان تي ڪاهه ڪئي هئي. وڌيڪ ڏسو:
Sir T. H. Holdich: The Gates of India. London, 1910.

(۴) اڳ هندستان جون حدون اٽڪ تائين هيون، تنهنڪري اڪبر اعظم ۱۸۵۳ع ۾ هت قلعو تعمير ڪرايو هو. اڳ اٽڪ جي پتڻ کي "شاهه گذر" سڏيندا هئا.

جي قابل نہ آهي. اٽڪ کان پوءِ منجهس جهاز اچي سگهن ٿا(١). هيءَ ندي پاڻيءَ سان گڏ لکها مٽ واري پاڻ سان گڏ آڻي ٿي. ”انڊس رور ڪميشن“ جنهن ١٩٠١ع کان ١٩٣٠ع تائين سنڌو نديءَ تي رپورٽ پيش ڪئي، تنهن ۾ ڊيڪاريل هو تہ هيءَ ندي هڪڙي ڏينهن ۾ ڏهہ لک ٽن واري سمنڊ ۾ اڇلائي ٿي. مهراڻ وانگي، پنجاب جي ندين بہ وقت بوقت پنهنجا وهڪرا بدلايا آهن. اڄ پنجاب جون نديون اُچ وٽ مهراڻ ۾ پونديون هيون، هينئر چاليهہ ميل هيٺ پرو، مٺن ڪوٽ وٽ، مهراڻ ۾ پون ٿيون. اڄ ستلج ندي پاڪپٽن وٽان وهندي هئي، هينئر شهر کان ڏهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. اهڙيءَ طرح امير تيمور جي ڪاهہ وقت راوي نديءَ جي هڪڙي شاخ، ملتان ۽ قلعي جي وچان وهندي هئي(٣).



نمبر ٢ - ابن حوقل بغدادي جو نقشو ٣٤٣هہ = ٩٤٢ع (٢)

سنڌ جا گهڻائي قديم شهر جيڪي اڳ سنڌو نديءَ ۾ سندس شاخن تي آباد هئا، سي وهڪرن جي ڦرڻ ڪري يا آبڪلانيءَ جي ڪري ويران ٿي ويا: جهڙوڪ موئن جو دڙو، الور، ديبل، پاري نگر، برهمڻ آباد، پنيور، وڳهہ ڪوٽ، لاهري بندر، اورنگا بندر، وغيره ۽ اڄا تائين آبڪلانيءَ جي موسم ۾ مهراڻ جي مستانيءَ چال ڪري سنڌ جي ڪيترن شهرن کي خطرو رهي ٿو، جنهنڪري سال بسال سنڌ سرڪار کي بندن تي خرچ ڪرڻو پوي ٿو(٤).

---

(١) H. R. Gupta: Latter Moghal History of Punjab, p. 8. D. H. Cola: Imperial Military Geography, ch xz. The Gates of India, pp 265-270, London, 1924.

(٢) ابن حوقل بغداديءَ جو نقشو، جو اَوڌ جي نوابن جي ڪتبخاني مان ايليٽ کي هٿ لڳو، ميجر ريورٽي جي مهراڻ ۾ ڏنل آهي.

(٣) عجائب الاسفار، ج ٢، ص ٢٤- ذڪر ملتان

(٤) ١٩ ۽ ٢٠ صديءَ ۾ آبڪلانيءَ ڪري سنڌ جا گهڻائي ڳوٺ ويران ٿي ويا. ١٨٦٣ع ۾، مهرو ماڙيءَ وٽان درياهہ جي ليٽ ڪري گهڻائي ڳوٺ ويران ٿي ويا. ١٨٧٤ع ڌاري، ليٽ جو پاڻي جيڪب آباد چانوڻيءَ تائين پهتو هو. ١٨٧٩ع ۾ ڪشمور بند پهرو تعمير ڪرايو ويو. ڪشمور بند کان اڳ، ليٽ جو پاڻي، جيڪب آباد کي لتاڙي، لاڙڪاڻي ضلعي تائين پهچندو هو. ١٨٩٥ع ۾ ڪونڌيءَ وٽ درياهہ ١٧ فوٽ چڙهيو هو، جنهنڪري ڪيري ۽ ڳهاڙ ڦاٽن جا بند ڀڃي پيا، ۽ خريف جي فصل کي نقصان پهتو هو. ١٩١٤ع ۾ آبڪلانيءَ ڪري، ڪونڌي ۽ گهوڙا باڙيءَ کي نقصان پهتو. لائيڊ براج کان پوءِ بہ آبڪلانيءَ جو سلسلو هلندو اچي ٿو. سترهن سالن اندر چار گهمرا، يعني ١٩٢٩ع، ١٩٣٠ع، ١٩٤٢ع ۽ ١٩٤٨ع ۾، صوبي

**لائڊ براج سسٽم:** اڳ سنڌ ۾ واهه ٿورا هئا. آبڪلانيءَ ڪري ٻه زمينون گهٽيون آباد ڪونه ٿينديون هيون. مگر براج سسٽم ڪري هينئر سنڌ جون زمينون اڳي کان گهڻو آباد آهن ۽ اسان جو صوبو مملڪت پاڪستان ۾ اناج جي لحاظ کان بچت وارو صوبو آهي. انگريزي راڄ جي زماني ۾ سکر وٽ ۱۹۲۳ع ۾ مهراڻ جي پاڻيءَ جي روڪ لاءِ لائڊ براج پل جو ڪم شروع ٿيو، ۽ ۱۹۳۲ع ڌاري پورو ٿيو. هيءَ پل پٿرن جي ٺهيل سان، ۴۷۲۵ فوٽ يعني هڪ ميل ڊيگهه ۾ آهي. بمبئي جي گورنر لارڊ لائڊ جي نالي تي مٿس لائڊ براج نالو پيو. پُل کي ٦٦ فولادي در ڏنل آهن، جي بجليءَ سان کڄن ٿا. پل جي ساڄي ڪپ تي ٽي وڏا واهه نڪرن ٿا: (۱) ڪيرٿر ڪئنال، (۲) رائيس ڪئنال (۳) دادو ڪئنال. کاٻي ڪپ تي چار وڏا واهه نڪرن ٿا: (۱) اپرندي ناري کي پيچ ڏيندڙ واهه. (۲) اتر-اوڀر خيرپور واهه، (۳) روهڙي ڪئنال، (۴) اولهه خيرپور کي پيچ ڏيندڙ واهه. انهن سڀني واهن کي در ڏنل آهن، جي بجليءَ ذريعي کڄن ۽ بند ٿين ٿا، ۽ پنهنجين شاخن سميت ٦۴۰۰ ميلن تائين وهن ٿا. اٽڪل ۵۵ لک ايڪڙ زمين وچولي، لاڙ ۽ ڪچهه سري ۾ آبادي ٿئي ٿي. سکر جي عظيم‌الشان لائڊ براج تي ۲۵ ڪروڙ رپيا خرچ لڳو. اهو قرض هند سرڪار کي پنجهتر ورهين اندر وصول ڪرڻو هو. مگر ٻيءَ عالمگير جنگ تائين، هن صوبي جي زرعي آپت ۾ ايترو اضافو ٿيو جو سمورو قرض لهي ويو.

**ڪوٽڙي براج:** سنڌ جي لاڙ واري حصي کي پاڻي پهچائڻ لاءِ، سنڌ سرڪار ڪوٽڙيءَ وٽ براج تعمير ڪرائي رهي آهي، جنهن جو ڪم آڪٽوبر ۱۹۴۸ع کان شروع آهي. تخميني طور، ۲۷ لک ايڪڙ زمين آباد ٿي سگهندي، ۽ هي صوبو ايشيا کنڊ جو باغ بڻجي ويندو (۱).

**گڊو براج:** مٿين ٻن براجن کان پوءِ به ۴۵ لک ۵۰ هزار ايڪڙ زمين هن صوبي ۾ غيرآباد رهندي، جنهن کي آباد ڪرائڻ لاءِ سري ۾ گڊو براج جو ڪم شروع ڪيو ويو آهي، جنهن تي ٽيرهن ڪروڙ رپيا خرچ ايندو. گڊو براج پورو ٿيڻ کان پوءِ يقين آهي ته هي صوبو غيرمعمولي طرح سرسبز ۽ شاداب ٿي ويندو. تخمينو آهي ته هن براج ڪري ۲۰ لک ايڪڙ زمين آباد ٿي سگهندي (۲).

سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

---

جي چانورن جي ڦوڪ کي نقصان پهتو ۽ سرڪار کي بندن تي خرچ ڪرڻو پيو. ڏسو:
Dawn, March. 28, 1949/Karachi/'The Sukkur Barrage'- p. 3.

۱۸۴۸ع ۾، انگريز سرڪار مهراڻ جي ماپ وٺڻ لاءِ بکر ۾، ۱۸۹۸ع ۾، ڊين پيلي ۾ ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ انتظام رکيو. اهڙي انتظام کان پوءِ اٽڪ، ڏيري غازي خان، بکر ۽ ڪوٽڙي تائين پاڻيءَ جي چاڙهه جو پتو پوي ٿو.
J. W. Smyth: Gazetteer of the Province of Sind- "B"- vol. III- Sukkur District, Bombay, 1919.

Economic Survey of the Middle East, Pakistan, p. 69, Karachi (۱)
Sind in Picture, August, 1952. Karachi. p. Agriculture (۲)

[مهراڻ: ٻيارو سال ۵۵ع]

اصل انگريزيءَ ۾ **احمد بشير** جو لکيل

سنڌيڪار: عبدالرسول نظاماڻي

# "سنڌو"

مان انهيءَ عظيم ماءُ، مانسرور ڍنڍ جي ڄائي آهيان، جيڪا لافاني هماليي جي عظيم پهاڙن ۽ انهن جي آسماني چوٽين جي وچ ۾، اَدڪان وٺي، هڪ بي انت سوچ ۽ ويچار جي دنيا ۾ گم رهندي پئي آئي آهي. آهي شاهاڻا پهاڙ، منهنجي ان ماناُتيءَ ۽ مانيٽيءَ ماءُ جي حفاظت ڪن ٿا: جتي هر شي خاموش آهي، جتي ڪنهن به قسم جي ڪا ڀڻڪ ڪانهي، جتي حسن ۽ حيرت، اثر ۽ طاقت، پوترتا ۽ پاڪيزگيءَ جي هڪ گنيير، دل ڏاريندڙ ڀيانڪ دنيا آهي — قدرت جي هڪ لاجواب ۽ لازوال چترڪاري آهي! ان جي نُوراني نرملتا ايڏي ته آب تاب ۽ اثر واري آهي، جو خود مان، سنڌو، پڻ اتان ڪسڪي وڃان ٿي ته مٿان قدرت جي هن بيچون ۽ بيمثال نظاري جي بي عيب جٽرت ۽ بناوت ڪي ڦٽائي نه وڃان! پوءِ مان زندگيءَ جي روح کي پنهنجي ساهه سان ساڻيندي، رستي جي هيٺانهين مٿانهين، جبلن ۽ ٽڪرن، چٽن ۽ غارن مان ڇلانگ هڻندي، وڏيون وڏيون ہرانگهون ڀريندي، ٽپندي ۽ ڪڏندي، نڪري ٻاهر ميدانن تي نروار ٿي ٿيان! برف جي ڇپن ۽ پهاڙن، جهنگن ۽ جهرن، ٻيلن ۽ چراگاهن، وٽراهن ۽ وٽڪارن جي وسيع ميدانن ۽ پٽن مان، آس ۽ چانوَ مان، ڪڏهين تيز ۽ تڪڙي، ڪڏهين مانيٺي ۽ آهستي، ڇپن کي ڇيندي، پٿرن کي لوڙهيندي، ڍاهيندي ۽ ٺاهيندي، نيست ۽ نابود ڪندي ۽ وري جياريندي، لهرين پويان لهريون هڻندي، پکڙبي ۽ ملڪن کي پائيندي، موجون ماريندي، وڏندي وهندي وڃان ٿي! مان آهيان "سنڌو"، جيون جي نشاني ۽ زندگيءَ جي علامت!

پنهنجي هن جوکائتي سفر ۾، مان پيلي پوشاڪ پهريل ڏرماتما لامائن کي هماليي تي، معصوم ۽ اڀوجهه ڪشميري ڪنارين کي پنهنجا ڏٺ چاريندي، ماکيءَ کان مٺڙين هيرن کي پنهنجن رانجهن لاءِ ڏوهيڙا ڏيندي، صوفين ۽ سنتن کي وچوڙي جي ماريل سسئين جون بيشمار ڪافيون ڳائيندي، ٻڌندي ۽ ڏسندي آهيان. جيئن ئي راتيون پنهنجي ڪارائ جي چادر ڌرتيءَ جي مٿان وڇائي ڇڏينديون آهن، تـه تارن ڀرئي آسمان هيٺ ٿڪا ماندا ڪڙمي ۽ ڪاشتڪار منهنجي ڪناري تي اچي آرام يا بندگي ڪندا آهن: ننڍڙا ٻارڙا سمهندا يا کيڏندا آهن، ۽ آيرا ۽ ضعيف مانجهي ۽ مهاڻا منيون ۽ سريليون ڪافيون ۽ گيت ڳائيندا آهن. آءٌ انهن سڀني کي پنهنجي سيني تي پالي نپائي وڏو ڪريان ٿي. هنن جو مون سان پيار آهي، هو مون کان ڏچن به ٿا، ڇاڪاڻ ته مان "سنڌو" آهيان، انهن ئي وانگر مهربان ۽ ديوان به، ۽ ڇيڙاڪ ۽ مست پڻ!

مان ڪيترن ئي جڳهن ڪان هنن جي واقف آهيان. مون کي اڃا تائين انهن جا بدلجندڙ چهرا، انهن جو ننڍ پڻ، نينگرائپ، ڦوهه جواني، پيري ۽ نستائي ۽ ڏيرائپ، سڀ ياد آهن. مان هنن سڀني کي سڃاڻان ٿي.

مان انهن جي باري ۾ توکي سيڪجهه ٻڌائي سگهان ٿي. مان توکي اڳي اڳي جون ڪهاڻيون ۽ قديم زماني جا قصا، ۽ بادشاهن ۽ راجائن، فاتحن ۽ حڪمرانن، انهن جي زندگيءَ جي لاهن ۽ چاڙهن، دک ۽ سک جا سمورا داستان ٻڌائي سگهان ٿي ـــ اهي قصا، اهي داستان، اهي افسانا، جي تو اڳ ڪڏهين به شايد نه ٻڌا هوندا. مان توکي اهو سيڪجهه ڏيکاري سگهان ٿي، جيڪي مون ڏٺو!......چڱو، هاڻي هيڏانهن نهار! اجهو هو سامهون هنن جو شان ۽ هنن جي عظمت ڏس. اهو آهي موهن جو دڙو. مرد پنهنجين ٻنين ۾ هر ڏيئي کيتي ڪري رهيا آهن، زالون پنهنجن خوشحال گهرن جو ڪم ڪار ڪري رهيون آهن، ۽ ٻارڙا راندين ۾ مشغول آهن. سڀ سکيا سهنجا، خوش ۽ آباد. هنن جا گهر نهايت ئي سهڻا ۽ سلسليوار آهن. هنن جي بازارين جي ڏوڪ ڏوڪان، گوڙ ۽ هل کي ڏس! ٻوءِ وري هڪ وحشي قوم جو ڪٽڪ اچي ٿو. هي قداور ۽ خوبصورت ماڻهو آهن. هو اچن ٿا، ۽ هنن اچڻ شرط بيرحميءَ سان قتل عام شروع ڪري ڏنو. مرد ڪِري ۽ مري رهيا آهن، عورتون لڪڻ جي ڪري رهيون آهن، ۽ ٻار ڦڙڦوت پوڻ ڪري ريهون ڪندا ڀڄي رهيا آهن ـــ ۽ وري نماشام جي منهن اونداهيءَ کان اڳ سڀ ماٺ ٿي ويئي. نئون ڏينهن ايري ٿو. هڪ نئين تهذيب جنم ورتو آهي، ڇو ته اهو قدرت جو قانون آهي!...... هاڻي ٻڌ! پريان هو ڏڏڪيدار نغارن جو گجندڙ آواز ٻڌ. هنن جي صورت ۽ طاقت، جاهه ۽ جلال کي جاچ. اهي سنڌ جي راجائن جون سنسناٿون آهن، جن کي مهاڀارت جي لڙائيءَ ۾ پانڊوَن خلاف ڪوروَن جي مدد لاءِ موڪليو ويو آهي. هنن جي عجيب غريب ويسن وڳن، هٿيارن پنوهارن ۽ رَٿن ڏانهن نهار. وري هنن کي غائب ٿيندو ڏس، جيئن ڏوڙيو مٿي آسمان ۾ گم ٿي ويندو آهي!...... ۽ هاڻي وري هو نوجوان جنگي جوڌو سڄيءَ دنيا کي فتح ڪرڻ جي خواهش دل ۾ کڻي نمودار ٿئي ٿو. هن خيبر کي فتح ڪري ورتو. هو هاڻي جهلم جي پورس راجا کي شڪست ڏيئي، اڳتي وڌي رهيو آهي. هن جي خوبصورت چهري ڏانهن نهار، ۽ هن جي مٿي تي زرهه جي رڪ واريءَ جهرڪندڙ ڪلنگيءَ ۽ هن جي ٻگهيءَ ٻن ڌارن واريءَ ترار کي جاچي ڏس. هو وڙهيو، ۽ هن فتح حاصل ڪئي. مگر هن جو بي انداز لشڪر، گهڻي وقت تائين وڙهڻ ڪري، هاڻي ٿڪجي ماندو ٿي پيو آهي. هتي هو پنهنجن خوابن کي ڪوڙو ثابت ٿيندو ڏسي، مري وڃي ٿو، ۽ هن جا هٿ خالي ۽ اڪيون ڪليل رهجي وڃن ٿيون! هاڻي نهار........ سنڌس جرنيل، نيروڪس، واپس ورڻ جي سفر لاءِ آرماڙ کي گڏ ڪري رهيو آهي. هي پڻ هليا ويا!........ هاڻي وري سفيد چمڙيءَ وارا 'هوڻ' لوڪ حملو ڪن ٿا........ بيرحم ۽ قاتل ...... هو واچوڙي وانگر تڪڙا اچن ٿا، ۽ ملڪ کي ڦُريندا ۽

ساڙيندا، چوڌاري پٽن تي پکڙبا وڃن ٿا، جيئن مان سوچڻ ماريندي ميدانن کي پوڙيندي ويندي آهيان. پر اهي سڀ ڪٿي آهن؟ هليا ويا...... سڀ هليا ويا، اونده انڌوڪار ۾، موت جي اونداهيءَ واديءَ ۾. پوءِ ٿوريءَ مهل تائين سڀ سانت ٿي ويئي. هيءَ سرزمين ماڻيٽي آهي. آسمان تان گرد ۽ غبار صاف ٿي ويو، ۽ پوءِ هڪ اجنبي مست واٽهڙو اچي ٿو. هي هڪ چيني مسافر آهي، هيون تسيانگ، جيڪو علم ۽ سوجهري جي ڳولا ۾ رلي رهيو هو. هن کي سوجهرو ملي وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته هتي جيڪو به ان جي ڳولا ڪري ٿو، ان کي پائي ٿو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جي هيءَ سرزمين علم ۽ سوجهري جي کاڻ هئي. ڪيترائي ماڻهو پنهنجن ڏوراهن ماڳن تان علم جي تلاش ۾ هتي ايندا هئا...... جُڳ لنگهي ويا: سوجهرو ۽ اونداهي......اونداهي ۽ سوجهرو...... سوجهرو ۽ اونداهي...... پر، زمانن کان پوءِ وري پيا ماڻهو آيا، جن هن زمين تي علم ۽ سوجهري جي نئين شمع آندي. هو عرب جي ريگستان مان آيريا ۽ دنيا تي ڇانئجي ويا، ۽ آفريڪا ۽ هندستان جي اونداهين ڪُنڊن کي علم جي سوجهري سان روشن ڪري ڇڏيائون...... هن جوشيلي عرب، محمد بن قاسم ڏانهن نهار! هن جي گجندڙ منجنيقن ۽ طاقتور ڪانياٽين کي جاچ. هن سڄيءَ سرزمين کي فتح ڪري ورتو، ۽ هاڻي هو سڄي ملڪ تي حڪم هلائي رهيو آهي. ڏاڍو پيارو ۽ عزيز آهي، ڇو ته جنهن وقت هو موڪلائي وڃي ٿو، هن جا هي نوان دوست هن لاءِ رڙن ۽ روئن ٿا. هن کان پوءِ شوخ ترڪ، قداور تاتاري، مغل، پٺاڻ ۽ انگريز اچن ٿا...... هنن جي پڳل ترارين ۽ قتيل رت ڳاڙيندڙ دلين ڏانهن نهار!

سمن ۽ سومرن، ڪلهوڙن ۽ ميرن جي بهادريءَ جي شان کي ڏس. پراچين ديبل، برهمڻ آباد ۽ قديم منصوره ۽ محفوظه ڏانهن نهار. اهي فنا ٿي ويا ۽ هن وقت سندن نشان به ڪونهي، پر مان اڃا تائين انهن جون پيهه پيهان واريون بازاريون، نيون رنگن ۾ نيون چهرن سان ڏسي رهي آهيان. مان اڃا تائين پنهور ڏانهن لُڙهندي، ننڍڙيءَ سسئيءَ جو پينگهو پنهنجي ڪناري تي لڏندو لمندو ڏسي سگهان ٿي. مان پنهونءَ کي ڪيچ جي جبلن ۾ ڏسي سگهان ٿي، جنهن کي سندس دغاباز ڀائر، ڌوهه ڪري، آن جي پٺيءَ تي ٻڌي چاڙهيو ونيو پيا وڃن. ۽ اڃهو، هو پريان عمرڪوٽ جون مغرور محلاتون نظر اچي رهيون آهن، جن مان وچڙيل مارئيءَ جي آهُن ۽ زارين جو پڙاڏو اچي رهيو آهي—مان اڃا تائين هن جي سوز ۽ فراق کي ٻڌي سگهان ٿي!...... هو پريان...... ڀٽ تي...... سهڻو سيد لال لطيف پنهنجين منڙين لاتين ۽ روحاني راڳن ۾ مست وينو آهي. هن وقت هو ڪونهي، پر مان هن جا درد پريا بيت ۽ منڙا ڪلام اڄ به ٻڌي سگهان ٿي. مان اڃا تائين ڪيس اهڙو چٽو ٻڌي رهي آهيان، جهڙو هن کي جيئري ٻڌندي هيس. هو هڪ لافاني روح، وسيع ۽ اتم، سخي ۽ ٻاجهارو، جذباتي ۽ مهربان آهي. هو خوبصورت، قداور ۽ خوش انداز آهي. جيئن هو

پنهنجون سن موهيندڙ ڪافيون ڳائي ٿو، تيئن هن جون گول گول ڪاريون اکيون چمڪن پيون. جڏهين هو ڏڪارن ڏوتين کي دعائون ڪري ٿو، تڏهين هن جو چهرو ٻهڪي اٿي ٿو. هو مون سان مخاطب ٿي ڳالهائي ٿو، ڇاڪاڻ ته مان هن کي سمجهي سگهان ٿي. مان هن کي ڪڏهين به وساري نٿي سگهان. مون تهذيبون ۽ تمدن پيدا ٿيندي ۽ ختم ٿيندي ڏٺا، مون فاتحن جي سوارين کي ايندي ۽ ويندي ڏٺو، پر سنڌ جو فاتح فقط هو شاهه ئي آهي، جيڪو ڪڏهين به فنا ٿي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته ٻيا فاتح زمينون ۽ ملڪ فتح ڪن ٿا، پر هن ماڻهن جي دلين تي فتح حاصل ڪئي آهي، ۽ هن جي نينهن جو نياپو، هن جي سهڻي سڳنڌ پري ساروڻي، امر آهن.

هو منڙيءَ سنڌيءَ ۾ الاهي افضل ڳالهيون ڳائي ٿو. پنهنجي من موهيندڙ ڪلام سان هو ماڻهن جا رخ ڦيريو، تقديرون ۽ قسمتون بدلايو ۽ روح کي دائمي راحت ڏيو ڇڏي.

هن جي ڏينهن ۾ ماڻهو ننڍڙين ڪکاين جهوپڙين ۽ چونئرن ۾ گذارين ٿا. منجهائن جيڪي سکيا ۽ شاهوڪار آهن، سي حوضن ۽ مچين جي تلائن سان سينگاريل اوچن گهرن ۾ رهن ٿا. پر مان انهن جي گهر ۾ قرب ۽ اتساهه گهٽ ڏسان ٿي. مان انهن غريب مارُو ماڻهن کي پسند ڪريان ٿي، جيڪي واهڻ ۽ ننڍڙن ڳوٺڙن ۾ گذارين ٿا، جتي وچ ۾ هڪ ننڍڙي صاف ستري مسيت آهي، جنهن جي ننڍڙن منارن تي مؤذن چڙهي عباد تگذار بندن کي پنهنجي مولا جي بندگي ڪرڻ لاءِ سڏيندو آهي؛ جتي هڪ سرهاڻ پکيڙيندڙ سهڻو مندر آهي، جنهن جي سريلن گهنڊن جي مڌر آوازن تي پوڄاري سوير گهرن کان پوڄا لاءِ ٻاهر نڪري ايندا آهن. جڏهين گهر جا وڏا ڪم ڪن ٿا يا عبادت ڪن ٿا، تڏهين زالون ڪچهري لايو ٿهه ٿهه پيون ڪن، ۽ ننڍڙا من موهيندڙ ٻارڙا وري لڪلڪوٽي ۽ اٽي ڏڪر راند پيا رهن. هرڪنهن گهر کي پنهنجي مال لاءِ پنهنجو واڙو آهي، ڇاڪاڻ ته سنڌي مال کي پيار ڪندا آهن.

هن ديس جا سپوت هميشه کلمک ۽ خوشمزاج طبيعت جا صاحب ٿي رهيا آهن — ڪم ڪاج، پيار ۽ محبت، کل ۽ خوشيءَ، لئي ۽ رس جا ڪوڏيا. ميڙن ۽ ملاکڙن لاءِ هنن جو شوق ۽ پيار ملڪان ملڪ مشهور آهي. سنڌ عيدون ۽ هوليون گڏجي گذارن. انهن موقعن تي وڏيون وڏيون دعوتون ۽ مجلسون، گڏجاڻيون ۽ ڪچهريون ٿينديون آهن. زالون وري مناين ۽ گل ورهائينديون آهن. اهي پنهنجن ٻانهن ۾ عاج جون ٻانهيون ۽ وڏا چوڙا پائينديون آهن. هرچند واري مهيني جو پهريون جمعو ۽ هر سهائو سومار لهايت ئي وڏي ڌام ڌوم ۽ سرَي سان ملهايو ويندو آهي. جڏهن وسڪارا ۽ برساتيون پونديون آهن، تڏهين ڳوٺن کان ٻاهر مجلسون ۽ محفلون ڪيون وينديون آهن، جتي يڪتاري ۽ گهڙي تي سريلا ڪلام ۽ ڪافيون ڳايون وينديون آهن. هتي مان پنهنجين اکين سان هنن جا رنگ برنگي ناچ ڏسي رهي آهيان. تنهن زماني ۾ به، بلڪل اڄ والگي، سگهڙن ۽

شاعرن، هن پنهنجي ملڪ جي سونهن سوڀيا، حسن ۽ نزاڪت منجهان ئي پنهنجي شاعريءَ جا مواد ۽ موضوع حاصل ڪيا. هنن منهنجي اٿلن ۽ سيلابن، مڇين پلن، واڳن ۽ سيسرن، ۽ منهنجي پوراليءَ طبيعت جي هر روپ رنگ کي پنهنجي شاعريءَ ۾ قلمبند ڪيو. هنن هن ديس جي اُٺن ۽ اوٺيڙن، جتن ۽ جهانگيئڙن، لڏن ۽ قافلن، ڪارن ڪڪرن ۽ زرد رنگ بيابانن، ميهارن ۽ ريڍارن، ۽ ڇهچ چراگاهن کي پنهنجي شاعريءَ ۾ آندو. هنن هن ديس جي لين ۽ لاٽن، ڪنڊن ۽ ڪانڊيرن، ڪرڙن ۽ ڪبرن تي بيت چيا. هنن هن سهڻي ديس جي انهن نارين کي ڳايو، جن جي ڪونج جهڙين ڏگهين ڳچين ۾ چانديءَ جون مالهائون ۽ هس، ۽ سهڻين سنهڙين ڪاراين ۾ ڪنگڻ، ۽ ننڍڙن نازڪ پيرن ۾ ڪڙيون ۽ پازيب پهريل آهن؛ سندن سٿي تي واسينگ نانگ جهڙن پنئور جهڙن ڪارن وارن جون پيچدار چڳون ۽ گهنڊيدار ڳتون نڪتل آهن، ۽ سندن مرگهه جهڙيون ڪجلدار ڪاريون اکڙيون مشعل وانگي ٻري رهيون آهن. شاعرن حسين نارين جي پيارن مڙسن ۽ پريمين جي انهن پٽڻ ۽ ٻهڙين کي پڻ ڳايو، جيڪي وڻجارن سنڌورڪين کي ورهين جي وڇوڙي کان پوءِ واپس ماڳ- موٽائي ونئي تي آيون. هنن، گهر ڏياٽين جي گهرڙن، چرخن ۽ آٽڻ کي پڻ ڳايو... مطلب ته سنڌ جي هنن سدا حيات سگهڙن ۽ شاعرن پنهنجي سڀاڄهيءَ سونهن ونديءَ سنڌ جي هر ڳالهه ۽ هر ادا کي هر دفعي ڳايو.

ڌرتيءَ جي ڪيڙينڌڙ هارين پورهيو ڪيو ۽ پگهر وهايو، ۽ زميندار ۽ شاهوڪار انهن جي پگهر واريءَ خسيس ۽ ٿورڙيءَ ڪمائي کي به ڳهندا، ڳڙڪائيندا، مچندا ٿلها ٿيندا ويا ۽ غريبن کي ٿونها هڻندا رهيا. مگر مفلسيءَ جي هر حال ۾، آسيس ۽ دعائن حاصل ڪرڻ لاءِ، هنن پيرن ۽ سيدن سڳورن جي رکيبن ۽ لغام جي واڳن کي هر وقت چمي سيني سان لڳايو. سنڌ جي لافاني شاعر، شاهه، هنن سڀني کي پنهنجي ڪلام ۾ ڳايو، ڇاڪاڻ ته هو هنن جو هو. مان اڃا تائين هن جي روحاني ڪافين ۽ ڪلامن کي ٻڌي سگهان ٿي.

مان آهيان ٻلوان ۽ زور واري سنڌو!... مان پاڻ سان داءُ رکڻ واري کي اڇلايو ڇڏيان. جن به مون سان شرط رکي، انهن هميشه راند هارائي. جن به مون سان سينو ساهيو، پاڻ کي نيست ۽ نابود ڪيائون. پر شاهه مون کي مانو ڪري ڇڏيو. مون هن جي آسپاس شانتي ۽ پيار حاصل ڪيو. مان هن جي دل جي گهرائپ ۽ شاعريءَ جي روانيءَ سان محبت ڪريان ٿي. مان هن جي مٺي ڪلام تي قربان آهيان. هو ڪيترو نه مون جهڙو ۽ ڪيترو نه مون کان اعليٰ هو!

اوهان جي هن ملڪ ۽ اوهان جي ڪَچي وارن ميدانن جي هن زمين ڪيترين ئي صدين تائين پنهنجن ماڻهن کي لنگهڻ ۽ فاقا ڪيارايا، ڇو ته پاڻي ڪونه هو. منهنجو پاڻي ڪيترن ئي ويران ٻرن ۽ ساڙيندڙ ميدانن کي آباد ڪري سگهيو ٿي، پر وقت جي راجائن ۽ فاتح حڪمرانن ڪا خاص پرواهه ڪانه ڪئي. انهن مان ڪن ٿورڙن کي ننڍا ۽ نماڻا واهه ڪڍايا، پر ٿوري ئي عرصي کان پوءِ منهنجي لَٽ ۽ ريت جي واريءَ انهن کي لَٽي ڇڏيو. اڄ ڀهريون دفعو انهن

ماڻهن لاءِ چاهه پريل، سچيءَ پچيءَ دل واري ڪوشش ڪئي ويئي آهي، جيڪي منهنجي نالي پويان سڏجن ٿا. سکر وٽ هڪ زبردست براج منهنجي پيٽ ۾ سوگهو بيٺل آهي. اڄ اوهان کي اوهان جي ڪم ۾ ساٿڙو ڏيئي رهي آهيان، ڇاڪاڻ ته منهنجو اوهان سيئي سان پريم آهي ۽ اهو اوهان جي ئي فائدي لاءِ آهي. ڪوٽڙيءَ وٽ پڻ اوهين منهنجي پل واري گهوڙي تي سنج وجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيو. مون انهيءَ لاءِ اوهان کي اجازت ڏني آهي. پنهنجين زمينن ۽ ٻنين کي آباد ڪريو، سان چوانوَ ٿي، سونهري ڪڻڪ پيدا ڪريو! ڪيڙيو ۽ ڪائو، پيئو، پهريو، ۽ خوش گذاريو! مان اوهان کي نه روڪيندس. منهنجو پاڻي ڪٺي وڃو، ۽ مونِ کي اهي قديم ۽ اڳي اڳي وارا خوشيءَ جا ناچ ۽ راڳ رنگ ڏيکاريو! مون کي اهي ٿهڪ ٻڌايو، جيڪي دلين مان اڏما ڏيئي نڪرندا هجن. مان اوهان کي سڀڪجهه ڏيئي ڇڏيندس، جيڪي ڪجهه مون وٽ آهي...... ۽ مون وٽ ان کان تمام گهڻو آهي، جيترو جي اوهان کي گهرج آهي؛ ڇاڪاڻ ته مان آهيان ٻلوان ۽ طاقتور سنڌو!... مان آهيان اجيت ۽ امر سنڌو!... مان آهيان اٽڪ، مان آهيان جهلم، مان آهيان چناب، مان آهيان راوي، مان آهيان بياس، مان آهيان ستلج... مان آهيان مهراڻ، انهن سڀني جي اپت ۽ جوڙ: مان آهيان سنڌو!...... مان آهيان مها ٻلوان، اجيت ۽ امر سنڌو!

[مهراڻ: اونهارو، ١٩٥٥ع]



# سنڌي ٻولي

اسان جي سنڌي زبان — علامه دائود پوٽو

سنڌي ٻولي — ان جي بقا ۽ بچاءُ — علامه آءِ. آءِ. قاضي

سنڌ ۽ سنڌي زبان — مولانا دين محمد وفائي

سنڌي ٻولي — ان جو ماضي، حال ۽ مستقبل — ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

---

”دهلي ۽ سنڌ: پهريون منهنجي فڪر جو مرڪز، ۽ ٻيو منهنجي عمل جو مرڪز آهي.

”مون ڪي سنڌ سان محبت آهي. هي منهنجي ’ديني والد‘ جو وطن آهي. مون پنجاهہ سال مسلسل سنڌ کي پنهنجو وطن قرار ڏنو آهي. هن سرزمين کي سيراب ڪندڙ سنڌو درياھ جي تقديس اسان جي مذهبي ڪتابن ۾ موجود آهي. مون ان جي ڪنارن تي ٻاروتڻ گذاريو آهي ۽ پرورش حاصل ڪئي آهي.

”آءٌ سنڌي آهيان، ۽ سنڌين کي ڄاڻان ٿو. سنڌي عموماً نيڪ‌طبع انسان آهن. انهن ۾ هندو-مسلم جو ڪو فرق ڦير ڪونهي.

”قوم مان مراد اهو تصور آهي، جنهن کي اڄڪلهہ يورپ ۾ بنيادي طور تسليم ڪيو ويو آهي: ان خيال سان آءٌ سنڌين کي مستقل قوم مڃان ٿو. زبان جي وحدت، ۽ تمدن ۽ معاشرت جي وحدت، قومي تصورِ حيات جو بنياد آهن.

”زبان جي وحدت جي ڪري سنڌي، پنجابي، پشتو، ڪشميري، گجراتي، مرهٽي ۽ هندستاني ٻولين وارا، مستقل قوم جو درجو رکن ٿا. لساني طور، سنڌين کي آءٌ هڪ مستقل قوم مڃان ٿو.“

خطبات عبيدالله سنڌي

— ۵۴،۱۰۰،۱۶۳–۱۶۴–۱۶۵،۱۲۲ —

* * *

”موجوده وقت جي برائين ۽ جنگ جي تباهڪارين کي ختم ڪرڻ لاءِ، انسانذات ۾ محبت ۽ درگذر ڪرڻ جي ضرورت آهي: سنڌي ٻوليءَ ۾ انساني همدرديءَ ۽ محبت جي جذبن سان لبريز، ’عظيم ادب‘ موجود آهي.

”سنڌ جي سرزمين کي اهو فخر حاصل آهي جو ان شاهہ لطيف جهڙو لاثاني ۽ لافاني شاعر ۽ صوفي پيدا ڪيو آهي. ان لحاظ کان، آءٌ سنڌ سان بيحد محبت ڪريان ٿي. ’شاهہ‘ هڪ عظيم صوفي شاعر آهي، ۽ سندس شاعراڻا ڪردارَ جدوجهد ۽ نيڪ‌عمل جا مجسما آهن. ’شاهہ‘، انسانيت جي اعليٰ قدرن — محبت، مساوات، انڪساري، خدمت، پاڪيزگي ۽ وسيع نظريءَ کي نهايت دلپذير ۽ دلنشين انداز سان پيش ڪري، زندگيءَ ۽ ان جي صحيح قدرن کي روشن ڪيو آهي.“

[جرمن عالم ۽ صوفي خاتون، پروفيسر ڊاڪٽر اينيمري شيمل — ٢٧- مارچ، ٦١ع — حيدرآباد، سنڌ]

علامہ ع. م. دائود پوٽو، مرحوم

# اسان جي سنڌي زبان

[''الوحيد'' جي آزادي نمبر، ١٤- آگسٽ ١٩٤٩ع، تان ورتل]

اسان جي پياري 'سنڌي'، هڪ قديم زبان آهي. اصليت جي نگاهہ کان، سنسڪرت جي ڏوهٽي آهي؛ پر پيون ڏوهٽيون، ڪانئس شاق ٿي، پنهنجي صورت بگاڙي ويون آهن، ۽ رڳو سنڌي ئي هڪ سپوت نياڻي آهي، جنهن پنهنجي ساهري گهر مٽڻ بعد جو ويس بدلايو آهي، ان کان پوءِ منجهس ڀي ڪا ڦيرگهير نہ آئي آهي. لڪجي سا عربي رسم الخط ۾ ٿي، باقي نحوي بناوتون ۽ اسمي پڇاڙيون وغيره ساڳيون ئي قائم رکيون اٿس، جي سندس مادر يعني 'آپڀرنش پراڪرت' جي مشهور پاشا 'وراچڊا' ۾ موجود هيون. اڄ ڀ، علم اشتقاق وارن جو خيال آهي تہ اهي لفظ جي سنسڪرت جي ڀين پاشائن ۾ تسخ مسخ ٿي ويا آهن، ۽ جن جي اصل نسل جو پتو ڳولڻ مشڪل ٿيو پوي، سي هوبهو پنهنجيءَ اصلوڪي پراڪرتي شڪل ۾ موجود آهن. ها، گذريل ٽن سون سالن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ساخت ۾ لفظن جي لحاظ کان گهٽي قدر تبديل آئي آهي، پر اڄ ڀ جيڪڏهن ڪيس ديوناگري لباس پهرائجي، تہ پنهنجيءَ مادر 'پراڪرت' کان گهٽو مختلف نظر نہ ايندي - ساڳيو مهانڊو، ساڳيو نڪ، ۽ ساڳيون اکيون.

يقين سان نٿو چئي سگهجي تہ 'پراڪرت' يا 'پاليءَ' هيءَ نئين سنڌي صورت ڪڏهن اختيار ڪئي. راءِ ۽ برهمڻ گهراڻن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي زبان ضرور 'سنسڪرت' يا 'پالي' هوندي؛ پر عربن جي فتح بعد پرو پوي ٿو تہ ان وقت ڀ سنڌ جي زبان نياري هئي، جا فقط موجوده سنڌ تائين محدود نہ هئي، پر ڪڇ، گجرات، ڪيچ مڪران، بهاولپور ۽ ڪشمير تائين پکڙيل هئي. عرب سياح ۽ جغرافيہ نويس، جن ان وقت جي سنڌ جو بيان ڏنو آهي، سي سڀئي يڪ آواز آهن تہ ديبل ۽ منصوره ۾ عربي ۽ سنڌي ٻوليون ڳالهائڻ ۾ اينديون هيون. لڳاتار ٽن صدين جي عربيءَ سان لهہ وچڙ ڪري، سنڌي زبان هاڻوڪي صورت ورتي هوندي.

اگرچ پندرهين يا سورهين عيسوي صديءَ تائين ڪو ڀ اهڙو ذخيرو ڪونهي، جنهن مان خبر پوي تہ سنڌي لکڻ ۾ ايندي هئي يا نہ، تہ ڀ يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ عام ماڻهن جي ٻولي سنڌي ئي هئي. درباري ٻولي جيتوڻيڪ اوائل ۾ عربي هئي، پوءِ جامن ۽ ارغونن جي ڏينهن ۾ پارسي ٿي، ۽ انهن ٻولين سنڌيءَ تي بيشڪ پنهنجو گهرو اثر ڪيو ۽ منجهس عربي ۽ پارسي لفظن جو وڏو انداز داخل ٿي ويو، تہ ڀ عام ماڻهن پنهنجي اباڻي ٻولي نہ ڇڏي. انهيءَ کان پوءِ انگريزي پنهنجو وارو وڄائي ويئي، ۽ هينئر وري اردوءَ جي نوبت آئي آهي،

تنهن هوندي بہ هيءَ لاڪيٺيءَ لوئيءَ واري لال ڪنوار، پنهنجو ورُ نہ متائيندي! باوجود سادگيءَ ۽ کهرائيءَ جي، منجهس ايتري لذت ۽ ڪشش آهي، جو سنڌ جو هرهڪ فرد سندس بيساختہ ناز ۽ انداز تي عاشق رهندو. آيا سنڌي اهڙا بيغيرت آهن، جي شهري لبن جي لالاڻ ۽ گلگونيءَ تي موهت ٿي، پنهنجي ديهاتي حسين لڏڻ کي گيباٽو ڇڏي ڏيندا؟ — نہ نہ، هرگز نہ: جيستائين هن سريءَ ۾ ساهہ آهي، تيستائين انهيءَ وينگس جا پير ڌوئي پيئبا!

اسان جي ٻاجهاري ٻولي، موجوده يورپ جي متمدن ٻولين کان بہ اَڳاٽي آهي. اهي اڃا وجود ۾ ئي نہ آيون هيون، ۽ اردوءَ جو اڃا ايڙ-ٻيڙ بہ معلوم ڪونہ هو، تہ سنڌي زبان هڪ پاڪيزي نموني ۾ ڳالهائڻ ۽ لکڻ ۾ ايندي هئي. جهرجهنگ ۾ سنڌ جا اهل الله سنڌي بيت ۽ دوهرا جهونگاريندا هئا. انهن ۾ ايترو سوز ۽ ساز هوندو هو، جو ٻڌندڙ محو حيرت ٿي ويندا هئا؛ ۽ ڪيترائي ڪيفي، ڪباب ٿي، جان فدا ڪندا هئا. ڇا، مخدوم احمد ڀٽيءَ هڪ سماع جو بيت ٻڌندي ساهہ ڪ ڏنو؟ ڇا، هڪ سيلانيءَ، شاهہ لطيف جو هيٺيون بيت پڙهندي، پنهنجي حقيقي محبوب جي سڪ ۾ پران نہ تياڳيا؟

هيڪليائي هيل، پورينديس پرينءَ ڏي،
آڏا ڏونگر لکيون، سوريون سڄڻ سيل،
تہ ٻيلي آهن ٻيل، سور پريان جا ساڻ مون!

انهن قرب جي ونئين ۾ اڃا بہ ماکيءَ جهڙو مَنڌ آهي، ڪرو ڪو انهيءَ جي چاشني چکي:

جي چکين تہ چريو ٿئين، ان ميخاني جو مَنڌ!

جيتريقدر مون کي معلوم آهي، "بيان العارفين" ئي پهريون فارسي ڪتاب آهي، جنهن ۾ سنڌي اڳئين نموني ۾ لکيل نظر اچي ٿي. اهي آهن شاهہ ڪريم (٩٤٤-١٠٣٢هہ) بلڙيءَ واري جا سنڌي بيت، جي "بيان العارفين" جي مصنف، محمد رضا بن عبدالواسع، انهيءَ بزرگ جي ملفوظات ۾ داخل ڪيا آهن. مخفي نہ رهي تہ شاهہ ڪريم جا ارشاد ۽ وعظ پڻ سنڌيءَ ۾ هئا. جن کي محمد رضا خواهہ مخواهہ فارسي لباس پهرايو آهي. اهڙيءَ طرح، خواجہ محمد زمان جا مقولا بہ سنڌي نثر ۾ هئا، جي بزرگ گروهڙيءَ ڄاڻي واڻي عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا. انهيءَ وقت سنڌي ايتريقدر سڌريل هئي، جو بزرگ تصوف جا ڳوڙها نُڪتا ان ۾ سولائيءَ سان بيان ڪري سگهندا هئا. 'بيان العارفين' کان اڳ وري مخدوم نوح جي ملفوظات آهي. 'بيان العارفين' جي رستي، قاضي قاضن (وفات ٩٥٨هہ) جا ست بيت محفوظ رهيا آهن. قاضي قاضن هڪ وڏي پايي جو عالم ۽ عارف هو، جنهن اهڙي قسم جو گهڻو ئي ڪلام چيو هوندو، جو هينئر عدم پيدا آهي.

ڪي سطحي ماڻهو چوندا آهن تہ سنڌي هڪڙي ننڍي ۽ سَنڪڙي زبان آهي، ۽ منجهس ادب بلڪل ٿورو آهي — خصوصاً اسان جا حريف ۽ اردوءَ جا دلدادا اهڙي دعوا وڏيءَ هام سان

ڪندا آهن — پر اها سندن عظيم غلطي آهي. سنڌي نهايت ڪشادي ٻولي آهي، ۽ جيڪي ٻه زبانون سنسڪرت مان ڦٽي نڪتيون آهن، تن ۾ لفظن جي ڪثرت ۽ گوناگونيءَ ڪري نهايت برجستي آهي. ڪا اهڙي شي ناهي، جنهن لاءِ ٻيا نالا يا مترادف نه هجن — مثلاً 'اَنُ' لاءِ درجن کن نالن جو آهي، جن مان ڪي مترادف آهن، ته ڪن ۾ معنيٰ جي لحاظ سان قدرتي تفاوت آهي. معنوي يا ذاتي لفظ سنسڪرت، عربيءَ ۽ فارسيءَ مان آزاديءَ سان ورتا ويندا آهن، جنهنڪري سنڌي لغت بلڪل وسيع ٿي پيئي آهي.

سنڌي ادب بابت هيترو چوڻ ڪافي آهي ته جڏهن انگريزن هندستان ۾ پير پاتو، تڏهن ڪنهن به ڏيهي ٻوليءَ ۾ ايترو علم ادب ڪونه هو، جيترو سنڌيءَ ۾ موجود هو. ان جي مالا مالي اڪثر عربيءَ مان ترجمن ۽ مذهبي ڪتابن تي منحصر هئي. پوري ڪٿ ڪري نٿي سگهجي، پر ايترو يقين آهي ته ٻه-ٽي سؤ قلمي نسخا ڪتا ڪري سگهبا. نثر جا ڪتاب اڪثر اسلامي، تاريخي ۽ مذهبي ڪتابن جا ترجما آهن، جن ۾ قصا ۽ ڪهاڻيون به آهن — اهي گهڻو ڪري ولين ۽ نبين بابت آهن. انشاءِ، طب ۽ ٻين علمن تي پڻ ڪيترائي ڪتاب رچيل آهن.

اڪثر اوائلي ڪتاب نظم ۾ آهن، جنهن جو آخري قافيي جو حرف 'الف' هوندو آهي. مسلم اديبن ۽ بزرگن نثر تي گهڻو ڌيان نه ڏنو، ۽ ان کي مبتذل ڪري سمجهيو. جيئن ته شعر هميشه ياد ڪرڻ ۾ آسان هوندو آهي، ۽ ان ۾ نثر کان وڌيڪ جاذبيت ۽ ترنم هوندو آهي، تنهنڪري، عام ماڻهن جي نصيحت ۽ اصلاح خاطر، اسانجن بزرگن سڀ قسم جا ڪتاب نظم ۾ رچيا، جن ۾ اگرچ ڪٿي ڪٿي ڦلهڙائي آهي، تڏهن به متانت ۽ سنجيدگيءَ سان پُر آهن. جيڪڏهن صاف نثر ۾ ڪتاب لکيا ويا — جهڙوڪ "تفسير عزيزي" يا ٻيا — ته انهن ۾ نثر جي ترڪيب ۽ ترتيب به عربي ۽ فارسي جملن جي مطابق آهي. تنهن هوندي به، ڪلامي زور ۽ ٻيون خوبيون منجهس جام آهن، ۽ ان جي خاص خصوصيت اها آهي جو صاف سنڌي ۽ نج ورجيسون ۽ اصطلاح ڪم آندا ويا آهن. انگريزن جي اچڻ کان پوءِ جيڪو نثر لکيو ويو، سو وري اور نمولي جو هو، ليڪن ان ۾ موجود زماني جي نثر جي جهلڪ نظر اچي ٿي:

اوائل ۾، سن ۱۸۵۴ع ڌاري، غلام حسين محمد قاسم قريشيءَ "ٻنيي زميندار جي ڳالهه" لکي؛ تنهن کان پوءِ سيد ميران محمد شاهه متعلويءَ، سن ۱۸۵۵ع ۾ "سڌاتوري ۽ ڪڌاتوري جي ڳالهه"، ۽ سن ۱۸۶۱ع ۾ "مفيدالصبيان" لکيا؛ انهيءَ ئي وقت ڌاري، منشي ننديرام ميراڻيءَ "تاريخ معصوميءَ" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو؛ سن ۱۸۶۲ع ۾ ديوان ڪوڙيمل چندنمل "ڪولمبس جي تاريخ" جو انگريزيءَ مان ترجمو ڪيو، ۽ ساڳئي وقت "ڀڪو پهه" نالي ڪتاب زناني تعليم جي باري ۾ پڻ لکيائين؛ سن ۱۸۷۰ع ڌاري، ديوان نولراءِ شوقيرام آڏواڻيءَ ۽ منشي اڌارام ٿانورداس ميرچنداڻيءَ، گڏجي، جانسن صاحب جي "راسيلاس" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، ۽ ساڳئي وقت منشي آڌارام "ايسپ جون آکاڻيون" تيار ڪيون؛ سن ۱۸۶۴ع ۽ ۱۸۷۰ع جي وچ ۾ ديوان ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻيءَ ٽي عمدا ڪتاب لکيا، جن مان اصليت

جي بوءِ اچي ٿي — اهي آهن "سوکڙي"، "گل ۽ گلقند" ۽ "گل شکر"، جي سنڌي ادب ۾ پنهنجي نوعيت رکن ٿا، ۽ اخلاقي نڪتن سان معمور آهن: ١٨٧٩ع ۾ مرزا قليچ بيگ صاحب، جڏهن اجا ڦوهه جوانيءَ ۾ هو، "بيڪنس ايسيز" جو ترجمو "مقالات الحڪمت" جي سرنامي سان ڇپائي پڌرو ڪيو: ان ڪان پوءِ مسلم اديبن — جهڙوڪ لطف الله آخوند، مير عبدالحسين 'سانگي'، احمد خان تـگيو خان، وغيره — توڙي هندن، نثر جي چڱي خدمت پئي ڪئي، جنهن جو بيان ڪرڻ باعث تطويل ٿيندو. بهرحال، اجا تائين سنڌي نثر پوريءَ ڪڙيءَ تي نه آيو آهي، ۽ منجهس جدا جدا علمن ۽ فنن تي ايترا ڪتاب نه لکيا ويا آهن.

سنڌي نثر جي بنسبت، نظمي ادب گهڻو گهاٽو ۽ نوعائتو آهي، ۽ ڪنهن به حالت ۾ رهتي، هندي ۽ برج ڀاشا ٻولين (جن ۾ اردو به اچي وڃي ٿي) جي شعر ڪان درجي ۾ گهٽ نه آهي. عربي ۽ فارسي عروض جا پيچيدا قاعدا، سنڌيءَ ۾ نامعلوم آهن — رڳو نقلي ۽ تقليدي شعرن ۾ ڪم اچن ٿا. سنڌيءَ کي پنهنجو ذاتي نظمي قالب آهي: مگر ٻيون ڀاڙي واريون ٻوليون — پشتو سوڊيون — ڏارين وزنن ۽ بحرن تي مدار رکن ٿيون. سنڌي شعر کي پنهنجو مزو ۽ دلربائي آهي: لفظي طرز ادا سان گڏ منجهس اصطلاحي جزالت ۽ متانت، خيالي تازگي ۽ غرابت، ججهي الداز ۾ موجود آهي. سنڌي ڀاشائن جي گهٽ ڪري، اعليٰ درجي جا شاعر، پنهجيءَ عبارت کي پرپور بنائي، ڪنهن به قصي يا ڳالهه جي مڪاني ڇهڇتي کي اتانهون جي ورجيسن ۽ لفظن سان واقفيت جو رنگ ڏيئي سگهن ٿا. 'سر حرفي' هڪ مطلوب ۽ مرغوب صنعت آهي، جنهن جي وسيلي ۽ حالتن جي ڀڃاڙين ۽ ٻين رُکن ۽ لسن پيوندن کي دور ڪرڻ سان، هڪ قسم جي نياري ۽ دل ـ وٽندڙ ڏانڪ پيدا ٿئي ٿي. سنڌين تي جو پنهنجي وطني شعر جو ايترو اثر آهي، تنهن مان ثابت آهي ته سنڌي شعر ۾ متانت ۽ طرز ادا پئي موجود آهن. انهيءَ ڪري، صوفي عالم پڻ پنهنجين عربي ۽ فارسي تصنيفن ۾ بعضي بعضي سنڌي بيتن آڻڻ کان ڪين گسندا آهن. هيٺيان شعر جا قسم سنڌين ۾ موجود آهن: (١) مداحون ۽ معجزا، (٢) مناجات، (٣) مرثيو، (٤) ڪوار يا لعنت، (٥) فتحنامو يا جنگنامو، (٦) ڪافي يا وائي، (٧) بيت، ۽ (٨) سنيهڙو يا نياپو. انهن مان پهريان چار قسم قديمي ادبي ٻولين تان ورتل آهن، ۽ ساريءَ اسلامي دنيا ۾ موجود آهن: ۽ پويان چار وڏيڪ اصلائتا ۽ طبعزاد آهن. موجوده زماني ۾ وري مخمس، مسدس، ترجيع بند، ۽ رباعي وغيره داخل ڪيا ويا آهن. مطلب ته سنڌيءَ ۾ هرڪنهن قسم جي صلاحيت رکيل آهي، جا ڪيس دنيا جي ادبي ٻولين ۾ ڪَرُ ڪٽائي سگهي ٿي.

شعر جو ته ڪاتوئي ڪونهي! ساري ملڪ ۾ پکڙيو پيو آهي، جو ڪنهن ڪتاب ۾ گڏ نه ڪيو ويو آهي، ۽ شايد ڪڏهن به گڏ ٿي نه سگهندو. انهيءَ شعر مان ڳچ جيترو اهڙو آهي، جو سنڌي عالمن کي ان تي ڏيان ڏيڻ گهرجي. سڄو نظمي ادب باطراوت، ورجيسن سان ڀريل، طبعزاد، ججهو، لفظن توڙي عبارتن ۾ گوناگون، ۽ ساڳئي وقت سادو ۽ فطرتي آهي. انگريزي

تعليم جي سرشتي هيٺ لکندڙ زياده تصنع کي لڳي ويا آهن، ۽ ٻين عالمائين ٻولين جي تلقيد ڪرڻ ۾ انهن مان خيال اڏارا ونڻ لڳا آهن؛ انهيءَ ڪري شايد سنڌي نثر کي تقويت پهچي، باقي شعر کي سو اهڙي قسم جي اهل ضرور زيان رسائيندي.

مٿئين مختصر احوال مان خبر پوندي ته 'سنڌي' هڪ تونگر زبان آهي، رڳو اسان جي غفلت ڪري مٽس ورهين جي لٽ چڙهي ويئي آهي: منجهس هڪ عاليشان همه گير ادب جون سڀئي صلاحيتون موجود آهن. ڇا، اهڙيءَ ٻوليءَ کي سنڌي پنهنجي هٿان وڃائيندا: پرائي محلات کي ڏسي، پنهنجو اباڻو پونگو ڍاهي ڇڏيندا، ۽ پراون ڍهلن تي احمقن وانگر نچندا؟

پائرو، جيڪڏهن اوهان ۾ غيرت آهي، ته اٿو — پنهنجي اباڻي ورثي جي سنڀال ڪريو! جا ٻولي مخدوم عبدالحسين، مخدوم محمد هاشم، سيد عبداللطيف، بزرگ گروهڙيءَ ۽ ٻين عاليشان هستين جي هنج ۾ پلي آهي، ۽ جيڪا لفظن ۽ اصطلاحن ۽ ٻين ڪلامي خوبين جي ڪري ڪنهن به ٻوليءَ کان گهٽ نه پر گهڻو بلند ۽ بالا آهي، تنهن کي اوهين نڌڻڪو ڇڏي ڏيندا؟ جنهن قوم کي پنهنجو 'ادب' نه آهي، سا اڄ ڪنهن به قطار ۾ نه آهي: جيڪڏهن اوهان پنهنجو ادب وساريو، ته ڌوٻيءَ جي ڪتي وانگر، نه گهر جا ٿيندا، نه گهاٽ جا! اکيون پٽيو، جاڳو، پنهنجو ورثو سنڀاليو، نه ته سڀ اوهان کي پڇتاءَ جون ترڻون مهٽڻيون پونديون!

[مهراڻ: نمبر ۳ ۽ ۴، سال ۵۸ع]



علامہ آءِ. آءِ. قاضي (سابق وائس چانسلر، سنڌ يونيورسٽي)

# سنڌي ٻولي - ان جي بقا ۽ بچاءُ

## سورهين سنڌي ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي ڏانهن پيغام

هن کان اڳ مون برادران وطن جي آڏو هن نڪتي کي بار بار پئي دهرايو آهي، ته هر ٻيءَ شي وانگر، ٻوليءَ جي ترقي ۽ واڌارو فطرت جي قانونن مطابق عمل ۾ اچي ٿو، ۽ ان جي تباهي به قانون فطرت مطابق آهي. ان حقيقت لاءِ جيڪڏهين ڪنهن ثابتيءَ جي ضرورت آهي، ته ٻوءِ قرآن حڪيم جا هي الفاظ هڪ قطعي ثبوت سمجهڻ گهرجن:

"لِڪُل قوم اجلٌ - اذا جاء اجلهم لايستاخرون ساعة و لا يستقدمون" (هر ڪنهن قوم لاءِ هڪ مقرر وقت آهي -- جڏهين سندن اهو وقت اچي ٿو، تڏهين نڪي هڪ گهڙي دير ڪن ٿيون، نڪي جلدي).

هر شي جي بقا جو دارومدار ان جي صلاحيت ۽ صالحيت تي آهي -- يعني ته هن ڳالھ تي آهي، ته ان ۾ زندگي پيدا ڪندڙ عمل باقي ڪيتريقدر وجي بچيو آهي. ڪنهن به شي ۾ جيڪڏهين تخليق جي قوّت باقي نه رهي آهي، ته اها زنده رهي نٿي سگهي. بس، يا واڌارو آهي يا موت.

زبان جو مسئلو سماجي شعور تي ٻڌل آهي. ظاهر آهي ته جيستائين هڪ کان زياده ماڻهو نه هوندا، تيستائين گفتگو واري ٻولي پيدا ٿي ڪانه سگهندي. ٻين لفظن ۾، ٻوليءَ جي آسرڻ لاءِ سماج جو هجڻ ضروري آهي؛ فقط هڪ ماڻهوءَ جي وس کان هيءَ ڳالھ ٻاهر آهي. انسان فطري طور 'سماجي' آهي، جو ته بغير سماجي اجتماع جي، هو "انسان" بنجي نٿو سگهي. بقول قرآن حڪيم، "خلق الانسان علمه البيان" اجتماعي زندگيءَ جي هيءَ فطري تقاضا آهي ته انسان کي بيان جي قوت هجي، ڇاڪاڻ ته تبادلءِ خيالات هڪ لازمي ضرورت آهي. انهيءَ ڪري ئي قوم جي اجتماعي زندگي ٻوليءَ کي تشڪيل ڏئي ٿي، يا ان کي ترقي وٺائي ٿي، ۽ ان کي باقي رکي ٿي. جيڪڏهين اهي ضرورتون باقي نٿيون رهن ته ٻوليءَ جو باقي رهڻ به بي معنيٰ آهي.

سنڌي ٻوليءَ کي بهترين ماحول، هوندي به گهٽ ۾ گهٽ پنج هزار ورهيه ٿيڻ ۾ لڳا آهن. ان جي تشڪيل ۽ ترقي هڪ اهڙي خطي ۾ ٿي، جو اقتصادي لحاظ سان ٻاهر جو محتاج نه هو، ۽ هتي جي زندگيءَ جون ضرورتون خود هتي جي باشندن جي هٿان پوريون ٿي ٿيون. مثلاً، دنيا جا ڪي ڀاڱا ڪپهه پيدا ڪن ٿا، ڪي چانور پيدا ڪن ٿا، ته ڪي ڪڻڪ آپائين ٿا؛ مگر سنڌ اهي سيئي آپائي ٿي. انهيءَ ڪري، قديم وقت کان وٺي، اقتصادي طور سنڌ پنهنجو پاڻ مڪمل ۽ خود-ڪافي ڀاڱو ٿي رهي آهي.

تقريباً تيرهن سؤ سال اڳ، سنڌ ڪي تهذيب ۽ تمدن جو تڪميلي پيغام پاهران پهتو، جنهن ڪي هن ملڪ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ان ڪي اڳتي وڌايو، ۽ ان جو ڦل حاصل ڪيو. اهو سيڪجهه سنڌ اهڙيءَ ته خوش اسلوبيءَ سان ڪيو، جنهن جو مثال هتي جو ڪو بيو صوبو پيش ئي نٿو ڪري سگهي. انهيءَ حاصلات جو نتيجو هڪ طرف "لطيف" ۽ سندس پيغام آهي، ته ٻئي طرف سنڌي ٻوليءَ جا هزارين پهاڪا آهن، جن جي رمزن ۽ اشارن ۾ دانائي سمايل آهي، ۽ جي دنيا جي مهذب ترين ٻولين جي پهاڪن جي ڀيٽ ۾ هڪ امتيازي درجو رکن ٿا.

تقريباً ڏيڍ سؤ سال اڳ، سنڌي ٻولي توڙي سنڌ جا باشندا هر نڪتي ڪان دنيا ۾ برک هئا. وڏي ۾ وڏا شاعر، عالم، گرامر جا ماهر ۽ لغت نويس هن ننڍڙيءَ اراضيءَ مان طلب ڪيا ويندا هئا. فقط پوين ڏيڍ سؤ سالن ۾ ئي، ڌارين جي غلاميءَ سببان، سنڌ جي ترقي ختم ٿي چڪي آهي. هاڻي اهو اوهان جي همت ۽ حوصلي تي منحصر آهي جو اوهين سنڌ جي زندگيءَ ۽ اجتماعي خوبين کي وري نئين سر جياريو، ۽ سنڌ جي باشندن ۾ فڪر، عمل ۽ مقصد جي وحدت ۽ يگانگي پيدا ڪريو، ڇو ته انهيءَ وحدت ۽ يگانگيءَ کان سواءِ ڪنهن به قوم يا ٻوليءَ جو اسرڻ محال آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي بقاءَ ۽ بچاءَ واسطي ٻين اڳيان هٿ ڊگهيرڻ حماقت آهي. ياترو، سنڌي ٻولي فقط ايستائين زنده رهي سگهي ٿي، جيستائين اوهين زنده آهيو، ۽ هڪ صحتمند زندگي گذاري رهيا آهيو. حقيقت ۾ سنڌ اڄ به اوهان جي طفيل زنده ناهي، مگر اهي، جي ٻه سؤ ورهيه اڳ جيئرا هئا، تن خاطر ٻئي پساهه کڻي؛ سنڌ انهن جي نيڪين سببان ٽڪي رهي آهي، ۽ نه اسان جي عملن ڪري. جڏهين اوهين پنهنجي شاندار ماضيءَ مان سبق حاصل ڪرڻ ڇڏي ڏيندا، ۽ پنهنجي فڪر ۽ قوت تخليق ذريعي نون خيالن پيدا ڪرڻ جي بدران محض جامد جسم بڻجي ويندا، تڏهين، قانون فطرت مطابق، نه توهين رهندا، نه توهان جي ٻولي! ڪو به سياستدان يا دانا انهيءَ حالت ۾ اوهان کي جياري نه سگهندو، ۽ ازلي آواز صدا ڏيندو ته "ظالم قوم کي پري ڪيو وڃي!" — "فبعدا للقوم الظالمين."

شال ڌڻي تعاليٰ اهڙو ڏينهن نه ڏيکاري! آمين.

[مهراڻ: نمبر ۲، سال ۵۶ع]



مولانا دين محمد وفائي، مرحوم

# سنڌ ۽ سنڌي زبان

سنڌي ٻولي، پنهنجي جهونائيءَ ۽ آڳاٽي هجڻ ڪري، پنهنجي مٽي هڪ اهڙي آمٽ ٻولي آهي، جنهن جي پاسي ۾ هندستان (۽ پاڪستان) جي ڪابه ٻولي بيهي نٿي سگهي. عربي مسلمانن جي ڪاهن کان اڳ سنڌي زبان جو ڪهڙو روپ هو ۽ ڪيئن ڳالهائي ويندي هئي، ان جي کوجنا ڪرڻ ۽ اپٽار ۾ وڃڻ ڪنهن ٻيءَ صحبت تي اچلائي، هت هي ڏيکارڻو آهي ته هاڻوڪي سنڌي جا ڳالهائي ٻولهائي وڃي ٿي، تنهن جي ڄمار به هڪ هزار ورهين کان وڌيڪ آهي— پوءِ ڪٿي ان ۾ وقتن حالتن جي ايرڦير ڪري ڪجهه ڦيرو گهيرو آيو به هجي.
عربن جي ڪاهن ۽ ان کان پوءِ غزنوي ۽ مغلن جي راڄن ۾ سنڌيءَ کي عربي ۽ فارسي لفظ به جهتي ورتا، مگر ان هوندي به سنڌيءَ جو خزانو، پنهنجي جهونائيءَ ۽ قدامت جي ڪري، ڪو اهڙو کٽل ڪونه هو، جهڙو هاڻي اسان جا نوجوان سمجهي وينا آهن، ۽ هڪ نج ۽ پنهنجي مٽي پيرن تي بيٺل زبان کي ريختہ بنائڻ جون رٿون رٿي رهيا آهن.

پاڪستان بنجڻ کان پوءِ هيءَ چرپر هلي رهي آهي ته "سنڌي زبان" کي بچايو وڃي. ان جو مقصد ڪڏيو وڃي ٿو ته پاڪستان مان جيڪي هندستاني حضرات هت حڪمراني ۽ راڄ هلائڻ جي ارادي سان براجمان ٿيا آهن، تن کي سنڌي ٻوليءَ جي نہ ٻوجهه آهي، ۽ نہ ان تائين پهچ ۽ پرجهه، جنهنڪري لازمي طرح هن ٻوليءَ کي ٺڪرائيندا ۽ سنڌيءَ جي جاءِ تي اڙدو زبان کي، جا پنهنجي ديس مان نيڪالي کائي چڪي آهي، تنهن جو بچاءُ ڳوليندا ۽ رک رکاءُ ڪندا رهندا.

ترڪيءَ ۱۹۱۸ع ۾ انقلاب کان پوءِ، ترڪي ٻوليءَ جي سڌاري لاءِ جيڪو ڪم هٿ ۾ ڪنيو، تنهن ۾ سڀ کان پهريائين هنن ترڪي ٻوليءَ جي هڪ لغت جوڙائي، ان کان پوءِ ڏنائون ته پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڌارين زبانن جا ڪيترا لفظ آهن، ۽ انهن جي معنيٰ وارا لفظ اسان جي لغت ۾ لين ٿا يا نہ؟ ترڪيءَ ۾ جيڪي ساڳيا هم معنيٰ لفظ ڪين سلندا ويا، اهي قائم رکندي، باقي ڌارين ٻولين جا لفظ ڪيڏندا ويا. پر جڏهن ڪين اهڙا لفظ نہ ملي سگهيا، تڏهن ساڳيا عربي ۽ فارسي لفظ انهين جو ائين قائم رکيائون. ان ريت ترڪي ٻوليءَ کي سڌوڌي صفا ڪري، هڪ علمي زبان بنائي ورتائون.

رضا شاهه پهلويءَ جي راڄ ۾ فارسيءَ کي سوڌڻ جي مهم شروع ڪئي وئي، ته عربي يا ترڪي لفظن کي سوڌڻ تي مجبور ٿيا. هن وقت 'هنديءَ' جي سوڌ به ساڳيءَ صورت ۾ هندستان وارا ڪري رهيا آهن.

سنڌي زبان جي سوڌڻ لاءِ به ساڳي سڌريل قومن واري وات ورتي ويندي ته ان ريت نہ فقط ٻوليءَ ۾ سڌارو ٿيندو، پر ايڏو وڏو واڌارو به ٿيندو، جهڙو ٻين جاندار قومن جون زنده زبانون ڪري رهيون آهن.

اسان جي سنڌي مسلمانن گذريل پنجاھہ ورھين ۾ جيڪا پنهنجي مادريءَ ٻوليءَ جي خدمت يا چاڪري ڪئي آهي، اها ٻہ سامهون رکو، ۽ وري اسان جي هندو وطني ڀائرن جيڪو سنڌيءَ جي واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙيو آهي، سو بہ سامهون رکو— تہ ٻنهي ڌرين ۾ ايڏو وڇوٽو نظر ايندو، جيڏو مسلمانن ۽ هندن جي شاهوڪاريءَ ۽ شهري زندگيءَ ۾ هوندو هو. پروفيسر ڀيرو مل مهرچند، ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي ۽ مسٽر ڄيٺمل پرسرام جا ڪتاب ڏسو، سندن سنڌي ڏسو، سنڌي هندن جي شاعري ڏسو! اوهين سنڌي ساهتيہ يا ادب جي لحاظ سان ڏسو، تہ اوهان کي اچرج لڳندو تہ هي ماڻهو سنڌيءَ جي واڌاري لاءِ ڪيڏو نہ قدم کڻي رهيا آهن!

اسان جي سنڌي بزرگ مرزا قليچ بيگ، يا سنڌ جي اديب ۽ عالم مير عبدالحسين 'سانگيءَ'، ۽ شمس الدين 'بلبل' ۽ ٻين جي تصنيفن جي ڇپائڻ جي خدمت بہ هندن ادا ڪئي. گويا سنڌ ۾ 'سنڌي ٻوليءَ' جي واڌاري واري ڪم جو وڏو ڀاڱو هندن جي هٿان ادا ٿي چڪو آهي. 'مسلمان' بہ ڪجھہ ڪندا رهيا آهن، مگر اهو جڻ ڪنهن ليکي ۾ آئي ئي نٿو سگهجي.

هندن ۾ ڪي اهڙا بہ تعصبي هئا، جن سنڌيءَ جي گردن تي سنسڪرت جي اڻوڻندڙ اکرن جون پريون رکي، ساڳيءَ ريت گلو گهٽڻ گهريو ٿي، جهڙيءَ ريت اسان جا مسلمان نوجوان عربيءَ جي اڻانگن اکرن جي مارا ماري ڪري رهيا هئا. مگر هندن پاران اهو دور ٿورو وقت هليو. ڪن خاص اصلاحي هندي الفاظن کان سواءِ، هو صاف سنڌي لکڻ لڳا. خاص طرح سرڪار پاران سنڌي زبان جي نگرانيءَ لاءِ جيڪو 'بورڊ' (موجوده سنڌي ادبي بورڊ) برپا ڪيو ويو، تنهن ۾ جيترن بہ هندو مصنفن جا ڪتاب اچڻ لڳا، سي هندي اکرن جي آڪاڙي کان آجا ٿي آيا ٿي.

"سنڌيءَ کي بچايو"، اهو فقط نعروئي نعرو رهجي ويندو، جيستائين 'سنڌي مسلمانن' پاران عملي رنگ ۾ ڪنهن ڏاڍي وڏي ڪارج ڪرڻ لاءِ تياري ڪئي نہ ويندي. هن ڪم لاءِ وڏن ڄاڪوڙن ۽ جهد جي گهرج آهي. جيڪڏهن بنگالي مسلمان، پنهنجي بنگالي ٻوليءَ کي نٿو ڇڏي، بلڪ ان جي بچاءَ لاءِ سينٽرل حڪومت سان بہ جُنڊ جوٽيو بيٺو آهي*. جيڪڏهن پنجابي مسلمان پنهنجي ان ٻوليءَ کي جيئرو رکڻ گهري ٿو، جا لکپڙھہ ۾ ئي ڪانہ ٿي اچي، تہ پوءِ ڪهڙو ڪارڻ آهي تہ سنڌ جو مسلمان پنهنجي جهونيءَ ٻوليءَ جي ٻيڙي تارڻ لاءِ پاڻهون ڪنجي نہ ٿو ٻڌي!

سنڌ جو هندو جو ورهان ورهيہ هزارن جي انداز ۾ ڪتاب ڇپائي، سنڌيءَ ۾ واڌارو ڪندو هو. ان سان سرڪار بہ پاڻهون ٻيلي ڪانہ ڪئي، پر هن قوم جو پنهنجي ٻوليءَ سان پريم هو ۽ پيار هو، جنهنڪري ڪو رسالو يا ڪتاب يا ناول نڪرندو مس هو تہ هٿون هٿ کڄي ويندو هو.

* بنگالين پنهنجي بنگاليءَ کي سرڪاري زبان مڃارائي، اردوءَ جهڙا مساوي حق حاصل ڪيا آهن.

جيڪڏهن اسان جا "گهڻو مسلمان" نوڪرين تان آسرو لاهي، هندو نوجوانن وانگي هن علمي ڪم کي لڳي وڃن ته سنڌ کان ٻاهر يان تيرهن لک سنڌي هندو به سنڌ ساث ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويندا. سنڌ جو هندو سنڌ کان ٻاهر آهي، پر وري به هو آتي سنڌي ٻوليءَ جي خدمت کي لڳو پيو آهي. هو اڄ به سنڌ کي ياد ڪري چئي رهيو آهي ته "سنڌي جا ساٿيهه، کهه ڪٿوري پائيان" - (شاهه) سنڌ ساٿيهه جي ميٺيءَ چڪڻيءَ کي به پنائي گهوٽ ڪٿوريءَ (مشڪ) کان به مٺي سمجهي رهيو آهي: سنڌي مسلمانن لاءِ، شاهه جي هن شعر ۾ ڪو سبق ڪونه آهي ڇا؟

سنڌي مسلمان پنهنجي وطن سان گذريل سالن ۾ جيڪو ٻُرو برتاءُ ڪيو آهي، تنهن جو ڏنڀ پوکي رهيو آهي. 'سنڌي ويچارو' هڪ حيرت واري ٻاند ۾ ٻاندي آهي. هاڻي جڏهن ڪا چِٽي پريندو، تڏهن هن لوڙائو مان لنگهي پار پوندو!

سنڌي مسلمان کي هن وقت شاهه پنائيءَ کي پنهنجو اڳواڻ بنائي ڪم ڪرڻو آهي. جنهن کان پوءِ هو وڃي ڪنهن ڏَني ڪَني لڳندو. شاهه جو ارشاد آهي:

اللّٰه ايئن مَ هوءِ، جيئن آءٌ مَران بَند ۾،
جُسو جنجيرن ۾، راتو ڏينهان روءِ،
پَهيرين وڃان لوءِ، پوءِ مَرُ پُڄَنِم ڏِينهَڙا!

...

واجهائي وطن کي، ساري ساهُ ڏيان،
هي سِرُ ساٿيهه سامُهون، مُنهنجو نيڄ ميان،
مُقاميائي مارُوئڙن، وَڃِي تَنِ تيان،
مُيائي جيئان، جي وڃي مَڙهُه مَلِيرَ ۾.

(مهراڻ: ۴، سال ۶۲ع)

---

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# سنڌي ٻولي-ان جو ماضي، حال ۽ مستقبل

سورهين سنڌي ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻه (٩-اپريل، ١٩٥٦
۾ پڙهيل صدارتي خطبو

همروطن ڀينرون ۽ ڀائرو!

هر وصف ۽ وڏائيءَ جو لائق خالق اڪبر آهي، جنهن هن ڪائنات کي پيدا ڪيو، جنهن جو ادنيٰ منظر اسان جي هيءَ مجلس آهي؛ سوين سلام انسانذات جي ان محسن رهبر، حقيقت ۽ حڪمت جي پيغامبر محمد صلعم تي، جنهن پهريون دفعو انسانذات جي بقا ۽ بهبوديءَ لاءِ علم، فڪر ۽ ڪوشش جي وسيلن کي لازمي ٺهرايو، ۽ فاطرالسماوات والارض جي قانون فطرت کي، قران حڪيم جي ذريعي، آخري طور انسانذات تائين پهچايو. قران حڪيم ۾، انسان جي پيدائش ۽ انسان کي "بيان" جي قوت جو عطا ٿيڻ (خلق الانسان و علمه البيان) اِهي ٻئي قدرت جا احسان، بلڪ فطرت جا معجزا، قرار ڏنا ويا آهن. انسان جي پيدائش جي اها هڪ فطري تقاضا آهي ته کيس پنهنجي خيالن جي بيان ڪرڻ جي قوّت هجي- يعني ته انسان کي ٻيءَ مخلوق جي ڀيٽ ۾ اهڙي هڪ مخصوص ٻولي هجي، جنهن ۾ هو مسلسل طور پنهنجي اندروني جذبات، احساسات ۽ خيالات کي بيان ڪري سگهي. مطلب ته انسانذات جي هرگروه جي ٻولي، ۽ ان ۾ خيالات جو اظهار ڪرڻ-اهي ٻئي هرگروه جا پيدائشي حق آهن. انسانذات جي مختلف گروهن جي مختلف ٻولين جو وجود، ۽ انهن جي ساخت ۽ سٽا، فطرت جو هڪ ايڏو وڏو معجزو آهي، جنهن تي "لسانيات" جا ماهر جيئن جيئن ٿا وڌيڪ ويچار ڪن، تيئن تيئن ٿا واه واه ڪن. فطرت جي سوانح نگار ۽ انسانيت جي علمبردار جلال الدين "رومي" فطرت جي هن معجزي کان متاثر ٿي چيو ته:

"هر ڪسي را اصطلاحي داده ايم — هر ڪسي را سيرتي بنهاده ايم
هنديان را اصطلاح هند مدح — سنديان را اصطلاح سند مدح"

(يعني ته هرڪنهن کي پنهنجي جدا ٻولي مليل آهي، ۽ هرڪنهن جي هڪ جدا طرز زندگي آهي: هند وارن کي هند جي ٻولي جڳائي ۽ سنڌ وارن کي سنڌ جي ٻولي سونهي) مطلب ته هر قوم کي پنهنجي هڪ نرالي ٻولي آهي، ۽ هڪ نرالو تمدن آهي؛ ۽ جيئن ته اهي خصوصيتون قانون فطرت جي عين مطابق آهن، انهيءَ ڪري انهن جو احترام به لازمي آهي.

اوائلي مسلمانن، جن قرآن ڪريم جي حڪمت کي سمجهيو هو، تن انسانذات جي تاريخ ۾ پهريون دفعو، عامي طور هن قانون فطرت جو پورو پورو احترام ڪيو. پهرين

ٽين هجري صديءَ ۾، مسلمانن ايشيا ۽ آفريڪا کنڊ جي وڏن ڀاڱن کي فتح ڪيو: مگر فاتحن جي حيثيت ۾ به هو جتي ويا، اتي مڪاني ماڻهن جي ٻولي، علم ادب ۽ تمدن جو احترام ڪيائون: حتي الوسع انهن جو غور سان مطالعو ڪيائون: انهن جي خوبين کي سارا هيائون: بلڪ انهن خوبين کي پنهنجي تمدن جو جز بڻايائون ـ چاڪاڻ ته کين سبق مليل هو، ته هرخوبي ۽ چڱائي جڻ مومن جي هڪ وڃايل وٿ آهي، جنهن کي هو جتي ڏسي، اتي پنهنجو ڪري سمجهي (الحڪمة ضالة المومن). جڏهين ايران فتح ٿيو، تڏهين باوجود عرب ۽ عجم جي قديم رقابت جي، پارسي ٻوليءَ جو نئين سر مطالعو ڪيو ويو: قديم پارسيءَ جي ڪتابن جا ترجما ڪرايا ويا، ۽ پارسي تمدن کي فروغ ڏنو ويو ـ ايتريقدر، جو آخرڪار، بغداد جي عباسي دربار جو تمدن بنجي ويو. خير، ايران ته ان وقت هڪ وڏو ملڪ ۽ وڏي شهنشاهت هُئي: پر جڏهين انهن اوائلي مسلمانن سنڌ کي فتح ڪيو، تڏهين اسلامي روايات موجب سنڌي ٻولي ۽ سنڌي تمدن کي نئين سر زنده ڪيائون. سنڌيءَ ٻوليءَ جي شعر ۽ ادب کي فروغ ڏنائون ـ ايتريقدر، جو هڪ سنڌي شاعر هتان بغداد ويو، ۽ هارون الرشيد جي برمڪي وزيرن جي دربار ۾، پنهنجو سنڌي ٻوليءَ ۾ ٺاهيل بينظير قصيدو پڙهيائين، ۽ اتي داد حاصل ڪيائين. سنڌيءَ مان عربيءَ ۾، ۽ عربيءَ مان سنڌيءَ ۾ ڪتاب ترجمو ٿيا. هڪ روايت موجب قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيو، ۽ غالباً دنيا ۾ قرآن شريف جو اهو پهريون ترجمو هو، جو اڃا ڪنهن به ٻيءَ ٻوليءَ ۾ نه ٿيو هو. عرب هت هاري ٻنجي ٻنيون ڪيڙڻ لڳا، ۽ هن ملڪ کي پنهنجو ڪري سمجهيائون، ۽ ان جي تعريف ۾ قصيدا چيائون. عربن سنڌي تمدن جي هر شعبي کي پروڙڻ جي ڪوشش ڪئي، تان جو سنڌي طعامن جي ترڪيبن کي به سمجهي انهن کي پچايائون، ۽ پنهنجو ڪيائون.

سنڌي "ڀَت" بغداد ۾ "بهة" جي نالي سان عام ٿي ويو. سنڌ جو "ليمائي پُلاءُ" ۽ ٻيو هڪ خاص پلاءُ، جو مُهلبي خاندان وارن سنڌ جي عرب گورنرن جي پويان "مهلبي پلاءُ" جي نالي سان مشهور ٿيو ـ اهي ٻئي پلاءُ عباسي دارالسلطنت جي دسترخوانن جا خاص طعام بنجي ويا هئا. سنڌي ٻوليءَ جي ڪتابن، ۽ علمن جو عالمانه مطالعو ڪيو ويو، جنهن جو قدري ذڪر ابن نديم جي مشهور "ڪتاب الفهرست" ۾ موجود آهي. سنڌي ٻوليءَ جي نحو، صرف ۽ جملي جي ترڪيبن ۾ جي خال هئا، تن کي عربيءَ جي مدد سان پوري، سنڌي ٻوليءَ کي هڪ مستقل علمي ۽ لُغوي منزل تي پهچايو ويو. مطلب ته عمداً ۽ ارادتاً، سنڌيءَ کي انهيءَ درجي تي پهچايو ويو، جو سنڌيءَ ٻوليءَ جو ترازو به عربيءَ سان گڏوگڏ تُري بيٺو. چوٿين صديءَ جي هڪ ڪان زياده عرب عالمن ۽ محققن جون شهادتون موجود آهن، جن ۾ سنڌي ۽ عربي ٻنهي کي، بنا ڪنهن فوقيت يا تفاوت جي، سنڌ جون ٻه مکيه رائج ۽ تسليم ٿيل ٻوليون بيان ڪيو ويو آهي.

حضرات، انسانذات جي مختلف گروهن جي ٻولين، ريتن ۽ رسمن، علمن ۽ هنرن جو احترام ڪرڻ، ۽ انهن جو پوريءَ طرح مطالعو ڪرڻ، انهن کي همٿائڻ ۽ ترقي ڏيارڻ، اسلامي تهذيب ۽ اسلامي روايات جو هڪ مکيه ورثو آهي. محقق ابو ريحان البيروني (٩٧٣-١٠٤٨ع) جي علمي تحقيق ۽ سندس تصنيفون انهيءَ روايات تي پڌرا شاهد آهن. دنيا جي تاريخ ۾ هو پهريون محقق هو، جنهن خاص انهيءَ مقصد سان هندستان جو سفر اختيار ڪيو ته هندن جي ادب ۽ تمدن، ريتن ۽ رسمن، ۽ سندن علوم ۽ فنون جو مطالعو ڪري؛ ڇاڪاڻ ته هر قوم جو تمدن ۽ تهذيب - پوءِ خواه ان جو ڪهڙو به مذهب هجي - انسانذات جو سرمايو آهي، جنهن کي سمجهڻ ۽ محفوظ ڪرڻ، هڪ صحيح علمي ۽ انساني خدمت آهي.

محقق بيرونيءَ، هندي قوم جي تهذيب ۽ تمدن جو روح پنهنجي مشهور تصنيف "ڪتاب الهند" ۾ پيش ڪيو آهي، جو "علم الانسان" (Anthropology) جو هڪ بنيادي ڪتاب آهي، ۽ اڄ ڏينهن تائين باوجود علمي ترقيءَ جي، ان جهڙو ڪتاب ڪنهن به ٻئي محقق پيش نه ڪيو آهي. اهو ڪتاب محقق بيرونيءَ تقريباً ١٠٣٠ع ڌاري لکيو؛ ۽ اهو ڪتاب ٻين قومن جي ٻولي ۽ تمدن جي عزت ۽ احترام واري اسلامي روايات جو هڪ سهڻو مثال آهي.

حضرات، نهايت ئي تعجب جي ڳالهه آهي ته محقق بيرونيءَ "ڪتاب الهند" ۾، سنسڪرت لفظن ۽ اصطلاحن کان سواءِ، ٻيا جيڪي عام رائج مڪاني نالا ۽ محاورا استعمال ڪيا آهن، سي سنڌي ٻوليءَ سان تعلق رکن ٿا، * جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته يارهين صدي عيسويءَ ۽ پنجين صدي هجريءَ جي شروع ۾، سنڌي ٻوليءَ جا اثرات راجپوتانا، پنجاب ۽ سرحد تائين پکڙيل هئا. اهو عربي حڪومت جو بالڪل آخري دؤر هو. مگر جيئن ته سنڌ جي عربي حڪومت جو سياسي اثر انهن ايراضين تائين موجود هو، انهيءَ ڪري سنڌي ٻولي - جنهن کي عرب اسلامي حڪومت، عربيءَ سان گڏوگڏ پوريءَ طرح همٿايو - ۽ ان جو اثر به انهن ايراضين تائين پهچي ويو.

مطلب ته ٻولي، علم، ادب ۽ تمدن بابت اسلامي روايات ۽ تاريخ مان ثابت آهي، ته باوجود قومي يا مذهبي اختلاف ۽ سياسي تسلط جي، اوائلي مسلمان عالمن خواه حاڪمن، هر قوم جي ٻولي، ۽ ان جي علم ادب ۽ تمدن جي خوبين کي چمڪائڻ لاءِ، انهن جو مطالعو

* پروفيسر سخائو (Sachao) 'ڪتاب الهند' (عربي متن) کي ايڊٽ ڪيو آهي، ۽ هو پنهنجي مقدمي (ص ٢٥) ۾ بيرونيءَ جي استعمال ڪيل مڪاني لفظن ۽ اصطلاحن متعلق لکي ٿو ته اهي جنهن ٻوليءَ جا آهن، سا بنسبت ٻين جديد هند-آريائي زبانن جي، سنڌيءَ سان وڌيڪ لاڳاپو رکي ٿي. پروفيسر سخائو اهو گمان انگن جي نالن تان ڪيو آهي، جي "ڪتاب الهند" ۾ (ص ٢٦٥) ڏنل آهن. محقق بيروني انهن کي "برقه، بيه، تريه" لکي ٿو يعني ته "ٻرڪ، ٻه، ٽي"، جي سنڌي نالا آهن. ساڳيءَ طرح "ڪتاب الهند" ۾ ڏنل مهينن جا نالا (ص ص ١٠٣، ١٠٦)، ۽ هفتي جي ڏينهن جا نالا (ص ١٠٤) به غور سان ڏسجن ٿا، ته انهن ۾ به سنڌي نالن جو اثر نمايان نظر اچي ٿو.

ڪيو ۽ انهن کي پوريءَ طرح همتايو. ايراني ۽ ترڪي زبانن کي مسلمانن ئي جيئرو ڪري اوج تي پهچايو؛ ۽ سنڌي انهن زبانن جي پيٽ ۾ جيتوڻيڪ ٿوري آدمشماريءَ جي زبان هئي، مگر قرآني تعليم جي زيراثر، انهن اوائلي مسلمانن سنڌي ٻوليءَ کي به محبت ۽ مساوات جي جذبي سان عروج تي پهچايو.

حضرات، ٻولين بابت اسلامي تاريخ ۽ اسلامي روايات جي هن مختصر وضاحت بعد، موجوده يوروپي تمدن ۽ تاريخ جي روشني ۾ به ٻولين جي مسئلي کي سمجهڻ ضروري آهي. يوروپي قومن جي پنهنجي بنيادي سماجن توڙي سندن اختيار ڪيل مذهب ۾ علم، فڪر، تحقيق ۽ مساوات جا تخيل ناپيد هئا. اهي قومون چوڏهين صديءَ عيسوي ڌاري، قدري سجاڳ ٿيون. مساوات جو نالو ٻهريون دفعو ارڙهين صديءَ جي آخر ۾، فرانسي انقلاب (١٧٨٩ع) بعد ٻڌائون.

جيئن ته بحيثيت قومن جي، وٽن انصاف، احسان ۽ مساوات جا نظريا ناپيد هئا، ۽ سڄي راند طاقت جي هئي، انهيءَ ڪري جنهن قوم جي سياسي آزادي ختم هئي، آن جي ٻولي ۽ تمدن جي ڪشمڪش، لڳاتار جهيڙن ۽ جنگين، فسادن ۽ خونريزين جي تلخ تجربي بعد، يوروپي قومن به آخر اهو سبق سکيو، ته جيئن قومن کي گهڻي وقت تائين غلام نٿو رکي سگهجي، تيئن ملڪ جي اندر ڪنهن ٻوليءَ کي به فنا نٿو ڪري سگهجي. هر ملڪ اندر ملڪي قوم جي مختلف گروهن، پنهنجن ٻولين کي تسليم ڪرائڻ لاءِ جدوجهد ڪري، آئيني طور پنهنجي ٻولين کي تسليم ڪرايو. ٻئي طرف يوروپي قومن علمي طور ٻولين جي اهميت محسوس ڪئي. "علم الانسان" جي دائره ۾ "ڪلچر" (تمدن) جي تخيل ۽ تحليل ۽ "لسانيات" جي مطالعي، توڙي "عـلم اللغة" جي تحقيق ۽ ترقيءَ ننڍين خواهه وڏين ٻولين لاءِ هڪ قسم جي عزت پيدا ڪئي.

مطلب ته ڪافي تلخ تجربي بعد، يوروپي قومن پنهنجي سياسي شعور ۽ علمي ترقيءَ سان، هر ملڪ اندر ٻولين جي مسئلي کي جنهن طرح حل ڪيو آهي، تنهنجو مختصر خاڪو هيءُ آهي: سئٽزرلئنڊ ۾ چار قومون آباد آهن ته ملڪ جون قومي توڙي سرڪاري زبانون به چار تسليم ڪيون ويون آهن - يعني فرينچ، جرمن، اطالوي ۽ رومانچ؛ بيلجم ۾ ٻه قومون، 'فليمنگس' ۽ 'ويلولس' آباد آهن، ته ٻنهي جون زبانون قومي ۽ سرڪاري زبانون تسليم ٿيل آهن؛ ڪئناڊا ۾ فرينچ ۽ انگريز قومون آباد آهن، ته فرينچ توڙي انگريزي قومي ۽ سرڪاري زبانون تسليم ٿيل آهن؛ آئرلنڊ ۾ انگريزي توڙي آئرش ٻئي سرڪاري آهن؛ ناروي جي ملڪ ۾ يڪي "نارويجن" قوم آباد آهي، ۽ اصولي طور سڄيءَ قوم جي ٻولي به ساڳي آهي، مگر زماني گذرڻ سان، آهستي آهستي شهري ۽ ٻهراڙيءَ جي ٻولي ۾ فرق ٿي ويو، ۽ "رڪس مال" شهري زبان بنجي وئي ته "لئنڊس مال" ٻهراڙيءَ جي ٻولي. موجوده صورتحال هيءَ آهي ته هن ساڳئي ملڪ جي ساڳي هڪ قوم، پنهنجي ساڳيءَ ٻوليءَ جي ٻنهي محاورن

ڪي قومي ۽ سرڪاري زبانون قرار ڏنو آهي، انهيءَ لاءِ ته ملڪ جي هر باشندي جي تسلي ٿئي، ۽ ملڪ جي ماڻهن ۾ ڪابه ريس يا عداوت پيدا نه ٿئي.

يورپ جي انهن قومن ڪي چڏي خود انگريزن جو مثال ونو- جن جو ڏاڪو اڃا تائين هن ملڪ جي ڪمزور دماغن تي ويٺل آهي، جن جي دهشت گهڻن جا هينيان ئي ڏاري چڏيا هئا، ۽ جن جي پيرويءَ ڪي گهڻا ملڪي پاڻر اڃا به ثواب دارين سمجهن ٿا: انگريزي ٻولي اڄڪلهه نه صرف انگريزن جي ٻولي آهي، مگر دنيا جي ٻيو يا ٽيون نمبر ٻولي آهي؛ نه صرف اها سائنس ۽ مغربي تهذيب جي هڪ خاص ٻولي آهي، مگر دنيا جي واپار جي به هڪ مکيه زبان آهي. مطلب ته اها ايڏي ته هڪ وسيع ٻولي آهي، جو مختلف ملڪن جا اهي ماڻهو، جي صرف ڪنهن ٻوليءَ جي وسعت يا ان جي ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن کان متاثر ٿي، قومي غيرت وڃائي انهيءَ ٻوليءَ ڪي اختيار ڪرڻ لاءِ آماده هجن، ته انگريزي ٻولي انهن مڙني جي درد جي دوا آهي. پلا پيا ڏاريا ملڪ ته ڇڏيو، پر ڪم از ڪم اهو ته منطقي طور سچيو ويندو ته خود انگريزن جي ملڪ جي ماڻهن لاءِ ته انگريزي هڪ نعمت ۽ غنيمت آهي. انهيءَ ملڪ ۾ جيڪڏهين ڪي ماڻهو انگريزي ٻولي جي بدلي ٻيءَ ڪنهن زبان سان محبت رکن، ته اهي اسان جي نظرن ۾ احمق چئبا، ۽ جي ملڪ جون واڳون انگريزن جي بدلي اسان مسلمانن وٽ هجن، ته خود انگريزن جي ملڪ ۾ انگريزيءَ جي منڪرن ڪي جيڪر جيئرو نه ڇڏيون. مگر هڪ سجاڳ قوم جو اهو شيوو نه آهي. انگريزن جي ملڪ ۾، اسان جي هڪ ضلعي جيتري اراضي آهي، جنهن ڪي "ويلس" سڏجي ٿو: اتي جي رهاڪن جي زبان ڪافي آڳاٽي وقت کان "ويلش" هئي. سياسي ۽ علمي تجربي بعد، انگريزن هن ننڍڙي ضلعي جي ننڍڙي ٻوليءَ ڪي محفوظ ڪرڻ ۽ ترقي ڏيارڻ ضروري سمجهيو. هن وقت انگريزن جي منسٽري آف ايجوڪيشن ۾ "ويلش" ٻوليءَ لاءِ هڪ جدا 'ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ' ۽ جدا يونيورسٽي آهي، انهيءَ لاءِ ته هيءَ ٻولي زنده رهي ۽ ترقي ڪري. ويلس جي جملي اسڪولن توڙي ڪاليجن ۾، "ويلش" ٻولي پهريون نمبر مکيه زبان ڪري پڙهائي وڃي ٿي، ۽ خود انگريزيءَ ڪي اتي ٻيءَ نمبر ٻوليءَ طرح پڙهايو وڃي ٿي.

زبان متعلق يورپ جي انهيءَ تلخ تاريخي تجربي کان متاثر ٿي، روس جي اندريڪي حڪومت جا ١٩١٧ع واري انقلاب بعد قائم ٿي، ان ساري ملڪ جي سورهن سورهن جدا جدا پاڳن جي ماڻهن جي زبانن ڪي قومي ۽ سرڪاري زبانون تسليم ڪري، پنهنجي ملڪ اندر ٻولين جي مسئلي ڪي هميشه لاءِ حل ڪري ڇڏيو. يورپي قومن جڏهن پيا ملڪ فتح ڪيا، تڏهين انهن غلام قومن تي حڪومت ڪرڻ ۽ ڪين قبضي ۾ رکڻ جي نيت سان، انهن قومن جي ٻولين ۽ تمدن جو مطالعو ڪيائون، قدري علمي لحاظ سان پڻ انهن ٻولين جي تحقيق ڪيائون. پنهنجي تلخ تاريخي تجربي جي بنا تي، مڪاني ٻولين جي وجود ڪي تسليم ڪيائون-

اهوئي سبب آهي جو انگريزن جي اچڻ بعد ئي پاڪ-هند جي هن برصغير جي مڪاني ٻولين ۾ ترقي ۽ تعليم شروع ٿي-انهن ٻولين جي تحقيق لاءِ خود "گورنمينٽ آف انڊيا" هزارها رپيا خرچ ڪيا، ۽ گريئرسن (Greirson) جي رهنمائي هيٺ، "هندستان جي ٻولين جو جائزو" (Linguistic Survey of India) نالي تحقيقي نتيجو ڪيترن ئي ضخيم جلدن ۾ شايع ڪيو ويو. جيتوڻيڪ انگريزي زبان سڄي هندستان لاءِ سرڪاري زبان ٺهرائي وئي، مگر هرهڪ صوبي اندر انگريزيءَ سان گڏو گڏ، صوبي جي ٻوليءَ کي پڻ سرڪاري زبان، يعني ته اسڪول، ڪورٽ، اسيمبلي ۽ گورنمينٽ جي رڪارڊ جي زبان قرار ڏنو ويو-پاڪستان جي زبانن مان سنڌي ۽ بنگالي زبانن جو اهو درجو هو.

هن وقت اسان جي آزاد ملڪ پاڪستان-جنهن کي دستور موجب "اسلامي جمهوري رياست" قرار ڏنو ويو آهي-ان ۾ ٻولين جي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ، اسان وٽ شاندار اسلامي روايات موجود آهن، جن موجب اسان جي ملڪ جون مڙئي خطي وار ٻوليون، سنڌي، بنگالي، ڪشميري، پشتو، ۽ بلوچي قابل عزت و احترام آهن؛ ڇاڪاڻ ته اهي مڙيئي ٻوليون قرآني حقيقت ۽ حڪمت "خلق الانسان علمه البيان" جون آئينه دار آهن. روميءَ جهڙو مفڪر، جو پاڪستان جي شاعر علامه اقبال جو مرشد آهي، انهيءَ بہ ست سؤ ورهيہ اڳ چٽي چڙيو ته هر گروه کي سندس پنهنجي ٻولي ئي سونهي ٿي؛ ۽ اتفاقاً سنڌين جو ته نالو وٺي چيائين ته "سنديان را اصطلاح سند مدح". رومي جي همنوا شاهه عبداللطيف-جنهن سنڌي زبان کي فڪر ۽ فصاحت جي اوچ تي پهچايو، تنهن قرآني حڪمت ۽ حقيقت کي ايتريقدر سمجهيو هو، جو سنڌي ٻولي جي مختلف محاورن کي، پنهنجي ڪلام ذريعي نروار ڪيائين، ۽ انهن مان هڪ خاص محاوري جي اصليت کي تسليم ڪيائين، ۽ "سنڌي ٻولي" جي بدران چيائين ته "ٻيلي جي ٻولي ڪري پاسي پر پيو"-حالانڪ لسيلي جي ٻولي سنڌي زبان جو ٻچو آهي ۽ ٻنهي ۾ محض لهجي ۽ ڪن لفظن جو فرق آهي. مطلب ته قرآني حڪمت ۽ اسلامي روايات جي علمبردارن، هر ٻوليءَ جي عزت ۽ احترام جو سبق سيڪاريو آهي؛ ۽ مسلمان حاڪمن هر ٻوليءَ جي ترقي ۽ واڌاري جو مثال قائم ڪيو آهي. انهيءَ نقطہءِ نظر سان پاڪستان جهڙي "اسلامي جمهوريت" واسطي، ٻوليءَ جي مسئلي جو اهوئي حل آهي، ته هر خطي وار زبان کي قومي ۽ سرڪاري تسليم ڪيو وڃي.

جيڪڏهين اسلامي تاريخ ۽ روايات بدران، يورپي قومن جي تاريخ ۽ تجربي کان سبق پرائڻو آهي، ته انگريزن کان ئي سبق وٺڻ گهرجي، جن پنهنجي ننڍڙي ملڪ جي ننڍڙي ضلعي جي ننڍڙي ٻولي "ويلش" کي بہ نہ وساريو آهي، بلڪ آن لاءِ جداگانہ 'ايڊيوڪيشن ڊپارٽمينٽ' ۽ 'يونيورسٽيءَ' جون خدمتون وقف ڪيون آهن، ۽ "ويلس" ضلعي ۾ "ويلش" زبان پهريون نمبر ۽ خود انگريزيءَ کي ٻيو نمبر (Second Language) ڪري تسليم ڪيو آهي. ٻيو ته خود انگريز هتي حڪومت ڪري ٻويان مثال ڇڏي ويا آهن. انگريزن

جهڙي هڪ ذاري قوم، جا هن ملڪ جي خطي وار زبانن جي خدمت ڪئي، يا انهن جيڪو زبانن جو سرڪاري درجو رکيو، ڪم از ڪم ان ڪان پنهنجي قومي "اسلامي جمهوريت" کي گهٽو ڪجهه وڌيڪ ڪرڻ گهرجي. هڪ آزاد ملڪ جي غيرت جي اهائي تقاضا آهي. بهرحال، يا اسلامي تاريخ ۽ روايات کي آڏو رکيو وڃي، يا يورپي اقوام جي تاريخ ۽ تجربي مان ڪي حاصل ڪيو وڃي:

يا جهاني تازه اي؛ يا امتحاني تازه اي؛

مي ڪني تا چند با ما آنچه ڪردي پيش ازين؟

يا چنا ڪن، يا چنين!

مگر افسوس جو اسان پنهنجي قومي ٻولين کي پنهنجي دستور ۾ ئي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي: محض اڙدو ۽ بينگاليءَ کي سرڪاري زبانون تسليم ڪرڻ سان، هن مسئلي جو خاطرخواهه حل پيش نه ڪيو ويو آهي. اسان جون اهي ٻوليون ڪم از ڪم هزار سالن کان وٺي، هن سرزمين پاڪستان تي رائج رهيون آهن، تن کي آئيني طور تسليم نه ڪرڻ تاريخي حقيقت جو انڪار آهي. "مير"، "غالب"، "ذوق" ۽ "داغ" دنيا جي ٻين وڏن شاعرن وانگر وڏا شاعر آهن، مگر وطن جي اعتبار سان هو مستقبل ۾ ڀارت جا شاعر ئي شمار ٿيندا: اسان لاءِ سندن اهميت فقط ادبي ۽ تاريخي آهي، ۽ بس! پوءِ "غالب" ۽ "ذوق" جي ٻولي کي اهميت ڏيڻ ۽ محبت سان ڏسڻ، مگر شاهه عبداللطيف جي سنڌي ٻولي، چام درڪ جي بلوچي ٻولي، خوشحال خان خٽڪ ۽ بابا عبدالرحمان جي پشتو ٻولي، "غني" ۽ "اقبال" جي ابن ڏاڏن جي ڪشميري ٻولي، ۽ بلاشاهه ۽ وارث شاهه جي پنجابي ٻوليءَ کي آئيني ۽ قانوني طور نظرانداز ڪرڻ ڪم ظرفي ۽ ڪم نظري آهي. فرزندان وطن جي ٻولين کي نظرانداز ڪرڻ واري پاليسي جذبه وطنيت جي منافي آهي. ظاهر آهي ته اسان محض پنهنجي ملڪ جي هڪ ڀاڱي يعني مشرقي پاڪستان جي ٻوليءَ کي آئيني طور تسليم ڪيو آهي، مگر ساري مغربي پاڪستان جي قومي ٻولين کي نظرانداز ڪيو آهي.

حضرات، هيءُ پاڪستان جو قومي مسئلو آهي، جنهن جو حل به آئيني طور ملڪي ۽ مرڪزي نگاهه کان سوچڻ ضروري آهي - هي مسئلو صرف مغربي پاڪستان يا ان جي ڪنهن خاص ڀاڱي جو نه آهي. هن مسئلي جي خاطرخواهه حل لاءِ نه صرف مغربي پاڪستان جي شهرين بلڪ مشرقي پاڪستان جي ڀائرن کي به هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي. مگر هن سنڌي ادبي ڪانفرنس جي صدر جي حيثيت ۾ آءٌ هي پنهنجو فرض سمجهان ٿو ته هن پليٽفارم تان پاڪستاني شهرين جي هڪ وڏي حصي، يعني سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙن جي جذبات جي ترجماني ڪريان، ۽ هن اهم مسئلي بابت سندن نقطهءِ نظر جي وضاحت ڪريان.

هيءَ هڪ کُلي حقيقت آهي، ته سنڌ جا باشندا، آئيني طور سنڌي ٻوليءَ جي قومي ۽ سرڪاري زبان تسليم نه ٿيڻ تي نهايت مايوس ٿيا آهن. هنن جمهوري طريقي سان، ملڪ

جي ڪند ڪڙڇ مان احتجاج جا آواز آٿاريا آهن: گذريل قريب عرصي ۾، سنڌ ۾ جا به سياسي، سماجي يا ادبي ميٽنگ ٿي آهي، ته ان ۾ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ۽ سرڪاري زبان تسليم ڪرائڻ لاءِ، زوردار لفظن ۾ ٺهراءُ پاس ڪيا ويا آهن. هر مخزن، رسالي ۽ رپورٽ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ۽ سرڪاري زبان تسليم ڪرڻ تي زور ڏنو ويو آهي. سنڌ جي هر معتبر ۽ مقبول اخبار عوام جي جذبات جي ترجماني ڪندي، هن راءِ جي تائيد ۾ اداريا لکيا آهن. البت سنڌ جي نام نهاد اڳواڻن يعني اسيمبلي جي اڪثر ميمبرن جا خاموشي اختيار ڪئي آهي، سا نهايت ئي افسوسناڪ آهي. درحقيقت اهڙا ماڻهو هڪ جمهوري ملڪ ۾ نمائندگي ڪرڻ جا لائق ٿي نٿا سگهن، ڇاڪاڻ ته عوام جي نمايندن جو اول ترين فرض آهي، ته هو "پبلڪ اوپينين" (Public opinion) يعني عام راءِ کان اسيمبلي خواهه گورنمينٽ کي وقت بوقت واقف ڪن: پنهنجي ووٽرن جي عام راءِ کي نظرانداز ڪرڻ نه صرف صوبائي ۽ مرڪزي حڪومت کي اونداهي ۾ رکڻ جي برابر آهي، بلڪ ملڪ سان غداري ڪرڻي آهي. هيءَ هڪ حقيقت آهي ته گذريل ويهن سالن جي تجربي بعد، سنڌ جو عوام هنن "اسيمبلي ميمبرن" کان اڳ ۾ ئي مايوس ٿي چڪو آهي-ويتر جو هنن 'ميمبرن' سنڌي ٻوليءَ جي سوال تي-جو هڪ تمدني مسئلو آهي ۽ نه سياسي-خاموشي اختيار ڪئي آهي، تنهن سنڌ وارن کي وڏو صدمو پهچايو آهي. درحقيقت هنن ميمبرن نه صرف سنڌ کي بلڪ پنهنجي اثر ۽ رسوخ کي به نقصان پهچايو آهي، جنهن جي تلافي فقط تڏهن ٿي سگهندي، جڏهن اهي ميمبر صاحبان يڪراءِ ۽ زوردار آواز سان، مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾، سنڌي ٻوليءَ کي قانوني طور تسليم ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيندا. بهرحال، هتي اسيمبلي ميمبرن جي ڪمزورين سان بحث نه آهي، بلڪ سنڌ وارن جي عام راءِ جو سوال آهي، جنهن کي نهايت سنجيدگيءَ سان ۽ زوردار نموني ۾، هر پبلڪ پليٽفارم ۽ ممبر تان پيش ڪيو ويو آهي. هن عام جذبي ۽ مطالبي جا به مکيه سبب آهن، جن جي وضاحت ڪرڻ ضروري آهي: هڪ سنڌي زبان جي هر نقطهء نظر کان صلاحيت ۽ اهميت، ۽ ٻيو ڪن ڪم ظرف اختياريءَ وارن جي سنڌي زبان سان بيمعنيٰ عداوت.

حضرات، اهليت ۽ اهميت جي لحاظ کان، سنڌي ٻولي پاڪستان جو بهترين سرمايو آهي. "علم اللغة" جي لحاظ سان سنڌي ٻولي نه صرف پاڪستان جي قديم ٻولي آهي، بلڪ سڄي پاڪ-هند برصغير جي قديم ترين ٻولين مان آهي; ڇاڪاڻ ته ڀارت جي ڪلاسيڪي ٻولي 'سنسڪرت' جي وڏي ڀيڻ آهي. بين الاقوامي لحاظ سان پڻ، پاڪستان سنڌي ٻوليءَ تي فخر ڪري سگهي ٿو، ڇاڪاڻ ته هڪ ته دنيا جي قديم آريائي تمدنن-مثلاً مصري، بابلي ۽ عراقي تمدن جي ساٿي "سنڌو تمدن" جي ٻولي آهي، ۽ ٻيو ته هيءَ دنيا جي واحد زبان آهي، جا تاريخ خواهه لغت جي اعتبار کان "آريائي" توڙي "سامي" خوبين جي پيداوار ۽ علمبردار آهي. اسلامي جمهوري رياست جو ته سنڌي ٻولي چشم و چراغ آهي، ڇاڪاڻ ته هن ٻوليءَ

ڪي نبي ڪريم جي اصحابن (۱) پنهنجي ڪنن سان ٻڌو؛ تابعين ۽ تبع تابعين (۲) ڳالهايو؛ ۽ محدثن، راوين، عالمن ۽ سنڌ جي نيڪ عرب حاڪمن، هن جي خاص پرورش ڪئي. سنڌي ٻوليءَ کي ئي اهو شرف آهي، جو هن ۾ قرآن شريف جو پهريون ترجمو ٿيو، ۽ هن سڄي برصغير ۾ اها اڪيلي ۽ پهرين زبان آهي، جا قديم وقت کان وٺي عربي خط نسخ ۾ لکي وڃي ٿي؛ سنڌي ٻولي شاهه لطيف جهڙي اسلامي مفڪر ۽ "روميءَ" جي همنوا شاعر جو ڪلام آهي، جنهن تي هي ملڪ ناز ڪري سگهي ٿو. سنڌي ٻوليءَ جو ادبي سرمايو به ايڏو ته وسيع ٿي چڪو آهي، جو هن ملڪ جي ٻين ٻولين کي انهيءَ منزل تي پهچڻ ۾ ڪي ورهيه لڳندا. انهيءَ شاندار پس منظر، مضبوط حال ۽ روشن مستقبل جي صورت ۾، سنڌ وارن لاءِ اهو عين فطري آهي، ته هو سنڌي ٻوليءَ سان محبت ڪن، ۽ ان کي قومي ۽ سرڪاري زبان تسليم ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪن. البت سنڌ وارن جي هن جذبي ۽ مطالبي جو ٻيو به هڪ پهلو آهي، جو ڪن ڪوتاه بين ادارن ۽ اختياري وارن جي سنڌي زبان سان بي معنيٰ عداوت جو رد عمل - خاص طور ڪراچي واري اراضيءَ ۾، سنڌي ٻوليءَ سان ڪن غير دورانديش اختياري وارن جي ڪيل برتاءُ جو نتيجو آهي. هيءَ حقيقت آهي ته پاڪستان کان اڳ ڪراچي واريءَ اراضي ۾، سنڌي، اسڪولن، ڪاليجن، ڪورٽن ۽ سرڪاري رڪارڊ جي زبان هئي: جڏهانڪر ڪراچيءَ واري اراضي مرڪزي حڪومت جي انتظام هيٺ آئي تڏهانڪر اردوءَ کي اڳيرو ڪيو ويو. اردو دانن جي اردو دان آدمشماريءَ واسطي اردوءَ کي اڳتي ڪرڻ هڪ فطري امر آهي. مگر هنن نه صرف اردوءَ کي اڳتي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سنڌي ٻوليءَ جي ٻيخ ڪني ڪرڻ شروع ڪئي، جنهن جا انتهائي مثال هي آهن، ته سنڌي سڪولن کي سنڌي ماستر ڏيڻ ۾ تاخير ڪري، انهن تي اردو ماسترن مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي؛ ڪراچيءَ جي گرد نواح ۾ سنڌي اسڪولن کولڻ ۾ هر قسم جي ديرمدار ڪئي وئي؛ سنڌي اسڪولن جي ماسترن لاءِ ڪو به ٽريننگ ڪاليج مهيا نه ڪيو ويو. حالانڪ ٻئي طرف نه صرف اردو ماسترن مگر گجراتي ماسترن لاءِ به ٽريننگ جو انتظام ڪيو ويو؛ مشترڪ ۽ ڪالج جي ڪورسن ۾، سنڌي پڙهڻ ۽ سنڌيءَ ۾ جوابن لکڻ ۾ تڪليفون پيدا ڪيون ويون، ڪراچي ايراضيءَ جي ڪوتاه بين ادارن ۽ ڪامورن، اهي قدم کڻي اڻسڌي طرح سنڌ وارن کي نه صرف اردو کان بدظن ڪيو، پر مرڪزي حڪومت جي پاليسيءَ کان به مايوس ڪيو. انهيءَ قسم جي غلط پاليسي جي وڏي ۾ وڏي پبلسٽي يا تشهير، مرڪزي حڪومت سان تعلق رکندڙ ريلوي کاتي ڪئي! "پاڪستان ريلوي نظام" جي وجود ۾ اچڻ جي شروعات ئي هن طرح ڪئي وئي، جو ريلوي

(۱) سنڌ جي بندرگاهه ديبل تي، پهرين اسلامي فوج حضرت عمر رضه جي خلافت ۾ سن ۱۵هه ۾ وارد ٿي، جنهن ۾ صحابهء ڪرام شامل هئا.

(۲) جيڪي عبيدالله بن بنهان ۽ بُديل بن طهفة جي ديبل تي حملن، ۽ محمد بن قاسم جي آخرين طور سنڌ کي فتح ڪرڻ واري مهم ۾ شامل هئا.

استيشنن جي جڳهين خواهہ نشانبر تختن تان، سنڌي صورتخطي ۾ لکيل استيشنن جا نالا ئي ميساري ڇڏيا ويا. ريلوي اختياري وارن هي احمقانہ قدم کڻي، نہ صرف عام سنڌي مسافرن لاءِ تڪليف پيدا ڪئي، پر ملڪ جي اندروني اتحاد کي بہ هڪ ڪاري ضرب لڳائي، ۽ خواهہ مخواهہ سنڌ وارن جي دلين ۾، نفسياتي طور اڙدو ٻوليءَ توڙي مرڪزي پاليسيءَ (چاڪاڻ تہ عوام ريلوي ڪاتي کي مرڪزي نظام سان وابستہ سمجهي ٿو) خلاف هڪ رد عمل پيدا ڪيو. هن بيجا حرڪت لاءِ، عوام جي نمائنده اسيمبليءَ ۾ ريلوي ڪاتي وارن ڪان جواب طلب ڪرڻ جي ضرورت هئي، ۽ آهي_ لطف تہ وري هيءُ آهي، جو ريلوي اختياري وارن اڳوڻا نستعليق ۾ لکيل استيشنن جا نالا، جي انگريزن جي ڏينهن ۾، مڪاني نالن جي تلفظ جي پوري اپياس بعد لکيا ويا هئا، تن کي ميساري نئين سر وڏن اکرن ۾ اڙدو نالا لکيا آهن، ۽ جيڪي ريلوي اختياريءَ وارن جي جهالت جا پڌرا نشان آهن_ مثلاً "الله ڏنو ساند" ٿالي کي "ساندهہ" يعني "سانهہ" بنايو ويو آهي. ان سلسلي ۾ تازو مثال، گورنمينٽ جو هڪ سرڪيولر آهي، جنهن جو ذڪر اخبارن ۾ اچي چڪو آهي. سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي محض نالن سان بہ ڪن ڪوتاه بين ڪامورن کي ضد آهي، جنهنڪري سرڪيولر ڪڍي انهن نالن استعمال ڪرڻ جي منع ڪئي وئي آهي. ظاهر آهي تہ اها هڪ ٻاراڻي ذهنيت آهي، جا ڪنهن بہ مدبر آفيسر يا اختياريءَ واري جي شايان شان نہ آهي. نالن جو فيصلو جيڪڏهن سرڪيولرن ذريعي ٿئي ها، تہ جيڪر 'سکر براج' کي هرڪوئي 'لائيڊ براج' سڏي ها ۽ 'ڪوٽڙي براج' کي سڀڪو 'غلام محمد براج' سڏي ها!

حضرات، البت ايترو چئي سگهجي ٿو تہ اسان جي ملڪ جي ماضيءَ جي بنسبت ان جو حال ذرا زياده اميد افزا آهي. پاڪستان جو موجوده وزير اعظم محمد علي، توڙي مغربي پاڪستان جو چيف منسٽر ڊاڪٽر خان صاحب شخصي طرح وڏا مدبر ۽ لائق انسان آهن(۱)، ۽ ممڪن آهي تہ اهي سنڌي ٻوليءَ بابت زوردار عام راءِ توڙي مغربي پاڪستان جي ٻولين جي مستقبل کي مد نظر رکي، هن مسئلي لاءِ عنقريب ڪو حل سوچي سگهن. ائين ڪيائون تہ اها هن ملڪ جي وڏي خوش بختي چئبي. مگر جي ڪئي ڪا ديرمدار ٿئي، تہ بہ ٻين قومن جي تاريخ توڙي علمي مشاهدي جي بنا تي، بلڪل وثوق سان چئي سگهجي ٿو، تہ ملڪ جي قومي زبانن سان ماڻهن جي محبت هڪ فطري امر آهي. انهن قومي زبانن جو اسرڻ هڪ فطري امر آهي ۽ انهيءَ فطري قانون جي اڳيان انهن کي اڄ نہ تہ سڀاڻي سر جهڪائڻو پوندو.

پاڪستان پنهنجي مختلف ٻولين، ۽ انهن ادب جي رنگينين سببان پنهنجي جملي ادبي سرمايي ۽ وسيع تمدن تي ناز ڪري سگهي ٿو. حقيقت ۾ پاڪستان جي هرهڪ قومي ٻولي جي بنيادن کي مضبوط ڪرڻ ۽ ان کي ترقي ڏيارڻ چڻ سڄي پاڪستان جي ادبي ۽ تمدني سرمايي کي وڌائڻ جي برابر آهي. ڪنهن بہ ٻوليءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ چڻ سڄي ملڪ جي

(۱) آن دور ۾ مرڪزي وزير اعظم ۽ صوبائي وزير اعليٰ اهي صاحب هئا.

خدمت آهي. انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ سنڌي ٻوليءَ کي، آئيني طور قومي ۽ سرڪاري ٻولي تسليم ڪرائڻ لاءِ، هرقومي ڪارڪن ۽ قومي اداري کي جدوجهد جاري رکڻ گهرجي. انهيءَ عام آواز اٿارڻ ۽ عام راءِ پيدا ڪرڻ ۾، سنڌ جو هر باشندو، پڙهيل توڙي اڻپڙهيل حصو وٺي سگهي ٿو.

حضرات، سنڌي ٻوليءَ کي آئيني ۽ قانوني طور تسليم ڪرائڻ لاءِ مسلسل ڪوشش جي اهميت سمجهائڻ بعد، آءٌ هن مسئلي جي هڪ ٻئي پهلوءَ ڏانهن اوهان جو ڌيان ڇڪائڻ چاهيان ٿو: اهو پهلو هي آهي تہ ٻولين جي ترقي ۽ بقا جو دارومدار محض حڪومت جي پٺڀرائي يا قانون جي ٽيڪ تي نہ آهي. ان جو مثال خود سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ مان ملي ٿو. عربن جي دور بعد، تقريباً اٺ سؤ سال فارسي ٻولي حڪومت جي دادلي ٻولي ٿي رهي، جنهنڪري سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۾ ذرا آهستگي ٿي؛ مگر اها ترقي جاري رهي، تان جو شاهہ عبداللطيف پيدا ٿيو، جنهن پنهنجي فڪر ۽ روح سان سنڌي ٻوليءَ کي عروج تي پهچائي ڇڏيو. حقيقت ۾ ٻوليءَ جي فنا ۽ بقا جو دارومدار گهڻي قدر ٻوليءَ جي روح تي آهي، ۽ اهو روح ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن جو "فڪر" آهي. جيڪڏهن اسان جو هرهڪ اديب محض ٻين جي خيالن جي نقالي يا ترجماني ڪرڻ بدران، ٿورو ڪي گهڻو پنهنجي ذاتي فڪر کي پنهنجي اشعار ۽ مضمونن ۾ پيش ڪري، تہ مجموعي طور اسان جي ٻوليءَ ۾ فڪر جو سرمايو وڌندو رهندو.

شنيدم ز دانا کہ دانش بسي است
و ليکن پراگنده با هر کسي است

جيڪڏهن اسان سنڌي ٻوليءَ ۾ بلند فڪر ۽ اعليٰ خيالات واري علم ادب جي ذخيري کي وڌايو، تہ غير سنڌي حضرات خود سنڌي سکڻ جي ڪوشش ڪندا، يا اسان جا ڪتاب ترجمو ڪري پڙهندا. بهرحال، فڪر جي پٺڀرائيءَ سان، سنڌي ٻولي ۽ ان جو علم ادب، حڪومت ۽ سياست جي پاليسيءَ جا محتاج نہ رهندا؛ بلڪ پنهنجيءَ قوت ۽ صلاحيت سان ترقي ڪندا رهندا. مگر انهن کان زياده افسوس ڪاموري ڪلاس جي ڪن والدين تي آهي، جي ويچارا تازو احساس ڪمتريءَ جا شڪار بڻيا آهن؛ ۽ پنهنجي ٻارڙن کي مادري ٻولي سيکارڻ کان اڳ اڙدو پيا سيکارين. بحيثيت هڪ ٻوليءَ جي اڙدو سکڻ ۾ عيب ڪونهي؛ مگر احساس ڪمتريءَ سببان اهو قدم کڻڻ ڄڻ ذهني غلامي اختيار ڪرڻي آهي، جنهن ۾ ايندڙ نسلن جي تباهي آهي. "سنڌي پڙهو" جو ٻيو اهم پهلو هيءُ آهي تہ اسان مان هرهڪ پڙهيل سنڌي اخبارن، رسالن ۽ سنڌيءَ ۾ شايع ٿيندڙ ڪتابن کي پڙهڻ پنهنجو فرض سمجهي. جيڪڏهن اسان جا عام پڙهيل فقط ٻہ رپيا مهينو بہ پنهنجي علم جي زڪوات ڪيدن تہ جيڪر هڪ اخبار يا رسالو، ۽ ڪم از ڪم ٽي-چار وڏا ڪتاب، يا ست-اٺ ننڍا ڪتاب سال ۾ خريد ڪري

سگهن. جيڪڏهن اسين اخبارون، رسالا، يا ڪتاب نه ونڌاسين ته لکندڙن جي همت افزائي نه ٿيندي؛ ۽ اسان جو قلمي ۽ ڪتابي ذخيرو ڪماحقه ترقي ڪري نه سگهندو.

"سنڌي ڳالهائڻ" وارو اصول جڻ عام تبليغ ذريعي پنهنجي ٻوليءَ لاءِ وسيع ميدان پيدا ڪرڻ جي برابر آهي؛ "سنڌي پڙهڻ" وارو اصول ٻوليءَ جي پيڙهه پختي ڪرڻ ۽ ان جي اشاعت ڪي وڌائڻ برابر آهي؛ ۽ "سنڌي لکڻ" ٻوليءَ جي عمارت اڏڻ جي برابر آهي. ظاهر آهي ته عمارت اڏڻ هڪ فن ۽ هنر آهي، جنهن لاءِ تياريءَ جي ضرورت آهي. "سنڌي لکو" جو هڪ سادو مفهوم اهوئي ٿي سگهي ٿو ته سنڌيءَ ۾ لکڻ جي مشق ڪريو ته اوهان جا اکر سهڻا ٿين، ۽ اوهان صحيح صورتخطي لکي سگهو. اهو سبق اسان جي شاگردن لاءِ آهي — مگر هن فقري جو حقيقي مفهوم اهو آهي ته اسان جو هر تعليم يافتو سنڌي لکڻ جي پاڻ ۾ ڪم از ڪم اهڙي صلاحيت پيدا ڪري، جو پنهنجي ذاتي خيالن ۽ تجربن کي موثر نموني ۾ لکي سگهي، جيئن ٻيا ان کي پڙهي ۽ سمجهي سگهن. هر انسان کي پنهنجو عقل، پنهنجي سمجهه، ۽ پنهنجي زندگيءَ جو مخصوص تجربو پلئه ٻوي ٿو، ۽ جيڪڏهن اسان مان هرهڪ پنهنجي مخصوص ذاتي فڪر ۽ تجربي کي قلمبند ڪندو، ته مجموعي طور اسان جي ٻولي توڙي تمدن شاهوڪار ٿي پوندا.

— مليو عقل هرڪنهن کي تي ڪٿو،
گهڻا جي ٿا گڏجن ته ٿئي ٿو گهڻو.

اسان جي پڙهيل طبقي ۾، انگريزي دان ۽ سنڌي دان شامل آهن، ۽ انهن ٻنهي گروهن کي "سنڌيءَ ۾ لکڻ" طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي. هن وقت حالت هيءَ آهي، جو اسان جا انگريزيدان مجموعي طور سان، سنڌيءَ کان انگريزيءَ ۾ زياده آسانيءَ سان لکي ٿا سگهن. اعلى تعليم جي موقعي ملڻ ڪري، هي طبقو سنڌي ادب ۽ تمدن جي وڏي قلمي خدمت ڪري سگهي ٿو، مگر افسوس جو تقريباً ۹۵ سيڪڙو انگريزيدان هڪ ته سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي عاليشان ادب کان بيخبر آهن، ۽ ٻيو ته صلاحيت هوندي به سنڌيءَ ۾ لکڻ ۽ پنهنجي خيالات جي اظهار ڪرڻ واري ذوق ۽ جذبي کان بي بهره آهن. انگريز ڪامورن پنهنجي فراغت جي وقت ۾، سنڌي ٻوليءَ کي پڙهيو، ۽ ان تي ڪتاب لکيا؛ مگر اسان جا اڪثر سنڌي ڪامورا، رات ڏينهن نوڪريءَ جي چڪر ۽ پيٽ جي فڪر ۾ آهن. نهايت ضروري آهي ته هو زماني جي رفتار کان باخبر رهن، ۽ پنهنجي علمي صلاحيت کي پنهنجي پياري ٻولي ۽ ادب جي خدمت لاءِ استعمال ڪن. اسان جو ٻيو پڙهيل طبقو سنڌي خواندن جو آهي، جو سنڌي پڙهڻ ۽ لکڻ ۾ انگريزيدانن کان نسبتاً زياده وقت صرف ڪري ٿو، مگر اعلى تعليم جي موقعي نه ملڻ سببان، هن طبقي وارن جو مطالعو محدود ۽ علمي تجربو البت گهٽ آهي. جيڪڏهين هن طبقي پنهنجي مطالعي کي وڌايو، ۽ پاڻ ۾ مضمونن لکڻ جي مشق

پيدا ڪئي، تہ سنڌي ٻوليءَ جي علمي ۽ قلمي سرمايي کي وڌائڻ ۾ وڏي مدد ڏيئي سگهندو. هن سلسلي ۾ خصوصاً اسان جي سنڌي اسڪولن جا استاد وڏي قومي خدمت ادا ڪري سگهن ٿا. هو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾، هر وڏي ڳوٺ ۾ موجود آهن، ۽ پنهنجي نوڪريءَ جي دوران ۾، جيڪڏهن منجهانئن هرهڪ انهيءَ ڳوٺ ۽ ان جي پسگردائي بابت هڪ مقالو تيار ڪري، جنهن ۾ ڳوٺ ۾ رهندڙ ماڻهن ۽ سندن ذاتن، ڳوٺ جي اصل باني مباني، ۽ ان بعد اتي جي چڱن مڙسن، ڳوٺ جي اڳوڻن توڙي موجود عالمن، سياسي ڪارڪنن، شاعرن، پاڳين، طبيبن، قابل ڪاسبين، بهادرن، گهوڙيسوارن، ڳائڻن، مَلهن، فقيرن ۽ درويشن بابت پڇا ڳاڇا ڪري حالات قلمبند ڪري، تہ جيڪر ٿوري وقت اندر سڄي سنڌ جي ادبي ۽ تمدني تاريخ بابت بنيادي مواد گڏ ٿي وڃي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي، تہ وڏن ڪتابن يا تحقيقي مضمونن لکڻ لاءِ ڪافي مشق ۽ مطالعي جي ضرورت آهي، مگر آءٌ پنهنجي پڙهيل پيڙهن ۽ پاڙن آڏو هڪ آسان نسخو تجويز ڪريان ٿو، جنهن جي ذريعي منجهانئن هرهڪ قلمي خدمت سرانجام ڏيئي سگهندو: اهو نسخو آهي "سوانح لکڻ" جو، جنهن جي فني پهلو کي ڇڏي، فقط حڪايت يا بيان طور اسان پنهنجي مشهور ماڻهن (عالمن، قومي ڪارڪنن، شاعرن، طبيبن، بهادرن، سخي مردن، فقيرن ۽ درويشن وغيره) جون سوانح حيات، سندن ڪارنامن سميت سنئين سولي سنڌيءَ ۾ قلمبند ڪري سگهون ٿا. اسان مان هرهڪ پڙهيل ماڻهو، ڪنهن بہ لائق انسان جي سوانح عمريءَ بابت پڇا ڳاڇا ڪري، معلومات جمع ڪري سگهي ٿو، ۽ ان کي قلمبند ڪري، ڪنهن بہ رسالي ۾ اشاعت لاءِ موڪلي سگهي ٿو. اسان جي ڪن رسالن ۽ اديبن اڳيئي هن ڏس ۾ قدم وڌايو آهي. اميد تہ اسان جا رسالا توڙي اخبارون سال ۾ هڪ دفعو ڪم از ڪم "سوانح نمبر" شايع ڪري، هيءَ اهم ادبي ۽ تمدني خدمت سرانجام ڏيندا.

حضرات، آخر ۾ آءٌ خاص طرح سنڌ جي اهل قلم صاحبن ۽ لائق اديبن جو توجهہ ٻن مکيہ ضرورتن ڏانهن ڇڪائي، پنهنجي خطبي کي ختم ڪندس. اهي بہ ضرورتون هي آهن: پهريون تہ سنڌيءَ کي ٻاهرين دنيا سان روشناس ڪرائڻ؛ ۽ ٻيو تہ قومي آزاديءَ لاءِ سنڌ جي جدوجهد جي تاريخ لکڻ.

پهريون تہ هن نازڪ مرحلي تي وقت جي تقاضا آهي، تہ اسان سنڌي ٻولي، سنڌي علم ادب، سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌ جي تمدن کان ٻاهرين کي روشناس ڪرايون، ۽ انگريزي، فارسي، عربي ۽ اڙدوءَ ذريعي انهن مکيہ پهلوئن تي ڪتاب لکون، يا ترجما ڪريون. "سنڌي ادبي بورڊ" جي سهاري هيٺ سنڌ جي مڪمل تاريخ لکجي رهي آهي، ۽ اميد تہ سنڌ جي تاريخ عنقريب ٻاهرين دنيا جي آڏو اچي ويندي. ٻيا موضوع، جن تي ٻاهرين واسطي مفيد ڪتاب لکي سگهجن ٿا، سي آهن:

(١) سنڌ جو تمدني ورثو (Cultural Heritage of Sind)، (٢) سنڌ ۾ طب جي ترقي، (٣) سنڌ جو عربي ادب ۾ حصو، ۽ (٤) سنڌ جو فارسي ادب ۾ حصو. نہ فقط ايترو مگر "سنڌ

۾ اڙدو شاعري" تي به ايتريقدر مواد موجود آهي، جو هڪ بهترين ڪتاب لکي سگهجي ٿو، جنهن ڪي ڏسي خود اڙدودان حيران ٿيندا، ته هڪ سؤ سال اڳ سنڌ جي سرزمين تي اهڙا اڙدوءَ جا شاعر پيدا ٿيا، جن جي ڀيٽ سندن همعصر هندستاني شاعرن سان ڪري سگهجي ٿي.

پيو ته وقت جي تقاضا آهي ته اسين سنڌ ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪ جي تاريخ ڪي مرتب ڪيون. تازو يوم جمهوريه (٢٣- مارچ) جي موقعي تي، اوهان سان ڪن، ملڪ جي مکيه انگريزي اخبارن جهڙوڪ 'ڊان' (Dawn)، 'ٽائيمس آف ڪراچي' (Times of Karachi) وغيره ۾ هن ملڪ اندر آزاديءَ جي تحريڪ تي چيدل مقالا پڙهيا هوندا. افسوس جو انهن مقالن ۾ سنڌ اندر آزاديءَ جي تحريڪ ڪي بالڪل نظرانداز ڪيو ويو آهي. حقيقت ۾ سنڌ ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪ جي تاريخ نهايت ئي شاندار آهي، جنهن ڪي فوراً قلمبند ڪرڻ گهرجي؛ ڇو ته اسان آزاديءَ جي تحريڪ جي پوئين دور ڪي پنهنجي اکين سان ڏٺو آهي، ۽ بنسبت آئينده نسلن جي، اسين ان ڪي وڌيڪ تحقيق ۽ تفصيل سان قلمبند ڪري سگهون ٿا. البت هڪ احتياط جي ضرورت آهي: آزاديءَ لاءِ جدوجهد وارين ڪن تحريڪن انهن تحريڪن جي ڪن پهلوئن، يا انهن تحريڪن جي ڪن قومي ڪارڪنن سان اسان مان ڪن جا ذاتي يا سياسي اختلاف ٿي سگهن ٿا، انهيءَ ڪري اڄ اسان ڪٿي انهن تحريڪن، مجاهدن ۽ قومي ڪارڪنن جو قدر نه ڪريون، مگر سياڻي تاريخ ۾ انهن جا نالا سونهري حرفن سان لکيا ويندا. انهيءَ ڪري هن ڪم ۾، اسان ڪي ذاتي اختلافن ڪي درگذر ڪري، هڪ مورخ جي نقطہ نگاهہ کان سنڌ جي سياسي تحريڪن، ۽ سنڌ جي مجاهدن ۽ قومي ڪارڪنن جي ڪارنامن ڪي قلمبند ڪرڻو آهي. آءٌ هن موقعي تي سنڌ جي هن شاندار ماضي جو مختصر خاڪو اوهان جي آڏو رکڻ چاهيان ٿو- انهيءَ لاءِ ته اهي حضرات، جي خدمت لاءِ تيار هجن، تن لاءِ تحقيق جي راهہ واضح ٿي سگهي.

حضرات، سنڌ جي اندر آزاديءَ جي تاريخ جو پهريون باب حضرت سيد احمد شهيد جي سنڌ ۾ اچڻ سان ٿئي ٿو. ان وقت مير ڪرمعلي خان ۽ مير مراد علي خان سنڌ جا حاڪم هئا. جيئن ته سڪن جون ان وقت سنڌ تي نگاهون هيون، انهيءَ ڪري ميرن ظاهر ظهور سيد صاحب جي جيتوڻيڪ مدد ڪانه ڪئي، ته به سندس تحريڪ سان سندن پوري همدردي هئي. ان وقت سنڌ جو نامور روحاني رهبر ۽ مجاهد اعظم پيرصاحب پاڳارو حضرت صبغت‌الله شاهہ، سيد احمد صاحب جو هر طرح ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو. پنهنجا پنج سؤ مريد مجاهد جن ڪي "حر" سڏيو ويو، سي سيد صاحب ڪي لشڪر طور ڏنائين، ۽ ان بعد مالي ۽ رسد جي مسلسل مدد ڪندو رهيو. پيرصاحب ڏي سيد صاحب هڪ خط لکيو آهي، جنهن ۾ ڪين پنهنجو قائم مقام ڪري سڏيو اٿن. افسوس جو حضرت صبغت الله شاهہ ١٢٤٦هجريءَ ۾ جهاد هلندي وفات ڪئي، ۽ غالباً اهوئي هڪ وڏو سبب هو، جو پنهنجي مکيہ مددگار وڃائڻ بعد، سيد صاحب جي چڙ ساڄي ٻانهن ٽٽي پئي، ۽ پير صاحب جن جي وفات کان فقط ٻن مهينن بعد سيد صاحب

جن شهيد ٿي ويا. بهرحال، هن تحريڪ سان سنڌ ۾ حر تحريڪ جو اوائلي بنياد پيو، ۽ حرن پنهنجي ملڪ جي دشمن طاقت خلاف لڙڻ ڪي زندگيءَ جو شيوو بنايو. ان بعد ١٨٤٣ع ۾ انگريزن جي بي پناهه طاقت جي باوجود سنڌ جي عوام انگريزن جو مقابلو ڪيو. اهو سنڌي عوام جو مقابلو هو، ڇاڪاڻ ته ميرن مصلحت خاطر حتيٰ الامڪان صلح جي ڪوشش ڪئي. ان عوامي مقابلي جو هيرو مير شيرمحمد خان هو، جنهن جو ساٿي نواب احمد خان لغاري هو. ان بعد ١٨٥٧ع واري آزاديءَ جي وڏي جنگ ۾ به سنڌ حصو ورتو. سنڌ جي تحريڪ جو مرڪز جيڪب آباد هو، ۽ ان جا ليڊر دلمراد خان کوسو، ۽ دريا خان جکراڻي ۽ عنايت شاهه هئا. جنهن رات هي مجاهد آخري تجويزن کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ پاڻ ۾ گڏيا، ان رات ڪن غدارن جنرل جيڪب کي اطلاع ڏنو. دلمراد کوسو ۽ دريا خان جکراڻي گهيري ۾ اچي قيد ٿيا ۽ سر ڏنائون. البت عنايت شاهه ڪچ طرف نڪري ويو. ١٨٥٧ع بعد، ١٨٩١-١٨٩٤ع ۾ پهرين حر تحريڪ شروع ٿي، ۽ انگريز بادشاهه جي مقابلي ۾ ڪم از ڪم "بچو بادشاهه ۽ پيرو وزير" جا نالا عوام جي ذهن نشين ٿي ويا. ان بعد پهرين عالمگير لڙائيءَ جي شروع ۾، مولانا محمودالحسن جي ديوبند مان شروع ڪيل آزاديءَ جي تحريڪ جو وڏو علمبردار مولانا عبيدالله هو، جو علم ۽ تربيت جي لحاظ کان سنڌ جي پيداوار هو، ۽ انهيءَ ڪري ئي مولانا "عبيدالله سنڌي" جي نالي سان مشهور ٿيو. هن آزاديءَ جا منصوبا به سنڌ ۾ سٽيا، ۽ سندس رفيق به اڪثر سنڌي هئا، جن ۾ مولانا عبدالله صاحب لغاريءَ جو نالو خصوصاً قابل ذڪر آهي. ڪابل ۾ ويهي، هنن مجاهدن جيڪي ڪم ڪيا، تن جو انڪشاف "رولٽ ڪميٽي" جي رپورٽ ۾ ڪيو ويو. انهيءَ رپورٽ شايع ٿيڻ بعد ئي مهاتما گانڌي ميدان ۾ آيو. مولانا عبيدالله ۽ سندس ساٿي هندستان جي آزاديءَ واري نئين تحريڪ جا باني ۽ مهاتما گانڌي جا پيش رو هئا؛ ۽ سنڌ جو ان تحريڪ ۾ جو حصو آهي، سو نهايت ئي نمايان آهي. ان بعد خلافت تحريڪ ۾ به هنن نمايان حصو ورتو. مرحوم جانمحمد جوڻيجو، شيخ عبدالمجيد سنڌي، پير غلام مجدد سرهندي ۽ پيا سندس سوين ساٿي هئا، جن خلافت تحريڪ ۾ وڏو ڪم ڪيو. صوبه سنڌ جي گاديءَ ڪراچي ۾، علي برادرس جو مقدمو به هن سلسلي ۾ نهايت ئي معنيٰ خيز واقعو آهي. انهن قومي ڪارڪنن مان گهڻا حيات آهن، ۽ باوجود ساڻن اسان مان ڪن جي ذاتي اختلافن جي، سندن قدر ڪرڻ ۽ سندن ڪارنامن کي قلمبند ڪرڻ اسان جو فرض آهي؛ ڇاڪاڻ ته سندن اڪين ڏٺا بيان، تاريخي نقطہ نظر کان اڳتي هلي نهايت ئي قيمتي ثابت ٿيندا. ان بعد ڪانگريس، خاڪسار ۽ مسلم ليگين ذريعي، سنڌ جي گهڻن ئي مخلص ڪارڪنن قومي آزاديءَ خاطر ڪوششون ۽ قربانيون ڪيون. ٻيءَ عالمگير لڙائيءَ جي دوران ۾ جڏهين سڀاش چندربوس برما فرنٽ تي قومي فوج ٺاهي، جنهن جي ٿنڀرائيءَ سان انگريزي فوجن جي مقابلي جا سانباها پئي ڪيا، ان وقت فقط سنڌ ۾ پير پاڳارو صبغت الله شاهه ئي اڪيلي سر باغي هو، جو جارج ڇهين خلاف بغاوت جي الزام ۾

سر ڏيئي سرهو ٿيو. حُرن مجاهدن بغاوت ۾ گوريلا لڙائيءَ سان انگريزي فوجن جو مقابلو ڪيو. سنڌ سان سچا سارا ٻارهن مهينا ’مارشل لا‘ لاڳو هو، جو انگريزن جي تسلط جي تاريخ ۾ اڪيلو مثال آهي. آخر ۾ هي وري هڪ حسن اتفاق آهي، جو پاڪستان تحريڪ کي سنڌ جي سرزمين جي هڪ فرزند، قائداعظم محمد علي جناح ئي ڪامياب بنايو.

حضرات، قومي آزاديءَ خاطر سنڌوارن جي ڪيل جدوجهد جا اهي محض ڪي نمايان خط و خال آهن. اسان کي پوري تحقيق ڪري، انهن جو تفصيل لکڻو آهي، ۽ انهيءَ تصوير جي حسن کي چمڪائڻو آهي.

آخر ۾ آءٌ منتظمين ڪانفرنس جو مشڪور آهيان، جن ڪانفرنس جي صدارت لاءِ مون ناچيز کي منتخب ڪيو: ۽ اوهان ڀينرن ۽ ڀائرن جو احسانمند آهيان، جو اوهان بي انتها صبر ۽ سڪونت سان، ڪافي دير تائين منهنجي هن خشڪ خطاب کي ڪن ڏيئي ٻڌو آهي.

[مهراڻ: نمبر ۲، سال ۵۶ع]



# تعليمي زبان


قومي زبان ۽ تعليمي زبان — عثمان علي انصاري

يوم سنڌي زبان — ش٠ ح

”سنڌي زبان سوسائٽيءَ“ جو ميمورنڊم — ادارو

ڪراچي يونيورسٽي، ۽ سنڌي ٻولي — ...

سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارن جا ايڊيٽوريل نوٽ — ...

قومي اسيمبلي جي ميمبرن، ملڪي ليڊرن، سنڌي اديبن، ۽ ادبي جماعتن جا ٺهراءَ ۽ ياد داشت ناما — ...

وزارت تعليم، حڪومت پاڪستان، جو پريس نوٽ — ...

پاڪستان جي علائقائي زبانن جي پهرين ڪانفرنس، لاهور — ش٠ ح

---

- ”هيءَ هڪ واضح حقيقت آهي تہ ٻار ڪي سيکارڻ جو بهترين ذريعو سندس مادري زبان آهي. نفسياتي طور، اِهو هڪ پُر معنيٰ اِشارن جو نظام آهي، جيڪو سمجهڻ ۽ ظاهر ڪرڻ لاءِ هن جي دماغ ۾ خود بخود ڪم ڪرڻ لڳي ٿو. سماجي نقط نگاهہ کان، اِهو (مادري زبان) ٻار لاءِ پنهنجي طبقي جي فردن جي وچ ۾ سڃاڻپ جو هڪ ذريعو آهي. تعليمي لحاظ کان، ٻار پنهنجي مادري زبان ۾ وڌيڪ تيزيءَ سان سکي ٿو، بنسبت اهڙيءَ زبان جي، جنهن سان هو مانوس نہ آهي.“
- ”تعليم بهترين لموني سان شاگرد جي مادري زبان ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿي، توڙي اهو ٻار هجي يا بالغ.“
- ”مادري زبان انسان لاءِ پنهنجي مافي الضمير جي اظهار جو هڪ قدرتي وسيلو آهي: ۽ سندس اولين ضرورتن مان اِها بہ هڪ ضرورت آهي تہ هو پنهنجي مافي الضمير کي ظاهر ڪرڻ جي قوّت کي مڪمل ترقي ڏياري.“
- ”جيڪڏهن مادري زبان ۾ يونيورسٽيءَ ۽ اعليٰ فني تعليم جي ذريعي بنجڻ جي هرڪا لياقت هجي، تہ پوءِ اُن کي ضرور اِنهيءَ مقصد لاءِ استعمال ڪرڻ کپي.“
- ”سرڪاري زبان، مادري زبان جي جاءِ نٿي پري سگهي، جيستائين ٻارَ اسڪول ۾ اچڻ کان اڳ ئي انهيءَ زبان سان مانوس هجن.“
- ”اختياريءَ وارن جو فرض آهي تہ هو مادري زبان ذريعي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ انهن ماڻهن کي آماده ڪن، جيڪي اِنهيءَ اصول جي مخالفت ڪندا هجن — ۽ اِن لاءِ کين مجبور نہ ڪرڻ کپي.“
- ”ڪنهن ثانوي زبان کي تعليم جي عام ذريعي بڻائڻ کان سواءِ بہ، اِهو ممڪن آهي تہ انهيءَ زبان ۾ سٺي قابليت حاصل ڪري سگهجي.“

[بين الاقوامي تعليمي، سائنسي ۽ ثقافتي تنظيم ”يونيسڪو“، جا مادري زبان بابت ڪيل عالمي فيصلا، ”تعليم ۾ مقامي زبانن جو استعمال“ نالي سان ڇپايل اصل رپورٽ تان ورتل.]

عثمان علي انصاري (سابق ڊئريڪٽر آف ايڊيوڪيشن، سنڌ)

# قومي زبان ۽ تعليمي زبان

ڪنهن بہ ملڪ جي ”قومي زبان“ جي تعين جو حق انهيءَ ملڪ جي سياسي مدبرن، يعني حڪومت هلائڻ وارن کي هوندو آهي، ۽ هجڻ بہ گهرجي. پوءِ اهي سياستدان انهيءَ مسئلي جا سمورا پهلو اڳيان رکي، عوام جي عام فهم زبان کي قومي زبان قبول ڪندا آهن، ۽ رفتي رفتي انهيءَ قبول ڪيل زبان کي غير محسوس طريقن سان وڌائيندا ۽ مالا مال ڪندا ويندا آهن. ليڪن ”تعليم جي زبان“ جو تعين ڪرڻ فقط ’تعليم‘ جو حق آهي: يعني تہ تعليم جي ماهرن جيڪو عام حڪم تعليمي زبان جي باري ۾ ڪيو آهي، ان کي سياست يا حڪومت پٺي نٿي ڏيئي سگهي، ۽ جيڪڏهن ڪن خاص مجبورين جي ڪري ڏيندي، تہ قوم جي تعليمي ترقيءَ جون اميدون هڪ خواب جي صورت اختيار ڪري منتشر ٿينديون وينديون. تعليم جي ماهرن جو ساريءَ دنيا جي تعليمي زبان لاءِ هڪ ئي حڪم آهي. ڪهڙو؟ تہ ’ٻار کي تعليم فقط انهيءَ زبان ۾ ڏني وڃي، جا انهيءَ ٻار جي نيم شعوري زبان آهي‘—يعني تہ اها زبان، جنهن ۾ ٻار خواب لهندو آهي—اها زبان، جا بي اختياريءَ جي حالت ۾ سندس منهن مان نڪري: ڇو تہ اهڙيءَ زبان جي ڳالهائڻ يا سمجهڻ ۾ ٻار جي ذهني قوّتن تي بار نہ پوندو؛ اهڙيءَ زبان ۾ ڪنهن ماستر يا ڪنهن پنهنجي بزرگ جي سمجهاڻي بنا ڪنهن تڪليف جي سمجهي سگهندو؛ ڪنهن بہ مشڪل مسئلي کي، جو اهڙيءَ زبان ۾ لکيل هوندو، ٻار تمام ٿوريءَ ذهني ڪاوش سان ذهن نشين ڪري سگهندو. پر جي تعليم جي زبان سندس خواب جي زبان نہ آهي، ۽ ڀي ڪهڙي بہ دنيا جي بهترين زبان آهي، تہ سندس ذهني تازگيءَ جو تمام وڏو حصو فقط انهيءَ زبان جي سمجهڻ ۾ خرچ ٿي ويندو، ۽ معلومات جو ٿورو سندس ذهن ۾ داخل ڪين ٿي سگهندو. اهو آهي ”تعليمي زبان“ بابت ’تعليم‘ جو نظريو، جو بلڪل حتمي ۽ آخرين نظريو آهي، جنهن ۾ ڪابہ ردبدل نٿي ٿي سگهي. نيم شعوري زبان جي پڙهيل کي ’تعليم يافتہ‘ چئبو آهي؛ ۽ ٻين کي ’تعليم زده‘ چوڻ گهرجي، توڻي جو انهن بي. اي. يا ايم. اي. جي ڊگري بہ پنهنجيءَ صحت جو نذرانو ڏيئي هٿ ڪئي هجي.

نيم شعوري زبان ڪهڙيءَ طرح سکبي آهي، ڪڏهن سکبي آهي، ۽ ڪنهن ڪان سکبي آهي: انهن سوالن جا جواب بہ تعليم جي نظرين مطابق هجڻ گهرجن، ڇو تہ نيم شعوري زبان کي دنيا جي ’تعليم جي بنيادي زبان‘ قبول ڪيو ويو آهي.

هاڻي پهرئين سوال جو جواب آهي ته اها زبان غيرشعوري طرح ٻار سکندا رهندا آهن؛ نه ڀاڻ سکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ۽ نه ڪو ٻيو کين سيکارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

ٻيو سوال آهي ته اها زبان ٻار ڪڏهن سکندا آهن؟ تعليم جو جواب آهي ته آن وقت سکندا آهن، جڏهن کين ڪابه زبان ڪانه ايندي آهي: يعني ته بلڪل صاف سليٽ تي، جا پهرين زبان پنهنجا نشان ڇڏيندي ايندي، ۽ ٻار بنا ڪنهن ڪوشش جي انهن نشانن کي غيرشعوري طور قبول ڪندو ايندو آهي. هيءَ ته هڪ قبول ڪيل حقيقت آهي ته خوراڪ کان پوءِ ٻئي نمبر ۾ هڪ ٻار جي ولدر جو سامان آواز ۾ ٿيندو آهي. هڪ رونڌڙ ٻار کي پرچائڻ جا قدرت ٻه طريقا هر هڪ ماءُ کي سيکاريا آهن: هڪ ٿڃ ڏيڻ، ۽ ٻيو ڪنهن به قسم جوآواز ڪرڻ — مثلاً، ڇڻڇڻ جو، يا ڪنهن شي تي ٺڪ-ٺڪ ڪرڻ، ۽ يا ٻار سان ڳالهائڻ جو. اهو وقت آهي، جڏهن ٻار غيرشعوري طرح سان ڪا زبان سکندو ٿو رهي، ۽ ماءُ زبان سيکارڻ جي ڪوشش کان سواءِ فقط ٻار کي پرچائڻ يا مامتا جي محبت ونڊڻ جي ڪوشش ۾ ٻار کي زبان سيکاريندي ٿي رهي. تعليم جي ماهرن جو چوڻ آهي ته ڪوبه انسان پنهنجيءَ خوشيءَ سان ۽ قدرتي طرح فقط اهڙي زبان سکندو آهي، جا آن وقت سندس ذهن تي پنهنجا نقش ڇڏيندي، جڏهن سندس ٻاراڻي ذهن تي ٻيو ڪوبه نقش موجود نه هوندو؛ باقي ٻيون سڀ زبانون زماني جون مجبوريون کيس سکڻ تي مجبور ڪنديون آهن، ۽ اهڙي مجبوريءَ جي موچڙن سان سکيل زبانن ۾ ڪوبه انسان ماهر ٿي کين سگهندو آهي، ۽ نه انهن زبانن ۾ هٿ ڪيل علم کيس 'تعليم يافته' سڏائڻ جو حقدار بنائي ٿو سگهي. جي اوهان کي اهو نظريو مشڪوڪ ٿو نظر اچي، ته پنهنجيءَ چاڻ سڃاڻ وارن مان ڪنهن به هڪ کي نظر ۾ رکي، پاڻ منصف ٿي، پاڻ کي پڇايو ته انهيءَ شخص کي اوهين ڪنهن ٻاهرين زبان ۾ ماهر سمجهو ٿا؟ اسان مان هزارين شخص انگريزيءَ ۾ تعليم وٺي پنهنجن پنهنجن ڪمن ۾ ماهر ٿيا آهن، وڪيل ٿيا آهن، انجنير ٿيا آهن، ۽ خدا معلوم ٻيو ڇا ڇا ٿيا آهن، پر ڇاڪاڻ ته اهو ڊاڪٽريءَ جو يا وڪالت جو يا انجنيريءَ جو علم هڪ اهڙيءَ زبان ۾ پرايو اٿن، جا زبان مجبوريءَ هيٺ سکي اٿن، تنهنڪري نه منجهن تخليقي قوتون پيدا ٿي سگهيون، نه جدت جي وات ملي: پڻائيءَ جي لفظن ۾ ڪٿي چئجي ته "مجبوريءَ مري ويا، ماهر ٿي نه سگهيا". پري نه وڃو، پنهنجي ڪنهن وڏي کان وڏي ڊاڪٽر جي لياقتن جي ڀيٽ ڪنهن انگريز ڊاڪٽر سان ڪري ڏسو، اوهان کي هڪ نمايان فرق معلوم ٿيندو. اهو فرق ان ڪري نه آهي ته اسان جا جوان ڪنهن به علم پرائڻ ۾ انگريز جوانن کان ذهني قوتن ۾ گهٽ آهن؛ پر اهو فرق هن ڪري آهي ته اسان جا جوان اهو علم هڪ اهڙيءَ زبان ۾ ٿا حاصل ڪن، جنهن زبان جي سمجهڻ ۾ کين پنهنجي سموري ذهني تازگي خرچ ڪرڻي ٿي پوي، ۽ معلومات کي سمجهڻ لاءِ سندن دماغ ۾ باقي بلڪل ٿوري قوت وڃي ٿي بچي.

تيو سوال آهي تہ نيم شعوري زبان اسان جا ٻار ڪنهن ڪان سکندا آهن؟ انهيءَ جو ڪجهہ جواب تہ ٻئي سوال جي جواب ۾ اچي چڪو آهي، باقي هيٺ ٿو ڏجي. ڪوبہ ٻار اها نيم شعوري ۽ بنيادي زبان اسڪول ۾ ڪونہ سکندو آهي، ڇو تہ اسڪول ۾ داخل ٿيڻ واريءَ عمر ڪان اڳ هرهڪ ٻار اندازاً ٨٥٠ لفظ پنهنجيءَ زبان جا سکي پوءِ اسڪول ۾ داخل ٿي سگهندو آهي (اهو عرصو ڪن ملڪن ۾ ٥، ڪن ۾ ٦، ۽ ڪن ۾ ٧ سال آهي). تنهنڪري، تعليم جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ اها نيم شعوري زبان هرهڪ ٻار گهر ۽ گهٽيءَ ۾ سکندو آهي. 'گهٽيءَ' مان مراد آهي، راند ڪرڻ جي جاءِ.

مٿين بحث ڪان پوءِ هيءُ قطعي فيصلو ٿي چڪو تہ هر انهيءَ سنڌي ٻار کي سنڌي زبان ۾ تعليم ڏيڻ گهرجي، جنهن جي گهر ۽ ماحول جي زبان سنڌي آهي، ۽ جنهن ٻار جو شعوري ۽ نيم شعوري (سڄاڳي ۽ ننڊ) حالتن ۾ سنڌي زبان سان واسطو رهي ٿو، ۽ گهٽي ڪان گهڻو وقت اها زبان ڳالهائيندو يا ٻڌندو ٿو رهي.

هيئنر سوال ٿو پيدا ٿئي تہ سنڌي زبان ۾ ڪنهن معقول حد تائين تعليم ڏيڻ لاءِ ڪتاب ۽ معلم موجود آهن؟ ۽ سنڌي زبان ۾ ٽڪنيڪل تعليم ڏيڻ جون صلاحيتون موجود آهن، يا موجود ٿي سگهن ٿيون؟ جواب سيني سوالن جا بلڪل صاف آهن. ڪجهہ ڪتاب آهن، ۽ ڪجهہ يا باقي تيار ٿي سگهن ٿا، بشرطيڪ مصنفن جو ارادو پختو هجي، ۽ حڪومت جون همدرديون ساڻ هجن. مثلاً، انهيءَ ساڳيءَ سنڌي زبان ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ بي. اي تائين ڪورسَ تيار ڪرايا هئا، ۽ انهيءَ وقت جي سنڌ گورنمينٽ سڀ قانون جا ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرايا هئا. سائنس ۽ حسابن جا ڪتاب تہ اڄ تائين موجود آهن. فلسفي ۽ سائيڪالاجيءَ جا ڪتاب پڻ موجود آهن. انهن ڪان وڌيڪ ڪتاب، ضرورت آهر تيار ٿي سگهندا. مطلب تہ سنڌي زبان ۾ سيني تعليمي مضمونن تي ڪتابن لکڻ يا ترجمن ڪرڻ جون صلاحيتون موجود آهن. معلم بہ ابتدائي ۽ ثانوي حدن تائين موجود آهن، ۽ وڌيڪ تيار ٿي سگهندا، جيڪڏهن سڪومت فقط هن هڪ ڳالهہ تي همدرديءَ سان غور ڪري تہ سنڌ ۾ بہ فطري لياقت موجود آهي، ۽ سنڌي بہ قوم جي تعمير ۾ برابر جي حصي وٺڻ جا اهل ثابت ٿي سگهن ٿا.

خيال فرمايو تہ جنهن ٻار جي نيم شعوري زبان اڙدو آهي، ۽ ڪيس تعليم بہ انهيءَ زبان ۾ ملي ٿي، اهڙي 'تعليم يافتہ' جي ڀيٽ ۾ هڪ سنڌي ڪيئن اڳي سگهندو، جنهن جي نيم شعوري زبان تہ آهي سنڌي، ۽ اعليٰ تعليم لاءِ اڙدو، بنگالي يا انگريزي پڙهي ٿو نڪري؟ نہ سندس معلومات مڪمل هوندي، نہ زبان، ۽ نہ وري سندس تندرستي نيڪ هوندي؛ ڇو تہ ٽئين درجي ابتدائيءَ ڪان پنهنجيءَ زبان سان سندس تعلق گهٽبو ويندو، ۽ پٽائيءَ جي فرمودي موجب —

"ڏُريان ئي ڏار، جي وڏي وڻ جدا ڪيا،
تن سُڪن ڪيهي سار، تہ ڪي آنا مينهن ملير ۾!"

انهيءَ ٻار کي نہ پنهنجيءَ زبان سان پيار رهندو، نہ پنهنجيءَ زبان جي جواهرپارن جي ڄاڻ هوندي. هوڏانهن، هڪ مجبوريءَ جي حالت ۾ حاصل ڪيل زبان، ماشا ئي ڦيرائي ڦٽا ڪيا هوندس: ويهن-ٻاويهن ورهين جي ڄمار ۾ اکين تي سٽ سالن جي پوڙهن وارا چشما لڳا پيا هوندس، ۽ لغڙيءَ جهڙو بدن، ٽيٽيهر جهڙين ٽنگن تي ڪنيو پيو هلندو. جڏهن بہ ڪنهن نوڪريءَ لاءِ ويندو، تہ بالا آفيسر ڪيس ڏسي متعدي خطرو محسوس ڪندو تہ متان منجهانئس سلهہ نہ ٿي پوي!—۽ ”جاءِ خالي ڪانهي“ جو جواب وٺي، گهر جو پنڌ وٺي ويندو. فوجي ڀرتيءَ لاءِ ويندو تہ اتان ڪُٽيو جواب ملندس، ڇو تہ اتي بہ ڪمزورن ۽ اپاهجن جي جاءِ ڪانهي. باقي رهيون پٽيواليون، سي بہ يا نصيب! هـَرَ ڪاهڻ جي همت، يا ڪنهن ٻي بدني پورهئي جي قوّت، ’قومي زبان‘ جي حوالي ڪيائين؛ نوڪريءَ کان جواب، تہ باقي رهيو ڀِنڻ يا لـَنگهڻ! سنڌ پاڪستان جو هڪ عضوو آهي، ۽ سنڌي فطرتاً وفادار گروهہ جا فرد آهن. پاڪستان سٺ لـک سنڌين کي پنهنجي اعليٰ خدمتن کان ڀري ٿو رکي سگهي. تنهنڪري، هڪ تعليم جي ماهر جي حيثيت ۾، منهنجو پاڪستان سرڪار کي عرض آهي تہ ملڪ جي جان نثار سنڌين جي تعليم تي وڌيڪ توجهہ ڏيئي، انهن جي فطري صلاحيتن ۽ خدمتن مان پاڪستان جي ترقيءَ جو ڪم ورتو وڃي. اهو سڀڪجهہ تڏهن ئي ممڪن ٿي سگهندو، جڏهن سڀني پاڪستانين کي سندن نيم شعوري زبان ۾ مڪمل تعليم ملندي. پر، جيڪڏهن ڪن سياسي مصلحتن موجب ائين نٿو ٿي سگهي، تہ حڪومت قانون پاس ڪري ڇڏي تہ ڪابہ ماءُ پنهنجي ٻار سان نہ سنڌيءَ ۾ ڳالهائي، نہ پشتو ۾، نہ بلوچيءَ ۾ ... يا اڙدوءَ ۾ ڳالهائي، يا بنگاليءَ ۾، يا انگريزيءَ ۾! پاڪستان جي ’تعليمي ماهرن‘ جيڪا رپورٽ تازو ڇپرائي پڌري ڪئي آهي، تنهن موجب علاقائي زبانون تعليم جي ميدان ۾ بہ پنهنجي اهلا يون ويون آهن، ۽ نسبتاً ’قومي‘ زبانن ۽ انگريزي زبان کي نهايت گهڻي اهميت ڏني وئي آهي. اها اهميت سياسي پهلوءَ کان ڏسڻ وارن کي شايد نهايت شاندار نظر ايندي هجي، پر ٻارن جي بدني ۽ ذهني ترقيءَ جي نقطہ نظر سان ڏسڻ وارن کي اهڙي روشن نٿي ڏيکارجي—بلڪ سمجهجي ٿو تہ ڪجهہ وقت کان پوءِ اسان جي مدبرن کي انهيءَ فيصلي تي مجبوراً نظرثاني ڪرڻي پوندي.

اسان کي پنجابي، پشتو يا بلوچي زبانن جي صلاحيتن جي، يا سندن موجوده علمي ۽ ادبي ذخيرن جي پوري پوري ڄاڻ نہ آهي، ۽ نہ وري اسان کي اها بہ خبر آهي تہ انهن علائقن جي ٻارن جو اڙدو، بنگالي ۽ انگريزي زبانن سان، اسڪول کان ٻاهر ڪيترو ۽ ڪهڙو واسطو ٿو رهي؛ البت، سنڌي زبان لاءِ اسين بنا هٻڪ جي چئي ٿا سگهون تہ اسان جي زبان ۾ هرهڪ تعليمي مضمون تي ڪتاب موجود آهن. اسان وٽ پنهنجو ادب آهي، اسان جي زبان هرهڪ موضوع تي هڪ معقول حد تائين خيالن جي اظهار ڪرڻ جي اهل بہ آهي، ۽ وڏي ڳالهہ تہ اسان جي زبان ۾ ڪنهن ٻيءَ زبان مان لفظن يا محاورن کي پنهنجو ڪوديلو

پار ڪري قبول ڪرڻ جي لياقت به آهي. خبر نٿي پوي ته اڌ ڪروڙ انسانن جي اهڙيءَ نيم شعوري زبان کي اسان جي مدبرن ڇو نظرانداز ڪيو آهي! ڇا، پاڪستان کي سنڌين مان ڪنهن جي به خدمت جي ضرورت نه آهي؟ پاڪستان جي تعليمي ماهرن کي هيءَ ته ضرور ڄاڻ هوندي ته سنڌي ٻارن جي ڇهويهن ڪلاڪن جي زبان سنڌي آهي. جي ائين آهي، ته اسين پڇون ٿا گهرون ته ڪهڙي تعليمي نظريي هيٺ اسانجن ٻارن کي سندن فطري زبان ۾ مڪمل تعليم ملڻ کان محروم ڪيو ٿو وڃي؟

”ترڪِ سبب ز روي شريعت ڪجا روا است؟“

ڪنهن ٻولي جي تعليمي زبان مقرر ڪرڻ لاءِ اسين پيو به هڪ تعليمي نظريو پيش ٿا ڪريون، جو پڻ نيم شعوري زبان جو تعليمي حق ثابت ڪري ٿو. ڪنهن به اسڪول يا ڪاليج جي ڪنهن به ڪلاس ۾ جڏهن ڪو ماستر صاحب يا پروفيسر صاحب سبق پاڙهي يا ليڪچر ڪري رهيو آهي، ۽ سندس زبان به شاگردن يا پڙهندڙن جي ماحول جي زبان هوندي آهي، ته به پڙهندڙَ انهيءَ ليڪچر جو فقط ٣٣ سيڪڙو سمجهي ۽ قبول ڪري سگهندا آهن، ڇو ته ڳالهائڻ واري جي گفتگوءَ ۽ پڙهندڙن جي فهم جي رفتار ۾ فرق ٿيندو آهي؛ پر جيڪڏهن ليڪچر واري جي زبان پڙهندڙن جي ماحول جي زبان کان ڪا علحده زبان آهي، يعني سنڌي پڙهندڙن جي اڳيان جيڪڏهن اردو يا انگريزيءَ ۾ ڪجهه سمجهائڻ جي ڪوشش ڪبي، ته فقط ٨ سيڪڙو سندن دماغ ۾ رهي سگهندو. سو به تڏهن، جڏهن ڪين اڙدو يا انگريزي زبان اينديهوندي، ۽ سندس فهم (intelligence quotient) اوسطاً هڪ سؤ جي قريب هوندو. انهيءَ جو صاف مطلب هيءُ نڪتو ته سنڌين کي سنڌيءَ ۾ جيڪڏهن ڪو تعليمي مضمون پاڙهبو، ته ٣٣ سيڪڙو سندن دماغ ۾ ويهندو؛ باقي ٻيءَ ڪنهن به زبان ۾ فقط ٨ سيڪڙو. پوئينءَ حالت ۾ ماستر صاحب يا پروفيسر صاحب جو ٩٢ سيڪڙو پورهيو ئي پاڻيءَ ۾، ته شاگردن جو ڏينهن ڪَري يو. اهڙيءَ طرح، جي ناقص تعليم وٺي ۽ پنهنجي تندرستي وڃائي، جڏهن اسان جا نوجوان اچي گريجوئيٽ ٿيا، ته آخر ۾ وري به پاڪستان کي ڇيهو رسيو؛ ڇو ته ’مجبورن‘ جا ٽولن جا ٽولا نڪرندا آيا، جي هوند ٻيءَ صورت ۾ ماهر ٿي ٻاهر نڪرن ها. پوءِ ڇو ڪين اجائي هنڌرمي ختم ڪري، پنهنجن ٻارن کي سندن ’نيم شعوري زبان‘ ۾ تعليم ڏيئي، پاڪستان لاءِ جانٺا خدمت ڪرڻ وارا پيدا ڪريون؟

هن وقت تائين اسان جي تعليمي ادارن جيڪي جنسون پيدا ڪيون آهن، تن مان اسان جا اَڳوڻا ڏاريا حاڪم مطمئن هئا يا نه، سا حقيقت هن ڳالهه مان ظاهر آهي ته ١٩٢٠ع تائين اسان جي بهترين هستين کي به ڪنهن جوابدار عهدي تي اچڻ جو شرف حاصل ڪين ٿيو هو. بعد ۾، ملڪ جي آزاديءَ ۽ پاڪستان پيدا ٿيڻ کان پوءِ، ڇاڪاڻ ته ’ضرورت ايجاد جي ماءُ

ٿيندي آهي، اسان کي جيڪي ورثي ۾ مليا، تن کي ڪليڪٽريءَ کان گورنرجنرليءَ تائين ڪٽي وياسين، ۽ هن مغالطي ۾ رهياسين تہ پنهنجا حاڪم اجهي ٿا پنهنجي ملڪ ۾ ڪير ۽ ماڪيءَ جون نهرون وهائين. پر، واقعي جيڪي ڪجهہ ٿيو، سو پاءُ اٽي ڪاڻ وارن کان گهڻو نہ آهي. ڪن جزوي هستين کي ڇڏي (مستثنيات جو هئڻ ڪُليي کي ثابت ڪندو آهي)، باقي جي لاءِ هن چوڻ ۾ اسين حق بجانب آهيون تہ اهو سمورو 'خشتِ اول' جو ڪرشمو هو، جنهن بنياد کان چوٽيءَ تائين عمارت کي ڏِنگو رکيو.

ڌارين حاڪمن، جن اسان تي هيءُ موجوده تعليم جو سرشتو مڙهيو هو، تن تي ڏوهہ ڌنو رکي سگهجي، ڇو تہ انهن اهو تعليم جو سرشتو هڪ خاص منصوبي ماتحت سٽيو هو. اهو سرشتو لارڊ ميڪاليءَ جاري ڪرايو، ۽ ماستر صاحبن کي ڪليل حڪم ڏنو هئائين تہ 'جي حضوري' (courtiers) قسم جا تعليم يافتا پيدا ڪريو، جي حاڪمن جي اڳيان ذرڙن جو ڪم ڏين. ظاهر آهي تہ هو انهيءَ ڪم ۾ ڪامياب ٿيا، ۽ دنيا ڏٺو تہ اسان 'بابُو' پيدا ڪيا. پر هينئر تہ حالتون نراليون آهن، اسانجن بزرگن کي اکيون کولڻ گهرجن. صوبائي تعصب جا مهڻا ڏيئي اسان کي خاموش تہ ڪري سگهبو، پر قوم جي ٻچن کي آخر ڪيستائين پنهنجين صلاحيتن وڌائڻ کان محروم رکي سگهبو؟ ساڍن ٽن ڪروڙن پاڪستانين جي مشترڪ ذهني سرمايي مان پورو پورو فائدو نہ وٺڻ، قوم کي ذهني ڏيوالي ۾ وجهڻ جي برابر ٿيندو. اپاهج ۽ نيم خواندا نہ ڪڏهن قوم کي مضبوط بڻائي سگهندا، ۽ نہ ملڪ جي خوشحاليءَ ۾ ڪو دلگهريو حصو وٺي سگهندا. تنهنڪري، سرڪار کي گهرجي تہ ملڪ جي تعليمي زبانن کي قومي زبانن کان علحدو وجود ڏئي، ۽ انهن جي مڪمل ترقيءَ جا وسيلا نهايت فراخدليءَ ۽ محبت سان مهيا ڪندي رهي — تان جو اسان جون علائقائي زبانون بين ترقي يافتہ ملڪن جي تعليمي زبانن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏيئي پنهنجي جاءِ وٺي بيهن، ۽ اسين ڌارين جي ويٺن پڌڻ کان ڇٽون. هينئر اغيار اسان تي چٽرون ڪري رهيا آهن تہ پاڪستاني ٻارن جي 'گهر ۽ گهٽيءَ جي زبان' هڪ آهي، تہ 'اسڪول ۽ ڪاليج جي زبان' ٻي: سوچين هڪ زبان ۾، تہ پڙهن ٻيءَ زبان ۾. تفريح جي زبان ۾ ڪچهريون ڪن، ۽ مجبوريءَ جي زبان ۾ علم پرائين! 'تعليم' تي چوي تہ "ٻارن کي علم اهڙن ذريعن سان ڏيو جو هو اسڪولي ڪم کي تفريح ڪري سمجهن، نہ عذاب"— ۽ علم پرائڻ جو وڏي کان وڏو ذريعو زبان آهي.

"مٽيءَ جو وس وارا، پٽڻ ڪم پروچ جو!"

[روزانہ "مهراڻ" ڪراچي، جي سالگرهہ نمبر - ١٩٦٠ع تان، شڪريي سان ورتل]

# يوم سنڌي زبان

[تعليمي ڪميشن جي رپورٽ، ۽ ان جي سنڌي زبان متعلق سفارشن جي خلاف، سنڌ جي اديبن، ۽ دانشورن، عالمن ۽ ايڊيٽرن ۽ شاگردن، جا مسلسل جدوجهد ڪئي، اها سنڌي ادب جي تاريخ ۾ هڪ تاريخي حيثيت رکي ٿي. ان متعلق 'مهراڻ' نمبر ٣، ١٩٦٢ع ۾ سنڌ جي عالمن ۽ غير سنڌي ليڊرن ۽ دانشورن جا بيان، ۽ سنڌ جي اخبارن جا ايڊيٽوريل نوٽ پيش ڪيا ويا.

هن جامع ۽ معلوماتي تبصري ۾، جيڪو مسٽر شمشيرالحيدريءَ لکيو، سنڌي زبان سوسائٽي جي قيام ١٩٦٠ع کان وٺي، ١٣-آڪٽوبر ١٩٦٢ع تائين، جنهن ڏينهن گورنمينٽ پاڪستان هڪ خاص آرڊيننس سان سنڌي زبان جي اڳوڻي حيثيت کي تسليم ڪيو، عالمن ۽ اديبن جي ڪيل خدمت جو سير حاصل ذڪر ڪيل آهي.

ان آرڊيننس جي لفاظ کان پوءِ سنڌ جي سيني ادبي جماعتن گڏجي خوشيءَ طور ٩- نومبر ١٩٦٢ع تي يوم سنڌي زبان ملهايو. (ادارو)]

پاڪستان سرڪار جي "قومي تعليمي ڪميشن" جي رپورٽ ۾ تجويز ڪيل انهن نامنهاد سفارشن خلاف، جن جي عمل ۾ اچڻ سان سنڌي زبان جي بنيادي تعليمي حيثيت ختم ٿي رهي هئي، سنڌ جي هرطبقي طرفان پوري جوش خروش جو مظاهرو ڪيو ويو. "رپورٽ" جي ظاهر ٿيندي ئي، سنڌ جي بعض سمجهدارن ان جي انتهائي نتيجن کي تاڙي ورتو، ۽ مارشلائي دور هوندي به "سنڌي زبان سوسائٽي" جو وجود عمل ۾ آندو ويو (١٩٦٠ع)، جنهن جيتوڻيڪ پنهنجي وقت سر سرگرمين سان انهيءَ مسئلي کي هڪ طرف عام تائين پهچائڻ لاءِ ڪافي ڪم ڪيو، ۽ ٻئي طرف پنهنجي مافي الضمير کي، ڪنهن به طرح، اختياريءَ وارن جي توجهه تي آڻي ڇڏيو. ان سلسلي ۾ سوسائٽيءَ هڪ عرضداشت مرتب ڪئي، جا اول اول رسالي 'مهراڻ' ۾ ڇپي ۽ پوءِ سنڌ جي سيني روزانه اخبارن ۾ شايع ٿي. ۽ اها صدر مملڪت پاڪستان جي خدمت ۾ موڪلي وئي، ان سلسلي ۾ 'سنڌي زبان سوسائٽيءَ حيدرآباد' هڪ وفد (ان دور جي مرڪزي) وزير تعليم جناب حبيب الرحمان سان روبرو تبادلهٔ خيالات لاءِ موڪليو(١).

---

(١) ان جا ميمبر هي هئا: مسٽر محمد ميمڻ وڪيل، مسٽر حفيظ قريشي وڪيل، سردار علي شاهه ايڊيٽر روزانه 'مهراڻ' ڪراچي، غلام محمد 'گرامي'، ايڊيٽر رسالو 'مهراڻ' حيدرآباد، مخدوم امير احمد، پرنسپال اورنٽيئل ڪاليج حيدرآباد، مسٽر علي نواز جتوئي، سنڌ يونيورسٽي.

ان وفد وزير 'تعليم' سان حيدرآباد استيشن تي ملاقات ڪئي، ۽ وزير تعليم ڪي، سنڌي زبان جي سيني مسئلن متعلق متاثر ڪيو، ۽ قانوني دائري اندر ڪم ڪرڻ تي اڪتفا ڪئي.

ڪجهه وقت کان پوءِ اها عرضداشت صدر مملڪت ڏانهن پهچائي وئي. اها عرضداشت سنڌي زبان سوسائٽي پاران، تيار ٿيل سنڌيءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ڇپائي، آنهن ئي ڏينهن ۾ سڄي پاڪستان جي پڙهيل حلقن، سفارتخانن ۽ سرڪار تائين پهچائي ويئي.

ان وقت کان وٺي، تعليمي ڪميشن جي سفارشن خلاف محاذ رڳو سنڌيءَ جي فرض شناش اخبارن دوران جاري رهندو آيو. سنڌ جي مختلف ادبي جماعتن ۽ سڄاڻ شخصيتن مسلسل پنهنجا بيان، ٺهراءَ ۽ مطالبا پئي دهرايا، ۽ اخبارن جي وسيلي، آهي هن مسئلي کي هر وقت تازو رکندا ۽ وڌيڪ طاقتور بنائيندا رهيا. بعض اخبارن ته تعليمي ڪميشن جا خوب چوڏا لاٿا، بلڪ آن کي ڪورٽ ۾ چئلينج ڪرڻ جي حد تائين سنڌي زبان جي حقن جي ترجماني ڪئي. مارشل-لا جي مدت ختم ٿيڻ بعد، انهيءَ تحريڪ ۾ تهان وڌيڪ تيزي آئي. نه صرف تعليمي ڪميشن جي سنڌي زبان سان تعلق رکندڙ مذموم سفارشن کي سنڌ علائقي ۾ مجڻ کان انڪار جي صورتحال پيدا ٿيڻ لڳي، بلڪ سڄي ملڪ ۾، خصوصاً اوپر پاڪستان ۾، تعليمي ڪميشن جي رپورٽ جي ٻين به ڪن سفارشن خلاف هڪ غوغاءُ مچي ويو. هر هنڌ شاگردن جا عام مظاهرا ٿيڻ لڳا، ۽ ملڪ جي سوين شاگردن بک هڙتالون شروع ڪري ڏنيون. حيدرآباد ۾، ۽ سنڌ جي بعض ٻين شهرن ۾، تعليمي ڪميشن جي سنڌيءَ بابت سفارشن خلاف پڻ هڙتالون ڪيون ويون. شاگردن جي انهن ڪارروائين سببان نازڪ حالتون پيدا ٿي ويئون، جن ملڪ جي سياستدانن ۽ معتبرن کي چئلينج ڪيو. هيءَ هڪ بهرحال، تعليمي ڪميشن جي سفارشن خلاف سنڌ جي اديبن، صحافين، تعليمي ماهرن، دانشورن، شاگردن ۽ عوام جي سمورن سمجهدار حلقن طرفان ڪيل ابتدا کان پوءِ، ملڪ جي هر حصي مان آيرندڙ اختلافي آواز کي نظرانداز ڪندي، دباءَ ۽ لالچ کي آزمائيندي، سمجهائيندي، آخرڪار، حالات جي فطري عروج حاصل ڪرڻ بعد، بدنظميءَ جو آپاءُ، سرڪار جي سڳوريءَ بارگاهه ۾، عام راءِ کي احترام ڏيڻ جي صورت ۾ نتيجه خيز بنيو — ۽ ان طرح اسانجن اسيمبلين جي نمائندن پڻ چڱو پاڻ موڪيو. ان سلسلي ۾ قومي اسيمبليءَ جي سنڌي نمائندن، ۽ اولهه ۽ اوپر پاڪستان جي ليڊرن، عالمن، اديبن، دانشورن پڻ سخت احتجاج ڪيو. ان سان گڏ سنڌ جي روزانه اخبارن، 'عبرت' حيدرآباد، 'هلال پاڪستان' حيدرآباد، 'خادم وطن' حيدرآباد، 'مهراڻ' ڪراچي، 'نوائي سنڌ' ڪراچي، 'انڊس ٽائمس' (انگريزي) حيدرآباد، ۽ 'مهراڻ' سه ماهي حيدرآباد، بصيرت افروز ايڊيٽوريل لکيا. ۽ گورنمينٽ کان تقاضا ڪئي ته جلد کان جلد سنڌي زبان جي اڳين حيثيت بحال ڪئي وڃي. ازان سواءِ سنڌي ادبي بورڊ، سنڌي ادبي سنگت، بزم طالب المولي ۽ جميعت الشعراءِ ۽ ٻين سنڌي ادبي ادارن ريزوليشن پاس ڪري، سنڌي زبان جي بحاليءَ لاءِ زوردار مطالبا ڪيا.

اهڙا ساري مفصل ڪارگذاري عالمن ۽ ليڊرن جا بيان، ۽ اخبارن جا اقتباس ۽ ادبي جماعتن جا ٺهراءَ رسالي، 'مهراڻ' (سنڌي ادبي بورڊ) ٢، ١٩٦٢ع ۾ ڇپيل آهي.

١٤- آڪٽوبر ١٩٦٢ع تي، هڪ آرڊيننس ذريعي، پاڪستان سرڪار سنڌي زبان کي هن علائقي جي تعليمي ادارن ۾ ساڳيءَ ريت جاري رکڻ جو اعلان ڪيو، جنهن سڀني کي دلي خوشي ڏني. ٽن سالن تائين پنهنجي مستقبل جي مدفن تي ماتم ڪرڻ بعد، يڪايڪ زندگيءَ جي واپسيءَ تي، ماضيءَ ۽ حال جي سمورن امانتدارن لاءِ هيءُ عجيب عيد جو موقعو هو. زبان قوم جي زندگي آهي، ۽ تعليم زندگيءَ جي روشني. چنانچ سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت جي بحاليءَ سان، سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ زندگي اچي ويئي. ان جو عملي اظهار، هيڪ وقت، "يوم سنڌي زبان" جي صورت ۾، ٩- نومبر ١٩٦٢ع تي، شهرن ۽ ڳوٺن ۾، سنڌي ڳالهائيندڙ عوام جوش خروش سان ڪيو.

**"يوم سنڌي زبان" جي تحريڪ.** سنڌيءَ جي تعليمي حيثيت کي رد ڪندڙ سفارشن تي سال ١٩٦٤ع کان مڪمل طرح عمل ٿيڻو هو، جنهن جو اعلان تي سال اڳ ڪيو ويو هو. تعليمي ڪميشن جي انهن سفارشن موجب، سنڌيءَ جي نجي تعليم جيڪا ستن درجن تائين رائج آهي، سا پنجن درجن تي ختم ڪري، اڳتي لاءِ صرف اڙدو زبان ذريعي تعليم ڏيڻي هئي. ان طرح، سنڌي زبان جيڪا هن وقت اعليٰ تعليم تائين استعمال ٿيندڙ آهي، سا خودبخود ختم ٿي وڃي ها. "قوم ۽ ثقافت جي وجود جو دارومدار ٻوليءَ تي آهي. پر اها ٻولي جيڪا فقط گهرن جي چوديوارين ۾ يا رڳو زندگيءَ جي رواجي ۽ مختصر معاملن ۾ ئي ڪم تي اچي، ۽ قوم جي علمي ۽ ادبي ضرورتن ۽ قومي زندگيءَ جي ٻين اهم معاملن لاءِ ڪارگر نه آهي، سا موجوده زماني ۾ قوم ۽ قومي ثقافت جي وجود جو ڪو پروسي جهڙو بنياد نٿي بنجي سگهي. ظاهر آهي ته سنڌي ثقافت کي جيڪڏهن زنده رهڻو آهي، ته ان لاءِ سنڌي زبان کي پڻ زنده رهڻ گهرجي — نه فقط زنده رهڻ، بلڪ ان کي لازمي طرح هڪ اعليٰ علمي ۽ ادبي زبان پڻ بڻجڻ گهرجي." هن وقت، انگريزن جي رٿيل سرشتي موجب ستن درجن تائين سنڌي پڙهيل نوجوانن جي تعليم به ايتري ته مختصر ۽ اڌوري ٿي ٿئي جو اها کين پنهنجيءَ زبان جي بيمثال خوبين ۽ ان جي لافاني ادب جي عظمت سان ڪڏهن به روشناس نٿي ڪري، البت هو رڳو پنهنجي مادري زبان جي لکيل نصابي ڪتابن تائين پهچيو وڃن. مادري زبان جي نجي تعليم جي اها مختصر وات 'فائينل' تي اچي ختم ٿيو وڃي، جيڪا تمام غريب طبقي جي وات آهي، ۽ سا به تمام ٿورن ماڻهن لاءِ روزگار جو هڪ خسيس سهارو ٿي بنجي. سنڌ ۾ تعليم تمام محدود آهي، ۽ متواتر غيرمقامي حڪومتن جي اثر هيٺ، ان جي ڦهلاءَ جا وسيلا سڌائين غيرفني ۽ نه هئڻ جهڙا رهيا آهن. ان حالت ۾، سنڌ جي علمي ادبي ترقيءَ ۽ معاشي ۽ اقتصادي سڌاري لاءِ ڪيترن ناگفته به مشڪلاتن جي موجودگيءَ ۾، وڌيڪ سنڌي تعليم کي

اجا به محدود ڪرڻ سان هوند ڪوبه 'سنڌي ذهن' موجود نه رهي ها، ۽ عزت جي زندگي به سنڌس آئينده جي نصيب مان سدائين لاءِ نڪري وڃي ها.

پنهنجي همه گير احتجاج جي ڪنهن به معقول ردعمل ۽ تدارڪ ڪي نه ڏسي، جيئن جيئن سنڌيءَ جي عملي طرح ختم ٿيڻ وارو زمانو ويجهو پوندو ويو، تيئن تيئن مايوسيءَ ۽ شڪست خوردگيءَ جا احساس هوريان هوريان آسرڻ لڳا. انهيءَ ڪيفيت کي قومي موت جي پيش خيمي سان تعبير ڪيو ويندو آهي. زبان جي علمي ۽ تعليمي حيثيت ختم ٿيڻ سان تهذيبي موت هڪ طرف، ۽ 'جرمِ ضعيفي' جي سزا طور، 'مرگِ مفاجات' پئي طرف!

صورتحال جي تفصيلي اندازي بعد، هڪ آخري ۽ انتهائي ڪوشش طور، حيدرآباد جي "سنڌي ادبي سنگت" پاران سنڌ جي سمورين ادبي ۽ ثقافتي جماعتن ۽ ادارن توڙي بااثر شخصيتن کي، هڪ مفصل ٺهراءَ ذريعي، اپيل ڪئي ويئي ته هو تعليمي ڪميشن جي سفارشن خلاف ڪنهن عملي قدم کڻڻ لاءِ هڪ ڪُل جماعتي ڪنوينشن يا 'آل سنڌ تعليمي ڪانفرنس' ڪوٺائڻ جو انتظام ڪن. ان سلسلي ۾ "سنڌي ادبي سنگت" جي نالي سان هر هنڌ قائم ٿيل سمورين ادبي جماعتن جي مرڪزي تنظيم، "سنڌ سنگت"، پنهنجو هڪ نمائنده اجلاس حيدرآباد ۾ ڪوٺايو، جنهن ۾ حيدرآباد جي 'سنڌي ادبي سنگت' "يوم سنڌي زبان" ملهائڻ جي تحريڪ پيش ڪئي.

## "سنڌ سنگت" جي ڊيليگيٽ ڪانفرنس.

١٤- آڪٽوبر ١٩٦٢ع، آچر ڏينهن، صبح جو ڏهين بجي، حيدرآباد جي جامعه عربيه هال (تلڪ چاڙهي) ۾، "سنڌ سنگت" جي ڊيليگيٽ ڪانفرنس شروع ٿي، جنهن ۾ سيني ضلعن کان آيل، سنڌي ادبي سنگتن جي متعدد نمائندن کان علاوه، شهر جي ڪيترن ئي اديبن ۽ ادب دوستن پڻ شرڪت ڪئي.

آخر ۾ ٺهراءَ بحال ڪيا ويا، جن مان اهم ٺهراءُ سنڌي زبان جي باري ۾ هو، جنهن ۾ تعليمي ڪميشن جي سفارشن جي سخت مذمت ڪئي ويئي، ۽ سنڌيءَ کي سرڪاري زبان تسليم ڪرڻ جو مطالبو دهرايو ويو. انهيءَ ٺهراءَ ۾ پين به سيني علائقائي زبانن کي سرڪاري زبان طور تسليم ڪرڻ جي حمايت ڪئي ويئي.

هڪ ٺهراءَ ۾ حڪومت جو ڌيان ڇڪائيندي، تقاضا ڪئي ويئي ته هن علائقي جي بنيادي جمهوريتن جو رڪارڊ سنڌيءَ بدران اڙدوءَ ۾ رکڻ جي رجحان کي روڪيو وڃي.

هڪ ٺهراءَ ۾ اختياريءَ وارن تي زور آندو ويو ته حيدرآباد ۾ قائم ڪيل، سرڪاري خرچ سان هلندڙ، سنڌ پراونشل لئبريريءَ جي انتظام کي سڌاريو وڃي، ۽ ان ۾ سنڌي ڪتاب مهيا ڪيا وڃن.

’ڪينجهر‘ ڍنڍ جي اصل نالي کي تبديل ڪرڻ واري قدم کي تاريخي ۽ ثقافتي لحاظ کان نامناسب قرار ڏيندي، حڪومت کي گذارش ڪئي ويئي ته اصل نالو قائم رکيو وڃي.

سنڌي زبان جي تعليمي مسئلن تي غور ڪندي، شاگردن جي سرگرمين کي ضابطي هيٺ آڻڻ لاءِ حڪومت جي نافذ ڪيل ”يونيورسٽي آرڊيننس“ کي پڻ رد ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويو، ۽ شاگردن جي جدوجهد کي ساراهيندي، سندن مطالبن جي پرزور تائيد ڪئي ويئي.

هڪ ٺهراءَ ذريعي، حڪومت تي زور آندو ويو ته ملڪ جي دستور ۾ اقوام متحده جي بنيادي انساني حقن کي ضرور شامل ڪيو وڃي.

## ”۹-نومبر ۱۹۶۲ع“.

ساڳئي ڏينهن شام جو ”يوم سنڌي زبان“ ملهائڻ واريءَ ائڪشن ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ حيدرآباد جي مختلف ادبي ۽ اشاعتي جماعتن — بزم طالب المولا، ادارهٔ آواز ادب، زندگي پبليڪيشن ۽ سنڌو ساڻيهه سنگت — ۽ سنڌ يونيورسٽي، سچل سرمست ڪاليج، سنڌ ڪامرس ڪاليج، سٽي آرٽس ڪاليج ۽ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج جي ادبي مجلسن جي نمائندن کي ’ائڪشن ڪاميٽي‘ ۾ شامل ڪيو ويو. ائڪشن ڪاميٽيءَ، ۹-نومبر تي، جمعي ڏينهن، ”يوم سنڌي زبان“ ملهائڻ جو اعلان ڪيو.

خوش قسمتيءَ سان، ساڳئي ڏينهن، سرڪار پاران سنڌي زبان جي اڳين تعليمي حيثيت کي بحال ڪرڻ جو آرڊيننس راولپنڊيءَ ۾ جاري ڪيو ويو، جنهنڪري تعليمي ڪميشن جي سنڌيءَ بابت سفارشن خلاف وڏيڪ احتجاج ڪرڻ بجاءِ، سنڌي زبان سان پنهنجي دلي وابستگيءَ جي اظهار طور، ”يوم سنڌي زبان“ کي هاڻي خوشيءَ ۽ شادماني جي صورت ۾ ملهائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ائڪشن ڪاميٽيءَ، پنهنجين مسلسل نشستن ۾، سنڌي زبان، ادب ۽ ثقافت سان تعلق رکندڙ تقريباً سڀني پهلوئن تي غور ڪري، ۲۵ ٺهراءَ تيار ڪيا، ۽ سنڌ جي سمورين قابل ذڪر ادبي ۽ سماجي جماعتن کي ”يوم سنڌي زبان“ جو پروگرام، ٺهراءَ وغيره پهچايا ويا. ”يوم سنڌي زبان“ جي انهيءَ مقرريءَ ۽ پروگرام کي سڄيءَ سنڌ ۾ قبوليو ويو، ۽ ۹-نومبر ۱۹۶۲ع تي، شهرن توڙي ڳوٺن ۾، انتهائي سنجيدگيءَ سان، سنڌي زبان جي علمي، ادبي، ثقافتي ۽ تعليمي صلاحيتن جو ڪامياب مظاهرو ڪيو ويو. شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ادبي مجلسون، مشاعرا، ناٽڪ ۽ ثقافتي نمائشون ڪيون ويون؛ هرهنڌ پبلڪ جلسا ڪيا ويا؛ شاگردن جلوس ڪڍيا، اسٽوڊنٽس يونين ۽ ٻارن جي ڦلواڙيءَ هرهنڌ پنهنجون الڳ ميٽنگون ڪيون؛ سڀني اخبارن ’يوم سنڌي زبان‘ بابت ايڊيٽوريل لکيا، ۽ سنڌي ادب ۽ ثقافت بابت شعر ۽ مقالا شايع ڪيا: اِن طرح، ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سنڌي زبان جو پرچار ڪيو ويو، ۽ ان جي ترقيءَ، حفاظت ۽ خدمت جو نئين سر عهد ڪيو ويو. چند ڪارروايون هيٺ پيش ڪجن ٿيون:

## حيدرآباد.

حيدرآباد ۾ ”يوم سنڌي زبان“ ڌام ڌوم سان ملهايو ويو. ’سنڌ سنگت‘ جي فيصلي مطابق، سڄيءَ سنڌ ۾ ’يوم سنڌي زبان‘ ملهائڻ جو مرڪز حيدرآباد کي ٺهرايو ويو هو، ۽ انهيءَ ڪري ائڪشن ڪاميٽيءَ تي به حيدرآباد جي ادبي ادارن جي نمائندگي رکي ويئي. حيدرآباد جي مختلف ادبي ادارن جي انهيءَ ائڪشن ڪاميٽيءَ پاران، پنهنجن سمورن جماعتي وسيلن سان، مختلف ادبي ۽ ثقافتي پروگرام پيش ڪيا ويا. شام جي پنجين بجي کان، تلڪ چاڙهيءَ تي سردار بهادر محمد بخش هال ۾، هر طبقي جا سنڌي سچ وڏي تعداد ۾ پهچڻ شروع ٿي ويا. ٻاهر ”يوم سنڌي زبان“ جو اشتهار لڳل هو، ۽ رنگ برنگي روشنين سان دروازي کي سينگاريو ويو هو. سنڌي ادبي سنگت، پاڪستان رائيٽرس گلڊ (سنڌي)، بزم طالب المولا، اداره آواز ادب، زندگي پبليڪيشنس، سنڌو ساٿيهه سنگت، ۽ سنڌ يونيورسٽي ۽ مقامي ڪاليجن جي سنڌي ادبي مجلسن جا ڪارڪن اڳي ئي موجود هئا. ائڪشن ڪاميٽي ۾ شامل مٿين ڇهن ادبي ادارن جا جماعتي نشان (مونوگرام) اسٽيج تي لڳل هئا. ٿوريءَ ئي دير ۾ سڄو هال پرجي ويو، ۽ ڪيترن ئي سنڌيءَ جي شائقن کي موٽي وڃڻو پيو. سنڌيءَ جي اٽڪل ڏيڍ هزار شيدائين جو اهو عظيم الشان اجتماع حيدرآباد جي تاريخ ۾ يادگار رهندو.

جلسي جي صدارت، بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ اينڊ سيڪنڊري ايجوڪيشن جي چيئرمن، ڊاڪٽر غلام حسين صاحب جعفريءَ ڪئي. ۽ ائڪشن ڪاميٽيءَ جي ڪنوينر، شمشيرالحيدريءَ، ڪارروائي هلائي.

پهرين حاجي عبدالڪريم سومري قرآن مجيد جي تلاوت ڪئي، جنهن بعد شاهه، سچل ۽ ساميءَ جو ڪلام پڙهيو ويو. ان کان پوءِ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ، انهيءَ موقعي لاءِ لکيل هڪ مقالو پڙهيو، جنهن ۾ سنڌي زبان جي اوسر ۽ ان جي ادبي ۽ تعليمي حيثيت جو مجمل جائزو ورتل هو.

ان کان پوءِ ’نياز‘ همايونيءَ جي طويل نظم ”مڪليءَ“ جو ڊرامائي خاڪو (ٽيبلو)، ريڊيو پاڪستان جو رڪارڊ ڪيل ”سنڌي ادبي سنگت“ طرفان پيش ڪيو ويو. پهرين شمشيرالحيدريءَ ان جو تاريخي پس منظر پيش ڪيو. ڊرامي ۾ سنڌ تي ارغونن جي ڪاهي اچڻ ۽ سنڌ جي مشهور سورمي دريا خان جي حب الوطنيءَ جو يادگار داستان دهرايو ويو هو.

ان کان پوءِ تقريرن جو دور هليو. نور محمد هاءِ اسڪول جي هيڊ ماسٽر مسٽر الهه بخش نظامائي، سنڌ اورينٽل ڪاليج جي پرنسپال مخدوم اميراحمد، منشي عبدالشڪور وڪيل ۽ محترم محمد عثمان ڏيپلائيءَ، سنڌي زبان جي ادبي ۽ تعليمي حيثيت بابت مختلف پهلوئن تي تقريرون ڪيون، ۽ ان جي ترقيءَ ۽ حفاظت جي اُپائن، توڙي رڪاوٽن ۽ حق تلفين تي تفصيلي روشني وڌي. نظامائي صاحب تعليمي ڪميشن جي رپورٽ کي سراسر ناقص ٺهرايو، ۽ مخدوم صاحب سنڌيءَ ۾ علمي ۽ فني ڪتابن جي پيدائش تي زور ڏنو. منشي صاحب ظاهر ڪيو ته

”اڄ گذريل سورهن سالن کان اڄ جهڙي زبردست ۽ بامقصد اجتماع ڏسڻ جي خواهش رکندو رهيس. ههڙي جوش خروش ۽ اهتمام وارو هيءُ اجلاس، سچ پچ ته تعميري دور جو آغاز پيو معلوم ٿئي.“ ڏيپلائي صاحب سنڌي اخبارن ۽ رسالن ۽ صحافت متعلق انگ اکر ٻڌايا، ۽ ڊڪلريشن متعلق تڪليفون بيان ڪيون. ان طرح، سنڌي زبان جي باري ۾ ڪيتريون ئي ڪارگر حقيقتون سڀني جي سامهون آيون. لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي هڪ شاگرد، مسٽر سردار احمد اڙدوءَ ۾ شاهه صاحب جي ڪلام بابت تقرير ڪئي، شاهه جي شاعرانه عظمت جو اعتراف ڪيو.

ان کان پوءِ سنڌي زبان جي علمي، ادبي، تعليمي ۽ ثقافتي مسئلن سان تعلق رکندڙ ڪُل ٢٥ ٺهراءَ، يڪراءِ، جوش خروش سان منظور ڪيا ويا. ائڪشن ڪميٽيءَ جا رٿيل اهي ٺهراءَ، ’يوم سنڌي زبان‘ جي سلسلي ۾ ڪيل جلسن ۽ ميٽنگن ۾ هر هنڌ بحال ڪيا ويا، جيڪي اڳواٽ سڀني ادبي ۽ سماجي جماعتن کي پهچايا ويا هئا.

## ٺهراءَ

(١) سنڌي ڳالهائيندڙ اديبن، شاعرن، تعليمي ماهرن، دانشورن، شاگردن ۽ معزز شهرين جو هيءُ اجلاس پاڪستان سرڪار جي انهيءَ فيصلي کي ساراهي ٿو، جنهن موجب هن علائقي جي تعليمي ادارن ۾ سنڌي زبان جي اڳينءَ حيثيت کي بحال ڪيو ويو آهي — ۽ ان کي هڪ دانشمندانه قدم قرار ڏيندي، پنهنجي دلي اطمينان ۽ خوشيءَ جو اظهار ٿو ڪري. هن اجلاس کي اميد آهي ته سنڌي زبان جي ترقيءَ لاءِ سرڪار سمورا ضروري وسيلا مهيا ڪندي.

(٢) سنڌي زبان صدين کان وٺي هن علائقي جي سرڪاري زبان رهي آهي، ۽ اها سڀني سرڪاري توڙي نيم سرڪاري ادارن ۽ ڪورٽن ۾ استعمال ٿيندي رهي آهي. گذريل چند سالن کان، ڪن سرڪاري ادارن ۾ اهڙا امڪان پيدا ٿي چڪا آهن، جن سان سنڌي زبان جي استعمال واري سرشتي تي نقصانڪار اثر پئجي رهيو آهي. مثال طور، سرڪاري نوٽس بورڊ، فارم، وغيره، سنڌيءَ ۾ نٿا لکيا وڃن. هن اجلاس جو پرزور مطالبو آهي ته اها صورتحال هڪدم ختم ڪئي وڃي، ۽ سنڌي زبان کي پاڪستان جي ’سرڪاري زبان‘ تسليم ڪيو وڃي.

(٣) سنڌي زبان، سنڌ اندر رهندڙ سمورن ماڻهن جي وچ ۾، سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو هڪ عام ذريعو آهي — ۽ سمورن سرڪاري ملازمن، واپارين ۽ ٻين ماڻهن کي ان جي ڄاڻ ۽ سکڻ جي ضرورت آهي. انهيءَ حقيقت کي نظر ۾ رکندي، سابق سنڌ سرڪار سمورن نون سنڌي شاگردن لاءِ سنڌي زبان جي سکيا لازمي ٺهرائي هئي، ۽ سرڪاري ملازمن کي ٻه لازمي طرح سنڌيءَ جو امتحان پاس ڪرڻو ٿيندو هو. ڏٺو ويو آهي ته نه رڳو انهيءَ قاعدي تي ڪو به عمل نٿو ڪيو وڃي، بلڪ خاص طرح مشنري اسڪولن ۾ سنڌيءَ جي تعليم کي ترڪ ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري هيءُ اجلاس تقاضا ٿو ڪري ته ثانوي سطح تي سنڌيءَ جي تعليم انهن سڀني شاگردن لاءِ لازمي ٺهرائي وڃي، جن جي مادري زبان سنڌي نه آهي،

۽ پڻ سرڪاري ملازمن لاءِ سنڌيءَ جو امتحان لازمي ٺهرايو وڃي. ساڳئي وقت، مشنري اسڪولن کي هدايت ڪئي وڃي ته هو سنڌيءَ جي تعليم جاري رکن.

(۴) هيءُ اجلاس سخت ڏک جو اظهار ٿو ڪري ته سنڌ جي ڪيترين تاريخي ۽ ثقافتي اهميت وارين جاين جا اصل نالا تبديل ڪيا ويا آهن. مثال طور "ڪينجهر" ڍنڍ جو اصل نالو بدلائي "ڪلري" رکيو ويو آهي. هن علائقي جي عوام توڙي اخبارن طرفان اصل نالن کي ملڪ جي تهذيبي ورثي طور قائم رکڻ لاءِ بار بار سرڪار جو ڌيان ڇڪايو ويو آهي. هيءُ اجلاس پُرزور تقاضا ٿو ڪري ته هن علائقي جي تهذيبي آثارن جي حفاظت ڪئي وڃي، ۽ تاريخي اهميت وارين جاين جي نالن بدلائڻ جو طريقو ختم ڪيو وڃي.

(۵) هيءُ اجلاس حڪومت کان زوردار مطالبو ٿو ڪري ته "غلام محمد براج" جو نالو بدلائي، ان تي هن سرزمين جي عظيم شاعر، 'شاهه عبداللطيف' جو نالو رکيو وڃي.

(٦) گولاڙچي (تعلقو ٽنڊو محمد خان) جو اصل نالو تبديل ڪري، بورڊ آف روينيو جي هڪ ميمبر جي نالي پويان، "ٽنڊو اڪرم" رکيو ويو آهي. هيءُ اجلاس مطالبو ٿو ڪري ته گولاڙچيءَ جو اصل نالو قائم رکيو وڃي.

(۷) هيءُ اجلاس انتهائي افسوس جو اظهار ٿو ڪري ته گذريل انن سالن کان وٺي ڪراچيءَ جي تعليمي اختياريءَ وارن ڪو هڪڙو به نئون سنڌي اسڪول نه کوليو آهي — ۽ وڌيڪ افسوسناڪ ڳالهه هيءَ آهي ته ڪيترائي اڳي قائم ٿيل سنڌي اسڪول بند ڪيا ويا آهن. ڪراچيءَ جا ڪيترا سنڌي اسڪول اهڙا آهن، جن جي مرمت نه ٿي آهي، اهي ڊهي چڪا آهن، جيئن مولانا عبيدالله سنڌي اسڪول، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي اسڪول، انهن جي فوراً مرمت ڪرائي وڃي. ڪراچيءَ جو شهر سنڌ جو دارالحڪومت ٿي رهيو آهي، ۽ شروع کان وٺي سنڌي ادب، تعليم ۽ ثقافت جو مرڪز رهندو آيو آهي. هن وقت به ڪراچيءَ سان سنڌي عوام جو تمام گهرو تعلق آهي، ۽ منجهس اٽڪل ست لک سنڌي آباد آهن. هيءُ اجلاس پرزور مطالبو ٿو ڪري ته ڪراچيءَ ۾ نوان سنڌي اسڪول ڪافي تعداد ۾ کوليا وڃن، ۽ موجوده سيني اسڪولن کي چارٽ، نقشا، رجسٽر وغيره سنڌيءَ ۾ مهيا ڪيا وڃن.

(۸) ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سال ۱۹۵۵ع تائين سنڌي زبان امتحاني ذريعي طور رائج هئي، پر پوءِ ان کي بنا ڪنهن سبب جي ختم ڪري ڇڏيو ويو آهي. هيءُ اجلاس ڪراچي يونيورسٽي جي اختياريءَ وارن کان پرزور مطالبو ٿو ڪري ته سنڌي کي امتحاني ذريعي طور جلد بحال ڪيو وڃي.

(۹) سنڌ يونيورسٽيءَ سان ملحق تعليمي ادارن جي شاگردن کي داخلائن، اسڪالرشپن ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ جي موقعن کان محروم رکيو ويو آهي. جنهنڪري هن علائقي جي شاگردن توڙي مائٽن ۾ سخت تشويش پيدا ٿي آهي. هيءُ اجلاس، انهيءَ ڪري مطالبو ٿو ڪري ته هن علائقي جي شاگردن کي اعليٰ ۽ غيرملڪي تعليم لاءِ اسڪالرشپن

توڙي پوسٽ گريجوئيٽ ۽ فني تعليم جي ادارن ۾ داخلائن جو پورو حصو ڏنو وڃي — جهڙوڪ لاهور جو رائل ڪاليج، لاهور جو اسڪول آف پبلڪ هائيجن، ڪراچيءَ جو بيسڪ انسٽيٽيوٽ، وغيره.

**(١٠)** ڪجھ وقت اڳي سنڌ يونيورسٽيءَ جي اختياريءَ وارن اعلان ڪيو هو ته سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب جي ترقيءَ ۽ تحقيق لاءِ "سنڌي اڪيڊمي" کولي ويندي. پر نهايت افسوس آهي جو اهڙي مفيد پروگرام کي اجا تائين عمل هيٺ نه آندو ويو آهي. هيءُ اجلاس سنڌ يونيورسٽيءَ جي اختياريءَ وارن کان پرزور تقاضا ٿو ڪري ته "سنڌي اڪيڊميءَ" جي اسڪيم کي جلد کان جلد عمل ۾ آندو وڃي(١).

**(١١)** سنڌي زبان ۾ سنڌي زبان بابت ڪيترن ئي ڊگري ڪورس ڪندڙ عالمن جي لکيل ٿيسيس ڪي، جن جي لکڻ سان انهن سنڌ يونيورسٽيءَ کان سندون حاصل ڪيون آهن، ڇپائڻ جو ڪوبه اهتمام نه ڪيو ويو آهي. سنڌي زبان ۽ ادب جي ذخيري کي وڌائڻ لاءِ ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۽ ان فاضل مصنفن جي محنتن کي محفوظ ڪرڻ لاءِ هيءُ اجلاس مطالبو ٿو ڪري ته اهي ٿيسيس فوراً سنڌ يونيورسٽيءَ پاران ڇپايون وڃن.

**(١٢)** سنڌي ادبي بورڊ هن علائقي جو هڪ اهم ادارو آهي، جنهن سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب جي ترقيءَ لاءِ عملي طرح بهترين ڪم ڪيو آهي. هن وقت جيڪا گرانٽ حڪومت پاران ملندڙ آهي، سا سنڌي ادبي بورڊ جي ضرورتن موجب ڪافي نه آهي. بورڊ کي سنڌي زبان جي ادبي ترقيءَ لاءِ جيڪي ڪم ڪرڻا آهن، تن جي وسعت کي نظر ۾ رکندي، هيءُ اجلاس حڪومت کي گذارش ٿو ڪري ته ايندڙ مالي سال کان بورڊ کي ڪم از ڪم ٻيڻي گرانٽ ڏني وڃي، ۽ پڻ بلڊنگ گرانٽ الڳ ادا ڪئي وڃي.

**(١٣)** سنڌي ادبي بورڊ طرفان سنڌي زبان لاءِ ٽائيپ رائيٽر تيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو هو. هيءُ اجلاس بورڊ کي گذارش ٿو ڪري ته اهو ڪم تمام جلد مڪمل ڪيو وڃي.

**(١٤)** هيءُ اجلاس محسوس ٿو ڪري ته تعليم جو سمورو دارومدار استاد طبقي جي خوشحاليءَ تي آهي، ۽ سنڌ جي استادن جي حالت نهايت ابتر آهي. بار بار تقاضائن جي باوجود، اختياريءَ وارن ان طرف ڪوبه ڌيان ڪونه ڏنو آهي. هيءُ اجلاس زوردار مطالبو ٿو ڪري ته سنڌي استادن جا پگهار ايترا وڌايا وڃن جو هو باعزت شهرين جيان زندگي گذاري، تعليم کي مڪمل ترقي وٺائي سگهن.

**(١٥)** "سنڌ پراونشل لئبرري" ڪيترن سالن کان قائم ڪيل آهي، ۽ حڪومت جي خرچ تي هلندڙ آهي. حيدرآباد جهڙي اهم شهر ۾ هجڻ جي باوجود، لئبرريءَ جا منتظم ڪتابن جو

---

(١) خوشيءَ جهڙي ڳالهه آهي جو سنڌي اڪيڊميءَ جي تشڪيل ۽ علمي ۽ ادبي ڪم ڪار متعلق، ڪم شروع ٿيو آهي، ۽ هڪ علمي لئبرريءَ جي قيام سان گڏ علمي سنڌي ڪتابن جي ڇپائيءَ جو ڪم به هلي رهيو آهي.

سٺو ذخيرو موجود نہ ڪري سگهيا آهن، جنهن مان علم ادب جو ذوق رکندڙ طبقو پنهنجون ضرورتون پوريون ڪري سگهي. خاص طرح، لئبرريءَ ۾ سنڌي ڪتاب ننا رکيا وڃن. هيءُ اجلاس حڪومت کي گذارش ٿو ڪري تہ "سنڌ پراونشل لئبرري" جي منتظمين کي لئبرريءَ جي معيار وڌائڻ ۽ سنڌي ڪتابن مهيا ڪرڻ جي هدايت ڪئي وڃي.

**(١٦)** هي اجلاس حڪومت کان مطالبو ٿو ڪري تہ سنڌي ڳالهائيندڙ عوام لاءِ پوسٽ ڪاتي ۾ استعمال ٿيندڙ فارم، مني آرڊر فارم، وغيره سنڌيءَ ۾ ڇپرايا وڃن. هيءُ اجلاس حڪومت کان وڌيڪ مطالبو ٿو ڪري تہ سنڌ جي عظيم صوفي شاعر، "شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ" جي ورسيءَ جي موقعي تي ٽپال جون يادگار ٽڪليون جاري ڪيون وڃن.

**(١٧)** هيءُ اجلاس حڪومت کان مطالبو ٿو ڪري تہ هن علائقي ۾ ريلوي اسٽيشن جا بورڊ، ٽڪيٽ، نرخناما، ٽائم ٽيبل، وغيره سنڌي زبان ۾ تيار ڪرايا وڃن.

**(١٨)** هيءُ اجلاس ڏک سان ظاهر ٿو ڪري تہ ڪن غير سنڌي آفيسرن جي ڪوشش سان هڙئي سنڌي رسالا ۽ ڪيترين ئي سنڌي اخبارون بند ڪيون ويون آهن. هيءُ اجلاس زوردار مطالبو ٿو ڪري تہ فيبروري ١٩٦٠ع تائين جيڪي بہ رسالا ۽ اخبارون جاري هيون، تن جا ڊڪلريشن بحال ڪيا وڃن.

**(١٩)** ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ، قلات، لسٻيلي ۽ ڪراچيءَ جي ٻڌندڙن لاءِ اڳي پيش ٿيندڙ سنڌي پروگرام بند ڪري ڇڏيو آهي. هيءُ اجلاس ريڊيو اختياريءَ وارن کي گذارش ٿو ڪري تہ اهو پروگرام وري شروع ڪيو وڃي.

**(٢٠)** هيءُ اجلاس سنڌ جي سڀني اسڪولن ۽ ڪاليجن جي اختياريءَ وارن تي زور ٿو آڻي تہ هو پنهنجون مخزنون سنڌي زبان ۾ شايع ڪن، ۽ سنڌيءَ ۾ ڊبيٽون ڪرائين.

**(٢١)** هيءُ اجلاس سڀني سنڌي خانگي ادارن، ٽرانسپورٽ ڪمپنين، دڪانن، هوٽلن وغيره کي گذارش ٿو ڪري تہ هو پنهنجا بورڊ، ٽڪيٽ، فارم، بل، رسيدون وغيره سنڌيءَ ۾ استعمال ڪن.

**(٢٢)** هيءُ اجلاس سنڌ جي شاهوڪار شخصيتن کي اپيل ٿو ڪري تہ هو سنڌي زبان ۽ سنڌي ثقافت جي سرپرستي ڪن، ۽ انهيءَ ڏس ۾ سنڌي فلمن تيار ڪرڻ ۽ سنڌي دستڪاريءَ کي جديد تجارتي بنيادن تي فروغ ڏيڻ ۾ فراخدليءَ سان سرمايو سيڙائين.

**(٢٣)** موجوده صورتحال تي ويچاريندي، هيءُ اجلاس هرهڪ سنڌي فرد کي اپيل ٿو ڪري تہ هو سنڌي زبان، ادب ۽ تعليم جي سرپرستي ڪري: هر موقعي تي سنڌي زبان ۾ ڳالهايو وڃي- هر شخص سنڌي ڪتاب، سنڌي اخبارون ۽ سنڌي رسالا لازمي طرح خريد ڪري پڙهي، سنڌي مائٽ پنهنجن ٻارن کي لازمي طرح تعليم ڏيارين، ۽ کين خاص طرح سنڌي اسڪولن ۾ پڙهائين.

(۲۴) هيءُ اجلاس بنيادي جمهوريت جي سنڌي ميمبرن کي اپيل ٿو ڪري ته هو پنهنجن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ سنڌي اسڪول ۽ لئبرريون کولڻ تي خاص ڌيان ڏين، ۽ پنهنجو رڪارڊ سنڌيءَ ۾ رکن.

(۲۵) آخر ۾ هيءَ اجلاس سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت کي بحال ڪرائڻ لاءِ سنڌيءَ جي سيني سرپرستن جي ڪوششن کي عام طرح، ۽ سنڌي اخبارن، اهل قلم ۽ شاگرد طبقي جي جدوجهد کي خاص طرح ساراهي ٿو، ۽ اُميد ٿو رکي ته هو سنڌي زبان جي ترقيءَ ۽ حقن بابت پنهنجي جائز جدوجهد کي جاري رکندا، ۽ سنڌ ۾ تعليمي بيداري پيدا ڪرڻ جي هلچل هلائيندا.

تقريرن ۽ ٺهرائن جي ڪارروائيءَ بعد، ”اِنڊس آرٽ انسٽيٽيوٽ“ پاران هڪ ڊرامائي خاڪو، ”مارئيءَ جون مٺ راتيون“، مسٽر غلام حيدر صديقيءَ جو مرتب ڪيل ۽ ريڊيو پاڪستان جو رڪارڊ ڪيل، پيش ڪيو ويو، جنهن ۾ شاهه جي ڪلام تي مشتمل، حب الوطنيءَ جو مشهور داستان سمايل هو. ان بعد (سنڌو سائيهه سنگت) پارا هڪ مزاحيه فيچر ”ڪنجوس“ ۽ ”ينگ اسماعيليه ڪلچرل سوسائٽيءَ“ پاران سنڌي لوڪ ناچ ”هو جمالو“ پيش ڪيا ويا. فقير عبدالغفور ۽ سندس ساٿين سچل سرمست جو ڪلام ڳايو، شيخ عبدالغفور، تنوير عباسيءَ ۽ شمشيرالحيدريءَ جو ڪلام پڙهايو، ۽ مسٽر داد محمد بلوچ مائوٿ آرگن وڄايو.

آخر ۾ محترم حيدربخش جتوئيءَ پنهنجو زندگي بخش ڪلام پڙهايو، ۽ رات جو دير سان، يارهين بجي، ”يوم سنڌي زبان“ جي هيءَ شاندار تقريب ختم ٿي.

* * *

۹- نومبر ۱۹۶۲ع تي سنڌ ۾ هر هنڌ ”يوم سنڌي زبان“ ملهايو ويو؛ پر بعض هنڌن تي مقرر تاريخ کان پوءِ به انهيءَ سلسلي کي جاري رکيو ويو. چنانچ حيدرآباد جي ’لياقت ميڊيڪل ڪاليج‘ جي شاگردن ۲۵- نومبر تي ’يوم سنڌي زبان‘ وڏي شان ۽ مان سان ملهايو، ۽ هالا جي ’بزم سنڌي ادب‘ پاران اينڊڙ ۸- ڊسمبر تي ’يوم سنڌي زبان‘ ملهائڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي.

حيدرآباد جي لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي شاگردن پاران، ۲۵- نومبر ۶۲ع تي، آچر ڏينهن، سنڌ پراولشل ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ هال ۾، هڪ ثقافتي نمائش ڪئي وئي. صبح جو ڏهين بجي، لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي ائڊمنسٽريٽر، پروفيسر ايم. ايم. حسن، نمائش جو افتتاح ڪيو، ۽ شام جي پنجين بجي تائين اُها کُليل رکي وئي. شهر جي اٽڪل پنج سؤ اديبن، تعليمي شخصيتن، شاگردن ۽ عام شهرين، مردن خواهه عورتن، نمائش ڏٺي. سنڌي ساز— مثلاً يڪتارو، مُرلي، بنسري، بينون، چنگ، نڙ، بوڙينڊو، چپڙيون، سرندو، گهگهڙو، وغيره؛ سنڌي هٿيار، جن ۾ ميرن جي وقت جي بندوق ۽ تلوار به هئي؛ سنڌي لباس، سنڌي ڪپڙو، ڪپڙي تي پرت جو ڪم، چمڙي تي چانديءَ جو ڪم، جنڊيءَ ۽ ڪاشيءَ جو ڪم، ٽامي ۽ پتل جو ڪم: اِهي،

۽ ٻيون ڪيتريون ئي ڏسڻ لائق شيون دستياب ڪري رکيون ويون هيون. سنڌي سازن، لباس ۽ زيورات بابت، مسٽر ظفر ڪاظميءَ جون ڏهاڪو کن تصويرون به نمائش لاءِ رکيل هيون. هڪڙيءَ ڪنڊ ۾ "سنڌي هاريءَ جي حياتي"، ظفر ڪاظميءَ جي تصويرن ذريعي پيش ڪيل هئي، جنهن ۾ ڪاٺ جي ٿهيل مادل ذريعي، هاريءَ کي هر هلائيندي، اناج اُپائيندي ڏيکاريو ويو هو، ۽ پويان تصويرن ۾ سندس ٻچن جي بک ۽ بيڪسيءَ جو دردناڪ نظارو چٽيل هو. سڄي هال کي رنگارنگي جهنڊين ۽ جهالرن سان خوب سينگاريو ويو هو. وچ ۾ اٽڪل چار سؤ چونڊ ڪتاب نمائش لاءِ رکيل هئا، جنهن ۾ قديم ۽ جديد، نمائنده شاعرن جا اٽڪل ٢٥ ديوان، بياض يا رسالا، سنڌ ۽ پارٽ ۾ ڇپيل ناول، ڊراما، افسانن جا مجموعا، نوان ۽ پراڻا ادبي ۽ تعليمي رسالا، ديني ۽ تاريخي تصنيفون، ۽ سنڌ جي بمبئيءَ سان لاڳو هجڻ واري وقت کان وٺي اڄ تائين جا، پاراٽي کان وٺي ستين درجي تائين، سمورا درسي ڪتاب پڻ، دستياب ڪري رکيا ويا هئا.

هندستان جي ٽيرهن سنڌي اشاعتي ادارن جي ڪتابن کان علاوه، سنڌ جي هيٺين اشاعتي ادارن جا ڪتاب نمائش ۾ رکيا ويا. (١) سنڌي ادبي بورڊ؛ (٢) آر. ايچ. احمد برادرس، حيدرآباد؛ (٣) محمد يوسف برادرس حيدرآباد؛ (٤) اسلاميه دارالاشاعت، حيدرآباد؛ ادارهٔ انسانيت، حيدرآباد؛ (٦) پاڪستان رائيٽرس گلڊ؛ (٧) سچل ڪوآپريٽو اڪيڊمي، حيدرآباد؛ (٨) مصري شاهه ميموريل ڪوآپريٽو ڪائونسل، نصرپور؛ (٩) پرديپ پبليڪيشنس، حيدرآباد؛ (١٠) سنڌي ڪتاب گهر، حيدرآباد؛ (١١) اداره آواز ادب، حيدرآباد، (١٢) اداره سنڌي ادب، ٽنڊو محمد خان، (١٣) اداره گلشن ادب، ٽنڊو محمد خان، (١٤) گلزار لئبرري، حيدرآباد؛ (١٥) جيلاني پبليڪيشنس، بدين؛ (١٦) شاگرد پبليڪيشن، بدين؛ (١٧) لطيف پبليڪيشنس، بدين؛ (١٨) اداره ادب نو، حيدرآباد؛ (١٩) زندگي پبليڪيشن، حيدرآباد؛ (٢٠) اداره شهباز ادب، حيدرآباد؛ (٢١) اداره فروغ ادب، ڪراچي؛ (٢٢) نئين سنڌي ادبي سوسائٽي، حيدرآباد؛ (٢٣) آواز سنڌ پبليڪيشن، نوابشاهه؛ (٢٤) سنگت پبليڪيشن، نوابشاهه؛ (٢٥) فيروز پبليڪيشن، هالا؛ (٢٦) قليچ پبليڪيشنس، حيدرآباد؛ (٢٧) اداره نواي ادب، ڳوٺ عطامحمد پلي؛ (٢٨) انجمن اماميه، حيدرآباد؛ (٢٩) عجائب اسٽور، سکر؛ (٣٠) رفيق ويلفيئر ڪمپني، هالا؛ (٣١) ايڊيوڪيشنل بُڪ ڊيپو، حيدرآباد؛ (٣٢) الوحيد لميٽيڊ، ڪراچي. نئين دور جي مٿين اشاعتي ادارن مان ڪيترائي هن وقت بند ٿي ويا آهن.

پروفيسر ايم. ايم. حسن، نمائش جي افتتاح ڪندي، پنهنجيءَ تقرير ۾ ظاهر ڪيو تہ "آءٌ سنڌي ثقافت جي هن شاندار مظاهري کان بيحد متاثر ٿيو آهيان، ۽ ڪيتريون ئي اهڙيون قابل ديد چيزون مون اڄ هتي ڏٺيون آهن، جيڪي اڳي ڪڏهن به نہ ڏٺيون هيم." هن پنهنجي شاگردن کي صلاح ڏني تہ "هھڙي قسم جا نماءَ اوهان کي گهڻو اڳ ڪرڻ کپن ها، ۽

هن بعد آئي اوهان سان هرڪو تعاون ڪرڻ لاءِ تيار آهيان." محترم ڊاڪٽر صالح محمد ميمڻ پڻ شاگردن پاران پنهنجي ثقافت سان ورتل دلچسپيءَ تي ڪليءَ طرح داد ڏنو، ۽ پنهنجي انتهائي خوشيءَ جو اظهار ڪيو. پروفيسر ايم. ايم. حسن ۽ ڊاڪٽر صالح محمد ميمڻ جا رايا، ۽ مسٽر مصطفیٰ ملڪ، وائس پريزيڊنٽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج اسٽوڊنٽس يونين جو انٽرويو، شام جو ريڊيو پاڪستان پنهنجي 'نيوز ريل' پروگرام ۾ پيش ڪيا. بعض غيرملڪي ماڻهن به نمائش ڏٺي، ۽ بيحد متاثر ٿيا.

## بيسنٽ هال.

ساڳئي ڏينهن، شام جو، بيسنٽ هال ۾ ادبي اجلاس منعقد ٿيو، جنهن جي صدارت سنڌ يونيورسٽيءَ جي شعبه فارسيءَ جي صدر، ڊاڪٽر نبي بخش صاحب قاضيءَ ڪئي. شهر جي هر طبقي ۽ خيال جي ماڻهن، مردن خواهه عورتن، تمام وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. تلاوت قرآن مجيد کان پوءِ شيخ عبدالغفور "سنڌيءَ جو ترانو" ڳايو، ۽ ڪارروائي شروع ٿي. پروفيسر محبوب علي چنا، پرنسپال جامع عربيه ڪاليج، "يوم سنڌي زبان" جي مناسبت سان هڪ دلپذير تقرير ڪئي، جنهن بعد ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت بابت پنهنجو مقالو پڙهيو. ان کان پوءِ محترم قاضي صاحب پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي، جنهن ۾ صاحب موصوف جي هڪ خاص قسم جي ريشمي ڪپڙي، "سنڌڻ"، بابت پنهنجا تحقيقي معلومات پيش ڪيا، ۽ قديم زمانن کان دنيا جي مختلف زبانن ۾ انهيءَ نالي جي متواتر استعمال جون سنڌون پيش ڪري، سنڌي تمدن جي اوائلي اوج، وسعت ۽ ناماچار تي روشني وڌي.

ان کان پوءِ مشاعرو ٿيو، جنهن ۾ عبدالجبار شام، زيب عاقلي، امداد حسيني، علي محمد مجروح، تنوير عباسي ۽ شمشيرالحيدريءَ بهرو ورتو.

ان بعد هڪ ڊرامائي خاڪو اسٽيج تي پيش ڪيو ويو– "علاج". ان ۾ ڊاڪٽري ترت علاج جي پيٽ ۾، قديمي طول طويل طريقهءِ علاج تي طنز ڪئي ويئي هئي.

فقير عبدالغفور ۽ سنڌس ساٿين سچل سرمست جو ڪلام ڳائي ٻڌايو؛ لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي شاگرد، مسٽر شاهنواز شاهه، شاهه ڀٽائي جو ڪلام ڳائي ٻڌايو؛ لونگ خان يڪتاري تي ڪوهياري پيش ڪئي؛ ريڊيو آرٽسٽ شاهه محمد نابينا، ٻيڻَن تي راڳو ۽ ڪوهياريءَ جون ڌُنون ٻڌايون؛ مِٺي خان دِلي تي وڄت پيش ڪئي؛ ۽ مسٽر عبدالڪريم بلوچ، ريڊيو آرٽسٽ، چنگ جو لهرو پيش ڪيو.

آخر ۾ هيٺيان ٻه ٺهراءُ يڪراءِ پاس ڪيا ويا.

**(١)** حيدرآباد جي سنڌي ڳالهائيندڙ عالمن، اديبن، شاعرن، تعليمي ماهرن، شاگردن، دانشورن ۽ عام شهرين جو هيءُ اجلاس پاڪستان سرڪار جي انهيءَ دانشمندانه قدم کي ساراهي ٿو، جنهن موجب سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت کي بحال ڪيو ويو آهي.

انهيءَ سلسلي ۾، هيءُ اجلاس وڏيڪ محسوس ٿو ڪري تہ جنهن آرڊيننس ذريعي سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت کي بحال ڪيو ويو آهي، تنهن جي قانوني زبان مان خود بہ اهڙو ڪو مفهوم نٿو ڪڍي سگهجي، جنهن موجب حڪومت جي انهيءَ فيصلي کي هڪ مستقل فيصلو سمجهي سگهجي، ۽ پڻ سرڪار جي قومي تعليمي ڪميشن جون سنڌي زبان بابت غلط سفارشون اجا تائين رد نہ ڪيون ويون آهن: انهيءَ ڪري، هيءُ اجلاس تقاضا ٿو ڪري تہ سرڪار پاران ترت ئي مٿين آرڊيننس جي وضاحت ڪئي وڃي، جنهن موجب سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت کي بحال ڪرڻ واري فيصلي کي دائمي قرار ڏنو وڃي، ۽ پڻ تعليمي ڪميشن جي رپورٽ ۾ سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت کي محدود ڪندڙ سفارشن کي ڪُليءَ طرح رد ڪيو وڃي.

(۳) هيءُ اجلاس انهن سمورن نهرائن ۽ مطالبن جي مڪمل تائيد ٿو ڪري، جيڪي گذريل ۹-نومبر ۱۹۶۲ع تي، ”يوم سنڌي زبان“ جي سلسلي ۾، حيدرآباد واري عام اجلاس ۾ بحال ڪيا ويا آهن، ۽ جن جي تائيد سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ڪئي ويئي آهي. ان طرح ساري سنڌ جي مشهور شهرن، جيڪب آباد، ٺل، سکر، شڪارپور، سلطان ڪوٽ، لاڙڪاڻو، ميهڙ، قنبر، ڪڪڙ، خيرپور ناٿنشاهہ، جوهي، ڪوٽڙي، ٺٽو، سجاول، خيرپور ميرس، گنبٽ، نوشهرو فيروز، سڪرنڊ، مورو، جهول، عمرڪوٽ، مٺي، ڇاڇرو، ڏيپلو، ٿرپارڪر، سامارو، ڏگهڙي، جيمس آباد، ٽنڊو جان محمد، ڪُنري، جهڏو، ميرپورخاص، نصرپور، سعد آباد، مٽياري، ٽنڊو محمد خان، ماتلي، ٽنڊو باگو، وغيره ۾ ’يوم سنڌي زبان‘ ملهائي گورنمينٽ جي دانشمندانہ قدم جو شڪريو ادا ڪيو ويو.

## بدين.

صبح جو گورنمينٽ پرائمري اسڪول، مسلم اسڪول (غريب آباد) ۽ هاءِ اسڪول جي شاگردن جا جلوس نڪتا. شهر مان گشت ڪري، سيئي جلوس هاءِ اسڪول ۾ پهتا، جتي استادن ڪين خطاب ڪيو. خواجہ فرمان علي، مسٽر منظور احمد، مسٽر عبدالله نيازي ۽ مسٽر مقبول احمد بلوچ، شاگردن کي ’يوم سنڌي زبان‘ جو مقصد سمجهايو. ڪن نون سنڌي استادن، جن جي مادري زبان اڙدو آهي. تن پڻ سنڌيءَ ۾ تقريرون ڪيون، ۽ ڪن استادن سنڌي سکڻ جو وعدو ڪيو.

شام جو مارڪيٽ چوڪ ۾ عام جلسو ٿيو، جنهن ۾ مولوي آفتاب، سيد شير محمد لکياريءَ ۽ ٻين تقريرون ڪيون. آخر ۾ نهراءَ بحال ڪيا ويا.

## ٽنڊو الهيار.

ادبين ۽ شهرين جو اجلاس، حڪيم محمد عرس صوفيءَ جي صدارت ۾ ٿيو. مولوي عبدالڪريم سعديءَ ۽ مسٽر ولي محمد طاهر زادي سنڌي زبان بابت تقريرون ڪيون. صوفي صاحب پاران سيني کي چانهہ پارٽي ڏني ويئي. آخر ۾ نهراءَ بحال ڪيا ويا.

## ٽنڊو ڄام.
اگريڪلچرل ڪاليج جي سنڌي شاگردن پاران، جوش خروش سان 'يوم سنڌي زبان' ملهايو ويو. سنڌي زبان جي اهميت بابت تقريرن ۽ راڳ ساز بعد، نهراءِ بحال ڪيا ويا.

## هالا.
اسڪولي شاگردن کي جلد موڪل ڏني ويئي. سروري ڪاليج ۾ هڪ عام جلسو منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ شهر جي معززن، اديبن ۽ شاگردن تقريرون ڪيون، ۽ سنڌي زبان جي قديمي حيثيت ۽ موجوده ضرورتن تي روشني وڌي ويئي. آخر ۾ نهراءِ بحال ڪيا ويا، ۽ چانهه پارٽي ٿي.

## ٽلهار.
بزم طالب المولا جي اهتمام سان، مسٽر غلام احمد 'بيدم' جي صدارت ۾، شهرين جو عام ميڙ ٿيو. خواجه غلام حسين 'شاد'، غلام رسول 'افڪار'، تاج محمد 'تاج'، غلام علي 'بيڪس' ۽ ٻين معززن تقريرون ڪيون. شاهه لطيف ۽ سچل سرمست جو ڪلام ڳايو ويو، ۽ آخر ۾ نهراءِ بحال ڪيا ويا.

## نوابشاهه.
اديبن، شاگردن ۽ شهرين جو ميڙ 'سنڌي ادبي سنگت' جي آفيس ۾ ٿيو، جنهن جي صدارت سچڻ خان رند ڪئي. الطاف عباسي، نور عباسي، منظور حسين ۽ ٻين معززن تقريرون ڪيون. آخر ۾ نهراءِ بحال ڪيا ويا.

## ڳوٺ دڏ، تعلقو سڪرنڊ.
ڳوٺ دڏ جي ڳوٺائن، 'يوم سنڌي زبان' جي سلسلي ۾، مسٽر قابل خان آنڙ جي صدارت هيٺ، هڪ ڪچهري منعقد ڪئي. آنڙ صاحب جي صدارتي تقرير ڪان پوءِ، اسڪول جي هيڊ ماسٽر مسٽر محمد صديق، سنڌي زبان جي قديم ۽ جديد علم ادب تي ۽ موجوده دور ۾ سنڌي زبان سان پيش آيل حادثن تي روشني وڌي. اسڪول جي شاگردن شاهه عبداللطيف، شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، نوازعلي 'نياز'، محمد اسماعيل عرساڻي ۽ حافظ محمد احسن جو ڪلام، سنڌ، سنڌي زبان، حب الوطني ۽ مختلف اخلاقي موضوعن تي ڳائي ٻڌايو، ۽ آخر ۾ نهراءِ بحال ڪيا ويا.

## ڳوٺ مولهڻ، تعلقو نوشهرو فيروز.
چيئرمن يونين ڪائونسل جي صدارت هيٺ جلسو ٿيو، جنهن ۾ ڪاهي ڪنڊيا شريف ۽ ڪاهي لاهوءَ جي باشندن کي به مدعو ڪيو ويو. چيئرمن، ماسٽر قمبر علي منگي، ماسٽر سومر خان پڻي ۽ مسٽر محمد منل، ميمبر يونين ڪائونسل مولهڻ، سنڌي زبان جن صلاحيتن تي روشني وڌي، ۽ راڳ ساز جي محفل ٿي. ڳوٺ جي هيڊ ماسٽر صاحب پاران سڀني کي چانهه پارٽي ڏني ويئي.

آخر ۾ نعراءَ بحال ٿيا، ۽ هڪ نعراءَ ذريعي قومي اسيمبلي جي سنڌي ميمبرن کان مطالبو ڪيو ويو ته هو ١٠-ڊسمبر ٦٢ع کان شروع ٿيندڙ قومي اسيمبلي جي اجلاس ۾ سنڌيءَ کي سرڪاري زبان تسليم ڪرائڻ بنسبت بل پيش ڪن.

## دادو.

’يوم سنڌي زبان‘ شاندار نموني ملهايو ويو. گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ ٽئين پيرڊ بعد هڪ ميٽنگ ڪئي ويئي، جنهن ۾ استادن ۽ شاگردن تقريرون ڪيون. طالب المولا هاءِ اسڪول بارن جي قلواڙيءَ ۾ پاڻ ملهايو، ۽ خاص جلسو منعقد ڪيو، جنهن ۾ ڪيترن شاگردن ۽ استادن سنڌي زبان بابت تقريرون ڪيون، ۽ راڳ جي رهاڻ ٿي.

شام جو، ميونسپل باغ ۾، سنڌي ادبي سنگت طرفان عام جلسو ڪيو ويو. مسٽر تاج صحرائي ۽ ٻين معززن ولوله انگيز تقريرون ڪيون، ۽ آخر ۾ نعراءَ بحال ڪيا ويا.

## سيتا روڊ.

گورنمينٽ مڊل اسڪول ۾، هيڊماستر صاحب جي صدارت ۾، عام جلسو منعقد ٿيو. استادن ۽ شاگردن پرجوش تقريرون ڪيون. حافظ محمد احسن جو گيت ـــ ”آهي اسان لئه بهتر، سنڌي زبان اسان جي“ ڳايو ويو، ۽ آخر ۾ نعراءَ بحال ڪيا ويا. رات جو اسڪول جي عمارت کي چراغان ڪيو ويو، ۽ ڏينهن جو رنگارنگي جهنڊين سان سينگاريو ويو.

## چتو واهڻ ۽ بخش جتوئي.

محرابپور يونين ڪائونسل جي ميمبر، رئيس فتح خان کوکر جي ڪوشش سان، مٿين ٻنهي ڳوٺن ۾ ’يوم سنڌي زبان‘ ذوق شوق سان ملهايو ويو. ٻنهي ڳوٺن جي عوام ۽ اسڪولي شاگردن طرفان جلوس ڪڍيو ويو، ۽ سنڌي زبان جي اهميت تي تقريرون ڪيون ويئون. کوکر صاحب سڀني شاگردن ۾ مٺائي ورهائي. آخر ۾ نعراءَ بحال ڪيا ويا.

## ڪراچي.

ايس. ايم. لا-ڪاليج ۾ شاگردن جو وڏو جلسو منعقد ٿيو. مسٽر حسين عادل جي صدارت ۾، سنڌس جڳهه تي، شهر جي اديبن، شاعرن ۽ دانشورن جو شاندار ميڙ ٿيو. ڪٿي ۾ عام شهرين ۽ ادب دوستن جو جلسو ٿيو. سڀني هنڌن تي سنڌي زبان بابت تقريرون ڪيون ويئون، شعر پڙهيا ويا، ۽ نعراءَ بحال ڪيا ويا.

## ميرپور بٺورو.

اديبن، شهرين ۽ شاگردن جو جلوس پرئڪٽسنگ اسڪول کان نڪتو، جو ’هو جمالو‘ ڳائيندو، تعليمي ڪميشن خلاف نعرا هڻندو، شهر جي مکيه جاين تي تقريرون ڪندو، پبلڪ پارڪ ۾ پهتو، جتي سيٺ خواجه محمد عيسيٰ جي صدارت هيٺ عام جلسو ٿيو. سنڌي ادبي سنگت ٽيچرس ائسوسيئيشن بزم طالب المولا، بزم سنڌي ادب ۽ مختلف تعليمي ادارن جي ڪارڪنن جلسي کي خطاب ڪيو. آخر ۾ نعراءَ بحال ڪيا ويا.

# "سنڌي زبان سوسائٽيءَ" جو ميمورنڊم

«قومي تعليمي ڪميشن» جي رپورٽ ۾ سنڌيءَ جي ذريعہ تعليم بنسبت ڪيل سفارش خلاف، ملڪ جي صدر کي وفد جي ذريعي پيش ڪرڻ لاءِ، حيدرآباد جي «سنڌي زبان سوسائٽيءَ» طرفان هڪ عرضداشت تيار ڪئي ويئي، جيڪا پوءِ ١٠-آگسٽ ١٩٦٠ع تي، حيدرآباد ۾، پاڪستان جي تعليمي وزير کي ڏني ويئي: هيٺ انهيءَ عرضداشت جو ترجمو پيش ڪجي ٿو. — ادارو.

اسان جا لائق ۽ محبوب صدر،

خداوند ڪريم ۾ ايمان ۽ اوهان ۾ اعتماد رکندي، اسين سنڌي ڳالهائيندڙ ٻارن جا والدين، پنهنجي هڪ مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ اوهان جي امداد جا طالب آهيون، جنهن مسئلي جو اڳي ڪوبہ وجود ڪونہ هو، پر هينئر قومي تعليمي ڪميشن جي سفارشن سببان پيدا ٿيو آهي، ۽ جنهن سنڌي ڳالهائيندڙ پاڪستانين کي عام طور ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ ٻارن جي والدين کي خاص طور پريشان ڪيو آهي. سڀ ڪان پهرين، اسين اوهان کي اهو يقين ٿا ڏياريون تہ ڪنهن بہ قسم جي طبقاتي ۽ صوبائي تعصب يا ڪن بہ ناڪام سياستدانن جي اشارن سببان نہ، بلڪ ڪميشن جي سفارشن سبب پيدا ٿيل لازمي الديشن ڪان مجبور ٿي، علاقائي پريس ۽ عوامي ادارن طرفان مدت ڪان هلندڙ مسلسل پڪارن ڪان پوءِ، پنهنجي ملڪ جي اعليٰ ترين اختياريءَ، يعني اوهان، جي خدمت ۾ اسين هيءَ عرضداشت پيش ڪرڻ چاهيون ٿا، تہ جيئن پنجاهہ لک سنڌي ڳالهائيندڙ باشندن جو نقطہ نظر اوهان کي معلوم ٿئي، جيڪي اهڙا ئي سچا پاڪستاني آهن جهڙا ٻيا. اسين اها پڻ خاطري ٿا ڏياريون تہ سنڌي ڳالهائيندڙ والدين اردو لاءِ ڪوبہ مخالفانہ جذبو نٿا رکن، جيئن ڪن حلقن طرفان اهو بيانصافيءَ جو الزام مڙهيو پيو وڃي، جيڪي اصل مسئلي کي سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ نٿا چاهين. سنڌي ڳالهائيندڙ پاڪستانين پڻ اردو کي قومي ٻوليءَ جي حيثيت سان قبول ڪيو آهي، بلڪ پاڪستان ٿيڻ ڪان اڳ ئي انهن اردو کي پنهنجن اسڪولن ۾ رائج ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون هيون. هينئر پڻ سيئي سنڌي ڳالهائيندڙ والدين چاهين ٿا تہ سندن ٻار هاءِ اسڪول جي سطح تائين اردو ضرور سکن. ڪميشن جي رپورٽ ۾ اردو کي قبل ازوقت ذريعہ تعليم طور زوريءَ استعمال ڪرڻ جو طريقو ئي آهي، جنهن سيني والدين جي دلين ۾ سندن ٻارن جي تعليم جي مستقل بابت جائز طور خوف پيدا ڪري ڇڏيو آهي.

تنهنڪري، هن عرضداشت ذريعي، اسين گذارش ٿا ڪريون تہ ڪميشن جي اها خاص تجويز عمل ۾ نہ آندي وڃي، جنهن کي ايندڙ صفحن ۾ اسان ڪولي سمجهايو آهي، ڇاڪاڻ تہ (١) اها تجويز سنڌي زبان جي علمي درجي ۽ تعليم ذريعي جي حيثيت سان تعلق رکندڙ حقيقتن جي روشنيءَ ۾ ڪيل مڪمل اڀياس تي ٻڌل نہ آهي؛ (٢) اها سفارش حڪومت طرفان

علاقائي زبانن جي عام ترقيءَ ۽ تعليمي حيثيت کي وڌائڻ بابت ظاهر ڪيل پاليسيءَ ۽ ڏنل انجامن اقرارن جي ابتڙ آهي: (۳) اها سفارش نڪي پاڪستان ۾ گهڻين زبانن جي موجودگيءَ ڪري پيدا ٿيل مسئلي جي پوري مطالعي تي ٻڌل آهي، ۽ نه وري اهڙن ملڪن جي تجربن ۽ عمل ۾ آندل حل تي ٻڌل آهي، جتي گهڻين ٻولين جي موجودگيءَ سبب اهڙا مسئلا پيدا ٿي چڪا آهن: (۴) ۽ اها سفارش اهڙي ته قبل از وقت آهي، جنهن سان هن مسئلي جي معقول حل ملڻ بدران ويتر تعليمي مسئلن ۾ وڌيڪ پيچيدگيون پيدا ٿينديون.

## (۱) موجوده صورتحال.

اسان کي يقين آهي ته ڪميشن نيڪنيتيءَ سان ڪم ڪيو آهي، پر آن کي سنڌيءَ جي صحيح تعليمي حيثيت جاڻڻ ۾ دشواري پيش آئي آهي، ڇاڪاڻ جو سنڌ علائقي جو ڪو به نمائندو ڪميشن جي ميمبرن ۾ موجود نه هو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ڪميشن سنڌي زبان جي تاريخي پس منظر جاڻڻ يا ان جي موجوده حيثيت معلوم ڪرڻ لاءِ ڪا به تحقيقات ڪانه ڪئي آهي، ۽ نه وري ملڪ جي ٻين علاقائي زبانن جي حيثيت ٿي جاچ ڪئي وئي آهي. بيءَ حالت ۾، هينيون حقيقتون ان (ڪميشن) کي يقيناً ائين مڃڻ لاءِ مجبور ڪن ها ته برصغير ۾ ترقي يافته زبانن منجهان هيءَ به هڪ آهي، ۽ اها ئي فقط اهڙي زبان آهي، جنهن کي انگريزن جي دور حڪومت کان به اڳ ارادتاً تعليمي مقصدن لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. مثال طور چند حقيقتون جاڻائجن ٿيون:

(الف) ٻارهين صدي هجري يا سترهين صدي عيسويءَ کان ئي سنڌي زبان کي ابتدائي ۽ ثانوي سطح تي ذريعهءِ تعليم طور استعمال ڪيو ۽ پڙهايو ويندو هو، ڇاڪاڻ ته سنڌ جي عالمن انهيءَ عالمگير اصول کي پرکي ورتو هو ته ٻارن کي پهرين مادري زبان ۾ تعليم ڏجي، ۽ بعد ۾ کين عربيءَ ۽ پارسيءَ ڏانهن رجوع ڪجي. مولانا ابوالحسن ٺٽوي پهريون سنڌي درسي ڪتاب تيار ڪيو، جو "ابوالحسن جي سنڌي" جي نالي سان مشهور آهي. ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ وڌيڪ درسي ڪتاب تيار ڪيا ويا، جن ۾ مقبول عوامي ڪهاڻين جا ڪتاب پڻ شامل هئا، ته جيئن مادري زبان ۾ عوام کي تعليم جا آسان ذريعا مهيا ڪيا وڃن. مدرسن ۾ اعليٰ تعليم جو ذريعو پڻ سنڌي زبان هئي، جيڪا روايت اجا تائين هلندي اچي. ۱۸۳۰ع ۾ حيدرآباد ۾ رهندڙ انگريز ريزيڊنٽ، رچرڊ اي. برٽن، پڻ انهيءَ سنڌي نصاب جو ذڪر ڪيو آهي، جو انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ رائج هو (ڏسو ضميمو پهريون).

(ب) جيئن ته سنڌي اڳ ئي هاءِ اسڪول تائين اڀياس جو مضمون ۽ تعليم جو ذريعو هئي، تنهنڪري انگريزن جي دور ۾ پڻ عملي طرح ان جي عملي ۽ تعليمي حيثيت ساڳيءَ طرح بحال رهي. انگريزيءَ جو هاءِ اسڪولن ۾ ذريعهءِ تعليم طور مڙهيل اڳيون سرشتو پڻ ۱۹۳۶ع ۾ بلڪل ختم ڪري، سنڌيءَ کي ميٽرڪ تائين تعليمي ۽ امتحاني ذريعو تسليم ڪيو ويو.

(ج) سنڌيءَ جي لڳاتار ترقيءَ سبب، ۱۹۴۰ع ۾، بمبئي يونيورسٽيءَ پڻ عوام جي تقاضا کي قبول ڪندي، بي. اي. تائين سنڌيءَ کي امتحاني ذريعو تسليم ڪيو. انهيءَ ئي صورتحال ۾، ۱۹۴۷ع ۾، بمبئي يونيورسٽيءَ کان اهو سرشتو سنڌ يونيورسٽيءَ کي منتقل ٿي مليو. بعد ۾، ۱۹۵۰ع ۾ ايم. اي. جي ڊگري، ۽ ۱۹۵۴ع ۾ پي ايڇ. ڊي. جي ڊگريءَ لاءِ پڻ سنڌي زبان کي تسليم ڪيو ويو.

مٿيون حقيقتون ظاهر ٿيون ڪن ته تعليمي ڪميشن جي رپورٽ کان اڳ سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت هيٺينءَ ريت هئي:

(الف) پرائمري ۽ ثانوي تعليم جي هيٺين درجن لاءِ گذريل ٻه سؤ پنجاهه سالن کان سنڌي زبان ذريعهء تعليم رهي آهي؛

(ب) عملي طرح گذريل نوي سالن کان (۱۸۷۰-۱۹۶۰ع)، ۽ سرڪاري طرح گذريل چوويهن سالن کان (۱۹۳۶ع-۱۹۶۰ع)، سنڌي زبان هاءِ اسڪول جي سطح تائين تعليمي ۽ امتحاني ذريعو رهي آهي؛

(ج) گذريل ويهن سالن کان (۱۹۴۰ع کان) سنڌي زبان بي. اي. تائين امتحاني ذريعو رهي آهي؛

(د) پرائمري درجن کان يونيورسٽيءَ جي تعليم تائين، ويندي ايم. اي. ۽ پي ايڇ. ڊيءَ. تائين، سنڌي زبان اپياس جو مضمون رهي آهي.

مٿين پس منظر جاچڻ کان پوءِ، هرڪو معقول ماڻهو تعليمي ڪميشن جي زيربحث سفارش جي عملي اثرات ۽ تعليمي اهميت جو بخوبي اندازو لڳائي سگهي ٿو.

## (۲) ڪميشن جي سفارش.

ڪميشن جي سفارش جي 'رپورٽ'، جيڪا ۲۸۳ ۽ ۲۸۴ صفحن جي تيرهينءَ پئرا ۾ ڏنل آهي، سا هن ريت آهي:

”ٻين ملڪن ۾ ڪيل باضابطه تجربا ڏيکارين ٿا ته جتي گهڻيون زبانون ڳالهايون وڃن ٿيون، اتي بهترين تعليمي نتيجا ۽ قومي زبان جو مڪمل فهم تڏهن ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو، جڏهن شاگرد جي مادري زبان پنجين درجي تائين تعليمي ذريعو، ۽ قومي زبان ٽئين درجي کان هڪ اپياسي مضمون هجي؛ ۽ ڇهين درجي ۾ قومي زبان مادري زبان جي جاءِ پريندي، تعليمي ذريعو بنجي: اسين انهيءَ نظريي سان اتفاق ڪريون ٿا، ۽ ان کي عمل ۾ آڻڻ جي سفارش ڪريون ٿا. ان جو مطلب هي ٿيندو ته پشاور ۾ پهرين پنجن درجن تائين تعليمي ذريعو پشتو زبان رهندي، پر هڪ اپياسي مضمون طور ٽئين درجي کان اردو زبان متعارف ڪرائي ويندي؛ ساڳيءَ طرح سنڌي، جيئن هيئنر آهي، تعليمي ذريعو رهندي، پر ٽئين درجي کان هڪ لازمي

ايياسي مضمون طور اردو متعارف ڪرائي ويندي. ٽئين درجي کان ڇهين درجي تائين، اردو جي سکيا لاءِ ٽائيم ٽيبل ۾ اردوءَ کي ڪافي وقت ڏنو ويجي، ته جيئن ان کي ڇهين درجي کان اثرائتي نموني ۾ تعليم جو ذريعو بنائي سگهجي."

ظاهر آهي ته مٿين سفارش سنڌيءَ جي تعليمي حيثيت کي پنجين درجي تائين محدود ڪري ڇڏي ٿي، جيڪا هونئن هاءِ اسڪول تائين تعليمي ذريعو ۽ بي. اي. تائين امتحاني ذريعو آهي.

اهڙيءَ طرح، اها سفارش سنڌي ڳالهائيندڙن کي سندن گهڻي عرصي کان حاصل ڪيل انهيءَ حق کان محروم ڪري ٿي، جيڪو حق هنن سخت جدوجهد بعد بمبئيءَ جي انگريز صوبائي حڪومت ۽ غير مسلمن جي ضابطي هيٺ هاندڙ بمبئي يونيورسٽيءَ کان حاصل ڪيو. اها سفارش سنڌيءَ جي موجوده تعليمي حيثيت بابت مڃيل ۽ ثابت ٿيل حقيقتن کي پڻ نظرانداز ڪري ٿي. ڪميشن، جنهن هونئن هڪ بهترين رپورٽ تيار ڪئي آهي، جي عزت ڪندي، اسين عرض ٿا ڪريون ته ان (ڪميشن) پاڪستاني ٻولين جي تعليمي استعمال واري مسئلي جي حل لاءِ رهبريءَ ڪرڻ بجاءِ ان کي ويتر منجهائي ڇڏيو آهي، ۽ قائم شده تعليمي روايتن ۽ دستورن کي ٽوڙي، سرڪاري طرح تسليم ٿيل پاليسيءَ کي بالائي طاق رکي، خوف ۽ خدشي جي فضا پيدا ڪئي آهي.

## (٣) ڪميشن جي سفارش هر نقطهٔ نگاهه کان ڪمزور آهي.

اسين گذارش ٿا ڪريون ته پاڪستاني ٻولين جي درجي بنسبت ڪميشن جي سفارش هر نقطهٔ نگاهه کان ڪمزور آهي.

(الف) اڳين تعليمي پاليسين کان انحراف. هيءَ سفارش پاڪستاني علائقائي ٻولين جي درجي بنسبت انهن اڳوڻين قومي تعليمي پاليسين جي خلاف آهي، جيڪي قائد اعظم ۽ قائد ملت لياقت علي خان جي رهبريءَ هيٺ، ۽ ان کان پوءِ اولهه پاڪستان جي ون يونٽ ٺهڻ وقت بنايون ويئون هيون. پهرين ڪُل پاڪستان تعليمي ڪانفرنس، ١٩٤٧ع، جيڪا قائد اعظم جي خواهش مطابق ڪوٺائي ويئي هئي، ۽ جنهن تعليم بابت بنيادي قومي پاليسين جون رٿائون ڪيون هيون، تنهن تسليم ڪيو آهي ته "اردو لازمي طور ثانوي زبان جي حيثيت سان پڙهائي وڃي، ۽ تعليمي ذريعن جي چونڊ لاءِ هرهڪ صوبي (جنهن کي هائي 'ريجن' ٿو چئجي) جي مرضيءَ تي ڇڏيو وڃي ته اهي پنهنجين ضرورتن مطابق فيصلو ڪن." (ڏسو ضميمو ٢)

مرحوم لياقت علي خان جي دور ۾ پڻ پاڪستان سرڪار جي اها تسليم شده پاليسي رهي، جنهن جو "يونسڪو"* جي هڪ ڪتاب ۾ هن ريت ذڪر ڪيو ويو آهي: "حڪومت جي

* "UNESCO" = United Nations Educational, Scientific and Cultural Organization. (بين الاقوامي تعليمي، سائنسي ۽ ثقافتي تنظيم).

پاليسي آهي تہ ذريعہ تعليم علاقائي زبان هجي، ۽ اردو انهن (شاگردن) کي لازمي طرح سيکاري وڃي جن جي مادري زبان اردو نہ آهي." (ڏسو ضميمو ٣)

اولهہ پاڪستان جي ون يونٽ نهڻ وقت حڪومت جي ظاهر ڪيل پاليسيءَ اهو يقين ڏياريو هو تہ اها (حڪومت) علاقائي ٻولين جي ترقيءَ لاءِ سرگرم ڪوششون ڪندي.

پاڪستان جي ١٩٥٦ع واري آئيني دستور پاڪستان جي شهرين کي بنيادي حق بخشيا، ۽ انهن جي ثقافت، رسم الخط ۽ ٻوليءَ جي سلامتيءَ جو هينئين لفظن ۾ ذڪر ڪيو: "شهرين جو ڪو طبقو، جنهن کي پنهنجي مخصوص ثقافت، زبان ۽ پنهنجو رسم الخط آهي، تنهن کي انهن جي بقا جو حق تہ پهچي".

ڪميشن جي سفارش، جيڪا علائقائي ٻولين جي ذريعہ تعليم طور استعمال کي پنجين درجي تائين محدود ڪري ٿي، سا شايد ئي انهن کي ترقيءَ جو موقعو بخشي. سنڌيءَ جي حالت ۾، اها (سفارش) ان جي ترقيءَ کي سڌيءَ طرح روڪي ٿي، ۽ ان کي ٢٥٠ ورهيہ پوئتي ڌڪي ٿي، جڏهن سنڌي ٻهريائين ابتدائي ۽ ثانوي درجن لاءِ ذريعہ تعليم هئي.

(ب) غلط تصور تي ٻڌل، غير سائنٽفڪ دعوا. ڪميشن پنهنجي سفارش، فرضي 'سائنٽفڪ ثبوت' تي رکي آهي، جو هن طرح آهي:

"ٻين ملڪن ۾ ڪيل باظابطہ تجربا ڏيکارين ٿا تہ جتي گهڻيون زبانون ڳالهايون وڃن ٿيون، آتي بهترين تعليمي نتيجا ۽ قومي زبان جو مڪمل فهم تڏهن ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو، جڏهن شاگرد جي مادري زبان پنجين درجي تائين تعليمي ذريعو، ۽ قومي زبان ٽئين درجي کان هڪ اضافي مضمون هجي؛ ۽ ڇهين درجي ۾ قومي زبان، مادري زبان جي جاءِ پريندي، تعليمي ذريعو بنجي: اسين انهيءَ نظريي سان اتفاق ڪريون ٿا، ۽ ان کي عمل ۾ آڻڻ جي سفارش ڪريون ٿا."

مٿين دعوا بنيادي طرح غير سائنٽفڪ آهي، ۽ اها جديد تعليمي نفسيات موجب ڪنهن بہ صورت ۾ معقول ۽ صحيح ثابت نہ ٿيندي، ۽ نہ ئي وري تعليمي ميدان ۾ سائنٽفڪ تجربن سان ڪا حمايت حاصل ڪري سگهندي.

مٿئين تصور کي رد ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن ڪنهن ماهراڻہ دليل جي گهرج ٿيندي تہ "يونسڪو" جي ماهرن جي هينئين شاهدي بيان ڪرڻ ڪافي ٿيندي، جيڪا بنيادي تعليم تي، "تعليم ۾ ڏيهي ٻوليءَ جو استعمال" ("The Use of Vernacular Languages in Education") نالي خاص مقالن جي ڪتاب ۾ آهي (ڏسو ضميمو ٤).

'يونسڪو' جي انهيءَ لسانيات جي موضوع تي ڇپيل ڪتاب ۾ باظابطہ تجربا بيان

ڪيل آهن، ۽ مادري زبان کي ذريعہ تعليم بنائڻ ڪري پيش آيل دشواريون ۽ آثاريل اعتراض پڻ ڏنل آهن. ليڪن 'يونسڪو' جا ماهر، هرطرح ويچارڻ بعد، يڪراءِ هيٺين سفارش ڪن ٿا:

"(هيٺين سببن ڪري) اهو ضروري آهي ته تعليم مادري زبان ۾ ڏيڻ لاءِ هرڪا ڪوشش ڪئي وڃي... تعليمي بنياد ن تي، اسين سفارش ڪريون ٿا ته مادري زبان جو (تعليمي ذريعي طور) استعمال ايتروئي وڌائجي، جيترو ممڪن ٿي سگهي."

(ص ص ۴۷-۴۸)

'يونسڪو' جي دستاويزن توڙي ٻئي تعليمي مواد مان سوين ماهرانہ رايا پيش ڪري سگهجن ٿا، جن مان اهڙا بيشمار سائنٽفڪ دليل ملن ٿا، جن مطابق ڪنهن بہ تعليمي بنياد تي مادري زبان بدران ڪنهن ٻيءَ زبان کي ذريعہ تعليم نٿو بنائي سگهجي — (ڏسو "رائٽرس گلڊ" جي 'زبانن ۽ رسم الخطن بابت ڪاميٽي' جون سفارشون، ضميمو ۵).

(ج) تعليمي ڪميشن جي سفارش، گهڻين ٻولين وارن ملڪن جي تعليمي تجربن مطابق نہ آهي. پاڪستان ئي رڳو اهڙو گهڻين زبانن وارو ملڪ نہ آهي، جنهن کي قومي زبان ۽ علاقائي زبانن جي تعليمي سرشتي ۾ مناسبت پيدا ڪرڻ جو مسئلو درپيش آهي. دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ اها ساڳي صورتحال آهي، ۽ اتي جي علاقائي عوام جي جذبات ۽ تعليمي معاملات مطابق، طويل تجربن کان پوءِ انهن مسئلن جا حل ڳوليا ويا آهن، جيڪي تعليمي طرح صحيح، ۽ جدا جدا ٻولين ڳالهائيندڙ شهرين جي ضرورتن پٽاندر آهن. روس ئي اهڙو ملڪ نہ آهي جنهن اهو مسئلو حل ڪيو آهي، بلڪ ڪئناڊا، سئٽزرلئنڊ، ڊينمارڪ، ناروي ۽ اولهہ يورپ جا ٻيا ملڪ پڻ پنهنجن اسڪولن ۾ هڪ کان وڌيڪ زبانون استعمال ڪن ٿا. عام دستور اهو آهي تہ مادري يا علاقائي زبان، اولين ۽ مکيہ ٻوليءَ طور سيکاري وڃي ٿي، جيڪا ذريعہ تعليم پڻ آهي؛ ۽ غير مادري زبان، باوجود سرڪاري زبان هئڻ جي، ثانوي ٻوليءَ جي حيثيت سان سيکاري وڃي ٿي. مثال طور، ڪئناڊا جي ڪيُبڪ پرڳڻي ۾ يونيورسٽيءَ تائين فرينچ ئي اپياس ۽ ذريعہ تعليم لاءِ اولين ۽ مکيہ ٻولي آهي، ۽ اتي انگريزي ثانوي ٻوليءَ جي حيثيت سان پڙهائي وڃي ٿي. يونائيٽيڊ ڪنگڊم (برطانيا) ۾، جتي انگريزي نہ صرف قومي زبان آهي پر اها برطانيا شهنشاهت جي زبان بہ رهي آهي، اتي بہ حڪومت 'ويلش' (يعني ويلس علائقي جي ٻولي) کي اولين زبان ۽ تعليمي ذريعي طور قبول ڪندي، ويلس جي 'ليڪ ڊسٽرڪٽ' پرڳڻي جي تعليمي مسئلي جو حل ڪڍيو، ۽ انگريزيءَ کي اتي ثانوي درجو ڏنو ويو آهي. ويلس جو اهو ضلعو پاڪستان جي اڪثر ضلعن کان ننڍو آهي، تڏهن بہ آتي اپياس ۽ تعليمي ذريعي جي اولين زبان ويلش آهي، ۽ انگريزي ثانوي زبان جي حيثيت سان سيکاري وڃي ٿي.

اسان جي تعليمي مسئلن جي مستقل حل لهڻ لاءِ ڪميشن کي انهن سڌريل ملڪن جي تجربن جو مطالعو ڪرڻ گهرجي. جيترو قدر ملڪ جي عام ٻوليءَ، يعني صوبائي - علائقائي - ٻوليءَ جي استعمال جو تعلق آهي، اسين گذارش ٿا ڪريون ته هڪ اهڙي صدارتي ڪاميٽي مقرر ڪئي وڃي، جيڪا مختلف گهڻين ٻولين وارن ملڪن جي ترقي يافته تعليمي تجربن جو مطالعو ڪري، انهن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي تعليمي پاليسي مرتب ڪري.

## قومي اتحاد.

آخر ۾، سائين، اسين گذارش ٿا ڪريون ته پاڪستان هڪ اهڙو ملڪ آهي، جنهن کي ڏاڍيءَ تعاليٰ قسمين قسمين خوبيون عطا ڪيون آهن — قسمين قسمين خوبيون، جيڪي طبعي توڙي ثقافتي پهلوئن ۾ سمايل آهن. اها حقيقت ته اسان وٽ مختلف علائقائي ٻوليون آهن، جيڪي تخليقي شاعريءَ ۽ ادب جو ٻنياد آهن، تسليم ڪرڻي پوندي. فڪر جي اصليت لاءِ مادري زبان جو استعمال لازمي آهي. اسان جو يقين آهي ته پاڪستان ۾ عام تعليم جو مسئلو صرف اسڪولي نظام ۾ علائقائي ٻولين جي مؤثر استعمال ذريعي ئي حل ٿي سگهي ٿو.

زنده ۽ جاندار تنوع ۽ گوناگونيءَ کي ختم ڪري، مُرده ۽ بيجان يڪسانيت کي نافذ ڪرڻ مان ڪوبه مقصد حاصل نٿو ٿئي.

پاڪستان ۾، يا ڪنهن به ٻئي ملڪ ۾، قومي اتحاد جو مدار واحد ٻوليءَ تي نه بلڪ واحد نظريي تي آهي. اهو واحد نظريو جيڪو پاڪستان جو روح آهي، سو اسلام آهي. هيءَ ڳالهه بلڪل صاف آهي ته جيتوڻيڪ اسان کي پنهنجين پنهنجين مادري زبانن — بنگالي، سنڌي، پشتو، پنجابي ۽ بلوچي — سان محبت هئي ۽ اسين الڳ الڳ اهي ٻوليون ڳالهائيندا هئاسين، پر تنهن هوندي به اسان متحد ٿي پاڪستان حاصل ڪيو. قومي اتحاد ۽ يڪجهتيءَ کي ڪوبه نقصان ڪونه پهچندو، جيڪڏهن اسان جا عوام پنهنجين مادري ٻولين سان محبت جو جذبو رکن، ۽ پنهنجن ٻارن کي انهن جي ذريعي تعليم ڏيارين. مشترڪ اظهار ۽ سرڪاري ڪاروبار لاءِ اڳيئي اردو ۽ بنگالي سرڪاري زبانون تسليم ڪيون ويون آهن. اسان کي جڳائي ته نظرياتي اشتراڪ ذريعي قومي اتحاد حاصل ڪريون، ۽ نه مشترڪ عملن ذريعي. روس گهڻين زبانن جي باوجود مضبوط آهي؛ پر ڏکڻ آمريڪا ڪيترن ٽڪرن ۾ ورهايل آهي، جيتوڻيڪ انهن مان هرهڪ جي قومي زبان فقط هڪ ئي اسپيني زبان آهي.

اسان جا لائق ۽ محترم صدر، اسان مٿيون حقيقتون اوهان اڳيان خالي پيلي بحث خاطر نه رکيون آهن، پر محض حقيقتن پيش ڪرڻ خاطر. اسين سنڌي ڳالهائيندڙ پاڪستانين پاران اوهان کي اپيل ٿا ڪريون ته اسانجن ٻارن جي تعليم جي پلائيءَ لاءِ سنڌيءَ کي اسڪول کان ڪاليج تائين ذريعهء تعليم طور بدستور بحال رکيو وڃي. خدا ۾ اسان جي ايمان ۽ اوهان

۾ اعتماد، اسان کي هيءَ اپيل اوهان تائين پهچائڻ تي مجبور ڪيو آهي، جنهن کي اميد ته اوهين ڪرم ڪري قبول فرمائيندا.

اوهان جا تابعدار،

— وفد جا ميمبر*

['سنڌي زبان سوسائٽي'، حيدرآباد]

## ضميمو ١

# سنڌي سترهين صديءَ کان ثانوي تعليم جي سطح تائين اپياسي مضمون ۽ تعليمي ذريعو رهي آهي

يارهين صدي هجريءَ جي پوين پنجاهه سالن واري عرصي ۾، عوام جي ڪم از ڪم گهربل ضروري تعليم مان فائدي پرائڻ جي خيال کان، سنڌ جي عالمن، تعليمي نگاهه کان، قرآن شريف جي مطالعي کان فوراً پوءِ، جيئن سڄيءَ اسلامي دنيا جو دستور هو، ٻارن کي سندن مادري زبان جو باقاعدي اپياس ڪرائڻ ضروري سمجهيو. ابوالحسن ٺٽوي (وفات ١٠٧٥ هه) اهو پهريون عالم هو، جنهن "سنڌي" جي نالي سان مشهور هڪ درسي ڪتاب جوڙيو، جيڪو پين لصابي ڪتابن سان گڏ مڪتبن ۾ پڙهايو ويندو هو.

سنڌيءَ جو هي ننڍو نصاب، جيڪو پارسيءَ جي تحصيل لاءِ تياريءَ جو ذريعو هو، ابتدائي ثانوي سطح تائين مروج رهيو، ۽ سنڌي اعليٰ سطح تائين ذريعه تعليم رهي. نصابي ڪتابن ۾ وقت بوقت ضرورتن پٽاندر تبديليون آنديون ويون. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ (وفات ١١٧٤هه)، ابوالحسن جي نقش قدم تي هلندي، نوان سنڌي ڪتاب جوڙيا، جيڪي پوءِ درسي ڪتابن طور ڪتب ايندا رهيا. هڪ سؤ سال پوءِ، ٽالپرن جي صاحبيءَ ۾، حيدرآباد ۾ رهندڙ انگريز ريزيڊنٽ، رچرڊ برٽن، ان وقت (١٨٣٠ع) جي مروج سنڌي نصاب جو هن طرح ذڪر ڪيو آهي:

"اسڪول ۾ پهرئين سال پوري ڪرڻ کان پوءِ جڏهن شاگرد خودبخود اکڻ ۽ پڙهڻ شروع ڪري ٿو، تڏهن ڪيس بنا سمجهائڻ جي قرآن پڙهڻ سيکاريو وڃي ٿو.

---

* مٿيون ميمورنڊم 'سنڌي زبان سوسائٽيءَ' پاران پاڪستان جي تعليمي وزير مسٽر حبيب الرحمان کي، پٽ شاهه کان واپس ٿيندي، ١٠- آگسٽ ٦٠ع تي حيدرآباد ۾ پيش ڪيو ويو. سوسائٽيءَ جي وفد ۾ هيٺيان ميمبر شامل هئا: (١) مسٽر محمد عبدالواحد ميمڻ، وڪيل (وفد جو اڳواڻ)؛ (٢) مخدوم امير احمد، پرنسپال سنڌ اورينٽل ڪاليج (مهتمم 'سنڌي زبان سوسائٽي')؛ (٣) مسٽر غلام محمد گرامي، ايڊيٽر رسالو 'مهراڻ'؛ (٤) سيد سردارعلي شاهه، ايڊيٽر روزانه اخبار 'مهراڻ'، ڪراچي؛ (٥) مسٽر غلام علي الانا، ليڪچرار سنڌ يونيورسٽي؛ ۽ (٦) مسٽر حفيظ قريشي، وڪيل، حيدرآباد. وزير صاحب وفد جي ميمبرن کي چڱي نموني ٻڌو، ۽ خاطري ڏياري ته انهيءَ مسئلي تي دوباره غور ڪيو ويندو. — ادارو

هن جي ترقيءَ جي رفتار سست آهي، ۽ شايد نون سالن جي عمر کان پوءِ هو ٻئي مرحلي ۾ داخل ٿئي ٿو — يعني ڪيس باقاعدي سنڌس مادري زبان سنڌي پڙهائي وڃي ٿي. تعليم جو نصاب هن ريت آهي:
”پهريون: ’نورنامو‘، جو انسان جي پيدائش کان اڳ جي عناصرن جي تاريخ تي مشتمل هڪ مختصر ۽ سولو مذهبي ڪتاب هو. هيءُ ڪتاب عبدالرحمان نالي هڪ شخص لکيو هو، جنهن جو مواد حديثن ۽ روايتن مان ورتل معلوم ٿئي ٿو.
”ٻيو: نظم ۽ نثر ۾ داستان — جهڙوڪ سيف‌الملوڪ، ليلا-مجنون، وغيره. مقبول ترين ڪتاب ’حڪايات الصالحين‘ آهي، جو هڪ سنڌي مُلا عبدالحڪيم عربيءَ تان ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ اسلام جي سونهري دور جي درويشن، مردن ۽ عورتن جا حالات زندگي، ڪارناما ۽ قول بيان ٿيل آهن. ’لاڏاڻو‘ ڪتاب ۾ پيغمبر (صلعم) جي وفات جو ذڪر آهي، جيڪو ميان عبدالله جي ’حبيب السير‘ تان ورتل آهي. ’معراج نامي‘ ۾ محمد (صلعم) جي آسماني سير (معراج) جو احوال آهي. ’سؤ مسئلا‘ اسماعيل نالي هڪ شخص جو جوڙيل هڪ ننڍو ڪتاب آهي، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي ته عبدالحليم نالي هڪ فقير، ڪيئن هڪ سؤ سوالن جا جواب ڏيئي، روم جي بادشاهه جي ڌيءَ سان شادي ڪئي، جن سوالن سان هوءَ پنهنجن بيشمار عاشقن کي منجهائي ڇڏيندي هئي.
”نوجوان (طالبعلم) کي اهڙي قسم جا ٻيا به ڪيترائي ڪتاب ملن ٿا، جيڪي هن ۾ نوان خيال پيدا ڪن ٿا ۽ سندس تخيل کي پختو بنائين ٿا. عام طرح هو اهي مفيد ڪتاب ٻن يا ٽن سالن تائين پڙهي ٿو. اٽڪل ٻارهن يا تيرهن ورهين جي عمر ۾ شاگرد کي باقاعدي پارسي پڙهائڻ شروع ڪئي وڃي ٿي“
[برٽن رچرڊ ايف: ”سنڌ، ۽ سنڌو-ماٿر ۾ رهندڙ قبيلا“، ڊبليو. ايم. ايچ. ائلن ائنڊ ڪمپني، لنڊن، ١٩٥١ع، ص ص ١٣٥-١٣٦]

## ضميمو ٣

## ”آل پاڪستان تعليمي ڪانفرنس“ (ڪراچي، ١٩٤٧ع) جو تعليمي ذريعي بابت نظريو

٢٧-نومبر ١٩٤٧ع تي، ڪراچيءَ ۾، قائداعظم جي ارشاد مطابق سڏايل ”پاڪستان ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس“ جي ’پرائمري ۽ ثانوي تعليم جي ڪاميٽيءَ‘ اردوءَ کي تعليمي ذريعي طور استعمال ڪرڻ جي تجويز تي گهرو غور ڪيو، ۽ آخر ۾ انهيءَ فيصلي تي متفق ٿي ته ”اردو کي ثانوي لازمي زبان طور پڙهايو وڃي، ۽ تعليمي ذريعي جي سوال کي صوبن (هينئر ريجن) جي مرضيءَ تي ڇڏيو وڃي ته هو پاڻ پنهنجين ضرورتن پٽاندر ان جي انتخاب

جو فيصلو ڪن" ـــ ڪانفرنس جي ڪارروائي، صفحو ۲۱). ڪاميٽيءَ جو مٿيون رايو پوءِ ڪانفرنس جي ٺهراءَ نمبر ۴ ۾ منظور ڪيو ويو ـــ (ڪانفرنس جي ڪارروائي، صفحو ۴۳).

## ضميمو ۳

## مرحوم لياقت علي خان جي ڏينهن ۾ پاڪستان سرڪار جي ذريعہ تعليم بابت پاليسي، جيڪا "يونسڪو" طرفان ڇپايل ڪتاب، "تعليم ۾ مقامي زبانن جو استعمال"، ۾ ڇاپايل آهي (پئرس، ۱۹۵۳ع، صفحو ۲۹)

"پاڪستان ۾ پڻ هندستان جهڙو (هڪ ڪان وڌيڪ زبانن هجڻ جو) مسئلو آهي. اردو کان سواءِ، جيڪا هن نئين ملڪ جي قومي زبان آهي، ٻيون زبانون پڻ اتي موجود آهن ـــ جهڙوڪ بنگالي، سنڌي ۽ پشتو ـــ جن کي سرڪاري طور علاقائي زبانن جو درجو حاصل آهي. حڪومت جي پاليسي آهي تہ تعليم جو ذريعو مادري زبان هئڻ گهرجي، ۽ جيڪي شاگرد اردو نٿا ڳالهائين، تن کي اردو لازمي طور سيکاري وڃي. انگريزي پڻ هڪ لازمي مضمون طور پڙهائي وڃي ٿي. يونيورسٽيءَ ۾ انٽرميڊيئٽ تائين سمورا مضمون اردو ۾ پڙهائڻ لاءِ اڳ ئي سفارشون ڪيون ويون آهن، پر انهيءَ سلسلي ۾ درسي ڪتابن جي عدم موجودگيءَ جي وڏي مشڪلات درپيش آهي. اڄ ڏينهن تائين انگريزي زبان يونيورسٽيءَ جي تعليمي سرشتي ۾ سرڪاري طرح تعليمي ذريعو بڻيل آهي، ۽ آفيسن توڙي ڪورٽن ۾ پڻ سرڪاري زبان جي حيثيت سان هلندڙ آهي. زبانن کي فني ۽ سائنسي محاورن سان جدت ڏيارڻ جو سوال پڻ ويچار هيٺ آهي؛ ۽ تخليق سان گڏوگڏ رسم‌الخط جا مسئلا پڻ حل ڪيا پيا وڃن."

## ضميمو ۴

## مقامي زبانن کي تعليمي ذريعي بڻائڻ بابت "يونسڪو" جي تصديق

نومبر ۱۹۵۱ع ۾، پئرس ۾ "تعليم ۾ مقامي زبانن جي استعمال" تي ويچار ڪرڻ لاءِ، "يونسڪو" طرفان سڄيءَ دنيا جي وڏن ماهرن جو هڪ ميڙ ڪوٺايو ويو. انهيءَ ميڙ ۾ هن مسئلي بابت ڪيل محدود تجربا پڻ پيش ڪيا ويا. گهڻي غور خوض کان پوءِ جيڪا راءِ قائم ڪئي ويئي، سا 'يونسڪو' جي ڪتاب جي مهاڳ ۾ هنن لفظن ۾ ظاهر ڪيل آهي:

"اسين هن اصول کي تسليم ٿا ڪريون تہ ٻار لاءِ بهترين تعليمي ذريعو سندس مادري زبان آهي. پر اهڙيون سوين زبانون آهن، جن کي پنهنجو رسم‌الخط نہ آهي، يا جيڪڏهن آهي تہ ان ۾ شاگردن لاءِ ڪتاب موجود نہ آهن، تنهنڪري في‌الحال مشڪل آهي جو انهن ٻنهي مقصدن تي عمل ڪري سگهجي. انهيءَ هوندي بہ سيئي زبانون، بلڪ اهي زبانون پڻ جيڪي اڃا ابتدائي حالت ۾ آهن، اسڪولي تعليم جو

ذريعو بنجي سگهن ٿيون: ڪي ٻيءَ زبان سکڻ جو ذريعو ٿي سگهن ٿيون، ۽ ڪي تعليم جي هر سطح تي استعمال ٿي سگهن ٿيون. اسان جو خيال آهي ته بهترين تعليم شاگردن جي مادري زبان ذريعي ئي ڏيئي سگهجي ٿي." (ص ص ٢٨٣-٢٨٤)

ڪتاب ۾، ٻئي هنڌ، "زبانون ۽ تعليم" جي عنوان تي 'تمهيد' ۾ هن طرح لکيل آهي:

"هيءَ هڪ واضح حقيقت آهي ته ٻار ڪي سيکارڻ جو بهترين ذريعو سندس مادري زبان آهي. نفسياتي طور، اهو هڪ پُرمعنيٰ اشارن جو نظام آهي، جيڪو سمجهڻ ۽ ظاهر ڪرڻ لاءِ هن جي دماغ ۾ خودبخود ڪم ڪرڻ لڳي ٿو. سماجي نقطه نگاهه کان، هو جنهن طبقي ۾ رهي ٿو تنهن جي سڃاڻپ جو اهو (مادري زبان) هڪ ذريعو آهي. تعليمي نقطه نگاهه کان، ٻار پنهنجيءَ مادري زبان ۾ وڌيڪ تيزيءَ سان سکي ٿو، بنسبت اهڙيءَ زبان جي جنهن سان هو مانوس نه آهي." (ص ٦)

ديباچي جي آخر ۾ وري به انهيءَ اصول کي ورجايو ويو آهي ته "اسين ظاهر ڪري چڪا آهيون ته تعليم بهترين نموني سان مادري زبان ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿي — پوءِ ڀلي ته شاگرد ٻار هجي يا بالغ." (صفحو ١٥)

سچ پچ ته هيءُ ("يونسڪو" جو) هڪ اهڙو ڪتاب آهي، جنهن ۾ هن مسئلي کي تمام وضاحت ۽ خوبصورتيءَ سان طي ڪيو ويو آهي. اختصار طور، اسين ماهرن جي انهيءَ رپورٽ جي نچوڙ مان ڪي اشارا هيٺ نقل ڪريون ٿا، جيئن اصل ڪتاب ۾ آيل آهن (ص ٦٨).

(١) ماڻهوءَ جي مافي‌الضمير جي اظهار جو قدرتي وسيلو سندس مادري زبان آهي، ۽ سندس اولين ضرورتن مان اها به هڪ ضرورت آهي ته هو پنهنجن خيالن کي ظاهر ڪرڻ جي قوت کي مڪمل ترقي ڏياري.

(٦) جيڪڏهن مادري زبان ۾ يونيورسٽيءَ ۽ اعليٰ فني تعليم جي ذريعي بنجڻ جي هرڪا لياقت هجي، ته پوءِ ان کي ضرور انهيءَ مقصد لاءِ استعمال ڪرڻ کپي.

(٧) ٻين حالتن ۾، مادري زبان جو استعمال ڪتابن وغيره جي دستيابيءَ آهر ڪرڻ کپي.

(٩) قومي زبان، مادري زبان جي جاءِ نٿي پري سگهي، جيستائين ٻارَ اسڪول ۾ اچڻ کان اڳ ئي انهيءَ زبان سان مانوس نه ٿيا آهن.

(١١) تعليمي اختياريءَ وارن جو فرض آهي ته هو مادري زبان ذريعي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ انهن ماڻهن کي آماده ڪن، جيڪي انهيءَ اصول جي مخالفت ڪندا هجن — پر ان لاءِ کين مجبور نه ڪرڻ کپي.

(١٣) جيڪڏهن ٻار جي مادري زبان اها آهي جيڪا سندس ملڪ جي سرڪاري زبان نه آهي، يا سندس مادري زبان بين‌الاقوامي زبان نه آهي، ته پوءِ کيس ٻيءَ زبان سکڻ جي ضرورت آهي.

(١٤) کنهن به ٻيءَ زبان سکڻ لاءِ، انهيءَ زبان کي سڀني موضوعن لاءِ تعليمي ذريعي بنائڻ کان سواءِ به، اهو ممڪن آهي ته انهيءَ زبان ۾ سٺي قابليت حاصل ڪري سگهجي.

# ضميمو ۵

## صدر طرفان مقرر ڪيل ”پاڪستان رائيٽرس گلڊ“ جي
## ”زبانن ۽ رسم الخطن واري ڪاميٽيءَ“ جون سفارشون

(پهريون ميڙ، ڍاڪا، فيبروري ۱-۳، ۱۹۶۰ع)

”(۳) تعليمي ڪميشن جي سفارشن جي روشنيءَ ۾، سنڌي زبان جي موجوده حيثيت جي مسئلي بابت، ’پاڪستان رائيٽرس گلڊ‘ جي ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ طرفان موڪليل يادداشت تي غور ڪيو ويو.

”۱. هن وقت، حيدرآباد ريجن (سابق صوبہ سنڌ) ۾، ٻار سنڌي زبان ذريعي پرائمري تعليم حاصل ڪن ٿا، پر تعليمي ڪميشن سفارش ڪئي آهي تہ پرائمري ٽئين درجي کان اردو کي گڏوگڏ لازمي زبان طور متعارف ڪيو وڃي. هيءَ ڪاميٽي سفارش ٿي ڪري تہ پرائمري پهرئين درجي کان پنجين درجي تائين فقط مادري زبان پڙهائي وڃي. جتي اردو ٻار جي غير مادري زبان آهي، اتي اردو ثانوي تعليم جي شروعات کان، يعني ڇهين درجي کان سيکارڻ کپي، جڏهن ٻار جو ذهن ايترو پختو ٿي وڃي ٿو جو هو ٻيءَ ٻوليءَ جا آچار ۽ مقصد وغيره سمجهي سگهي ٿو. پهرين ڪل پاڪستان تعليمي ڪانفرنس، جيڪا قائداعظم جي حڪم سان ڊسمبر ۽ جنوري ۱۹۴۷ع ۾ سڏائي ويئي هئي، ۽ جنهن اهو بنيادي اصول طي ڪيو هو تہ پرائمري تعليم مادري زبان ذريعي ڏني وڃي، تنهن جي هيءَ ڪاميٽي تائيد ٿي ڪري. ان تي مڪمل طور عمل ٿيڻ کپي تہ جيئن انهيءَ مسئلي بابت ڪي نوان اختلاف نہ پيدا ٿين، ۽ سمورا خوف خدشا ختم ٿي وڃن.

”۲. هن وقت هاءِ اسڪول تائين ذريعہ تعليم سنڌي آهي، پر تعليمي ڪميشن سفارش ڪئي آهي تہ ثانوي تعليم جي ابتدا کان، يعني ڇهين درجي کان، سنڌيءَ بدران اردو کي تعليمي ذريعو بنايو وڃي. هيءَ ڪاميٽي سفارش ٿي ڪري تہ سنڌي زبان جيئن تہ هڪ تمام ترقي يافتہ زبان آهي، ۽ گذريل اڌ صديءَ کان هاءِاسڪول تائين ڪاميابيءَ سان تعليم جو ذريعو بني رهي آهي، تنهنڪري ان کي ثانوي تعليم تائين ذريعہ تعليم طور بحال رکڻ کپي. ’غير مادري زبان‘ جي نصاب ۾، انهن ٻارن لاءِ جن جي مادري زبان اردو نہ آهي، تعليمي ذريعي طور، اردو پهريائين اعليٰ ثانوي سطح تي سنڌيءَ سان گڏ استعمال ڪجي.“

[ترجمو — ش. ح.]

# ڪراچي يونيورسٽي، ۽ سنڌي ٻولي

١٩٥٦ع ۾، ڪراچي يونيورسٽيءَ طرفان جڏهن سنڌيءَ کي امتحاني ٻوليءَ جي حقن کان محروم ڪري ڇڏڻ جا احڪام جاري ڪيا ويا هئا، تڏهن ان فيصلي جي خلاف، ڪراچيءَ جي سنڌي شاگردن يونيورسٽي سنڊيڪيٽ جي سامهون هڪ مدلل ۽ قابل قدر يادداشت پيش ڪئي هئي. هت اها يادداشت "مهراڻ" جي پڙهندڙن لاءِ پيش ڪري رهيا آهيون.

-جناب عالي، اسان ڪراچيءَ جي ايس. ايم. ڪاليج، ڊي. جي. سائنس ڪاليج، اسلاميه ڪاليج، اين. اي. ڊي. انجنيرنگ ڪاليج، گورنمينٽ ڪامرس ڪاليج، ڊو ميڊيڪل ڪاليج، ۽ ايس. ايم. لا ڪاليج جا ٽن هزارن کان وڌيڪ سنڌي شاگرد، ٤-سيپٽمبر ١٩٥٦ع تي، سنڌي شاگردن جي هڪ عام جلسي ۾ پاس ٿيل پنهنجو هيٺيون ٺهراءُ، يونيورسٽي سنڊيڪيٽ جي ويچار لاءِ عرض رکون ٿا، جنهن ۾ ٻين ڳالهين سان گڏ سنڌيءَ کي، هميشه وانگر آئينده به، يونيورسٽي امتحانن ۾ جوابن لکڻ جي ذريعي طور قائم رکڻ جو مطالبو ڪيل آهي:

"سنڌي زبان کي به، انگريزي ۽ اردو زبانن وانگر، ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ امتحاني زبان جي حيثيت ۾ برقرار رکيو وڃي.

"آئينده، يونيورسٽي امتحانن ۾ سوالن جا پرچا، انگريزي ۽ اردو ترجمي سان گڏ، سنڌي ترجمي سان به ڏنا وڃن.

"سنڌي زبان ۾ ڏنل جوابن جون ڪاپيون، فقط انهن ممتحنن کي ئي ڏسڻ لاءِ ڏنيون وڃن، جي سنڌي زبان کان چڱيءَ طرح واقف هجن.

"ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ٻين سيني ملڪي ۽ غيرملڪي زبانن لاءِ قائم ٿيل شعبن سان گڏ، سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ به هڪ جدا شعبو قائم ڪيو وڃي."

اسان، ڪراچيءَ جي اٽڪل پنج هزار شاگردن جو هڪ احتجاجي جلوس وٺي، ٩-سيپٽمبر ١٩٥٦ع تي، ڪراچي يونيورسٽيءَ ٻاهران پهچي، انهن سيني ساٿين جي نمائندن جي حيثيت ۾، اوهان اڳيان مٿيون ٺهراءُ عرض رکيوسين؛ مٿيَن ٺهراءَ ڏانهن اوهان جي ذاتي توجهه ۽ شخصي دلچسپيءَ لاءِ گذارش ڪري، وڌيڪ اهو به عرض ڪيوسين ته اوهان مهرباني ڪري يونيورسٽي سنڊيڪيٽ کي به اسان جي هنن واجبي مطالبن تي همدرديءَ سان غور ڪري هن بي‌انصافي دور ڪرڻ ۽ سنڌي شاگردن جي بنيادي حقن کي محفوظ رکڻ لاءِ سفارش ڪندا.

اوهان ان وقت پنهنجي گفتگو جي دوران ۾ اسان کي مشورو ڏنو هو ته اسان پنهنجي مطالبن جي تائيد ۾ هڪ يادداشت به پيش ڪريون، ته جيئن يونيورسٽي سنڊيڪيٽ کي هن مسئلي تي نظرثاني ڪرڻ ۾ سهولت ٿئي.

اسان ان وقت به اهو عرض ڪيو هو ۽ هينئر به پنهنجو واحد ۽ فيصلہ ڪن دليل اهو ڏيون ٿا ته جيئن گذريل نون سالن کان سنڌيءَ کي امتحاني زبان جو درجو حاصل رهيو آهي، تيئن آئينديءَ به کيس اها حيثيت حاصل رهڻ گهرجي. جيڪڏهن انهيءَ وچ ۾ ڪي اهڙا اڻٽر سبب ۽ رنڊڪون پيدا ٿي پيون هيون، جن سنڊيڪيٽ کي انهيءَ اوچتي قدم کڻڻ تي مجبور ڪيو، ته پوءِ سندن فرض هيءُ هو ته علمي دنيا جي واقفيت لاءِ انهن سببن ۽ رنڊڪن کي پڌريائين ظاهر ڪن ها، ۽ پوءِ انهن سببن ۽ رنڊڪن کي پنهنجي وت ۽ وس آهر هٽائڻ ۽ دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ها. افسوس، جو سنڊيڪيٽ جي ڪارپردازن ائين نه ڪيو - ۽ اها هڪڙي بنيادي حقيقت ئي سندن فيصلي کي هڪطرفو، غيرواجبي ۽ اعتراض جوڳو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

ٻيو وجهه تہ سنڌي زبان اڄا انهيءَ لائق نه ٿي آهي، جو ان کي يونيورسٽي امتحانن ۾ جوابن لکڻ جو ڪامياب وسيلو سڏي سگهجي. سوال ٿو اٿي ته سنڌي زبان جي انهيءَ لياقت يا عدم لياقت جو فيصلو ڪيئن ڪري سگهبو؟ جيستائين ڪراچيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽي موجود هئي، تيستائين ته اسان جي زبان خلاف ڪڏهن به اهڙي قسم جو اعتراض ڪنهن ڪونه اٿاريو - انهيءَ يونيورسٽيءَ کي اڄ به اسان جي زبان جي انهن لياقتن ۾ پورو پروسو آهي. ڪراچي يونيورسٽي پاڻ به شروعات کان وٺي اڄ ڏينهن تائين سنڌي زبان کي امتحاني زبان جي حيثيت ۾ قائم رکندي پئي آئي آهي: حيرت جو مقام البت هيءُ آهي ته هن يونيورسٽيءَ جي اختياريءَ وارن سنڌيءَ ۾ لکيل جوابن جون ڪاپيون هميشه سنڌي زبان کان بنهہ غيرواقف شخصن کي ئي ڏسڻ لاءِ پئي ڏنيون آهن! بهرحال، اسان سنڌي شاگرد، جن جو ان ڳالهہ سان سڌئون سڌو واسطو آهي، سي ته امتحانن ۾ پنهنجي خيالن جي اظهار لاءِ سنڌي زبان جي صلاحيت ۾ ڪنهن به قسم جو شڪ شبهو ڪونہ ٿا رکون. عين ممڪن آهي ته اسان جا اِهي غيرسنڌي ممتحن ئي هجن، جن کي اسان جي زبان، يونيورسٽي امتحانن لاءِ، اڻپوري ۽ اڻسڌريل نظر آئي هجي - ۽ انهيءَ خيال ۾ هو واقعي حق بجانب ٿي سگهن ٿا، ڇو ته هرڪا زبان هر انهيءَ شخص کي، جو ان زبان ۾ لکي پڙهي نٿو سگهي، ائين ئي نظر ايندي. پر، يونيورسٽيءَ جهڙي اعليٰ تعليمي اداري جي شان وٽان اها ڳالهہ نه آهي، جو استادن جي هڪڙي گروهہ ۾ اعتبار نه رکي، يونيورسٽي امتحانن ۾ لکيل جوابن جو ڪاپيون، استادن جي هڪ ٻئي اهڙي گروهہ کي جاچڻ لاءِ ڏئي، جي انهيءَ زبان مان چڱيءَ طرح واقف ئي نه هجن، ۽ پوءِ انهيءَ ٻئي گروهہ سان واسطو رکندڙ استادن جي ئي چوڻ تي لڳي، سنڌي زبان کي اڻپورو ۽ اڻسڌريل سمجهي، ان ٻوليءَ کي مرڳوئي امتحاني حيثيت کان هيٺ لاهي ڦٽو ڪري ڇڏي - ان کان وڌيڪ بيواجبي، اڻسهائيندڙ ۽ غيرمعقول ٻي ڪهڙي ڳالهہ ٿي سگهي ٿي!

سنڌي ٻوليءَ کي امتحاني ٻوليءَ جي حيثيت کان خارج ڪرڻ لاءِ هڪڙو سبب اهو به ڏنو وڃي ٿو ته سنڌي زبان جي هن حيثيت کي قائم رکڻ ڪري يونيورسٽيءَ کي ڍيڻا خرچ ڪرڻا پوندا- ڇاڪاڻ ته امتحانن ۾ هرقدم تي خرچ لازمي طور وڌيڪ ٿيندا. سنڌي زبان کي قربانگاهه تي چاڙهي، يونيورسٽيءَ جي مالي بجيٽ کي درست رکڻ هڪ اهڙو ته خسيس، ٻاراڻو ۽ دل آزاريندڙ دليل آهي، جو ٿوري سمجهه رکندڙ انسان به جيڪر اها ڳالهه زبان تي آڻي ڌڪائيءَ کان ڪنڌ ڪٿي هيٺ ڪري. بهرحال، جيڪڏهن ان مالي تڪليف جي سوال تي ٿورو غور ڪبو، ته ڏسڻ ۾ ايندو ته وڌيڪ خرچ جو سوال فقط ٻن ڳالهين لاءِ اٿندو: پهريون سوالي پرچن جي ترجمن ڪرائڻ لاءِ، ۽ ٻيو انهن جي ڇپائڻ لاءِ. ظاهر آهي ته انهن ٻنهي ڪمن تي يونيورسٽيءَ جا مشڪل سان ٻه-چار هزار رپيا خرچ ٿيندا. اسان کي يقين آهي ته خود ڪراچي يونيورسٽي اختياريءَ وارا به پنهنجن هيترن سارن شاگردن جي سهولت خاطر ايتريءَ معمولي رقم جي خرچ ڪرڻ تي ارها نه ٿيندا-پولو نه آهي جو سنڌن اهي شاگرد سنڌي ڳالهائيندڙ ئي چو نه ڪٿي هجن.

ائين به چيو وڃي ٿو ته هاڻي ڇاڪاڻ ته اردو اسان جي سرڪاري زبان آهي، تنهنڪري اردو کان اڻڄاڻ شاگردن لاءِ ضروري آهي ته هو جلد از جلد اردو سکي ان ۾ مهارت حاصل ڪن-ان ۾ هنن جو پنهنجوئي فائدو آهي!

سرڪاري زبان بنجڻ لاءِ اردو جي لياقتن، يا ملڪ جي دستور ۾ ان کي ان درجي عطا ڪرڻ جي دانشمنديءَ يا غيردانشمنديءَ واري سوال کي ڇڏي ڪري، اسين هن ڳالهه تي احتجاج ڪرڻ کان ڪنهن به صورت ۾ پاڻ کي روڪي نٿا سگهون ته پاڪستان جي دستور ۾ اسان جي زبان جو نلهو نالو به داخل نه ڪيو ويو آهي-۽ انهيءَ ظاهر ظهور زورآوريءَ خلاف، ۽ سنڌيءَ کي آئيني طور (مغربي) پاڪستان جي هڪ سرڪاري زبان تسليم ڪرائڻ لاءِ اڄ ۾ئي ڪراچي ۽ سنڌ ۾ هڪ زوردار عوامي هلچل هلي رهي آهي: صحيحن جي دستاويز تي لکن جي تعداد ۾ صحيحون ملي چڪيون آهن ۽ سنڌ جي سڀني ميونسپالٽين، لوڪلبورڊن، اسڪولن، ڪاليجن ۽ ٻين پبلڪن ادارن ۽ سنڌ جي سڀني اخبارن ان مطالبي جي پرزور حمايت ڪئي آهي، ۽ اسان کي فخر آهي ته اسان ڪراچيءَ جا سنڌي شاگرد به ان عوامي تحريڪ جا دليون جانيون حمايتي آهيون- پر ساڳئي وقت پاڪستان جي دستور ۾ سنڌي زبان کي سرڪاري حيثيت نه ملڻ جي اها ته معنيٰ نه آهي ته ڪي شخص، توڙي يونيورسٽيءَ جهڙا پبلڪ جي پئسن تي هلندڙ ادارا، جاڻي واڻي ان کي نڌڻڪو سمجهي، هيسائي ۽ ٻوساتي مارڻ جي ناپاڪ ڪوشش ڪن. ڪراچي شهر ۾ اڳ ۾ئي سنڌي پرائمري اسڪول بند ڪري، سنڌي ڳالهائيندڙ رهاڪن کي هرممڪن طريقي سان پنهنجن ٻارن کي اردو پرائمري اسڪولن ۾ داخل ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو وڃي. ”ڪراچي سيڪنڊري تعليمي بورڊ“ وارن ٻڻ پنهنجي دائري اندر اسڪولن جي تعليمي نصاب ۾ اردو ته سڀني شاگردن لاءِ لازمي ڪري ڇڏي آهي، پر سنڌي رڳو

سنڌين لاءِ به لازمي قرار نه ڏني اٿن. ڪراچي يونيورسٽيءَ ته سيني کان به قدم اڳتي وڌي، قلم جي هڪڙيءَ ڌڪ سان، سنڌي زبان کي، سنڌس پاڪستان کان به اڳ ماليل درجي کان هيٺ لاهي، پنهنجي احاطي کان ڌڪاري ٻاهر ڦٽي ڪري ڇڏيو آهي!

هتي اسين قائداعظم، قائدملت، پاڪستان پارليامينٽ ۽ دستورساز اسيمبليءَ جي انهن خاطرين کي دهرائڻ ضروري نٿا سمجهون، جيڪي هُنن ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪرڻ ۽ وري سنڌ کي "الهندي پاڪستان" ۾ جذب ڪرڻ وقت، اسان جي زبان ۽ پنهنجي تهذيبي ورثن کي محفوظ رکڻ جي سلسلي ۾ اسان کي ڏنيون هيون.

اسان جو هيءُ عقيدو آهي ته سنڌ وانگر، پاڪستان جدا جدا تهذيبن ۽ سڀيتائن جو هڪ تجربيگاهه آهي، ۽ جدا جدا، رنگ برنگ گلن جي گڏجڻ سان هڪ پربهار گلشن جو مثال ٿو پيش ڪري. اسان جي هن پياري وطن جو هي پيارو تختگاهه - ڪراچي - ته ان لحاظ کان هڪ مثالي سرزمين آهي، جتي اسان جا بنگالي، بلوچ، پٺاڻ، پنجابي ۽ هندستان جي مختلف علائقن مان لڏي آيل اسان جا ڀائر، اسان هتان جي قديم سنڌي رهاڪن سان - اسان کي هن ملڪ جي قديم شهري هجڻ تي واقعي فخر آهي - نهايت ميٺ محبت، ڀائپيءَ ۽ وطني جذبي سان گڏ رهن ٿا. انهن حالتن ۾، ڪراچي يونيورسٽيءَ کي ته پاڻ برادري ۽ وطني حب جي مقدس جذبي تي قائم رهي، پنهنجي روشن دماغ، انصاف پسند ۽ بي ريا هجڻ سان ثابت ڪري ڏيکارڻ گهرجي ته هوءَ به سنڌ جي قديم تهذيب جي روح - يعني فراخدلي، بردباري، انساني همدري، عالمگير محبت، ۽ هر تنگ نظريءَ ۽ تعصب کان آزاد نظريي جي مالڪ آهي.

هيءَ مختصر گذارش خدمت ۾ عرض رکندي، اسان اوهان ۾ اميد ٿا رکون ته اوهان صاحب ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ جا ميمبر صاحب اسان جي هن يادداشت تي دلي همدرديءَ سان غور فرمائيندا، ۽ پنهنجي غيرمنصفانه فيصلي تي نظرثاني ڪري، سنڌي زبان کي يونيورسٽيءَ جي تعليمي دنيا ۾ سنڌس اڳئين درجي تي قائم رکندا.

* * *

## مادري زبان ۽ تعليم

[تازو، "ٻارن جي تعليم" جي موضوع تي، هڪ عام جلسي ۾ لاهور جي شهرين کي خطاب ڪندي، مغربي پاڪستان سرڪار جي آبادڪاري کاتي جي سيڪريٽريءَ جناب محمد مسعود فرمايو ته]

"سچ پچ اها هڪ ڏک جي ڳالهه آهي، جو ڪيتري وقت کان وٺي اسان جا بيشمار معصوم ٻار، هڪ ڌاريءَ زبان ذريعي تعليم وٺڻ جي عذاب ۾ مبتلا آهن. اهڙيءَ طرح، سندن تعليم جو عمل الٽو سندن دماغ جي انتشار ۽ شخصيت جي پريشانيءَ جو سبب بڻجي ٿو، ۽ زندگيءَ متعلق سندن معصوم ۽ نازڪ خيال، هڪ ڌاريءَ زبان جي نامعلوم آوازن ۽ اچارن

ڪي ئي طوطي وانگر نقل ڪرڻ جي گورک ڌنڌي ۾ ڦاسي، هڪڙي وڃن ٿا: جنهن جو لازمي طور اهو نتيجو نڪري ٿو، جو اسان جا اهي نونهال، زندگيءَ کي سمجهڻ ۾ ايترو ته منجهي پون ٿا، جو ڪيترين سنين سولين ڳالهين به متعلق سندن لاءِ ڏکيون، پيچدار ۽ سمجهه کان ئي ٻاهر ٿي پون ٿيون.

”اها مادري زبان جي بدران ڌاريءَ زبان کي تعليمي ذريعي بنائڻ جي مصيبت ئي آهي، جنهن اسان جي ملڪ جي لاتعداد ٻارڙن کي اهڙي ته چڪر ۾ وجهي ڇڏيو آهي، جو سندن زندگيءَ جو مکيه ۽ قيمتي وقت فقط هڪ ڌاريءَ زبان سکڻ جي فضول ۽ بيڪار مشغوليءَ ۾ئي ضايع ٿي وڃي ٿو.

’پر‘ جيڪڏهن تعليم جو اصل مقصد ٻار کي وڏو ٿي بهتر ۽ ڪامياب زندگي گذارڻ لاءِ تيار ڪرڻ آهي، ته پوءِ کيس سندس زندگيءَ جون سموريون حقيقتون اصلي صورت ۾ ئي ٻاڌڻ گهرجن - ۽ اهو سڀڪجهه سندس مادري زبان ۽ ان جي ملڪي ماحول ۾ ئي ميسر ٿي سگهي ٿو.

”تعليم جي ذريعي طور مادري زبان جو استعمال ڪيتريقدر ضروري ۽ مفيد آهي، انهيءَ مسئلي تي ويچار ڪرڻ لاءِ، سنه ١٩٥١ع جي آخر ۾، اقوام متحده طرفان دنيا جي ماهرن جي پئرس (فرانس) ۾ هڪ ڪانفرنس منعقد ٿي هئي: ان ڪانفرنس ۾ بنيادي تعليم تي هڪ رپورٽ متفق طور مرتب ڪئي ويئي هئي، جنهن ۾ هيٺيان چار اهم تعليمي اصول پيش ڪيا ويا هئا:

(١) مادري زبان ئي هر شخص لاءِ سندس خيالن جي اظهار جو قدرتي ذريعو آهي: ۽ سندس خيالن جي اظهار کي پوريءَ طرح طاقت وٺائڻ، هن جي شروعاتي ضرورتن مان هڪ نهايت اهم ضرورت آهي —

(٢) هرهڪ شاگرد جي درسي تعليم، لازمي طور سندس مادري زبان جي ذريعي ئي عمل ۾ اچڻ گهرجي.

(٣) ڪنهن به زبان جي بناوت ۾ اهڙي قسم جي ڪابه بنيادي ڪمزوري نه آهي، جا کيس انسان جي موجوده علم، فن ۽ موجوده تهذيب جي اظهار جي وسيلي بڻجڻ کان روڪي سگهي.

(٤) مادري زبان جو نعم‌البدل ٻي ڪابه قومي يا بين‌الاقوامي زبان تيستائين نٿي ٿي سگهي، جيستائين اسان جا ٻار اسڪول ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ئي انهيءَ ٻيءَ زبان کان چڱيءَ طرح واقف نه هجن.

”هنن ڳالهين کي خيال ۾ رکندي، ملڪ جي تعليمي اختياريءَ وارن کي گهرجي ته هو پنهنجو اثر رسوخ هلائي، عام ماڻهن کي ان ڳالهه تي آماده ڪن ته ڪين پنهنجن ٻارن لاءِ مادري زبان کي ئي تعليم جو ذريعو تسليم ڪرڻ گهرجي.“

# سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارن جا ايڊيٽوريل نوٽ

[جيڪڏهن سمجهداريءَ ۽ نيڪ نيتيءَ کان ڪم ورتو وڃي، ته پاڪستان ۾ دراصل زبان جو ڪو مسئلو آهي ئي ڪونه! پر جن ملڪن کي پنهنجي تعمير ۽ ترقيءَ لاءِ ڪو بنيادي نقطه نظر (vision) هٿ نه ايندو آهي، يا ڪن غير معمولي سببن جي ڪري هو ان کي وساري يا ٽاري ڇڏيندا آهن، يا بدقسمتيءَ سان سندن ملڪي قيادت گمراهيءَ ۾ مبتلا ٿي ويندي آهي، ته پوءِ اهڙين حالتن ۾، ڪڏهن ڪڏهن، رڳو 'ٽُڪ اڇلائڻ' به هڪ مسئلو بڻجي ويندو آهي. نه صرف عالمي طرح طي ٿيل تعليمي، لساني ۽ انساني قدرن کي سامهون رکندي، بلڪ خود پاڪستان جي بنيادي اصول مطابق عمل ڪندي، هتي جي علاقائي قوميت کي پنهنجي تعليمي ۽ ثقافتي ترقيءَ جو هرڪو حق آهي. هن ملڪ جي سمورين تهذيبي وحدتن — سنڌ، پنجاب، سرحد، بلوچستان ۽ بنگال — جا سمورا قومي مسئلا، پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ ئي طي ڪيا ويا هئا، ۽ علاقائي تحفظ جي يقين تي، سنڌ آهو پهريون صوبو هو، جنهن پاڪستان جي حمايت ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو. پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ، ظاهر سببن جي ڪري، هن نئين ملڪ لاءِ ڪو به تعميري نقطه نظر مقرر نه ٿي سگهيو، جنهن جي نتيجي ۾ عوامي زندگيءَ جي هر تقاضا ڪنهن نه ڪنهن مسئلي جو روپ ڌارڻ لڳي، ۽ غلطڪار سياستدان آن کي ملڪي سالميت ۽ ملڪي وحدت وغيره جي دل پرچائيندڙ نالن سان آڀاريندا، واقعي هڪ زبردست مسئلو بنائي چڪا. زبان جو مسئلو، ان طرح، سياسي مصلحتن جو پيدا ڪيل هڪ 'شاهڪار ڪارنامو' چئي سگهجي ٿو.

سنڌي زبان جو سوال پاڪستان قائم ٿيڻ شرط ئي پيدا ٿيو، جڏهن ملڪ لاءِ "قومي زبان" جو 'مسئلو' کڙو ڪيو ويو. دراصل پاڪستان ۾ 'قومي زبان' بابت نه، بلڪ 'سرڪاري زبان' بابت سوچڻ کپندو هو؛ چو ته هتي جون سموريون علاقائي زبانون — بنگالي، سنڌي، پنجابي، پشتو، بروهي ۽ بلوچي — پاڪستان جون 'قومي زبانون' آهن، جنهن کي جديد عمرانيات جا اصول تلسيم ڪن ٿا. 'قومي زبان' ڪنهن قوميت جي زبان کي چئبو آهي؛ ۽ 'قوم' چئبو آهي انهيءَ مخصوص تهذيبي گروهه کي، جنهن کي پنهنجو مخصوص جاگرافيائي، تاريخي، روايتي ۽ ثقافتي پس منظر هجي، ۽ آهو هڪ خاص زبان ڳالهائيندڙ هجي. 'قومي زبان' لاءِ، هڪ خاص علائقي جي مادري زبان هجڻ لازمي آهي. دنيا جون سموريون آهي مادري زبانون جيڪي مٿين علمي اصول سان مطابقت ٿيون رکن، آهي هر هنڌ 'قومي زبان' طور تسليم ٿيل آهن. پر هتي انهيءَ سوال تي آلٽيءَ طرح سوچيو ويو، جنهن جو لازمي نتيجو اهو ئي نڪرڻو هو، جيڪو اڄ سڄي ملڪ ۾ زبردست بياطمينانيءَ جو باعث بڻجي رهيو آهي. اڙدو زبان، جيڪا پاڪستان جي ڪنهن به علائقي جي مادري زبان نه آهي، ان کي ملڪ جي سرڪاري زبان طور رائج ڪرڻ، ۽ ٻين سمورين زبانن کي 'قومي زبان' قرار ڏيئي، انهن کي پنهنجي پنهنجي علائقي ۾ سرڪاري زبان طور رائج رکڻ — اهو ئي فقط واحد فيصلو ٿي سگهيو ٿي، جيڪو اصولي، علمي

۽ ملڪي لحاظ کان بهتر ۽ درست هو. پر هتي بنگالي ۽ اڙدو کي ته قومي زبانون قرار ڏنو ويو، ۽ قومي زبانن کي وري سرڪاري سرپرستيءَ ۾ آڻڻ کان به انڪار ڪيو ويو.

سنڌيءَ کي ’اولهه پاڪستان جي هڪ سرڪاري زبان‘ بنائڻ جي سلسلي ۾، سنڌ ۾ شروع کان ئي هڪ وڏي جدوجهد هلي چڪي آهي، جنهن کي ۱۹۵۷ع کان گهڻو زور حاصل ٿيو، جڏهن ”سنڌي ادبي سنگت“ پاران، سيني علمي، ادبي ۽ عوامي حلقن جي تعاون سان، هڪ وسيع مهم جو آغاز ٿيو. سنڌيءَ جي انهيءَ مطالبي تي پنجاهه هزار شخصيتن جا دستخط حاصل ڪيا ويا، جن ۾ نه صرف سنڌ جي هر طبقي جي هستين، بلڪ بنگال، سرحد، بلوچستان، خود پنجاب ۽ اڙدو جي مايهءِ ناز هستين جي تائيد موجود ڪئي ويئي. اجا اهي ئي ڪارروايون هيون، ته ان وچ ۾ اسان جي تعليمي ماهرن هڪ حيرت انگيز ’مسئلو‘ ايجاد ڪري ورتو. سنڌيءَ جي ستن درجن کي گهٽائي پنج درجا ڪيا ويا، ۽ اڳتي لاءِ ملڪ جي تعليمي نظام ۾ سنڌيءَ جو چلتو صاف طرح بند ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. انهيءَ ’عقلمنديءَ‘ ۽ ’انصاف‘ جي پذيرائيءَ لاءِ، ۱۹۶۰ع، ۾ ”سنڌي زبان سوسائٽي“ وجود ۾ آئي، جنهن جي معرفت هر انهيءَ حيلي سان، جيڪو ان وقت ممڪن هو، اختياريءَ وارن کي ٻڌايو ويو ته حڪومت جي قومي تعليمي ڪميشن جي سنڌيءَ بابت سفارش غلط، نقصانڪار، ناقابل عمل ۽ ناقابل برداشت آهي. ’سوسائٽيءَ‘ پاران هڪ مدلل ’ميمورنڊم‘ پڻ اختياريءَ وارن کي پهچايو ويو. سڄي ملڪ جي ادبي ۽ علمي جماعتن، اخبارن ۽ عوامي تنظيمن، زبردست احتجاج ڪيو. پر جتي نيڪ نيتيءَ جو وجود ثابت نه هوندو آهي، اتي اڳلي جي حجت کي ٻڌڻ جو ڪو به مطلب مقرر ڪونه هوندو آهي، جيستائين ان کي پوريءَ قوت سان نه پيش ڪيو وڃي. چنانچه، متواتر نظراندازيءَ بعد، هن وقت ملڪ جي هر طبقي کان زوردار آواز اٿاريو ويو آهي، ۽ جيڪڏهن ان کي جاري رکيو ويو ته ان جو نتيجو ضرور نڪرڻو آهي. پاڪستان جو سنڌي ڳالهائيندڙ عوام پنهنجيءَ زبان ۽ ادب جي مستقبل لاءِ فڪرمند ضرور آهي، پر مايوس هرگز نه آهي.

تعليمي ڪميشن جون سفارشون نه صرف زبانن جي معاملي ۾، بلڪ ٻين به اڪيچار تعليمي معاملن ۾، ڪُلي طرح ناقص آهي ـــ جيئن شاگردن جي همه گير شڪايتن دوران ظاهر ٿي چڪو آهي. سڀ کان وڏي ڳالهه ته آها ڪنهن به قسم جي بنيادي، قومي يا تعليمي نقطهء نظر تي ٻڌل نه آهي، جيڪو پاڪستان جي آئينده تعمير لاءِ ڪي روشن دماغ نسل پيدا ڪري. تعليم جي معيار کي بلند ڪرڻ لاءِ، ان کي محدود ۽ مشڪل بنائڻ قطعاً غيرضروري آهي، بلڪ ان کي عام ۽ سستي بنائڻ، ۽ واضع بنيادن تي هلائڻ جي ضرورت آهي. چنانچه ملڪ جي تقاضا هيءَ آهي ته انهيءَ ’رپورٽ‘ کي يڪسر رد ڪري، هڪ نئين تعليمي ڪميشن بنائي وڃي، جنهن ۾ سيني زبانن جي نمائنده تعليمي ماهرن کي شامل ڪيو وڃي.

جيتريقدر سنڌي زبان جو مسئلو آهي، هيءَ ڳالهه هر وقت ضروري رهندي ته اسين ان کي ”اولهه پاڪستان جي هڪ سرڪاري زبان“ تسليم ڪرايون، ورنه هن قسم جون نت نيون

حالتون وري وري پيدا ٿينديون رهنديون، ۽ آخرڪار ڪنهن موقعي تي ان کي بچائڻ محال ٿي پوندو. بنگالي ۽ آڙدو زبانن کي، بهرحال، اسين ملڪ جي قومي زبانن طور تسليم ڪري چڪا آهيون، ۽ ٻين سڀني علائقائي زبانن کي پنهنجي پنهنجي علائقي ۾ سرڪاري زبانون بنجڻ کپي.

سنڌي زبان جي حيثيت ۽ حقن بابت ايترو ته گهڻو لکيو ويو آهي، جو ڪيترن ئي هزارن جا ڪئين ضخيم ڪتاب تيار ٿي ويندا. بلڪل تازو، چند تاريخن اندر، "تعليمي ڪميشن جي رپورٽ" بابت جيڪو ردعمل سنڌي زبان سان متعلق آهي، اسين ان کي اخبارن جي حوالي سان پيش ڪري رهيا آهيون، جنهن ۾ اڙدو ۽ انگريزي اخبارون پڻ شامل آهن. — ش. ح.]

## روزانه "مهراڻ"، ڪراچي.

"سنڌي زبان متعلق تقاضا درحقيقت انهيءَ وقت کان ڪئي پيئي وڃي، جڏهن تعليمي ڪميشن جون سفارشون پڌريون ٿيون ۽ حڪومت اهو فيصلو ڪيو ته سنڌي زبان بدران آڙدوءَ کي ذريعہ تعليم بنايو وڃي. ڪميشن جي انهيءَ سفارش ۽ حڪومت جي انهيءَ فيصلي سنڌ علائقي اندر سخت تشويش پيدا ڪئي، جنهن جو اظهار سنڌ جي هر طبقہ خيال جا ماڻهو ڪندا رهيا. اخبارون انهيءَ فيصلي کي غلط ۽ نامناسب سڏينديون رهيون؛ سنڌ جون علمي ۽ ادبي جماعتون انهيءَ فيصلي خلاف احتجاج بلند ڪنديون رهيون؛ شاگرد، استاد، شاگردن جا والدين ۽ بنيادي جمهوريتون انهيءَ فيصلي خلاف آواز آٿارينديون رهيون؛ سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ شاعرن طرفان حڪومت جي انهيءَ فيصلي سان اختلاف جو اظهار ڪيو ويو؛ ۽ هينئر سنڌ خواهہ بيرونِ سنڌ جا سياسي ۽ سماجي اڳواڻ ۽ تعليمي ماهر حڪومت جي انهيءَ فيصلي جي مذمت ڪري رهيا آهن. انهيءَ همہ گير اختلاف ۽ احتجاج کان درحقيقت حڪومت کي متاثر ٿيڻ گهرجي ها، ليڪن ڏٺو ويندو ته حڪومت اڄ ڏينهن تائين سنڌ جي ڪابہ دلجوئي ڪانہ ڪئي آهي-- چڻ ته حڪومت جي ڪنن تائين ڪو آواز ئي ڪونہ پهتو آهي، ۽ جيڪڏهن ڪو پهتو آهي ته اهو انسانن جو آواز نہ آهي!

"سنڌي زبان جي باري ۾ جيڪي تقاضائون ڪيون ٿيون وڃن، سي ڪي اچاتريون گهُرون ڪين آهن، پر اهي معقوليت تي مبني آهن. سنڌي زبان سنسڪرت کان اڳ جي دور جي جهوني زبان آهي؛ ان کي پنهنجو رسم الخط ۽ پنهنجو گرامر آهي؛ اها صدين کان وٺي تعليمي زبان جي حيثيت ۾ رائج آهي، ۽ ويهن سالن کان وٺي ڊگريءَ جي ڪورس تائين ذريعہ تعليم رهي آهي؛ ان ۾ آٿاهہ لٽريچر موجود آهي؛ اها دنيا جي ٻيءَ ڪنهن بہ ترقي يافتہ

زبان ڪان، ڪنهن بہ صورت يا حيثيت ۾ گهٽ ڪانہ آهي؛ ۽ ان ۾ اهي سموريون خوبيون ۽ صلاحيتون موجود آهن، جيڪي هڪ زنده ۽ اعليٰ تعليمي زبان ۾ موجود هئڻ گهرجن: اهڙيءَ حالت ۾، جيڪڏهن هن زبان کي تعليمي دائري مان خارج ڪيو وڃي تہ اها سراسر زيادتي آهي.

”هن زبان کي تعليمي ڪميشن جي سفارشن ۽ حڪومت جي فيصلي سبب جيڪو مقام بخشيو ويو آهي، تنهن جي نتيجي ۾ سنڌ جي باشندن جي تباهي يقيني محسوس ڪئي وڃي ٿي. اڙدو زبان کي ٽئين درجي کان رائج ڪرڻ جي حالت ۾ سنڌي ٻارن جي ذهنن تي پيٽو بار پئجي ويندو، جنهن جو نتيجو سندن ذهني پستيءَ جي صورت ۾ نڪرندو. اڙدوءَ کي ذريعہ تعليم بنائڻ سبب سنڌي ٻار نہ ڪجهہ سمجهي سگهندا، نہ سمجهائي سگهندا؛ جنهنڪري هو چتاپيتيءَ ۾ اڙدو مادري زبان وارن ٻارن سان مقابلو ڪري ڪونہ سگهندا. جڏهن تہ تعليم جي ترقيءَ جو بنياد چتاپيتيءَ تي رکيو ويو آهي، تڏهن سنڌي ٻار اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ کان محروم رهجي ويندا. اعليٰ تعليم کان محروم ٿي وڃڻ جي حالت ۾، هو اعليٰ سرڪاري ملازمتن جا اهل رهي ڪونہ سگهندا: اِها سندن اقتصادي تباهيءَ جي نشاني آهي. اقتصادي تباهيءَ سان گڏ، سنڌ جي باشندن جي علمي، ادبي ۽ ثقافتي تباهي پڻ سنڌي زبان جي حيثيت کي ڪيرائڻ جو لازمي نتيجو رهندي. اڙدو زبان سان سيني رعايتن جي وابستگيءَ سبب، سنڌي ٻارن کي مجبور ٿي سنڌي زبان جي تعليم ترڪ ڪرڻي پوندي. ان جو نتيجو اهو نڪرندو جو ايندڙ ويهن سالن کان پوءِ سنڌي زبان ۾ لکڻ پڙهڻ وارو ڪو مشڪل سان ملندو. ان ڪري، سنڌي زبان جو اڳيون سمورو لٽريچر وڃي ميوزم جي حوالي ٿيندو، ۽ وڌيڪ لٽريچر پيدا ٿي ڪونہ سگهندو: سنڌي زبان جي اديبن، مصنفن ۽ ناشرن جو ذريعي معاش ختم ٿي ويندو، سنڌ جون اخبارون بند ٿي وينديون، ۽ سنڌي زبان صرف غسلخاني ۽ بستري جي زبان وڃي رهندي ـــ جيئن اڄڪلهہ پنجابي زبان آهي.

”اِها تباهي صرف علاقائي اعتبار کان نہ، بلڪ ملڪي ۽ قومي لحاظ کان پڻ ناقابل برداشت آهي. سنڌ جو علم ۽ ادب، سنڌ جي ثقافت ۽ سنڌ جو تمدن، پاڪستان جي هڪ وڏي دولت آهن: اها دولت سنڌي زبان جي خاتمي سان فنا ٿي ويندي. ليڪن افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي تہ صرف ڪن سياسي مصلحتن جي ڪري، انهيءَ دولت کي تباهہ ڪرڻ کان گريز نٿو ڪيو وڃي!

”سنڌ جا باشندا پاڪستان جا وفادار شهري آهن، ۽ کين پاڪستان ۾ زنده رهڻ ۽ ترقي ڪرڻ جو اهڙوئي حق آهي، جهڙو ٻين شهرين کي. جيڪڏهن سندن زبان کي اهڙيءَ ريت فنا ڪيو ويو تہ پوءِ آخر سنڌ جا باشندا ڪهڙيءَ ريت زنده رهي ۽ ترقي ڪري سگهندا؟ سنڌ جي علاقائي حدن کي اڳ ۾ئي ختم ڪيو ويو آهي، سنڌ جي سياسي قوت کي اڳ ۾ئي پامال ڪيو ويو آهي، ۽ سنڌ جي اقتصادي تباهيءَ جا سامان اڳ ۾ئي مهيا ڪيا ويا آهن: هينئر

جيڪڏهن سنڌي زبان کي به تباهه ڪيو ويو، ته ان مان مطلب اهوئي ڪڍيو ويندو ته سنڌ جي زندگيءَ جي آخري سهاري کي به ختم ڪيو ٿو وڃي!

اسين حڪومت جي ڪارپردازن کان پڇون ٿا ته آخر اِهو ڪٿان جو انصاف آهي جو هڪ علائقي کي ڪمزور سمجهي، ان کي پيڙهيو ۽ نپوڙيو وڃي! سنڌ اوهان جو ڪهڙو گناهه ڪيو آهي؟ ڇا، سنڌ پهريون صوبو نه هو، جنهن پاڪستان جي حمايت ۾ نعراءُ بحال ڪيو؟ ڇا، سنڌ جو اهو علائقو نه آهي، جنهن هڪ سال تائين مرڪزي حڪومت جا اخراجات برداشت ڪيا؟ ڇا، سنڌ اهو علائقو نه آهي، جنهن مهاجرن کي ڇهن سهڻن تائين پنهنجن گهرن ۾ رهايو؟ ڇا، اهڙيءَ حالت ۾ اهو مناسب آهي ته سنڌ جي احسانن کي وساريو وڃي، ۽ هتان سنڌ سان ڪيس ڪيا وڃن؟

”اسين پاڪستان جي حاڪمن کي ٻڌائڻ ٿا گهرون ته سنڌ هنن کان ٻي ڪا به رعايت طلب نٿي ڪري: هوءَ صرف ايترو ٿي چاهي ته کيس زنده رهڻ ۽ ترقي ڪرڻ جو حق ڏنو وڃي، ۽ ان جي زبان، علم ادب ۽ ثقافت کي تباهه ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي وڃي.

”اسين پاڪستان جي حاڪمن کي چئلينج ٿا ڪريون ته جيڪڏهن کين سنڌ جون تقاضائون غلط ۽ نامناسب ٿيون نظر اچن، ته هو انهن جو حجت ۽ دليل سان جواب ڏين. اسان به سنڌ جي تقاضائن کي حجتن ۽ دليلن سان پيش ڪيو آهي، جن جو جواب حجت ۽ دليل سان ڏنو وڃي، ۽ نه ڏنڊي جي زور سان، جيئن سنڌي زبان جي باري ۾ ڏنو ويو آهي.

”اسين کين اهو به چئلينج ٿا ڏيون ته هو سنڌي زبان جي سوال کي عدالت جي اڳيان پيش ڪن، يا بين الاقوامي تعليمي ماهرن جي اڳيان آڻين، يا وري ڪنهن ثالث جي حوالي ڪن، ته پتو پئجي وڃي ته سنڌ جي تقاضا صحيح آهي يا حاڪمن جا نادري احڪام درست.“

[اربع، ٣-آڪٽوبر، ١٩٦٢ع]

## روزانه ”نواءِ سنڌ“، ڪراچي.

”تعليمي ڪميشن جي سفارشن جي ضمن ۾ جڏهن ته سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان جو موت پوشيده آهي، تڏهن سنڌ علائقي جا ماڻهو اهڙين ناپسنديده سفارشن کي ڪڏهن به برداشت نه ڪندا، ۽ نه وري ڪميشن جي ناقابل عمل سفارشن کي عملي جامي پهرائڻ جو موقعو ئي ملي سگهندو.

”تعليمي ڪميشن جي سفارشن ۾ سنڌي زبان سان ايڏو ته الٽير ڪيو ويو آهي جو ان کي انگريزي دور غلاميءَ ۾ جيڪا ادبي ۽ علمي حيثيت مليل هئي، سا به ڪانئس کسڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

”ڇهينءَ جماعت بعد سنڌي زبان جي ذريعي تعليم نه رهڻ جو لازمي نتيجو اهو نڪرندو جو تعليمي ڪميشن جي سفارشن مطابق جيڪي سنڌي ٻار پڙهندا، سي سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب

ڪان بلڪل ڪورا ۽ نا آشنا رهندا، ڇاڪاڻ تہ پنجن يا ڇهن جماعتن تائين اڙدو سان گڏ سنڌي پڙهڻ سان ڪير بہ سنڌيءَ جو ڄاڻو ۽ اديب بڻجي نہ سگهندو، ۽ ڇهينءَ جماعت ڪان مٿي جڏهن تہ اڙدوئي اڙدو هلندي رهندي، تڏهن سنڌي شاگرد بہ اڙدو جا گرويدا بڻجي ويندا، ۽ اينڌڙ ڏهن سالن ڪان پوءِ سنڌي ادب ۽ سنڌي صحافت جو چرچو ئي بند ٿي ويندو: انهيءَ ڪري ئي سنڌي حلقن ۾ سنڌي زبان بابت تعليمي ڪميشن ڪي 'خطرناڪ سازش' سڏيو وڃي ٿو، ۽ سنڌ علائقي جا ماڻهو هم گير بنياد تي تعليمي ڪميشن جي سفارشن خلاف آٿي کڙا ٿيا آهن... سنڌي زبان جي اڳينءَ پوزيشن ۽ اهميت کي بہ ختم ڪرڻ، سا هڪ اهڙي حرڪت آهي، جنهن کي سنڌ علائقي جو ڪوبہ باشندو رضا ۽ خوشيءَ سان برداشت نہ ڪري سگهندو!"

[اربع، ٣-آڪٽوبر، ١٩٦٢ع]

## روزانہ "هلال پاڪستان"، حيدرآباد.

"تعليمي ڪميشن جي سفارشن ۾ سنڌي ٻوليءَ سان جيڪو نسورو ظلم ۽ زيادتي ڪئي وئي آهي، سا سنڌي عوام ڪان ڳجهي ڪانهي. تعليمي سڌارن جي نالي ۾ سنڌي زبان جي وجود کي ختم ڪرڻ لاءِ جيڪا سازش سٽي وئي آهي، سا جيڪڏهن وقت سر ڪو قدم کڻي ناڪام نہ بنائي وئي، تہ اها اڳتي سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب ۽ ثقافت کي نيست ۽ نابود ڪري ڇڏيندي.

"اِها ڪيتريقدر نہ زيادتي آهي جو سنڌي ڳالهائيندڙ ٻارن کي ٽئين ڪلاس ڪان ئي اڙدو ۾ لازمي طور تعليم وٺڻ لاءِ مجبور ڪيو وڃي، جيڪي ان وقت ستن سالن جي نهيءَ کي مس پهتل هوندا ۽ ڪين پنهنجي مادري زبان ئي اجا پوريءَ ريت لکڻ پڙهڻ ڪانہ ايندي!

"سنڌيءَ جي پرائمري تعليم لاءِ هن وقت تيرهن هزار سنڌي ماستر موجود آهن، تن کي ڪهڙيءَ طرح اڙدو ماستر بنايو ويندو؟ ڇا، انهن کي پندرهن ڏينهن جو ڪورس ڪرائي، اهڙو قابل بنائي سگهجي ٿو جو هو اڙدو ۾ تعليم ڏيئي سگهن؟ ست سال پنهنجي مادري زبان ۾ تعليم وٺي، فائنل پاس ڪرڻ ڪان پوءِ، هو مس انهيءَ جي قابل ٿين ٿا جو سنڌي ٻارن کي پرائمري تعليم ڏيئي سگهن. جڏهن پنهنجيءَ مادري زبان ۾ بہ ايڏو عرصو تعليم وٺڻ ڪان پوءِ مس هو پرائمري استاد جي عهدي تي رکيا ٿا وڃن، تہ پوءِ اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ پندرهن ڏينهن جي ڪورس پڙهڻ بعد ڪين اڙدو جي تعليم ڏيڻ لاءِ رکيو وڃي! لازمي آهي تہ اهي سنڌي پرائمري استاد، اڙدوءَ جي تعليم پوريءَ طرح نہ ڏيڻ جي پاداش ۾ ڪڍيا ويندا — ۽ اهڙيءَ طرح انهن جو مستقبل ڪنهن بہ صورت ۾ محفوظ ڪونہ رهندو.

"ٽئين ڪان پنجين درجي تائين، ٽي سال، سنڌيءَ سان گڏوگڏ اڙدوءَ ۾ لازمي تعليم وٺڻ بعد، ڇهين درجي ۾ سنڌي ٻارن کي سنڌي تعليم ڏيڻ بلڪل بند ڪري، مٿن زوريءَ اڙدوءَ ۾ ئي تعليم وٺڻ جو شرط رکڻ ڪيتريقدر نہ ظلم آهي! هو اجا انهيءَ قابل ئي نہ ٿيا هوندا جو ٻين انهن ٻارن سان ڇٽاڀيٽي ڪري سگهن، جن جي مادري زبان اڙدو آهي، يا جن شروع ڪان

وٺي پنج ٿي سال اڙدوءَ ۾ تعليم ورتي هوندي. ظاهر آهي تہ سنڌي ڳالهائيندڙ ٻار تعليم ۾ پٺتي پئجي ويندا — ۽ اهڙيءَ طرح انهن جو مستقبل ڪنهن بہ صورت ۾ محفوظ نہ رهندو.

”سنڌيءَ جي بجاءِ اڙدوءَ ۾ تعليم وٺڻ کان پوءِ بہ ڪيئن اميد رکجي تہ اهي نونهال، وڏا ٿي، سنڌي ادب ۽ ثقافت جا آبا ٻنبا، ۽ اهڙيءَ طرح اِهي اعلان ڪيا وڃن تہ سنڌي ادب ۽ ثقافت جي حفاظت جي پوري پوري ضمانت ڏني ويئي آهي، سا ڳالهہ سراسر مضحڪہ خيز ۽ سنڌي زبان سان هڪ قسم جي چٿر ۽ ٺٺولي ڪرڻ آهي! جڏهن سنڌيءَ جا نوان اديب ۽ ڄاڻو ٿي نہ نڪرندا، تہ پوءِ سنڌي ادب کي ترقي ۽ زور وٺائڻ لاءِ قائم ڪيل، ”سنڌي ادبي بورڊ“ يا ٻيا اهڙا ادبي ادارا ڪيئن سلامت رهي سگهندا؟ اهي ادارا، وڌ ۾ وڌ، انهن سنڌي اديبن جي حياتيءَ تائين قائم رهندا، جيڪي هن وقت زندہ آهن، ۽ ان بعد اهي ٺپ ٿي ويندا: ڇاڪاڻ تہ نہ هوندو ڪو سنڌي ڳالهائيندڙ، ۽ نہ رهندي سنڌي ادبي ادارن جي ڪا ضرورت.

”... سنڌ جا رهندڙ سنڌي پنهنجي مادري ٻوليءَ جي تحفظ، ۽ پنهنجي ۽ پنهنجن ايندڙ سنڌي نسلن جي مستقبل کي بچائڻ لاءِ جيڪي مطالبا ڪري رهيا آهن، اهي بلڪل حق ۽ انصاف تي مبني آهن، جن کي صوبائيت يا علاقائيت يا ٻيو ڪو سياسي يا امتيازي رنگ ڏيڻ سراسر احمقپائي ۽ شرارت آهي.“ [اربع، ٣-آڪٽوبر، ١٩٦٢ع]

## روزانہ ”عبرت“، حيدرآباد.

”ڊگري ڪورس کي بدلائي ٻہ سال ڪرڻ، فيون گهٽائڻ، ’يونيورسٽي آرڊيننس‘ واپس وٺڻ، ۽ ذريعہ تعليم مادري زبان کي تسليم ڪرڻ، وغيرہ — اِهي بعض اهڙا اهم مطالبا آهن، جن متعلق شاگرد ’ڪميشن‘ جي سفارشن شايع ٿيڻ واري وقت کان اعتراض ۽ احتجاج ڪندا رهيا آهن. افسوس جو انهن مطالبن ڏانهن پورو توجهہ نہ ڏنو ويو، ۽ شاگردن کي پنهنجن مطالبن مڃائڻ لاءِ هڙتالون ۽ مظاهرا ڪرڻا پيا، جن جا بعض شهرن ۾ ناخوشگوار نتيجا نڪتا آهن.

”... ذريعہ تعليم جو سوال خاص طور تي اهم آهي. هن فيصلي سبب سنڌي شاگردن ۾ زبردست پريشاني پيدا ٿي آهي. اهي شاگرد ائين محسوس ڪرڻ لڳا آهن تہ سندن تعليمي مستقبل خطري ۾ پئجي ويو آهي، ۽ هو ٻين جي مقابلي ۾ صرف اِن ڪري پوئتي پئجي ويندا جو اصل مضمون پڙهڻ بدران، هو زبان تي عبور حاصل ڪرڻ ۾ ئي رهجي ويندا.

”سنڌ ۾ واقعي ذريعہ تعليم وارو فيصلو سراسر غلط آهي. خبر نہ آهي تہ تعليمي ڪميشن کي اهڙو خيال ڇو آيو تہ ننڍڙن ۽ ڪچن ذهنن تي غير مادري زبان کي مسلط ڪيو وڃي، ۽ سندن قدرتي صلاحيتن تي ايترو بار وڌو وڃي جو هو آئيرڻ کان اڳ شل ٿي پون!

”وڌيڪ حيرت ان جي آهي تہ ذريعہ تعليم جي اهڙي سفارش آهي، جنهن جي سڀ کان زيادہ مخالفت ٿي آهي. سنڌ مان متفق طور تي انهيءَ سفارش جي مخالفت ٿيندي رهي آهي.

سنڌ وارا پنهنجي اها شڪايت اعليٰ اختياريءَ وارن تائين به پهچائي چڪا آهن. مگر ڏسجي پيو ته ان تي اجا پورو توجهه نه ڏنو ويو آهي.

”جڏهن ته ڪميشن جي سفارشن چوطرف ناراضگي پيدا ڪئي آهي، ۽ حڪومت به ڊگري ڪورس متعلق مطالبو منظور ڪري چڪي آهي، تڏهن بهتر ٿيندو ته باقي مطالبن تي به فوري طور تي غور ڪيو وڃي، ۽ اهڙا فيصلا ڪيا وڃن، جي شاگردن کي مطمئن ڪري سگهن، ۽ ملڪ ۾ تعليم به ترقي ڪري سگهي، جنهن جي بعض حيرت انگيز سفارشن اُلٽو تعليم کي سخت نقصان پهچايو آهي.“ [اربع، ٣- آڪٽوبر، ١٩٦٢ع]

## روزانه ”خادم وطن“، حيدرآباد.

”سنڌي زبان جي اڳوڻي حيثيت کي سرڪاري طور برقرار رکڻ لاءِ سنڌ جي سياسي رهنمائن، تعليمي ماهرن، اديبن ۽ ’سنڌي ادبي بورڊ‘ جي ميمبرن تازو مطالبو، سنڌ جي عوام جي جذبات ۽ احساسات جي ترجماني ڪرڻ سان گڏ، سنڌي عوام جي هن کان اڳي ڪيل مطالبن کي به دهرائي ٿو. اِهي مطالبا سنڌي عوام انهيءَ وقت کان وٺي پيش ڪيا آهن، جڏهن مارشل لائي حڪومت تعليمي سڌارن جي مقصد سان تعليمي ڪميشن قائم ڪئي، ۽ ان ڪميشن ۾ سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت جي نقطهٔ نظر پيش ڪرڻ ۽ سنڌي عوام جي نمائندگيءَ جي حق ادا ڪرڻ وارو ڪو به سنڌي ميمبر ڪونه هو. نتيجو اهو نڪتو جو تعليمي ڪميشن، سنڌ جي جداگانه حالات تان نظرون هٽائي، سنڌي زبان جي اڳوڻي تعليمي حيثيت کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ سنڌي زبان جي ترقيءَ جا سيئي دروازا بند ڪري ڇڏيا، حالانڪ سنڌي زبان جي اعليٰ تعليمي حيثيت جي مدنظر، ان سان همدردانه ۽ منصفانه رويو اختيار ڪيو وڃي ها.

”جيڪڏهن تعليمي ڪميشن، تعليمي زبان جي متعلق، تعليمي جذبات سان ۽ تعليمي اصولن کي سامهون رکي، انصاف جي تارازيءَ ۾ توري ڪي سفارشون ڪري ها ته سنڌي زبان جو حق تلف نه ٿي سگهي ها. تعليمي ڪميشن سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت لاءِ حڪومت جي سياسي پاليسيءَ کي ترجيح ڏني، پر تعليمي نفسيات ۽ لسانيات جي مشهور بين الاقوامي اصولن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. تعليمي ڪميشن بين الاقوامي تعليمي ماهرن جي انهن راين کي به نظرانداز ڪري ڇڏيو، جن ۾ چيل آهي ته تعليم جو آسان ذريعو مادري زبان آهي. تعليمي ڪميشن هي به نه سوچيو ته اولهه پاڪستان جي هن ترقي يافته زبان جي هڪ صديءَ کان هلندڙ تعليمي ۽ سرڪاري حيثيت جي خاتمي سان، هڪ ڪروڙ کان زياده ماڻهو متاثر ٿيندا ۽ اها زبان بلڪل ختم ٿي ويندي. انهيءَ مان ظاهر آهي ته تعليمي ڪميشن سنڌي زبان کي دانسته ختم ڪرڻ جي سفارش ڪئي آهي، جا ڳالهه ناقابل برداشت آهي.“

[خميس، ٤- آڪٽوبر، ١٩٦٢ع]

## روزانه "بشارت"، حيدرآباد (اڙدو).

"زبان جي مسئلي کي جيستائين سائنسي [علمي] نقطہ نظر سان ڏسڻ جي ڪوشش نہ ڪبي، تيستائين صحيح موقف اختيار نٿو ڪري سگهجي. تنهن کان سواءِ اهو بہ ضروري آهي تہ اسان جي اڳيان آهي اصول هجن، جن جي وسيلي قومي يڪجهتيءَ ۽ قومي اتحاد جي مقصدن کي حاصل ڪري سگهجي. انهيءَ سلسلي ۾ سڀ کان اول جيڪا ڳالهہ اسان کي چوڻي آهي، سا هيءَ آهي تہ ڪنهن بہ علائقي جي ماڻهن تي ڪابہ مخصوص زبان زوريءَ مڙهي نٿي سگهجي. ٻي ڳالهہ، تہ هر زبان جو اهو حق آهي تہ ان کي ترقيءَ جا هڪجهڙا موقعا حاصل هجن. اولهہ پاڪستان جي صورتحال هيءَ آهي تہ هن صوبي جي مختلف علائقن — پنجاب، بلوچستان، سرحد ۽ سنڌ — ۾ الڳ الڳ زبانون موجود آهن. انهن زبانن جو پنهنجو ادب آهي، هڪ ثقافتي ورثو آهي، ۽ انهن علائقن جون مخصوص تهذيبي ۽ ثقافتي روايتون آهن. ان سان گڏ هيءَ ڳالهہ بہ صحيح آهي تہ سڄي اولهہ پاڪستان ۾ اڙدو زبان ڳالهائي ۽ سمجهي وڃي ٿي. انهيءَ حقيقت کي نظر ۾ رکندي، ائين ٿي چئي سگهجي ٿو تہ جيڪڏهن سنڌي زبان کي سنڌ ۾ تعليمي ذريعي جي حيثيت سان ختم ڪري ڇڏيو ويو ۽ رڳو اڙدو کي ذريعہ تعليم بنايو ويو، تہ سنڌي زبان ۽ ثقافت کي نقصان رسندو. ازان سواءِ، انهن ٻارن لاءِ هيءَ ڳالهہ بي انتها دقت طلب ٿيندي جو هو مادري زبان بدران هڪ ڌاريءَ زبان ۾ تعليم حاصل ڪن. انهيءَ سفارش کي نافذ ڪرڻ جو هڪڙو اثر هي بہ ٿيندو جو قومي اتفاق کي نقصان پهچندو، ۽ سنڌين ۾ دشمنيءَ جو رويو پيدا ٿيندو، جيڪو خود اڙدو زبان لاءِ بہ نقصانڪار ثابت ٿيندو.

"سنڌي ۽ اڙدو — ٻنهي زبانن جي واڌاري ۽ قومي اتفاق ۽ اتحاد لاءِ ضروري آهي تہ ابتدائي درجن تائين تعليم مادري زبان ۾ ڏني وڃي؛ ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي درجن ۾ بہ تعليم تہ مادري زبان ۾ ئي ڏني وڃي، پر جن ٻارن جي مادري زبان سنڌي آهي، انهن لاءِ اڙدو، ۽ اڙدو ڳالهائيندڙ ٻارن لاءِ سنڌي زبان جي تعليم لازمي ٺهرائي وڃي؛ اعليٰ تعليم لاءِ البت قومي زبان کي سڄي صوبي ۾ تعليمي ذريعو بنائڻ کپي. ان طرح، مختلف قوميتن کي موقعو ملندو تہ هو پنهنجي پنهنجي زبان ۽ ثقافت کي وڌائي ۽ ويجهائي سگهن، ۽ باهمي اعتماد جي فضا ۾، قومي اتفاق جا بنياد پڻ مستحڪم ٿيندا... دنيا جي انهن سڀني ترقي يافتہ ملڪن ۾ جتي هڪ کان وڌيڪ ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، تعليم مادري زبان ذريعي ئي ڏني ويندي آهي — ۽ قومي زبان جي سکيا بہ لازمي هوندي آهي. اِهو ئي طريقو اسان کي بہ اختيار ڪرڻ کپي." [جمع، ٥- آڪٽوبر، ١٩٦٢ع]

## روزانه "اِنڊس ٽائيمس"، حيدرآباد (انگريزي).

"سنڌ علائقي ۾ سنڌيءَ ذريعي صرف پنجين درجي تائين پڙهائڻ جو خيال سچ پچ تہ ڏاڍو عجيب آهي. نہ رڳو ايترو، پر پنجين درجي کان پوءِ سنڌي هڪ لازمي مضمون طور

۽ ڪالهه رهندي! سنڌي هڪ تمام ترقي يافته ۽ شاندار ادبي روايتون رکندڙ زبان آهي. جيڪا ثقافتي صورتحال هن علائقي کي ٻين کان ممتاز ٿي بنائي، تنهن جو سنڌي زبان هڪ جُز، بلڪ بنياد آهي. هن علائقي جي اسڪولن ۾ هڪ صديءَ کان وڌيڪ مدت کان وٺي سنڌيءَ ذريعي تعليم ڏني پئي ويئي آهي، ۽ انگريزن کان اڳ اها مڪتبن ۾ ذريعه تعليم هئي. ڪنهن به معيار کي نظر ۾ رکندي، هيءَ زبان مٿين درجن ۾ ذريعه تعليم بنجي سگهي ٿي، ۽ بنجڻ کپي.

”هن علائقي ۾ اڙدو کي ذريعه تعليم بنائڻ جي عملي دشوارين ڏانهن اسين اڳيئي ڌيان ڇڪائي چڪا آهيون. جيڪي ٽيرهن هزار پرائمري ماستر هن وقت اسڪولن ۾ نوڪري پيا ڪن، ۽ جيڪي صرف سنڌيءَ ۾ئي لکي، پڙهي ۽ سيکاري ٿا سگهن، تن جو آخر ڪهڙو تدارڪ ٿيندو؟ انهن مان هيءَ توقع رکڻ ته هو مختصر وقتن جي چند رفريشر ڪورسن ذريعي هائي اڙدو سکندا ۽ ان ۾ مهارت حاصل ڪندا، سا هڪ نامعقول ڳالهه آهي. مادري زبان ذريعي تعليم ڏيڻ جا فائدا ٿا شمار ڪجن، ته قومي زبان ذريعي تعليم ڏيڻ جي حق ۾ استعمال ٿيندڙ ممورا دليل بي‌مطلب آهن. ان لاءِ ڪوبه سبب ڪونهي ته سنڌيءَ کي ثانوي تعليم جي سطح تي ڇو نه ذريعه تعليم بنايو وڃي. قومي زبان [اڙدو] جي تقاضائن جي پورائيءَ لاءِ، ان کي پرائمري تعليم جي مٿين درجن کان لازمي مضمون طور مقرر ڪرڻ بلڪل ڪافي ٿيندو: ۽ شهرن ۾ جتي اڙدو ڳالهائيندڙ شاگردن جو تعداد گهڻو آهي، اتي ڪين سندن مادري زبان ذريعي تعليم ڏيڻ لاءِ مناسب سهولتون مهيا ڪري سگهجن ٿيون.“

[اربع، ٣-آڪٽوبر ١٩٦٢ع]

## روزانه ”ڊان“، ڪراچي (انگريزي).

”ملڪ جي تعليمي نظام ۾ سنڌي زبان کي نظرانداز ڪري، بنا سوچ ويچار ان جي حيثيت کي ڪيرائي ڇڏڻ خلاف آيرندڙ جوش ۽ غصي تي، هن هفتي ۾، عام راءِ جي معتبر نمائندن جي بيانن ڪافي روشني وڌي آهي. سنڌي زبان لاءِ هيءَ دعوا ڪئي وڃي ٿي ته اها تازن تعليمي سڌارن جي نفاذ (تعليمي سال ١٩٦١-٦٢ع) کان اڳ، اڍائي سؤ سالن کان وڌيڪ عرصي تائين ابتدائي ۽ ثانوي سطح تي تعليمي ذريعو، گذريل نوي سالن کان اعليٰ ثانوي سطح تي تعليمي ذريعو، ۽ گذريل ويهن سالن کان بي. اي. تائين امتحاني ذريعو رهندي آئي آهي. نئين تعليمي سرشتي ۾، جيڪو ١٩٦٤-٦٥ع واري تعليمي سال کان مڪمل طرح عمل هيٺ اچڻو آهي، سنڌي زبان فقط پنجين درجي تائين ذريعه تعليم هوندي، ۽ ان کان مٿي اڙدو کي سنڌيءَ جي جڳهه تي آندو ويندو: ان طرح، سنڌي ٻارن لاءِ نين تعليمي حالتن کي ذهني طور قبول ڪرڻ هڪ وڏو مسئلو بنجي پوندو.

”هڪڙي بيان ۾ دليل طور هيءُ اشارو ڏنو ويو آهي ته سنڌي ٻارن کي ابتدائي ٽئين درجي ۾ اڙدو جي تعليم لازمي طرح شروع ڪرائڻ، جڏهن هو ستن سالن جي ڪچڙيءَ

ڄمار ۾ اڃا پنهنجي مادري زبان ۾ به لکي پڙهي سگهڻ جي لائق ڪونه هوندا، سو هڪ طرف سنڌ جي موجوده تعليمي حالتن ۾ سراسر ناقابل عمل آهي، ۽ ٻئي طرف تعليمي نفسيات جي لحاظ کان غلط آهي. سنڌ ۾ هن وقت ٻارهن هزارن کان مٿي سنڌي پرائمري ماستر آهن، جيڪي اٽڪل ڏهن هزارن سنڌي پرائمري اسڪولن کي هلائي رهيا آهن. نه انهن جي ڄاڻ تي اڙدو ماستر اٿي سگهجن ٿا، ۽ نه وري انهن کي نئين سر پڙهائي، قابل بڻائي، ڪامياب اڙدو ماستر بڻائي ٿو سگهجي. اِن باري ۾ هيءَ ڳالهه ذهن نشين ڪرڻ کپي ته ذريعه تعليم کي اڙدو ۾ بدلائڻ جي سفارش ڪرڻ واريءَ تعليمي ڪميشن خود به ــ بنا ڪنهن تفصيلي طريقي بيان ڪرڻ جي ــ انهيءَ تبديليءَ لاءِ استادن ۽ شاگردن جي موزون تياريءَ طرف ڌيان ڇڪايو آهي. پر بجاءِ ڪنهن باضابطه ۽ ڪارگر انتظام جي، عبوري دور ۾ ــ تعليمي سال ١٩٦١-١٩٦٢ع کان ١٩٦٤-١٩٦٥ع تائين ــ ٽئين، چوٿين ۽ پنجين درجي وارن سنڌي ڳالهائيندڙ ٻارن کي اڙدوءَ جي اڌوڳابري تعليم سنڌي ڳالهائيندڙ استادن ذريعي ڏني وڃي ٿي، جن جي لياقت انهيءَ ڪم لاءِ، ڪن حالتن ۾، اولهه پاڪستان جي تعليم کاتي جي ــو هڪڙو پندرهن ڏينهن جو رفريشر ڪورس آهي.

"سنڌيءَ جي هڪ اعليٰ ترقي يافته علائقائي زبان هجڻ واريءَ جائز دعوا، ۽ ان جي بنا روڪ ترقيءَ لاءِ ڏنل خاطرين کي الڳ رکندي (خود تعليمي ڪميشن به سيني علائقائي زبان کي ترقي وٺائڻ جي ضرورت تي زور ڏنو آهي)، خالص تعليمي نقطه نگاهه کان، موجوده انتظام بلاشڪ غيراطمينان بخش آهي. تعليمي نظام ۾ موجوده رڪاوٽن کي دور ڪرڻ بجاءِ، اُبهرائيءَ سان، سنڌيءَ کي ذريعه تعليم طور ختم ڪري ڇڏڻ جو قدم سنڌي ڳالهائيندڙ ٻارن کي سخت نقصانڪار حالت ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندو، سا ڳالهه صاف ظاهر آهي. هن حالت ۾، تعليم جي نئين تنظيم وارين ٻين حالتن جيان، اهم ڳالهه هيءَ نه آهي ته رکو قابل داد مقصدن کي ٿي پيش ڪجي يا بنيادي اصولن کي سنجيدگيءَ سان بيان ڪري ڇڏڻ تي قناعت محسوس ڪجي، پر هن ڳالهه جي خاطري ڪرڻ لازمي آهي ته زير ويچار تعليمي تبديلين جي مقصدن ۽ انهن ڏانهن رهبري ڪندڙ طريقن جي احساس پيدا ڪرڻ لاءِ گهربل تياري ۽ اسباب مڪمل طرح مهيا ڪيا وڃن. هتي ته خود مقصد ۽ طريقا ٻئي هڪ وڏي حصي لاءِ اعتراض جو باعث بنجي پيا آهن، جن تي انهن جو ٻـرو اثر پيو آهي، تڏهن، اُبهرائيءَ سان تبديليءَ کي زور وٺائڻ بجاءِ، اختياريءَ وارن طرفان ان جي ڪن ابتدائي طريقن جي باريڪ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ۾ ڪو به هرج ڪونه ٿيندو." [جمع، ٥- آڪٽوبر، ١٩٦٢ع]

[مهراڻ: نمبر ٣، سال ١٩٦٢ع]

# قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن، ملڪي ليڊرن، سنڌي اديبن، ۽ ادبي جماعتن جا نعراءَ ۽ يادداشت ناما.

## پاڪستان جي پريزيڊنٽ ڏانهن قومي اسيمبليءَ جي سنڌي ميمبرن جي ياد داشت

”اسين اِنهيءَ ڳالهه تي نهايت ئي تشويش تا ظاهر ڪريون ته جيڪو علائقو هن وقت حيدرآباد ۽ خيرپور ڊويزنن تي مشتمل آهي، تنهن سان قومي انتظام توڙي ترقيءَ جي سيني ميدانن ۾ نهايت ئي بي انصافي ڪئي ويئي آهي، ۽ تمام نامناسب هلت هلي پيئي وڃي. حڪومت پاران اولهه پاڪستان جي مختلف علائقن جي هڪجهڙيءَ ۽ متوازن ترقيءَ ڏانهن جيڪو ڌيان ڏنو ويو آهي، تنهن جو اسين قدر تا ڪريون: پر هن ڳالهه تي افسوس تا ظاهر ڪريون ته اسان جي علائقي جي عوام جي خواهشن ۽ جذبن جي احترام ڪرڻ ۽ سندن مفادن جي حفاظت ڪرڻ طرف ڪو خاص ڌيان نه ڏنو ويو آهي.

”جن مقصدن کي خيال ۾ رکي اولهه پاڪستان کي يڪو صوبو بنايو ويو هو، سي، جيستائين اسان جي علائقي جو تعلق آهي، پورا نه ڪيا ويا آهن: ۽ جيڪي به وعدا ڪيا ويا هئا ۽ خاطريون ڏنيون ويئون هيون، تن جي پڻ پڇڪڙي ڪئي ويئي آهي. ملڪ جون مرڪزي ۽ صوبائي حڪومتون ظاهرظهور نموني ۾ بي انصافيءَ ۽ بي اڪيائيءَ وارو برتاءُ ڪنديون رهيون آهن...“

”اسان جا عوام قدرتي طرح اِها آس رکيو ويٺا هئا ته پين علائقن جيان سندن جائز اميدون به پوريون ٿينديون: مگر کين سخت مايوسي ٿي آهي—“ [اقتباس]

صحيحون:

(١) مخدوم محمد زمان ’طالب المولا‘، (٢) غلام محمد وساڻ، (٣) غلام رسول شاهه جيلاني، (٤) غلام مصطفيٰ جتوئي، (٥) سيد امير حيدر شاهه، (٦) غلام قادر پهنور، (٧) سردار غلام محمد خان مهر، (٨) دريا خان کوسو، (٩) بيگم مجيب النساءَ، (١٠) محمد يوسف چانڊيو.

# ذريعهِ تعليم، سنڌي زبان!

## اولهه ۽ اوڀر پاڪستان جي ليڊرن جو مطالبو

”ڪجهه عرصي کان سنڌ جي شاگردن، صحافين ۽ عوام طرفان ملڪ جي تعليمي نظام ۾ سنڌي زبان جي اڳوڻي حيثيت کي بحال ڪرڻ بابت مطالبا ٿيندا رهيا آهن. تعليمي ڪميشن جي غير حقيقت پسندانه ۽ ناقابل عمل سفارشن سنڌيءَ کي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي، ۽ پنهنجين صلاحيتن سببان جنهن درجي جي هوءَ مستحق آهي، سو ڪانئس ڦري ورتو آهي.

”سنڌي سيني علاقائي زبانن کان وڌيڪ ترقي يافته زبان آهي، جنهن کي پنهنجو شاندار تاريخي ۽ ثقافتي ورثو آهي. هن وٽ پنهنجو رسم الخط، پنهنجي الف-ب، ۽ پنهنجو ادب آهي، ۽ موجوده علمي طور ترقي يافته زماني جي نون لفظن، محاورن ۽ اصطلاحن کي پاڻ ۾ جذب ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿي. سنڌي زبان گذريل اڍائي سؤ سالن کان وڌيڪ عرصي تائين پرائمري ۽ ثانوي سطح تائين تعليمي ذريعو، گذريل نوي سالن کان ثانوي تعليم جي مٿين درجن تائين تعليمي ۽ امتحاني ذريعو، ۽ گذريل ويهن سالن کان بي. اي. تائين امتحاني ذريعو رهندي آئي آهي.

”اسين، ان ڪري، حڪومت کان تقاضا ٿا ڪريون ته تعليمي ڪميشن جي مذڪور سفارشن تي ترت نظرثاني ڪئي وڃي، ۽ سنڌي زبان کي اصل درجو ڏيئي، سنڌ جي شاگردن ۽ عوامي حلقي جو معقول ۽ جائز مطالبو قبول ڪيو وڃي.“

صحيحيون:

(١) مسٽر محمود علي (نئشنل عوامي پارٽي ليڊر، اوڀر پاڪستان)؛ (٢) مسٽر محمد هاشم گذدر؛ (٣) مير رسول بخش ٽالپر؛ (٤) ميجر افسرالدين، ميمبر نئشنل اسيمبلي (اوڀر پاڪستان)؛ (٥) نوابزادو نصرالله خان، ميمبر نئشنل اسيمبلي؛ (٦) مسٽر يوسف علي، موهن ميان (اوڀر پاڪستان)؛ (٧) مسٽر مسيح الرحمان، ميمبر نئشنل اسيمبلي (اوڀر پاڪستان)؛ (٨) نواب خير بخش مري، ميمبر نئشنل اسيمبلي (بلوچستان)؛ (٩) مسٽر شير محمد مري (بلوچستان)؛ (١٠) سيد امير حيدر شاهه، ميمبر نئشنل اسيمبلي (سنڌ)؛ (١١) مسٽر محمد ايوب کهڙو، سابق وزير دفاع پاڪستان؛ (١٢) قاضي فضل الله، سابق وزير اعليٰ سنڌ؛ (١٣) مسٽر مولابخش سومرو، سابق وزير سنڌ؛ (١٤) آغا غلام نبي، سابق وزير سنڌ؛ (١٥) قاضي فيض محمد، وڪيل؛ (١٦) مير غلام علي ٽالپر، ميمبر نئشنل اسيمبلي؛ (١٧) مسٽر غلام محمد وساڻ، ميمبر نئشنل اسيمبلي؛ (١٨) مسٽر غلام مصطفيٰ پرڳڙي؛ (١٩) شيخ عبدالمجيد سنڌي؛ (٢٠) مسٽر زين الدين خان؛ (٢١) مسٽر محمود الحق عثماني، ميمبر نئشنل اسيمبلي. [٢-آڪٽوبر، ١٩٦٢ع]

## نئين تعليمي ڪميشن!

**”سنڌي ادبي سنگت“** هن ڳالهه تي سخت مذمت جو اظهار ٿي ڪري ته حڪومت جي قومي تعليمي ڪميشن جي رپورٽ، پنهنجين ٻين سمورين خامين سان گڏ، سنڌي زبان کي ذريعه تعليم طور محدود ۽ نظرانداز ڪري ڇڏڻ سان، ملڪ جي سنڌي ڳالهائيندڙ عوام کي سندن بنيادي حقن کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. ڪميشن جي اِها رپورٽ، جديد دور ۾ عالمي طور تسليم ٿيل بنيادي انساني قدرن جي بلڪل اُبتڙ آهي، ۽ اها ’يونسڪو‘ جي طي ڪيل فيصلن جي سراسر خلاف آهي.

”ڪميشن جون سفارشون آسي لک سنڌي ڳالهائيندڙ عوام جي تعليمي سرگرمين کي مڪمل طرح تباهه ڪري ڇڏينديون، جنهن جي نتيجي ۾ ملڪ جي هن حصي جا ماڻهو هرڪنهن ميدان ۾ پوئتي رهجي ويندا.

”هن علائقي جي هر طبقي جا ماڻهو، اخبارن ۽ ٻين سمورن ذريعن سان، ڪميشن جي رپورٽ کي رد ڪري، ان جي خلاف اڳي ئي زوردار احتجاج بلند ڪري چڪا آهن. انهيءَ احتجاج کي هڪ ڀيرو وري ٻه دهرائيندي، اسين مطالبو ٿا ڪريون ته هن وقت جڏهن حڪومت تعليمي ڪميشن جي رپورٽ تي نظرثاني ڪرڻ تي آماده ٿي رهي آهي، تڏهن، ملڪ جي بهتريءَ ۽ ترقيءَ خاطر، نهايت ضروري آهي ته حڪومت مادري زبان ذريعي تعليم ڏيڻ جو اصول اختيار ڪري.

اسين، ان ڪري، تقاضا ٿا ڪريون ته هڪ نئين تعليمي ڪميشن مقرر ڪئي وڃي، جنهن ۾ ملڪ جي سمورين علاقائي زبانن جي تعليمي ماهرن جي نمائندگي موجود ڪئي وڃي، ته جيئن ملڪ لاءِ ڪو بهترين ۽ مثالي تعليمي نظام وجود ۾ آڻي سگهجي.“

[”سنڌي ادبي سنگت“ جو عام اجلاس، حيدرآباد، ٢٣-سيپٽمبر، ١٩٦٢ع]

---

”بزم ’طالب المولا‘ جو هي اجلاس، تعليمي ڪميشن جي رپورٽ کي مطالع ڪرڻ کان پوءِ، هن نتيجي تي پهتو آهي ته ان ۾ سنڌي زبان جي علمي، ادبي، ثقافتي ۽ تعليمي حيثيت ۽ معيار کي نظرانداز ڪري، ذريعهِ تعليم نه بنائي، نه فقط سنڌ جي لکن ماڻهن جي جذبات کي ڌڪو ويو آهي، پر ان سان گڏ سنڌ اينڌڙ نسلن لاءِ به تعليم حاصل ڪرڻ کي هڪ غير علمي ۽ غير فني ماحول ۾ قابو رکيو ويو آهي.

”اسان جو پُرزور مطالبو آهي ته سنڌي زبان جي علائقائي زبانن ۾ حاصل ڪيل تهذيبي، ثقافتي ۽ تاريخي حيثيت کي تسليم ڪندي، آن کي ذريعهِ تعليم طور تسليم ڪيو وڃي، جا حيثيت صدين کان وٺي هلندي آئي آهي.“ [”بزم طالب المولا“، سنڌ، جو اجلاس: سيپٽمبر، ١٩٦٢ع]

## ”سنڌي ادبي بورڊ“ جو ٺهراءُ

”اڙدو جي قومي زبان طور اهميت کي محسوس ڪندي، هيءُ ’بورڊ‘ قومي تعليمي ڪميشن جي عمل هيٺ اينڌڙ انهن سفارشن کي خلوص دل سان ساراهي ٿو، جن مطابق سيني شاگردن لاءِ اڙدو کي (١) مڊل، اعليٰ ۽ اعليٰ ثانوي درجن لاءِ هڪ لازمي اڀياسي مضمون، ۽ (٢) بي. اي. لاءِ هڪ اختياري مضمون ٺهرايو ويو آهي.

”بورڊ کي، بهرحال، ڪميشن جي انهن سفارشن ۾ ڪو فائدو نظر نٿو اچي، جن جي بنياد تي،

(الف) تسليم شده تعليمي اصولن جي آبتڙ، جيڪي ٻارن کي سندن مادري زبان ذريعي سکيا ڏيڻ جي حمايت ڪن ٿا، اڙدو کي پرائمري سطح تي هڪ لازمي مضمون طور متعارف ڪرايو ويو آهي؛ ۽

(ب) تجويز ڪيو ويو آهي ته اڙدو زبان، عبوري مدت بعد، ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي سطح تي تعليمي ۽ امتحاني ذريعي طور سنڌيءَ جي جاءِ والاري.

"انهيءَ نازڪ مسئلي تي هن علائقي جي شاگردن، مائٽن ۽ عام خلق جي احساسن جي ترجماني ڪندي، بورڊ جي زوردار راءِ آهي ته مٿيون سفارشون، قومي مفادن کي محسوس ڪرائڻ بجاءِ، متاثر ٿيندڙ ماڻهن کي تعليمي اختياريءَ وارن خلاف مسلسل شڪايت جو موقعو ڏينديون.

"... سنڌي زبان کي پنهنجي موجوده درجي ۽ انهيءَ اهم مقام کان محروم ڪرڻ سان، جيڪو مقام ڪيس هن علائقي جي ثقافتي نظام ۾ حاصل آهي، حڪومت سنڌي ڳالهائيندڙ عوام جي احساسن کي مجروح ڪندي، ۽ ڪين ون يونٽ اندر پنهنجي حيثيت ۽ ترقيءَ بابت غير سلامتيءَ جو بيجا احساس ڏياريندي.

"انهن حالتن جي مدنظر، سنڌي ادبي بورڊ گذارش ٿو ڪري ته هن علائقي ۾ زبان جي مسئلي تي نظرثاني ڪئي وڃي، ۽ تجويز ٿو ڪري ته

(١) سنڌيءَ جي موجوده تعليمي ۽ امتحاني حيثيت برقرار رکي وڃي؛ ۽

(٢) اڙدو کي پرائمري سطح تي ٻارن لاءِ لازمي نه سمجهندي، ان کي نئين تعليمي نظام ۾ ڇهين کان ٻارهين درجي تائين، يعني ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي سطح تي، هڪ لازمي مضمون طور متعارف ڪيو وڃي." [اقتباس] [٦-آڪٽوبر، ١٩٦٢ع]

# سنڌي، سرڪاري زبان!

## سنڌي دانشورن جو مطالبو

"اسان تعليمي ڪميشن جي رپورٽ غور سان پڙهي آهي، خاص طرح اهو حصو، جنهن جو واسطو ملڪ جي نئين تعليمي نظام ۾ سنڌي زبان جي استعمال ۽ حيثيت سان آهي.

"اسين اِن سلسلي ۾ انهيءَ مطالبي جي پُرزور تائيد ٿا ڪريون، جيڪو سنڌي شاگردن، استادن، اديبن ۽ سنڌيءَ سان واسطو رکندڙ مختلف جماعتن طرفان زوردار نموني ۾ پيش ٿيندو رهيو آهي.

"اسان کي يقين آهي ته

"(١) سنڌي ڳالهائيندڙ ٻارن لاءِ ڇهين درجي کان وٺي سنڌيءَ جي لازمي تعليم ختم ڪري ڇڏڻ سان، سنڌي زبان جي ادبي مستقبل جا سمورا دروازا بند ٿي ويندا.

”(٢) ٽئين درجي کان اڙدو جي لازمي تعليم شروع ڪرڻ، جڏهن اُن وقت جي ستن سالن واريءَ ڪچيءَ اوستا ۾ اڃا ٻار کي خود پنهنجي مادري زبان ۾ به پڙهڻ ۽ لکڻ جو حوصلو ڪونه هوندو آهي، سا ڳالهه نه رڳو سنڌ جي تعليمي صورتحال موجب ناقابل عمل آهي، بلڪ تعليمي لحاظ کان به سراسر خام ۽ بي بنياد آهي. تيرهن هزار سنڌي پرائمري ماسترن کي يڪلخت نوڪريءَ مان ڪڍي، انهن جي جاين تي اڙدو ماسترن کي ڀرتي نٿو ڪري سگهجي، ۽ نه وري انهن کي ٿئين سر پڙهائي ايترو ماهر ٿو بنائي سگهجي جو هو موثر نموني سان هائي اڙدو ماستري ڪرڻ لڳن.

”(٣) ڇهين درجي کان سنڌيءَ ذريعي تعليم ڏيڻ جو سرشتو يڪلخت ختم ڪري ڇڏڻ، ۽ ان بدران اڙدو ذريعي سنڌي ڳالهائيندڙ ٻارن کي تعليم ڏيڻ، جڏهن هو اڙدو ۾ معمولي ابتدائي تعليم، فقط ٽي سال، رڳو ٽئين ۽ چوٿين ۽ پنجين درجي ۾ حاصل ڪري سگهيا هجن، ۽ سا به غير موثر نموني ۾، سو هڪ اهڙو قدم آهي، جيڪو سنڌي ڳالهائيندڙ ٻارن کي تعليمي فائدن کان مڪمل طرح محروم رکندو، ۽ هو انهن ٻارن جي مقابلي ۾ پنهنجي ذهن ۽ شعور جي آزادانه تربيت ۽ ترقيءَ توڙي چٽاڀيٽيءَ جي مڙني مرحلن ۾ سخت نقصان هيٺ ايندا، جن جي مادري زبان اڙدو آهي، يا جيڪي انگريزي دور کان وٺي، پنهنجيءَ ٻارائيءَ اوستا کان ئي اڙدوءَ ذريعي تعليم وٺندا رهيا آهن.

”(٤) سنڌي زبان کي زبردستيءَ اهڙين حالتن ۾ مبتلا ڪرڻ، جن ۾ ان جي ٻوساٽجي، بيزور ۽ بيدم ٿي، آخرڪار هڪ تهذيبي ترقيءَ جي وسيلي هجڻ واريءَ حيثيت طور فنا ٿي وڃڻ کان سواءِ ٻيو ڪو به نتيجو نڪرڻو ناهي، ۽ پوءِ وري اها دعوا ڪرڻ ته سنڌي زبان کي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ لاءِ سرڪار گهڻو ڪجهه ڪري رهي آهي، ۽ ان سلسلي ۾ سرڪاري امداد حاصل ڪندڙ هڪ-اڌ ادبي ادارن — جهڙوڪ سنڌي ادبي بورڊ، خواهه ٻين به ڪيترن ادارن — کي سنڌي زبان جي بقا ۽ حفاظت جي ضمانت طور پيش ڪرڻ، سا هڪ مضحڪه خيز ڳالهه آهي، ۽ ان کي فقط هڪ کوکلي دعوا چئي سگهجي ٿو.

”(٥) سنڌي زبان بابت تعليمي ڪميشن جون سفارشون ڪنهن به تسليم شده نفسياتي، تعليمي يا لساني اصول تي ٻڌل نه آهن. معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ سلسلي ۾ ’ڪميشن‘ تي انتهائي اختلافي سياسي مصلحتن جو شديد اثر پيو آهي.

”(٦) سنڌي زبان بابت تعليمي ڪميشن جون سفارشون سڌيءَ طرح ان جي انهيءَ حيثيت تي اثرانداز ٿين ٿيون، جيڪا حيثيت، ذريعه تعليم طور، اولهه پاڪستان جي ٻين سمورين علائقائي زبانن جي برعڪس، ان کي نه صرف انگريزن جي هڪ سؤ سالن واري زماني ۾، بلڪ ان کان به اڳ حاصل هئي.

”اسين، ان ڪري، مطالبو ٿا ڪريون ته ڪميشن جي رپورٽ جو بنيادي طرح سان ٿئين سر جائزو ورتو وڃي، ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ شاگردن جي موجوده ۽ آئنده نسلن جي مستقبل

ڪي تباهيءَ کان بچائڻ لاءِ — جيڪو هن وقت تعليمي ڪميشن جي سراسر غير حقيقت پسندانه ۽ باطل سفارشن سببان خطري ۾ پئجي ويو آهي — فوراً منصفانه پاليسي اختيار ڪئي وڃي.

”اسين مطالبو ٿا ڪريون ته سنڌي زبان کي اولهه پاڪستان ۾ هڪ ’سرڪاري زبان‘ جي حيثيت سان تسليم ڪيو وڃي.

اسين مطالبو ٿا ڪريون ته سنڌي زبان کي اعليٰ ثانوي سطح تائين تعليمي ذريعي طور، ۽ گريجوئيشن جي سطح تائين هڪ لازمي اڀياسي مضمون ۽ آرٽس جي امتحاني ذريعي طور، ساڳيءَ ريت جاري رکيو وڃي.

”اسان کي ڪوبه اعتراض نه رهندو، جيڪڏهن سنڌي ٻارن لاءِ پنجين درجي کان ۽ اعليٰ ثانوي سطح تائين اردو زبان کي هڪ الڳ لازمي مضمون طور متعارف ڪرايو ويندو — جيئن تاريخ، جاگرافي، وغيره.

”اسان کي اميد آهي ته حڪومت سنڌ علائقي جي عوام طرفان پنهنجي مادري زبان بابت، تعليمي ڪميشن جي رپورٽ پڌري ٿيڻ واري ڏينهن کان وٺي، هرممڪن ذريعي سان ظاهر ڪيل نقطہ نظر جي اهميت ۽ صداقت کي قبول ڪندي، ۽ انهيءَ انڌير کي روڪڻ لاءِ تڪڙا اپاءَ وٺندي، جيڪو تعليمي سڌارن جي نالي ۾ ڪيو پيو وڃي.“

صحيحيون:

(۱) شيخ عبدالمجيد سنڌي، (۲) اي. ڪي. بروهي، (۳) شيخ اياز، (۴) پيرزادو عبدالستار، (۵) حاجي مولابخش سومرو، (٦) غلام مصطفيٰ پرگڙي، (۷) سيد ميران محمد شاهه، (۸) محمد حنيف صديقي، (۹) ڊاڪٽر محمد ابراهيم شيخ، (۱۰) شيخ علي محمد (ايڊيٽر ”عبرت“، حيدرآباد)، (۱۱) مخدوم امير احمد (پرنسپال، سنڌ اورينٽل ڪاليج). [۲- آڪٽوبر، ۱۹٦۲ع]

[مٿيان سڀ اقتباس — صفحي ۱۱۷ کان ۱۲۲ تائين — ”مهراڻ“ جي ۱۹٦۲/۲ع واري پرچي مان ورتل آهن]



# وزارت تعليم، حڪومت پاڪستان طرفان راولپنڊيءَ ۾ جاري ڪيل پريس نوٽ جو متن

(١٤- آڪٽوبر ١٩٦٢ع)

"**تعليمي ڪميشن** اڙدو ۽ بنگاليءَ جي واڌاري لاءِ ڪي تجويزون ڏنيون هيون ته جيئن انهن کي، ڏاڪي بڏاڪي ترقي ڏياري، اعليٰ تعليم جو ذريعو بنايو وڃي. الهيءَ سلسلي ۾، ڪميشن اڳوڻيءَ سنڌ جي ايراضيءَ ۾ ذريعہ تعليم متعلق ڪي سفارشون ڪيون هيون. اهي سفارشون، تعليمي سال ١٩٦٤-٦٥ع کان، ڇهينءَ جماعت ۾ عمل ۾ اچڻيون هيون، ۽ ان کان پوءِ ايندڙ سالن ۾ مٿين جماعتن ۾ ڏاڪي بڏاڪي عمل ۾ اچڻ ها.

"حڪومت هاڻي صورتحال جو نئين سر جائزو ورتو آهي، ۽ فيصلو ڪيو آهي ته سنڌيءَ جي باري ۾ اڳين حيثيت قائم رکي وڃي. سنڌي، جيئن هن کان اڳ هو، انهن ادارن ۾ ذريعہ تعليم رهندي، جن ۾ اڳ هئي. ساڳيءَ ريت، اڙدو انهن ادارن ۾ ذريعہ تعليم رهندي، جن ۾ اڳ هئي. اهي شاگرد جي سنڌيءَ کي ذريعہ تعليم استعمال ڪندا، تن کي پرائمري تعليم جي چوٿينءَ جماعت کان اڙدو لازمي مضمون جي حيثيت ۾ سيڪارڻ متعلق صورتحال اڳي والـگر قائم رهندي.

"١٩٦٠-٦١ع کان وٺي عمل ۾ ايندڙ نئينءَ تعليمي اسڪيم موجب، سنڌي ڇهين کان ٻارهين درجي [انٽر] تائين انهن ادارن ۾ لازمي مضمون رهي آهي، جن ۾ ذريعہ تعليم سنڌي آهي: اها حيثيت نہ بدلبي. انهيءَ نئينءَ اسڪيم موجب، اڙدو ڇهينءَ کان ٻارهينءَ جماعت تائين لازمي مضمون آهي: اها حيثيت بہ نہ بدلبي."

---

'مهراڻ' جي هن پرچي ٢/١٩٦٢ جي طباعت مڪمل ٿيڻ تي سرڪار طرفان مٿيون پريس نوٽ شايع ٿيو آهي. گورنمينٽ، سنڌ جي همہ گير احتجاج ۽ تقاضا کي مدنظر رکي، تعليمي ڪميشن جي رپورٽ ۾ پيش ڪيل غلط سفارشن تي نظرثاني ڪئي آهي، ۽ سنڌي زبان جي تعليمي حيثيت کي تسليم ڪيو آهي. گورنمينٽ جي انهيءَ دانشمندانہ قدم کي اسين تحسين جي نظرن سان ڏسون ٿا. ان سان گڏ، سنڌ جي عالمن ۽ اديبن، صحافين ۽ ادبي جماعتن کي پڻ مبارڪ ٿا ڏيون، جن جي مخلصانہ جدوجهد نتيجہ خيز ثابت ٿي آهي.

ساڳئي وقت، اسين حڪومت کان اها بہ تقاضا ٿا ڪريون تہ جيئن سنڌي ٻوليءَ جي تعليمي حقن کي تسليم ڪري پنهنجي حسن تدبر جو مظاهرو ڪيو ويو آهي، تيئن هن زبان جي باقي تقاضائن ۽ حقن کي پڻ، سنجيدگيءَ سان، حقيقت پسندانہ رنگ ۾ ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي، جيئن پاڪستان جي هيءَ علمي ۽ ادبي زبان، پنهنجي معيار ۽ حيثيت کي برقرار رکندي، ملڪ جي علمي ۽ ثقافتي جدوجهد ۽ تعمير ۾ پورو حصو وٺي سگهي.—غ. م. گ.

# پاڪستان جي علاقائي زبانن جي پهرين ڪانفرنس

(لاهور: ۱۴-۱۵-۱۶، اپريل، ۱۹۶۱ع)

گذريل اپريل مهيني جي وچ ڌاري، لاهور ۾، پاڪستان جي علاقائي زبانن جي پهرين ڪانفرنس وڏي پيماني تي ٿي گذري، جنهن جو افتتاح پنجاب يونيورسٽيءَ جي سابق وائس چانسيلر، ڊاڪٽر ميان محمد افضال حسين، ڪيو. سنڌي، پنجابي، بلوچي، پشتو ۽ بروهي ـــ سيني علاقائي زبانن جا پنج-پنج نمائندا ان ۾ شريڪ ٿيا. ڪانفرنس جو انتظام 'سنڌي ادبي بورڊ'، 'پنجابي اڪيڊمي'، 'بلوچي اڪيڊمي'، 'پشتو اڪيڊمي' ۽ 'بروهي ادبي بورڊ' جي گڏيل سهاري ۽ سهائتا سان ڪيو ويو هو، ۽ انهن ئي باني ادارن جي مقرر ڪيل نمائندن کي ڪانفرنس ۾ پنهنجن علائقن جي نمائندگي ڪرڻي هئي، جن جا نالا هن ريت آهن: سنڌي ادبي بورڊ پاران ـــ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (اڳواڻ)، آغا عبدالنبي خان، سيد سردارعلي شاهه، مولانا غلام محمد گرامي، ۽ شمشيرالحيدري؛ پنجابي اڪيڊميءَ پاران ـــ ميان مولا بخش خضر تميمي (اڳواڻ)، ملڪ شمس‌الدين، ڊاڪٽر فقيرمحمد، ۽ عبدالمجيد ڀٽي؛ بلوچي اڪيڊميءَ پاران ـــ مير شيرمحمد (اڳواڻ)، مراد 'ساحر'، محمد بيگ بلوچ، ملڪ محمد طوقي، ۽ محمد اڪبر بارڪزئي؛ پشتو اڪيڊميءَ پاران ـــ ڊاڪٽر سيد انوارالحق (اڳواڻ)، محمد نواز 'طائر'، پروفيسر ظفرالله خان، پروفيسر مولوي عبدالقدوس، ۽ 'خاطر' غزنوي؛ ۽ بروهي ادبي بورڊ پاران ـــ نورمحمد 'پروانو' (اڳواڻ)، ڪامل‌القادري، فضل محمد خان، ۽ محمد 'طور'. ڪانفرنس ٽن ڏينهن تائين جاري رهي: پهرئين ڏينهن تي افتتاحي تقريرون ڪيون ويون ۽ پيغام پڙهيا ويا؛ ٻئي ڏينهن تي علاقائي ادب جي مختلف پهلوئن تي تعارفي مقالا ۽ مضمون پڙهيا ويا، سيني نمائندن کي لاهور جو شهر گهمايو ويو، ۽ رات جو علاقائي زبانن جو مشاعرو پڻ ڪيو ويو؛ ۽ آخري ڏينهن تي سيني علاقائي زبانن جي ڇپيل ڪتابن جي نمائش ڪئي ويئي، ٺهراءَ پاس ڪيا ويا، علاقائي زبانن جي هڪ مستقل انسوسئيشن جو بنياد رکيو ويو ۽ ان جو جوڙجڪ بحال ڪيو ويو، ۽ رات جو هڪ ثقافتي محفل منعقد ڪئي ويئي.

'پنجابي اڪيڊميءَ' جي دعوت تي، هيءَ پهرين ڪانفرنس لاهور ۾ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو هو؛ آئينده هر سال اهڙيون ڪانفرنسون، واري سان، سيني پوليوار علائقن ۾ منعقد ڪيون وينديون. ڪانفرنس لاءِ پنجاب يونيورسٽيءَ جي شعبهٴ فارسي جي صدر، ڊاڪٽر محمد باقر، کي جنرل سيڪريٽري، ۽ مولانا عبدالقادر، پشتو اڪيڊميءَ جي چيئرمن ۽ پشاور يونيورسٽيءَ جي فارسي، پشتو ۽ اردو شعبن جي صدر، کي جنرل پريزيڊنٽ مقرر ڪيو ويو هو. جن ٻنهي صاحبن کي علاقائي زبانن جي مستقل انسوسئيشن جا، ترتيبوار، جنرل سيڪريٽري ۽ جنرل پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.

اڳ رٿيل پروگرام مطابق، ڪانفرنس جي ڪارروائي ١٤-اپريل جي چئين بجي شام ڪان شروع ٿيڻي هئي، جنهن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سنڌي وفد جو اڳواڻ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، اڳ ۾ پهچي چڪو هو: وفد جا باقي ميمبر ١٤-اپريل جي ستين بجي شام جو لاهور پهتا. سنڌي وفد جي استقبال لاءِ مقامي مرحبائي ڪاميٽيءَ جا ميمبر ۽ بلوچي، پشتو ۽ بروهيءَ جا اڳ پهتل نمائندا اسٽيشن تي آيا، ۽ پوءِ سڀئي گڏجي ڊاڪٽر محمد باقر، ڪانفرنس جي جنرل سيڪريٽريءَ، جي جاءِ تي رات جي مانيءَ لاءِ پهتا. اتي سڀني علائقن جي نمائندن کي هڪٻئي سان متعارف ٿيڻ جو چڱو موقعو مليو. انهيءَ موقعي تي، لاهور ۾ تازي ٿي گذريل آل پاڪستان موسيقي ڪانفرنس جا ٽيپ ٿيل رڪارڊ پڻ ٻڌايا ويا، جن ۾ سڀني علائقن جي ڪلاسيڪي موسيقي موجود هئي.

## ١٤-اپريل، ١٩٦١ع: افتتاحي اجلاس

ٻهرئين ڏينهن، ١٤-اپريل، شام جي چئين بجي، ڪانفرنس جو افتتاحي اجلاس، اولهه پاڪستان جي پراڻي اسيمبلي هال ۾ شروع ٿيو. شاندار ۽ وسيع عمارت جي چئمبر ۾، سڀني زبانن جون مقرر نشستون، انهن زبانن جي نمائينده ادارن جي الف-ب-وار ترتيب سان، مهڙ ۾ رکيل هيون، جن سان سڀني ادارن جي نالن جا بورڊ شامل هئا. اسٽيج تي، اڳيان سڀني وفدن جي پنجن اڳواڻن جون نشستون هيون، ۽ ان جي ٻئي حصي تي، پويان، ڪانفرنس جي جنرل پريزيڊنٽ ۽ جنرل سيڪريٽريءَ جون نشستون هيون: انهن جي پويان، انگريزيءَ ۾ "پاڪستان جي علائقائي زبانن جي پهرين ڪانفرنس، ١٩٦١ع" جو وڏو بورڊ آويزان هو. وفدن جي پويان ۽ آسپاس اخبارنويسن، آفيسرن ۽ عام مبصرن لاءِ ڪافي تعداد ۾ نشستون رکيل هيون.

شروع ۾ ڪانفرنس جي مقامي منتظم ڪاميٽيءَ جي وائيس پريزيڊنٽ، اولهه پاڪستان هاءِ ڪورٽ جي وڪيل ۽ پاڪستان جي سپريم ڪورٽ جي اٽارنيءَ، ميان مولابخش خان خضر تميميءَ تقرير ڪئي، جنهن ۾ هن صاحب ڪانفرنس جي متن ۽ مقصدن جي وضاحت ڪئي، ۽ انهيءَ ڳالهه تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو ته علائقائي زبانن کي لاوارث بنائي ڇڏڻ جي پراڻيءَ پاليسيءَ کي ترڪ ڪري، زبانن متعلق گڏجي ڪم ڪرڻ ڏانهن قدم وڌايو ويو آهي. ان بعد ڪانفرنس جي جنرل سيڪريٽريءَ، ڊاڪٽر محمد باقر، ڪانفرنس بابت پهتل پيغام پڙهي ٻڌايا، جنهن کان پوءِ ڪانفرنس جي جنرل پريزيڊنٽ، پروفيسر مولانا عبدالقادر، پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي. مولانا صاحب علائقائي زبانن جي ترقيءَ ۽ انهن جي باهمي تعلقات جي اهميت تي گهڻو زور ڏنو، ۽ پاڪستان جي علائقائي، قومي ۽ ٻين سڀني مروج زبانن جي يڪسان ترقيءَ لاءِ هڪ "قومي ڪميشن" قائم ڪرڻ جو مشورو ڏنو. مولانا صاحب انهيءَ نظريي سان بلڪل نااتفاقي ڏيکاري ته ڪو علائقائي زبانن ۾ تعليم ڏيڻ جي حالت ۾ ملڪي سالميت ۽ قومي اتحاد کي نقصان پهچي سگهي ٿو: ان لاءِ هن دنيا جي "گهڻين زبانن وارن ملڪن" جا مثال ڏنا، ۽ ڄاڻايو ته علائقائي زبانن جي تسليم ڪرڻ سببان آنهن ملڪن جي علمي ڪمال توڙي

قومي وحدت کي ڪو به نقصان ڪونه رسيو آهي. مولانا صاحب پنهنجو صدارتي خطبو پشتو زبان ۾ لکيو آهي، جنهن جو اردو ترجمو ڪيو ويو هو، ۽ پنهي زبانن ۾ ان جون چوپڙيون ڇپائي تقسيم ڪيون ويون هيون. اصل خطبي مان ڪجهه اقتباس هيٺ درج ڪجن ٿا:

”زبان ۽ رنگ جي اختلاف کي قرآن ڪريم الله تعاليٰ جي آيتن مان هڪ نشاني ڪري ڄاڻايو آهي: ’و من آياته اختلاف السنتڪم و الوانڪم‘ [زبانن ۽ رنگن جا اختلاف، الله جي آيتن منجهان، زنده آيتون آهن]. انهيءَ نشانيءَ کي ميٽائڻ جي جدوجهد ڪرڻ، فطرت جي خلاف قدم آهي. جهڙيءَ طرح ڪنهن علائقي جي رهاڪن جو رنگ بدلائڻ ناممڪن آهي، اهڙيءَ طرح انهيءَ علائقي جي زبان ۽ ثقافت کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش به غير فطري آهي...... علاقائي زبانون ’مادري زبانون‘ ٿين ٿيون. مادري زبان هر ڪنهن کي پياري ٿئي ٿي. ماءُ جي هنج ۾ سکيل زبان، پار جو جسم، تن بدن، گوشت، رت ۽ هڏ آهي. مادري زبان سان ايترو ڳوڙهو ڳانڍاپو، محبت ۽ لاڳاپو ٿئي ٿو، جو هر شخص پنهنجيءَ مادري زبان کي پنهنجيءَ ماءُ برابر سمجهي ٿو. مادري زبان تي ٻار کي جيڪا قدرت حاصل هوندي آهي، ۽ جنهن آسانيءَ ۽ لطف سان ان ۾ هو لکي پڙهي سگهي ٿو، تنهن لاءِ نه ڪنهن صرف-نحو جي ضرورت ٿئي ٿي، ۽ نه ان لاءِ ڪنهن ٻئي قاعدي قانون کي هو ڳولي ٿو. مادري زبان ۾ هو بي تڪلف پڙهڻ لڳي ٿو: جيڪي ڪجهه هو انهيءَ زبان ۾ چوي ٿو، تنهن کي ٻيا سند مڃڻ لاءِ مجبور ٿين ٿا: هو ’اهل زبان‘ هوندو آهي، ۽ سندس راءِ تسليم شده ٿيندي آهي. انهيءَ مادري زبان جي ذريعي ڪنهن علائقي جا ماڻهو پنهنجين قديمي روايتن، تاريخ، ثقافت، ۽ سماجي روح ۽ جذبي کان باخبر ٿين ٿا...... مطلب ته مادري زبان وسيلي جيڪا معلومات ٻار کي ٿوري عرصي ۾ حاصل ٿي سگهي ٿي، سا ملت جي تعليمي معيار کي بلند ڪرڻ لاءِ بيحد اهم چيز آهي. ابتدائي مرحلن ۾ مادري زبان کان سواءِ ٻين زبانن جو بار وجهڻ، ٻار تي ظلم آهي. ان ڪري، گهرجي ته ملڪ ۾ تعليم جو بنياد مادري زبان تي رکيو وڃي...

”هيءُ خوف ته علاقائي زبانن جي ترقيءَ ۽ تربيت جو نتيجو اهو ٿيندو ته ان جي ڪري ملت جي وحدت ۽ هم آهنگيءَ کي نقصان پهچندو، قطعاً بي بنياد آهي...... انب ملتان ۾، شفتالو پشاور ۾، ۽ ڪيلو اوپر پاڪستان ۾ پيدا ٿئي ٿو: قدرت جي تقاضا اهائي آهي ته اِهي ميوا انهن ئي زمينن ۾ چڱيءَ ريت اُپڙي ۽ رسجي سگهن ٿا، تنهنڪري انهن ئي زمينن کي هنن ميون جي پيداوار لاءِ بهتر کان بهتر بنائڻ کپي. اسان وٽ چوڻي آهي ته هر ڪو گل پنهنجيءَ ڦلواڙيءَ ۾ سونهندو آهي ۽ چڱيءَ طرح ڦُلاربو آهي: فطرت جو اِهوئي اصول زبان، ثقافت، روايتن ۽ رسمن رواجن وغيره تي پڻ بلڪل ساڳيءَ طرح حاوي آهي. ان ۾ ڪنهن به قسم جي هٿچراند ڪرڻ،

ملڪ جي اهم ترين مفاد ڪي نقصان پهچائڻ آهي: ان ڪان پاسو ڪرڻ بيحد ضروري آهي... آءٌ اوهان جي خدمت ۾ خلوص دليءَ سان عرض ٿو ڪريان ته علاقائي زبانن جي تهذيب، تمدن ۽ ثقافت کي ترقي ڏيڻ، ملڪ جي سالميت توڙي ملي وحدت ۽ علمي ادبي يگانگت لاءِ بيحد ضروري آهي. جيڪڏهن ڪو شخص ائين چوي ته فلاڻو ماڻهو پنهنجي زبان ڪٿائي ڇڏي ته آءٌ ان ۾ فلاڻيءَ زبان جي ڇتي لڳائي ٽيڪ ڪري ڇڏيندس، ته اِها هڪڙي انتهائي غيرمعقول تجويز ٿيندي. بهتر ائين آهي ته هر زبان سکڻ لاءِ اهڙي تربيت ڏني وڃي جو اها هرڪنهن زبان لاءِ ڪارگر ٿئي، ۽ آسانيءَ سان علم ۽ فن جي حاصلات لاءِ استعمال ٿي سگهي...

”منهنجي خيال ۾، ڪائنات جي عظيم معجزن مان سڀ ڪان وڏو معجزو زبان آهي. ائين ٿو معلوم ٿئي ته زبان جي ايجاد، تعمير ۽ ترڪيب ۾ ڪائنات جو خالق خود به حصيدار آهي. ڪير چئي سگهندو ته فلاڻيءَ زبان جو ايجاد ڪندڙ فلاڻو ماڻهو، فلاڻو عالم، فلاڻو سائنسدان يا فلاڻو فيلسوف آهي؟ زبان ته انسانذات هزارن ورهين جي ميل جول، نشست برخاست، ڪاروهنوار، شاديءَ غميءَ، جنگ ۽ امن، وغيره جي مسلسل عمل مان ظاهر ٿيل هڪڙو معجزو آهي: ان کي نيست نابود ڪرڻ، هڪ عظيم نعمت کي ٺڪرائڻ برابر آهي، ۽ ان ڪان بيرخي اختيار ڪرڻ ناشڪري آهي. ان ڪري، منهنجو اهو عرض آهي ته ملڪ ۽ ملت، بلڪ ڪُل انسانيت جي فائدي ۽ بهتريءَ خاطر، ائين سمجهڻ کپي ته زبان ڪهڙي به هجي، ڪنهن جي به هجي، هڪ مقدس امانت آهي، ۽ ان جي حفاظت ۽ پرورش ڪرڻ انسان جو فرض آهي. زبان جي جهوليءَ ۾ جيڪي روايتون ۽ خصوصيتون پريل آهن، تن مان ان طرح فائدو حاصل ڪرڻ کپي جو اهي هرڪنهن جي ڪم اچن.“

مولانا موصوف آخر ۾ علاقائي زبانن جي رسم‌الخط کي هڪجهڙي جي قريب آڻڻ، انهن جي گڏيل لغتن جوڙڻ، انهن جي علمي ادبي ذخيرن جي ترجمن ڪرڻ، ۽ پاڪستان جي جملي زبانن کي هڪجهڙي ترقي ڏيارڻ لاءِ سيني علاقائي، قومي ۽ ڪلاسيڪي زبانن جي عالمن ۽ ماهرن جي هڪ اعليٰ اداري قائم ڪرڻ جي تجويز ڏني، ۽ چيو ته بهتر ٿئي جو خود حڪومت ان لاءِ هڪ ”قومي ڪميشن“ قائم ڪري، جيڪا انهن مقصدن جي پورائيءَ لاءِ وسيلا تلاش ڪري.

مولانا عبدالقادر جي صدارتي خطبي ڪان پوءِ، ڊاڪٽر ميان محمد افضال حسين پنهنجي افتتاحي تقرير ڪئي، جنهن ۾ هن صاحب انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو ته ”گهڻيون زبانون“ ئي هڪ بهتر ۽ مناسب پاليسي آهي، جا هن وقت اختيار ڪرڻ گهرجي. ڊاڪٽر صاحب چيو ته ابتدائي تعليم ۽ بالغن جي تعليم لاءِ مادري زبانن جو وسيلو بلڪل لازمي آهي، جنهن بعد قومي زبانن کي وارو ملڻ کپي، ۽ عربي، پارسي ۽ انگريزيءَ کي مناسب اهميت ڏني وڃي، ته جيئن سموريون تقاضائون پوريون ٿي سگهن. ڊاڪٽر موصوف انگريزي زبان جي اهميت کي بيان ڪندي

ظاهر ڪيو تہ جاڪاڻ تہ پاڪستان جي ٻن 'قومي' زبانن جو رسم‌الخط جدا جدا آهي، ۽ انگريزي زبان هڪ بين‌الاقوامي اهميت رکندڙ ۽ بين‌الاقوامي ضرورتن جي پورائي ڪندڙ زبان آهي، تنهنڪري پاڪستان جي ڪاروبار ۾ انگريزي زبان جو مروج رهڻ تمام ضروري آهي — ۽ گهڻي وقت تائين ضروري آهي. ڊاڪٽر افضال صاحب اهو مشورو بہ ڏنو تہ موجوده علائقائي زبانن مان ڪنهن هڪ زبان جي ارتقا ٿيڻ ضروري آهي، جيڪا سيني ضرورتن جي پورائي ڪري سگهي.

ڪانفرنس جي انهيءَ اجلاس ۾ مارشل لا جو جنرل ڪمانڊنگ آفيسر، ميجر جنرل سيد غواص بہ موجود هو.

## ١٥-اپريل، ١٩٦٤ع: ادبي اجلاس — مشاعرو.

رٿيل پروگرام مطابق، ٻئي ڏينهن، ڇنڇر ١٥-اپريل، صبح جي اٺين بجي، لاهور شهر جون تاريخي جايون ڏسڻيون هيون، ۽ ان کان پوءِ شام جي ٽين بجي کان ڪانفرنس جو 'ادبي اجلاس' شروع ٿيڻو هو، جنهن ۾ نمائندن کي پنهنجا مقالا پڙهڻا هئا؛ پر جيئن تہ مقالن لاءِ مقرر ڪيل وقت تمام ناڪافي معلوم ٿيو، تنهنڪري، سيني جي صلاح سان، گشت جو پروگرام ملتوي ڪري، صبح جي ساڍي اٺين بجي کان ادبي اجلاس جي پهرين نشست شروع ڪئي ويئي. ادبي اجلاس جي اها نشست، ساڳيءَ جاءِ ۾ (پراڻي اسيمبلي هال ۾)، ساڍي ڏهين بجي تائين جاري رهي، جنهن ۾ پشتو اڪيڊميءَ جي وفد جي پنجن ئي ميمبرن پنهنجا مقالا پڙهيا — ڊاڪٽر سيد انوارالحق (اڳواڻ) "پشتو ڊڪشنري" جي عنوان سان، مسٽر محمد نواز 'طائر' "پشتو ضرب‌الامثال" جي عنوان سان، پروفيسر ظفرالله خان "پشتو ادب" جي عنوان سان، پروفيسر مولوي عبدالقدوس "تحريڪ روشنائيان" جي عنوان سان، ۽ مسٽر خاطر غزنويءَ "پشتو ٽپہ" جي عنوان سان. انهيءَ نشست ۾ سنڌي وفد جي ٻن ميمبرن، مولانا غلام محمد گراميءَ "شاهہ عبداللطيف ڀٽائي" جي عنوان سان، ۽ سيد سردارعلي شاهہ "سنڌي صحافت" جي عنوان سان، پنهنجا مقالا پڙهيا. شروع ۾ ڪانفرنس جي جنرل سيڪريٽريءَ هن اجلاس جي خصوصيت تي روشني وڌي، ۽ تجويز پيش ڪئي تہ جيترو وقت ڪنهن وفد جا ميمبر مقالا پڙهي رهيا هجن، اوتري وقت لاءِ انهيءَ وفد جو اڳواڻ اجلاس جي صدارت ڪري ۽ ڪارروائي هلائي: انهيءَ اصول مطابق، پشتو زبان جي مقالن واري وقفي جي وقتي صدارت ڊاڪٽر سيد انوارالحق ڪئي، ۽ سنڌي زبان جي مقالن جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي. ادبي اجلاس ۾ جيڪي بہ مقالا پيش ٿيا، سي سمورا پنهنجين پنهنجين علائقائي زبانن ۾ لکيا ويا هئا، پر عام فهميءَ ۽ وقت بچائڻ جي لحاظ کان اهو اصول ٺهرايو ويو تہ هرڪنهن زبان جا ٻہ مقالا پنهنجيءَ اصل زبان ۾ مڪمل پڙهيا وڃن ۽ انهن جو اختصار اڙدو يا انگريزيءَ ۾ بيان ڪيو وڃي، ۽ باقي مقالن جو ترجمو انگريزيءَ ۾ يا اڙدوءَ ۾ پيش ڪجي.

پشتو جا سمورا مقالا تمام معياري ۽ بهترين معلوماتي هئا، جن ۾ پشتو ادب ۽ زبان جي تاريخ ۽ تحريڪن، انهن جي خصوصيتن ۽ ترقياتي سرگرمين جو جائزو ورتو ويو هو، ۽ 'پشتو اڪيڊميءَ' جي پروگرامن تي روشني وڌي ويئي هئي. انهن مقالن پڙهڻ سان بخوبي اندازو ٿي سگهيو ٿي ته پشتو زبان ڪيتريقدر زنده ۽ ترقي پذير زبان آهي.

سيد سردارعلي شاهه، سنڌي وفد جي ميمبر، جو سنڌي صحافت بابت لکيل مقالو تمام جامع ۽ وڏيءَ محنت سان تيار ڪيل هو، جنهن ۾ سنڌ جي صحافت جو پيرائتو احوال، ان جي ترقي، مختلف دورن ۾ ان جا رجحان، هر دور جي اخبارن جا نالا ۽ انهن جو سنڌ جي علمي، ادبي ۽ سياسي تحريڪن تي اثر، پاڪستان جي قيام لاءِ سنڌي صحافت جي قابل قدر جدوجهد، ان ڪان پوءِ جي مڙني مرحلن ۽ مسئلن ۾ ان جون ايمانداراڻه خدمتون ۽ مقام، ۽ موجوده دور جي علمي، ادبي، تعليمي ۽ سياسي صورتحال ۾ ان جو آئينده ـــ انهن سڀني چيزن کي محققانه انداز ۾ مرتب ڪيو ويو هو. شاهه صاحب جي انهيءَ سنڌيءَ ۾ لکيل مقالي جو انگريزيءَ ۾ مڪمل ترجمو پڙهيو ويو.

سنڌي وفد جي ٻئي ميمبر، مولانا غلام محمد گراميءَ، پنهنجي مقالي ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۽ پيام تي عالمانه انداز ۾ روشني وڌي، ۽ ٻڌايو ته شاهه صاحب ڪي نه صرف سنڌي زبان ۽ ثقافت جي علامت جي حيثيت حاصل آهي، بلڪ سندس شاعري سموريءَ انسانذات لاءِ پيغمبرانه معيار جي حامل آهي. انهيءَ مقالي مان چند اقتباس هيٺ ڏجن ٿا:

"واديءَ مهراڻ جي سدا حيات صوفيءَ ۽ شاعر جي ڪلام ۽ فن تي اهل سنڌ کي فخر آهي. شاهه جو فن، زندگيءَ کي اجاريندڙ ۽ سنواريندڙ فن آهي. سندس سماجي شعور، مشاهدا ۽ تجربا، رايا ۽ نتيجا، نهايت تعميري، پائدار ۽ زندگي بخش آهن. سنڌ جي ان دور ۾ جا سماجي ۽ سياسي رد بدل ٿي آهي، مذهبي ساٿهن جي ٻاران جو تشدد ۽ سخت گير نظام پيدا ٿيو آهي، ۽ وقت جي جاگيرداراڻه ۽ سرمائيداراڻه نظام جنهن طرح عوام کي ايذايو ۽ ڪچليو آهي، ان کي شاهه لطيف، رڳو سطحي نظر سان نه، پر بصيرت وارين اکين سان مطالع ڪيو آهي؛ اهڙا اشارا ۽ ڪنايا سندس ڪلام ۾ موجود آهن. سندس ترجمانيءَ جا انداز ۽ معيار پيغمبرانه آهن؛ اهوئي سبب آهي جو سندس پيغام ۾ هڪ دائمي جزالت، دائمي تنقيد، ۽ هميشه رهڻ واري لطافت آهي. سندس ڪلام بي مقصد شاعريءَ واري لغوبيانيءَ، مبالغه آرائيءَ، لفاظيءَ، ۽ اجائي انشا پردازيءَ کان پاڪ آهي. ان سان گڏ، سندس ڪلام ۽ تنقيد جو افادي پهلو اهو آهي ته هو پنهنجي شاعريءَ کي 'ادب براي ادب' جي مهمل ۽ ذوقيه پس منظر مان ڪڍي، 'ادب براي زندگي' جي تابناڪ ۽ روشن مقصد تائين پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي. سندس ان تعميري ڪاوش ۽ افادي پهلوءَ کي جيڪڏهن نفسياتي نقطه نظر سان ڏٺو

وجي، تہ پوءِ واضح ٿئي ٿو تہ سندس طريق ڪار نهايت حڪيمانہ هو. شاهہ سنڌ جي مسلمہ روايتن ۽ اصطلاحن، لوڪ ڪهاڻين ۽ ضرب المثل لساني محاورن کي استعاري ۽ ڪنايي جي زبان ۾ بيان ڪري، 'سنديان را اصطلاح سند مدح' جي مصداق پيغام ڏنو آهي. منجهس ڪابہ اجنبيت ڪانہ آهي ـــ نہ زبان جي لحاظ سان، ۽ نہ مواد جي لحاظ سان.

"شاهہ جي ڪلام جو حقيقت پسندانہ پهلو اهو آهي تہ منجهس زندگيءَ جا اهڙا زنده جاويد ۽ سداحيات قدر موجود آهن، جي انسانيت جي هر زماني ۽ مڪاني سماج لاءِ ڪارائتا ٿي سگهن ٿا. شاهہ جو ڪلام حق، حسن ۽ خير جي زنده تصوير آهي: ۽ اِهي آهي قدر آهن، جي زندگيءَ سان تيستائين ساٿ ڏيندا ايندا، جيستائين انسانذات بنهہ بيذوق ٿي نہ وڃي، يا ڪنهن حادثي جو شڪار ٿي، هميشہ لاءِ مري ڪپي نہ وڃي. سندس اهڙيءَ همہ گير ۽ آفاقي حيثيت کي اڳيان رکي، هن دور جا ناقد ائين چئي رهيا آهن تہ شاهہ صاحب کي دنيا جي عظيم ترين شاعرن جي صف اول ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. ٽرمپ صاحب اول اول 'شاهہ جو رسالو' جرمنيءَ مان شايع ڪيو، ۽ تمهيد ۾ تسليم ڪيائين تہ لطيف جو ڪوبہ ثاني ڪونہ آهي. ٻئي مستشرق، ڊاڪٽر سورلي، تہ ان ڏس ۾ پوري تاليف پيش ڪئي آهي: ان ۾، دنيا جي سيني زبانن جي وڏن وڏن شاعرن کي پيش ڪري، انهن سڀني تي 'شاهہ' کي فوقيت ڏني اٿس، ۽ چيو اٿس تہ واديءَ مهراڻ جو 'لطيف'، پنهنجي فن ۽ ڪمال جي حيثيت سان، بيمثال ۽ بينظير آهي. حقيقت اها آهي تہ شعريت ۽ ترنم، افاديت ۽ نغمگيءَ، مقصديت ۽ پائندگيءَ جي حيثيت سان 'شاهہ' جو مقام مٿڙني ڪان مٿي آهي ـــ ان کي بيجا نہ سمجهڻ گهرجي: 'آنچه خوبان همه دارند، تو تنها داري!' ڊاڪٽر اينيمري شميل، فاضل مذهبيات و علوم مشرقيہ، پروفيسر ماربرگ يونيورسٽي (اولهہ جرمني)، تہ صاف صاف چيو آهي تہ شاعريءَ جو اطلاق ئي شاهہ تي ٿئي ٿو، باقي همہ هيچ! شال، اسين هن سدا حيات شاعر جي فن ۽ ڪمال کي سمجهون، پڙهون ۽ پروڙيون!"

گرامي صاحب جي مقالي ڪان پوءِ، ساڍي ڏهين بجي، ادبي اجلاس جي ڪارروائي شام تائين ملتوي ڪئي ويئي. انهيءَ وچ ۾، سنڌي وفد ڪان سواءِ، سمورن نمائندن لاهور جي تاريخي جاين جو گشت ڪيو.

ادبي اجلاس جي ٻي نشست، پروگرام مطابق، شام جي ٽين بجي شروع ٿي، جنهن ۾ سنڌي وفد جي باقي ٽن ميمبرن جا مقالا، ۽ بروهي، بلوچي ۽ پنجابي وفد جي ميمبرن جا مقالا پڙهيا ويا.

پهرين سنڌيءَ جي مقالن کي وارو مليو، ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي صدارت ۾ اجلاس جي ڪارروائي شروع ٿي. ڊاڪٽر صاحب پهرين خود پنهنجو انگريزيءَ ۾ لکيل مقالو پڙهيو،

جنهن ۾ پاڪستان جي سيني علاقائي زبانن جي قدامت، انهن جي برصغير هند-پاڪ جي تاريخي ۽ تهذيبي تعمير توڙي اسلام جي روحاني ۽ اخلاقي قدرن جي ترقيءَ ۾ ورتل حصي، انهن جي لساني اهميت، ۽ ملڪ ۽ قوم جي آئنده ثقافتي ترقيءَ ۾ انهن جي مستقل ضرورت تي محققانه بحث ڪيو ويو هو. ڊاڪٽر صاحب ٻڌايو ته پاڪستاني علاقائي زبانون برصغير جي لساني سرمايي جو هڪ لازمي جزُ آهن، ۽ ڪيترين ئي ڳالهين ۾ آهي پاڻ ۾ لساني اعتبار کان اهڙيون انفرادي خصوصيتون رکندڙ آهن، جن جو مثال سڄي برصغير ۾ ڪٿي به موجود ڪونهي. سنڌي، پنجابي، بلوچي، بروهي ۽ پشتو — سيني علاقائي زبانن جي معاشرتي مقام، شاندار تاريخي ذخيري، ۽ پاڪستاني قوم جي مستقبل لاءِ انهن جي موجودگي، حفاظت ۽ ترقيءَ جي اهميت تي روشني وجهندي، ڊاڪٽر موصوف افسوس ظاهر ڪيو ته "اڄ جڏهن سنڌي، بلوچي، پنجابي ۽ پشتو زبانن جو يورپ ۽ آمريڪا ۾ وڏي شوق سان مطالعو ڪيو پيو وڃي، تڏهن اسان کي اڃا ايتري به خاطري ڪانه آهي ته ڪو اهي زبانون، قومي پاليسيءَ مطابق، مڪمل طرح مطالع ڪرڻ کپن ۽ انهن کي قومي مقصدن ۽ ضرورتن لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجي." ڊاڪٽر صاحب وڌيڪ چيو ته پاڪستان جي سرزمين تي عربي، پارسي ۽ انگريزي زبانون ڪيتريءَ مدت تائين ڪاميابيءَ سان سرڪاري زبانن جي حيثيت ۾ مروج رهيون آهن، پر انهيءَ عرصي ۾ سيني علائقن جون مادري زبانون آتي جي مقامي ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ اثرائتي نموني سان ڪم ڪنديون رهيون آهن:

"پارسي زبان ۾ عوام جي ضرورتن کي پوري ڪرڻ جي لياقتن موجود هجڻ سببان، ماڻهن ان کي خود بخود اختيار ڪيو، ۽ اهڙيءَ طرح پارسيءَ جو هتي تمام گهڻو اثر ۽ ڦهلاءُ ٿيو. 'ايراني پارسي' هتي بدلجي 'هندستاني پارسي' ٿي پيئي، ۽ اها هن ملڪ ۾ مروج ٿي؛ پر، هميشه جيان، عوام جون تخليقي قوتون وري به سندن مادري زبانن ۾ ئي پرورش وٺنديون رهيون. گهڻو اڳي جڏهن سنسڪرت ٻولي پنهنجي هيئت جي لحاظ کان ايتري ترقي ڪري چڪي جو اها مٿانهين درجي جي ادبي ٻولي بنجي پيئي، تڏهن عوامي پراڪرتون رائج ٿي ويون ۽ سنسڪرت ڳالهائڻ جو رواج ختم ٿي ويو، جيتوڻيڪ ان کي مذهبي طور تي وڏي اهميت ۽ تقدس حاصل هو.

"مغلن جي دور ۾ پارسيءَ جي اقتدار واري وقت ۾، مغلن جي لشڪر ۾ مختلف مادري زبانون ڳالهائيندڙ ماڻهن جي لهه وچڙ ۾ اچڻ سان هڪ نئينءَ زبان جنم ورتو، جيڪا پوءِ پارسيءَ بدران ملڪ جي عام زبان بنجڻ لڳي — يعني اردو.

"اردو جي انهيءَ عام واڌاري کي وڏو ڌڪ لڳو، جڏهن دهليءَ ۽ لکنؤ جون درٻارون پنهنجي اعلىٰ معيار زبانداني جي دعوا ڪندي، هڪٻئي سان چٽاڀيٽي ڪرڻ لڳيون. عوامي زبان بنجڻ بجاءِ، ان ڪري، اردو هڪ خاص طبقي جي زبان رهجي ويئي.

"پاڪستان جي سرڪاري زبان طور، اردو اجا پوريءَ ريت پنهنجي دهليءَ ۽ لکنؤ واري برتريءَ جي چڪر مان ڪانہ نڪتي آهي؛ تنهنڪري پاڪستان جي علاقائي زبانن کي انهيءَ 'آردوي معليٰ' کي 'آردوي عوام' يا خالص 'اردو' ۾ بدلائڻ لاءِ تمام اهم پارٽ ادا ڪرڻو آهي.

"اهو صرف تڏهن ئي ممڪن ٿيندو، جڏهن اردو ۽ علاقائي زبانون هڪٻئي تي چڱيءَ طرح اثرانداز ٿين، تہ جيئن اردوءَ جو تڪلف وارو روايتي رنگ هرهنڌ مٽجي وڃي، ۽ ان جي نتيجي ۾ 'سنڌي اردو'، 'بلوچي اردو' ۽ 'پشتو اردو' پيدا ٿين. اهڙي دوطرفي اثراندازي اوپر ۾ پاڪستان ۾ عمل هيٺ اچي رهي آهي، ۽ آتي 'بنگالي اردو' جنم وٺي رهي آهي. زبانن جو اهو اشتراڪ جڏهن مڪمل ٿيندو، تڏهن ئي فقط ڪنهن هڪ عام زبان جي اسرڻ جو امڪان ٿي سگهندو، جنهن کي اسين 'پاڪستاني' چونداسين، ۽ جيڪا سڄي ملڪ جي يڪي زبان بنجي سگهندي.

"بن سرڪاري زبانن جي وچ ۾، ۽ سرڪاري زبانن ۽ علاقائي زبانن جي وچ ۾ اها مفيد ردبدل تڏهن ئي عمل هيٺ اچي سگهندي، جڏهن انهن سڀني زبانن جون قوتون هڪٻئي تي اثرانداز ٿيڻ لاءِ سلامت رهنديون.

"بهرحال، اسان جي ملڪ ۾ هڪڙو اهڙو بااثر گروهہ موجود آهي، جيڪو اردو کي اجا بہ سنڌس 'شاهي محل' ۾ امتيازي درجي تي سلامت ڏسڻ ٿو چاهي، ۽ جنهن جو خيال آهي تہ اردو رڳو تڏهن ئي ترقي ڪري سگهي ٿي، جڏهن علاقائي زبانن کي مفتوح ۽ ماتحت حالت ۾ رکيو وڃي. اهو هڪ انتهائي غلط نقطہ نظر آهي، ۽ اڳتي هلي ان کي ڪافي تائيد حاصل نہ ٿي سگهندي."

آخر ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب علاقائي زبانن جي دانشورن کي گذارش ڪئي تہ هو وقت جي وڏنڌڙ تقاضائن کي پاڻ تي هموار ڪن، ۽ خصوصاً علاقائي زبانن ۾ لسانيات ۽ لغات جي تحقيقي دائرن کي فروغ ڏين. ڊاڪٽر صاحب مختلف علاقائي زبانن جي گڏيل ڊڪشنرين جوڙڻ جي ضرورت تي گهڻو زور ڏنو، ۽ سڀني زبانن جي ادبي تاريخن ۽ بين تصنيفن کي هڪٻئي جي ٻولين ۾ ترجمي ڪرڻ جي تجويز ڏني. ڊاڪٽر صاحب چيو تہ هن وقت سڀ کان وڏيڪ اهم ڳالهہ اسان جي مختلف علاقائي زبانن جي وچ ۾ "فڪري اتحاد" جي آهي، جيڪو اسان جي ادبي تحريرن ذريعي قائم ٿيڻ کپي: "هڪ آزاد مسلم قوم جي حيثيت سان، يقين، آزادي، انصاف، ڀائپي، ۽ اعليٰ اخلاقي قدرن جو پرچار، اسان جي نئين پاڪستاني ادب جو مول متو هجڻ کپي، پوءِ ان جو اظهار خواهہ ڪهڙي بہ طريقي سان ڪجي." آخر ۾ ڊاڪٽر موصوف، خيال ۽ اظهار جي اصليت کي پهچندڙ نقصان جو انديشو ظاهر ڪندي، اديبن کي مشورو ڏنو تہ ڌارين هيئتن کي اختيار ڪرڻ وقت ڪين پنهنجي مادري زبان جي روح ۽ مزاج، ۽ پنهنجي

ماحول جي ذهني ڪيفيت کي ضرور نظر ۾ رکڻ کپي. هن چيو ته "خيال جي اصليت کي نظرانداز ڪري، اسان جو علائقائي ادب موجوده وقت جي ذوق ۽ مذاق کي پورو نه ڪري سگهندو."

ان کان پوءِ شمشيرالحيدريءَ پنهنجي مقالي جو اردو ترجمو، "سنڌي شاعريءَ جا جديد رجحان" جي عنوان سان پڙهيو. شاعريءَ جي مقصد ۽ ان جي بين‌الاقوامي قدرن جي آڌار ڪندي، هن ٻڌايو ته سنڌيءَ جي نون شاعرن وٽ انسانذات لاءِ محبت ۽ همدردي، امن، انصاف ۽ خوشحاليءَ جو پيغام آهي؛ ان لاءِ هن ڪيترن ئي نون شاعرن جو ڪلام پڻ پيش ڪيو.

ان بعد، "سچل سرمست جي صوفيانه شاعريءَ" جي عنوان سان، محترم آغا عبدالنبي صاحب پنهنجو سنڌيءَ ۾ لکيل مقالو پڙهيو، جنهن جو اردو اختصار پڻ پيش ڪيو ويو. آغا صاحب جو مقالو تمام جامع ۽ معياري هو، جنهن کي اسين 'مهراڻ' جي هن پرچي [٢/١٩٦١ع] ۾ ڇپي رهيا آهيون. (ڪانفرنس ۾ پڙهيل ٻيا مقالا به، درجي بدرجي، 'مهراڻ' ۾ شايع ڪيا ويندا.)

آغا صاحب جو مقالو سنڌيءَ جو آخري مقالو هو، جنهن کان پوءِ 'بروهي ادبي بورڊ' جي نمائندن پنهنجا مقالا پڙهيا. اجلاس جي انهيءَ حصي جي صدارت محترم نورمحمد 'پروانه'، بروهي وفد جي اڳواڻ، ڪئي. هن صاحب پهرين پاڻ مقالو پڙهيو، جيڪو بروهين جي ساراوان قبيلي جي سردار، ميجر غوث بخش خان رئيسانيءَ جو لکيل هو، جو صاحب ڪنهن سبب ڪري ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪري ڪونه سگهيو. "بروهي زبان ۽ ادب جو هڪ تعارف" جي عنوان سان لکيل انهيءَ مقالي ۾، بروهي زبان جي اصل نسل ۽ عام خصوصيتن، ان جي گرامر ۽ رسم‌الخط، ان جي قديمي نسخن ۽ لوڪ ادب وغيره تي مختصر روشني وڌل هئي، ۽ آخر ۾ ان جي موجوده صورتحال ۽ آئينده ترقيءَ جي امڪانن کي بيان ڪيو ويو هو. ان ۾ چيو ويو هو ته بروهي زبان دراوڙي ٻولين جي گروهه مان هڪ تمام قديم زبان آهي، جنهن جا ڳالهائيندڙ هن وقت بلوچستان، ساراوان، جهالاوان، ڪراچيءَ ۽ سنڌ وغيره ايراضين ۾، ٻارهن لکن جي تعداد ۾ موجود آهن، تنهنڪري هيءَ زبان ترقيءَ جي سڀني ذريعن ۽ حقن ملڻ جي مستحق آهي، ۽ ان کي پنهنجي تاريخي اهميت سببان هر ممڪن طرح زنده رکڻ کپي. ان بعد بروهي وفد جي ٻين ميمبرن پنهنجا مقالا پڙهيا، جن ۾ بروهي زبان جي ادب، تاريخ ۽ شعر جي ڪافي معلومات قلمبند ڪيل هئي.

ان کان پوءِ 'بلوچي اڪيڊميءَ' جي نمائندن جو وارو آيو. اجلاس جي انهيءَ حصي جي صدارت بلوچي اڳواڻ، محترم مير شيرمحمد خان مريءَ ڪئي. پهرين مير صاحب پنهنجي ١٤٥ صفحن تي پکڙيل، بلوچيءَ ۾ لکيل مضمون، "بلوچي زبان، ادب، ۽ ان جي تاريخ"، مان اهم اقتباس اردوءَ ۾ پيش ڪيا. مير صاحب جو اهو مقالو ڪتابي صورت ۾ به ڇپيل هو، جو آتي سڀني ۾ ورهايو ويو. بلوچي زبان، ادب، تاريخ ۽ بلوچي ڪردار جي عظمت بابت هيءَ بهترين علمي ڪاوش هئي، جنهن کي بيحد محنت، جذبي ۽ تحقيق سان لکيو ويو هو. مقالي ۾ حجتن ۽ دليلن سان اهو ثابت ڪيو ويو هو ته بلوچي هڪ جداگانه زبان آهي، ۽ ان کي پارسيءَ جي

بڪڙيل صورت سمجهڻ جو نظريو سراسر غلط آهي. ان بعد بلوچي وفد جي ٻين نمائندن پڻ نهايت ئي قابل قدر مقالا پڙهيا، جن ۾ بلوچي اخلاق ۽ ڪردار جي نمايان ادبي پهلوئن کي پيش ڪيو ويو هو.

آخر ۾ 'پنجابي اڪيڊميءَ' جي نمائندن پنهنجا مقالا پڙهيا. اجلاس جي انهيءَ حصي جي صدارت محترم مولابخش صاحب خضر تميميءَ ڪئي. وقت جي ٿورائيءَ سبب، پنجابي ميمبرن جا صرف ٻه مقالا پيش ٿي سگهيا.

پهرين محترم ڊاڪٽر محمد باقر پنهنجو مقالو انگريزيءَ ۾ پڙهيو ــــ "علائقائي زبانن جو درجو ۽ دائرو" ڊاڪٽر موصوف علائقائي زبانن جي اهميت ۽ ضرورت، ۽ انهن جي عوام جي زندگيءَ ۾ عمل دخل تي روشني وڌي، ۽ سڀني پاڪستاني زبانن جي منظم ترقيءَ لاءِ ماهرن جي هڪ 'ڪميشن' قائم ڪرڻ تي زور ڏنو، جيڪا زبانن جي باري ۾ اصولي، جذباتي ۽ علمي، ٽنهي پهلوئن کان ويچار ڪري. هيٺ انهيءَ مقالي جو اختصار درج ڪجي ٿو:

"ڪي ڳالهيون خالص اصولي ٿينديون آهن، ته ڪن جو وري جذبات سان نازڪ ناتو هوندو آهي. هن ملڪ ۾ زبان جو مسئلو، منهنجي خيال ۾، ٻنهي نمونن سان لاڳو آهي، پر تڏهن به اهو هڪ علمي مسئلو آهي. اڳ انهيءَ سوال کي ٽنهي صورتن ــــ اصولي، جذباتي، ۽ علمي ــــ سان پيش ڪرڻ چاهيان ٿو.

"اصولي ڳالهيون هيئينءَ ريت بيان ڪري سگهجن ٿيون:

١. سڄي ملڪ لاءِ هڪڙي سرڪاري زبان هجڻ کپي. *

٢. هن وقت فقط انگريزي سڄي پاڪستان جي سرڪاري زبان آهي، جنهن جي جاءِ ني ڪنهن قومي زبان کي جلد از جلد اچڻ کپي. *

٣. انهيءَ ۾ ڪوبه نقصان ڪونهي، جيڪڏهن ملڪ ۾ هڪ کان وڌيڪ زبانون ڳالهايون، لکيون، پڙهيون ۽ سمجهيون وڃن؛ ۽ نه وري ان طرح ملڪي سالميت کي ڪو ڇيهو رسندو.

٤. سرڪاري زبان (يا زبانن) کي ڪوبه ڌڪ ڪونه لڳندو، جيڪڏهن ملڪ ۾ هڪ کان وڌيڪ رائج زبانن ۾ تعليم ڏني ويندي، ۽ انهن کي ترقي ڏياري ويندي؛ ائين ڪرڻ سان قومي وحدت کي به ڪو نقصان ڪونه پهچندو. سچ پچ ته جيڪڏهن ماڻهن کي پنهنجن مخصوص علائقن ۾ سندن زبانن کي مرضيءَ مطابق استعمال ڪرڻ ڏنو ويندو ته ان مان عام اطمينان جي حالت

* هن مضمون کان پوءِ ترت، اردو ۽ بنگال زبانن کي قومي ۽ سرڪاري زبانون بنايو ويو آهي ۽ علائقائي زبانن کي ٻئي ادبي ۽ تعليمي '

پيدا ٿيندي، ۽ هو قوم ۽ ملڪ سان ان ڪان وڌيڪ محبت ڪرڻ لڳندا، جيڪا هونئن ڪنهن خاص زبان جي ترقيءَ ۽ تعليم کي ختم ڪرڻ لاءِ سرڪاري دٻاءَ جي استعمال واريءَ صورت ۾ ٿي سگهي ٿي.

۵. جيستائين ڪنهن زبان جي 'سرڪاري زبان' هئڻ جو اعلان نه ڪيو ويو آهي، تيستائين ڇڙو 'قومي زبان' جي ليبل لڳائڻ سان اها ترقي ڪانه ڪندي.

۶. پنجابي، پشتو، سنڌي، بلوچي، بروهي ۽ گجراتي زبانون جيتوڻيڪ ملڪ جي مختلف حصن ۾ اُتي جي ماڻهن ۾ مروج آهن، پر انهن مان ڪابه زبان سڄي ملڪ جي سرڪاري زبان بڻجي ڪانه سگهندي.

"زبان جي مسئلي جون جذبات سان تعلق رکندڙ ڪي ڳالهيون هي آهن:

۱. اسان مان هرهڪ کي پنهنجيءَ مادري زبان سان بيحد قرب آهي. انگريزي، بنگالي، اردو، پنجابي، سنڌي، پشتو، بلوچي، بروهي، گجراتي ۽ ڪشميري ـــ اهي پاڪستان جي ماڻهن جون مادري زبانون آهن.

۲. جيڪي ماڻهو بنگالي، پنجابي، سنڌي، پشتو، بلوچي، بروهي ۽ گجراتي ٻوليون ڳالهائين ٿا، سمجهن ٿا، لکن ۽ پڙهن ٿا، سي رواجي طرح اوڀر پاڪستان، پنجاب، سنڌ، اتر-اولهه سرحد، بلوچستان، قلات ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. اهي پاڪستاني زبانون، انهيءَ ڪري، مثين ملڪي حصن جون علاقائي زبانون پڻ آهن ـــ سواءِ ڪراچيءَ جي، جتي مهاجرن جي ڪافي آباديءَ سبب اتي جو وڏو تعداد اردو ڳالهائي ٿو، ۽ گجراتيءَ جو به اتي گهڻو وهنوار آهي.

۳. هر انسان کي پنهنجيءَ مادري زبان سان اهڙو ڳوڙهو، فطري ۽ جذباتي رشتو آهي، جنهن کي آسانيءَ سان دٻائي يا ختم نٿو ڪري سگهجي: ڇاڪاڻ ته مادري زبان ۾ سماجي ۽ جذباتي روايتون (جهڙوڪ خاص اصطلاح ۽ محاورا، چوڻيون ۽ پهاڪا، لوڪ گيت، لوڪ ڪهاڻيون، لوليون، وغيره) محفوظ آهن، ۽ ان جون پاڙون پختي طرح عوام جي روزاني زندگيءَ ۾ پيئل آهن، جن کي زور سان پٽي ڪيڏڻ ممڪن ئي ڪونهي.

۴. هيءَ ڳالهه هرڪو ڄاڻي ٿو ته انتهائي تيزيءَ ۽ تڪميل سان تعليم ڏيڻ جو بهترين ذريعو مادري زبان آهي. ٻي ڪابه ڌارين زبان ٻار ۽ علم جي وچ ۾ هڪ پيٽ بڻجيو وڃي، جيڪا هن جي سيني ذهني ۽ تخليقي صلاحيتن کي مفقود ڪريو ڇڏي، ڇاڪاڻ ته اهڙيءَ حالت ۾ ٻار پنهنجو گهڻو سارو وقت رڳو انهيءَ زبان سان مثاڪث ڪرڻ ۾ ضايع ٿو ڪري، جيڪا هن جي مادري زبان نه آهي.

" زبان جي انهيءَ مسئلي جو علمي پهلو هيءُ آهي ته ملڪ ۾ تعليم کي تمام تيزيءَ سان ڪيئن ڦهلائجي; ۽ انهيءَ سان لاڳو وري بيو اهم ترين مسئلو هيءُ آهي ته زبان کي ڪهڙي دائري اندر ۽ ڪيتريءَ وسعت آهر استعمال ڪجي. اسان مان ڪو به نٿو چاهي ته هڪ غير ملڪي زبان کي ساڻهن تي هڪ سرڪاري زبان طور مڙهيو وڃي، جيڪا هن ملڪ جي زبان نه آهي; پر انهيءَ مسئلي کي ڏاڍ مڙسي ۽ هڪطرفي طريقي اختيار ڪرڻ سان حل نه ڪري سگهبو. ماڻهن ۾ ملڪ ۽ قوم لاءِ محبت ۽ احترام پيدا ڪرڻ لاءِ ۽ هرڪنهن کي سيني پاڪستاني زبانن جي ترقيءَ لاءِ عملي ۽ نهايت ڪارگر طريقي تلاش ڪرڻ جي خاطري ڏيڻ لاءِ، علمي ۽ ادبي ميدانن ۾ ڪم ڪندڙ ادارن جي دانشورن جي هڪ 'ڪميشن' قائم ڪرڻ کپي، جيڪا زبانن جي باري ۾ مٿين ٻنهي پهلوئن جي روشنيءَ ۾ سوچڻ جا حيلا وسيلا تجويز ڪري."

پنجابيءَ جو بيو مقالو ڊاڪٽر شيخ عنايت الله صاحب، لسانياتي تحقيقات ۽ ان جي اهميت جي موضوع تي پڙهيو، جنهن ۾ هن مختلف علائقن جي وچ ۾ ربط ۽ قربت پيدا ڪرڻ لاءِ علاقائي زبانن جي گڏيل ڊڪشنري جوڙڻ تي گهڻو زور ڏنو. هن چيو ته لسانيات جو مطالعو نه صرف هڪ علمي چيز آهي، پر ان جو قومي زندگيءَ تي عملي طرح وڏو اثر پوي ٿو. ڊاڪٽر موصوف مختلف علائقن جي ادبي تاريخن لکڻ جي ضرورت تي پڻ گهڻو زور ڏنو، ۽ چيو ته اهي تاريخون بهترين ماهرن کان تيار ڪرايون وڃن، جن کي پوءِ سيني علاقائي زبانن ۾ ترجمو ڪرائي شايع ڪيو وڃي; ان طرح قومي استحڪام ۾ گهڻي مدد ملندي.

انهيءَ اجلاس ۾ اوليه پاڪستان جي زراعت شماريءَ جي ڪمشنر، مسٽر محمد مسعود، جو مقالو پڻ پيش ٿيڻو هو، پر وقت جي تنگيءَ سبيان ان جون چونڊ ڪاپيون اجلاس ۾ ورهايون ويون، جنهن جو عنوان هو —"ڇا پاڪستان ۾ هڪ قومي زبان هجڻ ضروري آهي؟" هيءُ اهوئي مقالو هو، جنهن جو ترجمو "لساني وحدت جو نظريو" جي عنوان سان، "مهراڻ" جي ٣-٤/٦٠ع واري پرچي ۾، 'علامه ڪربلائي' جي نالي سان اسين شايع ڪري چڪا آهيون، ۽ جيڪو اڳي لاهور جي "پاڪستان ٽائيمز"، ڪراچيءَ جي "ڊان" ۽ "جنگ" ۽ بين ڪيترين ئي اخبارن ۾ انگريزي ۽ اردوءَ ۾ ڇپجي چڪو آهي. انهيءَ مقالي کي وري به لاهور جي "پاڪستان ٽائيمز" ۽ "سول اينڊ مليٽري گزيٽ" روزانين اخبارن ۾، انهيءَ موقعي تي، وڏيءَ اهميت سان ٻيهر شايع ڪيو ويو. مقالو پنهنجي افاديت، جامعيت ۽ استدلال جي لحاظ کان هڪ لاجواب پيشڪش آهي، جنهن ۾ پاڪستان ۾ علائقائي، قومي ۽ سرڪاري زبانن جي مسئلي تي هر پهلوءَ کان فاضلانه انداز ۾ روشني وڌي ويئي آهي.

ادبي اجلاس جي انهيءَ شام واريءَ نشست هلندي، محترم مقبول احمد پٽي به حيدرآباد کان پهچي ويو، ۽ هڪ مبصر جي حيثيت سان ڪانفرنس جي ڪارروائين ۾ شريڪ ٿيو. محترم

شيخ حفيظ، جو پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ صحافت ۾ ايم. اي. ڪرڻ جي سانگي سان آتي ٿي رهندڙ آهي، سو به انهيءَ موقعي تي اچي مليو.

ساڳيءَ تاريخ، رات جي نوين بجي، جناح باغ جي 'اوپن ايئر ٿئيٽر' ۾ علائقائي زبانن جو مشاعرو ٿيو، جنهن ۾ سنڌي وفد مان آغا عبدالنبيءَ، سيد سردار علي شاهه، مولانا غلام محمد "گرامي" ۽ شمشير الحيدريءَ پنهنجا شعر پڙهيا؛ ٻين شاعرن مان ڊاڪٽر فقير محمد 'فقير'، مراد 'ساحر' مسعود احمد، بابا عالم سياه پوش، خاطر غزنوي، خضر تميمي، حڪيم ناصر، ڪاشر، محمد طور، ۽ رشيده سليم جا نالا قابل ذڪر آهن.

مشاعري ۾ جيتوڻيڪ ڪا گهڻي خلق ڪانه آئي هئي، پر تڏهن به شهر جي باذوق طبقي مان ڪافي شخصيتون — مرد ۽ عورتون — شريڪ ٿيون. هيءُ پهريون ئي مشاعرو هو، جنهن ۾ مختلف علائقائي زبانن جا شاعر هڪ ئي اسٽيج تي اچي گڏ ٿيا هئا، ۽ سنڌي، پنجابي، بلوچي، پشتو ۽ بروهي — سڀني زبانن جي شاعريءَ جي معيار، موضوع ۽ مزاج کي گويا هڪٻئي جي اڳيان پيش ٿيڻ جو موقعو مليو هو. هر زبان جي شاعر کي پنهنجو مخصوص مقصد ۽ مذاق، ذوق ۽ انداز هو. سڀئي هڪٻئي جي شاعريءَ ۾ علحده ۽ عمومي روش ۽ روايتن کان واقف ٿيا. ٻُڌڻ وارا به، مختلف زبانن جي شاعرن جي خيال کي هڪ ئي وقت تي معلوم ڪري، گهڻي قدر محظوظ ٿيا. مشاعرو ڏاڍو دلچسپ، با مقصد ۽ ڪامياب هو، ۽ رات جو گهڻيءَ دير تائين هلندو رهيو.

## ١٦-اپريل، ١٩٦١ع: ڪتابي نمائش — ڪاروباري ميڙ — ثقافتي محفل

ڪانفرنس جو هيءُ آخري ڏينهن هو، ۽ پنهنجي ڪاروبار جي لحاظ کان نهايت ئي اهم هو. ڪانفرنس کي "پاڪستان جي علائقائي زبانن جي انسوسئيشن" جي مستقل حيثيت ڏيڻي هئي، ان جو جوڙجڪ بحال ڪرڻو هو، ٺهراءُ پاس ڪرڻا هئا، ۽ جدا جدا علائقن لاءِ عهديدار چونڊڻا هئا: اهي ئي اصل ڪم هئا، جن تي ڪانفرنس جي بنيادي ڪاميابيءَ ۽ مقصدن جو مدار هو.

پروگرام مطابق، صبح جي ڏهين بجي، مرڪزي عجائب گهر ۾ ڪتابن جي نمائش ٿيڻي هئي؛ ۽ ان کان پوءِ، يارهين بجي، ساڳئي هنڌ، سبجيڪٽ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ٿيڻي هئي، جنهن ۾ "انسوسئيشن" جي رٿيل جوڙجڪ کي آخري شڪل ڏيڻي هئي، ۽ علائقائي زبانن جي مختلف مسئلن متعلق غور ۽ بحث ڪري، ٺهراءُ تيار ڪرڻا هئا. سبجيڪٽ ڪاميٽيءَ تي سڀني باني ادارن جي وفدن مان ٻه-ٻه نمائندا کنيا ويا. 'سنڌي ادبي بورڊ' جي نمائندگي محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ محترم آغا عبدالنبي صاحب ڪئي. شام جي ڇهين بجي وري ڪانفرنس جو عام اجلاس ٿيڻو هو، جنهن ۾ سبجيڪٽ ڪاميٽيءَ جي قلمبند ڪيل ٺهرائن ۽ "انسوسئيشن" جي جوڙجڪ کي بحال ڪرڻو هو.

وچ واري فراغت جي وقت ۾، گرامي صاحب، مقبول احمد پنّتي ۽ شمشيرالحيدري، صبح جو ائين بجي، ’تفريحي بس‘ ۾ چڙهي، لاهور جون تاريخي جايون ڏسڻ ويا. جانورن جو باغ، مرڪزي عجائب گهر، شالامار باغ، لال قلعو ۽ ان جون اندريون عمارتون، شاهي مسجد، ڊاڪٽر اقبال جو مقبرو، جهانگير ۽ نورجهان جا مقبرا، وغيره—انهن سڀني جو سير ’تفريحي بس‘، ساڍن پنجن ڪلاڪن ۾ مڪمل ڪيو، ۽ ڏيڍ بجي سڀ واپس ٿيا. تفريحي سير جو سمورو وقت ڏاڍي موج مزي ۾ گذريو—خاص ڪري گرامي صاحب جي بزرگانہ خوش‌طبعي ۽ مقبول صاحب جا صحتمند ٽهڪ خود لاهور جي ماڻهن کي به ياد رهندا، جي ’تفريحي بس‘ ۾ همسفر هئا.

علاقائي زبانن جي ڪانفرنس جا ٻيج سڀني جي قميصن تي لڳل هئا، ۽ هوئن به شهر ۾ انهيءَ موقعي جو پرچار ڪافي ٿي چڪو هو، تنهنڪري خودبخود زبانن جو مسئلو ڇڙي پيو، ۽ بس ۾ ڪانفرنس جي باري ۾، خصوصاً سنڌي زبان ۽ سنڌ جي ماڻهن جي باري ۾ گفتگو جو ڪافي موقعو مليو—اهو به علاقائي زبانن جي ڪانفرنس جو ضروري حصو بنجي چڪو هو. ’تفريحي بس‘ جي گشت جي ابتدا عجائب گهر کان ٿي، جتي ڪانفرنس طرفان ڪتابي نمائش جو انتظام پڻ ڏنو ويو.

نورجهان جي مقبري تي ”زنده دلانِ پنجاب“ سان ملاقات ٿي. لاهور جي زنده دل نوجوانن جي اها هڪڙي جماعت آهي، جنهن جي ميمبري محدود آهي، ۽ مهيني ۾ هڪ ڀيرو انهن مان هڪڙو ميمبر ٻين سڀني جي تفريح جو انتظام ڪندو آهي. واري سان، شهر جي ڪنهن تفريحي جاءِ تي شاميانو لڳائي، ڪائڻ ۽ ڳائڻ جي محفل مچائي ويندي آهي ۽ خيالن جي ڏي-وٺ ڪئي ويندي آهي. ’زنده دلانِ سنڌ‘ سان ملي هنن گهڻيءَ خوشيءَ جو اظهار ڪيو، مناسب تواضع ڪئي، ۽ ٻڌايو تہ سندن مول متو فقط ’زنده دلي‘ آهي، جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جي تعصب کي دخل نہ آهي. موڪلائڻ وقت هنن چيو تہ سنڌ جي زنده دل نوجوانن کي ’زنده دلانِ پنجاب‘ جا سلام ڏجو، ۽ کين چئجو تہ هو پنهنجي زنده دليءَ جي تعلق کي وسيع ڪندا رهن.

ڪتابي نمائش جو افتتاح ’پنجابي اڪيڊميءَ‘ جي ڊاڪٽر عنايت الله صاحب ڪيو. شروع ۾ عجائب گهر جي ڪيوريٽر انهيءَ موقعي لاءِ پنهنجي لکيل تقرير پيش ڪئي، ۽ افتتاح کان پوءِ ڪتابن جو معائنو ڪيو ويو. نمائش ڏسڻ لاءِ، وفدن جي ميمبرن کان علاوه، شهر جا بہ ڪافي ادب دوست ۽ معزز ماڻهو آيل هئا. نمائش ۾ سنڌي، پشتو، پنجابي، بلوچي، ۽ بروهي ٻولين ۾ ڇپايل ڪتاب رکيا ويا هئا. چند علمي تصنيفون اردو، انگريزي ۽ فارسيءَ جون پڻ شامل ڪيون ويون هيون، ۽ مختلف زبانن جا ڪيترائي ناياب دستخطي نسخا بہ رکيا ويا هئا. هرهڪ زبان جا ڪتاب، الڳ الڳ، شيشي جي ڪٻٽن ۾ رکيا ويا هئا،

جن تي هرهڪ اداري جو نالو لکيل هو. ٻن وڏن ڪٻٽن ۾ بلوچڪي ۽ پٺاڻڪي لباس جا نمونا ــ مردانا ڪُڙتا، زنانا گهگها، جُتيون، ٽوپيون، وغيره پڻ رکيل هئا. 'سنڌي ادبي بورڊ' پاران پيش ڪيل ڪتابن جو تعداد سڀني کان سرس هو، ۽ انهن لاءِ ٻه ڪٻٽ مخصوص ڪيا ويا هئا.

ڪتابي نمائش کان پوءِ، يارهين بجي، ٻئي ڪمري ۾ سبجيڪٽ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ شروع ٿي، جا ٽن-چئن ڪلاڪن تائين جاري رهي. ميٽنگ ۾ "پاڪستان جي علاقائي زبانن جي ائسوسئيشن" قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو، ۽ ان لاءِ رٿيل آئين کي باهمي بحث مباحثي بعد آخري شڪل ڏني ويئي. علاقائي زبانن ۽ سندن علم ادب جي انفرادي ۽ مشترڪ مسئلي تي پڻ ڪافي غور خوض ڪيو ويو، ۽ ڪيترائي ٺهراءُ رٿيا ويا. ميٽنگ تمام خوشگوار ماحول ۾ ٿي گذري، ۽ سڀيئي معاملا سنجيدگيءَ سان، بنا اختلاف جي طي ٿيا.

شام جي چئين بجي، عجائب گهر جي حدن اندر، ڊويزنل آڊيٽوريم ۾، سڀني نمائندن جو عام اجلاس ٿيو، جنهن جي صدارت مولانا عبدالقادر صاحب ڪئي. پهرين ڪانفرنس جي جنرل سيڪريٽريءَ ابتدائي ميٽنگ جي ڪارگذاريءَ کان سڀني کي واقف ڪيو، ۽ پوءِ آئين جو مسودو سندن اڳيان بحاليءَ لاءِ پيش ڪيو.

[مهراڻ: نمبر ٢-٣، سال ١٩٦١ع]

”زبان ۽ رنگ جي اختلاف کي قرآن ڪريم، الله تعاليٰ جي آيتن مان هڪ نشاني ڪري ڄاڻايو آهي: ’و من آياته اختلاف السنتڪم و الوانڪم‘ [زبانن ۽ رنگن جا اختلاف، الله جي آيتن منجهان، زنده آيتون آهن]. انهيءَ نشانيءَ کي مٽائڻ جي جدوجهد ڪرڻ، فطرت جي خلاف قدم آهي. جهڙيءَ طرح ڪنهن علائقي جي رهاڪن جو رنگ بدلائڻ ناممڪن آهي. اهڙيءَ طرح انهيءَ علائقي جي زبان ۽ ثقافت کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش به غيرفطري آهي...... علاقائي زبانون، ’مادري زبانون‘ ٿين ٿيون. مادري زبان هر ڪنهن کي پياري ٿئي ٿي. ماءُ جي هنج ۾ سکيل زبان، ٻار جو جسم، تن بدن، گوشت، رت ۽ هڏ آهي. مادري زبان سان ايترو ڳوڙهو ڳانڍاپو، محبت ۽ لاڳاپو ٿئي ٿو، جو هر شخص پنهنجيءَ مادري زبان کي پنهنجيءَ ماءُ برابر سمجهي ٿو. مادري زبان تي ٻار کي جيڪا قدرت حاصل هوندي آهي، ۽ جنهن آسانيءَ ۽ لطف سان ان ۾ هو لکي پڙهي سگهي ٿو، تنهن لاءِ نه ڪنهن صرف-نحو جي ضرورت ٿئي ٿي، ۽ نه ان لاءِ ڪنهن ٻئي قاعدي قانون کي هو ڳولي ٿو. مادري زبان ۾ هو بي تڪلف پڙهڻ لڳي ٿو؛ جيڪي ڪجهه هو انهيءَ زبان ۾ چوي ٿو، تنهن کي ٻيا سَند مڃڻ لاءِ مجبور ٿين ٿا؛ هو ’اهل زبان‘ هوندو آهي، ۽ سندس راءِ تسليم شده ٿيندي آهي. انهيءَ مادري زبان جي ذريعي ڪنهن علائقي جا ماڻهو پنهنجين قديمي روايتن، تاريخ، ثقافت، ۽ سماجي روح ۽ جذبي کان باخبر ٿين ٿا...... مطلب ته مادري زبان وسيلي جيڪا معلومات ٻار کي ٿوري عرصي ۾ حاصل ٿي سگهي ٿي، سا ملت جي تعليمي معيار کي بلند ڪرڻ لاءِ بيحد اهم چيز آهي. ابتدائي مرحلن ۾ مادري زبان کان سواءِ ٻين زبانن جو بار وجهڻ، ٻار تي ظلم آهي. ان ڪري، گهرجي ته ملڪ ۾ تعليم جو بنياد مادري زبان تي رکيو وڃي......“

[پاڪستان جي علاقائي زبانن جي ٻهرين ڪانفرنس، لاهور ۾ ڪيل مولانا عبدالقادر جي تقرير جو هڪ اقتباس]

# لسانيات ۽ فن

ٻوليون ۽ سندن سڃاڻ ۽ ڦهلاءُ — محمد ابراهيم جويو

لساني وحدت جو نظريو — علامه ڪربلائي

”ڪنهن به هڪ ’زبان‘ کي، پاڪستان ۾ ڪامياب ڏسڻ وارن جي خيال ۽ ارادي متعلق منهنجو عقيدو اهو آهي ته اهو الله کي منظور نه آهي. اگر صحيح ڳالهه اها هجي ته پوءِ ذات باري نه فقط پوري پاڪستان جي هڪ زبان بنائي ها، پر ساريءَ دنيا جي ڪا هڪ زبان خلقي ڇڏي ها. اصل ۾، زبانن جي اختلاف ۾، الله جي مشيت، ازل کان وٺي ڪم ڪري رهي آهي، ۽ آبد تائين ڪارفرما رهڻي آهي. زبانن جي ان اختلاف کي مان خداوند جي ذات جي عظمت ۽ برتريءَ جو هڪ مظهر سمجهان ٿو...

”پاڪستان نه ڪنهن ’زبان‘ لاءِ بنايو ويو آهي، ۽ نه ڪو ڪنهن هڪ ’زبان‘ جي ڪري بنيو آهي، ۽ ائين چوڻ، تاريخ جي حقيقتن کان انڪار ڪرڻ جي برابر آهي...

”مان انهن ماڻهن مان نه آهيان، جي ڳالهه کي وڌائي بيان ڪرڻ جا عادي آهن، ۽ چون ٿا ته ’اگر فلاڻي زبان نه رهي ته پوءِ ملڪ جي سالميت ۽ اسلام کي خطرو آهي!‘ حالانڪ ملڪ جي سالميت جو مسئلو دلين سان وابسته آهي ۽ ان جو تعلق ’زبان‘ سان نه، پر دل ۽ دماغ سان آهي...

”اگر ملڪ ۾ اسلامي آئين جو فروغ نه ٿيو، ۽ اخوت ۽ مساوات جي پيدا ٿيڻ ۾ اسان ناڪامياب رهياسون، ته پوءِ اسان رڳو ’هم زباني‘ سان دلين ۾ اخوت ۽ وحدت ڪين پيدا ڪري سگهنداسون...

”پاڪستان مسلمانن لاءِ بنايو ويو آهي. تنهنڪري هاڻي، ان بنيادي امر کان هٽي، پاڪستان جي سالميت ۽ ملت جي اتحاد ۽ اسلام جي فروغ کي ڪنهن ’زبان‘ سان وابسته ڪري ڇڏڻ، صحيح نه آهي...

”ان طرح اوهان انهن ويچارن ڪروڙن انسانن لاءِ ڇا سوچيندا، جي رات ڏينهن پنهنجي پنهنجي ’مادري‘ زبان ۾ ڳالهه ٻولهه ڪن ٿا، ۽ اهي به اوهان ۽ اسان وانگر، ملڪ ۽ ملت سان محبت ۽ وفاداريءَ جو دم هڻن ٿا...

”مادري زبانن متعلق منهنجو عقيدو اهو آهي ته اهي زبانون ڪروڙين انسان استعمال ڪري رهيا آهن، تنهنڪري ان قدرتي فعل کي روڪي نٿو سگهجي...

”مادري زبان کان هٽي ڪري ڪهڙي به پياري ۽ سٺي زبان بنائي وڃي ۽ پوءِ ان کي تعليم لاءِ استعمال به ڪيو وڃي، پر ان مان ڪو به خاطرخواهه نتيجو نه نڪرندو... ۽ پيو ته مادري زبان کان هٽي ڪري، ڪنهن ٻيءَ ’زبان‘ ۾ جيڪڏهن تعليم ڏني ويندي، ته پوءِ علم ۽ طالب علم جي وچ ۾ هڪ اهڙو حجاب پيدا ٿي ويندو، جنهن سان علم ۽ فهم کان سواءِ، تحرير ۽ تقرير ۾ به رڪاوٽ پيدا ٿيندي...“ — ڊاڪٽر محمد باقر، صدر شعبهٔ فارسي، پنجاب يونيورسٽي.

محمد ابراهيم جويو

# ٻوليون ۽ سندن سڃاڻ ۽ ڦهلاءُ

هيءُ مضمون محترم سراج جي لکيل ڪتاب ”سنڌي ٻولي“- عظيم پبليڪيشنس، حيدرآباد سنڌ ۱۹۶۴ع - جي مهاڳ طور پيش ٿيل آهي. هن مضمون جي مواد ۽ ترتيب لاءِ هيٺين ڪتابن تان مدد ورتل آهي:

1. An Introduction to Linguistic Science - E. H. Sturtevant, New Haven, 1947.
2. Linguistic Science in the 18th Century-H. Pedersen, Cambridge, Mass. 1931.
3. Language-L. Bloomfield, New York, 1933.
4. Phonetic-Kenneth-Pke, Ann Arbor, 1943.

-م. ا. ج

سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”جي چلهه تي، سي دل تي“— انساني لاڳاپن ۾ هيءَ ڳالهه ته شايد عام طرح صحيح به هجي، پر ٻيا ڪيترا معاملا آهن، جن ۾ ڳالهه مرڳوئي ان جي ابتڙ معلوم ٿي ٿئي. جيڪي چيزون انسان کي بنهه ويجهڙيون هونديون آهن، تن ڏانهن هن جو ڌيان اڪثر ڪونه ڇڪبو آهي: مثلاً ”ساهه کڻڻ“ آهي، ”هلڻ“ آهي— انهن ڏانهن عام طرح ڪنهن جو به خاص ڌيان ڪونه ٿو وڃي. ٻولي به اهڙين ئي ويجهڙين شين مان هڪ ويجهڙي ۽ هميشه ساڻ رهندڙ شيءِ آهي. ڪڏهن ڪڏهن سو ماڻهوءَ جو خيال ٻوليءَ ڏانهن ضرور ڇڪبو آهي، جڏهن ان جي ٻن هم-معنيٰ جملن يا ترڪيبن— مثلاً ”رت ڳاڙهو آهي“ يا ”رت ڳاڙهي آهي“— منجهان هن کي سوچڻو پوندو آهي ته ڪهڙي ترڪيب صحيح آهي ۽ ڪهڙي غلط. پر اهڙين حالتن ۾ به هن جي اڪثر هڪئي روش رهندي آهي: يا ته هو ڊوڙي وڃي اڳيان لکيل ۽ ڇپيل ڪتاب ڏسندو آهي يا وري هڪدم ڪنهن نه ڪنهن لغت کي وڃي ڦولهيندو آهي؛ ڇاڪاڻ ته ٻوليءَ جي سلسلي ۾ سندس اڪثر عقيدو هيءُ هوندو آهي ته اڳين عالمن ۽ اديبن ٻوليءَ جي اهڙن مسئلن متعلق دائمي ۽ آخرين فيصلا ڏيئي ڇڏيا آهن. عام طرح ته ڪتابن ۽ لغتن ڏانهن رجوع ٿيڻ جي به هو ڪا ضرورت محسوس ڪانه ڪندو آهي، ڇاڪاڻ ته گرامر جا عام قاعدا ۽ اصول— ”فاعل“، ”مفعول“، ”عدد“، ”جنس“، ”زمان“ وغيره متعلق— هن جي سامهون هوندا ئي آهن، جن جي آڌار تي هو سمجهندو آهي ته ٻوليءَ جي اهڙن سوالن کي

هو آسانيءَ سان حل ڪري سگهي ٿو. پر حقيقت ۾ اهڙن سڏن سنون ۽ ساڳئي وقت ڪُٺل ويچارن دوران ٻوليءَ بابت ڪابه بنيادي تحقيقات ممڪن نٿي ٿي سگهي. شايد سؤ يا ڏيڍ سؤ سال مس ٿيا آهن، جو ٻوليءَ بابت مطالعي ۽ فڪر جو اهو آسان ۽ ٻاراڻو انداز ڇڏي ڪري، ڪن عالمن ۽ مفڪرن نج علمي ۽ تحقيقاتي بنيادن تي انهيءَ ڏس ۾ سوچڻ ۽ ويچارڻ شروع ڪيو آهي. ٻوليءَ جي صحيح ۽ ڪارائتي مطالعي جو لازمي شرط هيءُ آهي ته پهريائين ان متعلق عام عقيدن کي يا ته بنهه نظرانداز ڪيو وڃي، يا گهٽ ۾ گهٽ انهن تي نظرثاني ڪرڻ جي ضرورت کي هميشه سامهون رکيو وڃي ۽ اهڙيءَ طرح ان مسئلي جي ذري پرزي جانچ پڙتال خالص عقل جي روشنيءَ ۾ نوس حقيقتن جي بنياد تي ئي ڪئي وڃي.

قديم يونانين روزمره جي عام واقعن ۽ بنهه رواجي ڳالهين تي هڪ عجيب ۽ بيخوف انداز ۽ اورچائيءَ سان سوچيو ۽ ويچاريو، ۽ ساري دنيا عام طرح ۽ مغربي دنيا خاص طرح اڄ به انهن جي عظيم احسانن کي پيش ڳائي ۽ انهن مان پنهنجي فڪر جا رستا روشن ڪري. پر اڄ انهن اوائلي يوناني مفڪرن جي ڳڌايل نتيجن ۾ جيڪڏهين ڪو بنهه ڳئلو پڌري وڃي رهي، ته هوند علمي نقطه نگاهه کان اهڙي ماڻهوءَ کي شايد ئي "مُهذب انسان" سڏي سگهبو. مثلاً، ۵- صدي قبل مسيح جو يوناني فيلسوف، هيرودوتس، پنهنجي ڪتاب "تاريخ" (جلد ۲، باب ۲) ۾ مصر جي هڪ بادشاهه، ساميٽيڪس جي ڳالهه ٿو ٻڌائي ته ان بادشاهه کي هڪ ڀيري اچي خيال ٿيو ته معلوم ڪجي ته دنيا ۾ سڀ کان پراڻي ٻولي ڪهڙي هئي — سو ٻه ڪيائين جو ٻن نون ڄاول ٻارن کي هڪ ٻوڙي ۽ گونگي شخص جي سنڀال هيٺ، هڪڙي جهنگ ۾ ڇڏي ڏنائين. سندس خيال هو ته ٻي ڪابه ٻولي، جو هي ٻار ڪنهن نه ٻڌندا، سو هو آخرڪار جيڪو پهريون لفظ وات مان ڪڍندا، سوئي لفظ انسان جي پهرينءَ ٻوليءَ جو پهريون لفظ هوندو. چناچ هنن ٻارن نيٺ هڪڙو لفظ وات مان ڪڍيو — ۽ اهو هو "بيڪوس"، جيڪو فيرجيين ٻوليءَ جو لفظ هو ۽ معنيٰ هيس "ماني". بس، انهيءَ تجربيءَ جي بنا تي اعلان ڪيو ويو ته "فيرجيينَ" ٻولي انسان جي پهرين ٻولي هئي. هيرودوتس جي نظر ۾ به اهو تجربو فيصلہ ڪُن هو — ڇو ته سندس خيال ۾ ماڻهوءَ جي گهٽ "ماني" ئي ٿي سگهي! پر افسوس، جو هيرودوتس هن تجربي کي بيان ڪندي ان جو هڪڙو تفصيل هيءُ به بيان ڪري ٿو ته ان گونگي ٻوڙي شخص وٽ رڍن ۽ ٻڪرين جو ڌڻ به سان هو. رڍون ۽ ٻڪريون ته ظاهر آهي ته سواءِ "ب ي ي، ب ي ي" جي ٻيو ڪو آواز ڪونه ڄاڻن. تنهنڪري انهيءَ سوچ پٽاندر ته وڌيڪ صحيح ڳالهه هيءَ ليکي سگهبي ته دنيا ۾ پهرين ٻولي رڍن ۽ ٻڪرين ئي ڳالهائي!

افلاطون پنهنجي هڪ ڊائلاگ، بعنوان "ڪريٽيلس" ۾ لفظن جي اصليت تي بحث ڪندي، هڪڙو سوال پيش ڪيو آهي: ڇا شين ۽ شين جي نالن وارن لفظن جو باهمي تعلق فطري آهي، يا اهو انسانن جو هٿراڌو ناهيل ۽ روايتي تعلق آهي؟ بس اتان ئي ٻولي وگيان ۾ "لاڳاپي" "Anology" ۽ "نياراڻي" "Anomaly" جو اختلاف شروع ٿيو. "لاڳاپي" جا

حامي چوڻ لڳا تہ ٻولي هڪ فطري (يعني قدرت طرفان عطا ڪيل) چيز آهي ۽ منطقي پيمائشي آهي — (يوناني هن عقيدي جا هئا تہ فطرت منطقي ۽ پيمائشي آهي، ۽ رڳو انسان غير منطقي ۽ اڻ پيمائشو آهي) — ۽ "نيارائيءَ" جا حامي، جن جو انهيءَ ڳالهہ سان اختلاف هو، پنهنجي طرفان ٻوليءَ جي بيهڪ ۽ ڍانچي ۾ بيقاعدگيون ۽ ڏنگايون ڦڏايون ڳوليندا ۽ ٻڌائيندا رهيا. "لاڳاپي" جي حامين جو خيال هو تہ لفظن جي شڪل ۽ بناوت مان سندن اصل ۽ حقيقي معنيٰ لهي سگهجي ٿي — ۽ ان مطالعي کي هنن علم اشتقاق (Etymology) سڏيو. "اشتقاق" جو لفظ اڄ بہ عام استعمال ۾ آهي — جيتوڻيڪ هاڻي ان جو مفهوم قدري مختلف ليکيو وڃي ٿو.

قديم يونانين، پنهنجي ٻولي جو خوب مطالعو ڪيو، پر اهو سڄو سندن هن نظريي تي ٻڌل هو تہ سندن ٻوليءَ جي ڍانچي ۾ انساني فڪر جا همہ گير اظهاري نمونا موجود هئا. چنانچ هنن گرامر جا عام قاعدا ۽ اصول وضع ڪيا ۽ انهن کي علمي ويس ڏنو؛ پر ظاهر آهي تہ اهي قاعدا فقط هڪڙيءَ ٻولي تائين ئي محدود هئا. ٻيءَ صدي ق. م ۾ ڊيونيسئس ٿرئڪس ۽ ٻي صدي بعد مسيح ۾ اپالونيئس ڊسڪولس انهيءَ ئي فلسفانہ تعليمي پيرائي ۾ پنهنجا پنهنجا گرامر پيش ڪيا. ٻوليءَ جي جزئياتي مطالعي طور، هومر جي "اِلياڊ" ۽ "آڊيسي" ڪتابن جي جيڪا هڪ ٻئي يوناني عالم، "ارسٽارڪس" (۲۱۶—۱۴۴ ق. م)، تفصيلي ڇنڊڇاڻ ڪئي، سا پڻ پنهنجي وقت جي نهايت قابل قدر ڪوشش هئي. بهرحال هنن يوناني عالمن جيڪي ٻولي وگيان جي ميدان ۾ هڪ پاساوان ۽ مخصوص نتيجا پيش ڪيا، سي ارڙهين صدي تائين بحال ۽ قابل قبول رهيا. ان کان پوءِ عالمن، انهن خيالن کي ڇنڊڻ شروع ڪيو، ۽ اهو عام ويساهہ تہ ٻولي سنئين سڌي ۽ جيئن آهي تيئن خدا جي عطا ڪيل ذات آهي. ان جي بدران ٻوليءَ جي ابتدا متعلق ٽنهي قسم جي سوچ ويچار ۽ تحقيق شروع ٿي، ۽ هلندي هلندي، ان بابت هيٺيان نظريا پيش ڪيا ويا:

(۱) ماڻهن جيڪي پنهنجي چوڌاري عام آواز ۽ شور ٻڌا، تن جي نقل ڪرڻ جي هن ڪوشش ڪئي، ۽ ائين ٻولي شروع ٿي. هن کي "ڀَوءُ ڀوءُ" يا "ووءُ ووءُ" (the bow vow) جو نظريو سڏيون ٿا.

(۲) ماڻهن پنهنجي ماحول ۾ جڏهين ڪي خاص ۽ ڌنڪائيندڙ آواز ٻڌا، تڏهين اهڙا آواز ازخود ڪڍڻ شروع ڪيائون، ۽ ائين ٻولي شروع ٿي. هن کي "ٽڻ ٽڻ" (گهنڊ جي) يا "ڊم ڊم" (the ding dong) جو نظريو سڏيو ويو.

(۳) ماڻهن پنهنجي اندروني آدمن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ خود بخود آواز — ڪاوڙ جا، عجب جا، خوشيءَ جا، ڏک جا وغيره — ڪڍڻ شروع ڪيا، ۽ ائين ٻولي شروع ٿي. هن کي "آهہ آهہ" يا "واهہ واهہ" (the pooh pooh) جو نظريو سڏيو ويو.

— ٻئي پاسي يوناني عالمن جي ”علم اشتقاق“ بابت جڳ مشهور فرينچ فيلسوف، والٽيئر (١٦٩٤-١٧٧٨ع)، انهيءَ حد تائين چئي ڏنو تہ ”اشتقاق، هڪ اهڙو علم آهي، جنهن ۾ حروف علت جي ڪا اهميت ڪانهي ۽ حروف صحيح بہ ڪنهن خاص شمار ۾ ڪونہ ٿا رهن!“

اِنهيءَ وچ ۾، رومن لوڪن پنهنجي لاٽن ٻوليءَ جا پڻ گرامر مرتب ڪيا، پر انهن ڪي يوناني ٻوليءَ جي ئي گرامر جي سانچي ۾ نهڪائي پيش ڪيائون. چوٿين صدي ۾، ”ڊونيٽس“ نالي، ۽ ڇهين صديءَ ۾ پرِيسِيان نالي، لاٽن ٻوليءَ جا بہ گرامر نويس پيدا ٿيا، جن جا گرامر سڄي وچولي زماني ۾ حرف آخر طور شمار ٿيندا ۽ استعمال ٿيندا رهيا. انهيءَ سڄي دور ۾ جڏهن لاٽن ٻولي، ڳالهائجڻ جي حيثيت ۾، بدلجي مداجي رومانس (Romance) * يعني ڏيهي يوروپي ٻولين، جهڙوڪ رومينين، فرينچ، اٽالين وغيره جا روپ وٺي رهي هئي، ٻوليءَ جي تحريري صورت آهائي ڪلاسيڪي لاٽن واري اختيار ٿيندي رهي. يورپ جي اڪثر ملڪن ۾ انهيءَ زماني جا عالم ڪلاسيڪي لاٽن جي ئي مطالعي ۾ مشغول رهيا. هن صورتحال جا نشان اڄ ڏينهن تائين مغرب جي اڪثر يونيورسٽين ۾ موجود ڏسجن ٿا، جن جي نصاب ۾ ڪلاسيڪي لاٽن هڪ مضمون طور اڄ بہ موجود آهي. وچولي زماني جي عالمن لاٽن گرامر جا ڪي نوان اصول، مثلاً، اسم ۽ صفت جو فرق، وغيره ڳولي ڪڍيا، پر جيڪا تحقيق ۽ جيڪو مطالعو ڪلاسيڪي لاٽن ٻوليءَ جو اڳيان گرامر نويس پيش ڪري چڪا هئا، تنهن جي مثال کي هو پوءِ بہ پهچي ڪونہ سگهيا— جاڪاڻ تہ سندن زماني ۾ ٻولي، ڳالهائجڻ جي حيثيت ۾، پنهنجو روپ ڪافي بدلائي چڪي هئي، ۽ هو ڪلاسيڪي لاٽن جي ٻيهڪ ۽ بناوت کي ئي انساني ڪلام جو عين منطقي ۽ مثالي ماڻ ڪري شمار ڪندا رهيا. هنن عالمن جي پيرويءَ ۾ ڪيترن نسبتاً جديد زماني جي عالمن پڻ گرامر جا ڪتاب لکيا، جن ۾ هنن، پنهنجي پنهنجي پسند ۽ واسطي پٽاندر، لاٽن توڙي ٻين ٻولين جي بناوت کي منطق جي عالمي اصولن جو مظهر، ۽ امتيازي مثال ڪري ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اهڙي گرامر جي ڪتابن مان سڀ کان وڌيڪ مشهور (Grammaire Generalelet Raisonnee) نالي هڪ ڪتاب آهي، جو فرانس جي پورٽ رايل شهر جي هڪ خانقاهہ ۾ سن ١٦٦٠ع ۾ لکيو ويو. ٻولين بابت هن قسم جو محض فلسفيانہ طرز جو خيال اوڻيهين صديءَ تائين قائم رهيو. ١٨٠١ع ۾، گالفريڊ هرمَن نالي هڪ جرمن عالم ساڳئي قسم جو هڪ گرامر جو ڪتاب (١) تيار ڪيو، جنهن ۾ هن رڳو هيءَ ڳالهہ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ دنيا ۾ جيڪڏهين ڪا عالمانہ ٻولي موجود هئي، تہ اها فقط لاٽن ٻولي ئي هئي.

---

* لفظ ”رومان“، ”رومانوي ادب“ پهريائين هر انهيءَ ادبي پيشڪش لاءِ استعمال ٿيو، جيڪا لاٽن ٻوليءَ بدران انهن رومانس (يعني ڏيهي) ٻولين ۾ لکي ويندي هئي.

(1) De Emmendanda Ratione G aecae Grammaticae (1801)

مطلب ته وچولي دور جي مغربي عالمن لاءِ ڌيان لائق ڪا بولي يا زبان فقط لکيل ڪلاسيڪي لئٽن بولي هئي؛ ٻيءَ ڪنهن بوليءَ ۾ سندن دلچسپيءَ يا ان جي مطالعي جو، علمي دنيا ۾ خاص ڪو نشان ڪونه ٿو ملي. جڏهين يورپ ۾ سجاڳيءَ (Renaissance) جو دور آيو، تڏهين البت يوناني بوليءَ جو وري ڪجهه قدر چرچو شروع ٿيو، ۽ صليبي لڙاين سبب عربي ۽ هيبرو بوليون پڻ عالمن جي مطالعي هيٺ اچڻ شروع ٿيون. ساڳئي وقت، هيءَ زمانو عام تلاش ۽ کوجنا جو زمانو هو. ڪيترائي ڏورانهين ملڪن تان موٽندڙ مسافر ڪنهن قدر اتان جون بوليون سکي واپس پنهنجن پنهنجن ملڪن ڏانهن موٽندا ٿي رهيا، ۽ پڻ عيسائي پادرين هتان مذهبي ڪتابن جا والاريل ملڪن جي بولين ۾ ترجما ٿيڻ شروع ٿيا. انهن بولين جي گرامرن ۽ لغتن ناهڻ جون پڻ ڪنهن حد تائين ڪوششون ٿيڻ شروع ٿيون. اسپين جي پادرين ١٥٠٠ع کان پنهنجي تبليغ جي ڪم سان گڏوگڏ ڪيترين اصلوڪين (آمريڪي) بولين ۽ فلپائين جي بولين تي ڪافي ڪتاب لکيا. پر پادرين جي انهن ڪتابن کي بولي وگيان جي دائري ۾ اڄ ڪا خاص اهميت ڪانه ٿي ڏني وڃي. هڪ ته هنن پادري عالمن کي ڌارين بولين جي آوازن سڃاڻڻ جي ڪا خاص تربيت حاصل ڪانه هئي، تنهنڪري هو انهن بولين کي صحيح صورت ۾ قلمبند ڪري ڪين سگهيا، ۽ ٻيو ته تڏهوڪي دستور موجب هو پڻ مختلف بولين جي گرامرن کي لئٽن بوليءَ جي گرامر جي سانچي ۾ ٺي پلٽائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا، جنهنڪري محنت جي زيان سان گڏ الهن بولين متعلق ڪيتري وقتائتي معلومات پڻ جديد بولي وگيانن کان گويا هميشه لاءِ گم ٿي ويئي.

دنيا ۾ وڻج واپار جي واڌاري ۽ ملڪان ملڪ ماڻهن جي اچ-وڃ سبب بهرحال ڪيترين ئي جاتل سڃاتل بولين جا گرامر ۽ لغتون نهڻ شروع ٿيون. ارڙهينءَ صديءَ جي آخر ڌاري بولي وگيان جي ترقيءَ جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو ته روس جي مهارائي ڪئٿرين جي چوڻ تي يورپ ۽ ايشيا جي ٻه سؤ بولين جي هڪ تقابلي شبدمالها(١) تيار ٿي، جنهن ۾ ٢٨٥ لفظ گڏ ڪيل هئا. هن ڪتاب جي ٻي ايڊيشن ١٧٩١ع ۾ شايع ٿي، جنهن ۾ وڌيڪ اسي بوليون، جن ۾ ڪي 'آفريڪي' ۽ 'آمريڪي' بوليون به هيون، شامل ڪيون ويون. هن تقابلي شبدمالها جي ترتيب ڪجهه هن ريت هئي:

| انگريزي | ڊچ | جرمن | ڊئنش | سئيڊش | وغيره. |
|---|---|---|---|---|---|
| مئين (Man) | مان | مان | مانڦ | مان | |
| هئنڊ (Hand) | هانٽ | هانٽ | هانڦ | هانڊ | |
| فٽ (Foot) | وٽ | فس | فوڦز | فوٽ | |

(1) Linguarium Folisorbis Vocabularia Oomparativa — St: Petersburg, 1786 - 89 — edited by P. S. Pallos.

فِنگَرُ (Finger) وِنگَرُ وِنگَرُ فِينگِٿَرُ فِنگَرُ
هائُوسُ (House) هوئيسُ هائوسُ هُئُسُ هُوسُ

ٻئي طرف ڪن عالمن پنهنجين ٻولين جي آڳاٽين لکيتن ڏانهن ڌيان ڏنو. هن ڏس ۾ انگريزي ٻوليءَ ۽ ان جي قريبي ٻولين مثلاً فريسين، ڊچ، جرمن، اسڪئنڊينويئن ۽ گوٿڪ وغيره جي مطالعي تي فرئنسسڪس جونئس (۱۵۸۹-۱۶۷۷ع) نالي هڪ ٻولي وگياني وڏي محنت صرف ڪئي. جارج هائيڪس (۱۶۴۲-۱۷۱۵ع) نالي ٻئي هڪ عالم گوٿڪ ۽ اينگلوسئڪسن ٻولين جو هڪ گرامر (۱) تيار ڪيو ۽ پڻ انگريزيءَ ۽ ان جي قريبي ٻولين جي قديم صورتن متعلق هڪ متفرق معلومات جو ذخيرو (۲) شايع ڪيو.

ارڙهين صديءَ جي هنن عالمن جي ٻولين بابت معلومات مجموعي طور هيئن بيان ڪري سگهجي ٿي: (۱) ٻوليءَ جون گرامري خصوصيتون عام طرح، هنن رڳو فيلسوفي انداز جي تعميمي صورت ۾ بيان ٿي ڪيون، ۽ ٻولين جي پنهنجي پنهنجي الڳ بناوت ڏانهن هنن ڪو خاص ڌيان ڪونه ٿي ڏنو. بلڪ اهڙن فرقن ۽ تفاوتن کي هنن لاٽن ٻوليءَ جي گرامر جي سانچي ۾ پيچائي، سرڳوئي لٽي ٿي ڇڏيو؛ (۲) ٻوليءَ جي آوازي صورت تي ويچار ڪرڻ بدران، ان کي رڳو لکيل الف-بي جي نشانين سان ئي لاڳاپيل سمجهيو ٿي ويو؛ (۳) ڇاڪاڻ ته هو اها ڳالهه محسوس ڪانه ٿي ڪري سگهيا ته ڪلاسيڪي لاٽن ٻوليءَ جو استعمال محض هڪ مصنوعي ۽ خالص علمي مشق جي حيثيت کي وڃي رسيو هو، تنهنڪري هو هن ڳالهه کي چنبڙيا رهيا ته ٻولي فقط پڙهيل ۽ باخبر ماڻهن جي خاص استعمال سبب ئي محفوظ رهي ٿي سگهي، ۽ رڳو عام ماڻهو، جيڪي سندن نگاهن ۾ جٽ هئا، ان کي بگاڙيندا ۽ بدلائيندا ٿي رهيا. پنهنجي انهيءَ عقيدي ماتحت، هي گرامر جا عالم پنهنجي مرضيءَ موجب ٻولين جا عجيب غريب قاعدا مرتب ڪندا رهيا، جن جو بنياد سندن خيال ۾ منطق تي ٻڌل هو، جنهن ۾ اختلاف جي ڪا گنجائش ڪانه هئي. ههڙن اڻپورن ۽ غلط خيالن سبب هي عالم گهربل حقيقتن ۽ نوس مواد جي موجود هوندي — مثلاً قديم ٻولين جون لکيتون، جهنگلي قبيلن جي اڻتراشيل ٻولين بابت معلومات، جديد ٻوليون ۽ انهن جون اپڀاشائون، ۽ سڀ کان وڌيڪ، ساڳيءَ ٻوليءَ مثلاً لاٽن، جديد رومانس ٻولين، اينگلوسئڪسن ۽ جديد جرمئنڪ ٻولين جي تدريجي اوسر بابت شهادتون وغيره — انهن سمورين حقيقتن ۽ سچي مواد کي استعمال ڪرڻ کان هو قاصر رهيا. جيتوڻيڪ سندن علم ۾ هيءَ ڳالهه هئي ته ڪن ٻولين جي هڪٻئي سان مشابهت آهي، تنهن هوندي به انهن مشابهتن جي مطالعي کان هو حذر ڪندا رهيا، ڇاڪاڻ ته سندن نظريي موجب آهي مشابهتون محض اتفاقي بگاڙي جو نتيجو هيون ۽ بس. سندن ذهن

(1) Institutiones Grammaticae Anglo Saxonicae let Mesogothicae—Oxford. 1689
(2) Linguarum Thesau'us—Oxford, 1705

۾ جو هيءُ خيال وينل هو تہ لئٽن ٻوليءَ ۾ ڪا ڦير گهير ڪانہ آئي هئي ۽ اها جيئن اصل هئي، تيئن ئي وٽن موجود هئي. تنهنڪري هو ائين سمجهڻ لڳا تہ ٻيون آسپاس جون ٻوليون ئي، اتفاقي بگاڙي سبب، هڪٻئي منجهان ڦٽي نڪتيون هيون. منجهائن گهڻن هيبريو (عبراني) کي منڍ جي ٻوليءَ جو درجو ڏنو ٿي، پر ڪن جي راءِ اُن کان الڳ هئي. ائنٽوَرپ جي رهواسيءَ، گوروپيس بيڪانس، جو پاڻ ڊچ هو، پنهنجي وطني حب جو مظاهرو ڪندي، هي ظاهر ڪيو تہ لئٽن کان سواءِ، يورپ جون ٻيون سڀ ٻوليون ڊچ ٻوليءَ منجهان نڪتل هيون.

تقريباً انهيءَ زماني ۾، يعني ارڙهين صديءَ جي آخر ڌاري يوروپي عالمن کي پاڻنيءَ جي گرامر جي سُڌ پيئي. سنسڪرت جي گرامر جو هيءُ ڪتاب ڪنهن مخصوص مفروضي بدران، حقيقتن ۽ مشاهدي جي روشني ۾ مرتب ٿيل هو، ۽ ان جي وسيلي يوروپي عالمن جي سامهون ٻولين جي تقابلي مطالعي جا امڪان پڌرا ٿيا. پاڻنيءَ جي گرامر ٻوليءَ جي ڇيد جو اصول سيکاريو، جنهن موجب، ٻولين جي ترڪيبي جزن جي پيٽڻ سان سندن هڪجهڙايون، جيڪي هوندئن لڪل ۽ ڍڪيل رهن ٿيون، سي پوري پروسي سان ليکجي سگهيون ٿي. سڀ کان اول ٻولي وگيان جي ماهر، وليم جونس (١٧٤٦–١٧٩٤ع)، هي وضاحت پيش ڪئي تہ لئٽن، سنسڪرت، انگريزي، فارسي وغيره ڪنهن هڪ ئي قبل از تاريخي ٻوليءَ جون الڳ الڳ صورتون هيون. سندس چوڻ موجب سنسڪرت، يوناني ۽ لئٽن ۾ ايتري تہ ويجهي مشابهت آهي، جو اها محض ڪنهن اتفاق جو نتيجو ٿي نٿي سگهي؛ بلڪ ان مان اهو انومان ڪري سگهجي ٿو تہ اهي ٽيئي ٻوليون ڪنهن هڪڙيءَ منڍ واريءَ ٻوليءَ منجهان ڦٽيون آهن، جيڪا شايد اڄ ڪٿي موجود ڪانهي؛ ۽ گوٿڪ (جرمنڪ) ۽ ڪيلٽڪ ٻوليون بہ شايد ان ساڳيءَ ئي منڍ واريءَ ٻوليءَ مان نڪتل آهن (١). وليم جونس جي انهيءَ بيان کان پوءِ يوروپي ٻوليءَ وگيانين جيڪو هند-يوروپي ٻولين جو تقابلي مطالعو ڪيو آهي، سو واقعي هڪ نهايت ڦلدائڪ ڪوشش ثابت ٿي آهي. وليم جونس جو هي چوڻ تہ جرمنڪ ٻولين جو لئٽن، يوناني وغيره ٻولين سان تعلق آهي، سچو ثابت ٿي چڪو آهي، ۽ ساڳيءَ طرح سندس اهو اندازو ڪيلٽڪ ٻولين (آئرش، ويلش، ڪارنش، وغيره) بابت پڻ صحيح ثابت ٿي چڪو آهي. فارسي، الباني، هِٽي ۽ پڻ ڪيتريون مشرقي ٻوليون، جن جو بنهہ مختصر لکيتون ئي موجود هيون، سي پڻ هند-يوروپي سٽ منجهان ثابت ٿي چڪيون آهن.

جيڪڏهن ڪا ٻولي ڪنهن وڏيءَ ايراضيءَ ۾ يا، لڏ پلاڻ سبب، گهڻين الڳ الڳ ايراضين ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، تہ ان ٻوليءَ ۾ جدا جدا هنڌن تي جدا جدا انداز ۽ نموني سان ڦيرگهير واقع ٿيندي. ان ڦيرگهير جو نتيجو هيءُ نڪرندو تہ مختلف مگر لاڳاپيل ٻوليون وجود ۾ اينديون — مثلاً اٽالين، فرينچ، پورچوگيز، رومينين، ڪئٽالين، اسپئنش ۽ ٻيون رومانس ٻوليون

(1) "Asiatic Researches"—Calcutta, 1783 (1: 422)

جن کي ھڪ ئي سٽ يا گروھ جون ٻوليون سڏي سگھبو. ساڳيءَ ريت ٻين لاڳاپيل ٻولين جي ٽولن کي پڻ، مثلاً ھند-پاڪستاني، سلاو ۽ ٻين اھڙن ٻولين جي ٽولن کي، جن ۾ پڻ ساڳئي قسم جون ھڪجھڙايون موجود ڏسبيون، ساڳئي ئي طريقي سان پيدا ٿيل سڏي سگھبو. ھيءُ ھڪ خالص تاريخي اتفاق آھي، جو اسان وٽ ٻوليءَ جو اوائلي تحريري رڪارڊ موجود ڪونہ آھي. ھنن اصلوڪين اٽلڪيل ۽ ھن وقت غيرموجود ٻولين کي ٻولي وگيان ۾ پروٽو سلاوڪ، پروٽو جرمنڪ، پروٽو انڊڪ وغيره نالا ڏنا ويا آھن. ان کان پوءِ جڏھن ٻولين جي ھنن ٽولن جي وچ ۾، اھڙيون کي ھڪجھڙايون ڏسجن ٿيون، جيڪي محض ڪنھن اتفاق جو نتيجو نٿيون ٿي سگھن، تڏھن اسان انھن کي ھڪ ئي مُک سٽ (ھند-يوروپي) جون ٻوليون شمار ڪري ٿا سگھون. ۽ وليم جونس جي چوڻ موجب اھا پختي راءِ قائم ڪري سگھون ٿا تہ اھي سيئي ٻوليون ڪنھن ھڪ ئي قبل از تاريخي ٻوليءَ منجھان آسريل آھن، جنھن ھڪڙيءَ بنھہ شروعاتي ٻوليءَ کي ٻولي وگيان ۾ اڄ 'پروٽو— ھند-يوروپي ٻولي' سڏيو وڃي ٿو.

ھند-يوروپي ٻولين جي سلسليوار ڀيٽ جي شروعات سنسڪرت، يوناني، لئٽن، فارسي ۽ جرمنڪ ٻولين جي فعلي گردانن جي ڀيٽ سان ٿي، ۽ جرمن عالم، فرئنز باپ، سن ١٨١٦ع ۾ ھڪ ڪتاب (١) شايع ڪيو، جو ان سلسلي جو ھڪ بنيادي ڪتاب ليکيو وڃي ٿو. ١٨١٩ع ۾ ھڪ ٻئي جرمن عالم، جيڪب گرم، پنھنجي ڪتاب Grammatic Deutsch جو پھريون جلد ۽ ٽي سال پوءِ، ١٨٢٢ع ۾ ان جو ٻيو جلد پڌرو ڪيو، جن ۾ ھن جرمنڪ ۽ ٻين ھند-يوروپي ٻولين جي وچ ۾ 'صحيح حرفن' جي آوازي مشابهت تي ھڪ تفصيلي بيان پيش ڪيو، جنھن ۾ جيتوڻيڪ بنيادي طرح ٻولين جي تاريخ جوئي ورنن ڪيو ويو ھو، پر ان آوازي مشابهت يا ھم آھنگيءَ جي ٻيءَ طرح بہ ھڪ وڏي اھميت ھئي. ان مان ھيءَ ڳالھہ ثابت ٿي تہ، جيئن انساني عمل جي ٻين دائرن ۾، تيئن ٻولين جي طويل اوسر ۾، آوازن جو پيدا ٿيڻ ۽ ان ۾ ڦيرگھير جو وقع ٿيڻ پڻ ھڪ قسم جي باقاعدگيءَ ۽ ترتيب سان عمل ۾ اچي ٿو.

سن ١٨٣٣ع ۾ مٿي ذڪر ڪيل جرمن عالم، فرئنزباپ، ھند-يوروپي ٻولين جي تقابلي گرامر جو ھڪ تفصيلي ڪتاب(٢) پيش ڪيو، جيڪو ٻوليءَ وگيان ۾ وڏيءَ اھميت جو ڪتاب شمار ٿئي ٿو. انھيءَ سال ساڳيءَ ئي اھميت وارو ھڪ ٻيو ڪتاب(٣) پڻ ھند-جرمنڪ ٻولين متعلق علم "اشتقاق" جي موضوع تي شايع ٿيو، جنھن جي اشاعت سان ٻولي وگيان ۾ لفظ "اشتقاق" جي آخرڪار ھڪ صاف ۽ واضح معنيٰ مقرر ٿي. يوناني عالمن وٽ ھن لفظ جو

---

(1) Franz Bopp: "Uber das Konjugations Systeme der Sanskritsproche," 1816—Franfurt an main.

(2) "Vorgelenchende Grammatik des Sanskrit, Zend, Greichischen, Lateinische, Littonischen, Gottischen and Deutschen Sprochen"

(3) H. F. Pott: "Etymologische der Indo-Germanischen"

مطلب هيءُ هوندو هو تہ لفظن جي صورت ۽ متعلق شين سان سندن نسبت جو مطالعو ڪيو وڃي. پر هاڻي ان جي معنيٰ هيءَ مقرر ٿي تہ ڪنهن لفظ جي تاريخ جو اهڙيءَ ريت مطالعو ڪيو وڃي، جو ٻوليءَ ۾ ان جون پراڻيون صورتون ۽ ٻين لاڳاپيل ٻولين ۾ ان جون آهي صورتون جيڪي سندس اصل صورت جا ڏار ڏار روپ يا نمونا آهن، آهي ظاهر ٿي سگهن. انهيءَ لحاظ ڪان انگريزي لفظ مَدر (ماءُ=Mother) جو اشتقاق نائين صديءَ جي پراڻي انگريزي لفظ مُدوَرُ آهي، جيڪو پراڻيءَ نارس ٻوليءَ جي لفظ مُزيرُ، پراڻيءَ فِرسين جي مُديرُ، پراڻيءَ سئڪسن جي مُدارُ، پراڻيءَ جرمن جي مُوئوتيرُ (جيڪو نڪتل آهي پروٽو جرمن جي مُديرُ مان) سان لاڳاپيل آهي. هن لفظ جون اهي جرمئنڪ صورتون وري سنسڪرت جي لفظ ماتا، اويستا (پراڻي پارسيءَ) جي ماتا، پراڻيءَ آرمينين جي ميئيَرُ، قديم يونانيءَ جي ميئتيرُ، آلبانيءَ جي موتِرُ (هتي لفظ جي هن صورت جي معنيٰ آهي "ڀيڻ"، جنهن مان ڏسي سگهجي ٿو تہ ڪيئن هڪ قديم اصل وارو لفظ معنيٰ ۾ ڦري ٿو)، لئٽن جي ماتيرُ، پراڻيءَ آئرش جي ماتِرُ، پراڻيءَ سلاوڪ جي ماتِي، لٿونين جي موتيُ، (هتي هن جي معنيٰ آهي "زال" — جيڪو البانيءَ ۾ معنيٰ جو ڦيرو ڏنوسون، هي ان جو ٻيو مثال آهي) سان لاڳاپيل آهن. هن لفظ جون اهي مڙيئي صورتون هڪ ئي منڍ واريءَ يعني پروٽو هند-يوروپيءَ جي گهڙيل يا فرض ڪري ورتل لفظ "ماتيرُ" مان نڪتل شمار ڪيون وڃن ٿيون. ياد رکڻ گهرجي تہ مثال طور ڪنيل هن لفظ جون اصلوڪيون صورتون ڪا هرويرو پراڻي يا وڏيڪ صاف معنيٰ اسان کي ڪانہ ٿيون ڏسين.

هڪ ڳالهہ تہ صاف آهي تہ ڪي ٻوليون هڪٻئي سان ايتريقدر تہ مشابهت رکن ٿيون، جو ان کي محض ڪنهن اتفاق جو نتيجو سڏي نٿو سگهجي. هنن مان ڪي مشابهتون تہ واقعي اهڙيون آهن، جيڪي رڳو ٻوليءَ جي عام خصوصيتن سبب ئي ائين ڏسجن ٿيون. مثلاً آواز، پد، لفظ، جملا وغيره — اهي تہ هرڪنهن ٻوليءَ ۾ موجود آهن، ۽ آهي خصوصيتون هر ٻوليءَ جي عمارت لاءِ گويا سرن ۽ گاري جو ڪم ڏين ٿيون. ٻيون بہ اهڙيون خصوصيتون، مثلاً اسم-نما لفظ، ۽ فعل-نما لفظ، جيتوڻيڪ سڀني ٻولين ۾ مشترڪ نہ آهن، پر آهي ايتريقدر تہ اڪثر ٻولين ۾ موجود آهن، جو ان سبب انهن ٻولين ۾ ڪنهن نہ ڪنهن لاڳاپي جو انومان ضرور ٿئي ٿو. ساڳئي وقت ڪي مشابهتون تہ ٻولين ۾ اهڙيون پڻ آهن، جي واقعي صرف اتفاق جو نتيجو آهن. مثلاً، جديد يوناني ٻوليءَ ۾ لفظ "ماتِي" (=اک) ذري گهٽ ملايائي ٻوليءَ جي لفظ "م تا" جهڙو آهي، جنهن جي معنيٰ پڻ اک آهي. بهرحال هنن ٻنهي ٻولين جي اوسر جي جيڪا ڄاڻ موجود آهي، تنهن مان چئي سگهون ٿا تہ منجهن اها مشابهت محض اتفاقي آهي. ملايائي ٻوليءَ ۾ لفظ "ماتا" ان جي قديم ترين مثالن ۾ پڻ جيئن جو تيئن موجود آهي. پر جديد يونانيءَ جو لفظ "ماتِي" نڪتل آهي قديم يونانيءَ جي لفظ "آمَ ماتِيؤن" مان، جيڪو نڪتل آهي سندس اصل "آمما" (اک) منجهان. ساڳيءَ طرح ٻيون اهڙيون مشابهتون

پڻ آهن. جيڪي ثابت ٿيل آهي ته اڌاري طور ورتل آهن. مثلاً سنڌيءَ جو لفظ ”ڪٿلي“ انگريزيءَ جي ”ڪيٽيل“ مان، يا انگريزيءَ لفظ پيچ (Peach) فرينچ جي ”پيش“ مان، جيڪو هڪ پراڻي فرينچ جي لفظ ”پيسڪا“ مان، جيڪو لاطيني جي ”پيرسڪا“ مان، جيڪو پراڻيءَ لاطيني جي ”پرسڪا“ مان، جيڪو وري پراڻيءَ لاطيني جي اصطلاح ”پرسڪا فروٽا“ (Perseka Fruta) مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”ايراني ميوو“. هيڙا لفظ يا انهي قسم جا ٻيا خاصا ٻين ٻولين کان اڌارا ورتا ويندا آهن ته جيئن ڪنهن سياسي يا نئين عنصرن جي داخلا سبب ٻوليءَ جون پيدا ٿيل ضرورتون پوريون ٿي سگهن. انهيءَ قسم جي اڌارڻ کي ٻوليءَ جي سهل پسندي سڏي سگهجي ٿي؛ ڇاڪاڻ ته جڏهن ڪو سياسي عنصر اڌارو ٿو وٺجي تڏهن ان جو نالو به ان سان گڏ کڻي ٿو وڃي. البت اهڙين سياسي ضرورتن پوري ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ٻولي خالص پنهنجا لفظ گهڙي ٿي، جنهن جو مشهور مثال آمريڪا جي ريڊ انڊين قبيلن ۾ ملي ٿو، جن جڏهين ريل جي انجڻ ڏٺي، تڏهين ان کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ سڏيائون ”لوهائون گهوڙو“. سنڌيءَ ۾ پڻ ان جا مثال ملن ٿا، جيئن ته ”آگ گاڏي“ وغيره.

جڏهين اٿين ٿو چئجي ته ٻولين ۾ مشابهت يا هڪجهڙائي سندن لاڳاپي يا سٻنڌ سبب آهي، تڏهن ان جو مطلب هيءُ ٿئي ٿو ته اهي ٻوليون ڪنهن هڪڙيءَ آڳاٽيءَ ٻوليءَ جون پوءِ پيدا ٿيل صورتون آهن. مثلاً اڄوڪي بنگالي ۽ اڄوڪي سنڌي ڪنهن هڪڙيءَ آڳاٽيءَ ٻوليءَ مان نڪتل چئي سگهجن ٿيون. پراڻي زماني ۾ ڪنهن به خاص وقت جي نقطي تي آڱر رکي، اٿين نٿو چئي سگهجي ته اجهو هيتان اها نسبتاً اصلوڪي ٻولي هنن يا هنن ٻن يا ٽئين نين ٻولين جي صورت ۾ ورهائجي ويئي، يا اجهو هن وقت کان اڄوڪي سنڌي ٻولي وجود ۾ آئي يا اجهو هتان اڄوڪي بنگالي ٻولي شروع ٿي. مجموعي طور ٻوليءَ جي منڍ ۽ قبل از تاريخي دور کي هٿ ڪرڻ لاءِ ٻولي وگيانين جي جاکوڙ ۽ کوجنا ڪنهن گڏيل ۽ پروسي جهڙي نتيجي تي اچا ڪانه پهتي آهي. ٻولي هڪ سدا وهندڙ درياءُ آهي، ۽ سندس رخ بدلائڻ جا، سندس سموري طي ٿيل اکٽ رستي تي، ڪي به ڪليل ۽ هڪ هنڌاوان نشان ڪونه ٿا ملي سگهن. ڪهڙين حالتن ۾ ٻولي پنهنجا رخ بدلائي ٿي، صرف اها ڳالهه سمجهي سگهجي ٿي ۽ بيان ڪري سگهجي ٿي. ساڳيءَ ٻوليءَ ڳالهائڻ وارا ماڻهو، خاص طرح ان جي لکيل صورت ۾ اچڻ کان اڳ، جڏهين ٽولن ٽولن ۾ ورهائجي، جاگرافيائي طور هڪٻئي کان علحده ٿي وڃن ٿا، ۽ منجهن ڪو جماعتي سٻنڌ ڪونه ٿو رهي، تڏهين پنهنجي پنهنجي خاص ماحول ۽ الڳ الڳ روزمره جي ضرورتن پٽاندر سندن ٻوليءَ ۾، آوازن ۽ اچارن، لفظن جي ذخيري، ساڳين لفظن جي الڳ معنائن ۽ پڻ اهڙين ڪيترين ئي ڳالهين ۾ علحدگي ۽ اختلاف اُڀري ٿو؛ ۽ جيترا جيترا آهي ٽولا پنهنجي پنهنجي نئين ماحول ۾ پنهنجو پنهنجو اندروني ۽ باهمي سٻنڌ قائم ڪري، پنهنجي پنهنجي تاريخ جا ڪي دور گذارين ٿا، ايتريون ئي صورتون سندن اصلوڪي ٻولي اختيار ڪري وٺي ٿي. انهيءَ ڪري ماڻهن جي ڪنهن خاص تعداد جو هڪڙي ڪا خاص ٻولي

ڳالهائڻ هڪ اهڙي تہ عظيم ۽ انتهائي گنڀير حقيقت آهي، جنهن جي اهميت جو اندازو ثقافتي توڙي سياسي ميدانن ۾، پوريءَ ريت لڳائي نٿو سگهجي، ٻولي ئي آهي، جنهن جي بنياد تي قوم جو مخصوص مزاج ۽ علحده وجود نهي ٿو ۽ قائم رهي ٿو. سوَن، هزارن بلڪ لکن سالن جي تاريخي پس منظر ۾ ئي ٻولي پنهنجو مستقل وجود ۽ علحده صورت، اختيار ڪري ۽ قائم رکي سگهي ٿي. قومون پڻ پنهنجي تاريخ ۾ ايتريون ئي قديم آهن، جيتريون سندن علحده علحده ٻوليون

[مهراڻ: نمبر ٢ ۽ ٣ سال ١٩٦٤ع]



# لساني وحدت جو نظريو

سڄي ملڪ ۾ هڪ ئي زبان رائج ڪرڻ جو مسئلو اسان وٽ گهڻي وقت کان هلندڙ آهي. ان بابت گهڻي ڪان گهڻا رايا اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن ذريعي پيش ٿي چڪا آهن. انهيءَ موضوع تي ”علامہ ڪربلائيءَ“ جو هيءُ مضمون، ڪراچيءَ جي روزانہ اخبارن ”ڊان“ انگريزي ۽ ”جنگ“ اڙدو جي انقلاب نمبرن ۾، ٢٧-آڪٽوبر ١٩٦٠ع تي شايع ٿي چڪو آهي، ۽ غالباً لاهور جي روزانہ انگريزي اخبار ”پاڪستان ٽائيمس“ ۾ پڻ ساڳئي وقت ڇپيو آهي. ”ڊان“ ۾ “Concept of One Language: Danger to Pakistani Nationalism” (واحد زبان جو نظريو، پاڪستاني قوميت کي خطرو) جي عنوان سان، ۽ ”جنگ“ ۾ ”لساني وحدت اور پاڪستان“ جي عنوان سان ڇپيل انهيءَ مضمون جو سنڌيءَ ۾ ترجمو، ڪراچيءَ جي هفتيوار اخبار ”جدوجهد“ جي ١٤-نومبر ١٩٦٠ع جي اشاعت ۾، ”پاڪستان ۾ قومي زبان“ جي سرخيءَ سان شايع ٿيو آهي، ۽ اسين ”جدوجهد“ جي شڪريي سان انهيءَ مضمون کي، ان جي عام افاديت ۽ اهميت کي خيال ۾ رکندي، ”مهراڻ“ جي پڙهندڙن لاءِ پيش ڪري رهيا آهيون ـــ ادارو.

”**واحد زبان** هجڻ اسان لاءِ نهايت ضروري ۽ لازمي آهي، ۽ هڪ زبان کان سواءِ اسان جو هڪ قوم بڻجڻ ناممڪن آهي!“ هي آهن آهي زرين لفظ، جيڪي هڪ پروفيسر صاحب ميز تي زور سان مُڪ هڻندي، پنهنجيءَ زبان مبارڪ مان ڪڍيا.

صاحب موصوف جي زبان مان اهي لفظ ٻڌي مون کي سخت صدمو پهتو، ڇاڪاڻ تہ اهو خيال ڪنهن عام ماڻهوءَ جو نہ پر هڪ معزز ۽ مفڪر پروفيسر صاحب جو هو. ان جي باوجود، مون پروفيسر صاحب کي تنبيهہ ڪندي چيو تہ ”اوهين جيڪو نظريو رکو ٿا، سو پاڪستان لاءِ نهايت خطرناڪ آهي.“ پروفيسر صاحب جڏهن پنهنجيءَ راءِ خلاف منهنجو رايو ٻڌو، تہ کيس سخت تعجب ٿيو، ڇو تہ جنهن شي کي هو پاڪستان لاءِ مفيد سمجهي رهيو هو، تنهن کي آءٌ نهايت خطرناڪ ۽ نقصانڪار سمجهي رهيو هوس.

پروفيسر صاحب فرمايو تہ ”اوهين مهرباني ڪري پنهنجي نظريي جي حمايت ۾ ڪي دليل دلائل ۽ سبب اسباب پيش ڪندا تہ آءٌ اوهان جو نهايت شڪرگذار رهندس.“ پر مون کيس عرض ڪيو تہ ”براه ڪرم اوهين پهرين پنهنجيءَ راءِ جي وڌيڪ وضاحت ڪريو تہ اوهين ڪهڙي سبب ائين سمجهي رهيا آهيو تہ واحد قوم بڻجڻ لاءِ هڪ زبان جو هئڻ ضروري آهي؟ ڇا، اوهان جو ائين چوڻ مان ميءُ مقصد آهي تہ اسين اڃا هڪ قوم نہ بڻيا آهيون، ۽ هاڻي

واحد قوم بنجڻ خاطر اسان کي اول مشترڪ زبان بنائڻ گهرجي؟ جيڪڏهن اوهان جي راءِ درست آهي، ته پوءِ پهرين اوهين ٻڌايو ته اسان کي (پاڪستان کي) 'انجمن اقوام متحده' جو ميمبر ڇو بنايو ويو آهي؟"

جڏهن مون هن کي ايترو سوڙهو گهٽيو، تڏهن هو هڪدم حواس باخته ٿي پنهنجيءَ راءِ تان دستبردار ٿيڻ وارو هو، ته مون کيس وري سوڙهو گهٽيندي چيو: "اسان ڪنهن اهم قومي مسئلي تي پنهنجو بحث اڌورو نه ڇڏڻ گهرجي، پر ڏسڻ گهرجي ته اوهين جيڪا راءِ رکندڙ آهيو سا صحيح آهي يا غلط. اوهين ان ڳالهه جي تشريح ته ڪريو: آخر اوهين ڪهڙي سبب اسان جي هڪ قوم بنجڻ لاءِ هڪ ٻوليءَ جو هجڻ ضروري ٿا سمجهو؟"

جڏهن صاحب ممدوح ڏٺو ته آءٌ سندس جند نه ڇڏيندس، تڏهن هن لڇون ڪڇون ۽ طوعاً ڪرهاً فرمايو، "جناب عالي، هڪ قوم بنجڻ لاءِ ضروري آهي ته اسان جو مشترڪ ملڪ هجي، هڪ تاريخ هجي، ۽ واحد قومي زبان هجي، ۽ ان کان سواءِ ٻيون به ڪجهڙيون ۽ مشترڪ شيون هئڻ گهرجن. اسان جي وچ ۾ گهڻو ڪري ٻيون هڪجهڙيون شيون ته موجود آهن، پر واحد زبان جيڪا قوميت لاءِ نهايت ضروري آهي، سا اسان وٽ موجود نه آهي. تنهڪري منهنجو غورشده رايو آهي ته اسين اڃا تائين هڪ قوم نه بنجي سگهيا آهيون."

مون کيس جواب ڏنو، "فرض ڪريو ته اوهان جي اها ڳالهه صحيح آهي، ته پوءِ ان جي معنيٰ اها ٿي ته جيئن پاڪستان ۾ واحد مشترڪ زبان ڪانه هئي، تنهڪري اهو قائم ڪري وڏي غلطي ڪئي وئي آهي!" پروفيسر صاحب انهيءَ تي جواب ۾ فرمايو ته "جڏهن پاڪستان قائم ڪرڻ لاءِ جدوجهد پئي ڪئي وئي، تڏهن اسان جي ملڪ لاءِ واحد مشترڪ زبان وارو نظريو به قبول ڪيو ويو هو. هندستان جي مسلمانن جي واحد زبان اول ئي موجود هئي، تنهنڪري اها ئي زبان پاڪستان جي زبان ٿيڻي هئي". پر، افسوس جو پروفيسر صاحب کي هيءَ ڳالهه معلوم نه هئي ته پاڪستان قائم ٿيڻ کان اڳ هن ملڪ جي مختلف حصن ۽ علائقن جي باشندن جي زبان هڪ نه هئي — نه شهرن ۾، ۽ نه وري ڳوٺن ۾ — ان جي باوجود پاڪستاني قوم وجود ۾ آئي. ان وقت هڪ مشترڪ زبان جي عدم موجودگي اسان جي قوميت کي وجود ۾ اچڻ کان نه روڪي سگهي؛ ۽ جيئن ئي اسان جي قوم وجود ۾ آئي، تيئن 'اقوام متحده' کيس هڪ نئون ملڪ تسليم ڪري ان کي پنهنجو ميمبر بنايو. تنهنڪري، ائين چوڻ ته جيستائين هيءَ ڳالهه يا هوءَ شي نه ٿي آهي تيستائين اسين هڪ قوم نه بنجي سگهنداسين، سو ائين آهي، گويا اسين خود پنهنجي قوميت جي وجود کان انڪار ڪري رهيا آهيون — ۽ اها ڳالهه اهڙي ته خطرناڪ ۽ مجرمانه آهي، جنهن کي ڪابه عدالت هن ملڪ سان غداري ڪرڻ جي مترادف قرار ڏيئي سگهي ٿي.

حقيقت هيءَ آهي تہ جيڪي حضرات پاڪستان جي واحد مشترڪ زبان جي ضرورت تي اصرار ڪري ۽ زور ڏيئي رهيا آهن، اهي شايد نيشنلزم (قوميت) جي هڪ ۽ فقط هڪ تشريح ۽ تحريف کان ئي باخبر آهن، جيڪا ڪين اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهائي ۽ سيکاري ويئي آهي، جنهن کي عام طور تي 'لساني قوميت' جي نالي سان سڏيو ويندو آهي، ۽ جيڪا زبان جي وحدت لاءِ نهايت ضروري سمجهي ويندي آهي، جنهنڪري هڪ قوم کي ٻيءَ قوم کان الڳ سمجهيو ويندو آهي. اهڙيءَ قوميت جو بنياد 'هڪ قوم ۽ هڪ زبان' واري نظريي تي رکيل هوندو آهي. هن قسم جي قوميت يورپي ملڪن ۾ عام طرح ڏسڻ ۾ ايندي — جهڙوڪ جرمني، فرانس، انگلنڊ وغيره مختلف قومون سڏيون وينديون آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن ملڪن جون زبانون ۽ ڪي ٻيون شيون مختلف ۽ جداگانہ آهن. ان جي باوجود، هڪ زبان هجڻ واري بندش هروڀرو ۽ هر حالت ۾ ضروري ڪانہ آهي، جنهن لاءِ اسان کي ڪيترائي مثال ملي سگهندا. انگلنڊ ۽ آمريڪا جي هڪ ئي انگريزي زبان هجڻ جي باوجود، اهي ٻئي جدا جدا ۽ مختلف قومون سڏبيون رهيون آهن، سڏبيون رهن ٿيون، ۽ آئيندي پڻ سڏبيون ۽ سمجهبيون رهنديون. ساڳيءَ ريت، جيتوڻيڪ سعودي عرب، عراق، مصر، اردن، شام وغيره عرب ملڪن جي واحد قومي زبان عربي ئي آهي، پر تڏهن بہ اهي سڀئي ملڪ جدا قومون ۽ جدا ملڪ ٿا سڏجن، جنهن مان هن ڳالهہ جو ثبوت ٿو ملي تہ جيتوڻيڪ مشترڪ زبانَ واحد قوميت لاءِ تمام ضروري آهي، پر تنهن هوندي بہ ان سموريءَ ڳالهہ جو دارومدار ڪو هروڀرو انهيءَ هڪ شي تي نہ آهي. هڪ زبان هئڻ لاءِ هيءَ ڳالهہ ضروري نہ آهي تہ ڪو ان زبان جا ڳالهائيندڙ بهرصورت هڪ قوم پڻ هئڻ گهرجن؛ پر حقيقت هيءَ آهي تہ ٻہ-چار قومون بہ هڪ زبان ڳالهائينديون آهن — جيئن مٿي عرب ملڪن جو مثال آيو. حقيقت هيءَ آهي تہ ڪابہ وڏي قوم مشترڪ زبان ڳالهائڻ جي باوجود بہ، ٽن ۽ چئن قوميتن ۾ تقسيم ٿي سگهي ٿي؛ تنهنڪري هيءَ ڳالهہ ضروري نہ آهي تہ جيڪڏهن اسان جي فقط هڪ ئي زبان هوندي، تڏهن اسين هڪ قوم ضرور بنجي سگهنداسين، يا انهيءَ حالت ۾ پوءِ اسين چار قومون نہ بنجي سگهنداسين.

هن سلسلي ۾ جيڪڏهن اسين دنيا جي ڪن ٻين ملڪن مٿان نظر ڊوڙائينداسين، تہ اسان کي معلوم ٿيندو تہ جهان ۾ ڪيترا اهڙا ملڪ بہ آهن، جن جي جيتوڻيڪ هڪ مشترڪ زبان نہ آهي، پر تنهن هوندي بہ هو واحد قومون ٿيون سڏجن ۽ ليکجن: جهڙوڪ سئٽزرلئنڊ (چار زبانون)، ڪئناڊا (ٻہ زبانون)، فنلئنڊ (ٻہ زبانون)، لبنان (ٻہ زبانون)، فلپائين (ٻہ زبانون)، ڏکڻ آفريڪا جي يونين (ٻہ زبانون)، سلون (ٻہ زبانون)، افغانستان (ٻہ زبانون)؛ ۽ روس ۽ ڀارت ۾ ٻارهن کان بہ زيادهہ سُڪيہ ٻوليون ٿيون ڳالهايون وڃن. انهن سڀني ملڪن ۾ اهي ٻوليون سرڪاري طور تسليم ٿيل آهن. اهڙين قومن کي عربيءَ ۾ "متفرق اللسان"، يعني 'جدا جدا ٻوليون ڳالهائيندڙ' قومون سڏيو ويندو آهي. انهن چند مثالن مان هيءَ ڳالهہ ثابت

ٿي ته واحد زبان جو وجود ڪنهن به واحد قوميت لاءِ هر ويرو ۽ هميشه لاءِ ضروري ۽ لازمي نه آهي. انهيءَ ڳالهه مان هيءُ نتيجو نڪتو ته جڏهن اسين ائين ٿا چئون ته 'اسين مشترڪ زبان کان سواءِ پاڻ کي واحد قوم نٿا سڏي سگهون'، تڏهن اها اسين عظيم غلطي ٿا ڪريون.

گفتگو ۽ بحث مباحثي جي دوران، پروفيسر موصوف کي جنهن ڳالهه جو سڀ کان گهڻو فڪر هو، سا هيءَ هئي ته جيڪڏهن اسان پاڪستانين جي ڪا مشترڪ زبان نه هوندي، ته اسين هڪٻئي جي جذبن، خيالن ۽ احساسن کان ڪهڙيءَ ريت باخبر ٿي سگهنداسين. انهيءَ نُڪتي تي زور ڏيندي ۽ اصرار ڪندي، هن چيو: "جيڪڏهن اسين هڪٻئي کي سمجهي ئي نه سگهنداسين، ته پوءِ اسين ڪهڙيءَ ريت همخيال ٿي سگهنداسين، ۽ وري ان حالت ۾ اسان جي قومي وحدت ڪيئن قائم رهي سگهندي؟"

مون ڪيس عرض ڪيو، "آءٌ قبول ٿو ڪريان ته اها هڪ وڏي مشڪلات آهي، پر اسان جي راهه ۾ آهي به فقط اها ئي هڪ رنڊڪ، جنهن کي دُور ڪرڻ يا حل ڪرڻ، منهنجي خيال موجب، ڪا وڏي ڳالهه نه آهي. حقيقت هيءَ آهي ته هن دنيا ۾ ڪابه اهڙي مشڪل نه آهي، جيڪا حل نه ٿي سگهي." ان بعد مون پروفيسر صاحب کي عرض ڪيو ته "جنابِ من، هن مشڪل جي حل تلاش ڪرڻ کان اڳ اوهان کي هيءَ ڳالهه ضرور ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته جڏهن اوهين چئو ٿا ته اسان جي مشترڪ زبان هئڻ گهرجي، تڏهن ان ڳالهه مان اوهان جو مطلب ۽ مقصد ڪهڙو آهي؟"

پروفيسر صاحب منهنجي هن سوال جي جواب ۾ وري به ائين فرمايو ته "پاڪستان جي مختلف حصن ۽ علائقن جي باشندن جي هڪ، ۽ صرف هڪ ئي زبان هئڻ گهرجي." يعني، سندس خيال موجب، سمورا پاڪستاني پنهنجون اهي جدا جدا زبانون ڳالهائڻ ۽ استعمال ڪرڻ ڇڏي ڏين، جيڪي هو هزارن ۽ لکن سالن کان ڳالهائيندا ۽ استعمال ڪندا آيا آهن، ۽ انهن جي عيوض هو هڪ نئين زبان سکڻ شروع ڪن. شايد پروفيسر صاحب ائين سمجهي رهيو هو ته سندس اها تجويز يقيناً ڪامياب به ٿي سگهندي، ڇاڪاڻ ته سندس خيال هو ته اها 'نئين زبان' اسڪولن، ڪاليجن، اخبارن، ريڊين ۽ ٻين اهڙن طريقن وسيلي ڦهلجي سگهندي.

پروفيسر صاحب ته پاڪستان ۾ هڪ نئين زبان کي رائج ڪرڻ جو حامي ۽ قائل آهي؛ پر سوال آهي ته "ڇا، پاڪستان ۾ هڪ نئين زبان مروج ڪري سگهجي ٿي؟"

اسانجين ڪچهرين، مجلسن ۽ محفلن ۾ زبان جي مسئلي تي اهڙيءَ طرح گفتگو ڪئي ويندي آهي، ڄڻ ته زبان ڪا انجمن، جاءِ يا رانديڪو وغيره آهي، جنهن کي ختم ڪري، ڊاهي، يا ڀڃي ڀروڙي، نئين سر ٺاهي سگهجي ٿو! گهڻو ڪري اسان جا ڪيترا تعليم يافتا شخص به ائين چوندا آهن ته اسين زبان کي تمام آسانيءَ سان بدلائي سگهون ٿا. اهي صاحب وڏيڪ ائين به چوندا رهندا آهن ته 'ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو اسين سڀئي پاڪستاني، عربي

زبان يا ان کان بہ بهتر انگريزي زبان کي ڪٿي پنهنجي قومي زبان بنايون؛ ۽ پنهنجي موجوده ۽ آئينده نسلن کي نئين زبان سيکاري، قديم فرسوده زبان کي ترک ڪري ڇڏيون!' اهڙي قسم جون غلط ۽ بي معنيٰ ڳالهيون صرف ان ڪري ڪيون وينديون آهن، ڇاڪاڻ تہ اهڙي قسم جي ماڻهن هن مسئلي تي ڪڏهن بہ سنجيدگيءَ ۽ ٿڌي سيني سان غور ڪرڻ جي تڪليف نہ گوارا ڪئي آهي، ۽ نہ ان ڏس ۾ ڪا ڪوشش ئي ورتي اٿن. ٻيو سبب هي آهي تہ اڄڪلهہ جي تعليم يافتہ طبقي ۾ سنجيدگيءَ ۽ گهرائيءَ سان سوچڻ واري جوهر جي البت اڻاٺ آهي. اسان کي اهڙي قسم جون بيسود ۽ بيهوديون ڳالهيون ٻڌي نہ فقط حيرت ٿيندي آهي، پر سخت ڏک بہ ٿيندو آهي، ڇو تہ ڪن حالتن ۾ ڪيترو سارو قيمتي وقت اهڙي قسم جي بيڪار بحث مباحثي پويان وڃايو ويندو آهي، ۽ پوءِ بہ ڪو بہ شخص هن مسئلي جي بنيادي نُڪتن کي سنجيدگيءَ سان سمجهڻ، پُرجهڻ ۽ پرکڻ جي ذري ماتر بہ ڪوشش ڪونہ ڪندو آهي. ڪڏهن ائين بہ سمجهيو ويندو آهي تہ ان قسم جون ڳالهيون پيوگب چرچي ۾ ٿيون ڪيون وڃن؛ پر جڏهن ڏسبو آهي تہ ڪيترا فهميدا ۽ عقلمند، عمر رسيدا ۽ معزز اڪابر بہ اهڙي قسم جي راءِ پيش ڪرڻ لڳن ٿا، تڏهن ان کي مسخري ۽ مذاق نہ بلڪ سچ سمجهيو ويندو آهي -- ايتريقدر جو هڪ دفعي 'پاڪستان پلئننگ ڪميشن' جي هڪ چيرمن صاحب نهايت سنجيدگيءَ سان هيءَ تجويز پيش ڪئي هئي تہ پاڪستان جي مشترڪ زبان عربيءَ کي بنائڻ گهرجي!

جيڪي ماڻهو پاڪستان ۾ هڪ نئين زبان رائج ڪرڻ جا حامي ۽ مؤيد آهن، سي ڪن ٻين ملڪن جا مثال پيش ڪندا آهن: مثلاً، انگلنڊ، جتي ويلس ۽ اسڪاٽلنڊ جون زبانون انگريزيءَ ۾ مدغم ٿي ويون، آخرڪار سموري ملڪ جي زبان انگريزي ٿي وئي. ان کان پوءِ هو آمريڪا جو مثال ڏيندا آهن، جتي مختلف زبانون -- جهڙوڪ جرمني، اطالوي، فرانسي، اسپيني، وغيره -- آخرڪار انگريزي زبان ۾ جذب ٿي ويون، ۽ هيئنر آتي فقط هڪ ئي زبان، يعني انگريزيءَ کي ئي قومي زبان جو درجو حاصل آهي. اهڙيءَ طرح، هو مصر جو پڻ مثال ڏيندا آهن، جتي عربي زبان قبطين (مصر جا اصلوڪا عيسائي باشندا) جي زبان کي ختم ڪيو، ۽ سموري ملڪ جي زبان عربي بنجي وئي.

اگرچ هن مضمون ۾ انهيءَ مسئلي تي تفصيلي بحث ڪرڻ البت ڏکيري ڳالهہ آهي، تاهم هتي هيءَ ڳالهہ ٻڌائڻ نهايت ضروري آهي تہ انگريزي ٻولي ڳالهائيندڙ ماڻهن جو ويلس مٿان جيتوڻيڪ صدين کان تسلط پئي رهيو آهي، تنهن هوندي بہ هو 'ويلش' (ويلس جي زبان) کي اڃا تائين ختم ۽ نيست نابود ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيا آهن، ۽ اها زبان اڃا تائين انگلنڊ ۾ سرڪاري طور هڪ 'قومي زبان' تسليم ٿيل آهي -- حالانڪ ويلس جي پنجهتر فيصدي ماڻهن جي گهرن ۾ انگريزي ٻولي پيئي ڳالهائي وڃي. نہ رڳو ايترو، بلڪ آتي جا

وطن پرست اجا تائين ويلش لاءِ خود-حڪومت جي حق حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري ۽ لڙي رهيا آهن. جيڪڏهن ويلش زبان کي ٿورو گهڻو نقصان پهتو آهي، تہ ان جو سبب انگريزي زبان جي هردلعزيزي ۽ مقبوليت نہ، پر انگريزي زبان ڳالهائيندڙن جو ڪثير تعداد آهي، جيڪي ويلس جي باشندن سان گڏجي مسجي ويا آهن ۽ ڪافي عرصي کان مٿن غالب آهن. جيئن تہ انگريزي ٻولي ڳالهائيندڙ ماڻهن جو تعداد شروع کان وٺي اڄ ڏينهن تائين ويلس ۽ اسڪاٽلنڊ جي باشندن جي تعداد کان ڪافي وڌيڪ ٿي رهيو آهي، تنهنڪري ڪثير تعداد سبب، انگريزي ٻولي بہ ويلش ۽ اِسڪاچ زبانن مٿان غالب پئجي رهي آهي. ازان سواءِ سياسي ۽ ثقافتي ميدانن ۾ پڻ انگريزي زبان ڳالهائيندڙ ماڻهو ڪائنن مٿانهان، برتر ۽ بالا ٿي رهيا آهن.

ساڳيءَ طرح، انگلنڊ مان جيڪي انگريزي زبان ڳالهائيندڙ ماڻهو آمريڪا ڏانهن تي لڏي ويا، سي شروع ۾ آمريڪا جي آيرندي ڪناري تي آباد ٿي اتي جي سياسي ۽ اقتصادي زندگيءَ تي مسلط ٿيا ٿي، ۽ انهن جو تعداد يورپ جي ٻين حصن -- جهڙوڪ فرانس، اٽلي يا جرمنيءَ -- مان لڏي ويل ماڻهن جي تعداد کان ڪافي گهڻو هو، تنهنڪري انگريزيءَ کان سواءِ جيڪي ٻيون يورپي قومون آمريڪا جي ايرندي ڪناري تي پوءِ اچي آباد ٿيون، تن کي لاچار انهن ماڻهن (انگريزن) جي زبان سکڻي پئي، جن جو اتي جي سياسي ۽ اقتصادي، صنعتي ۽ ڪاروباري زندگيءَ مٿان اول ئي تسلط ۽ غلبو هو. ان کان پوءِ جڏهن اهي يورپي قومون (جرمن، فرينچ، اطالوي، وغيره) آمريڪا ۾ زياده تعداد ۾ اچڻ لڳيون، تڏهن اهي اتي جي دور دراز هنڌن تي وڃي آباد ٿيون، جنهنڪري انهن جو شيرازو منتشر ٿي ويو، ۽ آهستي آهستي اهي پنهنجي انفراديت وڃائي ويٺيون. انهيءَ وچ ۾ انگريزي زبان ڳالهائيندڙ ماڻهن جو وڏو تعداد اتي جي سياسي، اقتصادي ۽ معاشرتي ميدانن ۾ ڪافي وڌي چڪو هو، ۽ هرطرف ڇانئجي، زندگيءَ جي هر شعبي مٿان مسلط ٿي ويو. اهڙيءَ طرح انگريزي زبان ڳالهائيندڙ ماڻهن جي اها فوقيت ۽ برتري، انگريزي زبان جي قائم هجڻ جو سبب بني، ۽ اها ئي ٻولي سموري آمريڪا جي سرڪاري زبان تسليم ٿي وئي.

اهڙوئي مثال مصر ۾ عربي ۽ قبطي زبانن جو آهي. جيڪڏهن اتي قبطي ٻاشا جي جاءِ تي عربي زبان مروج ٿي، تہ ان جي معنيٰ اها هرگز نہ آهي تہ ڪو عربيءَ جي فتح ان ڪري ٿي جو ان قبطي زبان کي شڪست ڏني؛ دراصل عربيءَ کي اتي فوقيت، مقبوليت ۽ برتري ان ڪري حاصل ٿي جو مصر ۾ آباد ٿيندڙ عربن قبطين کي زندگيءَ جي هر شعبي ۾ شڪست ڏني. اسلامي تاريخ جي ورق گرداني ڪندي معلوم ٿو ٿئي تہ عربستان جا عرب، اسلام جي ظهور کان گهڻو عرصو اڳ-- ڪيترين صدين کان واديءَ نيل ۾ اچي آباد ٿيا هئا، ۽ آخر ۾ جڏهن حضرت عمر رضہ جي خلافت واري دور ۾ مسلمانن مصر فتح ڪيو، تڏهن تہ عرب

ويتر تمام وڏي تعداد ۾ اچي مصر ۾ آباد ٿيڻ لڳا. هو مصر جي ڪنڊڪڙڇ ۾ ڦهلجي ويا، ۽ اتي جي قبطي آبادگارن کان هر هنڌ زرعي زمينون خريد ڪري اتي جي اقتصادي زندگيءَ مٿان قابض ۽ مسلط ٿيڻ لڳا. آخرڪار مصر ۾ سندن تعداد ۽ زرعي ملڪيتون ايتريقدر تہ وڌي ويون جو لاچار حضرت عمر رضہ عربن جي مصر ۾ وڌيڪ زرعي زمينن ۽ ٻين غيرمتحرڪ ملڪيتن خريد ڪرڻ تي بندش وجهڻ جو حڪم ڪيو؛ پر ٿوري عرصي بعد حضرت عمر شهيد ٿي ويو، جنهنڪري اهو حڪم عمل ۾ نہ اچي سگهيو. ان کان پوءِ عرب، مصر ۾ هر هنڌ پکڙجي، اتي جي سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي زندگيءَ تي حاوي ٿي ويا. ان بعد هو مصر جي اصلوڪن باشندن مان وڏي پيماني تي شاديون ڪرڻ لڳا، جنهنڪري ڏينهون ڏينهن سندن تعداد ۽ آبادي وڌڻ لڳي، ۽ اٽڪل هڪ هزار سالن کان پوءِ مصر ۾ قبطي باشندن ۽ قبطي زبان جي جاءِ عرب باشندن ۽ عربي زبان ورتي. مصر ۾ موجوده وقت عربي زبان کي جيڪا ممتاز ۽ منفرد حيثيت حاصل آهي، سا ڪا سندس مقبوليت ۽ برتريءَ سبب نہ آهي، بلڪ ان جو سبب فقط اهو آهي تہ عرب تمام وڏي تعداد ۾ اتي اچي آباد ٿيا ۽ اتي جي زندگيءَ جي هر شعبي مٿان بتدريج غالب ٿيڻ لڳا ــ ۽ کين مصر کي خالص عرب ملڪ بنائڻ ۾ هڪ هزار سالن لاءِ مسلسل ۽ متواتر جدوجهد ڪرڻي پيئي، جنهن لاءِ تاريخ جا ورق گواهہ آهن.

مٿئين بحث مان هيءَ ڳالهہ ثابت ٿي تہ ڪابہ زبان يا ٻولي ڪنهن ٻيءَ زبان يا ٻوليءَ مٿان فتح نٿي حاصل ڪري، پر دراصل جڏهن ڪنهن زبان جا ڳالهائيندڙ اصلوڪن باشندن تي هر پهلوءَ کان مسلط ٿين ٿا، تڏهن مغلوب ماڻهن جي تهذيب، تمدن ۽ زبانون ختم ٿيڻ جو رخ ٿيون اختيار ڪن، ۽ انهن ۾ آهستي آهستي تبديليون ٿيون اچڻ لڳن؛ پر اهڙي قسم جي ڦيرگهير ۾ ڪافي عرصو ٿو لڳي وڃي، جيڪو ڪڏهن سوين سال ٿو ٿئي تہ ڪڏهن هزارين سال. تنهنڪري، جيڪڏهن هينئر ائين چيو وڃي تہ پاڪستاني باشندا بہ هڪ زبان ترڪ ڪري ٻي زبان اختيار ڪن، ۽ اها ڳالهہ حڪومت جي فيصلي سان يا ڪن فاضل پروفيسرن، اخبار نويسن ۽ ريڊيي جي ناشرن جي ڪوشش سان ڪامياب ٿي سگهندي، سو ائين آهي جيئن ڪنهن ناممڪن ڳالهہ کي ممڪن بنائڻ جي بيڪار ۽ بيسود ڪوشش ڪرڻ.

دنيا جي تاريخ ۾ ڪٿي بہ ڪو اهڙو مثال نٿو ملي جو ڪنهن بہ قوم پنهنجيءَ زبان، تهذيب ۽ تمدن کي پنهنجي سياسي آزاديءَ وڃائڻ کان سواءِ قربان ڪيو هجي؛ ۽ نہ وري عالم جي تاريخ ۾ اهڙو بہ مثال ملي سگهي ٿو جو ڪنهن بہ ملڪ پنهنجي سياسي آزاديءَ کي شڪست، غلاميءَ ۽ ظلم و تشدد کان سواءِ ترڪ ڪيو هجي. انهن حالتن جي مدنظر، جيڪي ماڻهو ائين ٿا چون تہ اسان کي پنهنجي زبان هين يا هڻن عام ٻوليءَ خاطر قربان ڪرڻ گهرجي، سي گويا ائين فرمائي رهيا آهن تہ چنڊ کي ڌرتيءَ تي آڻي رکجي ۽ ڌرتيءَ کي مريخ ڏانهن ڪٽي وڃڻ کپي! اها ڳالهہ بلڪل واضح آهي تہ ڪا نئين زبان ٺاهي نہ ويندي آهي؛ تنهنڪري

اسان کي مختلف زبانن جي موجودگيءَ ۾ ئي هتي رهڻو آهي. انهيءَ فرق يا اختلاف ۽ امتياز جي باوجود، اسين پاڪستاني، دنيا جي ٻين 'متفرق اللسان' قومن وانگر، هڪ قوم آهيون. هيءَ ڳالهه به اظهرمن شمس آهي ته ڪا به هڪ زبان ٽيستائين ٻيءَ زبان جي جاءِ تي نه اچي سگهندي آهي، جيستائين ٻهرين زبان ڳالهائيندڙ ماڻهن کي تاريخي، معاشرتي ۽ اقتصادي قوتون مجبور نه ڪنديون آهن — جنهن ۾ ڪئين صديون لڳي وينديون آهن. انهن حالتن ۾، ۽ حقيقتن جي روشنيءَ ۾، هينئر اسان کي اهي بيڪار ۽ بيسود ڪوششون ترڪ ڪري ڇڏڻ گهرجن ته اسان کي فلاڻيءَ يا فلاڻيءَ زبان خاطر پنهنجيءَ زبان تان دستبردار ٿي وڃڻ کپي.

هيءَ ڳالهه ڪڏهن به نه وسارڻ گهرجي ته زبان بذات خود هڪ هنڌان ٻئي هنڌ نٿي وڃي سگهي. اهي ان زبان جا ڳالهائيندڙ ماڻهوئي آهن، جيڪي انهيءَ زبان کي سياسي، معاشرتي يا تمدني ۽ اقتصادي ذريعن سان ٻين ماڻهن تائين ٿا پهچائين؛ ۽ جيئن اهي هڪٻئي سان لهه وچڙ ۾ ٿا اچن، تيئن سندن زبانون ۽ تهذيبون به هڪٻئي سان دوچار ٿيون ٿين. مثال موجود آهن، هٿ جي ڪنگڻ کي آرسيءَ جي ڪهڙي ضرورت. هندستان ۾ پارسي زبان کي ست سؤ سال برتري ۽ فوقيت رهي، پر جڏهن اتان ايراني حاڪم هليا ويا تڏهن پنهنجي پارسي ٻولي به پاڻ سان گڏ رمندا رهيا. ساڳيءَ طرح، فرينچ زبان جي حالت ڏسو، جيڪا ٿورو عرصو اڳ يورپ جي متمدن ۽ مهذب زبان سمجهي ويندي هئي، پر جڏهن فرانس جو سياسي اقتدار، عظمت ۽ برتري ختم ٿي، تڏهن سندن ٻوليءَ جي مقبوليت ۽ هردلعزيزي به ختم ٿي وئي. آئرلنڊ تي انگلنڊ اٽڪل هڪ هزار سالن تائين حڪومت ڪئي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو خود اتي جي گهرن ۾ به انگريزي ٻولي ڳالهائجڻ ۾ ايندي هئي، پر جڏهن آئرلنڊ آزادي حاصل ڪئي، تڏهن انگريزي زبان به اتان پنهنجا ٽپڙ سهيڙڻ شروع ڪيا، ۽ هينئر اتي انگريزيءَ کي ڪا خاص حيثيت حاصل ڪانه آهي. تنهنڪري، اها ڳالهه ظاهر آهي ته جيئن ته اسين پاڪستاني 'هڪ قوم ۽ هڪ زبان' واري نظريي ماتحت هڪ قوم نه آهيون، تنهنڪري اسان کي ڪنهن به هڪ عام زبان کي پنهنجي قومي ٻولي بڻائڻو نه آهي: اسان کي حقيقت بيني ٿي، حقيقتن جي روشنيءَ ۾، صحيح حالتن ۽ حقيقتن جو اقرار ڪري ۽ انهن جو قائل بڻجي، هڪ عام زبان جي قوميت واري تخيل تان دستبردار ٿي، 'مختلف اللسان قوم' بڻجڻو پوندو.

وڏي افسوس ۽ ارمان جي ڳالهه آهي جو قيام پاڪستان کان پوءِ اسين هن بنيادي حقيقت کي پٺيءَ پٺيان اڇلائيندا ۽ نظرانداز ڪندا رهيا آهيون، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو ملڪ ۾ نهايت نازڪ ۽ خطرناڪ صورتحال پيدا ٿي پئي، ۽ اسان اصل حقيقت کان منهن موڙي، قوميت جي بنيادي تخيل کي به نظرانداز ڪري، هڪ نئينءَ نوعيت واريءَ قوميت جي بنياد رکڻ جي بيسود ۽ ناڪام ڪوشش شروع ڪئي، ۽ انهيءَ خبط ۾ هيءَ بنيادي ڳالهه به وساري ڇڏيسين ته پاڪستان فقط هڪ عام ديني تمدن ۽ مشترڪ مذهبي بنياد تي قائم ٿيو آهي —

’هڪ الله ۽ هڪ رسول‘. بس اهائي هڪ مشترڪ ڳالهه هئي، جنهن سنڌين، بلوچن، پنجابين، پٺاڻن ۽ بنگالين کي، مختلف زبانن ۽ مختلف تهذيبن هوندي به، هڪ پليٽفارم تي جمع ڪيو. پر پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان فوراً پوءِ، اهي نام نهاد مغربي تعليم يافته عالم ۽ فاضل، جن فقط ’لساني قوميت‘ واريءَ قوميت بابت تعليم ورتي هئي، سي خود پنهنجيءَ قوميت تي شڪ شبهي جو اظهار ڪرڻ لڳا؛ جنهنڪري هو پنهنجي ملڪ (پاڪستان) لاءِ به قوميت جي نئين بنياد رکڻ جا پُور پچائڻ لڳا: يعني سندن غورشده رايو هو ته پاڪستان جو بنياد به ’هڪ قوم ۽ هڪ زبان‘ واري تخيل تي رکڻ گهرجي، جنهن جو ظاهر ظهور ۽ عملي طور مطلب ۽ مقصد پاڪستان جي بنيادي نظريي جي انحرافي ڪرڻ جي مترادف هو. ان جي معنيٰ اها هئي ته پاڪستان هيتري ساري تاريخي دور ۾ جيڪي ڪجهه حاصل ڪيو آهي، ان کان منڪر ۽ منحرف ٿي وڃجي؛ ۽ ان جي ته ۾ اها ڳالهه سمايل هئي ته پاڪستان لاءِ هڪ اهڙو نئون نظريو قائم ڪيو وڃي، جيڪو پاڪستان جي حفاظت جي راهه ۾ سڀ کان زياده مضر ۽ خطرناڪ هو. (ٿي سگهي ٿو ته ان تخيل جا محرڪ ۽ حامي ان جي خطرناڪ نتيجن کان باخبر نه هجن.)

انهن ۽ اهڙي قسم جي ٻين خطرن ۽ خدشن جي باوجود، هن نظريي کي معقول ۽ مقبول سمجهي، تجربي طور، اوڀر بنگال ۾ ان کي عمل ۾ آڻڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي وئي، جتي ان جي شديد مخالفت ڪئي وئي، ڇاڪاڻ ته بنگالين سمجهيو ته انهيءَ تخيل تي عمل پيرا ٿيڻ سان اسان جي سياسي ۽ تعليمي ترقيءَ ۽ واڌاري جي راهه ۾ وڏيون رنڊڪون حائل ٿينديون. بنگالين طرفان سخت مخالفت ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو ڍاڪا ۾ شاگردن مٿان گوليون هلايون وييون، جنهنڪري ساري ملڪ کي حد کان زياده صدمو پهتو. پر افسوس جو ملڪ جي ڪن چند ماڻهن کان سواءِ ٻين ان واقعي مان سبق حاصل ڪرڻ جي ڪا ڪوشش نه ڪئي، ۽ نه وري ماڻهن ان ڳالهه جي سمجهڻ جي ئي تڪليف ورتي ته اهو واقعو ڪهڙيءَ موتمار ڪارروائيءَ سبب ٿي گذريو! ان هوندي به، انهيءَ حادثي جو هڪ احسن نتيجو هيءُ نڪتو جو اسان جي ملڪ مان ’هڪ قوم ۽ هڪ زبان‘ واري ان تخيل جون پاڙون هميشه لاءِ پٽجي وييون، جيڪو تخيل اسان جي ملڪ جي بنياد کي ڪمزور ڪري رهيو هو. اوڀر بنگال جي انهيءَ واقعي آخرڪار اسان جي ڪوتاه بين ۽ ناعاقبت انديش سياسي فيلسوفن کي پنهنجي ان نظريي تان دستبردار ٿيڻ تي مجبور ڪيو، ۽ اهڙيءَ طرح انهن پاڪستان جي آئين ۾ ٻن سرڪاري ٻولين — بنگالي ۽ اردو — وارو نظريو قبول ڪيو.

پر افسوس جو اهڙي افسوسناڪ حادثي جو اثر اولهه پاڪستان اندر صحيح معنيٰ ۾ ۽ شدت سان محسوس نه ڪيو ويو، جتي ڪيترن نام نهاد مفڪرن وٽ ’مشترڪ زبان‘ واري نظريي جو قائل ۽ حامي هجڻ هڪ قسم جو فيشن بنجي چڪو هو. بنگال ۾ پيش آيل حادثي

مان مليل سبق يڪلخت وساريو ويو، ۽ جيتوڻيڪ آئين ۾ ’هڪ يونٽ‘ واري نظريي کي ترڪ ڪيو ويو هو، پر تنهن هوندي به ڪيترا ناليا ۾ نهال قسم جا سياسي مفڪر ان جي تائيد ۽ حمايت ڪندا رهيا. ’ون يونٽ‘ سرڪارانهيءَ (هڪ زبان واري) نظريي جي سرڪاري طرح حمايت ڪرڻ شروع ڪئي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هن مسئلي تي ڪافي ڪشيدگي، ڪشمڪش ۽ تلخيءَ جي فضا پيدا ٿي. البت اها اوير بنگال جهڙي شديد ۽ خطرناڪ نه هئي، تنهنڪري ’ون يونٽ‘ سرڪار کي اندروني اختلافن ۽ نااتفاقين سان دوچار ٿيڻو پيو.

اسان کي پنهنجي گذريل تيرهن سالن جي تازيءَ تاريخ مان ان ڳالهه جو ڪافي ثبوت ملي ٿو ته ڪهڙيءَ طرح مختلف مرحلن ۽ منزلن تي ’هڪ زبان‘ واري تخيل اسان جي قومي وحدت کي ڪمزور بنايو آهي، ۽ ڪيئن مشترڪ زبان ذريعي ملڪ کي مستحڪم ۽ مضبوط بنائڻ وارين ڪوششن، عملي طرح، الٽو اسان جي قومي وحدت جي شيرازي کي منتشر ۽ درهم برهم بڻي ڪيو آهي. اسان جي ملڪ ۾ گذريل چند سالن ۾ جيڪي ڪجهه ٿيو آهي، تنهن مان اسان کي شايد اڃا ڪافي سبق نه مليو آهي!

’لساني وحدت‘ واري نظريي جي حمايت ڪرڻ سبب اسان جي ملڪ ۾ جيڪو مونجهارو ۽ ڪشيدگي پيدا ٿي، تنهن اسان جي سموريءَ قومي زندگيءَ تي خراب اثر وڌو آهي؛ تنهنڪري هينئر ضروري آهي ته اسين هن اهم مسئلي تي نئين سر غور ۽ ويچار ڪرڻ شروع ڪريون. اڃو ته اسين سچائيءَ ۽ اخلاص سان اها ڳالهه قبول ڪريون ته پاڪستاني قوميت هڪ حقيقت آهي، پر ان ۾ ’مشترڪ زبان‘ لاءِ ڪابه ضرورت ۽ گنجائش ڪانه آهي. جيڪڏهن اسان کي اڃا به ڪي شڪ شڪوڪ نظر اچن، ته اسان جو فرض آهي تہ ان حالت ۾ اسين ’نيشنلزم‘ (قوميت) جي مختلف قسمن، ان جي طبعي خصوصيتن، معنيٰ وغيره جو مطالعو شروع ڪريون، جنهن جو لازمي نتيجو اهو نڪرندو ته اسان کي پنهنجي باري ۾ جيڪي شڪ شبها آهن، تن جي اصلاح ٿي ويندي.

اسان کي قوميت جي مختلف قسمن جي تعريف ۽ تشريح کان اڳ، ان جي صحيح معنيٰ ۽ مطلب سمجهڻ گهرجي. حقيقت هيءَ آهي ته نيشنلزم هڪ ذهني ڪيفيت جو نالو آهي. جڏهن اسين هڪ قوم هجڻ جو فيصلو ٿا ڪريون، تڏهن اسين واقعي هڪ قوم ٿا بڻجي وڃون. اسان جي سماجي ۽ معاشرتي زندگيءَ ۾ ڪي اهڙيون طاقتون ۽ قوتون ظاهر ٿيڻ لڳن ٿيون، جيڪي اسان کي لازمي طور هڪ قوم بڻجڻ تي آماده ٿيون ڪن. ڪي مشترڪ رجحان، مشترڪ احساس، مشترڪ جذبا ۽ خيال، اسان کي هڪبئي جي وڌيڪ ويجهو ٿا آڻين، ۽ درجي بدرجي اسان کي ان ڳالهه کان آگاهه ٿا ڪن ته اسان کي پاڻ ۾ هڪ ٿيڻ گهرجي. ڪڏهن اهڙي قسم جا مشترڪ رجحان ۽ احساس، ڪافي عرصي تائين گڏجي مصيبتن ۽ تڪليفن سهڻ سبب ٿا پيدا ٿين — جيئن گذريل هندستان جي حالت ۾ ٿيو، جتي جا باشندا هڪ هزار سالن کان به وڌيڪ عرصي تائين سامراجي حاڪمن جي غلاميءَ هيٺ رهيا. ڪڏهن اهڙي قسم جا

رجحانَ مشترڪ تمدني ورثي سبب پڻ پيدا ٿيندا آهن — جهڙيءَ طرح اسرائيل جي يهود ين ۾ پيدا ٿيا، پاڪستان جي مسلمانن ۾ آيرِيا، ۽ شهنشاهي نظام خلاف روس جي عوام ۾ پيدا ٿيا، جتي اهو نظام ختم ڪري، مزورن جي حڪومت قائم ڪئي وئي، جنهن نظام موجب ڪوبہ طبقو ٻئي طبقي کان ممتاز ۽ مٿانهون نٿو رهي. ڪڏهن ڪڏهن اهڙي قسم جا احساس ۽ رجحانَ مشترڪ نسلي، مشترڪ علاقائي، ۽ مشترڪ لساني جُزن سبب پڻ آپڙندا آهن. تنهنڪري، 'نئشنلزم' جو احساس، رجحان ۽ جذبو، مختلف قسم جي اجزاء ۽ عوامل جي گڏجڻ سببان پيدا ٿيندو آهي؛ ۽ اهو ڪنهن هڪ گروهہ ۾ 'هڪ قوم هجڻ' جو جذبو پيدا ڪري، ڪين ڪنهن مخصوص ايراضيءَ تي سندن قومي حقن جي دعويدار بنجڻ تي آماده ڪندو آهي. انهن حالتن جي روشنيءَ ۾ هيءَ ڳالهہ ثابت ٿي ته هڪ قسم جي نئشنلزم جي نوعيت ٻئي نوع جي نئشنلزم کان بلڪل مختلف ۽ جداگانہ ٿئي ٿي. نئشنلزم جي تعريف ۽ تشريح لاءِ اهو بيان بلڪل مختصر آهي، ۽ انهن صاحبن لاءِ ڪافي نہ ٿيندو، جيڪي هر مسئلي جي مختلف پهلوئن بابت وڌيڪ وضاحت ۽ صفائيءَ جا طالب هوندا آهن؛ اهڙي قسم جي ساٿين کي اسان جو مشورو آهي ته ڪين هن موضوع جو نهايت ڳُوڙهو مطالعو ڪرڻ گهرجي، ڇو ته نئشنلزم جو موضوع تمام اهم ۽ وسيع آهي.

پاڪستاني نئشنلزم جي صحيح قسم سمجهڻ ۽ معلوم ڪرڻ بعد، اسان کي پروفيسر صاحب جي ان بنيادي سوال بابت ڪو فيصلو ڏيڻو آهي، جنهن ۾ هن فرمايو هو ته 'جيڪڏهن اسان کي مشترڪ زبان نہ هوندي، ته پوءِ پلا اسين پنهنجو قصو ڪيئن هلائي سگهنداسين؟' انهيءَ مان سندس مقصد اِهو هو ته جيڪڏهن اسان وٽ هڪ 'عام بولي' نہ هوندي ته پوءِ اسين پنهنجي حڪومت، فوج، تجارت، صنعت وغيره سان تعلق رکندڙ ڪاروبار ڪهڙيءَ ريت هلائي سگهنداسين؛ ۽ جيڪڏهن اسان جي ملڪ جي مختلف حصن جون بوليون جدا جدا هونديون ته پوءِ اسين هڪٻئي جي قريب ڪيئن اچي سگهنداسين؟ انهيءَ سلسلي ۾ اسان جي راهہ ۾ جيڪي مشڪلاتون ۽ رنڊڪون پيش اچي سگهن ٿيون، تن جي اهميت کان ڪوبہ انڪار نٿو ڪري سگهجي. پر ان جو حل اسان کي جذباتي طور نہ، بلڪ حقيقت پسندانہ طور تلاش ڪرڻو پوندو.

هن سلسلي ۾ مون کان سئٽزرلنڊ جي هڪ پروفيسر صاحب جا اهي معقول ۽ منطقي گفتا اچا نٿا وسرن، جيڪي هن منهنجي هڪ سوال جي جواب ۾ چيا هئا. مون کانئس پڇيو هو ته "ڪهڙي سبب اوهان جي ملڪ ۾ چار زبانون، سرڪاري ۽ قومي زبانون تسليم ٿيل آهن؟ ڇا، ان ڪري اوهان جون قوتون زائل نٿيون ٿين؟ اوهان جي سرڪار کي ڇئن زبانن ۾ ڪتو ڪپائڻو ٿو پوي، تنهنڪري ڇونٿا ڪنهن بہ هڪ زبان کي سڄي ملڪ لاءِ قومي ۽ سرڪاري زبان ٺهرايو؟" هن ڀلي مانس جواب ڏنو، "سرڪار جي معنيٰ آهي پنهنجيءَ رعيت جي خدمت ڪرڻ؛ جيڪڏهن سرڪار پنهنجي مفاد کي عوام جي مفاد کان بالا ۽ برتر سمجهي

ته اها حڪومت نه پر عوام لاءِ ظلم، استبداد ۽ تشدد آهي! جيڪڏهن اسين پنهنجي ملڪ ۾ فقط هڪ زبان مروج ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين، تہ گويا اسين پنهنجن هٿن سان پنهنجي قومي ۽ ملڪي وحدت کي ٽڪر ٽڪر ڪنداسين. ڇا، اها حقيقت نه آهي تہ اسان وٽ ڇئن زبانن جي هڪجهڙيءَ حيثيت هوندي به اسان جو ملڪ گذريل ستن سوَن سالن کان نهايت امن امان ۽ صلح سانت سان برقرار رهندو ۽ ترقي ڪندو رهي ٿو؟"

مطلب تہ جڏهن اسين چئون ٿا تہ هڪ يا هُن زبان کي ملڪ جي قومي زبان بنائڻ گهرجي، تڏهن اسان جي ائين چوڻ جو مقصد ۽ مطلب دراصل هيءُ آهي تہ ماڻهن جو هيءُ يا هُو گروهہ، ٻين ماڻهن مٿان ذهني ۽ فڪري، تعليمي ۽ سياسي، انتظامي ۽ ڪاروباري ميدانن ۾ حڪومت ڪري: جو تہ انهن کي پنهنجيءَ زبان ذريعي فقط پنهنجن غرض ۽ مفادن کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ لازمي ۽ قدرتي موقعا فراهم ٿي سگهندا، ۽ ٻئي طرف جن گروهن جي زبانن کي نظرانداز ڪيو ويندو، تن کي زندگيءَ جي ڊوڙ ۾ ٻهرئين گروهہ جي معيار تي پهچڻ لاءِ صدين جون صديون لڳي وينديون: تنهن جي معنيٰ اِها ٿي تہ جن گروهن جي زبانن کي ختم ڪيو ويندو، تن لاءِ ترقيءَ جون سموريون راهون ۽ رستا بند ڪيا ويندا؛ ۽ جنهن گروهہ جي زبان کي سڄي ملڪ لاءِ 'قومي زبان' جو سرڪاري درجو ملندو، تنهن کي ٻين سڀني جو حاڪم ۽ ليڊر تسليم يا مقرر ڪيو ويندو!

ڪي صاحب وري هيءَ تجويز پيش ڪندا آهن تہ نڪا 'هيءَ' نڪا 'هوءَ'، پر وچان ٿي ڪا 'ٽين' زبان، ڪا غير ملڪي زبان، قومي ۽ سرڪاري زبان بنائڻ گهرجي، تہ جيئن ڪنهن بہ ڌر کي شڪايت جو موقعو نہ ملي سگهي. اسان جو خيال آهي تہ انهيءَ رٿ مان پوري پوري فيض حاصل ڪرڻ لاءِ، هيتي جي ڪنهن بہ هڪ يا هُن گروهہ کي ملڪ ۾ رهڻ ئي ڇو ڏجي، بلڪ چونہ انهن مڙني کي ملڪ مان نيڪالي ڏيئي، جلاوطن ڪري، پاڪستان جي سموري آبادي ئي ڪنهن اهڙي ٻاهرئين ملڪ مان گهرائي هيتي رهائجي، جنهن جي زبان لازمي طرح مشترڪ هجي؟— تہ جيئن 'نہ رهي بانس ۽ نہ وڃي بانسري'! جيتوڻيڪ اسان جي هيءَ تجويز واقعي عجيب غريب ذهن ۾ ايندي، پر سچ پچ تہ ڪنهن غير ملڪي زبان کي پنهنجي قومي ٻولي بنائڻ واريءَ رٿ کان اها صدبار وڌيڪ معقول، مناسب ۽ منطقي آهي. اسين مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ ڪنهن بہ ٻوليءَ کي پير يا پَرَ ڪونہ ٿيندا آهن جو اها سفر يا پرواز ڪري ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ وڃي پهچي، پر هرهڪ زبان جا ڳالهائيندڙ ئي ان کي ٻين ملڪن تائين نيندا آهن.

مطلب تہ اسين هينئر هن نتيجي تي پهتاسين تہ اسان جي مسئلي جي نوعيت نظرياتي نہ، پر عمل هيٺ آڻي سگهڻ جهڙي آهي. اسان کي ڪو اهڙو مناسب ۽ موزون رستو ۽ طريقو

ايجاد ڪرڻو پوندو، جنهن ڪي عمل ۾ آڻڻ سان اسين هڪبئي سان خيالن جي ڏي-وٺ ڪري سگهون: ٻين لفظن ۾، جيڪڏهن ڪو پنجاب جو رهواسي ملازمت يا تجارت وغيره جي سلسلي ۾ سنڌ ڏانهن وڃي ته سنڌين سان آسانيءَ سان تبادلہ خيال ڪري سگهي، ۽ ساڳيءَ طرح جيڪڏهن سنڌ جو رهواسي پنجاب ڏانهن وڃي ته هو به اتي جي ماڻهن سان پنهنجن خيالن جي ڏي-وٺ آسانيءَ سان ڪري سگهي. ان ريت، ڪو اهڙو ذريعو تلاش ڪرڻ گهرجي، جيئن ملڪ جي مختلف حصن سان تعلق رکندڙ مرڪزي سرڪار جا ملازم هڪبئي کي آسانيءَ سان سمجهي پُرجهي سگهن. اسان جي هن مسئلي جي نوعيت مشڪل ۽ منجهيل نہ، پر بلڪل آسان ۽ محدود آهي. حقيقت هيءَ آهي ته ان مسئلي جو تعلق فقط چند سؤ سرڪاري ملازمن ۽ ٻ-ٽي هزار تاجرن سان آهي: ڇا، ان جو حل هيڏي ساري قوم نٿي تلاش ڪري سگهي؟

آءٌ پنهنجي بحث ختم ڪرڻ کان اڳ هيءُ مشورو ڏيڻ ضروري ٿو سمجهان ته پاڪستان جي ٻين سڀني زبانن کي ختم ڪري فقط هڪ زبان کي قومي زبان ۽ سرڪاري زبان جي درجي ڏيڻ واري تخيل کي بعيد از قياس، غلط، بي معنيٰ، غير منطقي، ناممڪن، ۽ قوم ۽ ملڪ لاءِ هاڃيڪار ٺهرائي، ان تي پنهنجين مجلسن ۽ ميٽنگن ۾ بحث مباحثي ڪرڻ جو سلسلو هڪدم بند ڪرڻ گهرجي؛ بلڪ جيئن ته اهڙي قسم جو فضول پرچار اسان جي ثقافت ۽ قوميت لاءِ نهايت مهلڪ ۽ موتمار آهي، تنهنڪري ان تي قانوني طرح بندش پوڻ گهرجي. هن مسئلي سبب انتظامي، تجارتي ۽ معاشرتي لقط نگاهہ کان اسان جي راهہ ۾ جيڪي ناهمواريون ۽ دشواريون حائل آهن، تن جي حل ڪرڻ لاءِ ان جو انهيءَ تائين مطالعو ڪرڻ گهرجي، جنهن حد تائين اهو قابل عمل هجي.

اسان جو فرض آهي ته اسين پنهنجيءَ روزمره جي گفتگو ۽ بحث مباحثي مان "پاڪستان جي قومي زبان" وارا لفظ هميشہ هميشہ لاءِ ترڪ ڪري ڇڏيون، ۽ انهن بدران اسان کي "پاڪستان جون قومي زبانون" جا لفظ استعمال ڪرڻ گهرجن. ان جو اهو نتيجو نڪرندو جو اسان جي روزاني گفتگوءَ مان 'پاڪستان جي قومي زبان' جي مقابلي ۾ 'علاقائي زبان' واري ترڪيب رفتي رفتي متروڪ ۽ مفقود ٿي ويندي؛ ڇو تہ جڏهن 'واحد قومي زبان' واري نظريي کي ناپسنديده ۽ ناقابلِ عمل قرار ڏنو ويندو، تڏهن سياويڪ طور پاڪستان جي سڀني 'علاقائي زبانن' کي 'پاڪستان جون قومي زبانون' سڏيو ويندو.

اچو ته غلط قياس آرائيون ۽ مفروضا، بي معنيٰ تشريحون ۽ ترڪيبون، ۽ بي بنياد مشابهتون ۽ تمثيلون ترڪ ڪريون، ۽ پنهنجي ذهني ۽ تعليمي، سياسي ۽ ثقافتي ترقيءَ کي روڪجڻ کان بچايون. اسان کي فقط پنهنجي سرڪاري ۽ قومي زبان، يا سرڪاري ۽ قومي زبانن، کي مقرر ۽ مروج ڪرڻ، يا هڪبئي سان خيالن ۽ جذبن جي ڏي-وٺ ڪرڻ لاءِ ڪي ذريعا

۽ طريقا ئي تلاش ڪرڻا آهن، جا ڳالهه اسان لاءِ تمام مشڪل نه، پر بلڪل آسان آهي — جنهن سلسلي ۾ سوويت روس، سئٽزرلنڊ، ۽ دنيا جي ٻين سيني 'متفرق اللسان' ملڪن جي حالتن جو مڪمل طور ۽ وسيع مطالعو اسان جي رهبري ڪندو.

[مهراڻ: نمبر ۳، ۴ سال ۱۹۶۰ع]

(نوٽ: 'لساني وحدت جو نظريو'، اصل ۾ جناب محمد مسعود صاحب، سيڪريٽري محڪمه آبادڪاري، مغربي پاڪستان جو لکيل مقالو آهي، جو علامه ڪربلائيءَ جي ڏالي سان 'ڊان'، 'جنگ' ۽ 'پاڪستان ٽائمس' ۾ ڇپيو هو.

ان سلسلي ۾ سنڌ ۾ هڪ مختصر تقرير، جا سنڌ ۾ اصل ڏالي ۽ عهدي سان 'ٻارن جي تعليم' جي موضوع تي لاهور ۾ ٿي هئي، سا ٻڌ هن پرچي ۾، 'تعليمي زبان'، واري حصي ۾ پيش ڪيل آهي.)



"منهنجي خيال ۾، ڪائنات جي عظيم معجزن مان سڀ کان وڏو معجزو زبان آهي. ائين ٿو معلوم ٿئي ته زبان جي ايجاد، تعمير ۽ ترڪيب ۾ ڪائنات جو خالق خود به حصيدار آهي. ڪير چئي سگهندو ته فلاڻيءَ زبان جو ايجاد ڪندڙ فلاڻو ماڻهو، فلاڻو عالم، فلاڻو سائنسدان يا فلاڻو فيلسوف آهي؟ زبان تہ انسانذات جي هزارن ورهين جي ميل جول، نشست برخواست، ڪار وهنوار، شاديءَ غميءَ، جنگ ۽ امن، وغيره جي مسلسل عمل مان ظاهر ٿيل هڪ معجزو آهي. ان کي ليست نابود ڪرڻ، هڪ عظيم نعمت کي ٺڪرائڻ جي برابر آهي، ۽ ان کان بيرخي اختيار ڪرڻ ناشڪري آهي. ان ڪري، منهنجو اهو عرض آهي ته ملڪ ۽ ملت، بلڪ ڪُل انسانيت جي فائدي ۽ بهتريءَ خاطر، ائين سمجهڻ کپي ته زبان ڪهڙي به هجي، ڪنهن جي به هجي، هڪ مقدس امانت آهي، ۽ ان جي حفاظت ۽ پرورش ڪرڻ انسان جو فرض آهي. زبان جي جهوليءَ ۾ جيڪي روايتون ۽ خصوصيتون پيل آهن، تن مان ان طرح فائدو حاصل ڪرڻ کپي جو اهي هرڪنهن جي ڪم اچن......"

[پاڪستان جي علائقائي زبانن جي ڀهرينءَ ڪانفرنس، (لاهور) ۾ ڪيل مولانا عبدالقادر، پشتو اڪيڊمي، پشاور، جي تقرير مان اقتباس]

# ٻوليءَ جي اصلاح

| | |
|---|---|
| سنڌي لغت | - ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ڏال مصالح ڇنڊڻيءَ سان | - ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي |
| اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ غلط معنائن جو ڦهلاءُ | - ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي |
| سنڌيءَ جي ڏکدائڪ حالت | - ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي |

"قومن جو بقاءُ، قومن جي ڪارنامن ۽ عملن تي منحصر آهي. ورنہ قومن پنيان قومون، ترقيءَ جي استعداد نہ رکڻ سبب، هڪبئي پنيان نابود ٿي ويون، جڻ تہ هيون ئي ڪين، ۽ سندن وجود صرف هڪ 'ڏند ڪٿا' جي صورت اختيار ڪئي."



"ثابت ٿو ٿئي تہ جي علم ۽ جي زبانون بني نوع انسان واسطي تنزل ۽ بيماريءَ جا اسباب پيدا ڪن ٿيون، تن کي ناس ڪرڻ ۽ مٽائڻ فطرت پنهنجو فرض تصوّر ڪري ٿي. اهڙيءَ صورت ۾، جا قوم پاڻ کي خواهہ پنهنجي زبان کي بقاءُ ڏيڻ ٿي گهري، تنهن کي لازمي طور صحيح نموني ۾ 'ذڪر' ۽ 'فڪر' کان ڪم وٺڻو پوندو، ۽ ترقيءَ جا رستا ڳولڻا پوندا؛ ان سان گڏوگڏ ڪيس رذالت کان بچڻو پوندو، ورنہ بيعزتيءَ جو موت مٿس لازمي آهي."



"ڪلمي جي بقاء جو مدار آهي سندس افاديت ۽ ترقي پذيريءَ تي، جيستائين ڪنهن بہ شي جي زندگيءَ جا جملي اطوار ۽ سڀ اسباب موجود نہ هوندا، تيستائين اوهين انهيءَ شي کي زنده رکڻ ۽ زندگي بخشڻ جي ڪيتري بہ ڪوشش ڪريو، تہ ڪامياب ٿي نہ سگهندا. اهو فطرت جو هڪ ڪليو ۽ اٽل قانون آهي. ياد رکو، جا شي 'بي معني' آهي، اها مري چڪي آهي."



"ڪنهن بہ قوم يا ڪنهن بہ ڪتاب يا ڪنهن بہ زبان جي بقاء جو دارومدار صرف هن ڳالهہ تي آهي تہ اهي ايندڙ نسلن کي ڪهڙو ڪم ڏيندا، ۽ ان سان گڏوگڏ، بني نوع انسان کي ترقيءَ تي گامزن ڪندا يا انهيءَ جي برعڪس مورڳو ئي تنزل ڏانهن راغب ڪندا.

"پهرينءَ صورت ۾ فطرت انهيءَ کي لازمي طور زنده رکندي، ۽ ٻئينءَ صورت ۾ اهڙي قوم، اهڙي ڪتاب، خواهہ اهڙيءَ زبان کي مٽائڻ لاءِ فطري قانون بهرحال ڪوشان رهندو." —علامہ آءِ، آءِ، قاضي

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# سنڌي لغت

## (لـکپڙهه)

تسليم:

تاريخ ٢٨- نومبر تي اوهان سان ملاقات جي دوران ۾ سنڌي لغت ۽ سنڌي لفظن جي تحقيق ۽ انتخاب جي سلسلي ۾ تبادلهء خيالات جو موقعو مليو. اوهان سان گفتگوءَ جي بناء تي آءٌ مناسب سمجهان ٿو ته هن سلسلي ۾ پنهنجا خيالات اوهان جي سامهون رکان.

اوهان منهنجي ذهن نشين ڪرايو هو ته اوهان سنڌي زبان جي هڪ اهڙي 'لغات' تيار ڪري رهيا آهيو جا بلڪل مستند ۽ مڪمل هوندي. مگر سوال آهي ته ڪهڙن اصولن جي بناء تي، ڪهڙن لفظن کي انهيءَ 'لغات' ۾ جڳهه ڏجي ۽ ڪهڙن کي خام سمجهي ڇڏي ڏجي. درحقيقت هي مسئلو جيترو قدر اهم آهي، اوترو ئي پيچيده آهي. مون کي معلوم نه آهي ته اوهان پنهنجي رٿيل ڪم جا بنيادي اصول ڪهڙا نهرايا آهن. هن مسئلي جي خاطر خواهه جو دارومدار، رٿيل لغات جي دائري ۽ ان جي طريقهء ڪار لاءِ نهرايل اصولن تي مبني ٿي سگهي ٿو.

دائرو:

لغات جي دائري متعلق اوهان فرمايو هو ته: اسين هڪ اهڙي لغات بنائي رهيا آهيون جنهن جي بناء تي جيڪر يونيورسٽي هلائي سگهجي. انهيءَ مان ظاهر آهي ته اوهان جي رٿيل لغات جو دائرو نهايت وسيع آهي، تاهم هن ڳالهه کي تسليم ڪرڻو پوندو ته سڄي سنڌي زبان، هڪ ئي ڏک سان، ڪنهن به رٿيل ڪتاب ۾ سمائجي ڪانه سگهندي. انهيءَ ڪري منهنجي استدعا آهي ته هن سلسلي ۾ اوهان جو 'بورڊ' سنڌي ٻوليءَ جو دائرو، رٿيل سنڌي لغات کان يقيني طور وسيع تر تسليم ڪري، ۽ رٿيل سنڌي لغات کي، زياده ۾ زياده، سنڌي زبان جي لفظن جي تحقيق ۽ چونڊ جي سلسلي ۾ صرف هڪ انتهائي عالمانه ڪوشش قرار ڏئي. آءٌ هي تجويز انهيءَ ڪري اوهان جي آڏو رکان ٿو جو مون کي ڪن ٻيرولي افواهن خواهه اوهان جي چند اشارن مان ائين سمجهه ۾ آيو ته مبادا هن سنڌي لغات کي قطعي طور مستند ۽ مڪمل لغات جي حيثيت ۾ انهيءَ نظريي سان پيش ڪيو وڃي ته جو لفظ هن لغات ۾ ڪونهي ۽ جيڪي به تسليم شده لفظ سنڌي زبان ۾ ٿي سگهن ٿا، سي سڀ هن لغات ۾ موجود آهن.

اهڙي دعوا سنڌي لغت جي واڌاري توڙي وسعت (جو اوهان جو حقيقي مقصد آهي) ۾ رڳو بي لتيجي رڪاوٽ ثابت ٿيندي، جنهن مان لڪي هڙ لڪي حاصل.

طريقهءِ ڪار:

هن ڪم راس ڪرڻ لاءِ تي منزلون طي ڪرڻيون آهن: ١- لفظن جو استخراج يا چونڊ يا انتخاب، ٢- انهن لفظن جو اشتقاق ۽ صورتخطي، ٣- لغات ۾ انهن لفظن جي ترتيب. اڄ پوين ٻن بحثن ڪي ڇڏيندي (ڇاڪاڻ جو انهن متعلق اسان جي درميان ڪاب گفتگو ڪانه ٿي هئي)، پهرين موضوع تي هن موقعي تي ڪجهه عرض ڪندس.

اصول انتخاب:

درحقيقت انتخاب جو نالو ئي خطرناڪ آهي، ڇو تہ انتخاب جي اصول موجب، هڪ جم غفير ۽ بيشمار ذخيري مان صرف اهي 'ٿورا' الفاظ مقبول پوندا جي 'ٿورن' انتخاب ڪندڙن جي مخصوص معيار تي پورا لڪرلدا. اڄ ڏينهن تائين انهيءَ انتخاب جي واڳ صرف شهري ڪتابدالن جي هٿ وس پئي رهي آهي، جنهن جا ٻہ نتيجا نڪتا آهن:

(١) تہ هن وسيع سنڌي زبان جي وسيع دائره مان صرف ڪتابدانن جي ڪتابي ٻولي ڪي ئي ادبي ٻولي جو شرف مليو آهي.

(٢) ۽ انهي ڪري سنڌ جي عوام ۽ اهڙن پڙهيلن جي درميان وڏي گهاري پئجي ويئي آهي، ۽ ٻنهي طبقن جي 'زبان' توڙي 'بيان' ۾ زمين آسمان جو فرق پيو نظر اچي. منهنجو يقين آهي تہ جيستائين عام محاورن کي خاص ڪتابي ٻولي تي ترجيح ڏيئي، ان کي هن تي غالب نہ ڪيو ويندو، تيستائين هنن ٻن گروهن جي وچ ۾ نڪي هي وِڇي ٻرجي تہ نڪي هي گهاري گهٽجي. مون کي معلوم ڪري نهايت خوشي ٿي تہ اوهان پڻ هن ساڳئي خيال جا آهيو. منهنجي زوردار راءِ آهي تہ اوهان جو بورڊ بہ عام محاوري ۽ عام ٻولي جو پورو پورو حق تسليم ڪري.

سنڌي لغت جا سرچشما:

سنڌي لغات جا ٻہ مکيہ سرچشما آهن:

(١) غير سنڌي ٻوليون، (٢) سرزمين سنڌ جي زبان پنهنجي مڙني محاورن سميت.

انتخاب جو اصول صرف پهرئين سرچشمي مان ذخيري جمع ڪرڻ وقت لڳائڻ مناسب ٿيندو. منهنجي نظر ۾ انهيءَ سرچشمي مان اهي سيئي الفاظ پنهنجا ڪيا وڃن جيڪي هن کان اڳ، سنڌ جي ٿورن يا گهڻن باشندن، ڪنهن هڪ يا گهڻن موقعن تي، سنڌي زبان ڳالهائيندي استعمال ڪيا هجن. مگر نہ اهي الفاظ، جي موجوده سياسي ڪشمڪش سبب عملاً ۽ ارادتاً ڌارين زبانن مان ورتا ويا هجن.

اوهان پنهنجي دوران گفتگو ۾ غلط العام جي اصول ڏانهن اشارو ڪيو هو. غلط العام جو اصول قطعي طور تي صرف عربي ۽ فارسي لفظن سان لڳايو وڃي. خاص سنڌي محاوره

جي لفظن ۾ غلط العام جي اصول جي ڪا ضرورت ڪانهي، ڇو تہ ٺيٺ سنڌي لفظن جي انتخاب ۾ غلط العام جو ٿورو ٿقي ڪن لفظن کي چونڊڻ نهايت نامناسب آهي. اسان کي گهرجي تہ جيڪا لفظ استعمال عام جي اصول هيٺ نهايت شڪريي سان قبول ڪريون.

انتخاب ڪندڙ لاءِ سَند:

پيو سرچشمو يعني تہ عوام جي زبان ئي درحقيقت لفظن جي سرمايي جي اڻکٽ کاڻ آهي. مگر انهيءَ کاڻ مان موتي ميڙيندڙن لاءِ ضروري آهي تہ اول انهيءَ کاڻ جي جملي خصوصيات کان واقفيت حاصل ڪن ۽ لفظن جي پيداوار توڙي ڏيلائي، رنگ توڙي بوءِ کي گهري نظر سان ڏسن ۽ جاچين؛ ۽ جن اصول و ضوابط جي ماتحت اهي لفظ اپرن ۽ اسرن ٿا انهن کي پرکين ۽ پروڙين. "اهڙي پڪي ۽ پختي پروڙ صرف عام سان لهہ وچڙ ذريعي ئي حاصل ٿي سگهي ٿي". عام ٻوليءَ سان گهري واقفيت بعد، لغت جي متلاشيءَ کي خودبخود معلوم ٿي ويندو تہ سنڌي لغت ۽ ان جي الفاظ ۾ ڪهڙيون خصوصيتون موجود آهن، ۽ هو لفظن چونڊڻ وقت خودبخود انهن خاصيتن کي سامهون رکي انوکا الفاظ چونڊيندو.

جيڪو مسئلو لغت جمع ڪرڻ جو اوهان جي درپيش آهي، سو ٻي صدي هجري ۽ خصوصاً ٽين صدي هجري ۾ عرب عالمن جي آڏو هو. ۽ سڄي دنيا هن وقت تسليم ڪري چڪي آهي تہ عربي لغت جي کوجنا کي جتي عرب عالمن پهچايو، اتي ٻي ڪابہ قوم ڪانہ پهتي آهي. عربي زبان جي وسعت انهن اورچ عالمن جي ڪوششن ۽ ڪاوشن جو نتيجو آهي. آءٌ مختصر طور تي انهن عالمن جا اصول اوهان جي آڏو رکان ٿو.

(۱) انهن جهنگ ۽ بر (بدو بر) جي ٻولي کي معتبر قرار ڏنو، ۽ شهري ٻولي (حضر) کي ضعيف ۽ غير معتبر.

(۲) هنن ڪانبو ٻڌي جهنگ جهر جهاڳيو ۽ بر لتاڙيو، ۽ بدوين کي ساڻ ڪري، الفاظ، اصطلاح ۽ انهن جا استعمال قلمبند ڪيا، ۽ گهڻو ڪري هر لفظ لاءِ بدوين جي نثر ۾ محاورن ۽ سندن شاعرن جي ڪلامن مان سَند حاصل ڪئي.

(۳) ذار ذار قبيلن ۽ ملڪن جي ذار ذار حصن ۽ پاڳن ۾ اڪثر اسمن جا جدا جدا نالا ٻڌائون، جي سڀ تسليم ڪري قلمبند ڪيائون. (سنڌي لغت ۾ ان جو هڪ مثال عام کڙڪپيتو ونو، جنهن کي اتر ۾ 'کوهہ کڏ' ۽ پين خطن ۾ 'ڪرهہ ٽنڊڻي' وغيره چون.)

(۴) ذار ذار قبيلن جا جدا جدا محاورا هئا، جنهنڪري نہ صرف اسمن بلڪ فعلن کي بہ ڪن قبيلن التو پئي پڙهيو. اهي الٽيون پڙهيون بہ تسليم ڪيون ويون.

(۵) نہ صرف پڪن محاورن کي انهن عالمن جمع ڪيو، مگر ڪچن ۽ خام محاورن کي بہ بطور نموني، قلمبند ڪري محفوظ ڪيائون.

مون کي گذريل ڇهن سالن ۾ گاهي بگاهي سنڌ جي مختلف حصن ۽ مختلف ذاتين جي ماڻهن سان گڏجڻ ۽ ملاقاتن ۽ ڏسڻ ڪڇهرين ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. ۽ آءٌ هن يقين تي پهتو آهيان تہ سنڌي لغت بہ عجيب و غريب خصوصيتون رکي ٿي، ۽ بيشمار الوکن لفظن سان مالامال آهي؛ مگر هن زبان جي تدوين لاءِ ڪاميابيءَ جو رستو اهو آهي تہ اسين بہ انهن عرب عالمن جي اصولن تي ڪم ڪريون، ۽ سندن نقش قدم جي پيروي ڪريون. هن سلسلي ۾ اوهان جي ڪنهن هڪ رڪن لاءِ نهايت ضروري آهي تہ ”هن ڪم جي طريقي کي پوري طرح سمجهڻ“ لاءِ ڪم از ڪم 'فقه اللغة' ابن فارس جو، 'فقه اللغة' ثعالبي جو، ۽ 'تهذيب الالفاظ' ابن سڪيت جو— اهڙا اهم ڪتاب پنهنجي نظر آڏو رکي.

سنڌي لغت جون خصوصيات:

مون مٿي عرض ڪيو تہ ڪنهن بہ لغت جي تدوين واسطي لغت جي خصوصيات کي سمجهڻ نهايت ضروري آهي. آءٌ غور بعد هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ جيڪي لغوي خصوصيات عربي زبان ۾ موجود آهن ۽ جن، عربي زبان کي ايترو وسيع بنايو آهي، انهن مان اڪثر اسان جي زبان ۾ بہ موجود آهن. هن وقت منهنجي لاءِ ممڪن ناهي جو آءٌ سنڌي زبان جي انهن جملي خصوصيتن مثلاً: قلب، بدل، حذف، ترخيم، تڪرار وغيره وغيره جي اپٽار ڪريان. مگر آءٌ صرف هڪ خاصيت ”قلب، يعني لفظن ۾ اکرن جي ڦيرگهير“ جو ذڪر ڪندس؛ جاڪاڻ تہ اوهان سان جنهن اصطلاح يعني 'پيپون پٽڻ' يا 'پپيون پٽڻ' تي گفتگو ٿي هئي، سو انهيءَ اکري ”ڦيرگهير“ واري خصوصيت جي دائري ۾ داخل آهي. هن 'خصوصيت قلب' موجب سنڌيءَ جا اڪثر اکر لفظن ۾ اڳتي پوئتي متبا متبا آهن. جيئن مٿئين لفظ ۾ 'ب' ۽ 'پ' جايون متايون آهن. حقيقتاً 'پپي پٽڻ يا پپيون پٽڻ' اصل محاورو آهي، مگر ڦيرگهير جي اصول موجب 'پپي پٽڻ يا پپيون پٽڻ' جو محاورو بہ ڪن جاين تي موجود آهي، جنهن کي هن خصوصيت جي پيدائش سمجهبو؛ ۽ نڪي ان کي رد ڪري سگهبو ۽ نڪي ان کي غلط چئبو. اهڙيءَ ريت ٻيا بہ ڪيئي لفظ آهن. مون وٽ 'مقلوب الفاظ' جي سري هيٺ هينيون بحث قلمبند ٿيل آهي، جو جيئن جو تيئن آڏو رکان ٿو. اتفاق سان، ان ۾ اوهان جي مثال 'هرماه' ڏانهن بہ اشارو موجود آهي:

”...'خصوصيت قلب' جو مثال لفظ 'پڇي ۽ ڇپي' آهي؛ حرف 'پ' ۽ 'ڇ' ۾ مٽ سٽ جي خاصيت موجود آهي. ڪن جو چوڻ آهي تہ معنيٰ ۾ فرق آهي. ۽ 'پڇي' اک جي ڇنجي ۽ 'ڇپي' نڪ جي. حرف 'ڇ'، 'پ' ڪان سواءِ 'ڪ' سان بہ متجي ٿو. اهل سنڌ 'ڇڪ' بہ چون. تہ 'ڪڇ' بہ چون. مگر 'ڇ' ۽ 'ڪ' جي مٽ سٽ جو مشهور مثال 'لڪڇٽو' آهي، جو اصل لفظ آهي؛ مگر خصوصيت قلب جي ماتحت 'نڇڪٽو' عام استعمال هيٺ مشهور ۽ معروف آهي. 'پ' 'ب' سان ڦري ٿي ۽ اصل اصطلاح 'پپي پٽڻ، پپيون پٽڻ' چوندا آهن. حرف 'ب' ۾ 'خصوصيت قلب' زوردار آهي، ۽ هي حرف ڪيترن ئي ٻين لفظن سان متجي ٿو.

مثلاً 'ٽ' سان، اهل سنڌ 'ٻٽ' به چون 'ٽپ' به چون. يا 'ڏ' سان، اهل سنڌ 'ٻڏو' به چون ته 'ڏٻو' به چون.
راجع

'ڪالهه هڪ شيدي ڏٺو مون چٽڪ ڏامر جو ڏٻو' (مخلص)

وڏيڪ اڳتي بيان ڪنداسين.

'همراه' ۽ 'هرماه' خام محاورو آهي، مگر 'ر' ۾ 'خصوصيت قلب' تمام زوردار آهي، ۽ 'ر' جو ڪيترن ئي اکرن سان منتج ٿيڻ مسلم ۽ مثبت آهي، جيئن ته 'س' سان. اهل سنڌ 'سرڪڻ' به چون ته 'رسڪڻ' به چون، 'سرت' به چون ته 'ستر' به چون. يا 'ج' سان، اهل سنڌ 'ورجي' به چون ته 'وجري' به چون. مگر اوهان کي سمجهڻ گهرجي ته خصوصيت 'بدل' جي ماتحت 'وگهري' جي صورت به 'وچري' آهي. انهيءَ حالت ۾ معنيٰ ۾ فرق ٿيندو. 'ر' 'ڳ' سان به مثبي آهي. مثلاً اهل سنڌ 'ڳرت' به چون ته 'ڳتر' به چون. يا 'ٻ' سان. جو اهل سنڌ 'ٻرت' به چون ته 'ٻتر' به چون. مگر هي محاورو خام آهي. هاڻي ثابت ٿيو ته 'ر' ۾ 'ڦيرگهير' جي خاصيت زوردار آهي. خصوصاً 'ه' جي جوڙ سان 'ر' جو منتج ٿيڻ عام آهي، ان جو سبب هي آهي جو اهل سنڌ وٽ 'هر' جو لفظ نهايت قديم ۽ اڳاٽو آهي، ۽ سندن زبان ۽ ڪلام جو ورد وظيفه آهي، انهيءَ ڪري 'ه' ۽ 'ر' جو جوڙ سندن زبان جي فطرت آهي. انهيءَ ڪري خام محاوره ۽ 'همراه' جو تلفظ بصورت 'هرماه' انهن لاءِ زياده آسان ۽ فطري آهي، ۽ اسان جي راءِ ۾ انهن واسطي جائز آهي. جو ته اسان بيان ڪيو ته 'ه' ۽ 'ر' جو جوڙ ۽ سنبنڌ بلڪل فطري آهي، انهيءَ ڪري ئي سندن زبان 'پنهور' ۽ 'پنوهار' کي 'پنوهر' ۽ 'پنوهار' جي صورت ۾ عام ڪري ڇڏيو آهي. 'ه' ۽ 'ر' جو وڌيڪ گهرو واسطو لفظ 'پرهڻ' ۽ 'پهرڻ' ۾ موجود آهي. اسان جي راءِ آهي ته اصلي لفظ 'پرهڻ' هو بمعني پائڻ يا ڍڪڻ. ۽ 'پهرڻ' ۽ 'پهرائڻ' لفظ مال سان مخصوص هو. مگر خصوصيت قلب هيٺ 'پرهڻ' کان وڌيڪ عام محاورو ۽ استعمال هن وقت 'پهرڻ' جو آهي. اسان جيڪي چيو سو عام وٽ توڙي عوام جي شاعرن وٽ موجود آهي:

پنهنجا سارين، سومرا! هو جي پهرين پٽ پنهوار. -(ڪبير شاه)

يعني مال سان پهرن.

ٿيو ايمان عالم ۾ هليا ڇيڙي ڏڻ ڏنار،
پهري آيا پٽن تي، "ٻاجهي" چئي، ٻڪرار.

يعني ٻڪرين سان پهري آيا.

سانگي منهنجا سنمک سهڻا ٿا پٽ متي پهرن،
هٿ کهاڙيون، ڳنن ڳاڙهيون، ويڙن ۾ وڙڪن. -(فقير)

مگر ’پرهڻ‘ خاص بمعني پائڻ ۽ ڍڪڻ آهي، ۽ عام شاعرن وٽ موجود آهي.

پٽ نہ پرهيان سومرا! جانڪيتان جيان،

عمرا! چو آن، ڪيئن پٽ پرهيان سومرا؟ (شاهہ)

يعني: ’پٽ پايان يا اوڍيان‘.

پوتڙيون مصحف مٿي آهن پوش،

پرهيا قبرن مٿي پيرن جي پڙ. (گل)

يعني: ’قبرن تي پيل يا ڍڪيل‘.

مگر هن وقت اصلي لفظ ’پرهڻ‘ تي مقلوب محاوره ’پهرڻ‘ غالب ٿي چڪو آهي. عام جو شاعر چوي ٿو تہ:

اسين ماڻهو پٽ جا، سي ڪيئن پهريون پٽ؟

سي مٽ ميان سومرا! تون مير ڳولي لهہ مٽ،

جي گهٽ رعيت راڄ ۾ چڱ گهوٽ تنين جو گهٽ،

ڳهٽا پانيان ڳٽ، تنهنجا هس، ”حمل“ چئي.

۽ انهيءَ ڪري ٿي ’پرهيان‘ (بالن سان چولو) تي ’پهرياڻ‘ جو مقلوب لفظ آهي، غالب پئجي چڪو آهي.

’س‘ توڙي ’ڏ‘ ۾ ’خصوصيت قلب‘ موجود آهي. ’س‘ جو ’ر‘ سان متجڻ مٿي ’سرڪڻ‘ يا ’رسڪڻ‘ ۾ بيان ڪري آيا آهيون. پر س، هہ سان بہ متجي ٿي. مثلاً محاوري ۾ ’سهڪڻ‘ بہ چون تہ ’هسڪڻ‘ بہ چون ’هسڪڻ‘ جو لفظ لفرت جو آهي. ’ڏ‘ جو ’ب‘ سان متجڻ بيان ٿي چڪو آهي. مثلاً (پڏو-ڏپو). ان جو پيو مشهور مثال ’ڏاب‘ ۽ ’باڏ‘ آهي؛ بمعنيٰ اٽڪ؛ روڪ؛ آڏ؛ اڙ؛ ڍڪ وغيره. اسان جي راءِ ۾ اصل لفظ ’باڏ‘ بمعنيٰ ’آڏ‘ يا ’آڙ‘ يا ’ڍڪ‘، يا ’پرده‘ جي هو. ۽ پرده ڪيل شي جو نالو بہ ’باڏ‘ هو. مثلاً اڄ ڏينهن تائين هرلي يا نار جي پٿر واري ڍڪ کي بہ ’باڏ‘ چون. مگر خصوصيت بدل هيٺ ’باڏ‘ ٿري ’ياڏ‘ ٿيو آهي. انهيءَ ’ياڏ‘ جي معنيٰ ’ڪڏ‘ آهي.

اڳ سينگار، پول پڻ تهڙو،

منهن ڍڪيو ڪيم ڪر اگهاڙي ياڏ. (گل)

مگر مقبول محاوره ’ڏاب‘ پڻ موجود هوءَ آهي. اهل سنڌ پنهنجي جهوني پوشاڪ ۾ ڪانچ جي مٿان جيڪا چادر بطور هڪ اڙ، آڏ، ڍڪ، يا پرده جي پڌندا هئا، تنهن کي ’ڏاب‘ چوندا هئا.

آهہ سهٽي ستر سان سٿڻ مٿي چادر جي ڏاب. (گل)

هن وقت بہ ڏاب بمعنيٰ آڙ، آڏ ۽ اٽڪ جي استعمال عام جو لفظ آهي. ۽ معنيٰ ۾ چاب جي مترادف آهي. وهندڙ پاڻيءَ کي ڪٿي اٽڪ ٿي تہ چوندا تہ پاڻي هتي ’ڏاب‘ آهي يا پاڻي ’ڏابجي‘ پيو آهي.

بهرحال، سچڻ سمجهڻ گهرجي تہ 'خصوصيت قلب' سنڌي لغت جي الفاظ ۾ ثابت ۽ سمايل آهي.

اسان باقي ٻن مثالن سان هن باب کي ختم ڪنداسين، ۽ ٻي خصوصيت جو ذڪر ڪنداسين.

جاڻ تہ 'ب' ۽ 'گ' اکرن ۾ بہ خصوصيت قلب آهي، مگر هي اکر صرف ٻاڻ ۾ ٿي مٽجن ٿا. اهل سنڌ گوبو بہ چون تہ بوگو بہ چون. هن ڦيرگهير جو اڄا بہ مشهور مثال (ٻگري) ۽ 'گٻري' آهي. اصلي لفظ ٻگري (بغلي) آهي:

بک وڏائون ٻگرين جوڳي ڪندا جڇ. (شاهہ)

مگر هن وقت مقلوب محاوره 'گٻري' غالب پوندو وڃي ٿو. اسان 'س' ۽ 'ڏ' ۾ خصوصيت قلب بيان ڪري آيا آهيون. اهي ٻئي اکر 'سڏڪڻ' ۽ 'ڏسڪڻ' جي مشهور مثال ۾ ٻاڻ ۾ ڦرن گهرن ٿا. 'سڏڪڻ' توڙي 'ڏسڪڻ' عام توڙي عوام جي شاعرن وٽ مسلم ۽ مستعمل آهن، ۽ بظاهر اصلي لفظ پروڙڻ ٿي محال پيو نظر اچي.

سڏڪڻ جي شاهدي:

سڏڪي سڏڪي، سور، ٿي ٻُڌائين ٻين کي،
اوڳي، اورم عام سين محبت جا مذڪور. (مراد)

سڏڪاريو سڏ ڪري، الخ. (شاهہ)

ڏسڪڻ جي شاهدي:

ولاڙيو، وٽين چڙهي، ڏسڪيو، جهلي ڏار. (شاهہ)

مون مٿيون بحث اوهان جي آڏو رکيو آهي، جنهن ۾ 'خصوصيت قلب' تي ڪافي روشني وڌي وئي آهي، ۽ 'مقلوب الفاظ' کي پوري طرح واضح ڪيو ويو آهي. مقلوب الفاظ يقيني سنڌي لغت جو جز آهن، بلڪ هن عجيب لغت جي اکرن جي خصوصيت جو نتيجو آهن. اميد تہ هن بحث مان 'ٻيي' ۽ 'ٻيي' جي حقيقت بہ صاف ٿي ويندي. هاڻي اوهان جي ۽ اوهان جي بورڊ جي اختيار آهي تہ مقلوب الفاظ کي غلط سمجهي ترڪ ڪريو يا مخصوص جائي لغات اندر داخل ڪيو.

آءٌ آخر ۾ وري بہ عرض ڪندس تہ سنڌي الفاظ جو استخراج ۽ انتخاب سنڌي لغت جي خصوصيات پروڙڻ بعد ٿي ڪماحق ڪري سگهبو، ۽ لفظن جو معيار صرف 'عام جو استعمال' ٿي هئڻ گهرجي، ۽ نہ انهن جي اصلوڪي عربي يا سنسڪرت مصدرن، جو ڊڪشنرين ۾ وجود. مون کي پنهنجي فاضل استاد پروفيسر عبدالعزيز ميمڻ، پروفيسر عليگڙهہ يونيورسٽي جو زرين قول ياد آهي تہ: "لغت ۽ لفظن جي پروڙ صرف انهن جي ڳالهائيندڙن جي محاوري ۽ استعمال سمجهڻ سان ٿي حاصل ٿي سگهي ٿي؛ ۽ نہ ڊڪشنرين جي مدد سان."

مخلص

نبي بخش، پروفيسر مسلم ڪاليج

۳۰- نومبر، ۱۹۴۵ع

['مهراڻ' قديم دور— جنوري ۱۹۴۶ع نمبر ۱].

ڀيرومل مهرچند آڏواڻي

# دال مصالح چٽڻيءَ سان!

جنوري ١٩٤٦ع کان وٺي، لئين ماهوار مخزن ”مهراڻ“ جا جيڪي پرچا هيستائين نڪتا آهن، تن ۾ گهڻيئي اهڙا ليک پيا آهن، جن ۾ دماغ لاءِ قوت ججهوئي آهي. مهراڻ جي ايڊيٽوريل بورڊ وارن مون کي ليک لکڻ لاءِ چيو ـــ پر مون کي ايتري علميت ڪانهي جو مان ٻين عالمن سان ڪلهو هڻي، اهڙي اونچي قسم جو قوت تيار ڪري سگهان. تنهنڪري پنهنجي وقت آهر هيءُ غريباڻي دال تيار ڪئي اٿم، جا ٿوري مصالحي ۽ چٽڻيءَ سان پڙهندڙن جي اڳيان پيش ڪريان ٿو ته من ڪو ان جو سواد وٺي، چپ چٽيندو رهي.

دال لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي سنسڪرت لفظ دل ـــ معنيٰ ڏرڻ. چڻا، مڱ، اڙد يا ماهه، مٽر وغيره ڏربا ته دال ٿيندي. تنهنڪري دال جي بنيادي معنيٰ آهي جا ڏريل آهي، يا ڏرجي ٿي. ڏسو هن لفظ ۾ بنيادي خيال ٻنهي سولو ۽ سادو سمايل آهي. دنيا ۾ ڏريل شيءِ رڳي دال ڪانهي؛ پر گهڻيئي شيون ڏريل ٿين ٿيون، يا هٿ وٺي ڏارجن ٿيون. جهڙوڪ ڪاٺيون ڏاربيون آهن. اهڙين شين جو جيتوڻيڪ دال سان ڪوبه لاڳاپو ڪونهي، ته به انهن لاءِ جيڪي لفظ مقرر ٿيل آهن، سي ساڳي سنسڪرت ڌاتو ’دل‘ مان نهيل آهن، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ به بنيادي خيال ساڳيو دال وارو سمايل آهي. مثال لاءِ وٺو تلسيءَ جو ٻوٽو، جنهن جي دال سان ڪابه نسبت ڪانهي. تلسيءَ جون ٻور سان ڀريل ڏاريون يا ٽاريون، جي ٻـَن جهلي بيٺيون هونديون آهن، تن کي ڏل (سنسڪرت ـ دل) چوندا آهيون، جو اهي تلسيءَ جي ٻوٽي مان ڄڻ ڏري نڪرن ٿيون.

تلسيءَ جي ٻوٽي کان سواءِ ٻيا ڪيترائي وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا آهن، جن جي سنهڙين ڏارين ٽارين مان ٽوڪريون ۽ ٽوڪرا نهي اچن ٿا ۽ اهي تلسيءَ جي ٻوٽن مان نٿا نهن. ٽوڪرين ۽ ٽوڪرن جا به قسم آهن، ۽ انهن جي ڪم آڻڻ جا نمونا به علحده علحده آهن. مثلاً ڪن وڏن ڏينهن يا ٻين موقعن تي ڪي ماڻهو پنهنجن عملدارن کي ڏالي موڪليندا آهن. ڏالي نالو نڪي ڪنهن مٺائيءَ نڪي ڪنهن ميوي جو آهي. پر انهيءَ ٽوڪريءَ جو، جنهن ۾ اهي شيون وجهجن ٿيون. جڏهن چئبو آهي ته فلاڻي ڏالي پهچائي، تڏهن ان جي معنيٰ آهي ٽوڪري پهچايائين. (ميوي مٺائيءَ وغيره جي.) وري جڏهن ڪو ڪنهن ٽالهيءَ ۾ مصري وجهي، ڪنهن عملدار کي ڏئي، ته به چئون ته ڏالي ڏيئي آيو. هن حالت ۾ ٽالهي

ٽوڪريءَ جو ڪم ڏئي ٿي، تنهنڪري ان کي به ڏالي سڏجي ٿو، جيتوڻيڪ ٽوڪريءَ وانگر ٽالهي ٽارين يا ڪکن مان نهيل نه آهي.

انهيءَ ڏاليءَ سان لاڳاپو رکندڙ ٻيو هڪ لفظ ڏسو:

ڪنهن واهه جي ڪاٺي ڪڍندا آهن، يا ڪوهه کوٽيندا آهن ته جيڪا مٽي نڪرندي آهي، سا ٽوڪرن ۾ ڍوئيندا آهن. اهڙي ڪليل منهن واري مضبوط ٽوڪري کي ’ڏلهو‘ چئبو آهي. هن لفظ ۾ ’هه‘ جو آچار ٻالائي گڏيل آهي، ته به منجهس بنيادي خيال ساڳيو دال وارو سمايل آهي، جو ڏالي ۽ ڏلهو، ڏارن ٽارن سان جڙيل آهن، جي ٽڙ جا ڏريل ڀاڱا آهن.

هتي هڪ ٻي ڳالهه ڄاڻائڻ به ضروري آهي. ڪاٺي ڪڍڻ ۽ کوهه کوٽڻ مهل هڪڙا مزور وچن ڏلها ڀريندا، ته ٻيا وتن اهي ڀريل ڏلها ڍوئيندا. انهن ڪمن لاءِ جيڪي پورهيت يا مزور اچي ڪٺا ٿيندا آهن، تن سڀني کي گڏي ’ڏلهو‘ چوندا آهن. اُئين چوڻ جو رواج پئجي ويو آهي، جنهنڪري ڏلهو معنيٰ ماڻهن جو ميڙ، ڪٺا ٿيل ماڻهو (ڪم ڪرڻ لاءِ)؛ پر لفظ جي بنيادي معنيٰ خيال ۾ رکي چئبو ته ڏلهو معنيٰ مٽي ڪڍڻ لاءِ ٽوڪرو (ڀريندڙ ۽ ڍوئيندڙ).

هن مان اُئين سمجهڻ نه گهرجي ته سنسڪرت ڌاتو ’دل‘ جنهن مان دال لفظ نهيو آهي، تنهن مان ٻيو ڪو اهڙو لفظ نهيو ئي ڪونهي، جو ماڻهن سان لاڳو ڪري سگهجي، هن ڳالهه کولڻ لاءِ هڪ ٻيو مثال ڏجي ٿو.

پلٽڻ جا ڏيهي سپاهي يا يورپي سولجر قواعد ڪرڻ مهل ۽ ٻين ڪن موقعن تي، قطارون ٻڌي بيهندا آهن: هڪڙيءَ قطار جي ٻنيان ٻي، تنهنجي ٻنيان ٽين، چوٿين وغيره. اُئين جيڪي قطار ٻنيان قطار ٻڌي بيٺا هوندا آهن، تن سڀني کي گڏي چئون دَل، جنهن جي معنيٰ آهي ڪٽڪ يا لشڪر. هرهڪ قطار جي وچ ۾ ڪجهه وِٿي يا وڇوٽي هوندي آهي ۽ اُئين چئي ته سڄو ئي ڪٽڪ ڏريل هوندو آهي، جنهنڪري انهيءَ لفظ ۾ به ساڳيو بنيادي خيال دال وارو سمايل آهي. اهو بنيادي خيال پوءِ ماڻهن جي دلين تان ميٽجي ويو، جنهنڪري هاڻ دل جي معنيٰ آهي ماڻهن جو ميڙ، ٽولو پوءِ ڀلي ته اهي قطارن ۾ بيٺل هجن يا نه. مثلاً شيوادل معنيٰ (عام خلق جي) شيوا يا خدمت ڪرڻ لاءِ ٽولي. جڏهن چئون ته: ’دل ماڻهن جا اچي مڙيا‘ تڏهن ان جي معنيٰ آهي ته ماڻهن جا ڪٽڪ اچي مڙيا، يا گهڻا ماڻهو اچي مڙيا. اُئين دل معنيٰ ٿي گهڻا. جهڙوڪ چئون ته ڀئسا دل، يعني ڀئسا گهڻا يا جهجها معنيٰ ڀئسن جي ڪوٽ ڪانهي.

اُئين وقتي لفظن جي معنائن ۾ ڦورو ڪي گهٽو ڦير ٿيو ٿو. پر اهي ساڳي بنياد مان نهيل لفظ آهن، تنهنڪري بنيادي خيال منجهن ساڳيو ئي هوندو آهي.

سنڌ جي لاڙ واري ڀاڱي ۾ دال کي عام طرح ڏار چوندا آهن، جنهن جو ڌاتو يا بنياد آهي، سنسڪرت لفظ در (dir)، ۽ معنيٰ اٿس ڏرڻ ـ ڏارڻ. جنهنڪري ڏار جي به بنيادي معنيٰ

آهي جا ڏريل آهي يا ڏرجي ٿي. مطلب ته دال جو ڌاتو هڪڙو، ڏار جو ٻيو؛ پر ٻنهي جي معنيٰ ساڳي آهي. تنهنڪري دال ۽ ڏار ۾ بنيادي خيال ساڳيو ئي سمايل آهي.

دال روٽي کائڻ جو رواج رگ ويد واري زماني کان وٺي هليو اچي، جنهنڪري اهو نهايت قديم رواج آهي. ڏار لفظ جو جيڪو بنياد آهي، سو به ڪن ڪسابن جو آهي. سنسڪرت ۽ پارسي ٻئي آريه ٻوليون آهن، ۽ پوءِ جيتوڻيڪ پنهنجي پنهنجي نموني ترقي ڪئي اٿن، ته به ڪيترن لفظن جو بنياد ساڳيوئي اٿن. مثلاً سنسڪرت ڌاتو 'درِ' جنهن مان ڏار لفظ نهيل آهي، تنهن مان پارسي لفظ **'دريدن'** جڙيل آهي، جنهن جي به معنيٰ آهي ڏارڻ يا ڦاڙڻ. خود دريدن مان درندا لفظ نهيو آهي.

"درندا درياهه ۾، واڪا ڪيو ورن." (شاهه)

درندا معنيٰ ڏاريندڙ يا ڦاڙيندڙ جانور (مانگر مڇ ۽ ٻيا).

اهڙن پارسي لفظن جي ڳالهه ڇڏي، وري پنهنجن سنڌي لفظن تي اچجي ٿو، جي انهيءَ ساڳي ڌاتوءَ مان نهيل آهن.

"گدڙ ڪي ڳتي پوي، ته ڏر ۾ وڃي لڪي." (ڀهاڪو)

هتي در (سنسڪرت ـ در) معنيٰ غار يا ڪـڏ، پـر بنيادي معنيٰ اٿس زمين ۾ ڏار يا ڦوٽ. وقتي ڪٿي زمين ڏريل نه هوندي آهي ته گدڙ ۽ ٻيا ڪي ساهوارا جانور پنهنجي پناهه لاءِ پاڻ ڏر کوٽيندا آهن، ۽ ائين زمين کي ڏاريندا آهـن. انهي ڏر مـان اسم تصغير آهـي ڏرڙ، يعني ننڍو ڏر. ڪو ٿنيو زمين ۾ کوڙٽو هوندو آهي ته اول زمين کي ٿورو کوٽبو آهي ۽ **انهيءَ** ڪڏ ۾ ٿنيو ٻيهاربو آهي. انهيءَ ڪڏ کي ڏرو چئبو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪڏ (جا زمين کي **ڏارڻ** سان ٿئي ٿي) اهو ڏرو لفظ اصطلاح ڪري بـه ڪم آڻيندا آهيون، جهڙوڪ چئون ته:

'اکيون ڏرا ڏيئي آيون اٿس'ـــ يعني اکين ۾ ڪڏون پئجي ويون اٿـس. جنهن جـي معنيٰ ضعيف ٿي ويو آهي.

اسان جون زالون ۽ ڇوڪريون ڏر ڪٿي ويهي سبنديـون آهـن، يـا انهيءَ تـي پـرت پرينديون آهن. انهيءَ ڪپڙي ٽڪر کي ڏر چئجي ٿو، پر بنيادي معنيٰ اٿس ڏاريـل ٽڪر (ٿان يا تاڪيي مان). ڪنهن ڪپڙي جو ٻـَر وڏو هوندو آهي، ته زالون انهيءَ مان 'يڪبري' چادر ڪنديون آهـن؛ پـر جيڪڏهـن ٻـَر ننڍو هوندو آهـي، تـه 'ٻـ ڏري' چادر يا وقتي 'ٽـ ڏري' چادر معنيٰ اها چادر جنهن ۾ ٻه يا ٽي ٽڪر (ٿان يا تاڪيي مان ڏاريل) گـڏي ٻجن ٿا. گهر جي جاين جي ڇتين ڍڪڻ، پـُـنگين جـوڙڻ وغيره لاءِ پڪا ڪم آڻيندا آهـن ۽ انهن جا به ڏر ٺيندا آهن.

ڏرڻ لفظ جي منڍ واري "ڏ" اکر جي مٿان زبر (ـَ) يعني آ جو آچار آهي. انهيءَ "آ" کي وڌائي "آ" ڪبو ته لفظ نهندو 'ڏارڻ' ساڳيءَ طرح ٻرڻ مان ٻارڻ، ترڻ مان تارڻ، ٺرڻ مـان

ٿارڻ، پڙهڻ مان پاڙهڻ، چڙهڻ مان چاڙهڻ، مرڻ مان مارڻ ۽ ٻيا ڪئين لفظ جوڙيا اٿئون ته (لازميءَ) مان ڏارڻ (متعدي) ٺاهيو اٿائون، ته انهيءَ مان نهيل اسم به اسان وٽ آهن. مثلا وڻن جي ٿلهن ٽڙن مان ٻيا سنها ٽڙ ڦٽن، جن کي ڏار چئبو آهي، ۽ ڏارن مان ٽاريون ڦٽي نڪرنديون آهن. اهي ڏار، ٽڙ جا ڏاريل ياڳا ٻيا ڀانئجن، جيتوڻيڪ اهي قدرتي طرح ائين آيرن ٿا.

ڏار معنوي قوت به آهي. ڏارُ ۽ ڦاڙ امر واحد آهن، پر ٻئي گڏجي اسم ڪري به ڪم آڻيا آهن. جهڙوڪ چئون ته 'هن چوڪري کي ڏار ڦاڙ گهٽي آهي' يعني ڪپڙا وغيره جلد جلد ڏاريندو ۽ ڦاڙيندو وتي (جنهن ڪري اهي گهڻو وقت جتاءُ لٽا ڪنس).

ڏريل آن کي ڏارو چئبو آهي. چانورن مان 'رَيُّون' نڪرن ٿيون، سي به ڏارو آهن. جيتوڻيڪ جنڊ ۾ ڏريل نه هونديون آهن. ڏارو لفظ اصطلاحي معنوي سان به ڪم آڻبو آهي. مثلا 'وات ڏارو'— جنهن جي اکري معنوي آهي جنهن جو وات ڏريل يا ڦاٽل هجي. ۽ ٻيو اصطلاحي معنوي ٿيس: اهو ماڻهو جنهن کي جيڪي اچي (ڪچو ڦڪو، گارگند وغيره) سو ڳالهائيندو وتي.

مٿينءَ ريت لفظن جي اپياس ڪرڻ جو هيءُ هڪ نئون نمونو آهي. مون کي ڪونه سُجهي ته سچيءَ سنڌ ۾ هن قسم جو مضمون اڳي ڪنهن ڪتاب يا مخزن ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هجي، چو ته لفظن جي اپياس ڪرڻ جو چاهه اسانجن ماڻهن ۾ خيرڪو آهي. مان بنيادي سنڌيءَ جو اپياسي آهيان، ۽ هن ريت لفظن جي اپياس ڪرڻ مان گهڻو مزو ايندو اٿم. تنهنڪري دل ۾ آيم ته ٻين کي به اها چاٽي چکايان. جيڪڏهن مهراڻ جي پاٺڪن کي هن دال جي ديڳڙيءَ مان ڪو سواد آيو، ته ٻيا گهڻا ديڳڙا دمي سندن اڳيان رکندس.

(مهراڻ: قديم دور — نمبر ٦، ٧ ۽ ٨، سال ١٩٤٦ع)

پيرومل مهرچند آڏواڻي

# اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ غلط معنائن جو ڦهلاءُ

## سنڌي ٻوليءَ جي ستياناس ڪرڻ جون واٽون
## تدارڪ ڪرڻ، مرڪزي صلاحڪار بورڊ جو فرض

پروفيسر نارائڻداس ميوارام ڀمڀاڻي، ايم. اي. جو "ادبي گلشن" نالي ڪتاب، ٽن جلدن ۾ تيار ڪيل سنڌ جي سيڪنڊري هاءِ اسڪولن ۾، انگريزي چوٿين، پنجين ۽ ڇهين درجي جي شاگردن لاءِ درسي ڪتاب طور، منظور ٿيل آهي ۽ ڪن ٻين اسڪولن ۾ به اهي ٽيئي جلد پاڙهڻ ۾ اچن ٿا.

گذريل سال شاگردن جا ساليانا امتحان پورا ٿي چڪا، ۽ پاس ٿيل شاگرد مٿين درجن ۾ به ويا. تنهن ڪان پوءِ اهي ٽيئي جلد وڪري لاءِ موجود ٿيا، تہ شاگردن اهي يڪدم وڃي خريد ڪيا، جنهنڪري انهن جي خوبين خواه خامين جاچڻ جو ڪنهن کي بہ اڳواٽ وجهہ ڪونہ مليو. ڪتابن لاءِ ٻار پنهنجن مائٽن ڪان پئسا گهرن تہ هو ڪڍيو ڏين، پر سيڪو مائٽ ڪونہ ويٺو جاچي تہ انهن ڪتابن ۾ لکيل ڇا آهي ۽ ويجهڙائي ۾ آغا تاجمحمد، خيرپور رياست جي ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن، انهيءَ 'ادبي گلشن' جا ٽيئي جلد نظر مان ڪڍي، انهن بنسبت هڪ مضمون مهراڻ جي ايڊيٽوريل بورڊ کي ڏياري موڪليو: جنهن، مهراڻ جي پهرئين ٽي پهرئين پرچي ۾ اهو ڇپي پڌرو ڪيو، جنهن مان هيءَ حقيقتون معلوم ٿيون:

(۱) ادبي گلشن جي ٽنهي جلدن جو مضمون پروفيسر ڀمڀاڻيءَ پاڻ ڪونہ لکيو آهي، پر ٻين جي جوڙيل نظم ۽ نثر جي ڪتابن مان چونڊيون ڪيون اٿس.

(۲) جن مصنفن جي ڪتابن مان چونڊيون ڪيون اٿس، تن بنسبت تمهيدي نوٽ پاڻ لکيو اٿس، پر پلنامي هوندي بہ ڪيترين جاين تي صورتخطيءَ جون خوفناڪ چڪون نظر اچن ٿيون. مثلاً

(الف) سنڌي نثر چڱي طرقي ڪرڻ شروع ڪئي.

(ب) صوفي تريقي جا بہ درچا وغيره.

(پ) ڪيترائي مهاورا غلط آهن.

(۳) ڪتاب جي پڇاڙيءَ وارن صفحن ۾ ڏکين لفظن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ ۽ سمجهاڻي ڏنل آهي، پر ڪيتريون معنائون غلط ڏنيون ويون آهن. مثلاً

۵: عالم پناهون=عالمن (سيائن) جي پناهه لاءِ جڳهون.
۶: پيلوان=هاٿي تي سواري ڪندڙ.
۷: مورچا=بندوقن جون قطارون.
۰(وڌيڪ مثالن لاءِ ڏسو مهراڻ — جنوري، ۱۹۶۲ع)

نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي، جو مهراڻ ۾ ڇپيل هن ليک ته پهه هٿي هند ڪيو آهي. هينئر مون پاڻ ڏٺو آهي ته ادبي گلشن جي پاڳن جو پيو ٺئون ڇاپو لڪتو آهي، ۽ هرهڪ پاڳي جي پڇاڙيءَ وارا صفحا، جن ۾ غلط معنائون ڏنل هيون، سي ڪڍي ڇڏيا اٿن. غلط معنائون ڏجن، تنهن ڪان ماڳهين نه ڏجن ته اهو وڌيڪ چڱو.

هاڻ اچو ڪاليجن لاءِ منظور ٿيل ڪتابن تي، ۽ ڏسو ته ڪاليجن ۾ پاڙهين ڇا ٿا؟

سنڌ جي ڪاليجن ۾ جيڪي سنڌي ڪتاب پاڙهڻ ۾ اچن ٿا، تن مان هڪڙو 'ديوان گل' آهي. انهيءَ ڪتاب جا چار ڇاپا منهنجا ڏٺل آهن. هڪڙو ليٿو (پٿر جو ڇاپو) ۽ ٽي لوهي ڇاپا. انهن مان ٽن ڇاپن ۾ اهنجن لفظن جو معنائون ڏنل ڪينهن. باقي چوٿون ڇاپو، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ وارن جو ڇپايل آهي، جنهن ۾ قاضي عبدالغفور هالائيءَ اهنجن لفظن جون معنائون ڏنيون آهن، ۽ بمبئي يونيورسٽي جي حڪم موجب اهوئي ڇاپو هن وقت سنڌ جي ڪاليجن ۾ پيا پاڙهين. مون ڏٺو آهي، ته انهيءَ ڇاپي ۾ ڪن ڪن هنڌ پڙهڻيون غلط آهن، ڪن لفظن جي صورتخطي غلط آهي. ڪن اهنجن لفظن جون معنائون ڏنل ئي ڪينهن ۽ جيڪي ڏنل آهن تن مان ڪيتريون بنهه غلط آهن. هرهڪ غلطيءَ جو ذڪر ڪبو ته اهو پنهنجي جاءِ هڪ وڏو ئي ڪتاب ٿي پوندو، تنهنڪري نموني لاءِ انهيءَ ڪتاب جي سُنڌ، وچ ۽ پڇاڙيءَ وارن صفحن مان ڪي مثال هتي ڏيان ٿو.

غزل ۲—

بيهوش ٿيا برهه ۾، نينهن نيا هٿي نرهه ۾،
ووءِ ووءِ ڪندا ورهه ۾، ويڙا هجي هوشيارا.

'برهه' جي معنيٰ لکيل آهي محبت، ۽ ورهه معنيٰ يادگيري. (لفظ ساڳيوئي ته به معنائون ٻه!) ۽ هجي معنيٰ تڪليف ۾ اچي. هيءُ ٽيئي معنائون غلط آهن.

ورهه نج سنسڪرت لفظ آهي ۽ ان جي معنيٰ آهي فراق، وڇوڙو، عاشق ۽ معشوق جي جدائي. سنڌيءَ ۾ به اهائي معنيٰ اٿس، ۽ نه محبت. محبت ۽ فراق ۾ وڏو فرق آهي. انهي ساڳي ورهه لفظ جو 'و' متجي 'ب' ٿيو آهي، جنهنڪري برهه به چئون، ته به معنيٰ ساڳي اٿس. ورهه يا برهه جي معنيٰ يادگيري آهي ئي ڪانه؛ ۽ هجڻ معنيٰ تڪجي تتجي پوڻ، ڪُڇجي پوڻ. جيئن گهٽو پورهيو ڪري ماڻهو هجي پوندو آهي. مطلب آهي ته عاشق جيتوڻيڪ هوشيار

هئا، تہ بہ برھہ (وڇوڙي) بيھوش ڪري ڇڏين ۽ انھيءَ وِرھہ (وڇوڙي) ۾ ووءِ ووءِ (درد پريون دانھون) ڪندي ھو ھجي ويا يا کھجي پيا (سنڌ ساٿا ۽ رڳون نستيون ٿي پين.)

غزل ٢-

ڏکين جا ڏاج ڪھڙا، رلين جا ڪھڙا روپ،
بکين جا ڪھڙا پانبدا، ولھن ڪھڙا ويارا.

ويارا جي معنيٰ لکيل آھي 'ڪڙم'. شايد لکندڙ ائين سمجھيو آھي، تہ ويارا لفظ وياءَ (اولاد) مان نڪتو آھي، ڪيئن بہ سمجھيو ھجيس، تہ بہ اھا تہ پڪ آھي، تہ جيڪي بنھہ ولھا (مفلس) آھن، ۽ مانيءَ ٽڪر لاءِ محتاج آھن، تن کي بہ پار ٻچا ۽ ڪڙم قبيلا آھن، ۽ منجھائن ڪي گڏجي، پنندا وتن. پوءِ ڪھڙي حساب چئبو تہ ولھن کي ڪڙم آھي ئي ڪونہ؟ حقيقت ڪري ھيءُ سنڌي لفظ 'ويارا' اھو ساڳيو آھي، جنھن جو آچار ھندستاني ۾ آھي 'بيالا'— (سنسڪرت ونڪال سانجھي) ۽ معنيٰ اٿس سانجھيءَ يا رات جي ماني. (ڏسو پلٽس صاحب واري ھندستاني ڊڪشنري.)

مٿين مصرع جي معنيٰ ھيءَ آھي تہ بکين وٽ آن جا پانبدا پريل ڪينھن (نہ تہ جيڪر بک ڪين مرن)، ۽ جيڪي وِلھا (مفلس) آھن، تن کي تہ رات جي ماني بہ نصيب ڪانہ ٿي ٿئي.

غزل ٣-

خوب خلقي تنھنجي صورت پاڪ خوش خاصي خدا،
منھن ملاحت، سونھن سلابت، سڀ ڪنا سھڻي سدا.

ڪتاب ۾ 'سلابت' معنيٰ لکيل آھي—وڻ جھڙي. ھيءَ ڇاپي جي چڪ ٿي پائنجي، جو وڻ جھڙي بدران وڻ جھڙي لکيل آھي. ھتي تہ صورتخطي غلط آھي ۽ معنيٰ بہ ڏکي تي ڪيل آھي. حقيقت ڪري، سلابت بدران صلابت لکڻ کپندو ھوس، جنھن جي معنيٰ آھي شان شوڪت!

پوئين مصرع جي معنيٰ آھي تہ تنھنجي منھن ۾ سلوڻائي آھي (منھن ۾ لمڪ اٿيئي)، ۽ تنھنجي شان واري (شاندار) يا شاھاڻي آھي.

غزل ٤-

پھون پٽ ۾، ڍور ڍٽ ۾، روھہ ۾ روجھون ھرڻ،
جئن سڪايا مينھن لاءِ، دل سنھنجي تولءِ، سيدا!

ڪتاب ۾ لکيل آھي، تہ 'ڍٽ' معنيٰ چاري جي جاءِ! ۽ روھہ معنيٰ برپٽ. ھيءُ ٻئي معنائون غلط آھن. ڍٽ معنيٰ ٿر، ڍاٽي معنيٰ ڍٽ يا ٿر جو ويٺل، ۽ ڍاٽڪي ٻولي معنيٰ ڍٽ يا ٿر جي ٻولي (جنھن ۾ شاھہ جي رسالي جو سر ڍول مارئي لکيل آھي).

تون ڍاٽي، ڍٽ ڌٽي، ڍوليا تنهنجو ڍٽ. (شاهه)

هن مصرع ۾ راڻي مينڌري کي مومل چوي ٿي تہ: تون ڍاٽي آهين، يعني ڍٽ جو وينل آهين. تون ڍٽ يعني ٿر ملڪ جو مالڪ آهين. ۽ اي ڍوليا، سڄوئي ڍٽ (ٿر) تنهنجو آهي.

هيءَ تاريخي حقيقت آهي، تہ سنڌ ۾ جڏهن سومرن جي صاحبي هئي، تڏهن ڪي سوڍا راجپوت سنڌ ۾ ڪاهي آيا هئا ۽ امرڪوٽ (عمرڪوٽ) جو شهر هٿ ڪيائون، تہ سومرن جو لشڪر سامهون ٿين.

هيوز صاحب واري سنڌ گزيٽيئر موجب اها امرڪوٽ واري لڙائي سن ١٢٢٦ع ۾ لڳي هئي، جنهن ۾ سوڍا راجپوت سوڀارا ٿيا هئا. رفتي رفتي انهن راجپوتن سڄوئي ٿر ملڪ، ننگرپارڪر تائين پنهنجي قبضي ڪيو. ائين ٿر ۾ سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ شروع ٿيو. مومل راڻي جي وقت ۾، راڻو همير امرڪوٽ جي گاديءَ تي وينل هو ۽ راڻو مينڌرو سندس وزير بہ هو، تہ سالو بہ هو. همايون بادشاهہ جي وقت ۾ راڻو پرساد گاديءَ تي وينل هو، ۽ پنهنجو امرڪوٽ وارو قلعو همايون بادشاهہ کي رهڻ لاءِ ڏنو هئائين، جنهن ۾ ١٥٤٢ع ۾ هندستان جو ناميارو اڪبر بادشاهہ ڄائو هو. ڍٽ ۾ رهڻ ڪري اهي راڻا، ڍاٽي سڏجن ٿا.

سڄي ٿر ملڪ جا ٽي مکيہ ڀاڱا آهن:

(١) ڪانڌر جو ٿر: جو ٿر ڊويزن جي اتر ڏي گيڊڙي، تعلقي ڇاڇري طرف آهي، ۽ ڀاڙميڙ تائين هليو ٿو وڃي.

(٢) پانڌر جو ٿر: جو ٿر ڊويزن جي ڏکڻ ڏي، ڏيپلي ۽ مٺي تعلقن جي ڏاکڻي ڀاڱي کان، ڪڇ جي رڻ ڏي هليو ٿو وڃي.

(٣) انهن ٻن ٿرن يعني ڪانڌر ۽ پانڌر جو وچ وارو ڀاڱو 'ڍٽ' سڏجي ٿو، جنهن ۾ امرڪوٽ جو شهر بہ اچي ٿو وڃي.

روهہ جي معنيٰ ڀرپٽ نہ آهي، پر جبل آهي. روهيلو معنيٰ جابلو ڀاڱي جو وينل. افغانستان جي جابلو ڀاڱي جا وينل پٺاڻ "روهيلا" سڏبا آهن.

"ديوان گل" جي سٽين سٽن جي معنيٰ هي آهي: تہ جيئن برسات کان سواءِ پَٽَ يعني ڏاڍي زمين تي پهون (ٻڪريون)، ڍٽ يا ٿر ۾ ڍور، ۽ روهہ يعني ڪوهستان يا جابلو ڀاڱي ۾ روجهہ ۽ هرڻ پاڻيءَ لاءِ سڪندا وتن، تيئن اي سيدا! (حضرت محمد) منهنجي دل تولاءِ سڪي ٿي! ڏسو تہ ڪهڙيون عمديون تشبيهون ڪم آنديون اٿس!

غزل ٥-

مليو محبوب متوالو، ويو ڏک ڏرت جو ٽالو،
پڳي ڏلدار دل ريهي، ويا ڏکڙا، وريا سڪڙا.

ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ:

متوالو = بيپرواهہ. ڏرت = ڏک. ٿالو = گهڻو.

هيءَ معنائون تہ غلط آهن، پر پهرئين مصرع جي پڙهڻي بہ غلط آهي. ويو ڏک ڏرت جو ٿالو بدران پڙهڻ گهرجي "ويو ڏک ڏرت هڪ ٿالو". اهائي صحيح پڙهڻي آهي، جا ديوان گل جي ليٿو ڇاپي ۽ سنڌي ساهت سوسائٽيءَ جي ڇپايل لوهي ڇاپي ۾ ڏنل آهي. ڏرت اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ درتم ۽ معنيٰ اٿس آپدا، آفت، مصيبت. پهرئين مصرع جي معنيٰ هيءَ آهي تہ: جنهن وقت مون کي محبوب مليو تنهن وقت منهنجا ڏک ۽ منهنجون مصيبتون هڪ ٿالهيون يعني هڪ ڀيرو (سيئي گڏيون) هليون ويون! (مصيبتن ۽ ڏکن دفع ٿيڻ ۾ ديرئي ڪانہ ٿي). هتي ٿالو لفظ ائين ڪم آيل آهي. جيئن "ٿالهي ٻَڌا تَڪا" يعني ججهو ٿاٺو، هڪ هنڌ ڪٺو ٿيل ڏٺن.

غزل ٦-

ڪن ڪيون ٻوڪون، ٿيون پرپور ٻيءِ ٻانئي جڏهن،
ٻوءِ پڪي، هَنيُون هٿي، اي دل ڪئين آيا ويا.

انهيءَ ديوان گل ۾ لکيل آهي تہ پرپور معنيٰ چڱي طرح. هي معنيٰ رڳو اوٽ تي ڪئي اٿس. ۽ لفظ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي اٿس. پرپور مرڪب لفظ آهي (پر + پور) ۽ ان جي صحيح معنيٰ آهي پوريءَ ريت پريل، ٽمٽار. هٿيو معنيٰ لکيل آهي هٿ سان وڄايل. هيءُ تہ بنهہ غلط معنيٰ آهي. پنهنجو تہ ويچار ڪرڻ کپي، تہ پنهنجو پڪل فصل پنهنجن هٿن سان اول وڄائيندو ڪير؟ لکندڙ شرت صاحب واري ڊڪشنري ڏي بہ ڪونہ نهاريو ٿو ڏسجي. انهيءَ ڊڪشنريءَ ۾ صفا لکيل آهي، تہ هٿيو معنيٰ اها هوا، جا وقتي خزان جي موسم ۾ اتر-اپرندي ڪان لڳندي آهي، تہ بيٺل فصل کي هٿي (ماري) يعني چٽ ڪري ڇڏيندي آهي.

مٿينءَ مصرع ۾ شاعر دنيا جي دور جو ذڪر ڪندي چوي ٿو، تہ ڪن آبادگارن ٻوڪون ڪيون، انهن ٻوڪن کي ٻانئي بہ ڏيءُ تي مليو. فصل بہ پڪو، پر هٿيو لڳو، تنهن پڪل فصل کي هٿي (چٽ ڪري) ڇڏيو. مطلب تہ رڌي پڪي بہ يا لصيب!

ڏسو هيءُ دنيا جو دور! مٿين مصرعن ۾ خيال نهايت عمدو سمايل آهي، پر لکندڙ غلط معنائون ڏيئي، قصوئي ڪاري ڇڏيو آهي!

غزل ١٤-

پيئي جا ٽڪر ٿوبي تسي، چاڙهيو ان کي تون دوٻين تي،
هن ۽ هن کي چو لوئين ٿي، پڇيو هٿ سان ڪري ٿپ ٿپ.

دوهڻ معنيٰ لکيل آهي سخت باھ ڏيڻ. هيءُ صفا ڏکو هنيو اٿس. دوهڻ لفظ اصل ۾ آهي دَهڻ. معنيٰ زور سان وجهڻ، ٽنبڻ، جهوڪڻ. هتي معنيٰ ڪاٺيون چلهي ۾ دَهڻ. لوڻ جي معنيٰ لکيل آهي ڏوھ ڏيڻ. حقيقت ڪري لوڻ معنيٰ آهي بدنام ڪرڻ. هيءَ پڙهٽي غلط، ته معنيٰ به غلط! لوئين ٿي بدران پڙهڻ گهرجي لوہين ٿي! اها پڙهٽي اڳين چاپن ۾ آهي ۽ نهي به اها ٿي. پهرينءَ مصرع ۾ توبي ٿي ۽ دوہين ٿي سان گڏ، ٻيءَ مصراع ۾ لوہين ٿي پڙهبو، ته پوءِ قافيو برابر بيهندو. لوئين ٿي لکڻ ڪري قافيو بيهي نٿو. لوہڻ معنيٰ آهي لبڻ، لب لب ڪرڻ يعني سُهمون ۽ سرٽون ڏيڻ، طعنا هڻڻ، مهڻا ڏيڻ.

غزل ١٥-

ڪرڙو لفظ جي معنيٰ ڏلل ئي ڪانهي، — ڪرڙو معنيٰ ڪربر واري زمين.
گهپ لفظ جي به معنيٰ ڏنل ڪانهي، — گهپ معنيٰ لٿ، ڦوقيندو.

غزل ١٧-

ٽوڙسي ڦتجن، سام ستجن،
"گل" نہ ان کي گهاءُ گهپ.

گهپ جي معنيٰ لکيل آهي اونهو.

حقيقت ڪري گهاءُ گهپ گڏي چئبو آهي ۽ ٻنهي لفظن جي معنيٰ آهي ڦٽ ويڄ. ڏسو شرت صاحب واري ڊڪشنري.

غزل ٢٠-

چَپ جي معنيٰ لکيل آهي منجهہ وچ، پر صحيح معنيٰ اٿس ٺڪ، ٺهہ پهہ. ڏسو شرت صاحب واري ڊڪشنري. هاڻ وچ ۽ پڇاڙيءَ وارن صفحن مان مثال ڏجن ٿا، جيتوڻيڪ چُڪون پيون به آهن.

غزل ٨٣-

ميهر ۾ سهسيءَ ڇا ڏٺو؟
ڇا ڪير هو ڪنهن جو اِنو؟
جهوري وڌو جنهن جهول ۾،
سالڪ سچا، ڏي مون خبر!

اِنو معنيٰ لکيل آهي چاهو. خبر نہ آهي، تہ هيءَ معنيٰ آندي ڪٿان اٿس، ۽ هتي لاڳو ڪيئن ڪبي؟ بهرحال، هيءَ معنيٰ غلط آهي. اِش (انگريزي وِش) معنيٰ خواهش ڪرڻ. سنسڪرت ۾ ان جو زمان ماضي مطلق آهي اِشپ. (انگريزي وشد) معنيٰ خواهش ڪيل. پراڪرت ۾ ان جو اچار آهي اِٿ (ڏسو هرگووندداس شيٺ جي پراڪرت ڊڪشنري).

پراڪرت. اِٿ بدران سنڌيءَ ۾ چئون اِنو — معنيٰ خواهش ڪيل، تڪيل، نظر يل.

سهڻي-ميهار جي قصي موجب سهڻيءَ کي جنهن مهل ڏم سان تي پرڻايائون، تنهن مهل ساٿ سوڻ لاءِ ڪنهن ميهار ڪان ڪير گهريائون. هن ڪير ڏٺ هي ڏنو ته ان جي پيڻ سان سهڻي انهيءَ دم ميهار تي عاشق ٿي پيئي!

چُڪيءَ تنهن چَري ڪئي، جو ڏنس آن ڏٺ هي،
سهڻيءَ ڪي سيد چئي، وڏو قرب ڪُهي. (شاهه)

هيءُ شاعر به انهيءَ ڳالهه تان عجب ۾ پئي پڇي ٿو، ته ميهر ۾ سهڻي ڏنو ڇا هو؟ اهو ڪير ڪنهن جو نظريل (نظر لڳل) هو ڇا، جنهن ڪري ائين ٿيو؟

غزل ١٦١-

حقيقت پاڻي، صورتون مڙيئي ٿانءَ،
نڪر ٿانءُ وڪرو، نه پاڻي پيو!

وڪرو معنيٰ لڪيل آهي سامان. لکندڙ شايد ائين سمجهيو آهي ته وڪرو لفظ وڪر مان نڪيل آهي. ڪيئن به سمجهيو هجيس، پر معنيٰ غلط اٿس. سنسڪرت ۾ وڪر معنيٰ ڦريل صورت. ان جو اچار سنڌيءَ ۾ آهي وڪرو، ۽ معنيٰ اٿس ڦريل صورت وارو، علحدو، نيارو، نرالو، الڳ. مطلب هيءُ آهي ته پاڻي حقيقت ۾ هڪڙو آهي، پر جدا جدا ٿانون ۾ الڳ الڳ صورت اختيار ڪري ٿو. چورس باسڻ ۾ پاڻي چورس ۽ گول باسڻ ۾ گول نظر اچي ٿو. اهي نکر ۽ ٿانءَ ڦريل صورت وارا يعني علحدا علحدا ۽ پيا پيا آهن، پر پاڻي پيو نه آهي. (اهوئي ساڳيو ئي آهي) هن سڄي غزل ۾ فيلسوفي ڀليي اٿس، پر غلط معنائون مرڳو پڙهندڙن جون فيهون منجهائيندڻيون. هيءُ شاگردن سان جنسي ويل وهايو اٿن، جو هڙو غلطين ڀريل ڪتاب مٿن مڙهيو اٿن.

هن ليک لکڻ ۾ منهنجون ٿي مکيه مرادون آهن:

(١) سنڌ جي ڪاليجن ۾ جيڪي پروفيسر هيءُ ڪتاب پاڙهين ٿا، تن کي وينتي ڪريان ته هن ڪتاب جي پڙهڻين ۽ معنائن تي نه پاڙين، پر ديوان گل جو ڪو اڳيون نسخو هٿ ڪري، اول پڙهڻيون درست ڪن، نه ته خود ڪين ڪيتريون سٽون سمجهڻ مشڪل ٿينديون. معنائن لاءِ موجود ڊڪشنريون به ڏسن. البت موجود ڊڪشنرين ۽ سنڌي لغتن ۾ به ڪي ڪي غلطيون آهن، ته به انهن ۾ ايتريون ڪينهن، جيتريون هن ڪتاب ۾ آهن.

(٢) سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، جنهن هيءُ ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، سا ديني ڪتاب به ڪيڍي ٿي، تنهنڪري شايد مسلم نالو پاڻ تي ڌريو اٿس، پر سچ پچ هيءَ ڪا فرقيوار سوسائٽي ڪانهي، ڇو ته جيڪي ڪتاب هيل تائين ڪڍيا اٿس، تن مان ڪيترا هندن لاءِ به ڪارائتا آهن. جنهن صورت ۾ هيءَ سوسائٽي سنڌي ادب جي ترقيءَ ۾ وڏي واهر ڪندڙ آهي، ۽ ان جا ڪتاب هندن توڙي مسلمان شاگردن لاءِ درسي ڪتابن طور اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾

منظور ٿين ٿا، تنهن صورت ۾ بهتر ٿيندو ته پنهنجي معزز دوست خانبهادر محمد صديق ميمڻ، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي سيڪريٽريءَ کي، هن مهراڻ جي ذريعي منت ڪريان، ته پنهنجي سوسائٽيءَ وارن کي چئي ڇڏي ته ڪتاب وڏيڪ خبرداريءَ سان تيار ڪن، نه ته خود سنڌ ين سوسائٽيءَ جي ان ۾ گهٽتائي آهي.

(٣) اڄڪلهه ويهن ورهين کان ڏسندو اچان ته سنڌي درسي ڪتابن بنسبت هڪ نه ٻي دانهن هلي اچي. اهڙيون دانهون هميشه لاءِ ڪيئن بند ٿين، تنهن لاءِ ڪا واٽ ڳولي ڪڍڻ ضروري آهي.

ٻي ڳالهه ته جيڪي ڪتاب اسڪولن ۽ ڪاليجن جي شاگردن لاءِ درسي ڪتابن طور منظور ٿين ٿا، تن مان ڪن جي پڇاڙيءَ، اهڙن لفظن ۽ جملن جون معنائون اڳيئي ڏنل آهن. اهي ڪيتريقدر صحيح آهن تنهن لاءِ نموني خاطر ڏسو، ادبي گلشن ۽ هي ديوان گل. جن ڪتابن جي پڇاڙيءَ معنائون ڏنل نه هونديون آهن، تن جا نوٽ ڪي ماستر ڪڍندا آهن. وقتي ٽي-ٽي، چار-چار ماستر ساڳئي هڪڙي ڪتاب جا نوٽ ڪڍندا آهن، ۽ ويچارا شاگرد اهي خريد ڪندا آهن. انهن مان ڪيترن ۾ معنائون ڏسو ته جنسي آلو ٽڪُورا! انهن غلط معنائن جي ڦهلاءَ کي بنجي ڏيڻ لاءِ هڪڙي ئي ڪارگر واٽ هيءَ آهي ته اسڪولن ۽ ڪاليجن لاءِ درسي ڪتابن جوڙڻ جو ڪم سنڌي ادب (ساهت) لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ تي رکجي، ۽ ڪا دانهن اٿي يا بورڊ جي ڏنل معنائن مان ڪي غلط ثابت ٿين ته بورڊ کي جوابدار ٺهرائي سگهجي.

بورڊ جا ميمبر نه رڳو سنڌيءَ جا ڄاڻو آهن، پر منجهانئن ڪيترا عربي، پارسي ۽ هندستاني ۾ به قابل آهن. وڏي ڳالهه ته بورڊ وٽ ڪيتريون نهايت قيمتي ۽ ڪارائتيون سنسڪرت، پراڪرت، هندي، عربي، پارسي وغيره ڊڪشنريون آهن، جي سيڪو خريد ڪري ڪين سگهندو، تنهنڪري ڪتابن جوڙڻ ۽ معنائن لکڻ جو ڪم بورڊ جي حوالي هئڻ گهرجي ۽ سندس ئي ڏنل معنائون مستند سڏي سگهبيون.

سنڌ سرڪار هي بورڊ ٽڪن ڪمائڻ لاءِ جاري ڪونه ڪيو آهي. تنهنڪري بورڊ جا ڇاپيل ڪتاب شاگردن کي سستا به ملندا. خرچ ٿورو ۽ ڪم خاطريءَ جهڙو، انهيءَ کان وڌيڪ ٻيو ڇا گهرجي؟

پڇاڙيءَ ۾ مان پنهنجي محترم دوست ڊاڪٽر دائود پوٽي ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن کي مهراڻ جي ذريعي عرض ٿو ڪريان ته پنهنجي اياماڪاريءَ ۾ جيڪڏهن سنڌ مان ڀال ڀلائڻو اٿس، ته آئيندي رڳو بورڊ جا تيار ڪيل درسي ڪتاب، سنڌ جي هاءِ اسڪولن لاءِ منظور ڪري. ۽ ڪنهن به هڪ مصنف يا مولف جو تيار ڪيل ڪتاب منظور نه ڪري. پوءِ پلي ته اڳلو ڪهڙو به قابل ليکبو هجي.

ڊاڪٽر دائود پوٽو بمبئي يونيورسٽيءَ جي سنڌيءَ جي بورڊ آف اسٽڊيز جو به ميمبر آهي، تنهنڪري بورڊ جا تيار ڪيل ڪتاب ڪاليجن لاءِ منظور ڪرائي سگهي ٿو. سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ جا تيار ڪيل ڪتاب پهرين ته اول سنڌ جي ٽيڪسٽ بڪس ڪاميٽي ۽ يونيورسٽيءَ جي بورڊ آف اسٽڊيز جا ميمبر نظر مان ڪڍن. اُهي چوڪسيءَ مٿان چوڪسي ٿيندي، ته ان ۾ پاڻ شاگردن جو ڀلو آهي. ۽ مون کي خاطري آهي ته بورڊ وارا ڪڏهن به ڏُکي يا اوٽ تي معنائون ڪين ڪندا، جنهنڪري سنڌين معنائن مان ڪو به ڇُٽڪ ڪڍي ڪو نه سگهندو.

[مهراڻ: پهريون دور — نمبر ٦، ٧ ۽ ٨ — سال ١٩٤٦ع]

پيرومل مهرچند آڏواڻي

# سنڌيءَ جي ڏکدائڪ حالت

## حالت سڌارڻ لاءِ رٿ

اڳي سنڌي رڳو مئٽرڪ تائين پاڙهڻ ۾ ايندي هئي. ٻين ڏيهي ٻولين وانگر ڪاليجن ۾ پير پائڻ نٿي ملي‌س! بمبئي يونيورسٽيءَ جو اعتراض رڳو هيءُ هو ته سنڌيءَ ۾ ساهت ڪو گهڻو ڪونهي، ۽ نثر جا ڪارائتا ڪتاب، جي ڪاليجن ۾ پاڙهجن، سي ته ٻنهه ڳاڻ ڳڻيا آهن. پڪارن پنيان پڪارون ٿيون، تڏهن جون ۱۹۲۴ع کان وٺي، فقط بي. اي. امتحان جي نصاب ۾ سنڌي درج ٿي، سا ٻه آزمائش طور! ان وقت تائين شڪارپور وارو ڪاليج اڃا کليو ڪونه هو. حيدرآباد وارو ڪاليج برپا ٿيل هو، پر ان ۾ اڃا بي. اي. ڪلاس ڪونه کوليو هئائون. ڪراچيءَ واري ڪاليج ۾ بي. اي. وارن کي سنڌي سيکارڻ لاءِ، جون ۱۹۲۴ع کان وٺي، مسٽر دائود پوٽو (هاڻ ڊاڪٽر) سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيو. سگهوئي پوءِ هو صاحب، ڊاڪٽريءَ جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ، ولايت هليو ويو. ٻئي ٽرم ۾، يعني نومبر ۱۹۲۴ع کان وٺي، مان سندس جاءِ تي، سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيس. مان تيرهن ورهيه ڪاليج ۾ رهيس، پر سادا ٻارهن ورهيه ڪن ساندهه ڪاليجن جي پهرين ٻن ڪلاسن ۾ سنڌي سيکارڻ ۾ ڪانه آئي! سن ۳۷-۱۹۳۸ع ۾ منهنجي رٽائر ڪرڻ کان فقط ٿورا مهنا اڳ، ڪاليجن جي سيني ڪلاسن ۾ سنڌي پئي، ته گهڻو خوش ٿيس. انٽر مئٽرڪ کان وٺي، بي. اي. تائين ساندهه سنڌي سيکارڻ جو رواج پيو، جو اڄ تائين هليو اچي. ٻئي سال کان وٺي، بي. اي. آنرس وارن کي ٻه سنڌي سيکارڻ ۾ ايندي، جا هيڪاري وڏيڪ خوشيءَ جي ڳالهه آهي.

سن ۱۹۳۸ع کان وٺي منهنجو ڪاليج سان ڪو واسطو ڪونه رهيو آهي، ته ٻه من جي منشا هيءَ اٿم، ته ڪاليجي شاگردن کي اهڙا ڪي ڪتاب موجود ڪري ڏجن، جي ڪين پنهنجيءَ مادري زبان جي مايي وڌائڻ ۾ مدد ڪن. ڪو هڪڙو ٻه ڪتاب لکڻو هجي، ته مان جيڪر پاڻ ئي لکي پورائي ڪريان، پر منهنجي جيڪا رٿ آهي، تنهن موجب گهڻن ساڪرن (اديبن) جي سهائتا ۽ سهڪار گهرجي. اهڙا دل گهريا دوست جيستائين ملن، تيستائين مون يڪي سر، ٽي ورهيه پورهيو ڪري "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" تيار ڪئي، جا بمبئي يونيورسٽيءَ، بي. اي. جي شاگردن لاءِ درسي ڪتاب طور منظور ڪئي آهي. اها تاريخ اڃا

لکي پوري ڪانہ ڪئي هيم، تہ ڪانگ پئي آڏايم، تہ ڪي هڏ ڏوڪي همراهہ هٿ اچن، جي ههڙن ڪمن ۾ هٿ ونائين. اوچتو ئي هڪ اهڙي وات ڪُلي جا مون ڪي خواب خيال ۾ بہ ڪانہ هئي.

سن ۱۹۴۰ع ۾، سنڌ سرڪار، سنڌ سان پنهنجا پال پلائي، سنڌي ادب (ساهت) لاءِ هڪ مرڪزي صلاحڪار بورڊ برپا ڪيو، جنهن جو هڪ ميمبر مان بہ آهيان. اهڙو بورڊ سڄي هندستان ۾ ٻيءَ ڪنهن بہ ڏيهي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ اڄ تائين برپا نہ ٿيو آهي.

انهيءَ بورڊ جا اسين سڀ ميمبر ججهي چاهہ سان ڪم ڪرڻ لڳاسين، ۽ هن وقت تائين سنڌ جو جيڪر گهٽوئي پلو تي سگهي ها، پر اسان جي قسمت ۾ ڪا ڪاٺ تي ڏسجي، جو منجهہ ڪان ٿي وئي هن بورڊ تي هڪڙو نہ ٻيو گرهہ بيٺو ئي آهي! هن وقت ڪنٽرول جو ڪنڊو ڪاپار ۾ اٽڪيل اٿس، جو آسرڻ نٿو ڏئيس، جنهنڪري اهو هڪ گهاتي گرهہ چئبو. ان لاءِ ڪو جاپ ڪرائجي، نہ تہ اجا گهٽائي ڏينهن پيڙا پوگڻي پوندي!

ڪنٽرول ڪاتي جي قاعدن موجب ۱۹۳۹ع ۾ يا ۱۹۴۳ع ۾ جن ڪتاب ڇپايا هئا، تن جا نالا رجسٽرڊ پبلشرس جي ياد داشت ۾ داخل ڪيا اٿن، ۽ ڪين پنن جي ڪوٽا مقرر ڪري ڏني اٿن. هيءُ بورڊ آگسٽ ۱۹۴۰ع ۾ هستيءَ ۾ آيو. سگهوئي پوءِ ٿورا ڪتاب پنهنجي خرچ تي ڇاپائي پڌرا ڪيائين، پر ۱۹۴۳ع ۾ ڪوبہ ڪتاب ڪونہ ڇپايائين، تنهنڪري نڪي رجسٽرڊ پبلشرس جي ياد داشت ۾ نالو داخل ٿيل اٿس، نڪا ڪا پنن جي ڪوٽا منظور ٿي ملي اٿس! ائين ڪم ڪيئن هلندو؟ جنگ جي وقت ۾ پنن جي اڻاٺ تي تہ هند سرڪار حڪم ڪيو تہ جنگ هلندي، ڪابہ نئين اخبار، يا نئون مخزن چالو نہ ٿئي. بورڊ کي مهراڻ ڪيڍڻي هئي، تہ سنڌ سرڪار جي سفارش تي. هند سرڪار انهيءَ مخزن ڪيڍڻ جي خاص طرح موڪل ڏني. انهيءَ سبب آسرو اٿم تہ سنڌ جو هاڻوڪو تعليمي وزير آنربل پير الاهي بخش ترت تدارڪ ڪندو، ۽ ڪنٽرول جي رڪاوٽ لهرائي ڏيندو. ڪنٽرول جا قاعدا هاڻ اڳي جهڙا سخت ڪينهن، ۽ سهولتون ڏيندا پيا وڃن، تنهنڪري هيءُ وقت بہ سٺائو چئبو. شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي بہ چڱي وائي واتان ڪيدي آهي، جو مهراڻ جي پهرين ئي پرچي ۾ پاڻ لکيو اٿس تہ: 'مهراڻ جو ميدان ۾ اچڻ سڀوري سوڻ جو سنيهو آهي'.

مون تہ ڪي پيا بہ سوڻ ڳنڊيا آهن، جن جو ٿورو ذڪر ڪريان ٿو:

مهراڻ جو پهريون پرچو جنوري ۱۹۴۶ع ۾ نڪتو، تہ ڏٺم تہ ان جي پهرين ئي پهرين سٽ، ايڊيٽوريل بورڊ (اداره) هنن لفظن سان شروع ڪئي آهي:

"اسان جي محبوب وطن جي محبوب زبان......".

ڪهڙا نہ مٺا ۽ وڻندڙ لفظ! پهريندي ئي شرط اها اوسهہ آئي، تہ منهنجي دل شاهدي ڏني تہ بورڊ برپا ٿيڻ سان جيڻ ڪيترا ڪارا ڪکر متانئس غبار ڪري اچي بيٺا هئا، ۽ پوءِ آهستي آهستي

پاسيرا ٿيندا ويا، ۽ هاڻ سچ ڪُنُي بہ ڪيدي آهي، جو بورڊ جي سهاري هيٺ مهراڻ ڪيڻ جي موڪل خاص طرح ملي آهي، تيئن باقي رهيل هڪ بہ ڪارو ڪکر بہ سگهوئي ٽڙي پکڙي ويندو، ۽ اسان جو سنڌي ساهت هاڻ ڏينهون ڏينهن پوءِ چڱو زور ونندو ويندو. اسان جو ساهت ڪيتريقدر زور ٿئي، سا مراد بہ ايڊيٽوريل بورڊ پنهنجي انهيءَ ليک جي پڇاڙيءَ واري فقري ۾ هيئن ڄاڻائي آهي تہ: ”سنڌي ساهت جي چمن ۾ اهڙا عمدا گل پيدا ٿين، جن جي پيٺ دنيا جي نامور باغيچن جي گلن سان ٿي سگهي، ۽ جن جو عطر دنيا جي ٻين ٻاگن ۾ نمائش لاءِ موڪلي سگهجي“. -آمين!

ساڳي مهراڻ ۾ مولوي عبدالڪريم چشتيءَ جو سنڌي ٻوليءَ بابت لکيل مضمون بہ ڏٺم، جو هنريت شروع ڪيو اٿس:

”هرهڪ قوم ۾ هرهڪ ملڪ جي خيالات ۽ جذبات سمجهڻ جو وسيلو ٻولي آهي. هرهڪ قوم جي علم ۽ فضل، ۽ سنديس خوبين ۽ ڪمالتين جي معلوم ڪرڻ لاءِ ٻولي ئي هڪ بهترين ذريعو آهي. ڪنهن بہ قوم جي طبيعت جو آئينو سنديس ٻولي آهي، جنهن مان سنديس خال خط ۽ حسن جمال ڏسي ٿو سگهجي. نہ رڳو ايترو، پر هرهڪ قوم جي ماضي ۽ حال سان گڏ سندس مستقبل بہ ٻوليءَ تي مدار رکي ٿو... سنڌي ٻولي معمولي ۽ غيراهم ٻولي نہ آهي. هوءَ هڪ شاندار ۽ اهم لذيذ ٻولي آهي......“

اهي لفظ پڙهيم تہ دل ۾ آيم تہ مهراڻ جي ايڊيٽوريل بورڊ وارا ۽ مرڪزي ادبي بورڊ جا ٻيا اهڙا ميمبر، جن کي پنهنجيءَ مادري زبان لاءِ هيتري عزت ۽ سڪ آهي، ۽ ٻوليءَ جي اهميت پليءَ پٽ محسوس ڪن ٿا، تن جي اڳيان جيڪڏهن پنهنجا ويچار ظاهر ڪندس، تہ هو اٻچو، جوڳو ڌيان ڏيندا.

پنهنجيءَ رت ظاهر ڪرڻ جي همت هيڪاري هن سبب ٿيم، جو مهراڻ جي انهيءَ ساڳي پهرين پرچي ۾ شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي جو ليک ”ادبي سنگت“ جي سري سان ڏٺم، جنهن ۾ ڏسو تہ کهڙي نہ اتساهہ سان اسان کي ڪوٺ ڏني اٿس:

”اچو يارو، هندو مسلم ياٿرو، تہ هڪبئي سان ملي، مهراڻ جي وسيلي، هڪ اهڙي ادبي سنگت، ادبي ياري يا جمعيت ٺاهيون، جنهن کي ملڪ جي ادبي اَنتيءَ جو اونو هجي.“

انهيءَ ساڳي ليک ۾ هيئن بہ لکيو اٿس:

”مهراڻ جا باني مباني، مرڪزي ادبي بورڊ جا عضوا، ۽ سنڌ جا ٻيا اديب، هندو توڙي مسلمان، گڏجي هڪ ادبي منڊلي بنائين، جنهن جي فردن ۾ ٻيائيءَ جي بوءِ نہ هجي، ۽ جي وصال جا ورق واري، ۽ وڇوڙي جا وڍ وڃائي، سنڌي ساهت کي معياري صورت ڏين، ۽ پختگي ۽ پايندگي بخشين“.

هن ڪان وڌيڪ ٻيو اسان کي ڇا گهرجي؟ اڳي ائين پئي چيم تہ سون کي ڪي وٺائيندڙ هجن: تن جو پتو تہ هيئنر مهراڻ مان پيم، پر سندن خيالن مان بہ چڱيءَ طرح واقف ٿيس.

ڊاڪٽر دائود پوٽي جي متين لفظن ته سون ۾ هيڪاري نئون سنئون آسرو ۽ اتساهه پيدا ڪيو آهي، جو منهنجي جيڪا رٿ آهي، تنهن مان ڪي ڳالهيون پڻ اڳيئي ڇاٽايون اٿس. انهيءَ سبب اول انهن جو ذڪر ڪريان ٿو.

ڊاڪٽر دائود پوٽي، ادبي سنگت جا ڪي وظيفا ڄاڻايا آهن، جن مان پهريون ۽ مکيه هيءُ آهي.

"قديم ادبي ذخيرو ڪٺو ڪري، سنڌي لغت کي سهڻن سنڌي لفظن سان مالا مال ڪرڻ."

منهنجي رٿ موجب ٻه شاگردن توڙي پڻ لاءِ اول ته عمدي لغت گهرجي. اها ته ضرورت اڳيئي محسوس ڪري، سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ تي، سنڌ سرڪار جيڪي ڪم رکيا آهن، تن مان هڪڙو مکيه ڪم هيءَ ٻه آهي ته هڪ مڪمل سنڌي لغت تيار ڪري، ۽ سائنس جا نوان نوان لفظ ۽ محاورا ٻه گهڙي، ان ۾ وجهي. بورڊ جي پهرين ميٽنگ ١٤- سيپٽمبر ١٩٤٠ع جي ٿي، جا ٻئي ڏينهن ٻه هلي. ان ۾ ٺهراءُ پاس ٿيو، ته لغت جوڙڻ جو ڪم بنا دير شروع ٿئي. بروقت هڪ سب ڪاميٽي مقرر ٿي، جنهن جو هڪ ميمبر مان ٻه آهيان. اسان يڪدم ٻئي ڏينهن يعني ١٦- سيپٽمبر ١٩٤٠ع کان وٺي، سنڌي-سنڌي لغت جوڙڻ شروع ڪئي. هن وقت تائين انهيءَ لغت جا پهريان ٻه جلد تيار ٻه ٿي چڪا آهن، جن جي ڇپائڻ ۾، ڪنٽرول جي رڪاوٽ ۽ ڪن ٻين سببن ڪري، دير ٿي آهي. اميد ته اهي جلدئي ڇپجي پڌرا ٿيندا، ۽ انهن جي پٺيان ٻيا جلد ٻه رفته رفته نڪرندا. ايترو ڇئبو ته هيءُ هڪ تمام وڏو ۽ انڪائيو ڪم آهي، جو ڪي ورهيه وٺندو. هاڻ سوال هيءُ آهي، ته انهيءَ وچ ۾ ڇا ڪجي؟ ۽ اهو ڇو ڪجي؟ هن لاءِ اول هاڻوڪيون حالتون ڏسو.

اڳي شرٽ صاحب واري سنڌي ڊڪشنري هئي، جا ڪيترن ورهين کان ڪمياب آهي، سن ١٩١٠ع ۾ مسٽر پرمانند ميوارام سنڌي-انگريزي ڊڪشنري ڪئي، سا ٻه ڏهن-ٻارهن ورهين کان بازار ۾ وڪري لاءِ موجود ڪونهي! سن ١٩٣٣ع ۾ مسٽر پرمانند، انگريزي-سنڌي ڊڪشنري ڇپائي، سابه گهڻن ڏينهن کان کپي ويئي آهي، ۽ ملي نٿي سگهي! هن وقت جيڪڏهن اسان کان ڪو پڇي ته توهان وٽ ڪهڙيون ڪهڙيون ڪارائتيون سنڌي-انگريزي ۽ انگريزي-سنڌي ڊڪشنريون موجود آهن، ته جيڪر ڪهڙو جواب ڏيونس؟ لڄ وچان جيڪر ڪنڌ هيٺ ڪرڻو پويئون! اردو، هندي، گجراتي، بنگالي وغيره ۾ ڪارائتيون ڊڪشنريون بيشمار، ۽ سنڌيءَ ۾ انهن جو ڏڪار! اسان وٽ سنڌي عالمن جي ٻه اڻاٺ ڪانهي. تنهن هوندي ٻه هيءَ حالت! افسوس!

ڪي صاحب شايد چوندا: ڏيري ڏيري ڏونئرو چمندو، ۽ ٿپ ڪوهه ڪين ڪجندا. پر سوال آهي، ته اجا ڪيترا ڏينهن ترسون؟ هن وقت سنڌ ۾ جيڪا حالت آهي، تنهن جو ٻه ته ويچار ڪرڻ گهرجي. مهراڻ جو ٣، ٤ ۽ ٥ پرچو، جو يڪو نڪتو آهي، تنهن جي صفحي ٧٩ ۾، حل طلب جي سري سان هڪ ليک پيو آهي، جنهن ۾ ڪنهن صاحب هيئن لکيو آهي:

”مون کي ڪن سنڌي بيتن جي معنيٰ پوريءَ طرح سمجهه ۾ نٿي اچي. نوازش فرمائي، هيٺين سٽن کي پنهنجي مخزن ۾ وجهي، سنڌيدانن کي عرض ڪندا، ته چٽيءَ طرح سمجهائي ڏين“.

اهي لفظ لکي، پوءِ ڪن بيتن جون سٽون ڏنيون اٿس، جن ۾ سمير، رهاڙ، وڏاڙ ۽ ٻيا ڪي لفظ ڪم آيل آهن، جن جون معنائون ڪنهن به سنڌي لغت ۾ ڏنل ڪينهن. هاڻ مهراڻ جي ايڊيٽوريل بورڊ جا ميمبر پاڻ چون، ته هن صاحب کي مهراڻ جي ذريعي اهو جواب ڏيندا ڇا، ته ٿورا ورهيه ترسو، ته اسان جي مرڪزي بورڊ جي جوڙيل ڊڪشنري ڇپجي تيار ٿيندي، تنهن مان انهن لفظن جون معنائون ڏسجو؟

جيڪڏهن مهراڻ جا باني مباني مرڪزي ادبي بورڊ جا عضوا، ۽ سنڌ جا ٻيا اديب، هندو توڙي مسلمان، عام خلق جي هيڙين گهرجن جو حال في‌الحال گهٽو خيال نه ڪندا، ته پنهنجن ٻچڙن جو اونو به ڪونه ڪندا ڇا، جي اڄ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ تعليم پرائي رهيا آهن، ۽ جن ۾ آسون اميدون اٿئون، ته منجهائن ضرور ڪي نه ڪي اهڙا عالم ٿيندا، جو سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت کي ڪنهن وڏي اوج تي آڻي، پنهنجو ناماچار ڪيدندا، ۽ پنهنجي پرڳڻي جو به منهن مٿي ڪندا؟ جيڪڏهن خود ماسترن ۽ پروفيسرن کي سنڌي لفظن جون معنائون ڪٿان به ملي نه سگهنديون ته اسانجن نونهالن کي ڇا سيکاريندا؟ انهن کي به ائين چئون ڇا ته تيستائين ترسو جيستائين مرڪزي ادبي بورڊ واري لغت ڇپجي تيار ٿئي؟ وڏي ڳالهه ته جڏهن هن ڏکدائڪ حالت جو ترت تدارڪ ڪري سگهجي ٿو، تڏهن وڏيڪ دير وجهون ڇو؟ هيڙي ضروري ڪم ۾ دير وجهڻ، سو آهي پنهنجن ٻچڙن سان دشمني ڪرڻ! انهيءَ سبب منهنجي رٿ هيءَ آهي، ته مسٽر پرمانند واريون ٻئي ڊڪشنريون مرڪزي صلاحڪار بورڊ سڌاري، ۽ ڪجهه قدر وڌائي، پنهنجي پاران ڪڍي. بورڊ تي سنڌ سرڪار جيڪي ڪم رکيا آهن، تن مان هڪڙو هيءُ به آهي، ته جيڪي ڪارائتا ڪتاب اڳ جا ڇپيل هجن، ۽ هن وقت نه ملي سگهندا هجن، سي بورڊ وري ڇپائي. بورڊ کي اها اختياري جڏهن اڳيئي مليل آهي، تڏهن هن ضروري ڪم ۾ دير ٿوي ڇو؟ ٻنهي ڊڪشنرين کي تمام گهٽي قدر وڌائڻ يا مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي، ته پوءِ وري به دير پوندي. انهيءَ سبب منهنجي رٿ هيءَ آهي ته بورڊ جي ڊڪشنري ڪاميٽيءَ وٽ جيڪي سنڌي لفظ اڳيئي ڪٺا ٿيل آهن، ۽ مسٽر پرمانند واري ڊڪشنريءَ ۾ ڪينهن، سي بلاشڪ ان ۾ گڏجن؛ ۽ انهن جي گڏڻ ۾ ڪو گهڻو وقت ڪونه لڳندو. ڪٿي ڦير ڦاريون گهربل هجن، ته اهي به مناسب هنڌن تي ٻلي ڪجن. سنڌي ڊڪشنريءَ ڇپجڻ جو ڪم شروع ٿئي، تنهن کان پوءِ ڪي وڌيڪ لفظ ملن ته اهي ڊڪشنريءَ جي پڇاڙي ضميمي ۾ وجهجن. انگريزي-سنڌي ڊڪشنريءَ ۾ به ائين ڪجي. جيڪڏهن هڪڙي ڊڪشنري هڪڙيءَ پريس ۾، ۽ ٻي ڊڪشنري ٻيءَ پريس ۾، ڇپجڻ لاءِ ڏبي، ته ٻئي ڊڪشنريون ٽن چئن مهينن

جي اندر ڇپجي تيار ٿي ويندي، ۽ گهٽ ۾ گهٽ جو سهنج ٿي پوندو، نامت ڪان آمت پلي. اڻ هوند ڪان هوند چڱي. ڪنهن مڪمل ۽ وڏي ٿَهرُ واري ڊڪشنريءَ لاءِ ٽرسٽ جو ضروري ٿي ڪونهي. هيءُ ڪٿي ننڍي ٿهر واريون ٿينديون، پر منجهن ڪيترائي وڏيڪ لفظ جهٽ پٽ گڏي سگهجن ٿا. تنهنڪري مسٽر پرمانند وارين هاڻوڪين ڊڪشنرين ڪان اٽڪو وڌيڪ ڪارائتيون ٿينديون، ۽ اسين ڪجهه قدر ڪنڌ ڪٽڻ جهڙا به ٿينداسين. مهراڻ ۾ ڇپيل ڪن ايڪن مان ظاهر آهي، ته هن وقت اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ڪيترين غلط معنائن جو ڦهلاءُ پيو ٿئي. مسٽر پرمانند واري سنڌي-انگريزي ڊڪشنري ڪجهه قدر وڌائي ڇپائبي، ته غلط معنائن جي ڦهلاءَ کي به گهٽي قدر ترت ٺنجو اچي ويندو. انهيءَ ڊڪشنري سوڌڻ ۽ وڌائڻ لاءِ ڌار سب ڪاميٽي مقرر ٿئي. انهن ٺهي سب ڪاميٽين تي هيءُ ڪم به رکجي، ته مهراڻ جي ذريعي جيڪي صاحب ڪن اهنجن لفظن ۽ اصطلاحن جون معنائون پڇن، تن جا جواب ترت تيار ڪري، مهراڻ جي ايڊيٽوريل بورڊ کي موڪلين ته اهي ڇاپي پڌرا ڪري. ڪن صاحبن کي اهي جواب صحيح نه لڳن، يا ڪنهن معنيٰ ۾ ڪو ٿورو ئي شڪ پوين، ته اهو مهراڻ ۾ ظاهر ڪن. ڪن کي وڌيڪ لفظن جون معنائون کپنديون هجن ته سندن ليک به يڪدم ڇپجي پڌرا ٿين. ائين گهڻا ئي نوان لفظ ملندا. معنائن بابت شڪ شبها به دور ٿي ويندا، ۽ ٻين جي سهڪار سان ڪم نهايت عمدو ۽ خاطريءَ جهڙو ٿيندو. خود مهراڻ هيڪاري وڌيڪ ڪارائتو ٿيندو، ۽ قدردان ان جو قدر پاڻيهي پيا ڪندا.

ڊاڪٽر دائود پوٽي ادبي سنگت جو ٻيو مکيه وظيفو هيءُ ڄاڻايو آهي: "سنڌي صورتخطيءَ کي صحيح بيهڪ ڏيارڻ".

هيءَ ته ٻنهي پختي پيڙهه ٻڌڻ جي وات ڏَسي اٿس. سنڌي ساهت کي معياري صورت ڏيڻ لاءِ اول ته صورتخطيءَ کي صحيح بيهڪ ڏيارڻ ضروري آهي. جو هن وقت تائين سنڌيءَ جو ڪو ڏٺي ڏوٺي جاڳيو ئي ڪونهي. ساڳيا ئي لفظ، هڪڙا هڪڙي طرح، ته پيا ٻيءَ طرح پيا لکجن! مثلاً آيت-آئِت؛ هنٽر-هيٺر؛ جڏهن تڏهن-جڏهين تڏهين؛ ڏِئو-ڏيو-ڏيئو؛ سٺارو-سيارو-سيٺارو؛ ڪئو-ڪوئو؛ ڪُهر-ڪوهر؛ زالون ويون-زالون ويئون؛ هو آيا هوا-هو آيا هئا وغيره-جنهن صورت ۾ سنڌ جي ڊئريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن هيءَ ڳالهه پاڻ چوري آهي، تنهن صورت ۾، هن ڳالهه جي پختي پائي ٻڌڻ لاءِ، سان سنڌس ڏيان، موجوده درسي ڪتابن ڏي ڇڪايان ٿو، جو اهو ڪم انهن ڪتابن کان وٺي، شروع ٿيڻ گهرجي. هن وقت مون کي فقط سنڌي ٻيو ڪتاب ۽ ستون ڪتاب ملي سگهيا آهن، تن مان ٿورا مثال ڏيان ٿو.

سنڌي ٻئي ڪتاب ۾ لکيل آهي سبق پندرهون (هڪڙي نور جي ڳالهه)، ۽ سنڌي ستين ڪتاب ۾ لکيل آهي سبق پندرهون. شرت صاحب واري ڊڪشنريءَ ۾ به پندرهن ۽

پندرهون لفظ لکيل آهن. پندرهن اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ پنچ دشن، ۽ اکري معنيٰ اٿس پنج ۽ دس (ڏهه)، يعني پندرهن (۱۵) دس لفظ 'د' ۾ آهي، تنهنڪري پندرهن ۽ پندرهون لفظن ۾ د بدران ڏ ڪم آڻڻ غلط آهي. مون کي ڪونه سجهي، ته اڳين درسي ڪتابن ۾ اها غلطي هئي. هيءَ غلطي ويجهڙائيءَ ۾ ٿيل ٿي ڏسجي، جا بنا دير درست ڪرڻ گهرجي.

ساڳي سنڌي ٻئي ڪتاب ۾ لکيل آهي سبق اوڻيهون. (ڪُتي ۽ سندس پاڇي جي ڳالهه). اوڻيهون لکڻ غلط آهي، اها غلطي شرت صاحب واري ڊڪشنريءَ ۾ به آهي. صحيح اچار آهي اُڻويهه. ان جي منڍ وارو اُڻ لفظ، اُوڻائي يا گهٽتائيءَ جي معنيٰ ڏيکاري ٿو، پر انگن ۾ خاص طرح هڪڙو گهٽ ڏيکاري ٿو. يعني اڻويهه (اُڻ+ويهه) جي اکري معنيٰ آهي ويهن سان هڪڙو گهٽ (۱۹). اهڙيءَ ريت اُڻاسي معنيٰ اَسيءَ سان هڪڙو گهٽ. جيڪي اوڻيهه ۽ اوڻيهون لکن ٿا، سي ڇڏبو ته هن مرڪب لفظ ۾ ويهه جو اچار بنهه قيرائي ٿا ڇڏين. ساڳي ٽي ڪتاب ۾ سبق اُٺتيهون لکيل آهي. اٺتيهه معنيٰ ٽيهن مان هڪڙو گهٽ (۲۹). اهو اٺتيهون لفظ صحيح آهي. ساڳيءَ طرح اوڻيهه به اڻويهه هئڻ گهرجي. اها درستي سڀني ڪتابن ۾ ٿيڻ گهرجي. هيءُ ڳالهيون ڏيکارين ٿيون تہ سنڌيءَ جي هاڻوڪي دڪدائڪ حالت مٿان وٺي سڌارڻي آهي، جو اهڙي اوندهه، ٻيءَ ڪنهن به ٻوليءَ ۾ ڪانهي.

سنڌي ستين ڪتاب جو پندرهون سبق مهمانداريءَ بابت آهي. ان جي پهرين ٽي پهرين سٽ ۾ لکيل آهي خذمت چاڪري! هيءَ ٽئين غلطي ڏسو! سچ پچ ته خذمت بدران خدمت لکڻ گهرجي. خادم، مخدوم وغيره ساڳئي بنياد مان آهن، ۽ انهن ۾ 'د' ڪم آڻجي ٿو، ته خدمت ۾ 'ذ' اکر ڪهڙي حساب سان لکيو اٿن؟ جيڪڏهن اها ڇاپي جي چُڪ آهي، ته ڪتاب جي ٻئي ڇاپي ۾ درست ڪرڻ گهرجي. ٻيا درسي ڪتاب به جاچڻ گهرجن. مٿان انهن ۾ به ڪي چڪون هجن.

هن ليک لکندي، ٻه ٻيون ڳالهيون به خيال ۾ آيون اٿم. عددن ۾ ڇئون– پهريون، ٻيو، ٽيون، چوٿون وغيره. ڪي ٻيو بدران ٻيون به چون. رواج موجب ٻئي صحيح آهن. پر لفظ کي هڪڙي ٻيهڪ ڏيارڻ لاءِ مان جيڪر چوان ته درسي ڪتابن ۾، توڙي بورڊ جي ڊڪشنريءَ ۾، 'ٻيون' لکجي. پهريون، ٽيون، چوٿون وغيره جي پڇاڙيءَ ۾ 'ن' آهي، ته هن حالت ۾ به 'ن' وجهجي، ته سڀني عددن جي پڇاڙيءَ وارو اُچار هڪ ساريکو ٿئي. ائين ڪبو ته ٻنهي لفظن جي معنيٰ کي به پوري ٻيهڪ ملندي، يعني ٻيو معنيٰ ساڳيو نه، علحدو، نرالو (Other, another)، ۽ ٻيون معنيٰ پهريون، نه (Secoud)، انهيءَ سبب هن حالت ۾ ٻيو بدران ٻيون چوڻ ۽ لکڻ چڱو ٿيندو.

سنڌي درسي ڪتاب جي ننڍڙي هوندي مون پاڻ پڙهيا هئا، تن ۾ انجان، چنگون وغيره لفظ لکيل هوندا هئا. هن وقت کي لکن اچا ته کي لکن اجان. ساڳيءَ ريت ڪي

چڱو ته ڪي چڱون لکن ٿا. جنهن صورت ۾ ج ۽ گ اڪرن ۾ نڪ جو اچار اڳيئي سمايل آهي، تنهن صورت ۾ چڱو ائين ٿيندو، ته اڃا، ڪڃا (ڪنيا معنيٰ نياڻي يا ڌيءُ)، چڱو، مڱڻو، سڱ، هڱ وغيره ۾ 'ن' نه وجهجي. پلي ته پڙهندڙ پنهنجا رايا به ظاهر ڪن ته آئيندي اهڙا لفظ ڪيئن لکجن.

ڊاڪٽر دائود پوٽي، ٽين مڪيه ڳالهه هيءَ لکي آهي:

"سنڌي صرف ۽ نحو، جو هاڻ نهايت ناقص آهي، تنهن کي علمي اصولن موجب ترتيب ڏيڻ." جيئن سنڌي ساهت کي معياري صورت سانده ملندي رهي، تنهن لاءِ اوائلي وات آهيئي اها، ته شاگردن کي ننڍڙيئي پنهنجيءَ مادريءَ زبان جي پوري پوري ڄاڻ هجي ته پهريائين هو صحيح ڳالهائڻ ۽ صحيح لکڻ پاڻ سکن ۽ ڪو جملو غلط هجي ته سبب ڏيئي سگهن، ته اهو ڇو غلط آهي؛ ۽ اهو ڪيئن درست ڪجي. جيڪڏهن نڪا پوري سنڌ هوندين گرامر جي، نڪا صحيح صورتخطيءَ جي، ته وڏي هوندي، سنڌي ساهت کي معياري صورت ڪيئن ڏيئي سگهندا؟ گرامر آهي ٻوليءَ جي چاٻي، جنهن جي وسيلي ٻوليءَ جو خزانو کولي، انهيءَ سان ٻوريءَ ريت واقف ٿي سگهجي ٿو. يا مولوي چشتيءَ وارا لفظ خيال ۾ رکي، هيئن چئجي ته گرامر جي وسيلي، ٻوليءَ جو گهونگهٽ کولي، سندس خال خط ۽ حسن جمال ڏسي ٿو سگهجي. ڊاڪٽر دائود پوٽي، گرامر جي اهميت ۽ ضرورت پاڻمرادو محسوس ڪئي آهي، ۽ روزمره اسڪولن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ ڪري، ائين به معلوم ٿيو اٿس ته موجوده سنڌي گرامر نهايت ناقص آهن، ته ان جو ترت تدارڪ ڪرڻ سندس فرض آهي، ۽ اها سندس وس جي به ڳالهه آهي. سندس ٻيون رٿون، جهڙوڪ سنڌي لغت کي سهڻن سنڌي لفظن سان مالامال ڪرڻ، سنڌي صورتخطيءَ کي صحيح ٻيهڪ ڏيارڻ، سنڌي ادب کي ڪمال جي اوج تي پهچائڻ وغيره، گهڻو وقت وٺنديون. پر سنديس هيءَ گرامر واري رٿ ته جهٽ پٽ عمل ۾ اچي سگهي ٿي. مهراڻ ۾ پنهنجين انهن رٿن سان گڏ هيئن به لکيو اٿس ته ادبي سنگت جا ميمبر اهڙا هٿ گهرجن، جن کي ملڪ جي ادبي انتيءَ جو اونو هجي. هن حالت ۾ پاڻ رڳو ايترو اولو ڪري، ته مهراڻ ۾ پنهنجي خانگي حيثيت ۾، سنڌي گرامر بابت جيڪي لکيو اٿس، سو ڊائريڪٽر جي حيثيت ۾ سرڪاري طرح، مرڪزي ادبي بورڊ کي لکي موڪلي. بورڊ کي فقط موجوده گرامرن کان وڌيڪ ڪارائتي گرامر ڪڍڻ جي ضرورت ڄاڻائي اٿس، صلاح ڏيئي اٿس ته ڪيئن ان کي باترتيب ٻيهارڻو آهي. جيڪڏهن بورڊ کي اهڙا ٻه اکر لکي موڪليندو ته مون کي قوي اميد آهي ته بورڊ هن ضروري ڪم ۾ بنا دير هٿ گڏيندو. ۽ ٿوري ئي عرصي اندر پنهنجي خرچ تي اهڙو گرامر ڇپائي پڌرو ڪندو. ائين سنديس اها رٿ ترت عمل ۾ ايندي، ته بورڊ کي ديس جي شيوا ڪرڻ جو وجهه ملندو، ۽ شاگردن جو به ڀلو ٿيندو. 'ايڪ پنٿ دو ڪاج'، اها ضروري رٿ ترت عمل ۾ ايندي، ته لوڪ به سمجهندو ته بورڊ جا ميمبر، مهراڻ جي وسيلي رڳو ڳالهيون ڪونه ٿا ڪن، پر جيڪي چون ٿا سو ڪري پيا ڏيکارين.

اهو هڪ عمدو مثال ٿي پوندو، ته انهيءَ ۾ سچي بورڊ جو ناماچار نڪرندو، جنهن جو هڪ مکيه ميمبر پاڻ به آهي.

هاڻ مان پاڻ واريءَ رٿ تي اچان ٿو. ساهت جو مدار ٻوليءَ تي آهي. تنهنڪري ٻهريان ئي ته ٻوليءَ جي اپياس لاءِ ڪتاب گهرجن، جن جو ذڪر ڪريان ٿو.

(١) هن وقت اسان وٽ ڪا به ڪارائتي ڊڪشنري ڪانهي. ۽ اها ترت کپي. تنهن بابت مٿي اڳيئي چيو اٿم ته مسٽر پرمانند واريون ڊڪشنريون سڌاري ۽ وڌائي، بورڊ پنهنجي پاران ترت ڇپائي پڌريون ڪري. درسي ڪتابن، بورڊ جي ڊڪشنرين، ۽ ٻين ڇاپيل ڪتابن جي وسيلي ئي سنڌي صورتخطيءَ کي صحيح بيهڪ ڏياري سگهبي. تنهنڪري ان لاءِ ڪنهن ڏار ڪتاب ڪيڻ جي ضرورت ڪانهي.

(٢) انگريزيءَ ۾ رنگين عبارت بابت ڪيترائي ڪتاب آهن. پارسيءَ ۾ صنايع بدايع بابت ڪتاب آهن. جيڪي انگريزي ۽ پارسي گرامر نوان نوان پيا نڪرن. تن ۾ به انهن بابت هڪ هڪ باب وڏو اٿن. سنڌي گرامرن ۾ به ائين ڪجي، ۽ ڌار ڪتاب به ڪيجي. شاهه جي رسالي ۾ نهايت عمديون تشبيهون، استعاره وغيره آهن، جن مان شاگردن کي واقف ڪجي. رسالي مان مثال ڏبا ته شاگرد چاهه سان به پڙهندا.

(٣) سن ١٩٢٣ع کان وٺي اڄ ڏينهن سوڌو، بمبئي يونيورسٽي، بي. اي جي شاگردن لاءِ ٽرمپ صاحب وارو گرامر مقرر ڪندي اچي، پر ڪيترن ورهين کان اهو ڪمياب آهي! سنڌ جي ڪنهن ڪاليج جي لئبرريءَ ۾ به ڪونهي، ته پروفيسر پاڻ ڪٿان پڙهندا، ۽ شاگردن کي ڪيئن سنڌي ٻوليءَ جو اونهو اپياس ڪرائي سگهندا؟ ٿورا ورهيه ٿيا، ته اها ڳالهه بمبئي يونيورسٽيءَ جي ڌيان تي آئي، تنهن اهو پنهنجي خرچ تي وري ڇپائڻو ڪيو، ۽ سرڳواسي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي اهو ڪم رکيائين، ته سڄو ئي گرامر نظر مان ڪيدي، ۽ جيڪا ڦيرڦار ۽ واڌارو ڪرڻ ضرور سمجهي، سو ڪري. پر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي ٻين مشغولين ڪري انهيءَ ڪم لاءِ وقت ڪونه ٿي مليو، ۽ هو صاحب اجا سنيريو پئي، ته ماڳهين راهه رباني وٺي هليو ويو. هاڻ سموري ميار اسان تي آهي. تنهنڪري مرڪزي ادبي بورڊ جي چيئرمن ۽ ٻين ميمبرن کي عرض ٿو ڪريان ته شاگردن جي هن ضروري گهرج جو اونو ڪري، ٻن-ٽن ڄڻن جي سب ڪاميٽي ناهي، اهو ڪم انهيءَ کي سونپين. جيڪي صاحب مرڪزي ادبي بورڊ جا ميمبر نه آهن، تن ٻاهرين ماڻهن مان ڪنهن جي مدد جي ضرورت ٿئي، ته بورڊ پلي تنهن سنديل مدد وٺي، بلڪ محنت جو آجورو به ڏئين. اهو گرامر ڀوءِ بورڊ پاڻ ڇپائي، يا يونيورسٽي پاڻ ڇپائي، سو فيصلو پلي ته پاڻ ۾ ڪن. پر وڌيڪ سهڻو ائين ٿيندو، ته بورڊ ڇپائي، ۽ يونيورسٽيءَ جي محتاجي نه ڪيدي. هتي مان جيڪر هيءَ رٿ به پيش ڪريان ته ٽرمپ صاحب واري گرامر جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، اهو ٽريننگ ڪاليج وارن لاءِ درسي ڪتاب طور

مقرر ڪجي، ته سنڌي خواندا به پنهنجي مادري زبان جو اونهو ابياس ڪري سگهن. هيءَ ڊاڪٽر دائود پوٽي جي وس جون ڳالهيون آهن.

(ع) ڪاليجن ۾ ”چاسر“ پاڙهڻ ۾ اچي ٿو. چاسر جي انگريزي ۽ هاڻوڪيءَ انگريزي جي وچ ۾ وڏو ئي ڦير آهي. چاسر پڙهڻ سان خبر پوي ٿي ته ڪيئن انگريزي ٻولي سڌارو ۽ واڌارو ڪري، هاڻوڪيءَ ڪڙيءَ تي اچي پهتي آهي. اسانجن سنڌي شاگردن کي جڏهن انگريزيءَ جو اهڙيءَ ريت ابياس ڪاليجن ۾ ڪرايو وڃي ٿو، تڏهن چونه سنڌيءَ جو به اهڙيءَ ريت ابياس ڪرائجي؟ خود سنڌيءَ جي پروفيسرن کي جيڪڏهن اها سڌ ڪانه هوندي ته ڪيئن سنڌي ٻوليءَ، سنسڪرت ۽ پراڪرت واريون پيچيديون صورتون وڃائي، هاڻوڪي سادي صورت ورتي آهي، ۽ ڪيترا عربي لفظ، جي ڪن صدين کان سنڌيءَ ۾ چالو ٿي ويا آهن، تن ڪهڙن قاعدن پٽاندر پنهنجي اصلوڪي عربي صورت مٽائي، هاڻوڪي سنڌي صورت ورتي آهي (مثلاً تفحص جو اُچار ڦري ’تپاس‘ ۽ تعويذ جو اُچار ڦري ’تائت‘ ٿيو آهي)، ته پوءِ ڪيئن شاگردن کي سنڌيءَ جو اونهو ابياس ڪرائي سگهندا؟ بي. اي. جي شاگردن کي ايتري به سڌ نه هئڻ گهرجي ڇا؟

اهو سچ آهي ته انگريزيءَ ۾ جهڙو چاسر جهونو آهي، تهڙو جهونو سنڌيءَ ۾ ڪو به ڪتاب ڪونهي. سنڌيءَ ۾ هائي ڏائي هڪڙو ئي قديم ۽ نهايت ڪارائتو ڪتاب شاهه جو رسالو آهي، جو هندو توڙي مسلمان ججهي چاهه سان پڙهن ٿا. پر شاهه صاحب جي سنڌيءَ ۽ هاڻوڪي سنڌيءَ جي وچ ۾ ڪو گهڻو تفاوت آهي ئي ڪونه. جيڪي مکيه تفاوت آهن، سي به ٻن اکرن ۾ ٻڌائي سگهجن ٿا. رسالي ۾ هه ۽ ن جا اُچار هاڻوڪي سنڌيءَ کان گهٽي قدر گهٽ آهن؛ جنهنڪري ڳالهه، ڪالهه وغيره بدران ڳال، ڪال لکيل آهي.

”اڄ و چڪڻ چاڙ، مهجي موج نه سهي مڪڙي.“

هتي چاڙهه بدران چاڙ ۽ منهنجي بدران مهجي لکيل آهي.

”ههم هُند مئي، پر ٻڌيءَ جا پيٽا ٿيا!“

اڳي هونئهين بدران ههم لکندا هئا، يعني پڇاڙيءَ ۾ ’م‘ ڳنڍيندا هئا ته سمجهڻ ۾ اچي، ته اِتي نڪ جي اچار جي ٽڪار آهي. اهڙا سنها تفاوت ٻوليءَ جي تبديل سمجهڻ ۾ اهڙي واهر نٿا ڪن، جهڙي انگريزيءَ جي باري ۾ چاسر ڪري ٿو. انهيءَ هوندي به ائين ڪين چئبو ته سنڌيءَ جي هن طرح ابياس ڪرڻ لاءِ ٻي ڪا وات آهي ئي ڪانه. چاسر جي انگريزي ڦري هاڻوڪي انگريزي ٿي آهي، سا ڪن قاعدن پٽاندر. جو ته ٻولين کي به قدرت جا ڪي قاعدا مڃٽا پون ٿا، ۽ خود اهي قاعدا به ڪن اصولن تي ٻڌل آهن.

انگريزيءَ ۾ ريورنڊ والٽر سڪيٽ ۽ ڪن ٻين عالمن انگريزي صرف جي اصولن بابت وڏا ۽ نهايت ڪارائتا ڪتاب لکيا آهن. خود ”مهراڻ“ جي پهرئين پرچي ۾ سنڌ مسلم ڪاليج

جي پروفيسر نبي بخش جو هڪ ليک پيل آهي، جنهن ۾ اکرن جي تبديل (۱)، حذف (۲)، ۽ تقليب (۳) وغيره جو ذڪر ڪيو اٿس ۽ ڪي مثال ڏنا اٿس. هي سڀ سنڌي صرف جا اصول آهن، جي سنڌيءَ جي اونهي اڀياس ڪرڻ ۾ گهڻي مدد ڪن ٿا. اهڙو هڪ وڏو نہ، تہ ننڍڙو، هڪ سؤ ڪن صفحن جو ڪتاب، سنڌيءَ ۾ هئڻ ضروري آهي. اميد تہ مرڪزي ادبي بورڊ اهو ڪتاب ڊاڪٽر دائودپوٽي ۽ پروفيسر نبي بخش جهڙن اديبن جي مدد سان جلد تيار ڪرائيندو، جو ٽريننگ ڪاليج وارن لاءِ بہ لهايت ڪمائتو ٿيندو. اهڙن ڪتابن پڙهڻ سان سنڌي ماسترن جو دماغ کلندو، تہ ان ۾ اسانجن ٻارن جو بہ ڀلو آهي.

منهنجو وس واڪا، ٻڌڻ ڪم ٻروچ جو. (شاهہ)

(۵) انگريزيءَ ۾ رواجي گرامرن کان سواءِ شيڪسپيئر جو گرامر نُي ڌار آهي، تہ پوءِ چو نہ سنڌيءَ ۾ شاهہ جو گرامر بہ ڌار هئڻ گهرجي؟ شاهہ صاحب پنهنجي رسالي ۾ سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن، بلڪ ڪڇ ۽ گجرات طرف جا ڪيترا لفظ ڪم آندا آهن، پر تلفظ يا اچار گهڻو ڪري سمورا لاڙي اٿس؛ تنهنڪري ائين چئي سگهجي ٿو تہ سچو نُي رسالو لاڙي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. هاڻ لاڙي ٻوليءَ جو ڌار گرامر اسان وٽ آهي نُي ڪونہ. شاهہ جي سنڌيءَ جون نحوي بناوتون بہ ڪيتريقدر خود هاڻوڪي لاڙي سنڌيءَ کان علحديون آهن، تنهنڪري تہ هيڪاري ضرور آهي تہ شاهہ جو گرامر ڌار هجي. ان ۾ ٿپ ٿپ تي رسالي مان مثال ڏبا، تہ اهڙو تہ عاليشان ۽ وڻندڙ گرامر ٿيندو، جو عام خلق مان بہ ڪيترا اهو چاهہ سان پڙهندا. اميد تہ سنڌ جا اديب منهنجي هيءَ رٿ پسند ڪندا. مرڪزي ادبي بورڊ اهو گرامر ڪيندو تہ انهيءَ ڪري سندس جس بہ پوندو.

(٦) سيني ٻولين ۾ جيڪي لفظ ڪم اچن ٿا، سي ڏ ڪيبازيءَ تي نهيل نہ آهن. هرهڪ لفظ ۾ ڪو نہ ڪو خيال سمايل آهي نُي آهي. ۽ اهو جيستائين نہ جهٽبو، تيستائين ان جي صحيح معنيٰ سمجهڻ نُي مشڪل ٿي پوندي. جيڪڏهن شاگرد لفظن جون معنائون، رواجي لغتن مان ڏسي، طوطي وانگر ياد ڪندا، تہ اهو مورڳو سندن حافظي تي بوجو ٿيندو. انهيءَ ڪي ٻوليءَ جو اڀياس هرگز نہ چئبو. انگريزيءَ ۾ Etymology made easy ۽ ٻيا اهڙا ڪتاب آهن، جي ٻوليءَ جي اونهي اڀياس ڪرڻ ۾ وڏي واهر ڪن ٿا، تہ سنڌيءَ ۾ بہ چو نہ هجن؟

اسان جون ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا، جي انگريزي چڱيءَ ريت سکيل آهن، تن کي سنڌيءَ کان وڌيڪ انگريزيءَ جي سُڌ آهي. مثلاً، انگريزي لفظ succeed, precede, acced unsuccessful, successful, success, وغيره بابت سڌ اٿن تہ انهن سيني لفظن ۾ بنيادي خيال 'وڃڻ' (cedo=to go) جو سمايل آهي، ۽ منجهن جدا جدا اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون (prefixes and suffixes) گڏجن ٿيون تہ علحديون علحديون معنائون ڏين ٿا.

---

(1) Permutation (2) Elision, (3) Metatresis or Transposition of words.

اسان جا ڪيترا هندو توڙي مسلمان شاگرد اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پارسي سکن ٿا. سڄي پارسي ٻولي عربي لفظن سان ڀري پيئي آهي. هندو شاگرد عربي ڪونہ ٿا سکن، تہ بہ سڌ اٿن تہ عربيءَ جو هڪ هڪ لفظ ڪنهن نہ ڪنهن وزن تي جڙيل آهي ـــ مثلاً فعل، فاعل ۽ مفعول جي وزنن تي، حسد، حاسد ۽ محسود؛ قتل، قاتل ۽ مقتول. ظلم، ظالم ۽ مظلوم لفظ جي معنيٰ نٿي اچي، تہ بہ رڳو انهيءَ لفظ جي شڪل ڏسڻ سان جهٽ سمجهي سگهندو تہ ذاتو يا بنياد 'ظلم' اٿس. هيءَ ڪا ٿوري ڳالهہ نہ چئبي. پارسي گرامرن ۾ هڪ خلاصو باب انهن ڳالهين بابت پيل آهي. ۽ سنڌيءَ ۾؟

عربيءَ وانگر سنڌي لفظ وزنن تي نهيل ڪينهن، پر انهن جي بہ بنيادي لفظن سان ڪي اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون گڏيون آهن تہ علحديون علحديون معنائون ڏيندا آهن، جيتوڻيڪ بنيادي خيال منجهن ساڳيوئي سمايل هوندو آهي: مثلاً سار معنيٰ يادگيري، سارڻ معنيٰ ياد ڪرڻ يا دل تي آڻڻ، پر جيڪڏهن 'و' اڳيان وجهبس، تہ سارڻ جي معنيٰ ئي آلٽي وسارڻ ٿي پوندي. جيڪڏهن انهيءَ ساڳئي لفظ سارڻ اڳيان 'او' وجهبو تہ اوسارڻ جي معنيٰ ٿيندي ڏک مان ياد ڪرڻ.

"سوين سورٺ جهڙيون، آهيون اوسارين" (شاهہ)

ڪنهن مٺل مائٽ جي يادگيري ڪري زالون ڏک وچان اوچنگارون ڏيئي، رئنديون رڙنديون آهن، ۽ منهن مٿو پٽينديون آهن، تنهنڪري اوسارڻ جي پوءَ معنيٰ ٿي رئڻ رڙڻ، سياپو ڪرڻ وغيره. پر مٿين سڀني لفظن جو بنياد آهي سار، معنيٰ يادگيري.

ونو ٻيو مثال ـ

"سترُ سي ڍوئي، جي تہ تسوائي مڪڙا" (شاهہ).

سترُ معنيٰ چڱو ترُ. ان جو ضد ڪترُ معنيٰ خراب ترُ. (ساڳيءَ طرح لچڻ ـ ساچڻ ۽ ڪاچڻ، ۽ پت ـ سپت ۽ ڪپت ۾ س ۽ ڪ اڳياڙيون گڏيل آهن). سترُ جا ٻيا ضد: اوترُ (اڪري معنيٰ ترُ ڪان ٻري)، ۽ ڏترُ (اڪري معنيٰ ڏکيو ترُ)؛ تنهن مان اصطلاح ڏترڄڻ، معنيٰ ڏکيءَ يا ابترُ حالت ڪي پهچڻ، بدحال ٿيڻ. انهيءَ مان صفتي لفظ ڏترڙيل نهيو آهي. شاگردن کي لفظن جو اڀياس اِئين ڪرائبو، تہ ڏکي يا اوت تي معنائن ڪرڻ جو رواج گهٽو گهٽجي ويندو. پر سوال آهي تہ ڪٿي آهن اسان وٽ اهڙا ڪتاب، جن ۾ سنڌيءَ جا بنيادي لفظ هيئن سمايل هجن ۽ جي بنيادي سنڌيءَ جي اڀياس ڪرڻ لاءِ ڪارائتا ٿين؟ انگريزي ۽ عربي لفظن ۾ سمايل خيال اسان جا شاگرد سولائيءَ سان جهٽي سگهن، ۽ پنهنجن سنڌي لفظن جي سڌ بہ نہ هجين، سا نهايت ارمان جي ڳالهہ آهي! جيڪڏهن رڳو ڏيڍ ـ بہ سؤ صفحن جو هڙو ڪتاب هجي، ۽ جيڪي عربي لفظ سنڌيءَ ۾ عام ٿي ويا آهن، تن جا وزن بہ ان ۾ ڏنل هجن، تہ انهيءَ هڪڙي ئي ڪتاب ۾ ڪيترن ئي لفظن جو بنياد ڄاڻائي سگهجي، ۽ شاگرد توڙي سنڌيءَ جا ٻيا اڀياسي انهيءَ مان جيڪر گهڻو ئي پرائين.

ٻوليءَ جي اوليهي ايياس ۾ سهولت ڪرڻ لاءِ بورڊ فقط اهي مٿيان ذڪر ڪيل ڪتاب ڀرپائين ڇپائي پڌرا ڪري، ته ته بي. اي. ۽ بي. اي. آنرس جون ڊگريون مستيون ليکجڻ ۾ اينديون ۽ انهن جو قدر ڪوڏيءَ جيترو به ڪونه ٿيندو.

سنڌي ساهت کي زور وٺائڻ لاءِ رٿ، هڪي ليک ۾ ظاهر ڪندس. انهيءَ وچ ۾ اميد ته سنڌ جو ڊئريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن ۽ تعليمي وزير اها ڀلائي ڪندا جو ڪنٽرول جي رڪاوٽ لهرائي ڏيندا، ۽ سرڪار کان ڪجهه گرانٽ بورڊ کي وٺي ڏيندا ته سنڌي لغت جا ٻه جلد ۽ ٻيا ضروري ڪتاب ڇپائي سگهجن. ڪتابن جي وڪري مان اها رقم سرڪار کي موٽي ملندي، تنهنڪري ناڪار ڪرڻ يا دير وجهڻ لاءِ سبب ئي ڪونهي.

["مهراڻ"، ٻهريون دور: ڊسمبر ١٩٤٦ع - جنوري، فيبروري ١٩٤٧ع]

ٻولي، پنهنجي فني ۽ تاريخي حيثيت سان ايتري ئي قديم ۽ عظيم آهي، جيتري انسان جي ارتقائي تاريخ قديم ۽ عظيم آهي. انسان اول اول اشارن ۽ مبهم آوازن ذريعي هڪٻئي سان ڳالهايو آهي، ۽ پنهنجي ضرورتن ۽ مطالبن جي سمجهائڻ لاءِ ڪي غلط سلط اچار پئي اچاريا آهن. ان کان پوءِ تصويرن جي ذريعي، حقيقتن کي پٿرن، غارن ۽ جبلن جي ڇپن تي پئي اڪيريو اٿس، ۽ ان طرح سان پنهنجي حال ۽ ڳالهه کي تصويرن ذريعي ٻين تائين پهچايو اٿس. ان کان پوءِ، مٽيءَ جي پڪل سِرن ۽ فرحين تي ڪَچا پَڪا اکر لکيا اٿس: آخر ۾، جانورن جي کلن، وڻن جي تختن ۽ وڏن پَتَن تي اکر چِٽيا اٿس. ان کان پوءِ مُهرن تي نقش چٽيا اٿس، ۽ آخر ۾ ڪاغذ تي پهتو آهي.

اکرن مان لفظن جو جُڙڻ، ۽ لفظن مان جملن جو جُڙڻ، عيسوي سن کان ويهن-ٽيهن هزارن ورهين تائين جو مسئلو آهي. اگرچ گرامر ۽ صرف-نحو جي عمر چار-پنج هزار سالن تائين مس تي پهچي، پر سنڌي ٻوليءَ جي لکيت ۽ پڙهڻ جي عمر ان کان گهڻو مٿي آهي.

ٻولي گويا انسان جي ضرورتن ۽ ان جي اظهار مان نهي آهي، ۽ انسان جي مشق ۽ رياضت سان ان ۾ لغت، گرامر ۽ رنگيني پيدا ٿي آهي.

سنڌي ٻولي، دنيا جي قديم ٻولين مان هڪ آهي. ڪيس يورپ جي عالمن، گريرسن ۽ ٽرمپ پارن، هندستان جي مکيه ٻولين مان هڪ اعليٰ درجي جي ٻولي قرار ڏنو آهي. چٽرجيءَ ته مورڳو سنڌي ٻوليءَ لاءِ چيو آهي ته هن جو وياڪرڻ، هندستان جي سڀني ٻولين، پراڻي سنسڪرت، پراڻي پالي ۽ پراڻين پراڪرت ٻولين کان به وڌيڪ صحيح ۽ معياري آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي ٻاونجاهه اکرن جي اچارڻ سان، هڪ سنڌي ماڻهو دنيا جي سڀني ٻولين جا اچار درست نموني ۾ اچاري سگهي ٿو. ان جي مقابلي ۾ انگريز، عرب ۽ ڪُوبه هندستاني اهڙا صحيح اچار نٿو ڪري سگهي.

سنڌي ٻوليءَ جي بي پناهه رنگيني ۽ رواني ڏسي، يورپ جا عالم سڀني سنسڪرت لهجن توڙي دراوڙي ٻولين جي سڀني ننڍن وڏن گروهن تي ڪيس ترجيح ڏين ٿا.

دنيا جو سڀ کان پهريون وياڪرڻ هڪ سنڌي عالم پاڻنيءَ جوڙيو، جنهن ۾ گرامر جا سڀ اصول درج ڪيا ويا. اڄ انهن اصولن تي ئي گرامر لکيا پيا وڃن. اڄ ضرورت آهي ته سنڌي ٻوليءَ تي کوجنا ڪري، ان جي لفظن ۽ اچارن جي صحت لاءِ گرامر، لغت ۽ علم مخارج جي روشنيءَ ۾ ڇنڊڇاڻ ڪئي وڃي.

# ادب


علم ادب — علامہ آء. آء. قاضي

ادب ڇا آهي — اي. ڪي. بروهي
سنڌيڪار: سراج

ساهت يا ادب آهي ڇا — اداريہ: ("مهراڻ"، پهريون دور)

"سمورو فن تخليقي آهي؛ ۽ 'ادب' — جو پڻ هڪ مڪمل فن آهي — انتهائي طرح تخليقي آهي. ادب پنهنجن پرستارن کي شين کي اونهي جاچڻ لاءِ هڪ ڇهين حِس عطا ڪري ٿو. اهو 'هيتان' ۽ 'هيتان کان اڳتي' جي وچ ۾ هڪ پُل مثال آهي. اها هڪ اهڙي ڏاڪڻ آهي، جنهن جي ذريعي اسين شين جي ڏنل وائل دنيا مان روح جي غير رواجي ۽ اڻڏٺل دنيا ۾ وڃي ٿا پهچون. انهيءَ مفهوم مطابق ٻئي ادب جي مطالعي ڪرڻ ۽ ان مان لطف اندوز ٿيڻ سان انسانذات کي پنهنجيءَ وحدت جسو احساس ٿيڻ لڳندو. جڏهن اَءٌ چيني، جپاني ۽ هندي ادب مان اوترو ئي لطف اندوز ٿيان ٿو جيترو پنهنجي ادب مان، ته اها حقيقت ثابت ٿي ڪري ته سموري انسانذات هڪ آهي، ۽ اهي فرق جيڪي انسانذات جي هڪ گروهه کي ٻئي گروهه کان مختلف ڪن ٿا، سي فرق حقيقي نه آهن. ساڳيءَ طرح، اها حقيقت ته روم ۽ يوناني ادب منجهان بہ مون کي اهڙوئي لطف ملي ٿو جهڙو جديد ادب منجهان، ڏيکاري ٿي ته منهنجي ۽ انسانذات جي آنهن قديم ابن-ڏاڏن جي وچ ۾ هڪ روحاني رشتو آهي؛ ۽ اسين، جيڪي هنن جوئي اولاد آهيون، ساڻن احساس جي وحدت ۾ ڳنڍيا پيا آهيون. انهيءَ ڪري، عالمگير ادب پڙهڻ سان دنيا جي مختلف قوميتن ۽ تهذيبن جا نمائندا اهو محسوس ڪري سگهن ٿا ته سموري انسانذات هڪ آهي؛ ۽ هي جي فاصلي ۽ وقت جون سرحدون ۽ رنڊڪون آهن، سي ڪي آسٽ ڪينهن، بلڪ انهن حدن ۽ رنڊڪن کي سندن 'ڪامل انسان' (عظيم اديبن) جي شاهڪارن جي همدردانہ مطالعي ۽ اڀياس سان سولائيءَ سان هٽائي سگهجي ٿو."

— اي. ڪي. بروهي

علامه آءِ. آءِ. قاضي

# علم ادب

گذريل چاليهه سال سفر ۾ رهڻ سبب، مون کي پنهنجي مادري زبان جو استعمال گهٽ رهيو آهي. انهيءَ سبب مون کان فصاحت ۽ بلاغت جي توقع ڪرڻ بيجا ٿيندي. منهنجو ارادو فقط هيءُ آهي ته پنهنجا مقصد ۽ خيالات توهان تائين پهچائي سگهان. جيڪڏهن انهيءَ ارادي ۾ ڪامياب ٿيس، ته مون کي ڏکيري ٿيڻ جو ڪو واجبي سبب ڪونهي؛ ڇالاءِ ته زبان جو غرض ئي اهو آهي ته اسان پنهنجا خيالات ۽ معنيٰ ٻين بني نوع انسانن تائين پهچائي سگهون. ڏيڍ سال کان جيئن ولايت مان آيو آهيان، تيئن “ادب” لفظ جو استعمال سراسر غلط طرح پئي ٻڌو اٿم، ۽ خود “ادب” جي استعمال جا موقعا تمام ٿورا نظر چڙهيا اٿم. جڏهين ڪو به اصطلاح يا لفظ غلط معنيٰ ۾ ڪم اچڻ شروع ٿئي ٿو، تڏهن ان جو اثر ڪم ۾ آئيندڙن تي ضرور پنهنجو نتيجو پيدا ڪري ٿو.

هينئر عام طور سان، “ادب” جي معنيٰ ادب نٿو سمجهيو وڃي. جيڪڏهن چئجي ٿو ته فلاڻو ڏاڍو “اديب” آهي، ته انهيءَ سمجهڻ جي بجاءِ ته هن ۾ لطف ۽ لطافت طبع، زيب ۽ زينت افعال موجود آهن، ائين ٿو سمجهڻ ۾ اچي ته هو ڪنهن به قسم جي ڪتاب لکڻ تي حاوي ٿيو آهي. اهو “ادب” لفظ جو سراسر غلط استعمال آهي.

“علم ادب” جو لفظ جڏهن عربن پيدا ڪيو، ته يورپ انهيءَ جي معنيٰ پنهنجي لاءِ “Elegant Literature” يا “Polite Literature” يا “Belles Letters” مقرر ڪئي: مطلب اهو هو ته اهو علم ۽ اها تحرير جا ادب؛ لطافت طبع، زيب ۽ زينت عمل ڏانهن اشارو ڪري ۽ انهن جي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري. اهو عربن جو ڪم هو ته يورپ کي سيکارين ته نشاني تاديب جي اها آهي ته انسان جي طبيعت ۾ لطف ۽ لطافت، زينت ۽ نزاڪت پيدا ٿئي. انهيءَ جو هڪ تاريخي مثال توهان وٽ موجود آهي. ڊيوڪ آف چيسٽر فليڊ کان سندس پٽ، جو پئرس ۾ تعليم وٺڻ ويو آهي، سو ٿو پڇي ته “خاص طرح ڇا سکان.” تنهن کي جواب ۾ لکي ٿو ته “Learn Graces, Graces, Graces”: ٽي دفعا هڪڙي لفظ جو دهرائڻ، سوئي عرب نموني ڏانهن انگشت نمائي ڪري ٿو، ۽ Graces اکر جامع اکر آهي، جنهن مان سموري علم ادب جي معنيٰ پيدا ٿئي ٿي.

اڳئين سال جڏهين مون کي دادوءَ جي ادبي سوسائٽيءَ جي صدارت جو موقعو مليو، تڏهن مون “ادب” جو اشتقاق ڏيکاريو هو ته اهو “ادب” لفظ مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ

آهي "سيرڻ ۽ پٽ تي ريڙهيون پائڻ" (To creep and crawl)، ۽ ننڍڙي ريڙهين ڏيندڙ ٻار لاءِ به ڪم اچي ٿو: "ادب" لفظ جي معنيٰ آهي انهيءَ ريڙهين ڏيندڙ ٻار ڪي پنڌ سيکارڻ. قرآن اهو معنيٰ خيز اکر هن طرح ادا ڪيو آهي: "ثم سواڪ رجلاً-" جانور جو پيرن تي ٿو هلي تنهن ڪي سنئون ڪري بيهارڻ ته هن جي نظر آسمان تائين پهچي. هن معنيٰ ۾ به اهو لفظ ڪم ۾ اچي سگهي ٿو ته "حيوان مان ماڻهو ڪرڻ." سنڌي اصطلاح موجب مطلب ٿيندس "اڱهڙيلن ڪاٺن ڪي رندو هڻي سنئون سڌو ڪرڻ." اهوئي غرض هو جو ڪالهوڙي ڪاله استاد، اديب مقرر ٿيندا هئا ته ٻار جڏهن ڇهن-ستن ورهين کان وڌو ٿئي ته هن جي تاديب شروع ٿئي. تاديب کان سواءِ تعليم بيسود آهي. انهيءَ ڳاله ڪندي حافظ جي هڪ سهڻي سٽ ياد ٿي اچيم:

"حافظا علم و ادب ورز، ڪه در مجلس شاه،
هر ڪه را نيست ادب، لائق صحبت نه بود."

-۽ اقبال جون سٽون به ياد ڪرڻ لائق آهن:

"دين سراپا سوختن اندر طلب،
انتهايش عشق آغازش ادب.
آبروي گل ز رنگ و بوءِ اوست،
بي ادب بي رنگ و بو بي آبروست.
نوجواني را چو بينم بي ادب،
روز من تاريڪ مي گردد چو شب."

"اديب بي ادب"- سو اهڙوئي مضحڪه خيز معاملو آهي جهڙو آهي "شاعر بي شعور." "شعر" لفظ جي معنيٰ عربيءَ ۾ آهي "ڄاڻ". انگريزي ترجمو ان جو ڪجي ته ٿيندو "Perceive". شاعر جي لاءِ انگريزي لفظ آهي "Poet". "Poet" يوناني لفظ مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي "Maker". جيڪڏهن انهيءَ لفظ جو پارسيءَ ۾ ترجمو ڪجي ته ٿيندو "صنعت گر". يا وري انهيءَ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪجي ته ٿيو "Craftsman". يورپ ۾ هينئر جيڪڏهن ڪو شعر تتبع تي ويهي ٺاهي ته پاڻ کي ڪلٺهارڪو ڪندو، ڇا لاءِ ته ائين سمجهيو ٿو وڃي ته جي شاعر پنهنجي دل مان بغير ڪوشش جي ڪا نئين معنيٰ نه پيدا ڪئي ته بي جان شعر بيڪار آهي. جنهن قوم صنعت گريءَ کي پهرين شعر سڏيو هو سا هينئر شعر جي حقيقت کي پهچي ويئي آهي، گرچ "شعر" واسطي سندس ڪم آندل لفظ اجا غلط آهي: ۽ جن وٽ صحيح لفظ مستعمل هو، تن وٽ هن وقت غلط استعمال آهي. اتي به حافظ اسان جي حمايت ٿو ڪري، ۽ انهيءَ مسئلي تي روشني ٿو وجهي:

"آنرا ڪه خواندي استاد، گر بنگري بتحقيق،
صنعت گريست اما، طبع روان نه دارد."

هتي هو "صنعت گر" ۽ "شاعر" جي معنيٰ کي متعين ٿو ڪري.

شاعر تہ ٺهيو، پر حقيقي انسان جي مقام جو غرض بہ اهو آهي، جيئن اقبال چيو آهي:

"حيات چيست جهان را اسير جان ڪردن."

"It is the soul that body makes"; ۽ اسان وٽ عروض ۽ قافيي کان سواءِ شعر جي ٻين حقيقتن جو خيال بہ ڪونہ ٿو ڪيو وڃي، جڏهن تہ اهي ضروري آهن ئي ڪونہ: بمصداق هن جي تہ "هلي نہ هلي وٽ رينگڻ کي": ۽ انهيءَ ڪري اسان جا شاعر اقبال جي مقولي جي زد ۾ اچن ٿا:

"حيات چيست جهان را اسير جان ڪردن،
تو خود اسير جهاني، ڪجا تواني ڪرد؟"

هاڻي اسين انهيءَ نتيجي کي پهتاسين تہ جيئن اسان جو علم "ادب" جي خوشبوءِ کان خالي آهي، تيئن اسان جو شعر بيشعور آهي. "شعور" جي معنيٰ آهي "ڄاڻ". عربيءَ ۾ "ليت شعري!" جي معنيٰ آهي "ڪاش آءٌ ڄاڻان!" اسان جي شعرگوئن ۾ تہ معنيٰ جو خيال ئي ڪونهي. نہ وري دل منجهان ڪو آلاپ ٿو نڪرين. تتبع تي صنعت گري ڪرڻ- انهيءَ کي شعر چيو ٿو وڃي: ۽ حقيقت ڇا آهي تہ جيستائين قلب جي خون منجهان اڪر ڳاڙها ٿي نہ نڪرن، ۽ خودبخود بغير ڪوشش جي زبان تائين نہ پهچن، ۽ آلاپ اهڙو بيخبريءَ جو هجي جهڙو قمري يا بلبل جو سرود، تيستائين ان کي شعر چئي ڪونہ سگهبو. سانگيءَ ويچاري، جنهن پنهنجي پچاڙيءَ جي جاءِ اسان جي شاهہ جي پيرن وٽ مقرر ڪئي، تنهن ڇا چيو آهي:

"جو ترنم ٿو ڪريان، سو ٿو ڪريان مستيءَ ۾."

ڏک تہ اهو آهي تہ اسان وٽ اهي مست رهيائي ڪونہ.

"افسوس! ڪز قبيلۂ مجنون ڪسي نہ ماند."

اسان جو شاهہ، اسان لاءِ، سَند ڪافي ۽ شافي آهي. ڪڏهن شاهہ بہ تتبع تي شعر لکيا؟ جيئن قرآن جي دعوا آهي تہ مون جهڙيون ڏهہ آيتون پيدا ڪري ڪوبہ سگهندؤ، تيئن آءٌ بہ دعوا سان ناظرين کي ٿو چوان تہ جي هھڙيون ٽي سٽون ڪنهن منجهان پيدا ٿين. تہ سڄيءَ سنڌ کي ڪيس مبارڪ ڏيڻ جو موقعو پيدا ٿيندو:

"وريتيون ورو، آءٌ نہ ورندي ور ري،
جڏي هن جبل جو تانگهينديس ترو،
جتن ساڻ ڌرو، نينهن نبيرو نہ ٿيو."

يا هي بہ سٽون ٿي:

"جوڳيئڙا جهان ۾، نُوري ۽ ناري،
پري جن پاري، آءٌ نہ جيئندي اُن ري."

مون کي اوهين معاف ڪندؤ، جيڪڏهن آءٌ ائين چوڻ جي جرات ڪريان تہ اسان جو شاهہ والاجاہ اجا هڪ اهو موتي آهي جو سپ ۾ بند آهي، ۽ جنهن کي اجا هٿ لائڻ جي بہ طاقت ڪنهن کي ڪانہ آهي. مون تي اعتبار ڪندؤ جيڪڏهن چوان تہ انهن پوين ٻن سٽن تي ڪتاب لکي سگهجي ٿو، ۽ اهي عميق معنائون منجهس آهن ۽ انهن قرآني معنائن تي انگشت نمائي ٿو ڪري، جي جيڪر ظاهر ٿين تہ ڪنهن بہ اونداهيءَ دل جي منور ٿيڻ لاءِ ڪافي آهن! هتي جيڪر سرسري ذڪر ڪريان تہ بہ هڪ ڪلاڪ لڳي وڃيم. اهو آهي انهن ٻن سٽن جو احوال، جن ۾ عوام الناس سواءِ لفظن جي ٻي ڪا زياده معنيٰ ڏسي نٿي ڪونہ ٿو.

هندستان ۽ پاڪستان جي موسيقي جي بہ اها حالت آهي. چار هزار ورهيہ اڳ، ڪن سگهڙن چار راڳ ۽ راڳڻيون ٺاهيون سي اجا تائين رائج آهن، ۽ ڪنهن کي جرئت نہ ٿي آهي تہ انهن تي اضافو ڪري. تخليق جو در ئي بند آهي. شعر ۽ موسيقي ٻئي، هڪڙيءَ طرح القاءَ تي منحصر آهن، ۽ دل سان تعلق رکن ٿا. آهون يا خون پريا الفاظ ڪا معنيٰ پيدا ڪن، تنهن کي موسيقي ۽ شعر ٿو چئجي. موجوده يورپي موسيقي، يورپ کي عربن وٽان حاصل ٿي. سورهينءَ صديءَ تائين انهيءَ کي وٺيو آيا. پوءِ ڪن اٽالين ڪجهہ انهيءَ ۾ ڪمي بيشي ڪري پنهنجي يگانگيءَ جو ثبوت ڏنو. پر اهو **باخ** لاءِ ڇڏيو ويو تہ پوريءَ طرح ان ۾ جدت آڻي. **باخ** ۽ اسان جو **شاهہ** ڪم و بيش هڪڙي ئي سال ۾ پيدا ٿيا، ۽ سندن فوتي جو زمانو بہ هڪٻئي سان نهايت ويجهو آهي. **باخ** کان وٺي اڄ تائين، يورپ ۾ تخليقي موسيقي ايتري ترقي ڪئي آهي، جو اڄ مس مس سڃاڻي ٿو سگهجي تہ انهيءَ جو بنياد عربن جهڙو مادو يورپ ۾ آندو انهيءَ تي پيل آهي. انهيءَ کي چئبو آهي جدت ۽ تخليق. هندستان ۾ مجدد پيدا ئي نٿو ٿئي. عربن ساري هاڻوڪي دنيا کي عروض ۽ شعر جو قانون ڏنو. ايران کي بہ ايترو جيترو يورپ کي. جنهن علم، شعر ۽ علم موسيقيءَ کي Romantic ٿو سڏجي، سا سموري عربن جي پيدائش آهي. پر رڳو ظاهر ۽ جسم کي وٺي ويهڻ ۽ معنيٰ جو خيال نہ ڪرڻ، سو آهي قلب ۽ زبان کي جدا ڪرڻ: قرآني نالش "يقولون بالسنتهم ما ليس في قلوبهم" سا هن سان بہ ايترو ئي لازم ۽ لاڳو آهي جيترو ڪنهن منافق سان. زبان کي دل جو رفيق هئڻ جڳائي، خاص ڪري شاعر لاءِ: ۽ ڪلام فطرت، دل منجهان پيدا ٿو ٿئي، جيئن اقبال ٿو چوي:

"خدا اگر دل فطرت شناس دے تجهکو؟
سکوتِ لالہ و گل سے کلاہ پيدا کر."

باقي سمورو حقيقت کان بعيد ۽ ڏيکاءُ آهي.

هڪڙي هڪڙي لفظ جي غلط استعمال سبب، قوم جا آها زبان استعمال ٿي ڪري، تنهن کي ڪيترو نقصان ٿو پهچي، تنهن جو ثبوت هيءُ آهي تہ محض هڪ لفظ، جو اسان جي

نهايت محبوب شاعر اقبال هڪ يورپي تخيل جي ترجماني ڪندي ڪم ۾ آندو، ڪيترو نقصان ڪيو آهي تنهن جو اندازو اوهين ڪري نٿا سگهو. اهو لفظ آهي ”خودي“ جو اڄ هر ڪنهن ٻار جي وات ۾ آهي، ڇالاءِ ته اقبال ان جو استعمال ڪيو. ڪيترين ٻـ ”رموز بيخودي“ اقبال لکي پر جيترو نقصان لفظ ”خوديءَ“ جي استعمال ڪيو، خاص ڪري جوانن کي، تنهن جي تلافي ٿي نٿي سگهي. حقيقت هيئن آهي ته هن انهيءَ منزل کي ”خودي“ سڏيو جا منزل ”خوديءَ“ ۽ ”بيخوديءَ“ ٻنهي کان مٿانهين آهي. محض غلط لفظ جي استعمال، ۽ نه سندس سمجهه جي چُڪ کان هيترو نقصان ٿيو. ”خودي“ جي معنيٰ جيڪڏهن محض ”پاڻ“ ئي ڪري وٺجي ته اسان جو شاهه هرحالت ۾ هوند ان کان جند آزاد ڪرائڻ جي مصلحت ٿو ڏئي:

”جي مون پڙهيا پاڻ لئي، سيئي سيل قيام“:
”پاڻان پاسي ٿي“:
”جني پانيو پاڻ، سي آراٿيان اوري رهيون“:
”وڃائي وجود، تهان پوءِ تڪبير چئو“.

خود اقبال جوانن کي ٿو صلاح ڏئي ته وقت آيو آهي ته خوديءَ کي ڇڏي خدا ڏانهن لاڙو ڪيو. سندس بهتر غزل، انهن ڏينهن جو جڏهن فلسفو نه پر شعر سندس طبيعت جو معيار هو، تڏهن ٿو چوي:

”مين جيي تک تـا ک تيري جلوه پيرائي نـه تي،
جو نمود حق سے ميٿ جاتا هے وه باطل هون مين.“

انهيءَ غزل کي شروع ٿو ڪري، ڏاڍيءَ هڪڙيءَ سهڻيءَ سٽ سان:

”سختيان ڪرتا هـون دل پـر غير سے غافل هون مين،
هائے ڪيا اڇـي ڪهي ظالم هون مين جاهل هون مين.“

اڄ ”خوديءَ“ جي معنيٰ تي ورتي وڃي اها ساڳي، جنهن جو ابليس اظهار ڪيو هو. جڏهن چيو هئائين ته ”انا خير منه“. خودغرضي، خودخيالي، غرور، تڪبر، انهن مڙني کي اڄ ”خودي“ سمجهيو ٿو وڃي: ۽ جڏهن اقبال جهڙي ماڻهوءَ مصلحت ڏني ته انهيءَ خودي کي پيدا ڪر— جڏهن طبيعت حيواني ۾ شروع کان اها موجود ئي ڪانهي— ته پوءِ پڙهندڙن جي ڪهڙي گت ٿي هوندي: سا توهين پاڻ تصور ڪري ٿا سگهو. صرف انسان نه پر حيوان بہ انهيءَ خوديءَ ۾ پريل آهن. شاهه صاحب جي سٽ انهيءَ تي انگشت نمائي ٿي ڪري:

”عالم اَءِ ساڻ، پريو ٿو پير ڪري.“

مرض جيڪڏهن ڪو آهي ته اهو آهي ته پاڻ کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ موجود ئي نه سمجهي. جيتريقدر، آءٌ اقبال جو واقف آهيان ۽ ساڻس صحبت رهي اٿم، هن جنهن حالت ۽

منزل انسانيءَ بابت ذڪر ڪرڻ تي گهريو، تنهن کي ”خودي“ لفظ ڪنهن به صورت ۾ ظاهر ڪري نٿو سگهي. ”خودي“ لفظ اسان جي زبان ۾ حقارت جي معنيٰ سان ڪم آيل آهي. جا منزل اقبال پيش ڪرڻ ٿو گهري، انهيءَ حالت کي قرآن ”فرديت“ يا ”شخصيت“ جي لفظ سان ادا ٿو ڪري، ۽ جيڪڏهن پارسي لفظ ڪم ۾ آڻڻو هجي، ته ويجهي ڪان ويجهو مون کي جيڪو هينئر سجهي ٿو اچي سو ”يڪانگي“ آهي. پر ”يڪانگيءَ“ ۽ ”خوديءَ“ جي وچ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. خود ”فرد“ لفظ اقبال هن طرح ڪم ٿو آڻي:

”فرد قائم ربط ملت سے هے تنها ڪچ نهين.“

هاڻي جڏهن ”فرد“ خود ٿي ”ربط ملت“ کان سواءِ ڪجهه نه آهي تڏهن ”خودي“ ڇا ٿي چوي! پر زياده تر سندس غلط اصطلاح چونڊڻ جو ثبوت ”خودي“ لفظ جي هن استعمال مان ملي ٿو: ”خودي از بي‌خودي آيد پديد.“ هن مان صاف ظاهر آهي ته سندس ضمير ڪنهن بيءَ معنيٰ کي پيو ڳولي، جا خوديءَ ۽ بيخوديءَ ٻنهي کان ٻاهر آهي — جا خوديءَ ۽ بيخوديءَ ٻنهي تي حاوي آهي. ڇالاءِ ته خودي ۽ بيخودي هڪٻئي کان متضاد آهن. پوءِ خودي وري بيخوديءَ مان ڪيئن پيدا ٿيندي؟ سوانح حيات لکندڙ هن جو استفسار هن طرح ٿو ڪري:

”انفرادي حالت مين خودي بلڪل خود مختار مطلق‌العنان اور سراپا غرور هوجاتي هے، ليڪن جماعت مين شامل هوڪر يه تمام اخلاق رذيله بدل جاتے هين.“

هاڻي، هن مان پي ڪهڙي معنيٰ ڪري سگهجي، سواءِ هن جي ته خودي اخلاق رذيله جو بنياد آهي؛ ۽ هينئر اهو ثابت ٿيندو ٿو وڃي. جن انهيءَ لفظ جي استعمال کي سمجهيو آهي تن ۾ اهي مڙيئي اخلاق رذيله پيدا ٿيندا ٿا وڃن — اقبال وري به پنهنجو پاڻ فيصلو ٿو ڪري:

”در جماعت خود شڪن گردد خودي،
تاز گل برگ چمن گردد خودي.“

هاڻي، جڏهن خود شڪن ٿيڻ جي ضرورت محسوس ڪئي ٿي وڃي ۽ سندس سڄي لڳي هڻڻ نقصانڪار تصور ڪيو ٿو وڃي، ته پوءِ ڪيس طاقت ڏيئي آسمان تائين پهچائڻ ۾ ڪهڙو فائدو؟ پر خود وري اهي دوائون جيڪي ڳوليون اٿس خوديءَ جي علاج ڪرڻ لاءِ، يعني جماعت ۽ ملت، تن ئي کان نااميد ٿي ’پاڻ‘ کي هن طرح سان ادا ٿو ڪري:

”دلي بر ڪف نهادم دلبري نيست،
متاع داشتم غارت‌گري نيست،
درون سينهٔ من منزل گير،
مسلماني ز من تنها تري نيست“.

اها شهادت اقبال جي صحيح آهي ۽ اچي ٿي انهيءَ فرديت تي بيهي، جنهن جو قرآن ذڪر ڪيو هو ته قيامت جي ڏينهن سيئي فرد جي حالت ۾ ايندا، جنهن لاءِ هيئن به چيو ويو هو:

"لاتزر وازرة وزر اخرىٰ."

انهيءَ صورت ۾ اسان جي ناقص خيال ۾ ٿو اچي ته جيڪڏهن انهيءَ منزل انسانيءَ جو اسم بامسميٰ ڳوليو ٿي ويو، تڏهن بهترين اکر اهوئي ٿي مليو جو قرآن ئي ڪم ۾ آندو، يعني "فرديت" يا "شخصيت"- هروڀرو ته پارسي لفظ "يگانگي،" جنهن کي انگريزيءَ ۾ Uniqueness چيو ٿو وڃي. هي سمورو اسان ذڪر انهيءَ ڪري ڪيو ته هڪ لفظ جو غلط استعمال انسان کي ڪيترا واهڻ ٿو ولوڙائي. اڄ اسان جو "ادب" ۽ "شعر" به انهيءَ طرح سان غلط استعمال ۾ ڪم ٿو اچي، ۽ انهيءَ جو اثر جو قوم تي ٿو ٿئي ۽ پيو آهي، تنهن جو اوهين تصور ئي ڪري نٿا سگهو. اسان جو خاص عرض آهي ته وري انهن کي انهيءَ معنيٰ ۾ ڪم آڻيو جا هنن جي حقيقي معنيٰ آهي، ۽ نوجوان، جي "ادب" جي لفظ جي حقيقي معنيٰ کان بي بهره آهن ۽ جن کي، بشهادت اقبال، ڏسڻ سان "روز مي گردد چو شب"، سي وري آداب سکن، ۽ سندن آبائن ۽ اجدادن تي عيان ٿئي ته استاد اديب ڪو ضروري شخص هو، ۽ استادن تي عيان ٿئي ته هر تعليم کان اڳ تاديب لازم آهي، ۽ تعليم، تاديب کان سواءِ، اهڙي آهي، جهڙي گندي پيالي ۾ صاف پاڻي وجهي، توقع ڪرڻ ته اهو پيئڻ جي لائق رهندو يا منجهانئس ڪو نيڪ مطلب پورو ٿيندو:

"اين خيال است و محال است و جنون."

[مهراڻ: بهار، ١٩٥٥ع]



ای. کي. بروهي
سنڌيڪار: سراج

# ادب ڇا آهي

ادبي تنقيد جي تاريخ هڪ اهڙو بارآور مطالعو آهي، جنهن مان جدا جدا نقادن جا مختلف ۽ ڪيترين ڳالهين ۾ متضاد رايا معلوم ڪري سگهجن ٿا. هر دور جي نقادن ”ادب يا ساهت ڇا آهي“ جي سوال تي هميشه غور و فڪر پئي ڪيو آهي، ۽ ان سوال جي ڪنهن قدر خاطرخواهه جواب ڏيڻ جون پڻ ڪوششون پئي ڪيون اٿن. جن شخصن ’ادب‘ جي مفهوم ۽ مقصد تي ٿورڙو فڪر ڪيو آهي، انهن کي چڱيءَ پر ڄاڻ آهي ته انهيءَ سوال جي ڇنڊڇاڻ ۾ جيڪي نُڪتا پيدا ٿين ٿا ۽ مسئلا اڀرن ٿا، سي ڪافي اهميت رکن ٿا؛ ۽ جيستائين ڪو شخص انهن نڪتن ۽ مسئلن جو ويهي سائنسي اصولن پٽاندر تجزيو نه ڪندو، تيستائين هن لاءِ مٿين بنيادي مسئلي جي ڪنهن اطمينان جوڳي جواب تائين پهچڻ ممڪن نه ٿي سگهندو. هت منهنجو مقصد اهو ڪونهي ته آءٌ ’ادب‘ جي انهن سمورين وصفن تي تبصرو ڪريان، جيڪي اسان جي ڪن مشهور ادبي نقادن وقت بوقت پئي پيش ڪيون آهن: آءٌ هت جيڪي ڪجهه چوڻ گهران ٿو، سو فقط هيءُ آهي ته جن تحريرن کي حقيقتاً ’ادب‘ يا ’ساهت‘ سڏي سگهجي ٿو، تن جون منهنجيءَ راءِ موجب مکيه خصوصيتون ڪهڙيون آهن.

سڀ کان اول اها ڳالهه خيال ۾ رکڻ گهرجي ته ادب ۾ ’موضوع‘ جهڙي ڪا شي ٿئي ئي ڪانه: حقيقت ۾، هرڪا اها چيز جنهن لاءِ ڪجهه نه ڪجهه لکي سگهجي، سا هر طرح ادب جو موضوع بنجي سگهي ٿي، جيئن چيو ويو آهي ته ’هڪ ڪٽ چڙهيل ڪوڪي‘ کان وٺي ويندي ’خدا‘ تائين ــــ هرڪا ڳالهه ادبي ڪاوش جو موضوع بنجي سگهي ٿي. آرٿر ڪئلرڪوچ لکي ٿو ته ادب جا موضوع ته اڪيچار آهن: جي ’انسان جو بهشت مان تڙجڻ‘ (۱) انگريزي ادب جو موضوع رهي چڪو آهي، ته ’آئرلئنڊ جي ٽامي جا سڪا‘ (۲) پڻ ادب جو موضوع ٿي رهيو آهي؛ ساڳيءَ طرح ’پڪل سوئر‘ (۳) ۽ ’مقدس موت‘ (۴) به ادب جا موضوع ٿي چڪا آهن؛ ان طرح، ’مسٽر پيپيءَ جي ناپاڪ زندگي‘ کي جيڪڏهن موضوع بنايو ويو،

(1) Paradise lost, (2) Copper coinage in Ireland, (3) Roast sucking-pig, (4) Holy dying.

تہ ساڳيءَ طرح ' پادرين جي سياست ' (١)، ' مڇين جو شڪار ' (٢)، ' قومن جي دولت ' (٣)، 'پاڪيزگي ۽ حسن' (٤)، 'سلطنت روما جو زوال' (٥)، ' انعامي لڙائيون' (٦)، ' يوناني مقدس برتن ' (٧)، 'جديد مصور' (٨)، ' ٻالڪپڻ ۾ بداخلاقيءَ جا اهڃاڻ' (٩)، ' گڏھ سان مسافريون' (١٠)، ' ٻهراڙيءَ جون سواريون' (١١)، ۽ 'نامنظور ٿيل تقريرون' (١٢)—اهي سمورا انگريزي ادب جا موضوع ٿي رهيا آهن. انساني سازشون ۽ منصوبا—جهڙوڪ "آٿيلو" (١٣) ۽ ' بدمعاشيءَ جو اسڪول' (١٤)—بہ موضوع رهي چڪا آهن؛ ڪيترين شخصيتن—جهڙوڪ پراميٿس، ڊاڪٽر جانسن، اسوجن ۽ مال فلنڊرس، پيئرس دي پلومئن ۽ مسٽر پڪوڪ—جا نالا بہ ادب جو موضوع بنيا آهن؛ ۽ جاين جڳهين—'خيالي رياست' (١٥)، "ڪرئنفورڊ"، "لليپوٽا" ۽ "ريڊنگ گرل"—کي پڻ موضوع طوراستعمال ڪيو ويو آهي؛ "اپيسائڪيڊئن" بہ ادب آهي، تہ 'هڪ ٽب جي ڪهاڻي' (١٦) بہ ادب آهي. ان ڪري، ڪنهن خاص موضوع جي لاڳاپي سان ادب جي جامع تعريف ڪري سگهڻ ممڪن نہ آهي. انسان جا سمورا 'خيال'، 'جذبا' ۽ 'مسرتون'—يا ٿوري ۾ ڪٿي چئجي تہ 'جيڪي ڪجهہ انسان جي روح يا جسم جي مشغلن سان تعلق رکي ٿو'، ان کي ادب جو موضوع تصور ڪري سگهجي ٿو. پر اتي هڪ ڳالھہ غور طلب آهي تہ هرڪا لکيت ادب نہ آهي- ان ڪري، سوال ٿو اٿي تہ اسين ادبي ۽ غيرادبي تحريرن جو فرق ڪهڙيءَ طرح قائم ڪري ٿا سگهون؟

ادب جي نظريي کي جامع نموني ۾ سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ لسان جي ٻوليءَ بابت ڪن عام حقيقتن جو اپياس ڪجي. سڀ کان اول اهو ياد رکڻ ضروري آهي تہ انساني ٻولي بہ هڪ سماجي پيداوار آهي. علم اللسان جي ماهرن ۾، انساني ٻوليءَ جي وجود ۾ اچڻ ۽ ان جي ارتقا جي سببن متعلق فلسفيانہ دليلن ۽ تجربي بابت ڪٿي ڪيترا بہ اختلاف هجن، پر انهن مان سڀ کان اهم سبب، جنهن تي سمورا ماهر يڪراءِ ۽ متفق آهن، هي آهي تہ 'جڏهن اسان منجهہ پنهنجين ذات-ڀائين، يعني انسانن کي اطلاع ڏيڻ يا خبر ڏيڻ-وٺڻ جي خواهش پيدا ٿي، تڏهن ئي خبر پهچائڻ جو اهو ذريعو يعني انساني ٻولي وجود ۾ آئي.' ٻولي محض ڪن شين جي خاصيتن بيان ڪرڻ يا سندن باهمي لاڳاپن ظاهر ڪرڻ جو ذريعو نہ آهي: ٻولي هڪ اهڙو اوزار آهي، جنهن کي زندگيءَ خاص انهيءَ مقصد سان وجود ۾ آندو آهي تہ ان جي مدد سان انسان اهڙن ٻين شخصن جو پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائي، جيڪي 'ڪُل انساني ماحول'

(1) Ecclesiastical Polity, (2) Angling for Chub; (3) Wealth of Nations, (4) The Sublime and the Beautiful, (5) The Decline and Fall of Roman Empire, (6) Prize Fights, (7) Grecian Urns, (8) Modern painters, (9) Intimations of Immorality in Early Childhood, (10) Travels with a Donkey, (11) Rurai Rides (12) Rejected Addresses. (13) Othello, (14) The School for Scandals, (15) Utopia. (16) A tale of a Tub.

جي ڪن تفصيلي مقصدن ۽ مخصوص عملي نتيجن حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ باهمي ۽ مشترڪ ڪوشش ۾ مصروف آهن. گڏيل ۽ مشترڪ ڪوشش تيسين ممڪن ٿي نہ آهي، جيسين ڪو اهڙو طريقو ڳولي نہ ڪڍجي، جنهن جي وسيلي هڪ رٿيل مقصد ڏانهن سيني جو ڌيان موڙي سگهجي. اهو طريقو اهڙو هئڻ گهرجي، جنهن کي اهي سمورا ماڻهو چڱيءَ طرح سمجهي سگهن، جيڪي هڪ عام مقصد کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف هجن؛ ڇاڪاڻ تہ جيسين اهي ڪُل ماحول منجهان انهيءَ خاص مقصد ڏانهن سمورن ماڻهن جو ڌيان موڙي سگهڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيندا، جنهن تي ڪو عمل صرف ڪرڻو هجي، تيسين هو ڪي ڪامياب نتيجا حاصل ڪري ڪين سگهندا.

پنهنجي موجوده مسئلي جي وڌيڪ تجزيي ڪرڻ کان اڳ، بهتر آهي تہ اڄ پنهنجي هن نڪتي جي تفصيلي وضاحت ڪري ڇڏيان. فرض ڪريو تہ هڪڙا ٻہ شخص هڪ اهڙيءَ ڪوٺيءَ ۾ ويٺا آهن، جتي ڪيتريون ئي شيون — ميزون، ڪرسيون، گلم، غاليچا، ڪتاب، گل ۽ تصويرون، وغيره — رکيون آهن. اهي ٻئي شخص جيتوڻيڪ ساڳئي ئي ڪمري ۾ ساڳئي ئي ماحول سان گهيريا ويٺا آهن، پر ڪين ڪوٺيءَ ۾ موجود پيل شين جي ڪابہ خبر نہ آهي. نہ رڳو ايترو، پر انهن مان ڪنهن هڪڙي کي بہ اهو پتو نہ آهي تہ ٻيو ڄڻو انهن شين کان ڪيتريقدر واقف آهي. درحقيقت، ممڪن آهي تہ هو ڪوٺيءَ جي شين کان وڌيڪ پنهنجين ذهني تحريڪن تي سوچيندا هجن؛ يا ائين ڪٿي چئجي تہ ٻئي ڄڻا پنهنجي ڪنهن گذريل واقعي کي ياد ڪري رهيا آهن؛ يا ائين هجي تہ ٻئي شخص، نفسيات جي ماهرن جي قول موجب، ’جاڳندي جا خواب‘ ڏسي رهيا هجن. انهيءَ صورتحال ۾، جيتوڻيڪ ٻنهي مان هرهڪ جسماني طرح ڪوٺيءَ ۾ موجود آهي، پر ذهني بي‌تعلقيءَ ڪري ڄڻ تہ هو ڪوٺيءَ اندر آهن ئي ڪين؛ ٻنهي مان هرهڪ ڄڻو پنهنجيءَ پنهنجيءَ الڳ دنيا ۾ گم هوندو؛ ۽ اها حقيقت تہ ٻئي ڄڻا ساڳئي ئي هڪ ڪمري ۾ موجود آهن، بذات خود انهيءَ ڳالهہ جو اهڃاڻ نہ آهي تہ ڪو سندن ذهني تحريڪون يا سندن جذباتي تجربا بہ ساڳيا هوندا.

هاڻي، فرض ڪريو تہ انهيءَ صورتحال ۾ ڪو اهڙو واقعو پيدا ٿي ٿو پوي، جو ايترو تہ ڌيان ڇڪائيندڙ ۽ عجيب يا اهميت رکندڙ آهي جو فوراً هنن ٻنهي جو ڌيان انهيءَ ڏانهن ڇڪجي ٿو وڃي. مثال طور، دروازي تي ڪو کڙڪو ٿئي ٿو، ۽ اهو کڙڪو ايترو تہ بلند آواز سان ٿئي ٿو جو ڪوٺيءَ اندر ٻنهي شخصن جو توجهہ اوڏانهن ڇڪجي وڃي ٿو، ۽ هو ڄڻ تہ پنهنجيءَ پنهنجيءَ ذاتي دنيا مان ڇڄي دور هٽي ٿا وڃن: ٻنهي جي خيالن جو سلسلو ٽُٽي ٿو پوي، ۽ هرشخص انهيءَ نئينءَ چيز متعلق سوچڻ لڳي ٿو، جا سندن ذهني قوتن جي وهڪري ۾ دخل انداز اچي ٿي آهي. اهو سيڪجهہ انهيءَ ڪري ٿو ٿئي جو انهيءَ نئينءَ چيز جي نسبت سان، هنن کي ڪنهن مخصوص ’عمل‘ ڪرڻ خاطر سموريءَ صورتحال کي نئين سر جاچڻو پوندو، ۽ ان ڏانهن پنهنجي رويي کي نئين صورت ڏيڻي پوندي. انهيءَ طرح

دروازي جي انهيءَ کُڙڪي جي مقصد يا اهميت ڪي سمجهڻ هنن لاءِ هڪ لازمي امر بنجي ٿو پوي. پهريون دفعو هنن جو توجهه هڪ عام محرڪ ڏانهن ڇڪجي ٿو وڃي، ۽ ان سبب ڪري هنن جا ذهن هڏڪٽي نقطي تي اچي، جڻ ته ساڳئي پلئٽفارم تي پهچي ٿا وڃن — ۽ ان وقت انهيءَ نئينءَ صورتحال جي سمجهاڻي هڪٻئي ڪي پهچائڻ جي خواهش منجهن آيري ٿي. پر اهو ياد رکڻ گهرجي ته اها صورتحال تڏهن پيدا ٿي سگهي، جڏهن ٻنهي شخصن اڳيان هڪجهڙي قدم کڻڻ جي عملي ضرورت پيدا ٿي. مثال طور، جيڪڏهن ان حالت ۾ ٻنهي شخصن ڪي عين کُڙڪي ٿيڻ وقت پنهنجي ڪنهن دوست جي اچڻ جي اميد هجي ها ته پوءِ هڪٻئي سان همڪلام ٿيڻ جي هنن کي ڪابه ضرورت نه ٿئي ها؛ ان ڪري جو ان حالت ۾ سندن همڪلاميءَ جي ڪا عملي اهميت ڪانه رهي ها: پر هڪٻئي ڪي مخاطب ڪرڻ جي خواهش بهرصورت ان وقت لازمي طرح پيدا ٿئي ها، جيڪڏهن هنن کي اهو محسوس ٿئي ها ته دروازي تي جيڪو کُڙڪو ٿيو، سو دوست جي اچڻ سببان نه، پر ڪنهن ٻئي نامعلوم سبب ڪري پيدا ٿيو هو.

اهي سموريون ڳالهيون ڏيکارين ٿيون ته تجريدي طرح اسان جي ماحول جي ڪا ئين يا انوکي چيزئي مخاطب ٿيڻ جي خواهش کي آياري ٿي، ۽ ان جو بنياد بنجي ٿي. "رابنسن ڪروزو" جوئي ڪٿي مثال وٺو: ڪنهن 'ويران پيٽ' تي، جتي سائس ڳالهائڻ لاءِ ڪوئي نه هجي، هو ڪنهن به صورت ۾ ڪا ٻولي پيدا ڪري نه سگهندو؛ بلڪ امڪان اهو آهي ته جيڪڏهن هن کي اهڙين حالتن ۾ ڪجهه عرصو رهڻو پوي جو مخاطب ٿيڻ لاءِ ڪنهن سائيءَ جي نه هجڻ ڪري همڪلام ٿيڻ جي آرزوئي سُڏي تي مرندي وڃي، ته هوند هن کان پنهنجي ٻوليءَ جو استعمال به وسرندو ويندو.

جيڪڏهن انساني ٻوليءَ جي وجود ۾ اچڻ جي انهيءَ نظريي بابت منهنجي راءِ صحيح آهي، ته پوءِ بجاطور هيءَ راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي ته ادب ۾ پڻ فقط اهي تحريرون ئي 'ادب' ليکجي سگهن ٿيون، جن جو لاڳاپو خصوصي طرح انسانذات جي ڪن غيررواجي، غيرمعمولي ۽ انوکن مشاهدن سان هجي. منهنجي فڪر موجب، ادب هڪ نهايت ئي بلند ۽ ترقي يافته ذهن جي مشاهدن جو هڪ يادگار رڪارڊ آهي. اهڙي اهل دماغ ماڻهوءَ ۾ ٻين سان همڪلام ٿيڻ جي خواهش ان ڪري پيدا ٿئي ٿي، جو هو پنهنجن تجربن ۾ ٻين کي پڻ ڀائيوار ڪرڻ گهري ٿو — ۽ ان ۾ سندس مقصد محض اهوئي آهي ته ٻين جو ڌيان به انهن تجربن ڏانهن ڇڪجي وڃي. ياد رکڻ گهرجي ته سمورو عظيم ادب اهڙن بلند فڪر رکندڙ ۽ اهل نظر ماڻهن جي 'فڪر و نظر' يا ذهني مشاهدن، احساس ۽ وجدان جو هڪ رڪارڊ آهي. اسان کي اهڙي ادب لاءِ جو آتساهه جاڳي ٿو، سو ان مفروضي جي بنياد تي سمجهه ۾ اچي سگهي ٿو ته جيڪي ڪجهه اهي 'ڪامل انسان' ڏسندا رهيا آهن، اسين پڻ ان کي ڏسڻ جي قابل آهيون، پر جيڪڏهن اجا تائين پنهنجي سر اهي چيزون ڏسي نه سگهيا آهيون، ته ان جو

سبب محض اهو آهي تہ اسان وٽ ائين ڪرڻ جا مددگار اسباب نہ موجود ڪين آهن: اسين پنهنجي رواجي مشاهدي جي قوتن جي طفيل جيڪي ڪجهہ ڏسي سگهون ٿا، عظيم ادب ان ڪان گهڻو ڪجهہ وڌيڪ ڏسڻ ۾ اسان جي مدد ڪري ٿو.

شايد اهوئي سبب آهي جو ادب جي صنفن مان هڪڙيءَ صنف جو نالو "ناول" (يعني ڪا انوکي شي) رکيو ويو. 'ناول' انهيءَ قسم جي تحرير کي سڏيو وڃي ٿو، جنهن ۾ انسان جي تصوراتي ماحول کي چٽيو ويو هجي. جيستائين رواجي ڳالهين کان الڳ ڪا انوکي چيز موجود نہ نہ هوندي، تيسين پڙهندڙ جي فائدي لاءِ ان جي اطلاع ڏيڻ جي ڪا ضرورت نہ پيدا ڪان ٿيندي. انهن سمورين حالتن ۾، جڏهن بہ همڪلامي پيدا ٿيندي آهي، تڏهن لازمي طرح اها زندگيءَ جي ڪنهن بنيادي مقصد لاءِ هوندي آهي؛ ۽ اهو مقصد — جيئن مون مٿي چيو آهي — صرف هيءُ آهي تہ ان جي طفيل زندگيءَ ۾ اشتراڪِ عمل پيدا ڪرڻ جي خواهش جي تڪميل ٿئي، ۽ سموريون انساني قوتون هڪ ئي عام ۽ مشترڪ مقصد لاءِ ڪم آنديون وڃن.

شاعرن ۽ پيغمبرن جا زباني گفتا بيحد جذباتي هوندا آهن، ۽ اهوئي سبب آهي جو اهي اسان کي ايترو متاثر ڪن ٿا. پر انهيءَ مان اهو مقصد نہ سمجهڻ گهرجي تہ هنن اهي گفتا يا فقرا پڙهندڙن کي محض جذباتي طرح متاثر ڪرڻ لاءِ ويهي گهڙيا هئا. هنن اظهار جو اهو طريقو ان لاءِ اختيار ڪيو، جو وٽن ڪو ٻيو رستو ئي ڪونہ هو: زندگيءَ جي ڳُوڙهين حقيقتن سان هو ايترو تہ لبالب ڀريل هئا، جو هنن کي انهيءَ کان سبڪدوش ٿيڻ لازمي هو. هنن جي بيان جي طرز ۽ اسلوب جو حسن سندن جذبات جي گهرائيءَ ۽ خيالن جي پاڪيزگيءَ جو نتيجو آهي.

جيڪڏهين منهنجو اهو رايو صحيح آهي تہ اسان جي همڪلام ٿيڻ جي ضرورت جي پيدا ٿيڻ جو بنيادي سبب اسان جي پنهنجي ماحول جي ڪنهن چيز جي انوکي هجڻ جو احساس آهي، تہ پوءِ ان مان اهوئي ثابت ٿئي ٿو تہ 'ادب' فقط انهيءَ تحرير کي سڏي سگهجي ٿو، جا ظاهر ظهور اسان جي احساس ۽ مشاهدي جي قوتن جي ارتقا کي متاثر ڪري ٿي. ادب کي زندگيءَ جي تجربن جو يادگار رڪارڊ بہ محض انهيءَ ڪري سڏجي ٿو، جو ان جو سڌو سنئون تعلق زندگيءَ جي انوکين ۽ نادر حالتن کي بيان ڪرڻ يا نقش ڪرڻ سان آهي. انهيءَ صورت ۾ ئي ڪنهن فنڪار جي تخليق، حقيقتاً ڪنهن انوکي مشاهدي جي ترجماني هوندي آهي. اسان جي بلڪل رواجي تجربن کي نيون معنائون ۽ نوان مفهوم بخشڻ بہ، هڪ طرح، انهن تجربن ۽ حالتن کي غيرمعمولي ۽ انوکي بنائڻ جي برابر آهي. انسانذات جو اعتقادي ادب، جنهن جو مقصد صرف اهو هوندو آهي تہ انسان پنهنجي باطني تجربن جو اظهار ڪري، سو پڻ ادب جي انهيءَ وصف سان نهڪي ٿو اچي: اهو ان ڪري جو ان جو لکندڙ پنهنجي وجود ۽ پنهنجي خالق جي وچ ۾ جيڪو لاڳاپو محسوس ڪري ٿو، ان کي ڪا نوس ۽ قابل احساس شڪل ڏيڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هن جا باطني تجربا هن جي پنهنجي نجي دليا جو هڪ حصو

آهن، پر هن جي فن جي مهربانيءَ طفيل اهي ٻين تائين پهچڻ لڳن ٿا. اهي چيزون ٻين لاءِ بلڪل الوکيون ۽ عجيب چيزون آهن، جن کي ذاتي طرح انهن تجربن جو ڪو احساس ڪونهي.
بهرحال، هن قسم جي ادب جو مقصد بہ اهو ساڳيوئي آهي، جيڪو هر قسم جي اعليٰ شعر، فلسفي يا ناٽڪن جو هوندو آهي. هر حالت ۾، فنڪار اسان جو ڌيان اهڙين ڳالهين لاءِ ڇڪائي ٿو، جيڪي اسان لاءِ غير معمولي ۽ غير رواجي آهن، تہ جيئن زندگيءَ جي اهم فرضن کي پوري ڪرڻ لاءِ هرهڪ انسان کي انهن ڳالهين جي وجود جو احساس ٿئي، ۽ انهن کي پنهنجي فهم ۽ عقل سان ڇنڊي ڇاڻي، زندگيءَ جي عظيم مقصدن جي تڪميل لاءِ ضروري عمل تشڪيل ڪري.

مٿيون تجزيو ڏيکاري ٿو تہ ادب جو پيدا ٿيڻ ۽ وڌڻ فقط هڪ ردعمل آهي، يا ائين ڪٿي چئجي تہ اسان جي احساس ۽ مشاهدي جي قوتن جي ئي هڪ لازمي صورت آهي. جيڪڏهن ڪنهن چيز جي 'اظهار' جي گنجائش نہ هوندي، تہ ادب پيدا ٿي ئي نہ سگهندو: جيئن ڪو شخص انهن پردن کي نہ هٽائيندو جيڪي ڪنهن اسرار کي ڍڪيو بيٺا آهن، تيسين هو ڪڏهن بہ ادبي فنڪار بڻجي ڪين سگهندو.

اهو ياد رکڻ گهرجي تہ اسان جي زندگي ٻن اسرارن جي هڪ دنيا آهي: هڪڙو تہ اسان جي طبعي وجود جو اسرار آهي، جنهن ۾ هيءَ مادي دنيا ۽ ان جون ڦيريون گهيريون، موسمن جون تبديليون، ڏينهن-رات جي متاستا ۽ ٻيون اهڙيون ڳالهيون سمايل آهن؛ ۽ ٻيو اسان جو اندروني يا باطني اسرار آهي، جنهن ۾ اسان جون ذهني تحريڪون، اسان جا خيال، اسان جا تصور، اسان جون اميدون ۽ اسان جا ڏڪ ڏاوَ سمايل آهن. اسان جي شعور جي مشعل انهن اندروني توڙي ٻاهرين دنيائن جي بي پناهہ ڪنارن تي چوڌاري شعاع اڇليندي ٿي رهي — اهي دنيائون، جن ۾ اسين ٿڪل ٽٽل مسافرن وانگر رڙهندا ٿا رهون. جڏهن اسين ڪنهن ڏورانهين تاري ڏانهن نهاريون ٿا، ۽ ان جي بناوت تي عجب ڪائڻ ٿا لڳون، تڏهن ائين چوڻ صحيح نہ ٿيندو تہ اها ڪا اسان جي اندر جي 'روشني' آهي، جنهن اسرار جي ٻاهرينءَ دنيا جي ڪنهن حصي کي اسان لاءِ ڪولي روشن ڪري ڇڏيو آهي؛ پر جڏهن، ويچار-ساگر ۾ وَهندي، اڄ پنهنجين ذهني قوتن تي سوچڻ لڳان ٿو، يا الهيءَ ترتيب تي ويچارڻ لڳان ٿو جا منهنجن خوابن کي وجود ۾ آڻي ٿي ۽ جنهن ذريعي انهن ۾ مختلف عڪسن جو تاڃي-پيٽو ٺهڻ لڳي ٿو. تڏهن، ڇا، اهو منهنجو شعور نہ آهي جو منهنجي وجود جي اندرين قوتن کي روشن ڪري ٿو؟ جيڪڏهن انهن ٻاهرين ۽ اندرين دنيائن جي سير ڪندي مون کي ڪا اهڙي چيز ملي وڃي ٿي جا غير معمولي آهي، يا اڄ ڪن شين جي ڪن لين معنائن کي وڃي ٿو ڳولي ڪيان، يا ٻاهرينءَ ۽ اندرولي دنيائن جي باهمي لاڳاپي لاءِ ڪي مفروضا يا نظريا ٿو تيار ڪريان، تڏهن 'پنهنجن ذات-پاڻ کي پنهنجين ڪوجنائن ٻڌائڻ جي خواهش' اندروني طرح ضرور مون کي مجبور ڪندي تہ اڄ پنهنجن ساٿين کي انهن ايجادن ۾ ڀائيوار

ڪريان. انهيءَ طرح ئي پاڻ ۾ گڏ گذاريندڙ انسان هڪ عالمگير زندگي گذارڻ جي عظيم مقصد جي تڪميل ڪري سگهن ٿا.

ادب پاڪيزه فطرتن جو نمائيندڙ آهي. 'انسانيات'* جي موضوع جي تعليم شاگردن کي عالمگير زندگيءَ جي دولت ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو بهترين موقعو ڏئي ٿي. ادب جو اڀياس (منهنجي پيش ڪيل مفهوم مطابق) اسان کي تنگدليءَ ۽ تنگ نظريءَ جي چنبي مان پاڻ آزاد ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو. ادب اسان کي انهن شخصن جي ذهني حالتن ۽ نظرين ۾ جهاتي پائڻ ۾ مدد ڪندو، جيڪي شعوري طرح اسان کان گهڻو اڳتي نڪري آيل آهن، ۽ جيڪي 'زندگيءَ جي تخليقي ارتقا' ۾ حصيدار ٿيڻ جا اهل آهن. هر عظيم ادب اسان کي 'سچ جي دنيا' سان متعارف ڪرائي ٿو، ۽ اسان کي پنهنجي روحاني مشاهدي جي قوتن کي تيز ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. جهڙيءَ طرح دنيا جي عظيم مصورن جي شاهڪارن کي ڏسڻ ۽ اڀياس ڪرڻ سان اسان جي شڪلين ۽ رنگن جي مشاهدي جي حِس وڌيڪ تيز ٿئي ٿي، تهڙيءَ طرح، اهل شعور هستين سان جيڪڏهن مسلسل تعلق رکندا ايندا سون، ته اسان ۾ زندگيءَ جي لڪل پهلوءَ کي ڏسي سگهڻ جي صلاحيت پيدا ٿيڻ لڳي ٿي.

ادب کي ڪڏهن ڪڏهن 'زندگيءَ جو آئينو' پڻ سڏيو ويندو آهي: پر اها تشبيهه ڪجهه منجهائيندڙ ٿيو ٿي پوي. آئينو فقط هڪ موجود حقيقت جو عڪس ڏيکاريندو آهي: آئينو ته فقط ورتل شي موٽائي ٿو ڏئي: پر فنڪار، ان جي برعڪس، ٻاهران چيزون گڏ ڪري هڪ نئين شي تخليق ڪري ٿو، ۽ ان کي پنهنجي شخصيت جو رنگ ڏيئي، ان جي اصلي صورت بنهه بدلائي ٿو ڇڏي. سمورو عظيم ادب تخليقي آهي. ادب جنهن شي يا خيال کي لفظن ۾ آڻي ٿو، ان کي هڪ بنهه نئين حيثيت بخشيو ڇڏي. شاعر، فيلسوف يا ناٽڪ نويس جو ذهن محض هڪ عڪس اڇليندڙ آئينو نه آهي، بلڪ اهو ته هڪ 'پرزم' يا بلوري شيشو آهي جو اصلي محرڪ کي ان جي مختلف ترڪيبي جزن ۾ ورهايو ڇڏي: مادي جي دنيا کي هڪ نئين شڪل ڏيو ڇڏي، ۽ معمولي ڳالهين کي ليون نيون معنائون بخشيو ڇڏي.

سمورو فن تخليقي آهي: ۽ ادب — جو پڻ مڪمل طرح هڪ فن آهي — انتهائي طرح تخليقي آهي. ادب پنهنجن پوڄارين کي شين کي آوَنهي جاچڻ لاءِ هڪ ڇهين حِس عطا ڪري ٿو. اهو "هيتان" ۽ "هيتان کان اڳتي" جي وچ ۾ هڪ پُل مثال آهي. اها هڪ اهڙي ڏاڪڻ آهي، جنهن جي ذريعي اسين شين جي ڏٺل وائٺل دنيا مان روح جي غير رواجي ۽ اڻڏٺل دنيا ۾ وڃي ٿا پهچون. انهيءَ مفهوم مطابق ئي ادب جي مطالعي ڪرڻ ۽ ان مان لطف اندوز ٿيڻ سان انسانذات کي پنهنجيءَ وحدت جو احساس ٿيڻ لڳندو. جڏهن اَڄ چيني، جپاني ۽ هندي ادب مان اوترو ئي لطف اندوز ٿيان ٿو جيترو پنهنجي ادب مان، — ته اها حقيقت ثابت ڪري

*انگريزي ادب ۾ "انسانيات" (Humanities) ٽن علمن — ادب، فلسفي ۽ تاريخ جو گڏيل نالو آهي — س.

تي ته سموري انسانذات هڪ آهي، ۽ فرق جيڪي انسانذات جي هڪ گروهه کي ٻئي گروهه کان مختلف ڪن ٿا، سي فرق حقيقي نه آهن. ساڳيءَ طرح، اها حقيقت ته رومن ۽ يوناني ادب منجهان به مون کي اهڙوئي لطف ملي ٿو جهڙو جديد ادب منجهان، ـــ ڏيکاري ٿي ته منهنجي ۽ انسانذات جي انهن قديم ابن ڏاڏن جي وچ ۾ هڪ روحاني رشتو آهي؛ ۽ اسين، جيڪي هنن جوئي اولاد آهيون، هنن سان احساس جي وحدت ۾ ڳنڍيا پيا آهيون. انهيءَ ڪري، عالمگير ادب پڙهڻ سان دليا جي مختلف قوميتن ۽ تهذيبن جا نمائندا اهو محسوس ڪري سگهن ٿا ته سموري انسانذات هڪ آهي؛ ۽ هي جي مفاصلي ۽ وقت جون سرحدون ۽ رنڊڪون آهن، سي ڪي آمٽ ڪينهن، بلڪ انهن حدن ۽ رنڊڪن کي سندن 'ڪامل انسان' جي شاهڪارن جي همدردانه مطالعي ۽ اڀياس سان سولائيءَ سان هٽائي سگهجي ٿو.

[مهراڻ: نمبر ۲ ۽ ۳، سال ۱۹۵۹ع]



# ساهت ۽ ادب آهي ڇا؟

ڪتاب هرهڪ ٻوليءَ ۾ ڪيئن پيا لکجن ـــ اڻاٽ آهيئي ڪان.

غريبڙي سنڌي، جنهن نانءَ ڇنبو هو تہ منجهس ڳاڻ ڳڻيا ڪتاب مس ليندا، تنهن ۾ بہ روزمره ڪتابن جي ڀيئي پرتي ٿئي. پر سوال اٿي ٿو تہ هرهڪ ڪتاب ڪي ساهت جي صف ۾ جاءِ ڏيئي سگهبي؟ مثلا جنتريون ۽ ٽيڻا، اقتصاد تي رسالا ۽ تاريخي وستار، انگي حساب ۽ رساين شاستر، انهن مان هرهڪ رچجي خاص هن مراد سان ٿو تہ انهيءَ جي پڙهڻ سان ڪنهن خاص مزاج واري ماڻهوءَ کي انهي علم جو فيض رسي. ۽ اهڙي پرڪار جي ڪتاب کي ساهت جي صف ۾ ويهاري ڪونہ سگهبو.

ساهت جي صف ۾ ڪتاب رکي آهي همدوش تي ٿا سگهن، جن ۾ اول اول وشين اهڙين جي اپٽار ٿيل هجي، جي جڳ پڌريون آهن، ۽ اهي عالمگير عنوان ۽ ڍنگ اهڙي ۾ ادا ٿيل هجن، جن سان عام لوڪن جو چاهہ آهي. رڳو ايترو نہ، انهيءَ سان گڏ عبارت، جا ساهت جو مکيہ جزو آهي: انهن ڪتابن جي اهڙي سُيڪ ۽ سلوٽي هجي، جو اڪر اڪر پنهنجي ذات جوهر جي بدولت پڙهندڙ جي هيانوَ ۾ گهڙي وڃي، ۽ انهن ڪتابن جي پڙهندي يا ٻڌندي اڳلي جي لُنءَ لُنءَ ڀيئي نري. پوءِ انهيءَ مان ڪنهن خاص علم جو فيض ڪري ڪيس رسي يا نہ.

سچ پچ، ماڻهوءَ جيڪي جيوت ۾ ڏٺو آهي، جيوت جا جيڪي ماڻهوءَ کي تجربا ٿيا آهن، يا جيوت جا اهي روپ ۽ ورن جن سان ماڻهوءَ جو آتِ پريم آهي، تن بنسبت ماڻهوءَ جيڪي ويچار ويچاريا آهن، يا ماڻهوءَ جيڪا متاڙن جي موج ماڻي آهي، انهن جو دفتر ئي ساهت يا ادب ۾ ڪٺو ٿيل آهي.

مطلب ڇا تہ ساهت آهي زبان جي ذريعي جيوت جي آگهت يا پڌرائي. اها اگهت يا پڌرائي وري ساهت جا آهي روپ ۽ ورن وٺي نرني ٿئي ٿي، جن ڏانهن موزون وقت ۽ پوري هنڌ تي، اڳلي جو ڌيان اوس ڇڪجي وڃي ٿو. يا هيئن چئجي تہ ساهت جو گذارو جيوت تي آهي، جنهن جيوت کي ئي ساهت پنهنجو جامو ڍڪائي ٿو.

اها ڳالهہ ڌيان ۾ رکبي. تڏهن ئي ساهت جو اپياسي هن خطا ڪائڻ کان بچي پوندو، جا سرواهي ريت ودوان ۽ عالم ڪندا آهن تہ ساهت جو اپياس معنيٰ لفظن جي اشتقاقن جي اوک ڊوک، خاص اصطلاحن ۽ محاورن جي سمجهائيءَ جي قوت، ۽ وياڪرڻ جي ورن ڀيڇن جي ڇاڻ.

انهيءَ سان ڏسبو تہ ساهت سڏيءَ ريت جيوت منجهان ٿو آسري، تنهن جي معنيٰ وري هيءَ تہ ساهت جا سرچشما يا آهي آچلون، جن جي گرپ مان ڏار ڏار نمونن جا ادبي ورنڪري نروار ٿا ٿين، سي خود جيوت منجهہ ئي آهن.

هائي، جيڪڏهن اسان کي اها ڳالهہ چٽيءَ ريت سمجهڻي آهي تہ ساهت جا ڏار ڏار نمونا ڪيئن ٿا ٿتي نڪرن، ۽ هرهڪ سان اسان جو خاص پروجن ڪهڙو آهي، تہ پوءِ جن کي ساهت جا ڏار ڏار نمونا چئجي ٿو، تن کي اصطلاحي جامو بہ آهو ڍڪائبو، جو جيوت جي مطابق هولدو. انهيءَ لحاظ کان ساهت جا سرچشما ڏسو تہ هي آهن.

انسان آهي قُرب ڪُنو، پنگت جو پونئرو. ان ڪارڻ، سدائين پيو چاهي تہ جيڪي بہ ويچار منهنجي مَن ۾ اٿن ٿا؛ جيڪي بہ جذبا منهنجي دل ۾ ڏَون ڏَون لائي ٿا ڏين؛ تن جو ذائقو، تن جو لطف، جيڏن سرتن، پنهنجن پراون کي بہ وٺايان.

انهيءَ اتساهہ جي اثر صدقي سندس وائيءَ ۾ زور پرجي ٿو، ۽ اها زوردار وائي درياهہ وانگر پلتجي پارون ٿيو پوي، يعني ساهت جي ڏار ڏار ورنن ۽ روپن ۾ نڪريو نروار ٿئي.

مطلب تہ ائين وَس کان ٻيوس ٿي، هو اِهو لاتيون لنوي ٿو، ۽ انهن ذريعي نہ رڳو پنهنجو ردو ريجهائي ٿو، پر انهي دلچسپ وائي دوارا ٻين جا امنگ بہ ٿو آٿاري.

انهيءَ آرزو جي ئي بدولت اهو ادب ٿو اپجي، جنهن ۾ لکندڙ جي ئي ويچارن ۽ مناڙن جي پلٽ پلٽيل آهي. انهيءَ کي چئجي ٿو پاڻ پڌرائيءَ لاءِ آرزو. ادب جو پهريون سرچشمو بہ اها آرزو آهي.

انسان ساڳئي وقت پنگت جو انفرادي جزو بہ آهي، سو رڳو پاڻ ۾ ئي محو لٿو رهي. ڪڏهن ڪڏهن پاڻ مان نڪري، پنهنجي جنس-ڀاين ڏي بہ متوجهہ ٿئي ٿو. پوءِ انهن جي بنهہ اندر ۾ پيهي انهن جا ڏک ۽ سک، انهن جي جيت ۽ هار، انهن جو راڳ ۽ دويش، سڀ پنهنجو سمجهي، ونئي ٿو اورڻ اوري، هي ساهت جو ٻيو سرچشمو آهي. انهيءَ جي برڪت سان وري اهو ادب ٿو وجود ۾ اچي، جنهن ۾ انسانذات جي زندگي ۽ ڪارروايِن، فعل ۽ قول، امنگ ۽ ويچار جو چٽ چٽيل آهي.

انهيءَ سان گڏ انسان جو ذوق هن جاڏي سنسار لاءِ، جو ساڀيا پيو ڀاسي، جنهن ۾ انسان رهي ڪري ٿو، ۽ انسان جو ذوق تخيل جي دنيا لاءِ، جنهن دنيا جو ماڻڊاڻ انسان پنهنجي ڪلپنا جي قوت سان ئي منڊي ٿو، ساهت جو ٽيون سرچشمو آهي. يعني تہ انسان هن سنسار ۾ جيڪي ڏسي ڪري ٿو، تنهن بنسبت جيڪي سندس من ۾ ويچار اٿن ٿا يا دل ۾ امنگ اپرن ٿا، يا ڪلپنا جي قوت سان هوءِ رچنا رچي، پاڻ جيڪي منجهس هوريون ڪيلي ٿو، تن کي ونئي ٿو وستار جو ويس ڍڪائي، انهيءَ لاءِ تہ ماڻَ مَر ٻين جي چيت مَن کي بہ ڪا سرهائي ملي!

سو، بياني ادب وري پيدا ائين ٿئي ٿو.

ساهت جو چوٿون سرچشمو آهي عبارت، عبارت خاطر. جا آدم ۽ سڀني سان ڪانه ٿي پڙهي. انهيءَ جو سڌو لاڳاپو لکندڙ جي شخصيت سان آهي.

انهي ڪارڻ ئي هو جيڪا لات لنوي ٿو، تنهن ڪي لطف ئي پنهنجو آهي. ڪَن جي دهلڙيءَ تي ان جي آلاپ جي ٿرڙاٽ ٿي ته امالڪ سهي ڪري وتبو ته هيءُ ته فلاڻو وينو ڳالهائي!

جيوت جا اهي سرچشما، جن مان ساهت جا ڌار ڌار نمونا مثلاً ڪاويہ، ناٽڪ، افسانو وغيره نڪري نروار ٿا ٿين، تن جو تاثير اتي ئي ڪونه ٿو پورو ٿئي. اسين جيڪو چاهه ٻين جي تخليقي ادب جي ڌار ڌار روپن ۾ ونون ٿا، تنهن جو بنياد بہ انهن ۾ئي آهي. ڇو ته جيڪڏهن اسين پاڻ وس ڪان بيوس ٿي، لاتيون لنوي، ساهت دوارا ٻين ڪي پنهنجن ويچارن ۽ مناڙن جو حال-ڀائي ٿا بنايون، ته ساڳئي وقت ٻيا جي ڪجهہ اسان ڪي چوڻ چاهين ٿا، ته انهن ڪي اسين بہ سرهائيءَ سان ڏيان ڏيئي ٻڌون ٿا، خصوصاً جڏهن اسان ڪي اهڃ ٿئي ٿو ته انهن جو حياتيءَ سان وٽج، انهن جي انتر درشٽي ۽ سرگرميءَ جي اونهائي، انهن جي لهجي جي قوت، انهن جي ٻول ۽ قول جو ڊول وزنائتو آهي ۽ اسان ۾ جيڪو رس-پرک پاءُ يا ذوق حسن آهي، جنهن جي سهاري ئي، ڪٿي بہ سوڀيا پسندي، اسان ڪي سرهائي ٿئي ٿي، تنهن پاءَ جي بدولت، هو اڳلا جيڪي چون ڪن ٿا، تن جي ٻول ۽ قول جي سوڀيا اسان ۾ امنگ اٿاري ٿي.

هاٺي، هو جيڪو چوٿون سرچشمو، تنهن ڪي ڇڏي ٿا ڏيون، ڇو ته ساهت جي هرڪنهن روپ يا ورن تي انهي جو سونَ ورنو پاڻي چڙهيل آهي ئي آهي.

باقي هو ٽي، سي بہ ڏسبو ته هڪٻئي ڪان ڌار ڌار ڪينهن، جيوت جي پرواهہ ۾ هڪٻئي سان سمايا پيا آهن.

مثلاً، اسين پاڻ جيڪي هن ٿلهي موٽي سنسار ۾ ڏسون ٿا، يا جيڪا دليا ڪلپنا جي قوت سان اپائي مشاهدو ماڻيون ٿا، تنهن جي بيان ڪندي، اسان جا جيڪي پنهنجا ويچار ۽ مناڙون، آهن، تن ڪي بہ لفظن جو ويس ڍڪائجي وجي ٿو. هوڏانهن ڪا پنهنجي مَن چِت جي ڳالهہ ڪرڻي اٿئون، ته آها بہ وري بياني تحرير ڪان وانجي ڪانہ ٿي رهي. مطلب ڇا ته جيئن جيوت ۾، تيئن ساهت ۾، اهي سرچشما هڪٻئي ۾ سمايا پيا آهن. انهيءَ ڪارڻ ئي ساهت جا روپ ۽ ورن بہ هڪٻئي ڪان نپٽ ڇنل ڪينهن، يعني ڌار ڌار قالبن ۾ ڪين ڍلٽيل آهن، پر هڪٻئي سان لڳولڳ آرون پار لپيٽيا پيا آهن.

هاٺي ڏسون ته ساهت ۾ وشين کهڙين جي اپتار ٿي ٿئي:

جيوت نانءِ جيڪڏهن چئجي تہ سندس صورت آهي بيرنگي، پر پاڻ سهسين رنگن ۾ پيئي پڌري ٿئي ته غلط نہ ٿيندو. انهيءَ ڪارڻ جيوت جو اهڙو ڪوبہ روپ يا ورن ڪونهي، جنهن تي ساهت جي جڙت نٿي جڙي سگهجي. تڏهن چئبو ته انهن وشين جي ڪا باقاعدي تقسيم يا ليڪَ پڌي ورچ مقرر ڪري ڪانہ سگهبي.

انهي هوندي بہ، مٿي جيڪي لکيل آهي، تنهن کي خيال ۾ رکي. انهن وشين کي شايد پنجن دفعن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

الهيءَ پٽاندر وشين جي آئت لاءِ پهرئين دفعي جو تاجي - پيٽو ٿيندا فردن جا فرد جي حيثيت ۾ ٿي ذاتي اليو — يعني فرد جي خانگي جيوت. ٿا اندرونيءَ ٿا ٻاهرينءَ جا اهي پرچا، جي ٿي سندس جيوت آهن. ٻئي دفعي جو تاجي - پيٽو ٿيندا ماڻهن جا ماڻهوءَ جي حيثيت ۾ انيو — يعني حياتي ۽ موت، پاپ ۽ پڃ، نيتي ۽ ڏرم، سرڳ ۽ نرڳ، دنيا ۽ آخرت وغيره جا مسئلا، جن جو لاڳاپو صرف ڪنهن خاص فرد جي شخصيت سان ڪونهي. پر جن بنسبت ماڻهوءَ رچنا جي اوائل ڪان ٿي پنهنجا ويچار ۽ امنگ، سَرهايون ۽ ڏپ، اميدون ۽ نراسايون، ٻول ۽ قول دوارا، پڌريون پئي ڪيون آهن. ٽئين دفعي جو تاجي - پيٽو ٿيندا فرد جا لاڳاپا پنهنجي ذات - پاين سان. يعني تہ پنگتي سنسار ۾ ورتندي، پاڻ ۽ ٻيا جيڪي ڪارروايون ڪن ٿا، جيڪي سوڀون کٽن ٿا، بلڪ جيڪي شڪستون کائين ٿا. چوٿين دفعي جا وري انهيءَ آئت لاءِ ڪاپو آهن سرشٽيءَ جا ٻاهريان ڇهڇتا ۽ انهن سان اسان جو تعلق. يعني تہ ڏينهن - رات جي حڪمت پڌي وارقير، سُندن جي نِيم انوسار اچ وڃ، نرمل نظارا جهڙوڪ پرهہ جون ٻاڪون، ۽ نماشام واري شفق، اندلٺ ۽ چنڊ جي چِٽائي، توڙي ٻيا قدرت جا ڪَرڙا روپ، مثلاً: ٻوڏون، ٻون ڪنمپ وغيره، ۽ پنجين دفعي جا انهي ڳُت لاءِ تاندورا آهن ماڻهوءَ جا پنهنجا پورهيا. هن لاءِ تہ ڪجهہ اپايان ۽ ساهت ۽ ڪَلا جي ڏار ڏار روپن ۾ انهن کي پڌرو ڪريان.

تنهن جو مطلب تہ جيڪو بہ ساهت اڀجي ٿو، تنهن جي ورچ پنجن دفعن ۾ هيئن اچي بيني. (١) نج شخصي آزمودن وارو ساهت؛ (٢) ماڻهن جي ماڻهوءَ جي حيثيت ۾ جيڪا جيوت، تنهن بابت ساهت؛ (٣) پنگتي سنسار يعني معاشرتي دليا ۽ ان جا نرالا نرالا ڍنگ، تن بنسبت ساهت؛ (٤) اهو ساهت، جنهن ۾ قدرت جو چِٽ چِٽيل آهي؛ ۽ (٥) اهو ساهت جنهن ۾ خود ساهت ۽ ڪلا جي اپٽار ٿيل آهي.

هاڻ ساهت جا سرچشما بہ ڏناسين، ۽ ٿلهي ليکي وشين جا دفعا بہ نهراياسين. انهن جي جوڙ ميل مان اڇو تہ خود ساهت جي روپن ورنن جي ورچ ڪريون، جا بہ انهيءَ پڪي بنياد تي پڌل هجي. پهرين پهرين ساهت آهي پاڻ پڌرائيءَ جو، جنهن ۾ هي ورن اچي ٿا وڃن: ڏوهيڙا، بيت، ڪافيون، غزل ۽ سرثيا، اهي مقالا ۽ خاص مسئلن تي رسالا جي شخصي نقطءِ نگاهہ ڪان رچيل آهن. ٻئي نموني جو ساهت اهو آهي، جنهن ۾ لکندڙ پنهنجي پاڻ ۾ ٻيي ڏيڻ جي بدران، انساني زندگانيءَ جي ڪارروائين جي اٿاهہ سمنڊ ۾ ٽٻي ٿو ڏئي. انهيءَ ۾ وري هي ورن ٿا اچن: تاريخ، جيون ڪهاڻي يا سوانح عمري ۽ مثنوي، اتهاسي ڪوتا يا رزمي شعر، نثر يا نظم ۾ افسانو، نثر يا نظم ۾ ڪهاڻي، ناول ۽ ناٽڪ. ٽيون نمونو ساهت جو آهي منظري يا بياني، جو ايترو سارو ڪٿي ڪونهي، تہ بہ جنهن صورت ۾ پنهنجي رنگ ڍنگ جو آهي، تنهنڪري ڌار ورَ ڪري ليکجي ٿو. باقي رهيل ورانهيءَ ۾ ٿا اچي وڃن. جهڙوڪ

سير ۽ سفر جا احوال، بياني مقالا ۽ شعر، ۽ ٻيا ٻه ڪي ادبي فن جا، چوٿائي سهي، پر پنهنجيءَ ٻَر ۾، چٽائي چٽا روپ ۽ ورن.

اهڙيءَ ريت ادبي لهجي جا ڏار ڏار روپ ۽ ورن، جي انسان جي پردي ۽ من جي اڇلان يعني زندگيءَ جي سرچشمن مان ڦٽي نڪرن ٿا، سي ٻول ۽ قول جي ويس ۾ چِٽجي ڏڪجي، ساهت جي صف ۾ پنهنجي پنهنجي جاءِ وٺي ٿا بيهن.

باقي رهي هيءَ ڳالهه ته خود ساهت جو تَر ٻَرُ ڇا مان ٿو ٺهي. انهيءَ لاءِ ڪَجهو مال ته مٽي ڏنوسين، جو خود جيوت ئي ميسر ڪري ڏئي ٿي. ساهت جي هرڪنهن ورن، ٻوءِ نظم جا نثر، ناٽڪ جا ناول جو تاڃي- پيٽو جيوت جون جڳ ورن وشيون يعني عالمگير عنوان آهن. انهيءَ سان گڏ وري هنرمندي آڻڻ واري، يعني لکندڙ جي ڪهي. اها هيئين ٽئن ڳالهين تي مدار رکي ٿي. پهرين ذهن، يعني اها قوت، جنهن جي وسيلي لکندڙ ڪنهن به عنوان جو اندر ٻاهر جاچي، ان جي حقيقت کي پروڙي، الهيءَ حقيقت کي نئي ويس وڳا پهرائي، اسان جي ورونهه لاءِ اسان جي اڳيان رکي ٿو. ٻيو جذبو، ٻوءِ پيار جو يا ڏڪار جو— يعني اهو امنگ، جو ڪابه وشيه خود لکندڙ ۾ اٿاري ٿي، ۽ جوئي امنگ لکندڙ چاهي ٿو ته پنهنجي ٻول ۽ قول دوارا ٻين ۾ اٿاريان. ٽيون، تخيل— يعني اها مشاهدي جي قوت، جنهن جي وسيلي لکندڙ پنهنجي شخصيت عنوان کي اربي، انهيءَ عنوان جي آرسي تي ٿو ٻوي، جو ٻوءِ ٻين ۾ به اها قوت ٿو جاڳائي، جيڪي به روپهري ۽ سونهري مورتون پاڻ ڏسي ٿو، تن جو لقاءُ ٻين کي به ٿو وٺائي. چوٿون، عبارت— يعني لکڻ جو اهو ڍنگ جو خود لکندڙ جوئي آهي، جو ٻئي ڪنهن تان نقل ٿي لٿو سگهي ۽ جو لکندڙ کي قدرتاً پيو اچي؛ جو چئجي ته خداداد ذات آهي ۽ جنهن جي سهاري ئي لکندڙ جيڪي به ذهن، جذبي ۽ تخيل جي وسيلي پاسي ٿو، تنهن کي اهڙيءَ ريت وٺي ٿو نپي ٺاهي، جو منجهانئس عطر جي اوت پيئي اوتجي. ۽ جنهن جي بيهڪ جا سجاوت، سونهن جا اثريت دل ۽ من کي موهيو ڇڏي، ۽ جنهن جي ساڪن جا ڍڪ جيترا پرجن، اوترا ٿورا.

[مهراڻ: پهريون دور— ڊسمبر ١٩٤٦ع، جنوري، فيبروري ١٩٤٧ع]

# شاعري - ڪلاسيڪي دور

’سرها ڳل‘ جي تمهيد — شمس العلماء علامه، ڊاڪٽر دائود پوٽو

شاهه جا ٽي بيت — مخدوم محمد زمان ”طالب المولىٰ“

حقيقت هيءَ آهي تہ اسان جو ڪلاسيڪي ادب، اسان جي زندگيءَ جي سچي تاريخ آهي. ان ۾ اسان جي صدين ڪان وٺي اڄ تائين جي ساري ڀيڄ-گهٽ، زوال ۽ ڪمال، معاشرت ۽ معيشت، طرزِ حيات ۽ تمدني نظام جون ڪهاڻيون موجود آهن — ان ۾ اسان کي قدم قدم تي زندگيءَ جي آغوش ۾ فڪر ۽ خيال، عقيدي ۽ نظريي، طبع ۽ مزاج، ذهن ۽ شعور جو تفسير ملي ٿو. اسان جو ڪلاسيڪي ادب اسان جي تاريخ جو صحيح آئينہ دار آهي، ۽ اسان جي سماجي، معاشي، ذهني ۽ فڪري زندگيءَ جو سچو ۽ پُرخلوص ترجمان آهي.

شمس العلماء، علامه، ڊاڪٽر ع. م. دائود پوٽو، مرحوم

# «سرها گل» جي تمهيد

مرحوم علامه صاحب، سن ۱۹۳۴ع ۾، جڏهن پاڻ جوگيشوري (بمبئي) جي 'اسماعيليه ڪاليج' ۾ عربيءَ جا استاد هئا، «سرها گل» نالي، سنڌي شعر جو انتخاب ڇپائي پڌرو ڪيو هئائون. انهيءَ ڪتاب جي مقدمي ۾، سنڌي شاعريءَ جي جن عوامي خوبين کي سامهون رکي پاڻ ان جو انتخاب ڪيو هئائون، تنهن جي وضاحت انتهائي مفيد ۽ دلنشين پيرايي ۾ ڏني اٿن. اسين انهيءَ مقدمي کي 'مهراڻ' ۾ نئين سر پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيا آهيون.
— ادارو

●

گذري جي ويا، سي زمانا ياد پيا،
وسري جي ويا، سي ترانا ياد پيا.

دل تي آيا 'وامق' و 'فرهاد' و 'قيس'،
ڏسندي ئي دانه، ديوانا ياد پيا.

فصل جي خواهش ۾ وسري اصل ويو،
سنگ چونڊيندي نه ڪانا ياد پيا.

واديءِ مجنون ۾ ڏسندي سنگ و خار،
عقل وارن جا خزانا ياد پيا.

جڏهن چريو ٿي چوطرف جي ڪيم چڪاس،
تڏهن مون کي دوست دانا ياد پيا.

ڏسندي ئي نئو دولتن جون دولتون،
اصل جي خانن جا خانا ياد پيا.

وصل جو وعدو جي ڪنهن ڪان ڪو پڌم،
تڏهن دلبر جا بهانا ياد پيا.

ٿيو يقين، ”سانگي“، ته آهي سڀ گذر،
شان شاهن جا شهاڻا ياد پيا.

سمنڊ جي اجهاڳ ۽ بيانت تري ۾ سهسين بي بها موتي سپجن ٿا، جي هوند جهان کي وڏيڪ جرڪائين ۽ آجالو ڪن: هزارين گلابي گل، پنهنجو محبوبي منهن لڪائي، بر ٻٽ کي واس ڏين ٿا، جن مان هوند سنسار کي سڳنڌ ملي: اسان جي پياري سنڌڙي ۾ ڪنهن سمي اهڙن امل ماڻڪن جي کاڻ هئي، ۽ اهڙن سهڻن گلن جو چمن هئي. ڪٿي آهن اهي غواص، جي پاتال ۾ پيهي سپون سوجهي ڪيدن، ۽ جو تيون جواهرن جون عالم کي آڇين: ڪٿي آهن اهي واس وننڊڙ ڪوڏيا، جي بيراني بيابان جهاڳي، نازڪ گلن جي سرهاڻ سنگهن، ۽ ان جي عطر سان دنيا جي دبيل دماغ کي دئيي ڏين: ڪٿي آهن اهي ڪانيءَ ڪرامت جا صاحب، جن جي فيض مان پرت جا پهيڙا پُرجام پيئندا هئا؟ اج انهن جي جاين تي ڏپ-سڙيا الغارون ڪري رهيا آهن-

جتي هنج هئا، ات ڪانون ڪانگيرا ڪيا،
ويچارا، "وليداد" چئي، ولر ڪري ويا،
اچي آل" پيا، انهن اوطاقن ۾!

اسان جي قسمت ۾ ڪوتاهي آهي جو اهڙن الماس کان منهن موڙي، فراق ۽ ڦوڙائي جي ڳالهين ۾ ڦاسجي ويا آهيون، ۽ وصل ۽ ميڙائي جي واٽي وسري ويئي اٿئون. ڪنهن زماني اسان جو ديس آريه ۽ اسلامي تهذيبن جو مرڪز هو، جتي مسلم ۽ هندو، پياري هند وطن جي اکين جا تارا، ريجهه-رهاڻ ۾ رهندا هئا، ۽ جڳ کي وحدانيت ۽ ايڪتا جو سبق سيکاريندا هئا. هينئر ته اهڙو ڪو هير-گنبذ جو واءُ لڳو آهي، جو ماڻهوئي مٽجي ويا آهن! وڏڙا ويچارا، پنهنجو منهن لڪائي، مقامن ۽ مسائن مان اسان جي شوم بختيءَ جو نظارو ڪري رهيا آهن: انهن جا روح تاڻي رهيا آهن ته 'آهي ڪو، جو سڪل ڪسيءَ ۾ پاڻي آڻي، ۽ وڃايل وٿون واري هٿ ڪري؟' اهي مٺيادار سَرڪن، جن جي صحبت رس-پري هوندي هئي، جن جي وات مان پلپل سياڻپ جا سندر سخن نڪرندا هئا، جي چپي چپي تي پهاڪا ۽ چوڻيون ۽ سگهڙن جا قول مثال طور آئيندا هئا، جن جي ٻاجهاريءَ ٻوليءَ ۾ نڪي عربيءَ ۽ فارسيءَ جا اڙانگا لفظ هوندا هئا ۽ نڪي سنسڪرت جا ڳاٽي ٽوڙ ڪلما، ۽ جن جي زبان ۾ عجب قسم جي رواني ۽ شستگي هوندي هئي، تن جا پويان اج اڪثر رڳو شيڪسپيئر ۽ شيلي جا شيدائي ٿي، پنهنجو ورثو وساري، پراون دهلن تي احمقن وانگر نچي رهيا آهن: لڪي مغربي شائستگيءَ مان ڪا هڙ حاصل ٿي اٿن، ۽ نڪي پنهنجن وڏن جي فيض مان ڪو حصو پڙيو اٿن-ڪانوَ وانگر، مور جي رفتار تي موهت ٿي، پنهنجو چلڻ ڀ ڪاري ڇڏيو اٿن! اها سڀ اسان جي بيپرواهيءَ جي شامت آهي. هينئر ڀ جيڪڏهن ڪوشش ٿئي، ۽ هرهڪ ننڍو وڏو ڀڪو ڀهه ڪري پنهنجي اباڻيءَ ميراث لاءِ واجهه وجهي، ته هوند تاريخ ۽ علم ادب جو چڱو سرمايو موجود ٿي پوي. اجا ڀ ويل نه ويئي آهي-ڪنهن نه ڪنهن قبيلي ۾ وڏا

حيات هوندا، جن وٽان اڳين جا سخن سکڻ گهرجن، جيڪڏهن وڏيڪ غفلت ڪئيسون، ۽ وڏڙا سفر سڌاري ويا، ته پوءِ ارمان ۽ پڇتاءُ جون تريون مهٽيون پونديون.

منهنجي ڪا وڏي عمر نه آهي، پر منهنجيءَ ننڍي ساڃهه ۾ سنڌ جي حالت آور هوندي هئي. ماڻهو زياده خوش ۽ آسودا هوندا هئا، ۽ ان‟- پاڻي اڄڪلهه هوندو هو. عيدن براتن، ميڙن ملاکڙن تي هو پنهنجيءَ سرهائيءَ جو اظهار ڪندا هئا. ملهه وڙهڻ ۽ ڪُشتي ڪيڏڻ ڪري، سندين قوّت قراري رهندي هئي. مردانيون ڪسرتون - جهڙوڪ پلهاڙو ۽ ونجهوٽي — کين اڳڻ - مروڙ ڪنديون ۽ مضبوط رکنديون هيون. اهڙيءَ طرح، سندن زالون به زبرزنگ هونديون هيون. عيد ايندي هئي ته صبح جو جماعتون ۽ ماڻهن جا ٽولا، مولود چوندا ۽ زيارون ڏيندا، ميدان ڏي نڪرندا هئا. نماز بعد ’سماع‘ ٿيندو هو، ۽ حلقا لڳندا هئا. مخالف جماعتن جي، سماع وقت، پاڻ ۾ چٽاڀيٽي لڳندي هئي. اوليائن جي درگاهن تي ساليارو ۽ ماهون- ٻهرئين- جمعي تي مولودين، مداحين ۽ معجزاين جو مقابلو ٿيندو هو. خود شاعر به، حاضر ٿي، پنهنجي هنرمنديءَ ۽ حرفت جو داد ڏيندا هئا. هينئر ڏسندا، ته اها سرهائي ۽ خوشي ماڻهن ۾ ڪانهي: سڀڪنهن جي دل تي ڳڻتين جو بار آهي؛ آرام ۽ ايڪالت جو مزو نڪري ويو آهي؛ ۽ سڀڪو، دنيا جي چڪر ۾ اچي، پنهنجيون شاندار اڳوڻيون روايتون وساري ويهي رهيو آهي- تان جو اڄ ته عيدن تي سماع جو نالو به ڪونه ٻُڌجي، ۽ هرڪو ڪَنَ پوسائيو گهر هليو وڃي! اهڙيءَ طرح، هندن ۾ ’پڳت‘ جي رسم هوندي هئي، پر الهن ۾ به ايترو جوش خروش نه رهيو آهي- سيني کي مايوسي ۽ غمگيني گهيري ويئي آهي. ازان سواءِ، ورهيارو، پٽ فقير، دف هٿن ۾ کڻي، وڏا پهراڻ پهري، اڇون پڳون ٻڌي، ملائڪن وانگر سفيد گهوڙن تي چڙهي، سڀڪنهن در تي ايندا هئا، ۽ گذريل زماني جون تاريخي ڪهاڻيون ۽ قصا لهايت خوش اسلوبيءَ سان بيان ڪندا هئا. هاڻي ته اهي به ويچارا هائيءَ هجي ويا. سندن ناخلف پوين پوٽو ڪونه پاريو، ۽ وڏن جو نام نشان گم ٿي ويو. اڳوڻي تاريخ معلوم ڪرڻ لاءِ، پٽن جي هستي به هڪ ڪاردار طريقو هئي. اسان کي گهرجي ته جتي ڪٿي اهي پٽ فقير ملن، اتان کين هٿ آڻي، سندين تربيت ڪريون، ۽ پنهنجي وڃايل تاريخ کي نئين سر لهون، ۽ وڏن جي روايتن کي هڪواري برقرار رکون.

سنڌ جي تاريخ ۽ ٻوليءَ جو واڌارو ان جي ماضيءَ تي منحصر آهي. ماضي راس ٿيو، ته حال ۽ مستقبل پاڻيهي پوري پيماني تي ايندا. ماضيءَ جي جيارڻ لاءِ جُههت پٽڻ، هرهڪ سنڌيءَ جو وطني فرض آهي. سنڌي ٻولي نهايت ڪشادي ۽ وسيع آهي؛ پر ستن صدين جو لَٽ چڙهيل آهي، سو متاڪُٽ ڪري لاهڻ گهرجي. هڪ اهڙي انجمن تيار ڪجي، جا وقتاً فوقتاً سنڌ جي جدا جدا پاڳن جو دورو ڪري، نوان نوان الفاظ ۽ اصطلاح، پهاڪا ۽ چوٽيون، ۽ اڳين شاعرن جو ڪلام ۽ ڪارناما ڪٺا ڪري، ۽ انهن کي پڌرو ڪري. سنڌ جي ڪوشي ڪوشي

۾ اجا بہ اهڙيون عجيب هستيون لينديون، جن کي اڳين زماني جا نقل ۽ نظير ياد هجن. مثال طور، اسان جي ڳوٺ ۾ ڪيترا اهڙا ماڻهو هئا، جي ميرن جي صاحبي سنڀرندا هئا ـ جهڙوڪ وڏيرو جڙيو ۽ عيسو فقير ميربحر ـ پر اسان جي لاغرضائيءَ ۽ غفلت وچان اهي راهہ رباني وٺي ويا، ۽ ڪنهن بہ انهن مان بخرو نہ ورتو. سال ۱۹۳۱ع آڪٽوبر واريءَ تعطيل ۾ وطن وڃڻ ٿيو، اتي اوچتو پور آيم تہ ڇو نہ پنهنجيءَ فرصت جا ٻہ ـ ٽي ڏهاڙا پراڻن شاعرن جي ڪلام گڏ ڪرڻ ۾ سجايا خرچ ڪريان. چاچي نيڊي (نظام الدين) کي اهڙا گهڻا نُڪتا ياد آهن، تنهن وٽان رمضان ڪنڀر جو ڪجهہ ڪلام، اميرعلي شاهہ، احمد علي، نورمحمد ۽ پير امين محمد جون ڪافيون، ۽ ٻيا گفتا هٿ ڪيم؛ اهڙيءَ طرح، ڏاڏي محمد صديق وٽان رمضان ڪنڀر، حافظ ولي ۽ عثمان جون ڪافيون لکيم؛ باقي هرڻيءَ جو معجزو ۽ ڪانگ جا ٽيئي ڪلما، اوائلي شاگرديءَ جي ڏينهن ۾ قلمبند ڪيا هئم. انهن مان هرڻيءَ جو معجزو ۽ ڪانگ جو ٻيو ڪلمو، ڏاڏي محمد صديق وٽان لکيا هئم. پهريون ڪلمو بابي کي ياد آهي، ۽ ٽيون ڪلمو، مرحوم ملا هارون لاءِ، مرحوم پيربخش ڪٽيءَ وٽان اتاريو هوم. موڪل جي پڄاڻي آئي، ۽ باقي ڏاڏو حاجي سائينڏنو رهجي ويو: خيال هوم تہ آئيندي سندس پڪي فصل مان ڪي سنگ لڻندس، پر هن جي حياتيءَ وفا نہ ڪئي، ۽ بمبئيءَ موٽڻ کان پوءِ ستت سندس لاڏاڻي جو پڌوسون: لہ تہ هو ڳالهين جو ڳهير، ۽ نقلن نظيرن ۾ بينظير هو، ۽ سندس صحبت بہ غنيمت هئي ـ خدا شال مرهيس، ۽ جنت ۾ جاءِ ڪريس! چاچي نيڊي تہ ٽڏو ساهہ کڻي چيو تہ "ابا، هينئر اسين قبر جي ڪنڌيءَ تي وينا آهيون: اڳيان دفتر دلين تان ڌوپي ويا: ۽ دلگهريا سنگتي، جن سان حال اورجي ۽ هنئين جا غبار لاهجن، سي سڀ برقعو متائي ويا: جنڊ آهي آهوڙيي سان، ۽ گذريل ڳالهيون ۽ ڳُڻ تڏهن ياد پون، جڏهن ڪو اهڙو موقعو ملي، ۽ ڪو همدم همراهہ هجي، جو وٺ ـ ورائي ڪري ـ (پوءِ هيءُ بيت پڙهيائين)؛

"اوتڙَ پيم آهارَ، هينيڙو لَٽَ لَٽي ويو،
هئا هينياريءَ وچ ۾، پريتم تنهنجا پارَ،
سُٽي پيم نہ سارَ، تيلانهہ وَهہ وَهي ويو!

ـ هينئر تون آيو آهين جو اها تند تنواري اٿئي، نہ تہ اهڙين ڳالهين کي ڪير ٿو پڇي!"

هيٺيان گڏ ڪيل بيت، جي ڪلام ۾ نہ ڏنا ويا آهن، ۽ جي هيٺ درج ڪيل ڪلام وانگي اجا ڇاپي جي منهن لہ آيا آهن ۽ نڪي مشهور ٿيا آهن، سي تمهيد ۾ انهيءَ لاءِ آڻيان ٿو تہ نوجوان پڙهندڙ انهن مان حظ وٺن؛ ۽ منجهن اتساهہ جاڳي جو اهڙي ڪم لاءِ ڪمرڪشي ڪن، ۽ اهڙا دُرلڀ هيرا، جي اسان جي غفلت وچان غائب ٿيندا ٿا وڃن، تن جي تلاش ڪن. افسوس، جو جلاوطنيءَ ۾ وڌيڪ نٿو ڪري سگهجي!

## اصل موجودات

سنگ ۾، پُوڙو هڪڙو، ذاتيون لک هزار،
ثابت هڪا سنگ ۾، ڪٿا ساڻ قرار،
پڌي ڳاهہ فراق جي، ڪيائون ڏارو ڏار،
نجاڻان پيهار، تہ ڪير ملندا ڪن ڪي!

-انهن چئن سٽن ۾ ڪيترو فلسفو ۽ دانائي ڏريل آهي، تنهن جو پڙهندڙ خود اندازو ڪري سگهندا.

## مُلو، مجاور، ۽ ڪانءُ

مُلو، مجاور، ڪانءُ-ٽيئي اڪر هيڪڙي،
هو سٽ نہ اچي سيگ جي، هو نينهن نہ ڳنهي نانءُ،
هو هلي ڪين حفظ سان، پُرجهي ڏري نہ پانءُ،
اهڙو نلهو ٿانءُ، پڇي ڪٿي پورا ڪجي!

-هن بيت مان وڏن جي آزمودي جي پروڙ پوي ٿي، تہ سندين مشاهدي جي قوت ڪيتريقدر نہ زور هولدي هئي.

## سورن جا ڏاڪون

اڻ سانير لاڪون، سُورَ مُئيءَ ڪي سينجريا،
وڃن نٿا ويہ مون، تيرَ جيڏا تاڪون،
اديون، "ابوبڪر" چي، ڪيم فراقن ڦاڪون،
سُورَ ڏڪي ڏاڪون، پيڪن منجھہ پڙي ڏنا!

شاهہ صاحب، ڪنهن وقت ڪڙڪو پڌندي چيو:

تون وڃين ٿو گهنڊ"، تو مون ڪي چو نہ پڌائيو،
تہ تنهنجا سيئي سٽد"، هٿڌ سپ مڙهاير سون ۾؟

ڪڙڪي زبان حال سان جواب ڏنو:

الله جي آس ڪري، جڏهن مون ٿي وڌائون لار،
رکي ميخ سنداڻ تي، گهٽو ڪُٽيس لُهار،
هڪڙي جرَ جيري سندي، ٻيو مُترڪن جي مار،
تهان پوءِ تنوار، مون ۾ پيئي پيرَ جي!

## جوين کي جتاءُ نہ آهي

هتي هتي، جوين! جاءِ کيتوئي، چورا کر اوين چوڙ ڳيءُون؛
متين پانيا هتلسين توڙ تائين، پر يار يارانا توڙ ڳيءُون؛
حسن حشمت لٽ نيتيوئي، ماهه رڳان دا روڙ ڳيءُون؛
لوهه ڪنٽون لڳ ڏاڍي هوئي، سي هيٺي هڏ آلوڙ ڳيءُون؛
ڪالهي ڪد ڪٺور ڪيتوئي، آچي وال وڪوڙ ڳيءُون؛
هرڪا آکي 'ماما' 'چاچا'، جڻ اها پي جوڙ ڳيءُون؛
کنهن دي نال وفا نہ ڪيتوئي، ڪل ڪٺون نيڻ نهوڙ ڳيءُون؛
"حمل" دا ول حال نہ پڇ، مهر متان منهن موڙ ڳيءُون.

## سيکنهن کي هلڻو آهي

اِهين زمين مير صاحب آئي، ڪا هي ڪل تنان دي؛
ڪير هوئي وت ڳيئي ڪا ڏاهہ، جو تون پينين جاهہ جنان دي؛
لک" ڪروڙين لد" ڳئي، ڪينہ ولدي خبر نہ آندي؛
هرهڪ آيا هيٺ زمين دي، جو خاڪ ڳيئي ڪل ڪاندي؛
"حمل" هکڙي چوڙ ويندي، جو آندي وار پناندي.

## ڪڏهن ڪيئن، ڪڏهن ڪيئن

ڪڏان شير شڪر ڪنا مينا هئياسين، ڪڏان ڪاري ڪنان ڪارے؛
ڪڏان تُرندے هون بيچ قُلان دے، ڪڏان باري ڪنان بارے؛
مار نہ تاڙي، آڏار نہ اسان نون، ميان 'باهو'، اسين آپے آڏڻ هارے.

اهڙا گهڻا سخن سائين جي سينن ۾ ستل آهن - آهي ڪو، جو انهن کي جاڳائي، نظاري نروار ڪري!

هاڻي، هن انتخاب لاءِ ٻہ-ٽي حرف چوڻا آهن: انتخاب ڪرڻ ۾ هيءَ ڳالهہ مدنظر رکي ويئي آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جون خوبيون نروار ٿين؛ ۽، اگرچ سنڌيءَ کي ٻراڻيءَ جوئر جي آئي سان مشابهت ڏني ويئي آهي، تہ بہ ڏسجي تہ منجهس استعداد ڪيترو آهي، ۽ ڪهڙا نازڪ خيال منجهس ادا ٿي سگهندا. اڪثر اهڙو ڪلام ڳڏ ڪيو ويو آهي، جو صاف ۽ نغميدار آهي، جنهن کي سيکو ذوق ۽ شوق سان جهونگاري سگهي، ۽ جنهن جي عبارت ۽ طرز آئيندي لاءِ مثال ٿئي. اڳوڻن شاعرن جي ڪلام کي ٻوين جي ڪلام تي ترجيح ڏني ويئي آهي، ڇاڪاڻ جو اهو اجائيءَ تڪبنديءَ کان عاري آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي طبع تي موزون آهي. هاڻوڪا شاعر گهڻو ڪري سگهڙ آهن: جيستائين ڪلڪ ۽ مس هٿ ۾ ڪئي، ڪاغذ تي قافين جي لانڊ

۽ لکن، تيسين نظم ۾ لُڇي گهوڙي وانگر ڪين لغام وجهڻ نہ ڏئي- پوءِ بہ، گهڻيءَ قلمخراشيءَ بعد، مس مس سنوت ۾ اچين. مگر، اڳين لاءِ شعر اندر جي اڇل هو- گويا وحيءَ وانگر سندين دل تي لٿو ٿي. سندن قلب ڪليل هو، ۽ زبان روان: بس، امنگ آيو، ۽ شعر جا موتي بي اختيار سندين زبان مان ٻاهر نڪتا؛ ۽ جهڙي سانچي جا لائق هئا، تهڙي ۾ ڍلتيا. بحر ۽ قافيي جي ڪين ڪاڻ ڪانہ هئي- بلڪ بحر ۽ قافيو سندن سلامي هئا. انهيءَ ڪري ئي سندن ڪلام ۾ رواني، ميٺاج ۽ زور آهي، جو موجود شاعرن ۾ مشڪل لڀندو. بيشڪ بحر، وزن ۽ تڪبندي شعر لاءِ ضروري آهن؛ پر انهن سان گڏ جيڪڏهن دلي جوش ۽ روحاني ريلو نہ هوندو، تہ شعر آڻيوڳو ۽ آلوٽو ٿي پوندو. تنهنڪري، شاعرن کي گهرجي تہ رڳو بندن ۽ بحرن کي ڇهڻي نہ پون، پر ذوق پرائين، ۽ معنيٰ ۽ مطلب جو لحاظ رکن. خود اڳين شاعرن بہ بي اختيار اهڙا شعر چيا آهن، پر انهن معنيٰ ۽ مطلب کي هرگز هٿان نہ ڇڏيو آهي. هن ڪان وڌيڪ ضروري ڳالهہ آهي، تہ شاعرن کي گهرجي تہ پنهنجي شعر جي دائري کي گهڻو وسيع ڪن. گل ۽ بلبل جي ڳالهہ، موهومي معشوقن جا ماڻا ۽ ناز نخرا، خط ۽ خال جون خوبيون، ۽ ڏندن ۽ چپن جي تعريف- اهي سڀ پراڻيون ڳالهيون آهن، جن کي شاعرن گهڻوئي پتاڙيو ۽ ڪوهيو آهي: انهن کي ڇڏي، نون نون مضمونن تي شعرگوئي ڪئي وڃي. مرحوم شمس العلماء مرزا قليچ بيگ انهيءَ باري ۾ گهڻي قدر ڪيو آهي، جنهن جو احوال سندس تذڪري ۾ ڏنو ويندو؛ ۽ 'بيوس' پڻ گهڻي جس لهڻي. اميد اٿئون تہ ٻيا شاعر، جن مان گهڻا هن بندي جا پڻ واقف آهن- جهڙوڪ 'فاني'، 'مسافر'، 'لياز'، 'رفعت'، وغيره- ۽ جن جي ڪلام کي هن محدود انتخاب ۾ گنجائش نہ ڏئي ويئي آهي، سي بہ ساڳي طرز اختيار ڪندا.

سيد ميران محمد شاهہ، مسٽر حيدربخش جتوئيءَ ۽ مسٽر 'بيوس' جو شڪرگذار آهيان، جو پنهنجن نظمن چونڊ جي موڪل ڏني اٿن. آخر ۾ آرزو اٿم تہ پڙهندڙ هن منهنجيءَ جرات تي خندو نہ ونن، ۽ عيب جوئيءَ ۽ نڪتہ چينيءَ کي نظرانداز ڪري؛ سهوَ ۽ خطا تي چشم پوشي ڪن.- والله الموفّق للصواب.

باندرا، مسود الاوراق،
جون، ١٩٣٢ع -عمر بن محمد دائودپوٽو

[مهراڻ: نمبر ٣ ۽ ۴، سال ١٩٥٨ع]

مخدوم محمد زمان "طالب المولیٰ"

# شاهہ جا ٻي بيت

## (لغوي تحقيق جي روشنيءَ ۾)

شاهہ جو رسالو، پنهنجي صوري ۽ معنوي صحت جي لحاظ سان، اڃا بہ تحقيق طلب آهي. شاهہ جي رسالي جو متن مختلف ڇاپن ۾، مختلف نمونن ۾ آيل آهي. ڪن ۾ ڪيترا بيت گهٽايل آهن، تہ ڪن ۾ پراوا بيت وڌايل آهن. رسم الخط جي خامين سان گڏ، مترادف المعاني لفظن جي املا ۽ صحت هرڪنهن جامع وٽ جدا جدا نموني جي آهي. نہ فقط لفظ بدليا آهن، پر مفهوم تي بہ اثر پيو آهي. "شاهہ" جي ڪلام جي شرح جو مسئلو، متن جي صحت کان بہ اوکو آهي. ان تي لکڻ لاءِ اڃا ڪي ڪاپڙي ميدان تي ڪين آيا آهن. گربخشاڻي جي مختصر شرح ۽ لفظن جون معنائون بہ تحقيق طلب آهن.

هن مختصر مقالي ۾ حضرت مخدوم محمدزمان صاحب طالب المولیٰ، نہ فقط رسالي جي رسم الخط جي صحت ڏانهن توجهہ ڇڪايو آهي، پر ان سان گڏ شاهہ جي ڪلام جي صحيح مفهوم ڪي واضح ڪرڻ لاءِ پڻ نشاندهي ڪئي آهي.

پاڻ، شاهہ جا چند ابيات، مشتي نمونہ از خرواري پيش ڪري، رسالي جي جامعين ۽ شارحين لاءِ لغوي تحقيق ۽ تشريح لاءِ جن اصولن ڏانهن اشارو ڪيو آهي، ڪاش انهن کي اڳيان رکي شاهہ جا شارح، ڪجهہ عملي طرح سان وک وڌائن. اميد تہ حضرت طالب المولیٰ جن جي هيءَ لغوي تحقيق سنڌي ادب، خاص طور شاهہ جي شائقين لاءِ نہ فقط معلومات افزا ثابت ٿيندي، پر ڪن اڳين عالمن جي ڪن غلطين جي ازالي ۽ تلافيءَ جو علمي ۽ معياري بدل پڻ ثابت ٿيندي - غ. م. گ.

رڳي روايتون ۽ رڳي اندازا بہ اڪثر صحيح ڪونہ هوندا آهن. جيئن تہ اسان جي ملڪ ۾ اڃا تحقيق ڪرڻ جو جنون پيدا ڪونہ ٿيو آهي، تنهنڪري اڪثر سيڪو مسئلو تحقيق طلب رهجيو وڃي. پيتائي عليہ الرحمة جي سوانح عمري بابت بہ جيڪي لکيو ويو آهي، اهو فقط عام ۽ غير مستند روايتن ۽ ذاتي راين ۽ اندازن موجب لکيو ويو آهي؛ ۽ هاڻ سيڪو لکندڙ اڃا تائين تہ ساڳيون ڳالهيون نقل ڪندو ٿو اچي. اهڙي ئي طرح شاهہ لطيف جو ڪلام بہ ابتدا کان ئي غلط سلط لکبو ۽ ڇپبو آيو آهي. شاهہ جي ڪلام سان جيڪو ظلم ۽ ناحق ٿيل آهي، اهو هي تہ

١. ابتدا کان ٺي شاھ جو ڪلام ڪنھن شاعر ڪونہ لکيو آھي. فقط خوشخط ڪاتبن ۽ نقل نويسن کان لکايو ويو آھي. خوشخط (خوشنويس) ھرو ڀرو شاعر ڪونہ ھوندا آھن. ھنن جو ڌنڌو ئي ھوندو آھي ڪتاب لکڻ. ھو چاھيندا آھن تہ ھڪڙو ڪتاب جلد لکي پورو ڪجي تہ وري ٻيو لکجي. ھنن ڪي شاھ جو ڪلام جيئن ٻڌايو ويو ۽ جھڙيءَ طرح لکيل ڏنو ويو، الھن انھي ئي نموني ۾ لکي ڇڏيو.

٢. شاھ جو ڪلام اڪثر عوام کي ياد ھوندو آھي. اھائي شاعر جي مقبوليت جي ثابتي آھي. پر عوام ئي ڪلام کي غلط بہ ڪري ڇڏيندو آھي. تنھنڪري ڪلام لکائيندڙن ڪيترا اکر ۽ لفظ غلط لکايا. پوءِ رسالي جا جيترا بہ نسخا نقل ٿيا ۽ ڇپيا، انھن ۾ اھي غلطيون قائم رھجي ويون.

٣. شاھ جي ڪلام جي عام مقبوليت ڏسي، پئسي ڪمائڻ جي لالچ سان مختلف ماڻھن رسالو ڇپائڻ شروع ڪيو: تنھنڪري ڪلام جي صحت ڏي ڪنھن توجھ ئي ڪونہ ڏنو. پيو تہ انھن رسالن ۾ وري پروف جون غلطيون بہ رھجي ويون. اھوئي سبب آھي جو اڄ شاھ جي رسالن کي ترتيب ڏيڻ وقت ھرھڪ مرتب لاءِ ضروري ٿي پيو آھي تہ رسالي جا ڇپيل ۽ قلمي نسخا جيترا بہ ھٿ اچي سگھن اھي سڀ پنھنجي آڏو رکي.

٤. جيڪڏھن ڪي قلمي قديم نسخا صحيح بہ ھٿا يا آھن، تہ وري انھن جي صورتخطي پراڻي آھي. تنھنڪري پوين پڙھندڙن ڪيترا لفظ ۽ اچار اصل کان ٻيءَ طرح سمجھيا ۽ اھي موجوده لکت ۾ انھيءَ ئي طرح لکي ويا.

٥. رسالن ۾ اگرچ پلناما بہ شامل ڪيل آھن، پر غضب ھي تہ انھن ۾ بہ اڪثر پروف جون غلطيون ٿيل آھن.

٦. عربي، فارسي ۽ ھندي زبانن جا اھڙا ڪيترائي لفظ آھن، جن جي شڪل سنسڪرت جي لفظن جھڙي آھي. مثلاً فارسي لفظ ”سَرُ“ يا عربي لفظ ”سِر“ ۽ سنسڪرت لفظ ”سَرَ“۔ شڪل ٽنھي لفظن جي ساڳي، مگر معنائون ٻيون آھن. فارسي لفظ جي معنيٰ آھي ”چوٽي“ ۽ ساڻھوءَ جي مٿي کي بہ سر چئبو آھي؛ عربي لفظ جي معنيٰ آھي ”ڳُجھہ“؛ ۽ سنسڪرت لفظ جي معنيٰ آھي ”تير“.

٧. مسلمانن توڙي ھندن پنھنجي ذاتي راءِ موجب شاھ جي ڪلام جون جدا جدا پڙھڻيون مقرر ڪيون. اھو فقط ھن ڪري، جو ھڪ تہ رسالي جي مختلف نسخن ۾ بہ فرق آھي ۽ خاص سبب ھي تہ شاھ جو ڪلام لکندڙ ۽ ڳائيندڙ سنڌ جي مختلف حصن جا ماڻھو ھئا ۽ آھن، تن لفظن جا اچار پنھنجي ماحول موجب سمجھيا، لکيا ۽ اچاريا. وري شھري زبان ۾ تہ ٻھراڙيءَ جي زبان کان بہ وڏو فرق آھي، تنھنڪري شھري ماڻھن پنھنجو رنگ ۽ ڍنگ اختيار ڪيو.

۸. شاهہ جيڪا بہ آڪاڻي لکي آهي يا ان جي جدا جدا پاڱن تي راءِزني ڪئي آهي، تہ ان ڪلام جي خوبي اها آهي تہ اها آڪاڻي سنڌ جي جنهن حصي سان تعلق رکي ٿي، تہ پوءِ اڪثر زبان بہ اتي جي ڪم آندي اٿس. تنهنڪري رسالي جي شارحن انهن محاورن ۽ شين جي ڪيترن ئي نالن کي نہ سمجهڻ جي ڪري منجهانئن خيالي معنيٰ ۽ مطلب ڪيو.

۹. جن ڳالهين جي پنجابي ۽ سرائڪي يا بلوچاڻي زبان آهي، انهن وري پنهنجي ڍنگ موجب لفظن جا اچار ورتا ۽ لفظن کي ڦيرايو — ۽ اهو سلسلو اڃا تائين جاري آهي ۽ اهل ڪنڌڙن تہ هيڪاري ڪم وڃائي ڇڏيو.

۱۰. جڏهن تہ هر مذهب ۽ طريقي وارا ماڻهو، شاهہ سان دلچسپي ۽ وٽت رکن ٿا، تڏهن لازمي طرح سان هو پنهنجي عقيدن موجب شاهہ جي ڪلام کي ڏسن ٿا ۽ ڪلام جون معنائون بہ پنهنجي نقطہ نظر موجب ڪيدن ٿا. نہ فقط ايترو پر وقتي ڦيرگهير بہ ڪريو ڇڏين. چو تہ ڇاپن ۾ پروفن جي غلطين ڪري فرق تہ آهي ئي، تنهنڪري هرهڪ صاحب، ڪلام کي صحيح ڪرڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪريو ويهي.

۱۱. سنڌيءَ جي پراڻي لکٽي بہ عجيب آهي. تمام پراڻي لکٽيءَ کي ڇڏي، وچڙائيءَ واريءَ لکٽي جو مثال پيش ڪجي ٿو. مثلاً شاهہ صاحب جو هيءُ بيت:

نير نيهہ سنڌوم، سون ايي هن ٽيلئو،
سعيو ساموندن سہي، اکهم تا نہ ڪئوم،
وجهڻ منجهہ هئوم، پاڻ وراڪي رس سہي.

مٿئين بيت ۾ لفظ ”نيهہ“ جي پڇاڙي ۾ ”نون“ ڪونہ ڏنل آهي. مگر اچارڻ ۾ نون اچي ٿو. ساڳيءَ طرح لفظ ”سہي“ جي اچارڻ ۾ نون اچي ٿو پر لکت ۾ نون ڪونہ آهي. پيا بہ اهڙا اکر، جن جي اچارڻ ۾ ”نون“ اچي ٿو مگر لکت ۾ نون ڪونہ ايندو آهي. جهڙو ”ڳ“ ۽ ”ڻ“ وغيره. پر پراڻي لکٽي ۾ اهڙن اکرن تي فقط هڪ ليڪ يا ٻيڪن جي ۽ ”ٺي“ کي ”ن“ ڪري لکيو ويندو هو. مگر پڙهڻ وارا صحيح اچارن سان پڙهندا هئا. اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح هڪ عرب، عربي عبارت، اعراب کان سواءِ صحيح پڙهي ويندو آهي. اهڙن لکٽين کي جڏهن هاڻوڪي لکت ۾ آندو ويو تڏهن بہ فرق پيدا ٿيو.

اسان جي راءِ آهي تہ

۱. شاهہ جي رسالي جو اهڙو نسخو تيار ٿيڻ کپي جنهن ۾ جدا جدا پڙهيون نہ هجن. سنڌ جي جن حصن جي زبان ڪم آيل آهي اها اعراب سان لکيل هجي تہ جيئن هرهڪ لفظ ۽ نالي يا محاوري ۽ پهاڪي جي اصليت ظاهر ٿئي. مولجهارا ۽ ڏکيائيون ختم ٿي وڃن. اصلي اچارن ۽ پڙهڻيءَ سان گڏ لکت جي صورت بہ هاڻوڪي هجڻ کپي.

۲. هي بہ خيال رکڻ گهرجي تہ شاهہ جي رسالي ۾ بيتن يا وائين (ڪافين) جي معنيٰ ۽ شرح نہ لکي وڃي. چو تہ جڏهن صحيح نسخو تيار ٿيندو تڏهن هرهڪ پڙهندڙ پنهنجي علمي

لياقت ۽ عقلي ڄاڻ موجب ڪلام مطالع ڪري آسانيءَ سان لطف وٺي سگهندو. ڇو ته شاهه جو ڪلام اهڙو آهي، جو هر مذهب ۽ هر طريقي وارو شخص ان کي پڙهي دل ٺاري ٿو.

٣. شاهه جي ڪلام تي جيڪڏهن شرح لکڻي هجي ته اها جدا لکڻ گهرجي ۽ جيئن جو تيئن لکڻ گهرجي. رسالي ۾ فقط شاهه جي ڪلام وارن خاص لفظن جي مڪمل سمجهاڻيءَ سان لغت ڏيڻ گهرجي.

٤. شاهه جي ڪلام جا جيڪي ٻين زبانن ۾ منظوم ترجما ٿي رهيا آهن، اهي اڪثر ناقص آهن، ڇو ته ٻين زبانن ۾ اهو ناممڪن آهي ته شاهه جي صرف هڪ مصرع جو ٻي پورو پورو منظوم ترجمو ٿي سگهي. انهي مان ڇا ٿيندو، جو غير سنڌي اهو لطف حاصل ڪري نه سگهندا ۽ هو ڪم از ڪم دل ۾ شاهه کي ايڏي اهميت نه ڏيندا. ٻين زبانن ۾ فقط ڪلام جي معنيٰ ۽ شرح جيڪڏهن ڪو عالم لکندو ته اهو نهايت چڱو ڪم ٿيندو.

## شاهه جا ٽي بيت

هاڻي شاهه جي ٽن بيتن بابت ڪجهه لکيو ويندو. ان مان معلوم ٿيندو ته شاهه جي ڪلام لاءِ ڪيتريقدر نه تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي. اهي ٽيئي بيت آنجهاني هوتچندمولچند گربخشاڻي جي ناهيل رسالي مان ورتل آهن. گربخشاڻي صاحب پاڻ کي رسالي ۾ مرتب، مؤلف يا شارح ڪري ڪونه لکيو آهي، بلڪ "مهتمم" ڪري لکيو اٿس. جنهن جي معنيٰ آهي بندوبست ڪرڻ وارو. مطلب هي ٿو نڪري ته انهيءَ ڪم ۾ ڪن ٻين جو به حصو آهي. گهڻن جي ڪم ڪرڻ هوندي به ڪيتريون نه گهٽتايون رهجي ويون آهن! ان جو سبب فقط هي آهي ته هن وقت تائين مڪمل ۽ صحيح سنڌي لغت ٺهي ئي ڪانهي، جنهنڪري پوري معلومات حاصل ٿي سگهي. شهرن ۾ ڄاول نپنل ماڻهن کي ٿر يا جبل جي زبان جي مڪمل خبر ڪيئن معلوم ٿئي. اتي جا محاورا يا شين جا نالا هت ڪٿان آيا، جن شين جو هت وجود ئي ڪونهي! ته لازمي ڳالهه آهي ته انهن نالن ۽ لفظن جي معنيٰ ڪيئن سمجهي ويندي. ان مشڪل کي حل ڪرڻ جو طريقو هڪ ئي آهي ته ملڪ جي انهن خطن ۾ وڃي معلومات حاصل ڪجي. سو اينري واندڪائي ڪنهن کي جو ڪم ڦٽائي وڃي محنت ڪري! مون الله تي ڀروسو رکي، همت سان ڪوشش ڪئي آهي. انشاءالله ته شاهه جي ڪلام جي مڪمل لغت ناهي پيش ڪندس.

جيڪي ٽي بيت هيٺ پيش ڪيا وڃن ٿا، اهي جلد اول سر يمن ڪلياڻ ۽ داستان ٽئي مان ٤، ٥ ۽ ٧ نمبروار آهن.

( ٤ )

سَرُ جو سَچُنو سڄڻين، پر پيڏيَ ڏيئي،
ڪانَ ڪرِ نِگَرُ ڪيئو، ڀڪَنِ سِرِ ڀيئي،

جيرا جِڪِيرَ بُڪيُون، پاسا ساڙا پيئي،
ويچنئون ويسي، تي وهيئي سڄڻين.

هر بيت جي پو يان مهتمم صاحب جي لکيل معنيٰ ۽ شرح پيش ڪري، ان تي پنهنجي راءِ ڏني. تنهي بيتن مان ڪي خاص لفظ پيش ڪبا ۽ ڪن خاص ڳالهين تي رايو ڏبو.

١. سَرُ. (سن. سَرَ. شر) تير، پاڻ.

٢. پيڏي. (سن. وَڌِيَيَ. گ. يد) تني، ڪرائيءَ جو هڏو.

٣. پر پيڏيءَ ڏيئي. جڏهن تير ڪمان تي رکبو آهي، تڏهن ڪمان کي ڪشي، ڪرائيءَ جي ڪنڌي جو آڌار ڏيئي، پوءِ ڇٽبو آهي.

٤. ڪَرِنگَرُ. (سن. ڪَرَنڪَ=بدن جو ڪوبه هڏو) ڪرنگهو، پٺيءَ جو هڏو.

٥. پَکَنِ. واحد، پَکُ. (سن: پَڪشَ) پَرُ، کنڀ. تيرن کي پک پڌندا آهن ته انهن جي رفتار تکي ٿئي.

٦. پاساڙا. واحد، پاسارو. (پارُشَو+ڙو) پاسريون.

مٿين لفظن جي معنيٰ اگرچ ظاهر آهي، پر جيڪا مهتمم صاحب معنيٰ ۽ شرح لکي آهي، اها مجبور ٿي ڪري ته ان بابت پنهنجي ڄاڻ به پيش ڪجي.

١. شاهه سنسڪرت جو لفظ "سَرَ" ڪم ڪونه آندو آهي. هن فارسي لفظ "سَرُ" استعمال ڪيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "مٿو". سنڌيءَ ۾ اهو لفظ "سِرُ" ڳالهايو ويندو آهي، سنڌيءَ يا فارسيءَ ۾ "سر" جي معنيٰ ڪيپرائيءَ ڪان وٺي ڳچيءَ تائين به ورتي ويندي آهي. ساڳيءَ معنيٰ ۾ لفظ "سيسي" ۽ "مٿو" به ڪم آيل آهي. شاهه فرمائي ٿو:

١- مٿو سور نه پاڙيان، تنهنجيءَ تند تنوار.
٢- ڏيڻ گهٽو ڏهلو، سيسي ڏيڻ سک.

ساڳئي مطلب ۽ مفهوم لاءِ "ڪنڌ" به ڪم ايندو آهي. مثلاً شاهه چوي ٿو:

ٿيئي پرتا پاڻ ۾، تند، ڪنارو، ڪنڌ.

مٿين بيت ۾ شاهه "سر" جو لفظ "تير" جي معنيٰ ۾ ڪم نه آندو آهي، بلڪ پنهنجي سموري ڪلام ۾ شاهه "سر" جو لفظ سسي، مٿو ۽ ڪنڌ جي مفهوم ۾ استعمال ڪيو آهي.
شاهه جو هي بيت ڏسو:

وڍ سر ٿي سرهو، مَ ڪي آڻ، مَ ڳاءِ.
جاجڪ تو مٿاءِ، ملڪ مڙوئي گهوريان.

فارسيءَ ۾ هڪ رباعي سيدالشهداء حسين عليه السلام بابت آهي، جنهن ۾ سر جو لفظ مٿينءَ معنيٰ ۾ استعمال ٿيل آهي: رباعي:

شاه هست حسین و بادشه هست حسین،
دین است حسین و دین پناه هست حسین.
سر داد، نداد دست در دست یزید،
حقا که بنای لا اله هست حسین.

۲. پيڏي=ماڻهوءَ جي پنهي پيرن جي سُرين ۾ پنهي پاسي هڪ هڪ گول، ٿوري اپريل هڏي ٿيندي آهي، ان کي پيڏي سڏبو آهي. ٻيءَ ڪنهن زبان ۾ ڪٿي "پيڏي" کهڙيءَ ٻه هڏيءَ کي چئبو هجي، پر اسان کي عام ۽ اصطلاحي معنيٰ ڪـي ونئو آهي. تنهن ڪان سواءِ شاهه جي مطلب کي ٻه تہ ڏسڻو آهي تہ هن کهڙي نہ صحيح حقيقت بيان ڪئي آهي.

۳. پر پيڏيءَ ڏيئي=اها تيرالدازن کي خبر آهي تہ تير يا گز هڻڻ وقت ڪرائيءَ جي ڪنڊي جو ڪمان سان ڪوبہ واسطو ڪونہ هوندو آهي. البت ڪرائيءَ جو طاقت وارو هئڻ ضروري آهي تہ جيئن ڪمان ۽ تير هٿ ۾ مضبوط جهليل هجن.

جنهن وقت ويهي تير هڻبو آهـي تـڏهـن سڄو ڳـوڏو پيچي ويهبو آهـي، ۽ ان وقت پيڏي زمين تي ڪتل هوندي آهي ۽ ڪٻو ڳوڏو اپو رهندو آهي. سڄي هٿ ۾ تير، ڪمان جي زهه ۾ پيل، جهليل هوندو آهي ۽ ڪٻي هٿ ۾ ڪمان ۽ تير ٻئي ورتل هوندا آهن ۽ ڪٻيءَ ٻانهن جي نولٺ اڪثر ڪٻي ڳوڏي تي ٽيڪ ڏياريل هوندي آهي. انهيءَ طريقي سان تير زورائتو ۽ تيز ٻہ ويندو ۽ نشاني تي ٻہ پورو لڳندو آهي.

۴. ڪَرِ لـڪَـرُ=ڪرنگهو خاص طرح ڳچيءَ ۽ ڪلهن واري ڳڏجڻ جي هڏي کي ٻہ چولدا آهن. چوڻي ٻہ آهي 'فلاڻي، فلاڻي جو ڪرنگهو پيچي چڏيو.'

۵. پَـڪَ=تير کي پڌبا ڪونہ آهن. لوهه يا فولاد جي سيخ، جنهن مان تير ٺاهبو آهي، انهي سيخ مان ئي تير جا پک ٻہ ٺاهبا آهن.

تير جا ڪيترائي قسم آهن، جن جا نالا ٻہ جدا جدا آهن. تير کي پک فقط انهيءَ ڪري رکبا آهن تہ هو وڏو گهاءُ ڪري ۽ اندر وڃڻ بعد چڪڻ سان ٻاهر هڪدم نہ لکري سگهي. جيئن شاهه ٻہ چيو آهي تہ

لڳو جيءَ جڙي، تاڻيان تير نـہ نڪري.
هيٺ تير جي شڪل مان ٻہ مٿين حقيقت صاف ظاهر ٿئي ٿي.



۶. ٻاساڙا=ٻهراڙيءَ ۾ اڄ ٻہ پراڻا ماڻهو وڏيءَ عمر وارا ٻاسرن کي "ٻاساريون" ئي چوندا آهن ۽ شاهه پڻائيءَ ٻہ لفظ "ٻاساريون" ئي ڪم آندو آهي. وزن ۾ ٻہ اهو لفظ بلڪل پورو پوڻل آهي.

شڪاريءَ جو اصول آهي تہ شڪار تي جيڪو بہ وار ڪري تہ اهو اول سر تي ڪري. لڙائي يا جهيڙي ۾ بہ مٿي ۽ سيسيءَ تي ڌڪ هنيا ويندا آهن. محبوب جون نظرون بہ عاشق جي نظرن سان ٽڪريون آهن. چوڻي بہ آهي تہ 'فلاڻي ڪي ڪاپاري ڌڪ آهي'. تنهنڪري بيت جو مفهوم سڌو سنئون آهي تہ

سِر جو سچئو سڄڻين، پر پيڏيءَ ڏيئي.

* * *

( ۵ )

سِر جو سچئو سڄڻين، ٻنگا ٻاڻ پري،
وئو وجودا نڪري، ڪڙڪڙ ڪانُ ڪري،
پڇو پير پري، تہ ڪِ تريو هٿ حبيب جو.

١. ٻنگا=ٻنگ مان. (ڏسو مٿي ١، ٨ ۽ ١١).

مٿي ڏنو ويو تہ سر يمن ڪلياڻ جي داستان پهرئين جي بيت نمبر ١ ۾ ئي، باقي بيت لمبر ٨ ۽ ١١ ۾ "ٻنگا" ۽ "ٻنگ" ٻئي لفظ ڪم آيل آهن. انهن ٻنهي لفظن جي معنيٰ ۽ شرح هن طرح لکيل آهي:

ٻنگا=ٻنگان (هاڻ) ٻنگ مان. ٻنگ. (سن: وَنڪَ)، ور، ٻيچ، وٽ. هي تيرانداز يءَ جو اصطلاح آهي. جڏهن ڪمان کي وچان ڪاٻي هٿ سان جهلي، ۽ زهہ کي چپٽيءَ ۾ تير سميت ساڄي هٿ سان ڇڪي، ٻانهن کي اهڙي پوري ور تي آڻبو آهي جو تير تکو ۽ زور سان ڇٽي وڃي، تڏهن انهيءَ ور کي "ٻنگ" ڪري چوندا آهن.

٢. پير پري. قدم رنج فرمائي.

١. (ٻنگا). هي لفظ هندي زبان جو "ٻنگ-گا" آهي، جو ڦري "ٻنگا" ٿيو آهي. "ٻنگا" بانس جي ڪانيءَ جي ٽڪر کي چوندا آهن. بانس جي ڪاني مان بہ ڪمانون سنيون ٺهنديون آهن. انهن بيتن ۾ "ٻنگ" يا "ٻنگا" ٻئي لفظ ڪمان جي معنيٰ ۾ ڪم آيل آهن. ٨ ۽ ١١ بيت ۾ هن طرح اهي لفظ استعمال ٿيا آهن:

هڻ حبيب هٿ ڪٺي، ٻنگا لهي ٻاڻ،

... ... ...

چوري چنگ، ٻنگ لهي، حبيبن هنيوس.

جيئن مٿي لکي آيو آهيان تہ "ٻنگ" ٻين اصطلاحي معنائن ۾ بہ استعمال ٿئي ٿو. اهو گربخشاڻي صاحب بہ صحيح لکيو آهي تہ ور، ٻيچ ۽ وٽ جي معنيٰ ۾ ڪم اچي ٿو، پر ٻين مضمونن ۾ تير هڻڻ مهل ٻانهن کي ور ڏبو ئي ڪونهي. اها معنيٰ هرو ڀرو ڪيدي ويئي آهي. تير هڻڻ وقت ٻانهن فقط ٻيٺي ٿيندي آهي. اتي جيڪڏهن ٻانهن کي ور ڏبو تہ تير ماڳهين ٻئي طرف هليو ويندو ۽ زور سان بہ ڪونہ ويندو.

مٿين ٻنهي سٽن ۾ ”لهي“ لفظ غلط آيل آهي. شاهه صاحب اصلي ٿي هيئن فرمايو آهي:

۱۸- هڻ حبيب هٿ ڪٿي، ٻنگان پيري ٻاڻ،

۱۹- چوري چنگ، ٻنگ پيري، حبيبن هنيوس.

۲. مٿئين بيت ۾ ”پير پيري“ جي معنيٰ ”قدم رنج فرمائي“ بلڪل غلط آهي. ڇو ته شاعر محبوب سان ڪونه ٿو ڳالهائي، جنهن کي ”قدم رنج فرمائيءَ“ جي جملي سان مخاطب ٿئي. هو ته پنهنجي همرازن يا عوام کي چوي ٿو ته

پڇو پير پيري، ته ڪِ نرئيو هٿ حبيب جو.

اتي ”پير پيري“ جي معنيٰ ٿيندي ته ”هلي وڃي“ پڇو. سست رفتار ماڻهوءَ کي به چئبو آهي ته ”تڪڙو ٿي، ٻ-ٽي پير ته پر“ وغيره.

*   *   *

( ۷ )

سيرَ جـو سڄئو سڄئين، سيڱ منجهان سيلو،
ٽنگر ٽِڪئو ڪين ڪينُ، ٻـار لنگهيو پـيـلـو،
هـڏـڻ سـڀـي حـيـلـو، جالب جيڏو ٿي ڪيو.

۱. سيڱ=(سن: شيرنگَ)، ڪمان.

۲. سيلو=(سن: شَلَيَہ)، تير، گز.

۳. ٽينگرُ=(سن: تَنَڪار)، ٽنڪار ڪندڙ، يعني تير، جو ته اڏامڻ مهل ٽنڪار ڪندو.

۴. پيلو=(سن. پيلو)، تير.

۱. سيڱ، برابر ڪمان کي چئبو آهي. پر اهو ڪمان جو ڪهڙو قسم ٿيندو آهي، ان جي تحقيق ته نهيو پر رڳو ايڏهين غور ٿي ڪونه ڪيل آهي ته آخر سيڱ ڇو نالو پيو.
درحقيقت اهو هندي زبان جو لفظ ”سينگ“ آهي، يعني سڱ، جيڪو جانورن جي مٿي تي ٿيندو آهي. ڪن خاص جانورن جي سڱن کي گهڙي ۽ ٻاڻ ۾ ڳنڍي ڪمان ناهي ويندي آهي ان کي ٿي ”سيڱ“ سڏيندا آهن ۽ بهترين ڪمان ٿيندي آهي.

۲. سيلُ=هي به هندي لفظ آهي ۽ لنڊڙي تير جو نالو آهي. اول فارسي وارن ان کي ”سيل“ لکيو. سنڌيءَ ۾ جيئن بنده مان بندو، فائده مان فائدو ۽ قصيده مان قصيدو ٿئي ٿو تيئن سيل مان ”سيلو“ ٿيل آهي.

۳. ٽينگرُ. هن جو ٽنڪار ٻنڪار سان ڪوبه واسطو ڪونهي. اصل ۾ اهو لفظ آهي ”ٽونگيرُ“ ۽ ”واو“ نڪرڻ بعد ٿيو ”ٽنگر“، جنهن جي معنيٰ آهي ٽونگ ڪندڙ، سوراخ ڪندڙ. بيت ۾ وزن جي لحاظ کان ٽنگر توڙي ٽونگر ٻئي پورا بيهن ٿا.

۴. پيلو= هي لفظ فارسي زبان جو آهي ۽ سندس صورتخطي آهي "پيلہ". ان جي معنيٰ آهي مڙه، مژگان، جنهن کي اسين ھنبڻيون چوندا آهيون. جيئن لفظ "سيل" ۾ واو وجهي سيلو ٺاهيو ويو، تيئن هن لفظ ۾ به واو وجهي "پيلو" بنايو ويو آهي. اهي ٻئي لفظ اسم تصغير وانگر آهن، ڇو ته هو ننڍڙي تير لاءِ ڪم آيل آهن ۽ هن جي به (ھنبڻي) ننڍڙي تير سان تشبيهہ ڏنل آهي.

زور ڪري شاهہ جي ڪلام وارن لفظن کي سنسڪرت ٻوليءَ مان ثابت ڪرڻ جو الاجي ڪهڙو ضرور آهي. صحيح طريقو هي آهي ته جيڪو لفظ جنهن زبان جو هجي ته ان کي انهيءَ نمولي سان پيش ڪرڻ گهرجي ۽ سندس بدليل صورت سمجهائجي، له ته ٻيءَ حالت ۾ رڳو مونجهارا پيدا ٿيندا.

هن ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ آنجهاني گربخشاڻيءَ پنهنجيءَ پر ۾ دوستن جي مدد سان شاهہ جي رسالي کي ترتيب ڏيڻ ۽ معنيٰ توڙي شرح لکڻ ۾ لاجواب ڪوشش ڪئي آهي.

(مهراڻ: نمبر ۱ ۽ ۲، سال ۱۹۶۳ع)



# شاعري – جديد دور

شاعريءَ جو سماجي ڪارج — ٽي. ايس. ايليٽ
سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو

جديد سنڌي شاعري — تنوير عباسي

سريلن گيتن جو مهاڳ — ورڊ سورٿ
سنڌيڪار: تنوير عباسي ۽ مراد علي 'اختر'

"روح کان سواءِ جسم جو زنده رهڻ امکان کان ٻاهر آهي. لفظ جو روح آهي، سندس معنيٰ. تيئن زنده زبان جي زندگيءَ جو دارومدار ۽ جٿاءُ آهي، انهيءَ تخيل تي، جو اها زبان کنهن موزون طريقي سان اظهار ڪرڻ تي ڳهري. موزونيت، بجاءِ خود صرف لباس جو ڪم ڏئي ٿي. سو جنهن وقت خيالات جي ترقي ۽ فڪر جو استعداد ڪنهن به قوم ۾ مفقود ٿي ٿو وڃي، تڏهن ان قوم جي زبان به بيٺل پاڻيءَ والگر ڪِنو ٿيڻ شروع ڪري؛ مرضيل ٿي، آخرڪار مري ٿو وڃي."



"جو ڪلام مستقبل تي روشني وجهندڙ ۽ ترقيءَ لاءِ ايندڙ نسل کي اڀاريندڙ آهي، صرف اهوئي ڪلام قائم رهندو ۽ جٿاءُ ڪندو، باقي ٻيو سڀ بيسود هئڻ سبب سنجي ويندو!" — علامه آءِ. آءِ. قاضي.

ٽي . ايس . ايليٽ

سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو

# شاعريءَ جو سماجي ڪارج

ٽي. ايس ايليٽ (ٿامس اسٽيئرنس ايليٽ) ويهين صديءَ جو عظيم انگريزي شاعر ۽ نقاد آهي. هو سن ١٨٨٨ع ۾ آمريڪا ۾ ڄائو، ۽ پوءِ سن ١٩٢٧ع ۾ برطانوي شهريت حاصل ڪيائين. ايليٽ جو نالو پهرين سن ١٩٢٢ع ۾ ماڻهن جي زبان تي آيو، جڏهن هن جو شهره آفاق نظم ”دي ويسٽ لئنڊ“ شايع ٿيو. ان کان پوءِ هن جا ادبي شاهڪار مسلسل شايع ٿيندا رهيا، جن هن جو ناماچار گهٽيءَ تيزيءَ سان، عام طور سڄيءَ دنيا ۾ ۽ خصوصاً يورپ ۽ آمريڪا ۾ وڌايو. هن جي ادبي شاهڪارن ۾ هيٺيان تمام گهڻو مشهور آهن: ”ائش وينسڊي“، ”مرڊر اِن دي ڪئٿڊرل“، ”دي ڪاڪ ٽيل پارٽي“ ۽ ”ڪانفيڊينشل ڪلارڪ“. ١٩٤٨ع ۾ ٽي. ايس ايليٽ کي ادب لاءِ دنيا ۾ وڏي ۾ وڏو انعام، ”نوبل پرائيز“ ڏنو ويو. هن وقت مغربي دنيا ۾ هو پهريون نمبر شاعر، ۽ ادب جو نقاد تسليم ڪيو وڃي ٿو. ١٩٦٤ع ۾ وفات ڪيائون.

هن مضمون جـو عنوان ڪجهه اهڙي قسم جـو آهي، جو مختلف ماڻهو ان مان مختلف شيون مراد وٺي سگهن ٿا؛ تنهنڪري مون کي معاف ڪيو وڃي، جيڪڏهن پهريائين مان هيءَ ڳالهه واضح ڪريان ته آءٌ ان مان ڪهڙي ڳالهه مراد نٿو وٺان، ۽ پوءِ اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريان تـه دراصل منهنجي ان مـان ڪهڙي مراد آهي. جڏهن اسين ڪنهن شي جي ’ڪارج‘ جو ذڪر ڪريون ٿا، ته غالباً اسين ائين سوچيون ٿا ته ان شي کي ڇا ڪرڻ گهرجي، بجاءِ ان جي ته هينئر اها ڇا ڪري رهي آهي يا ماضيءَ ۾ ڇا ڪيو اٿس: اهو هڪ اهم فرق آهي، ڇو ته منهنجو اهو ارادو نه آهي ته ان بابت ڳالهايان تـه منهنجي خيال موجب شاعريءَ کي ڇا ڪرڻ گهرجي. آهي ماڻهو، جيڪي اسان کي ٻڌائين ٿا تـه شاعريءَ کي ڇا ڪرڻ گهرجي ـــ خاص ڪري جيڪڏهن اهي پاڻ شاعر آهن ـــ سي ذهن ۾ گهڻو ڪري اها مخصوص شاعري رکندا آهن، جا هو پاڻ لـکڻ چاهيندا آهن. اهو تـه خير هميشه ممڪن آهي تـه مستقبل ۾ شاعريءَ جو ڪم ان کان مختلف هجي، جيڪو ڪم ان جو ماضيءَ ۾ رهي چڪو آهي: ۽ جي ائين واقعي هجي به، ته به اهو مناسب آهي ته پهريائين ان ڳالهه جو فيصلو ڪجي ته ماضيءَ ۾ ان جو ڪارج ڪهڙو رهي چڪو آهي. ٻنهي طرحن سان ـــ هڪ دور يا ٻئي دور ۾، ڪنهن هڪ زبان يا ٻيءَ زبان ۾، ۽ پڻ عالمي طور ـــ آءٌ ان ڳالهه بابت سولائيءَ سان لکي سگهيس

ٿي ته اِهي پاڻ شاعريءَ وسيلي ڇا ڪندو آهيان، يا ڇا ڪرڻ چاهيندس، ۽ پوءِ اوهان کي ترغيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪريان ته درحقيقت ماضيءَ ۾ سيني وڏن شاعرن شاعريءَ وسيلي اهوئي ڪجهه ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، يا ڪين ائين ٿي ڪرڻ ڪپندو هو. رڳو هُو ان مقصد ۾ ممڪن آهي ته مڪمل طرح ڪامياب نه ٿيا هجن، جنهن ۾ به وري شايد سندن ڪو ڏوهه ڪونه هجي. بهرحال، سون کي اهو صاف نظر اچي ٿو ته جيڪڏهن شاعريءَ جو ــ ۽ منهنجي مراد سموريءَ عظيم شاعريءَ سان آهي ــ ماضيءَ ۾ ڪو سماجي ڪارج ڪونه هو، ته عين ممڪن آهي ته مستقبل ۾ به ان مان ڪو ڪارج سڌ ٿي نه سگهي.

جڏهن اِهي سموريءَ عظيم شاعريءَ جو ذڪر ڪريان ٿو، ته منهنجي مرضي ان ٻئي طريقي کي نظرانداز ڪري ڇڏڻ جي آهي، جنهن موجب به هونئن اِهي هيءُ موضوع بحث هيٺ آڻي سگهيس ٿي ــ مثلاً، ڪو ماڻهو شاعريءَ جا مختلف قسم هڪبئي پٺيان ڪٺي، ۽ انهن مان هرهڪ قسم جي جدا جدا سماجي ڪارج تي واري سان بحث ڪري، حتاڪ هن عام سوال تائين پهچي ئي نه سگهي ته شاعريءَ جو بحيثيت شاعريءَ جي ڪهڙو ڪارج آهي! تنهن جو مطلب ته اِهي شاعريءَ جي عام ۽ خاص ڪارجن ۾ امتياز ڪرڻ گهران ٿو، ته جيئن اسان کي پتو پوي ته ڪهڙيءَ ڳالهه بابت اسين سردست بحث نه ڪري رهيا آهيون. 'ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن شاعريءَ جو ارادتاً ۽ شعوري طور ڪو خاص سماجي مقصد هجي'، ۽ شاعريءَ جي زيادهه اوائلي قسمن ۾ اهڙو مقصد گهڻو ڪري صاف ظاهر پڻ آهي. مثلاً، ڪي قديمي گيت ۽ راڳ آهن، جن مان ڪن جو عملي مقصد جادو ڪرڻ جو هوندو هو ــ جيئن ته بدنظر کي ٽارڻ، بيماريءَ جو علاج ڪرڻ، يا ڪنهن ديوتا کي ريجهائڻ. شاعري شروع ۾ مذهبي ڪرياڪرم ۾ ڪم ايندي هئي، ۽ هاڻي به اسين جڏهن ڪو مذهبي راڳ (مولود، مداح يا ڀڄن) رچيون يا ڳايون ٿا، ته شاعريءَ کي هڪ خاص سماجي ڪارج لاءِ ڪم آڻيون ٿا. رزميه ۽ داستان گوئيءَ واريءَ شاعريءَ جا اوائلي نمونا، جيڪي هلندي هلندي نيٺ هاڻي رڳو قبائلي وندر جي خاطر وڃي زنده رهيا آهن، تن اوائل ۾ آن شي کي محفوظ رکڻ ۽ منتقل ڪرڻ جو ڪم ڏنو هوندو، جنهن کي "تاريخ" تصور ٿي ڪيو ويو؛ ۽ لکيل ٻوليءَ جي استعمال کان اڳ نظم جو اِهو هڪ باقاعدي نمونو واقعي حافظي جي لاءِ انتهائي مددگار ثابت ٿيو هوندو، ۽ اوائلي ڀٽن ۽ چارڻن، ڪهاڻين ٻڌائيندڙن ۽ عالمن جو حافظو به واقعي غضب جو هوندو. وڌيڪ سڌريل سماجن ۾، جهڙوڪ قديم يوناني سماج ۾، شاعريءَ جا اجتماعي مڃيل سماجي ڪارج پڻ صاف ظاهر آهن. يوناني ناٽڪ مذهبي تقاضائن ۽ رسمن مان اُسريو، ۽ عام ماڻهن جي منظم ۽ باقاعدي اجتماعي جشنن جي حيثيت سان، جيڪي سندن روايتي مذهبي ڪرياڪرم سان وابسته هئا، قائم رهيو؛ سندن 'پنداري' گيت پڻ ساڳئي قسم جي هڪ خاص سماجي موقعي جي نسبت سان، آن جي پس منظر ۾ وڌن پيدا ٿيا ۽ وڌيا. يقيناً، شاعريءَ جي اِن قسم جي واضح

۽ مقرر استعمال شاعريءَ کي هڪ اهڙو ڍانچو ڏنو، جنهن جي وسيلي انهن مخصوص قسمن جي شاعريءَ ۾ ڪاملپڻو ۽ عروج حاصل ڪرڻ ممڪن ٿي سگهيو.

جديد تر شاعريءَ ۾ انهن منجهان ڪي نمونا اڃا بہ موجود آهن — جيئن تہ مذهبي راڱ (مولود، مداح يا ڀڄن)، جن جو اڳ ذڪر ڪري چڪو آهيان. "ناصحانہ ۽ اصلاحي يا اِفادي شاعريءَ" جي اصطلاح جي معنيٰ ڪنهن حد تائين بدلجي چڪي آهي. انهن لفظن جي هڪ معنيٰ تہ 'معلومات پهچائيندڙ' بہ ٿي سگهي ٿي: سندن مطلب خالص 'اخلاقي هدايتون ڏيندڙ'، يا ٻي ڪا اهڙي معنيٰ بہ وٺي سگهجي ٿي، جنهن ۾ اهي ٻئي معنائون سمايل هجن. مثلاً، رومي شاعر "ورجل" (ولادت ٢٩-آڪٽوبر ٧٠ ق. م، ۽ وفات ٥٠ ورهين جي عمر ۾) جا "جيارجڪس" نالي شعر تمام سهڻا شعر آهن، ۽ منجهن کيتيءَ جي باري ۾ تمام مفيد معلومات ڏنل آهي. پر اڄ اها ڳالهہ ناممڪن نظر ايندي تہ کيتيءَ بابت هڪ جامع ڪتاب لکجي، جو ساڳئي وقت بهترين شعر پڻ هجي: هڪ تہ ان ڪري جو موضوع تمام پيچيدو ۽ سائنسي نوعيت جو ٿي ويو آهي، ۽ ٻيو تہ ان کي بهتر نموني ۾ نثر ۾ ئي نباهي سگهجي ٿو. نہ وري اڄ اسين ائين ڪري سگهون ٿا، جيئن رومين ڪيو هو، تہ علم نجوم ۽ فلڪيات تي ويهي رسالا قلمبند ڪريون. اهڙي قسم جي نظم تي، جنهن جو واضح مقصد معلومات پهچائڻ هجي، نثر سبقت ۽ فوقيت حاصل ڪري چڪو آهي. هن قسم جي 'معلوماتي يا افادي شاعري' هاڻي آهستي آهستي يا تہ رڳو 'اصطلاحي شاعريءَ' تائين محدود ٿي چڪي آهي، جنهن جو مقصد پڙهندڙ کي ڪنهن ڳالهہ بابت مصنف جي نظريي ڏانهن مائل ڪرڻ آهي. ان ڪري، منجهس هاڻي اهو ڪي پڻ شامل ٿي ويو آهي، جنهن کي "طنز" سڏيو وڃي ٿو — جيتوڻيڪ 'طنز' جي دائري ۾ خالص 'ٺٺول يا سيٺ' يا 'مزاح' پڻ اچي وڃن ٿا، جن جو مقصد بنيادي طور صرف ڪل ٻوڪ ۽ خوشدلي پيدا ڪرڻ آهي. "ڊرائيڊن" جا ڪي نظم، سترهين صديءَ ۾، ان معنيٰ ۾ 'طنز' شمار ٿين ٿا، جو انهن جو مقصد انهن شين تي ٺٺول ۽ چٿر ڪرڻ آهي، جن جي خلاف آهي لکيا ويا، ۽ ساڳئي وقت آهي 'اصلاحي شاعريءَ' ۾ بہ شامل آهن، جو انهن جو هڪ مقصد پڙهندڙ کي هڪ خاص سياسي نظريي ۽ مذهبي نقطہ نگاهہ ڏانهن مائل ڪرڻ آهي: ۽ ان ڳالهہ جي حاصلات واسطي انهن نظمن ۾ حقيقت کي افساني جي وسيلي بيان ڪرڻ وارن تمثيلي نمونن کان پڻ ڪم ورتو ويو آهي. ان قسم جي نظمن ۾، هن جو نظم "دي هائينڊ اينڊ پينٿر" (هرڻي ۽ چيتو) تمام گهڻو اهم آهي، جنهن جو مقصد پڙهندڙ کي ان ڳالهہ ڏانهن مائل ڪرڻ آهي تہ انگلنڊ جي ڪليسا جي مقابلي ۾ روم جي ڪليسا حق تي هئي. ساڳيءَ طرح، اوڻيهين صديءَ ۾، "شيليءَ" جي شاعريءَ جو گهڻو حصو سماجي ۽ سياسي مدارن آڻ جي ولولي کان متاثر آهي.

جيستائين ناٽڪ واري رنگ جي يا 'ڊرامائي' شاعريءَ جو تعلق آهي، هيئنر ان جو سماجي ڪارج بہ ان قسم جو آهي، جو خود ان سان مخصوص آهي: چاڪاڻ تہ اڄڪلهہ

ڳهڻي ڀاڱي شاعري اهڙي لکي وڃي ٿي، جا اڪيلائيءَ ۾ پڙهجي يا هڪ ننڍي حلقي ۾ وڏي آواز سان پڙهجي؛ ۽ 'ڊرامائي شاعري' ئي آها واحد شاعري آهي، جنهن جو اهو ڪارج آهي ته ماڻهن جي هڪ هجوم تي، جو اسٽيج تي هڪ خيالي حقيقت ڏسڻ لاءِ جمع ٿيو آهي، فوراً ۽ اجتماعي اثر پيدا ڪري. 'ڊرامائي شاعري' ٻين هرقسم جي شاعريءَ کان مختلف آهي. جيئن ته ان جا خاص قاعدا قانون، ڊراما يا ناٽڪ جي قاعدن قانونن سان هم آهنگ آهن، جنهنڪري، ان جو ڪارج سرسري طور ناٽڪ جي مخصوص ڪارج ۾ ئي سمايل آهي: ۽ ظاهر آهي ته هتي ناٽڪ يا ڊراما جو سماجي ڪارج منهنجي موضوع سان واسطو نٿو رکي.

جيستائين فلسفيانه شاعريءَ جي خاص ڪارج جو تعلق آهي، ته ان کي سمجهڻ لاءِ ڪافي ڇنڊڇاڻ ۽ تاريخي جائزي وٺڻ جي ضرورت آهي. مان سمجهان ٿو ته مان اڳي ئي شاعريءَ جا ڪافي قسم اهو واضح ڪرڻ لاءِ ڄاڻائي چڪو آهيان ته منجهانئن هرهڪ جو خاص ڪارج ڪنهن نه ڪنهن ٻيءَ شي جي ڪارج سان لاڳاپيل آهي — 'ڊرامائي شاعريءَ' جو ڊراما يا ناٽڪ سان، 'معلومات پهچائيندڙ افادي شاعريءَ' جو ان جي نفس مضمون جي ڪارج سان، فلسفي يا مذهب يا سياست يا اخلاقيات جي 'اصلاحي شاعريءَ' جو انهن موضوعن جي ڪارجن سان. تنهنڪري، ائين ٿي سگهي ٿو ته اسين انهن منجهان ڪنهن به خاص قسم جي شاعريءَ جي ڪارج تي غور ڪريون؛ پر خود 'شاعريءَ' جي ڪارج جو سوال پوءِ به ائين جو ائين رهجي ٿو وڃي، ڇو ته اهي سڀ مٿي ذڪر ڪيل شيون نثر ۾ به نباهي سگهجن ٿيون.

پر، اڳتي وڌڻ کان اڳ، آءٌ هڪڙي اعتراض کي ختم ڪرڻ چاهيان ٿو، جو هتي ڪري سگهجي ٿو. بعضي ماڻهو شاعريءَ جي اهڙي قسم کي، جنهن کي ڪو خاص مقصد سامهون آهي، شڪ جي نظر سان ڏسندا آهن. مثلاً، اهڙي شاعري، جنهن ۾ شاعر ڪن خاص سماجي، اخلاقي، سياسي يا مذهبي خيالن جي تبليغ يا وڪالت ڪندو هجي. ان صورت ۾، ماڻهو جيڪڏهن اهي خيال پسند نه ڪندا آهن، ته فوراً ائين چوندا آهن ته اها شاعري شاعري ئي نه آهي. بلڪل ائين ئي، جيئن ڪي ماڻهو وري ڪنهن خاص شاعريءَ کي سچي پچي شاعري سمجهندا آهن، محض ان لاءِ ته اُن ۾ جن ڳالهين جي اپٽار ڪيل آهي، تن سان هنن جو اتفاق راءِ هوندو آهي. مان سمجهان ٿو ته اهو سوال اهميت نٿو رکي ته شاعر ڪنهن مخصوص سماجي لاڙي جي خلاف آهي يا فائدي ۾. ٿي سگهي ٿو ته ڪا خراب شعرگوئي عام مقبول ٿي وڃي، ڇو ته ان ۾ اُن وقت جي عام لاڙي سان مطابقت هجي؛ پر سچي پچي شاعري نه رڳو ڪنهن خاص مقبول عام لاڙي جي بدلجڻ کان پوءِ به باقي رهندي آهي، پر خود انهن مسئلن ۾ عام دلچسپيءَ جي مڪمل طور ختم ٿي وڃڻ کان پوءِ به زنده رهندي آهي، جن سان خود شاعر جي پنهنجي جذباتي وابستگي هئي. رومي شاعر "ليوڪريشس" جو نظم اڄ به هڪ عظيم نظم آهي، توڙي جو علم نجوم ۽ طبعيات بابت هن جي نظرين جي هاڻي ڪا به

اهميت نہ رهي آهي. اهڙيءَ طرح ”ڊرائيڊن“ جو نظم، توڙي جو سترهين صديءَ جي سياسي ۽ مذهبي جهڳڙن سان هاڻي اسان جو ڪوبہ واسطو وجهہ ڪونهي، ماضيءَ جي هڪ شاندار نظم جي حيثيت ۾ اڄ بہ اسان کي لطف ڏيئي سگهي ٿو — حالانڪ ان جو موضوع اهڙو آهي، جو اڄ ان کي نثر ۾ ئي بهتر نموني نباهي سگهجي ٿو.

هاڻي، جيڪڏهن اسان کي شاعريءَ جو لازمي سماجي ڪارج ڳولڻو آهي، تہ پهريائين تہ اسان کي ان جي انهن ظاهرظهور ڪارجن ڏانهن — بشرطيڪ ان کي ڪي ڪارج پورا ڪرڻا آهن — ڌيان ڏيڻ گهرجي، جيڪي ان کي واقعي پورا ڪرڻا آهن. انهن منجهان پهريون، منهنجي خيال ۾، جنهن بابت اسان کي خاطري ٿي سگهي ٿي، سو هيءُ آهي تہ شاعريءَ کي لطف يا ورونهن ڏيڻ گهرجي. جيڪڏهن اوهين پڇندا تہ ڪهڙي قسم جو لطف يا ورونهن؟ تہ آءٌ چوندس تہ اهڙي قسم جو، جيڪو شاعري ڏيندي آهي! ڇو تہ ان کان وڌيڪ صاف يا مفصل پيو ڪوبہ جواب اسان کي جماليات جي وسيع ۽ ڏورانهين دائري ۾ ۽ فن جي اصلي ماهيت جي سوال ڏانهن کڻي ويندو.

آءٌ سمجهان ٿو تہ هيءَ ڳالهہ پڻ مڃي ويندي تہ هر سچي شاعر کي، پوءِ هو ڪو وڏو شاعر هجي يا نہ، لطف سان گڏ پنهنجن پڙهندڙن کي پيو ڪجهہ بہ ڏيڻو آهي؛ ڇو تہ جي هو خالي ۽ محض لطف ڏيندو، تہ اهو لطف بذات خود بہ ڪنهن ڪمال درجي جو نٿو ٿي سگهي. اهڙن خاص مقصدن کان علاوه، جن جا مثال آءٌ شاعريءَ جي مختلف نمونن جي بحث ۾ اڳي ئي چاڻائي چڪو آهيان، شاعريءَ ۾ هميشہ ڪنهن نئين تجربي جي ورڪا ٿئي ٿي، يا ڪو مانوس يا ڇاتل تجربو لئينءَ ادارڪ يا ڄاڻ سان پيش ٿئي ٿو؛ يا وري ان ۾ ڪنهن اهڙيءَ شي جو اظهار ٿئي ٿو، جنهن جي اسان کي ڄاڻ تہ آهي پر ان جي بيان ڪرڻ لاءِ اسان وٽ لفظ نہ آهن، ۽ اهو اظهار اسان جي ڄاڻ کي وڌائي ٿو ۽ آن کي سڌاري ۽ سنواري ٿو. ليڪن، منهنجي هن مضمون جو تعلق نہ تہ شاعريءَ جي هن انفرادي فائدي سان آهي، ۽ نہ وري ڪنهن انفرادي لطف ۽ ورونهن جي نوعيت سان. آءٌ سمجهان ٿو تہ اسين سڀ آن ورونهن ۽ ان لطف مان واقف آهيون، جيڪو اسان کي شاعريءَ مان ملي ٿو؛ ۽ تنهن سان گڏ ۽ ان کان اڳتي وڌي ڪري، اسين آن فرق کي بہ محسوس ڪريون ٿا، جو شاعري اسان جي خود زندگيءَ ۾ پيدا ڪري ٿي: انهن ين اثرن پيدا ڪرڻ کان سواءِ، شاعري شاعري نہ آهي. هيءُ سيڪجهہ قبوليندي بہ، عين ممڪن آهي تہ شاعري اسان کي اسان جي اجتماعي حيثيت ۾ — يعني سڄي سماج کي — جو ڪجهہ ڏئي ٿي، تنهن کي نظرانداز ڪري ويهون؛ ۽ جڏهن آءٌ اها ڳالهہ چوان ٿو، تڏهن ان جو سارو وسيع مفهوم منهنجي خيال ۾ آهي، ڇو تہ مان سمجهان ٿو تہ هيءَ هڪ اهم چيز آهي تہ هر قوم کي پنهنجي شاعري هئڻ گهرجي — نہ رڳو انهن ماڻهن واسطي، جيڪي شاعريءَ مان لطف حاصل ڪن ٿا (اهڙا ماڻهو تہ هر وقت ٿوريون پوليون بہ سگهن ٿا، ۽ انهن جي شاعريءَ مان لطف بہ حاصل ڪري سگهن ٿا) — پر ان ڪري، جو اها

ڳالهه سچي سماج لاءِ وڏي فرق ۽ امتياز جو باعث آهي: يعني انهن ماڻهن ۾ آڱر اهي ماڻهو به شامل ڪريان ٿو، جن ڪي پنهنجن قومي شاعرن جا رڳو نالا به ياد نه هجن. هن مضمون جو بس اهو ئي اصل موضوع آهي.

اسين ڏسون ٿا ته شاعري هن لحاظ کان ٻين هنرن کان هڪ نرالو هنر آهي ته ان جي قدر ۽ قيمت، جيڪا شاعر جي پنهنجي قوم ۽ زبان لاءِ ٿئي ٿي، آها ڪنهن ٻيءَ زبان يا قوم لاءِ نٿي ٿئي. اهو سچ آهي ته موسيقي ۽ مصوري پڻ پنهنجيءَ جاءِ تي مقامي ۽ قومي يا نسلي خصوصيتون رکن ٿيون، ليڪن انهن هنرن جي تور-تڪ ڪرڻ ۽ انهن کي سمجهڻ پرجهڻ جون مشڪلاتون هڪ ڌارئين شخص لاءِ گهٽيون گهٽ آهن. اهو به سچ آهي ته نثري لکڻين کي به پنهنجيءَ زبان ۾ مخصوص اهميت آهي، جا ترجمي ۾ ختم ٿي وڃي ٿي؛ پر اهو اسان سڀني محسوس ڪيو هوندو ته ترجمي ٿيل ناول يا قصي کان زياده اسين ترجمي ٿيل نظم ۾ گهٽي ڪجهه کان محروم ٿيون ٿا، ۽ ڪنهن سائنسي تصنيف جي ترجمي ۾ ته شايد ڪنهن شي جي ڪمي ئي محسوس ڪانه ٿي ٿئي. نظم ۾ نثر کان زياده مقامي رنگ ۽ خصوصيت موجود رهي ٿي، اها ڳالهه يورپي زبانن جي تاريخ جي مطالعي مان آسانيءَ سان معلوم ڪري سگهجي ٿي. وچئين دور کان وٺي، چند صديون اڳ تائين يورپ ۾ لاطيني زبان ئي فلسفي، دينيات ۽ سائنس جي زبان هئي، تان جو مختلف قومن ۾ پنهنجيءَ زبان کي تحريري ۽ ادبي طور استعمال ڪرڻ جي تحريڪ پهريائين شاعريءَ سان ئي شروع ٿي. ۽ اها ڳالهه عين فطري پڻ هئي، ڇاڪاڻ ته اسين ڏسون ٿا ته شاعريءَ جو واسطو بنيادي طور احساس ۽ امنگ جي اظهار سان آهي، ۽ احساس ۽ امنگ مخصوص ٿئي ٿو؛ ۽ خيال ان جي برعڪس هڪ عام شي آهي. ڌارينءَ زبان ۾ سوچڻ سولو آهي، محسوس ڪرڻ ڏکيو آهي. تنهنڪري ڪوبه فن ايترو مڪمل طور قومي نه آهي، جيترو شاعري. ڪنهن به قوم جي زبان ان کان ڪسي وڃي، ان کي سختيءَ سان دٻايو وڃي، ۽ ٻي ڌارين زبان اسڪولن ۾ زبردستيءَ رائج ڪئي وڃي، پر جيستائين ان فن جي ماڻهن کي "ڌارينءَ زبان ۾ محسوس ڪرڻ" نه سيکاريو ويو آهي، تيستائين اصلوڪي زبان ختم ٿي نه سگهندي: اها شاعريءَ جي وسيلي، جا احساس جي اظهار جو وسيلو آهي، وري هوش ۾ ايندي ۽ نروار ٿيندي.

'ڌارئينءَ زبان ۾ محسوس ڪرڻ' جي جيڪا هينئر سون ڳالهه ڪئي، تنهن مان منهنجي مراد "ڌارينءَ زبان ۾ احساس جي اظهار ڪرڻ" کان ڪجهه مٿيري آهي. ڌارينءَ زبان ۾ ظاهر ڪيل 'خيال' بلڪل ممڪن آهي ته اهو ساڳيو خيال هجي، جو دراصل ذهن ۾ موجود هو، پر جيستائين 'احساس ۽ امنگ' جو تعلق آهي، ته اهو ڌارينءَ زبان ۾ ڪڏهن به اهو ساڳيو رهي نٿو سگهي، جنهن جو اظهار مطلوب هو. گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڌارينءَ زبان جي چڱيءَ طرح سکي سگهڻ جو هڪ سبب هيءُ آهي، جو اسين هڪ قسم جي ثانوي شخصيت حاصل

ڪريون ٿا: ۽ پنهنجيءَ زبان کان علاوه ٻيءَ ڪنهن زبان جي نه سکڻ جو هڪ سبب هيءُ به رهي ٿو ته ماڻهو جو ڪجهه آهي، تنهن کان سردست مختلف ٿيڻ هو نٿو گهري. مطلب ته هڪ اعليٰ زبان کي تيستائين ختم نٿو ڪري سگهجي، جيستائين ان زبان جي ڳالهائيندڙن کي ختم نه ڪيو ويو آهي. جڏهن هڪ زبان ٻيءَ زبان جي جاءِ والاري ٿي، ته ان جو سبب هي آهي ته ان ۾ ڪي بهتر ۽ قبولڻ لائق صلاحيتون آهن، ۽ اها زبان ڌيجي ۽ متجي ويل زبان کان نه رڳو سوچڻ لاءِ، پر احساسَ ۽ امنگ جي دائري ۾ پڻ نه رڳو مختلف پر گهڻو بهتر آهي: تنهن جي معنيٰ ته امنگ ۽ احساس، قوم جي عام زبان ۾ ئي بهترين حد تائين ظاهر ٿي سگهن ٿا. هتي ’قوم جي عام زبان‘ مان مراد اها زبان آهي، جا قوم جي سمورن طبقن — غريبن توڙي شاهوڪارن، شهرين توڙي ڳوٺاڻن — جي زبان هجي. زبان جي ٻيهڪ، ترنم، آواز، ان جا اصطلاح، ورجيسون ۽ پهاڪا — اهي سڀ ان جي ڳالهائيندڙن جي شخصيت جو اظهار ۽ ترجماني ڪن ٿا.

جڏهن آءٌ چوان ٿو ته نثر جي بجاءِ نظم احساس ۽ امنگ جي اظهار سان واسطو رکي ٿو، تڏهن منهنجو مطلب اهو نه آهي ته شاعريءَ ۾ ذهني مواد يا مفهوم جي ضرورت نه آهي، يا هيءُ ته عظيم شاعري معنيٰ جي لحاظ کان گهٽ درجي واريءَ شاعريءَ کان گهٽ مائيدار هوندي آهي؛ پر ڳالهه هن پهلوءَ کي زياده چِٽڙڻ سان آءٌ پنهنجي فوري مقصد کان پري هٽي ويندس، تنهنڪري مان، هيءَ ڳالهه هتي تسليم شده سمجهي، اڳتي وڌندس ته ماڻهو پنهنجي عميق ترين احساس ۽ امنگ جو شعوري ۽ پرپور اظهار صرف پنهنجيءَ زبان جي شاعريءَ ۾ ئي پائيندا آهن، ۽ ٻئي ڪنهن به فن يا ٻيءَ ڪنهن به ڌارينءَ ٻوليءَ جي شاعريءَ ۾ اها شي ڪين نه ملي سگهندي. ان جو اهو مطلب به نه آهي ته سچي پچي شاعري رڳو انهن احساسن ۽ امنگن جي اظهار تائين محدود آهي، جن کي ان ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن مان هرڪو شخص سڃاڻي ۽ سمجهي سگهي ٿو. شاعريءَ کي رڳو مقبول عام شاعريءَ تائين اسان کي محدود سمجهڻ نه گهرجي. انهيءَ سلسلي ۾ ايترو چوڻ ڪافي آهي ته هم آهنگ قوم جي زياده پڙهيل لکيل ۽ روشن خيال ماڻهن ۽ عام سڌن سادن ۽ ناپخته ماڻهن جي احساسن ۾ هڪڙي اهڙي ڳالهه ضرور مشترڪ آهي، جا سندن ۽ ٻيءَ ٻوليءَ جي ساڳئي درجي وارن ڳالهائيندڙن جي وچ ۾ هرگز موجود نه آهي: ۽ جڏهن ڪنهن قوم جو تمدن صحتمند ۽ ايرلدڙ آهي، ته سندس عظيم شاعر وٽ پنهنجن سيني همزبان ۽ هموطن پائرن کي پيش ڪرڻ لاءِ، سندن الڳ الڳ تعليمي سطح جي لحاظ بنا، ڪجهه نه ڪجهه ضرور هوندو آهي.

اسين هتي چئي سگهون ٿا ته شاعر جو، هڪ شاعر جي حيثيت ۾، پنهنجيءَ قوم ڏانهن فرض اڻسڌيءَ طرح ئي آهي. هن جو سڌيءَ طرح فرض پنهنجيءَ زبان ڏانهن آهي — يعني پهريائين ان جي حفاظت ڪرڻ، ۽ ٻيو ان کي وڌائڻ ۽ سڌارڻ. جو ڪجهه ٻيا ماڻهو محسوس

ڪري رهيا آهن، تنهن کي ظاهر ڪري، شاعر انهن جي احساس کي باشعور بنائي ٿو، ۽ ائين خود ان احساس کي بدلائي ٿو. هو ماڻهن کي، جيڪي ڪجهه هو اڳي ئي محسوس ڪري رهيا آهن، تنهن بابت وڌيڪ ڄاڻ مهيا ڪري ٿو، ۽ ائين هو کين سندن ذات متعلق زيادهه باخبر بنائي ٿو. پر هو پين ڪان رڳو زيادهه باشعور نه آهي، پر انفرادي طور پين ڪان، خود پين شاعرن ڪان به، مختلف پڻ آهي؛ ۽ شعوري طور پڙهندڙن کي انهن احساسن ڪان به روشناس ڪري سگهي ٿو، جن جو ان ڪان اڳ هنن کي تجربو نه ٿيو آهي. اهو آهي اصل فرق، هڪ حقيقي شاعر ۽ هڪ خبطي ۽ ڇڙواڳ شاعر ۾. هڪ خبطي شاعر وٽ به اهڙا احساس ٿي سگهن ٿا، جي بنهه ذاتي هجن، پر جن ۾ ڪو ٻيو شريڪ نٿو ٿي سگهي، ۽ ان ڪري اهي بيڪار آهن؛ پر هڪ حقيقي شاعر ادراڪ ۽ احساس جون نيون نيون شڪليون تلاش ڪري ٿو، جن ۾ ٻيا به شريڪ ٿي سگهن ٿا. ۽، اهڙيءَ ريت، احساس ۽ امنگ جي انهن لين صورتن کي اظهار بخشي، هو ان زبان کي وڌائي ۽ مالا مال ڪري ٿو، جا هو پاڻ ڳالهائي ٿو.

آءٌ هڪ قوم ۽ ٻيءَ قوم جي احساس جي اَن غيرمحسوس فرق بابت ڪافي ڪجهه چئي چڪو آهيان: اهو فرق سندن مختلف زبانن ڪري آهي، ۽ آهي زبانون ئي ان فرق کي ٽيئن وڌائين ٿيون. پر قومون مختلف تجربن سان، نه فقط مختلف جاين تي پر مختلف دورن ۾ پڻ دوچار ٿين ٿيون. درحقيقت اسان جو شعور ۽ احساس اسان جي بدلجندڙ دنيا سان گڏ هميشه بدلجندو رهي ٿو. اسان جو شعور ۽ احساس اڄ نه فقط اهو ساڳيو نه آهي، جو چينائن يا يونانين جو آهي، پر اهو ساڳيو به نه آهي، جو ڪئين سؤ سال اڳ خود اسانجن وڏن جو هو؛ اسان جو شعور ۽ احساس هينئر اهو به ساڳيو نه آهي، جو اسان جي پنهنجي والدين جو هو، ۽ خود اسين پاڻ به جيئن هڪ سال اڳ هئاسين، هينئر ائين نه آهيون. اِهو ته ظاهر آهي: پر جا ڳالهه اهڙي ظاهر نه آهي، سا هيءَ، ته بس اِهوئي سبب آهي جو اسين ڪڏهن به شعر لکڻ بند ڪري نٿا سگهون. اڪثر پڙهيل ماڻهو پنهنجيءَ زبان جي وڏن اديبن ۽ مصنفن لاءِ فخر محسوس ڪندا آهن، توڙي جو هنن انهن کي ڪڏهن پڙهيو به نه هوندو آهي؛ بلڪل ائين، جيئن هو پنهنجي ملڪ جي پين ڪن اهڙي قسم جي نرالين خصوصيتن بابت فخر محسوس ڪندا آهن: ڪي اديب ۽ مصنف ته ايڏا مقبول ٿي ويندا آهن، جو سياسي تقريربازين ۾ به هنن جا حوالا ڏنا ويندا آهن. پر، اڪثر ماڻهو اهو نٿا محسوس ڪن ته اِهو ڪافي نه آهي: ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن هو مستقل طور نوان نوان وڏا اديب ۽ مصنف، خاص ڪري وڏا شاعر، پيدا نه ڪندا رهندا، ته هنن جي زبان کي زوال اچي ويندو، هنن جي تمدن کي زوال اچي ويندو، ۽ اهو شايد ٻئي ڪنهن طاقتور تمدن ۾ جذب ٿي ويجي.

هڪ ڳالهه هيءَ به ته صاف آهي ته جيڪڏهن اسان وٽ پنهنجي دور جو نئون زنده ادب نه هوندو، ته اسين پنهنجي ماضيءَ جي ادب ڪان به ڇڄي وينداسون: جيستائين اسين ادب

جي اوسر جو هيءُ سلسلو قائم نہ رکندا سين، تيستائين اسان جو ماضيءَ جو ادب بہ اسان کان جيئن پوءِ تيئن هٽندو ۽ پري ٿيندو ويندو، تان جو اهو اسان لاءِ اجنبي ٿي ويندو — جيئن کنهن ٻيءَ ڌارينءَ قوم جو ادب؛ ڇو تہ اسان جي زبان بدلجندي رهي ٿي، ۽ اسان جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ جو نمونو، اسان جي ماحول ۽ بدلجندڙ مادي حالتن جي اثر ۽ دٻاءَ سبب، هروقت ۽ هرطرح بدلجندو رهي ٿو: ۽ ان حالت ۾ جيڪڏهن اسان وٽ ڪي اهڙا ماڻهو نہ آهن، جيڪي پنهنجي غيرمعمولي احساس ۽ شعور ڪي، لفظن تي غيرمعمولي قدرت رکندي، ظاهر ڪرڻ ۽ پختگي بخشڻ جي صلاحيت رکندڙ هجن، تہ ان صورت ۾ نہ فقط اسان جي پنهنجي اظهار جي صلاحيت، بلڪ، سواءِ خسيس کان خسيس محسوسات جي، ٻيءَ ڪنهن شي جي محسوس ڪرڻ جي طاقت بہ نستي ۽ نابود ٿي ويندي.

اها ڳالهہ ڪا خاص اهميت ڪانہ ٿي رکي تہ ڪنهن شاعر جي چاهيندڙن جو حلقو سندس حياتيءَ جي دور ۾ وسيع هو يا نہ. اهم ڳالهہ اها آهي تہ هر نسل ۾، ۽ هميشہ هن جي چاهيندڙن جو ڪجهہ نہ ڪجهہ حلقو موجود هجي. بهرصورت، الهيءَ منهنجي چوڻ جو اهو مطلب نڪري ٿو تہ شاعر جي اهميت پنهنجي دور لاءِ ئي آهي، ۽ گذري ويل شاعر اسان جي ڪنهن ڪم جا نہ رهن، جيڪڏهن اسان وٽ زنده شاعر موجود نہ آهن. مان تہ پنهنجيءَ پهرينءَ ڳالهہ تي ايترو بہ زور ڏيندس تہ جيڪڏهن ڪنهن شاعر جي مقبوليت، سندس جيئري، تمام جلد وڌي وڃي ٿي، تہ اها صورتحال خود شڪ جو باعث بڻجي ٿي. ڇاڪاڻ تہ ان مان اهو انديشو ٿئي ٿو تہ هو ڪا نئين شي پيش ڪانہ ڪري رهيو آهي، بلڪ جيڪي ڪجهہ پيش ڪري رهيو آهي، سو اهوئي ڪجهہ آهي، جنهن تي ماڻهو اڳي ئي هريل آهن — يعني اهو ڪجهہ، جيڪو هو اڳي ئي پنهنجن اڳين نسلن جي شاعرن کان حاصل ڪري چڪا آهن. پر اها ڳالهہ اشد ضروري ۽ نهايت اهم آهي تہ شاعر کي پنهنجي دور ۾ صحتمند ۽ باشعور چاهيندڙن جو هڪ ننڍڙو حلقو ضرور هجي. هي نهايت ضروري آهي تہ پيشرو ماڻهن جو هڪڙو مختصر حلقو موجود هجي، جي شعر جا قدردان هجن، جي فڪر ۾ آزاد هجن، ۽ جي پنهنجي دور کان ڪجهہ قدم اڳتي هجن — يعني اهڙا، جو نئينءَ شي کي جلد قبول ڪرڻ لاءِ تيار هجن.

تمدن ۽ ثقافت جي ترقيءَ جي معنيٰ اها نہ آهي تہ هرشخص کي سردست اڳتي آڻي محاذ تي بيهارجي. اها ڳالهہ ائين ئي ٿيندي تہ هرشخص کي زور مس ڪري رڳو قدم سان قدم ملائي هلڻ لاءِ گهلي آڻي اڳيان بيهارجي. بلڪ ان جي معنيٰ صرف هيءَ آهي تہ هردور ۾ ادب شناس ۽ باذوق ماڻهن جو هڪ منتخب ۽ ڏٽيل حلقو موجود هجي، جن کان عام پڙهندڙن جي مُک جماعت، ذوق ۽ ادب دوستيءَ ۾، هڪ-اڌ نسل جي ويڇي کان زياده پٺتي نہ هجي، شعور ۽ ادراڪ جون تبديليون ۽ واڌارا، جيڪي اول ڪن ٿورڙن وٽ ظاهر ٿيندا، سي، پنهنجي اثر ذريعي، ٻين تيرت مقبول ٿيندڙ مصنفن معرفت، آهستي آهستي زبان تي پنهنجا هلڪا هلڪا نشان ۽ نقش پيدا ڪندا؛ ۽ جنهن وقت اهي ان تي ڄمي، دائمي

جڳهه والاري بيٺا، تڏهن وري هڪ نئين قدم، هڪ نئين ۽ پيشقدميءَ جي ضرورت ٿيندي. ازان سواءِ، زنده اديب ئي آهن، جن جي وسيلي مئل اديب زنده رهن ٿا. مثلاً، "شيڪسپيئر" جهڙي شاعر انگريزي زبان تي جيڪو گهرو اثر ڇڏيو آهي، اهو اثر رڳو ڪانئس فوراً پوءِ واري نسل جي شاعرن جي ذريعي ئي نه قهليو آهي، ڇو ته عظيم شاعرن ۾ ڪي خصوصيتون هونديون آهن، جي ترت ظاهر ٿي نه سگهنديون آهن، ۽ صديون پوءِ وارن شاعرن کي سڌيءَ طرح متاثر ڪري، اهي عظيم شاعر زنده زبان تي هميشه اثر وجهندا رهندا آهن. اڄ جيڪڏهن هڪڙو انگريزي ٻوليءَ جو شاعر اهو چاڻڻ چاهي ٿو ته موجوده دور ۾ پنهنجي ٻوليءَ جا لفظ هو ڪيئن استعمال ڪري، ته هن کي لازمي طور انهن اديبن جو گهرو اڀياس ڪرڻو پوندو، جن پنهنجي زماني ۾ لفظن کي صحيح استعمال ڪيو، جن پنهنجي دور ۾ زبان کي نئون روپ ڏنو ۽ نئين زندگي بخشي.

هيستائين مون ان آخري ڳالهه ڏانهن رڳو اشارو ئي ڪيو آهي، جنهن تائين، پنهنجي خيال موجب، شاعريءَ جي اثر جي انتها ليکي سگهجي ٿي: ۽ اها ڳالهه هن نموني ۾ بهترطور ادا ڪري سگهجي ٿي ته شاعريءَ دوران آخرڪار ماڻهن جي ڳالهه ٻولهه، ماڻهن جي احساس ۽ ادارڪ، ۽ ماڻهن جي روزمره توڙي عام زندگين ۾ امتياز ۽ فرق — هڪ بنيادي فرق، هڪ خاص امتياز — واقع ٿئي ٿو: ۽ اهو امتياز ۽ فرق سماج جي سيني فردن، قوم جي سيني شخصن، بلڪ سڄيءَ قوم جي حالت ۾ مجموعي طور واقع ٿئي ٿو — پوءِ منجهانئن ڪي ڪٿي شاعريءَ کي پڙهندا هجن يا نه به پڙهندا هجن، ان مان لطف اندوز ٿيندا هجن يا نه به ٿيندا هجن، يا ڪين پنهنجن عظيم شاعرن جا رڳو نالا به ڪٿي ياد نه هجن. شاعريءَ جو اثر، پنهنجن آخري حدن تائين، درحقيقت، نهايت وتڙيل، تمام اٽڪل، ۽ ثابت ڪرڻ ۾ انتهائي مشڪل آهي. ان جو مثال ائين آهي، جيئن آسمان ۾ اڏامندي ويندڙ پکيءَ يا هوائي جهاز ۾ اک وجهي ڀيهي جانچجي: پوءِ جي اوهان ان کي تڏهن نظر ۾ رکيو هو، جڏهن اهو اوهان کي چٽو ڏسڻ ۾ ٿي آيو، ۽ ائين اوهين ان کي برابر نظر ۾ رکيو آيا، ته اوهين ان کي تڏهن به برابر ڏسندا رهندا، جڏهن اهو تمام پري هليو ويو هجي — اصل ايترو پري، جو جيڪڏهن اوهين ان وقت ٻئي ڪنهن شخص کي اشارو ڪري اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندا، ته هن جي اٿهريل اک ان کي ڏسي ئي ڪانه سگهندي. ساڳيءَ طرح، شاعريءَ جو اثر به جيڪڏهن اوهين پهريائين انهن ماڻهن ۾ جاچيندا، جن تي شاعريءَ گهڻو ۽ گهاٽو اثر ڇڏيو آهي، ۽ پوءِ الهن کي جاچيندا، جن ڪڏهن شاعريءَ کي پڙهيو به ڪونهي، ته اوهان کي شاعريءَ جو اثر ان ملڪ ۽ ان قوم ۾ هرهنڌ نظر ايندو. گهٽ ۾ گهٽ اوهان کي اهو اثر تڏهن ته ضرور نظر ايندو، جڏهن ان قوم جو تمدن صحتمند ۽ زنده آهي: ڇو ته هڪ زنده سماج ۾ ان جي هڪ حصي جو ٻئي حصي تي باهمي اثر مستقل طور پوندو ئي رهندو آهي. ۽ اٿم شاعريءَ جي

'سماجي ڪارج' مان اها ئي ڳالهه، سندس وسيع معنيٰ ۾، مراد وٺان ٿو: يعني هيءَ، ته شاعري پنهنجي رفعت، زور ۽ تاثير جي مناسبت سان سڄيءَ قوم جي ٻول چال، ۽ شعور ۽ ادراڪ تي اثرَ وجهي ٿي.

اوهان ڪي ائين سمجهڻ نه گهرجي ته منهنجو مطلب ڪو هيءُ آهي ته اسين جيڪا زبان ڳالهايون ٿا، تنهن جو تعين فقط اسان جا شاعر ئي ڪن ٿا. ثقافت جو ڍانچو انهيءَ کان زياده پيچيدو ۽ وسيع آهي. درحقيقت اِها ڳالهه به پنهنجيءَ جاءِ تي درست آهي ته اسان جي شاعريءَ جي لياقت انهيءَ ڳالهه تي منحصر آهي ته ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ ٻوليءَ کي ڪهڙي لموني استعمال ٿا ڪن؛ ڇو تہ شاعر کي لازمي طرح پنهنجي زبان بلڪل ائين ئي پنهنجي مواد طور کڻڻي پوي ٿي، جيئن آها سندس اردگرد ڳالهائي وڃي ٿي: جيڪڏهن آها بهتر کان بهتر ٿي رهي آهي، ته ان مان هو فائدو وٺندو، ۽ جيڪڏهن آها هيٺي ٿيندي ٿي وڃي، ته هن لاءِ ان ئي ٻوڙيءَ زبان جو بهتر کان بهتر استعمال ڪرڻ لازمي آهي. شاعري، ڪنهن حد تائين، ٻوليءَ جي سونهن کي قائم رکي سگهي ٿي؛ شاعري ٻوليءَ کي پيچيده حالتن ۽ زندگيءَ جي بدلجندڙ مقصدن لاءِ اهڙيءَ ڪاميابيءَ سان اظهار خيال جي موزون ذريعي بنجڻ ۾ مدد ڏيئي سگهي ٿي، جهڙيءَ طرح اها گذريل ساده زندگيءَ جي سڌن سادن مقصدن لاءِ هڪ موزون ذريعو هئي. ۽، ساڳئي وقت، شاعري پنهنجي سر ان پُراسرار سماجي ڪرشمه ڪاريءَ جي هڪ عنصر وانگر، جنهن کي اسين "ثقافت" سڏيون ٿا، اهڙين وسيع متعدد حالتن تي مدار رکي ٿي، جي سندس پنهنجي اختيار ۽ ضابطي کان ٻاهر آهن.

هيءَ ڳالهه مون کي ڪن زياده عام قسم جي خيالن ڏانهن وٺي وڃي ٿي، جن کي هتي آخر ۾ پيش ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان. هيستائين مان شاعريءَ جي مقامي قومي ڪارج تي زور ڏيندو رهيو آهيان، ۽ ان ڳالهه جي سلسلي ۾ مون کي هڪ صفائي پيش ڪرڻي آهي. مان اهو تاثر ڇڏڻ نٿو چاهيان تہ شاعريءَ جو ڪارج قومن کي هڪٻئي کان الڳ ڪرڻ آهي، ڇو تہ مان اهو نٿو مڃان ته مختلف قومن جون ثقافتون ۽ تمدن هڪٻئي کان علحدگي اختيار ڪري ترقي ڪري سگهن ٿا. جيتوڻيڪ ان ڳالهه ۾ شڪ نہ آهي تہ ماضيءَ ۾ ڪيتريون تهذيبون ٿي گذريون، جن اعليٰ فن، فڪر ۽ ادب پيدا ڪيو، ۽ اهي تهذيبون هڪٻئي سان لڙهه وچڙ ۾ نہ هيون؛ پر انهن جي باري ۾ به مان ڪامل يقين سان چئي نٿو سگهان، ڇو ته ٿي سگهي ٿو ته انهن مان ڪي تهذيبون، جي بظاهر اسان کي الڳ ٿلڳ نظر آيون، سي درحقيقت هڪ ٻئي سان ربط ۾ رهيون هجن. پر يورپ جي تاريخ ۾، بهرحال، ائين ڪين ٿيو آهي. خود قديم يونانَ مصر کان گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو، ۽ ڪنهن حد تائين ايشيائي سرحدي ملڪن کان پڻ. خود يوناني رياستن جي باهمي تعلقات ۾ اسان کي، سندن ٻولين ۽ طور طريقي جي اختلاف جي باوجود، باهمي اثر نظر اچي ٿو — بلڪل اهڙوئي، جهڙو يورپ جي مختلف ملڪن جو هڪٻئي تي. يورپي ادب جي تاريخ ۾ ته اها ڳالهه خاص طرح نظر

ايندي تہ هڪ زبان جو ادب ٻيءَ زبان جي ادب جي اثر ڪان ڪڏهن بہ الڳ ۽ آزاد نہ رهيو آهي: منجهن هميشہ آزادانہ ڏي-وٺ ٿيندي رهي آهي، ۽ پڻ منجهانئن هر هڪ هڪٻئي ڪان نئين قوت ۽ توانائي حاصل پئي ڪئي آهي. ثقافت ۽ تمدن جي معاملي ۾ مڪمل علحدگيءَ مان ڪجهہ بہ وري سري ڪين ٿو سگهي: ڪنهن بہ ملڪ جي ثقافت جي زنده جاويد رهڻ جو مدار ان تي آهي تہ آها ٻين ثقافتن سان آزادانہ ڏي-وٺ ڪندي رهي. پر يورپ جي امن ۽ اتحاد لاءِ ثقافتي علحدگي جيڪڏهن هڪ خطرو آهي، تہ آهو ساڳيو خطرو آن ثقافتي اتحاد ۾ پڻ موجود آهي، جيڪا يڪرنگيءَ ۽ يڪسانيت طرف وٺي وڃي. ڪثرت ۽ تنوع ايترو ئي ضروري آهي جيترو اتحاد. مثلاً، ڪن محدود مقصدن جي حق ۾ هوندئن تہ گهٽوئي ڪجهہ چئي سگهجي ٿو — جيئن تہ يورپ جي ”هڪ گڏيل ٻوليءَ“ جي سلسلي ۾ ٻيجا آسانيءَ سان ”اِسپرنٽو“ يا ”بنيادي انگريزيءَ“ جا نالا وٺي سگهجن ٿا — پر سمجهو تہ ملڪن جي سموري لکپڙهہ ۽ ڳالهہ ٻولهہ ان جڙتو ٻوليءَ وسيلي شروع ڪري ٿي ڏجي، تہ آها ڪيتري نہ اڻنگي ۽ اڻپوري لڳندي. شايد ائين بہ ٿئي تہ ڪن معاملن ۾ تہ آها زبان مقصد کي پورو ڪري سگهي، ۽ ڪن ۾ بلڪل بيڪار ثابت ٿئي. هيڏانهن شاعري مستقل طور انهن شين جي يادگيري ڏياريندي رهي ٿي، جي فقط هڪ زبان ۾ چئي سگهجن ٿيون، ۽ انهن جو ترجمو ناممڪن آهي. هڪ قوم جي ٻيءَ قوم سان روحاني ڏي-وٺ جو رستو تيستائين قائم ٿي نٿو سگهي، جيستائين ڪي اهڙا ماڻهو نہ هجن، جن پنهنجي ٻوليءَ ڪان علاوه ٻي گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڌارين زبان ايتري چڱيءَ طرح سکي هجي، جيتري پنهنجيءَ زبان ڪان سواءِ ڪا ٻي زبان سکي سگهجي ٿي، ۽، نتيجي طور، آن ڌاريءَ ٻوليءَ کي ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين پنهنجيءَ زبان وانگر ئي محسوس ڪري سگهندا هجن. ان طرح، جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن ڌارينءَ قوم کي سمجهڻ چاهي ٿو تہ هو پهريائين انهن شخصن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو، جن پنهنجيءَ زبان ڪان علاوه سندس زبان کي سکڻ جي تڪليف ورتي هوندي — ۽ اهڙيءَ طرح، هو هڪٻئي کي، پنهنجيءَ پنهنجيءَ قوم کي، سمجهڻ ۽ سمجهائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندا.

هتي ضمني طور هيءَ ڳالهہ بہ ڪري ڇڏيان تہ ڪنهن ٻيءَ قوم جي شاعريءَ جو اڀياس هڪ خاص انداز جي معلوماتي نوعيت جو ٿئي ٿو. مان چئي چڪو آهيان تہ هر زبان جي شاعريءَ ۾ ڪي اهڙيون خصوصيتون آهن، جي فقط اهي سمجهي سگهن ٿا، جي اهل زبان آهن. پر ان ڳالهہ جو ٻيو رخ بہ آهي. مون ڪڏهن ڪنهن اهڙيءَ زبان جي پڙهڻ جي ڪوشش ڪندي، جا مون کي چڱيءَ طرح نہ پئي آئي آهي، ائين محسوس ڪيو آهي تہ مان ان جي نثر کي ان وقت تائين سمجهي نٿي سگهيس، جيسين مون ان کي اسڪول جي استاد جي معيار ۽ دستور مطابق نہ پڙهيو — يعني ان کي سمجهڻ لاءِ مون کي هرلفظ جي معنيٰ جي پڪ ڪرڻي پيئي، ان جو گرامر پڙهڻو پيو، وغيره: پر ڪڏهن ڪڏهن مون ائين محسوس ڪيو آهي تہ ڌارينءَ زبان جي ڪنهن شعر کي پڙهڻ مهل، جنهن جو مان ترجمو ڪري نٿي سگهيس، ۽ جنهن ۾

مون لاءِ ڪيترائي ڏکيا لفظ بہ موجود هئا، ۽ اهڙا جملا بہ درپيش هئا، جن جو مطلب مان سمجهي نٿي سگهيس، مون کي فوراً ڪنهن اهڙي واضح خيال يا تاثر جو احساس ٿيو، جو نہ رڳو نرالو هو، پر انگريزيءَ ۾ جيڪي ڪجهہ آهي، تنهن کان بہ مختلف هو، ۽ ان ۾ مون کي هڪ اهڙي شي نظر آئي، جنهن کي مان لفظن ۾ تہ بيان ڪري نٿو سگهان، پر تہ بہ مون ڄاتو تہ مان ان کي سمجهي ويو آهيان. پوءِ جڏهن مون اها زبان چڱيءَ طرح سکي ورتي، تہ معلوم ٿيو تہ اهو تاثر ڪو منهنجو وهم ڪونہ هو، ڪا محض اهڙي خيالي شي نہ هئي جا صرف منهنجي ذهن جو اختراع هجي، پر اها شي درحقيقت ۽ واقعي ان شاعريءَ ۾ پنهنجيءَ جاءِ تي موجود هئي. هن مان منهنجو مطلب هيءُ آهي تہ شاعريءَ جي وسيلي اوهين ڪڏهن ڪڏهن هڪ ڌارئين ملڪ ۾، پاسپورٽ ۽ ٽڪيٽ حاصل ڪرڻ کان اڳ ئي، جيڪڏهن چاهيو تہ داخل ٿي سگهو ٿا.

يورپ جي حدن اندر مختلف زبانن ـــ ليڪن ملندڙ جلندڙ ثقافتن رکندڙ ملڪن جي رشتي جي هن مسئلي ڏانهن، شاعريءَ جي سماجي ڪارج جي تحقيق ڪندي، اسين شايد غيرمتوقع طور نڪري آيا آهيون. آءٌ يقيناً هن نقطي کان اڳتي وڌي، خالص سياسي مسئلن ۾ داخل ٿيڻ نٿو چاهيان، پر آءٌ اهو چاهيان ٿو تہ جيڪي اهڙن مسئلن سان سڌيءَ طرح واسطو رکن ٿا، سي انهن سوالن جي سرحدن ۾، جن تي آءٌ مٿي بحث ڪري چڪو آهيان، ڪڏهن ڪڏهن ضرور داخل ٿين: ڇو تہ هي سوال انهن سياسي مسئلن جو روحاني رخ پيش ڪن ٿا، جن جو مادي رخ سياست جو موضوع آهي. منهنجي پنهنجي بحث جي دائري ۾ ماڻهوءَ جو واسطو انهن زنده ۽ مثل شين سان آهي، جن جي وڌڻ ويجهڻ جا قاعدا قانون بہ پنهنجا آهن، جيڪي، توڙي جو هميشہ مدلل ۽ معقول نہ بہ آهن، تہ بہ عقل ۽ دليل کي اهي تسليم ڪرڻا ئي آهن. اهي اهڙيون شيون آهن، جن جي دستوري رٿابندي نٿي ٿي سگهي، ۽ جيڪي ضابطي هيٺ ايترو ئي رهي سگهن ٿيون جيترو موسمون، مينهن يا هوا.

آخر ۾ آءٌ هي چوندس تہ جيڪڏهن آءٌ اهو سمجهڻ ۾ حق بجانب آهيان تہ شاعريءَ کي شاعر جي سڄيءَ همزبان قوم لاءِ هڪڙو سماجي ڪارج ادا ڪرڻو آهي ـــ توڙي جو قوم پنهنجي شاعر جي وجود کان باخبر هجي بہ يا نہ ـــ تہ پوءِ ان مان هيءُ نتيجو نڪري ٿو تہ يورپ جي هر قوم وٽ اها ڳالهہ اهميت رکي ٿي تہ ٻين قومن وٽ شاعريءَ جو سلسلو قائم رهڻ گهرجي. مان ناروي زبان جو شعر تہ پڙهي ڪونہ ڄاڻان، پر جي مون کي ٻڌايو وڃي تہ ناروي زبان ۾ لئون شعر نٿو لکيو وڃي، تہ مان ان کي هڪ خطرو سمجهي، اهڙي نموني ۾ ڇرڪبس، جو منهنجو اهو اظهار 'ڪشاده دليءَ واري همدرديءَ' جي اظهار کان گهڻو وڌيڪ هوندو: مان ان کي هڪ اهڙيءَ بيماريءَ جي نشاني سمجهندس، جا شايد سڄي برعظيم ۾ پکڙجي ويندي: اها هڪ اهڙي زوال جي نشاني ٿي سگهي ٿي، جنهن جو مطلب اهو ٿيندو تہ ماڻهو هر هنڌ تهذيبي جذبات جي قوت کان محروم ٿيندا ويندا، ۽ نيٺ محسوس ڪرڻ جي صلاحيت

کان محروم رهجي ويندا — ۽ ائين واقعي ٿي سگهي ٿو. هر هند مذهبي اعتقاد جي زوال پذيريءَ بابت ڪافي ڪجهه چيو ويو آهي: پر مذهبي احساس ۽ شعور جي زوال پذيريءَ ڏانهن ايترو توجهه نه ڏنو ويو آهي. موجوده دور جي مشڪل رڳو اها نه آهي ته خدا ۽ انسان بابت ڪن انهن عقيدن ۾ ويساهه رکي نٿو سگهجي، جن ۾ اسانجن ابن ڏاڏن جو اعتقاد هو: پر اصل ڳالهه اها آهي ته جيئن اسان جا اڳيان بزرگ خدا ۽ انسان بابت محسوس ڪندا هئا، ائين هينئر محسوس نٿو ڪيو وڃي. هڪڙو عقيدو، جنهن ۾ هينئر اوهان جو اعتقاد نه رهيو آهي، بهرحال، اهو هڪ اهڙي شي آهي، جنهن کي ڪنهن حد تائين اوهين پوءِ به سمجهي سگهو ٿا: پر جڏهن مذهبي احساس گم ٿئي ٿو، تڏهن اهي لفظ جن جي وسيلي ماڻهن ان احساس جي اظهار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، سي بي معنيٰ ٿي پون ٿا. اهو سچ آهي ته مذهبي احساس فطرتي طرح ملڪ ملڪ ۾ مختلف آهي، ۽ دور دور ۾ به مختلف آهي — ائين ئي، جيئن شاعرانه احساس مختلف آهي. احساس بدلبو رهي ٿو، توڙي عقيدو ۽ نظريو ساڳيو ئي رهي: اهو ته انساني زندگيءَ جو هڪ اٽل شرط آهي. مون کي دراصل جنهن ڳالهه جو خوف آهي، سا آهي هن احساس جو مڪمل موت. ساڳيءَ ريت هيءَ ڳالهه پڻ ايتري ئي ممڪن آهي ته شاعريءَ لاءِ احساس، ۽ اهو احساس جيڪو شاعريءَ جو بنيادي مواد آهي، سو ڪنهن وقت هر هند بنهه مري ۽ ختم ٿي وڃي: ۽ اهڙي صورتحال پوءِ دنيا ۾ يڪساليت قائم ڪرڻ لاءِ شايد آساني به پيدا ڪري وجهي، جيڪا يڪسانيت کي ماڻهو محض يڪسانيت خاطر محبوب ۽ مطلوب سمجهن ٿا.

[مهراڻ: نمبر ٣ ۽ ٤، سال ١٩٦٠ع]



تنوير عباسي

# جديد سنڌي شاعري

هر دور جي شاعري ان دور لاءِ جديد هوندي آهي. هر دور ۾ ڪي شاعرائيون روايتون چنبڙجي چٽي ويندڙيون آهن، ته وري ڪن نين روايتن جو بنياد پوندو آهي. موت سدائين زندگيءَ جي خوراڪ رهيو آهي، ۽ نه فقط مادي دنيا ۾ زندگي موت جي سهاري تي پلجي ٿي، پر ذهني دنيا ۾ پڻ. ڪي ادبي نظريا مرجهائجو ۽ مريو وڃن ته ڪي جيئو اٿن. هڪ افق تي ڪيئي سج لڪرن. ناهه ۽ ڊاهه، فطرت جو ازلي اصول آهي.

اسان جي ذهني دنيا جون تبديليون نه رڳو اسان جي ادبي قدرن جون واڳون ٿيون موڙين، پر ان سان گڏ اسان جي قومي ۽ فطري لاڙن ۽ زندگيءَ جي مسئلن ڪي منهن ڏيڻ جي انداز ۾ پڻ ڦيرو ٿيون آڻين. ۽ اهي ذهني تبديليون وري بدلجندڙ ماحول ۽ حالات جو ردِ عمل آهن.

اسين نه رڳو مادي اضافيت (physical relativity) جي دنيا ۾ ساهه ٿا کڻون، پر ذهني اضافيت (mental relativity) جي دنيا پڻ پنهنجي پنهنجي اڏيون. هر شاعر ڪائنات ۽ زندگيءَ جي مسئلن کي هڪ مخصوص رنگ ۾ ٿو محسوس ڪري؛ ان ڪري سندس بيان ۽ اظهار، احساس ۽ فڪر پڻ مخصوص ۽ انفرادي ٿيو پوي. هر شاعر جي ذهني اوسر ۾ نه رڳو ماحول، پر ان سان گڏ موروثي اثرات پڻ ڪارفرما رهن ٿا، جنهنڪري هن جي شخصيت منفرد ٿيو پوي، ۽ سندس سوچڻ سمجهڻ ۽ بيان ڪرڻ جو انداز پڻ نرالو ٿيو پوي. هو هر مسئلي کي پنهنجي لاڳاپي ۾ ٿو محسوس ڪري.

جديد سنڌي شاعري هڪ وڏو ۽ اهم موضوع آهي، جنهن جي پوري مطالعي ۽ تحليل جي حق ادا ڪرڻ لاءِ هڪ مسلسل ۽ ڊگهي مضمون جي ضرورت آهي. هونئن ته، عام اصطلاح ۾، اڄڪلهه جو هرڪو شعر جديد شعر ۽ هرڪا شاعري جديد شاعري آهي — پوءِ چاهي اهو شعر پارسي تغزل جو نمونو هجي، ڪلاسيڪي ڪافيءَ جي هيئت جو حامل هجي، يا وري ترقي پسند خيالات جو ترجمان هجي — پر هتي پين ڳالهين کان پاسو ڪري، مان چند خصوصيتن بيان ڪرڻ تي اڪتفا ڪندس، جن موجوده دور جي شاعريءَ کي اڳئين دور کان بلڪل نرالو ڪري ڇڏيو آهي. ان کان اڳ جي جديد شاعريءَ جي انهن خصوصيتن کي بيان ڪريان، هيءُ لازمي ٿو سمجهان ته جن حالتن ۽ جن واقعن انهن خصوصيتن کي جنم ڏنو آهي، تن جو مختصر طور تي جائزو وٺان.

جديد سنڌي شاعريءَ جي اوسر ۽ واڌ گهڻو تڻو پاڪستان جي قائم ٿيڻ بعد ٿي آهي، جيتوڻيڪ ان جو ٻج گهڻو اڳ ۾ پوکجي چڪو هو. هندن جي لڏپلاڻ ۽ اڙدوءَ جي اوچتيءَ اٿل اسان کي پنهنجي انفرادي وجود کي قائم رکڻ تي مجبور ڪيو. هن کان اڳ جي مروج شاعري، فارسي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۽ اڙدوءَ جي استادانه رنگ ۾ رنگيل هئي. ان جو سبب هي هو ته فارسي عرصي کان دفتري زبان ٿي رهي هئي، ۽ اسان جي شاعرن جي اڳين نسل فارسي-خوانده هجڻ ڪري گهڻو تڻو ان جو ئي اثر ورتو. جيئن ئي اسان جي نئين ٽهيءَ انگريزي ۽ ٻين مغربي ٻولين جو اڀياس ڪيو، تيئن اسان جي شاعريءَ ۾ وڌيڪ ندرت ايندي ويئي. اسان جي جديد شاعري هرو ڀرو مغربي فڪر ۽ طرزِ بيان جي تقليد به ناهي، جيئن گذريل دور جي شاعري رڳو فارسي تشبيهن ۽ استعارن جي اجائي اپٽار هئي. جديد شاعرن ته سنڌي لب لهجي ۽ ڪلاسيڪي روايتن کي وڌيڪ اجاگر ڪيو آهي، جيئن هيٺ هلي ظاهر ٿيندو.

هائي اهي بنيادي خصوصيتون بيان ڪندس، جن موجوده دور جي شاعريءَ کي امتيازي رنگ بخشيو آهي:

اسان جي جديد شاعريءَ جو مزاج ۽ لهجو سليس ۽ سادو، وڻندڙ ۽ نرم آهي. ائين ڪري چئجي ته اسان جا شاعر اڄڪلهه پنهنجي 'قومي مزاج' (national temperament) کان باخبر ٿي پيا آهن. سنڌن شعر جو سڀاءُ پنهنجيءَ قوم جو مخصوص سڀاءُ آهي. هنن جي تخاطب جا انداز پيارا آهن: هو پنهنجي پرينءَ کي 'دلربا'، 'مه لقا'، 'مه جبين' ۽ 'ماه وش' بدران 'سائين'، 'سهڻا'، 'منڙا'، 'ماڪيءَ جهڙا'، وغيره لفظن سان ٿا پڪارين. هنن جو پيار، سنڌوءَ جي ماٿريءَ جو، مهراڻ جي مد ۾ ٻڏل پيار آهي. ان ڪري، هنن جي شاعري ۽ هنن جو اظهار فطري ٿيو لڳي.

منهنجا پرين — او بانورا، او سانورا! (اياز)

ڪيتري نه گذري وئي راتڙي گهٽي، سائين! — آءُ ٻي ڪٿي، سائين! (هري دلگير)

او پيدمسٽي، هيري ڪٽي! (گرامي)

تون نه وسار ۽ مان نه وساريان، اڻ مڃي پوجهڳڙو ڇا جو؟ (شيخ راز)

ٻي خصوصيت، جيڪا جديد شاعريءَ جي جان آهي، سا آهي انفراديت. اسان جي جديد دور جي هر سٺي شاعر، ڪوشش ڪري پنهنجي تخليق ڪئي آهي. پنهنجن ذاتي مشاهدن، تجربن ۽ احساسن کي بيان ڪيو اٿس. ان ڪري، هن دور ۾ ڪيترين تشبيهون، استعارا، اصطلاح ۽ محاورا اسان جي شاعريءَ جي دنيا ۾ داخل ٿيا آهن، جيڪي شاعريءَ لاءِ بلڪل نوان آهن. تخليقي صلاحيت شاعريءَ يا ادب جي ڪنهن به حصي جي جان آهي — پوءِ اها تخليق ڪا سُٺي تشبيهه هجي، سٺو استعارو هجي، ڪو سهڻو محاورو ۽ اصطلاح هجي يا ڪو

اعليٰ خيال. روايتي شاعريءَ جي سٽيل ڪٽيل تشبيهن ۽ اصطلاحن کان بيزاري محسوس ڪندي، اسان جي شاعرن پنهنجي چوڌاري نظر ڊوڙائي: هنن ’نرگسِ بيمار‘ جي تصور ڪرڻ بدران لِمن جي ڀُور ۽ سرنهن جي گلن جي سونهن کي سميٽي، پنهنجي شاعريءَ جو ڀاڱو ڀريو.

ڦُٽڻ لڳي آ ميندي، منڙا، نمن جهليو آ ٻور،
ڪيسين رهندين دور!
آءُ سرنهن گل ڪيا، آءُ پرين آءُ! (اياز)

اڄوڪي شاعريءَ ۽ روايتي شاعريءَ ۾ ٻيو نمايان فرق آهي ماحول جو. شاعري دنيا جي ڪنهن به حصي جي هجي، ان جو تعلق انسان جي بنيادي جبلتن (instincts) — مثلاً سونهن سان پيار، وطن دوستي، زنده رهڻ جي چاهنا، وغيره — سان آهي. شاعري جذبن ۽ احساسن جو اظهار آهي، ۽ جذبا ۽ احساس انهن ئي بنيادي جبلتن جي ٿُڙ جون ڏار ڏار شاخون آهن. هر قوم جي شاعريءَ ۾ جيتوڻيڪ اظهار انهن ئي بنيادي جبلتن جي نشاندهي ڪندو آهي، تنهن هوندي به اهو هڪ خاص رنگ ۾ ڍَلُ ۽ ڪنهن خاص ماحول سان وابسته هوندو آهي، ۽ ان قوم جي جغرافيائي، تهذيبي، معاشرتي ۽ نفسياتي صورتحال جو آئينو هوندو آهي. سنڌيءَ ۾ روايتي شاعري، جيئن مٿي لکي آيو آهيان، فارسيءَ کان بيحد متاثر هئي، ان ڪري، ان جو ماحول به ايراني هو — (روايتي محفلون، جن ۾ ساقي شراب ڪٺي پياريندو هو، رند ايندا هئا، جام تي جام طلبيندا هئا، ۽ ’رقيب رُوسيه‘ به موجود هوندو هو، وغيره). سروَ جا وڻ (جيڪي اسان رڳو تاج محل جي تصوير ۾ ڏٺا هئا) ۽ نرگس جا گل (جيڪي مون خواب ۾ ڏٺا آهن) ايتريقدر ته عام بيان ڪيا ويندا هئا، ڄڻ اسان جي گهر گهر ۾ نرگس ۽ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ سروَ جو وڻ آيو آهي. ان مان اهو نتيجو ٿو نڪري ته اسان جا اڳيان شاعر مشاهدي، احساس ۽ تاثر — سيني کان وڌيڪ مطالعي جي اثر هيٺ، ۽ مطالعي جي ئي سهاري تي شاعري ڪندا هئا، جيڪو سندن تخليقي قوتن، مشاهدي جي ڪميءَ ۽ احساس جي ڪُند هجڻ جو ظاهر ظهور ثبوت هو، ۽ منجهن تخليقي قوتن جي نابود هجڻ جو دليل پڻ.

اڄوڪن شاعرن، ’روايتي حسن‘ ۽ ’مطالعي‘ جي سهارن کي ڇڏي، پنهنجي مشاهدي جي قوت کي تيز ڪيو آهي، ۽ پنهنجو احساس وڌيڪ اونهو ڪيو اٿن. سندن شاعري سرنهن جي گلن جي سڳنڌ ڦهلايو ڇڏي، اونداهين راتين ۾ ٽانڊاڻا جهرمر لايو ڏين، ڪونجن جا ولر خيال جي افق تي ڦڙ ڦڙ ڪريو اڏامن، ۽ سنڌوءَ جون لهرون سندن احساسن ۾ اٿل پٿل پيدا ڪريو ڇڏين.

هنن جي شاعري، بنديخانن ۾ ليٽا پائي، قيدين جي حالت ڏسيو اچي، بلڪ قيديءَ جي اندر ۾ پيهي سندس جذبا پڻ ڪڍيو ٻاهر ڪري.

گهٽيءَ سان هت صبح ٿئي ٿو، گهٽيءَ سان هت شام ٿئي ٿي،
وقت ٿري اطلاع ڏئي ٿو، گهٽي ڪيڏا رلگ رچي ٿي!

نندڙي گهٽي، گهٽي شاهي،
پر دل ۾ هردم اونداهي:
اڄ وچ، اڄ وچ، ڀري واري، اونداهيءَ ۾ آءٌ پڌان ٿو،
روشن آ، يا رات اونداهي، اپ ڪي ڀورو ڪين پسان ٿو! (هري دلگير)

اڄوڪي شاعري، ڪَچن گهرن ۽ لوڙهن مان ليئا پائي، اندر جو لقاءُ ڪري ٿي:

ڪُراڙيون پاڻ ۾ ويهي، جُڳن جا راز کوليندي‌يون،
نڪن تي آڱريون نيئي، نرالا ٻول ٻوليندي‌يون،
قطارن ۾ ويهي جيڏيون، جوئان هڪٻئي جون ڳوليندي‌يون،
جڏهن هو پنهنجي سيني تي سيه واسينگ کوليندي‌يون:
تي عاشق بيقرار ايندو،
وٺن تي ٿيندا وسڪارا، سنگهارن ۾ سڪار ايندو،
بهار ايندو، بهار ايندو! (گدائي)

ڪڏهن ڪڏهن شيخ 'راز' جهڙو شاعر ڪنهن ڪوهه طرف وڃيو نڪري، ته ڏندين آڱريون اچيو وڃنس—

ڪوهه جي طرف وري ايندي ڇا؟
جنهن ڪسي مون ڪالهه ڏٺو،
ڍاڪ تي جنهن جي هو هڪڙو گهڙو:
جنهن جي پازيب جي جهنڪار،
جنهن جي چوڙين جي جهٽڪ،
جنهن جي ڪَڙين جي چٽڪ—
چڻ وڳو ساز نئون، راڳ نئون ڪنهن ڳاتو:
۽ پڌم گيت نئون،
منهنجي چڻ شعر جا بندَ،
پاڻ ئي پاڻ نهي راس ٿيا! (شيخ راز)

رات، اڪيلائي، آلکو ۽ ڏيئو—'بردي' ان جو ڪهڙو نه نفسياتي نقشو ڪڍيو آهي:

سياري جي هر رات هيڪاندي مون آ ڏسڪي ڪاٽي،
آلڪي ڪسان سيرانديءَ سيري رکسان روز ڏياٽي! (بردو)

اڄڪلهه جو شاعر ٺهيل ٺڪيل (ready-made) تشبيهن، اصطلاحن، محاورن، بيان ۽ اسلوب جي طريقن بدران پنهنجن ذاتي ۽ انفرادي مشاهدن، احساسن، ۽ فڪر کي پيش ٿو ڪري. هن جي ڪائنات وڏي ۽ ڪشادي آهي، ۽ ان جي سونهن اٿاهه. هو پنهنجي

پڙهندڙ جو ڌيان اهڙين شين ڏانهن ڇڪائي ٿو، جيڪي لکندڙ ۽ پڙهندڙ، ٻنهي جون ڏٺل وائٺل ۽ ڄاتل سڃاتل آهن؛ ان ڪري، هڪ طرف شاعر جو اظهار مڪمل ۽ جامع آهي، سندس شعر تاثر سان ڀرپور آهي ته ٻئي طرف پڙهندڙ سندس شعر کي پوريءَ ريت پروڙي سگهي ٿو، ۽ ان مان پورو پورو حظ حاصل ڪري ٿو.

جديد شعر جي ٻي خصوصيت آهي پنهنجي ڪلاسيڪي ادب جي ورثي کي سنڀالڻ. اسانجن ڪلاسيڪي شاعرن (شاهه، سچل، سامي ۽ حمل وغيره) جي شعرن جي هيئتن — مثلاً بيت، ڪافيءَ ۽ وائيءَ — ۽ موضوعن کي وري نئين سر هن دور جي شاعرن ٻيهر جيارڻو آهي. اڄڪلهه بيت، ڪافي، دوها ۽ وايون ٻن مختلف طريقن سان لکيون وڃن ٿيون: هڪ گروهه انهن جا موضوع، ٻولي ۽ اسلوب ساڳيا ڪلاسيڪي رکيا آهن، ته ٻئي گروهه رڳو هيئت ساڳي رکي ان جا موضوع ۽ اسلوب توڙي ٻولي مٽائي ڇڏي آهي.

پهرئين گروهه جيئن ته رڳو روايت ۽ تقليد جو سهارو ورتو آهي، تنهنڪري ان جو ذڪر اجايو ٿيندو. انهن جو حال به اهڙو آهي، جهڙو فارسيءَ جي تقليد ڪندڙ غزلگو شاعرن جو. رڳو محاورن جي ورجائڻ جا ٿهيل ٺڪيل موضوع ڪٺي لفظن کي ٻڌڻ سان ڪو ڪارنامو ته ڪونه ٿيندو؟

ٻئي گروهه انهن ئي هيئتن ۾ نوان موضوع آندا آهن. مثلاً، ڊاڪٽر علي احمد 'ڪافي ١٩٦٠'، "ٻڌ اٿم جا ڏڏڪارا"؛ يا اياز جو بيت،

سدا آهي ساهه کي، ڪيي جي ڪولا،
ڊوبنا ڊولا، ناهي ساڄهه سونهن جي.

ان کان سواءِ، اسان جي ڪلاسيڪي شاعريءَ جا موضوع، اسان جي جديد شاعرن، بدلجندڙ ماحول جي نئين تقاضائن کي مدنظر رکي، هڪ دفعو وري استعمال ڪرڻ شروع ڪيا آهن. سسئي، مارئي ۽ ٻيجل بدران اسان جا فارسي زده شاعر قيس-ليليٰ، شيرين-فرهاد ۽ بهزاد جو ذڪر ڪندا هئا. اڄڪلهه جي شاعرن نه رڳو اسان جي ڪلاسيڪي شاعريءَ کي پنهنجو بنياد بڻايو آهي، پر ان جي ڪيترين روايتن کي جديد تقاضائن سان هم آهنگ ڪيو اٿن ۽ نئين رنگ ۾ رڱيو اٿن —

ڏيان آڳ گرنار کي گاهي گاهي،
وري سرو ڊايان، وري چنگ چوريان. (شيخ اياز)

زندگي بنجي نه شل سسئيءَ جا سور، ۽ آس مومل جو ڏهاڳ! (نياز همايوني)

اسان جي جديد شاعريءَ جي چوٿين خصوصيت آهي موضوعن جي فراواني ۽ ندرت. وردسورٿ لاءِ نندي ۾ ننڍو گل ۽ ٻهراڙيءَ جي ڇوڪري، شيليءَ لاءِ چنڊ ولڙ ۽ ڪيٽس لاءِ بلبل، شاعريءَ جا موضوع هئا. اسان جي فارسي زده شاعرن جا موضوع، فطرت جي بدران ڪتابن مان چونڊيا ويندا هئا. سهڻا نظارا، ننڍڙيون ننڍڙيون ڳالهيون ۽ روزمره جا واقعا سندن خيال کي جاڳائي نه سگهندا هئا. اڄ جا شاعر نه فقط پنهنجي ذاتي مشاهدي ۽ فڪر

جي اثر هيئت تخليق ٿا ڪن، پر ان سان گڏ بين الاقوامي معاملن جو رد عمل پڻ محسوس ڪن ٿا: ڇو ته اڄ جي دنيا ۾ ادبي رشتن کي هڪ بين الاقوامي وسعت حاصل ٿي چڪي آهي. شيخ اياز 'هرڻ هنيلا' ۽ 'ٿوهر جو وڻ' جهڙين عام چيزن کي ڏسي زندگيءَ جو فلسفو ٿو سمجهائي، ته هري دلگير 'بمبئيءَ جي شهر' کي ڏسي انسان جي ميڪانڪي زندگيءَ جا راز ٿو سلي، ۽ 'بردو' وري 'چٽن جا گل' ۽ 'واهڻ جي ڇوريءَ' کي ڏسي موج ۾ اچي ٿو وڃي. بين الاقوامي مسئلن تي 'نياز' جو "ايشيا"، بشير موريانيءَ جو "وچ اوير"، ۽ ٻيا اهڙا ڪيئي نظم ملندا.

پنجين، مگر نهايت اهم خصوصيت آهي 'هيئت جا تجربا'. موجوده دور جي شاعرن هيئت جا ايترا ته تجربا ڪيا آهن، جو ان جي بيان ۽ فني ڇنڊڇاڻ لاءِ هڪ ڌار مضمون جي ضرورت آهي. مختصر طور، رڳو ڪي خاص نُڪتا هي آهن:

١. ٻاهرين ٻولين جي شعر جون هيئتون سنڌيءَ ۾ عام ٿي ويون آهن -- جيئن آزاد نظم، سانيٽ، ترائيل، وغيره.

٢. ڪلاسيڪي هيئتن -- بيت، ڪافيءَ ۽ دوهي جو موضوع مٽايو ويو آهي.

٣. ڪلاسيڪي هيئتن، ڪافيءَ ۽ وائيءَ، ۽ فارسي ٽيڪنيڪ واري بحر-وزن کي ملائي، ڪي نيون هيئتون پيدا ڪيون ويون آهن. ان ڏس ۾ بردي ۽ شيخ اياز جو ڪم قابل ذڪر آهي.

٤. گيت کي اهو گيت رهڻ نه ڏنو ويو آهي، پر هڪ بند ۾ مصرعن جي انداز کي گهٽائي وڌائي، ۽ مصرعن ۾ رڪن جي اندازَ کي گهٽ وڌ ڪري، اڪيچار اظهار جا طريقا تخليق ڪيا ويا آهن.

٥. غزل جو فارسيءَ وارو ڪلاسيڪي رنگ: لب لهجو ۽ ماحول مٽائي، ان کي ٺيٺ سنڌي ماحول، اسلوب ۽ موسيقيت جي ويجهو آندو ويو آهي.

مٿين تجربن جا ڪيترا مثال ملندا، جيڪي طوالت جي خوف کان رهڻ ڏنا ويا آهن.

اسان جي شاعريءَ جي ڇهين، آخري ۽ اهم خصوصيت آهي ترنم ۽ موسيقيت. اسان جي اڳئين دور جي شاعرن وٽ موسيقيت ته هئي، پر ان جو آهنگ اسان جو نه پر پارسيءَ جو هو، هر ٻوليءَ کي پنهنجا صوتي اثرات، پنهنجو لب لهجو، ۽ پنهنجي موسيقيت ٿئي ٿي. اسان جي سنڌيءَ جي اصلي موسيقيت کي رڳو اسان جي ڪلاسيڪي شاعرن ۽ جديد شاعرن اپاريو آهي، ۽ ان جو ترنم، آهنگ، ۽ لفظن جي نرمي، جيڪا اسان جي ٻوليءَ جي سونهن آهي، تنهن کي ڪيڏي ٻاهر ڪيو اٿن.

رات انڌيري، هير ٿڌيري، آپ تي تارا ڇايا،
هاءِ پرين ياد آيا!
اڙي چنڊ، اڙي چنڊ، پرين تو تہ ڏٺو ناهہ؟
سندس روپ سندس رنگ ائين آهہ جيئن تون! (شيخ اياز)

ڪرڪن ڪونجون، لاهن مولجهون، سُتا اٿن سودائي، اڄ ياد پرينءَ جي آئي (پردو)

پـلا اوج تنـهنـجو، پـلا مـوج تنهنجي،
عجب تنهنجون چوليون، ڏين دل کي لوليون! (حيدربخش جتوئي)

مٿين مثالن مان معلوم ٿيندو ته رڳو موسيقيت ۽ ترنم اسان جي ٻوليءَ جو پنهنجو آهي. پر ان جي موضوع سان پڻ وابستگي آهي. ان ڪري، شعر وڌيڪ اثرائتا ٿيو پون.

مختصر طور اڄوڪو شاعر، سادي، سولي، سماجي انداز ۾ انفرادي مشاهدي، احساس ۽ فڪر سان، وڻندڙ پياري لهجي ۾، پنهنجي ئي چوڌاري پکڙيل سولهن جو اظهار مٺيءَ موسيقيءَ ڀريل ٻوليءَ ۾ ٿو ڪري، جنهن به شاعر جي شعر ۾ مٿيون خاصيتون نظر اچن ته بنا هٻڪ جي سمجهو ته اهو جديد شاعر آهي.

[مهراڻ: نمبر ۱ ۽ ۲، سال ۱۹۶۰ع]

**وليم ورڊسورٿ**

سنڌيڪار: 'تنوير' عباسي ۽ مراد علي 'اختر'

# 'سريلن گيتن' جو مهاڳ

(Preface to the *"Lyrical Ballads"*)

[پنهنجي ۽ پنهنجي دوست سئموئل ڪالرج (Samuel Coleridge) جي جوڙيل شعري مجموعي "لِريڪل بئلڊس" (سُريلا گيت) جي ٻئي ڇاپي جي مهاڳ طور، انگريزيءَ جي مشهور شاعرِ فطرت وليم ورڊسو َرٿ جو لکيل هيءُ مضمون، ادب جي چند بنيادي مسئلن — موضوع، اسلوب، زبان، وغيره — جي باري ۾ هڪ اهم ۽ تعميري ڪوشش آهي، جيڪا 'مهراڻ' جي پڙهندڙن اڳيان پيش ڪري رهيا آهيون.

١٧٩٨ع ۾ جڏهن 'لريڪل بئلڊس' ڇپجي ظاهر ٿيو، ته انگريزي شاعريءَ ۾ طوفان مچي ويو؛ ڇو ته يوناني ۽ لاطيني علم ادب کان متاثر ٿيل ان وقت جيڪا تقليدي شاعري رائج هئي، هيءُ ڪتاب ان جي مڙني روايتن خلاف ڇڻ بغاوت جو اعلان هو.

انگريزي شاعريءَ ۾ ٻه وڏا متضاد دور آيا آهن: هڪڙو "سجاوت" (elaboration) جو دور، ۽ ٻيو "سادگيءَ" (simplification) جو دور. پهرئين دور تي يوناني ۽ لاطيني علم ادب جو مڪمل اثر هو. شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ انهن ٻاهرين ٻولين جي دقيق ۽ ثقيل لفظن ۽ ترڪيبن جي استعمال کي فخر تي سمجهيو، ۽ لفظن جي پُرتڪلف سجاوت ۽ مشڪل محاورن جي حرفت کي هو شاعريءَ جي اعليٰ خوبي ليکيندا هئا. انهيءَ خاص رجحان جي نتيجي طور، شاعر پنهنجي وقت جي عام زبان کان پري هٽي ويا هئا، ۽ شاعري فقط مٿين طبقي لاءِ مخصوص ٿي ويئي هئي. "ڊرائنگ روم" جي زبان واري اها شاعري عام ماڻهن جي سمجهه کان مٿي هئي، تنهڪري هنن جو شاعريءَ سان ڇڻ ڪو سروڪارئي نه رهيو هو. اعليٰ طبقي جي معمولي ۽ تفريحي معاملن کي پُرتڪلف طريقي ۾ پيش ڪرڻ — شاعريءَ جو مقصد بس ايستائين محدود هو. هيٺئين ۽ وچولي طبقي جي عام ماڻهن بابت گفتگو ڪرڻ يا انهن سان مخاطب ٿيڻ کي شاعريءَ لاءِ بلڪل غيرضروري سمجهيو ويو هو. عام زندگيءَ ۽ فطرت جي براه راست مشاهدي جي ڪا اهميت ئي ڪانه هئي. گلاب جي گل تي شعر جوڙڻ لاءِ باغ ۾ وڃي گلن کي ڏسڻ جي به ضرورت ڪانه هئي؛ بلڪ شاعر پنهنجي ذهني هوشياري سان، قديم شاعرن جي قائم ڪيل ڪنهن بهتر کان بهتر تشبيهه يا استعاري جي ذريعي، گلاب جي گل

بابت پنهنجن خيالن جو اظهار ڪري ڇڏيندو هو. هن قسم جي مصنوعي ۽ روايتي شاعريءَ جو مدار سچوئي شاعر جي ذهن (intellect) تي ٿئي ٿو، جنهن ۾ داخلي جذبن ۽ احساسن جو دخل خيرڪو هوندو آهي. مٿين ڳالهين جي باوجود، انگريزي ادب جي اوسر ۾ هن دور جي شاعريءَ کي بنيادي حيثيت حاصل آهي، ۽ ملٽن ۽ اسپينسر جي شاعري انگريزي ادب جو بهترين سرمايو آهي.

پويون دور 'سادگيءَ جو دور' آهي. هن قسم جي شاعريءَ ۾ تخيل، جذبن ۽ احساسن، ۽ جمالياتي قدرن جو غيرمعمولي غلبو هوندو آهي؛ انهيءَ ڪري، ادب جي اصطلاح ۾، ان کي "رومانوي شاعري" چئجي ٿو. فطرت ۽ ان جا بنيادي قانون جيئن ته رومانوي شاعريءَ جو بنياد آهن، ان ڪري 'سادگي ۽ سونهن' رومانوي شاعرن جو مول مٿو هوندو آهي. گلن ۽ ميون سان ڀريل باغات، سرسبز ٻنيون ۽ ٻارا، وهندڙ پاڻيءَ جون نهرون ۽ جهرڻا، انيڪ قسمن جا پکي ۽ انهن جون لاتيون، هوا ۾ ترندڙ ڪڪرن جا عجيب ڏول، آسمان ۾ چنڊ ۽ تارن جا منڊل، خود هيءَ ڌرتيءَ، ۽ ان تي گذاريندڙ فطرت جي شاهڪار انسان جي سادگي ۽ فطري زندگي — انهن سڀني چيزن ۾ هڪ روماني شاعر لاءِ انتهائي ڪشش ۽ انتهائي مسرت ڀريل آهي. هو، ان ڪري، نه صرف فطرت جي انهيءَ نظام کي چاهي ۽ پسند ڪري ٿو، بلڪ ان ۾ 'سادگي ۽ سونهن' جي فطري سرشتي کي سلامت رکڻ جو پڻ خواهان آهي. انهن خصوصيتن جي ڪري، رومانوي شاعري دراصل ادب جي هڪ جمهوري تحريڪ آهي، جنهن جو بنياد انسان جي انفرادي اهميت، فطرتي شرافت (nobility) ۽ فطرتي مساوات تي ٻڌل آهي. انسان جي روحاني آزادي (liberty of soul)، سماجي برابري (social equality) ۽ جمهوري حقوق (democratic rights) رومانوي شاعريءَ جو مکيه جُز آهن. انهن ئي وصفن جي ڪري، مستند نقاد ڪئزاميان (Cazamian)، پنهنجي "انگريزي ادب جي تاريخ" ۾، 'سرّيلن گيتن' کي "جمهوري اصولن جي جذباتي آپٽار" (sentimental application of democratic principles) — ڪوٺيو آهي.

'انسان ۽ فطرت' جي مٿين نسبتي نظريي جو علمبردار، دنيا جو عظيم مفڪر 'روسو' (Rousseau) آهي، جنهن انسانن کي پهرئين پيري سماج جي 'فطري نظام' سان روشناس ڪرايو، "فطرت جي ميزان ۾ سڀئي انسان هڪجهڙا آهن. بيشڪ انسانيت سڀني جو ساڳيو آهي. انسانن لاءِ انسانن جي محتاجي هڪ خلاف فطرت ڳالهه آهي؛ تنهنڪري هر قسم جي سماجي بُرائي آن مان ٿي ڦٽي، ۽ ان جي دوارن ئي آقا ۽ غلام ٻئي ساڳئي انداز ۾ ذليل، خوار ۽ خراب ٿي پون ٿا": روسو جي اها ئي ترغيب هئي، جنهن فرانس جي اديبن کي جمهوري انقلاب لاءِ تيار ڪيو؛ ۽ اها ئي تعليم هئي، جنهن ورڊسورٿ ۾ پڻ 'انسان جي فطرتي نيڪيءَ' جو اعتقاد پيدا ڪيو. فرانس جي انقلاب ۾ هن انساني آزاديءَ جي زبردست جدوجهد هلندي ڏٺي،

جنهن ڪيس بيحد متاثر ڪيو: پر پوءِ جڏهن انساني خون ڪي ارزانيءَ سان وهندي ڏٺائين، ته هو ان ڪان متنفر ٿي ويو. ليڪن انهيءَ رد عمل هن ڪي فطرت جي وڌيڪ قريب آندو — ايتريقدر جو هو فطرت جو پوڄاري بنجي پيو، ۽ انگلنڊ ۾ ان وقت جيڪا نئين مشيني صنعت رائج ٿي رهي هئي، هو ان جي به مخالفت ڪرڻ لڳو. هن سائنسي صنعتڪاريءَ ڪي انسان جي 'روحاني آزاديءَ' جي خلاف ٿي سمجهيو. صنعتڪاريءَ جي نئين سماج جو بنياد سرمائيدارانه خود غرضيءَ تي هو، جنهن ۾ هڪ طرف عوام جي وڏي اڪثريت مزدورن ۾ تبديل ٿي رهي هئي، ۽ ٻئي طرف، آدمشماريءَ جي واڌ سبب، فطرت جا سرسبز ۽ حسين منظر ۽ سادي سودي فطري زندگي اجاڙ ٿي رهي هئي. (١٧٨٠ع ڪان ١٨٣٠ع تائين رڳو گلاسگو شهر جي آبادي پنجوڻي ٿي ويئي هئي.) ازانسواءِ، ورڊسورٿ خود 'ليڪ ڊسٽرڪٽ' جي ڳوٺاڻي ماحول جو پليل هو، جنهن ۾ هن لاءِ فطرت ۽ فطري زندگيءَ جو مطالعو موجود هو. اهي ئي اسباب هئا، جن ورڊسورٿ جي "انسان ۽ فطرت" (Nature and Man) واري 'رومانوي شاعريءَ' ڪي جنم ڏنو.

ورڊسورٿ انگريزي شاعريءَ جي "رومانوي تحريڪ" جو اڳواڻ هو. اڳ جي يوناني ۽ لاطيني ادب جي تقليدي، روايتي ۽ پيچيدي زبان واري شاعريءَ ڪي عام ماڻهن جي سادي سودي زندگيءَ ۽ انهن جي سليس بوليءَ ڏانهن موٽائڻ جي خيال سان، ورڊسورٿ، پنهنجي مشفق دوست ڪالرج جي شراڪت سان، تجربي طور، "سريلن گيتن" جو مجموعو ڇپائي پڌرو ڪيو، جو "عوام جي لاءِ، عوام جي زبان ۾" ڪيل شاعريءَ جو مثال هو. فطرت جو براهراست مشاهدو، انفرادي سوچ، ۽ زبان جي سلاست انهيءَ شاعريءَ جون خاص خوبيون هيون. هيءَ 'رومانوي شاعري'، ان وقت جي مروج 'ڪلاسيڪي شاعريءَ' خلاف زبردست احتجاج هو، جنهن انگريزي ادب ۾ هلچل مچائي ڏني. ورڊ سورٿ جو "سُريلن گيتن جو مهاڳ" ان وقت جي انگريزي شاعريءَ تي ڀرپور تنقيد آهي. ان طرح، اوچ سماج جي تقليدي بندڻن واري روايتي شاعريءَ ڪي نئين موڙ بخشڻ جي جيڪا ابتدا ورڊسورٿ ۽ ڪالرج ڪئي، تنهن ڪي بائرن، شيلي، ڪيٽس وغيره جهڙن نوجوان شاعرن اڳتي وڌايو، ۽ اها "رومانوي تحريڪ" پوءِ سڄي انگريزي ادب تي ڇانئجي ويئي.

جديد سنڌي شاعريءَ ۾ پڻ اهي ئي رجحان وڏي ويجهي رهيا آهن، جيڪي انگريزي شاعريءَ ۾ 'رومانوي دور' جي پرورش جو باعث بڻيا. مقصد ۽ موضوع، زبان ۽ اسلوب جا مسئلا اسان جي ادب ۾ مناسب اهميت حاصل ڪري رهيا آهن. شاهه صاحب جي دور ڪان پوءِ، جديد سنڌي شاعريءَ ۾ رومانوي عنصر اسان ڪي ڪشچند "بيوس" (١٨٨٥ع — ١٩٤٧ع) جي شاعريءَ ڪان ملي ٿو. ان وقت، گهڻي وقت ڪان، شاعري چند ٺهيل ٺڪيل ۽ مخصوص ٿي ويل موضوعن، خيالن ۽ ترڪيبن جي روايتي تڪرار تي اچي بيهي رهي هئي.

ان جي ارتقائي امڪانن تي جمود طاري ٿي چڪو هو، ۽ ان جي حيثيت محض ڪلاسيڪي ۽ روايتي شاعريءَ جي وچي رهي هئي. ”بيوس“ انهيءَ جمود کي ٽوڙي، عام تقليدي روش ڪان پري هٽي، سنڌي شاعريءَ کي اهي نوان نغما عطا ڪيا، جن نئين نسل جي موجوده رومانوي شاعريءَ کي جنم ڏنو. هن پنهنجي آسپاس جي ٻُڌل ۽ عام ماڻهن جي ڳالهايل ٻوليءَ کي پنهنجي شاعريءَ جو وسيلو ڪري ورتو؛ روزمره جي ساديءَ ۽ فطري زندگيءَ کي هن پنهنجن خيالن جو مرڪز بنايو؛ سماج جي عام طبقي جي ماڻهن ۽ فطرت جي معمولي نظارن کي هن پنهنجن موضوعن لاءِ منتخب ڪيو؛ ۽ پنهنجن جذبن ۽ احساسن کي پنهنجي ئي پيرايي ۾ پيش ڪرڻ شروع ڪيائين. ان لاءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب جا لفظ آهن: ”مضمون ۽ عبارت ٻئي اصلي آهن، ۽ نه نقلي... ڪشنچند سنڌي شعر لاءِ هڪ نئين واٽ گهڙي آهي... قدرت جا رواجي نظارا، جي رواجي طرح هوند ڪهڻ کي خيالن ۾ به ڪين اچن، سي پروڙي، انهن جو چيدن لفظن ۾ چٽو نقش چٽيو اٿس“—(”شيرين شعر“ جو مهاڳ). خلافت ۽ ڪانگريس جي قومي هلچل جو زمانو هو؛ پريسن قائم ٿيڻ ڪري ڪتاب ۽ رسالا ڇپجي عام تائين پهچڻ لڳا هئا؛ ازان سواءِ ”بيوس“ خود به سادو سنڌي ماستر هو: اهي مڙئي ڳالهيون هن جي موضوع توڙي اسلوب ۽ زبان جي جدت ۽ ساديءَ جو سبب بنيون. انهيءَ سلسلي کي پوءِ ڪيئلداس ’فاني‘، نارائڻ ’شيام‘، شيخ ’اياز‘، هري ’دلگير‘، شيخ ’راز‘ ۽ ٻين جديد شاعرن زور ونايو، ۽ اهائي رومانوي تحريڪ موجوده سنڌي ادب تي ڇانيل آهي.

ادب جا ڪي اهڙا مشترڪ مسئلا به ٿين ٿا، جن کي هر زبان جي ادب ۾ ساڳيءَ اهميت سان سوچيو وڃي ٿو. اڄ جو اديب ۽ شاعر جنهن دور مان گذاري رهيو آهي، سو سائنس ۽ صنعت جي انتهائي حيرت انگيز انڪشافن جو دور آهي. هڪ طرف انسان جي چنڊ تي خيمن کوڙڻ جي ترقي نظر ۾ آهي ته ٻئي طرف ڌرتيءَ تي ائٽم ۽ هيڊروجن بمن جي تباهه ڪُن تحريڪ جا خطرا موجود آهن، جيڪي انساني سماج ۽ فطرت جي سمورن نظارن کي يڪسر ختم بلڪ ناپيد ڪري ڇڏيندا. اهڙي نازڪ صورتحال ۾، اڄ جي ادب ۽ شاعريءَ لاءِ انسان جي ’روحاني آزادي‘ ۽ فطرت جي محافظت جا ڪهڙا قدر (values) ٿي سگهن ٿا؟ سڄي دنيا جا دانشور هن اهم ترين انساني مسئلي تي سوچي رهيا آهن؛ ۽ سڄي دنيا جا باشعور عالم ۽ اديب هن سوال جي اهميت کي محسوس ڪري رهيا آهن. اهوئي سوال هو جيڪو ’ورڊسورٿ‘ کي به پيش آيو هو، ۽ هن سائنسي ايجادن جي مخالفت شروع ڪئي هئي. هو انهيءَ غلط فهميءَ ۾ هو ته سائنس روحانيت کي روڪي ٿي—۽ نئين صنعتڪاريءَ کي روڪي سگهڻ ان وقت البت ممڪن به ٿي سگهيو ٿي—ليڪن اڄ انهيءَ مسئلي جي نوعيت بلڪل بدلجي ويئي آهي. اڄ جي اديب کي سائنسي ايجادن کي روڪڻو نه آهي، بلڪ سائنس جي ان وقت وارين سماجي ناانصافين (social injustice) کان بچڻ جي جدوجهد ڪرڻي آهي. سائنس

۽ روحانيت گڏوگڏ هلي سگهن ٿا؛ بلڪ سائنسي بُرائين کان بچڻ لاءِ انسان جي 'روحاني آزادي' (liberty of soul) ۽ 'فطرتي مساوات' تي زياده زور ڏيڻ جي ضرورت آهي.

مٿئين مسئلي جي آپٽار ان ڪري مناسب ڄاتي ويئي، ڇاڪاڻ ته اسان جي اديبن ۽ شاعرن جو انهن حالتن کان متاثر ٿيڻ لازمي آهي؛ ۽ انهن ئي حالتن هيٺ اسان کي پنهنجي ادب جي مقصد ۽ موضوع، اسلوب ۽ زبان جا قدر مرتب ڪرڻا آهن. سنڌ جو عام طبقو غير تعليم يافته، سادو، ۽ گهٽ ادبي مذاق رکندڙ آهي: ڪيس زماني سان روشناس ڪرائڻ، ۽ وقت جي سائنسي خطرن جي شعور ڏيڻ لاءِ اسان کي سنڌس ئي ذهن ۽ زبان جو سهارو وٺڻو پوندو. ورڊسورٿ جي هن مقالي کي، ان ڪري، محض ادبي اعتراضن کي اڳيان رکي نه، بلڪ عام ادبي ضرورتن جي روشنيءَ ۾ مطالع ڪرڻ گهرجي. ضرورت آهي ته اسين 'سادگي ۽ سونهن' کي پنهنجي ادب جو اهم قدر قرار ڏيون، ۽ ان جو بنياد پنهنجي ديس جي اصليت تي رکون — شمشيرالحيدري]

---

[**ورڊسورٿ ۽ سندس شاعراڻو نظريو.** ڪالرج هڪڙي هنڌ اعتراف ڪندي لکيو آهي: "ورڊسورٿ هڪ عظيم انسان آهي؛ اهو انسان، جنهن جي بزرگيءَ ۽ فضيلت اڳيان آءٌ پاڻ کي هيچ سمجهان ٿو." ورڊسورٿ ۽ ڪالرج ٻئي پاڻ ۾ گهرا دوست هئا. هنن جي دوستي انگريزي ادب ۾ هڪ مثالي دوستي آهي، ۽ "سُريلا گيت" (Lyrical Ballads) انهيءَ دوستي جو ثمر آهي. ورڊسورٿ جي زندگيءَ جو اهو زمانو وڏي اهميت وارو آهي، جنهن ۾ هو ڪالرج جي قريب هو. هيءُ اهوئي دور هو، جنهن ۾ ورڊسورٿ جي شاعراڻي عقيدي جو بنياد پيو. انهيءَ زماني کان ويهه ورهيه پوءِ، جڏهن ڪالرج "Biographia litereria" لکيو، تڏهن نهايت منصفانه طريقي تي پنهنجي قديم دوست ورڊسورٿ جي شاعراڻن نظرين جي ڇنڊڇاڻ ڪري، انهن جي خامين ۽ ڪوتاهين تي سخت تنقيد ڪئي.

"سريلا گيت"، عام ماڻهن جي 'صحيح' ٻوليءَ ۾ لکيل گيتن جو مجموعو، ورڊسورٿ ۽ ڪالرج گڏجي، بطور تجربي، سن ١٧٩٨ع ۾ هڪ جلد ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. اهي گيت، جيئن انهيءَ ڇاپي جي مختصر مهاڳ ۾ ڄاڻايل آهي، خاص ڪري هن خيال سان لکيا ويا هئا ته "خاطري ڪجي ته سماج جي وچين ۽ هيٺين طبقي جي ماڻهن جي گفتگو واري ٻوليءَ کي شاعراڻي لطف حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيتريقدر استعمال ڪري سگهجي ٿو." انهيءَ ڇاپي جي شايع ٿيڻ کان پوءِ جلد ئي ورڊسورٿ جرمنيءَ جي سير تي روانو ٿيو؛ ۽ جڏهن اتان واپس وريو، تڏهن "سُريلا گيت" جو ٻيو ڇاپو ٻن جلدن ۾ شايع ٿيو. انهيءَ ڇاپي جي اهميت جو مدار ان "مُهاڳ" (Preface) تي آهي، جنهن ۾ ورڊسورٿ پنهنجن شاعراڻن تجربن، اسلوب بيان

۽ نظرين جي ”تائيد ۽ بچاءُ“ ۾ مدلل بحث ڪيو آهي. اهو ”مهاڳ“، انگريزي ادب جي روايتن سان ڇڻ تہ بغاوت جو ’اعلان نامو‘ هو. وردسورٿ جي دعوا تہ ”نثر ۽ نظم جي ٻوليءَ ۾ ڪوبہ بنيادي فرق ڪونہ آهي ۽ نہ ئي ٿي سگهي ٿو“ــ قديم ادبي روايتن ۽ اصولن تي زبردست حملو هو.

وردسورٿ فطرت جو پرستار آهي. هو فطري حالتن ۽ شين کي غيرفطري ۽ بناوتي شين تي ترجيح ڏئي ٿو. اهوئي سبب آهي جو هو ٻوليءَ جي بناوتي ۽ غيرفطري اسلوبن ۽ محاورن کي ڌڪاري ٿو. هن جي خيال موجب، ”شاعري سڀني علمن جو سرچشمو آهي“، ۽ جيڪڏهن شاعرانہ ٻولي عام ٻوليءَ کان مختلف آهي تہ ان جو صحيح مقصد حاصل ٿي نٿو سگهي؛ ڇاڪاڻ تہ جڏهن شاعري محض اعليٰ طبقي لاءِ هوندي ۽ عام زندگيءَ سان ان جو ڪوبہ واسطو نہ رهندو، تڏهن ان جو سمورو جوش ختم ٿي ويندو، ۽ اها فقط جمالياتي تفريح جو باعث ٿي پوندي: سچي سونهن ۽ سوڀيا فطرت ۽ عام زندگيءَ ۾ آهي، جنهن جي مطالعي ۽ مشاهدي کان پوءِ ئي سچا احساس ۽ اُمنگ جاڳن ٿا، ۽ صحيح شاعري وجود ۾ اچي ٿي.

وردسورٿ جا اهي نظريا ارڙهين صديءَ جي ’ڪلاسيڪي تحريڪ‘ (Classical movement) جو ردعمل آهن، جنهن ايلزبيٿ دور (Elizabethan age) جي ارتقا واري سلسلي کي بنھ ٽوڙي ڇڏيو هو. بقول هڪ نقاد، ”انهيءَ (ڪلاسيڪي) دور جو تعلق انگريزي ادب جي ڪنهن بہ دور سان ڪونهي“؛ ڇاڪاڻ تہ ”ٻين دورن جي شاعرن ۽ ارڙهين صديءَ جي شاعرن جي وچ ۾ هڪ زبردست کاهي آهي، جيڪا لنگهي نہ ٿي سگهجي.“ ڪلاسيڪي شاعرن وٽ جذبي ۽ جوش جي ڪابہ اهميت ڪانہ آهي، ۽ نہ وري عام زندگي انهيءَ لائق آهي جو آن تي هو پنهنجو ڌيان ڏين. هنن جو فڪري مرڪز ۽ شاعرانا موضوع غيرفطري واقعا يا فلسفي جا ڳُوڙها مسئلا آهن، يا تہ وري اعليٰ طبقي جي زندگي. هو علم عروض جي اصولن ۽ روايتن جا پابند آهن، ۽ انهن جي پيروي ڪندي فخر محسوس ڪن ٿا. ڪلاسيڪي تحريڪ شاعرن جي انفرادي آزاديءَ ۽ بيساختگيءَ کي سلب ڪري ڇڏيو، ۽ هنن کي عام زندگيءَ مان موضوعن چونڊڻ، پنهنجن خيالن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ نئين روپ (form) اختيار ڪرڻ، ۽ موضوع مطابق نَون بحرن وزنن ايجاد ڪرڻ جي تمام گهٽ اجازت ڏني. انهيءَ جي برخلاف، وردسورٿ جو دور، ايلزبيٿ دور واريءَ ’رومانوي تحريڪ‘ (Romantic movement) جي سجاڳيءَ جو دور آهي. هن دور ۾ وري جوش ۽ ولولي، تيزيءَ ۽ تنديءَ، ڳُوڙهي مشاهدي ۽ زوردار اُمنگن کي شاعريءَ جون خاص صفتون سمجهيو ويو. ’رومانوي دور‘ واٽس ڊيونٽن (Watts Dunton) جي چوڻ مطابق، ”نظم ۽ نثر ۾ حيرت‌انگيز واقعن جي تجديد جو دور آهي.“ روماني شاعريءَ ۾ ڀرپور خيالَ ۽ هيئت نرالي آهي. ان ۾ شاعر جي ذوق ۽ خيالن کي روايتن ۽ اصولن تي ترجيح ڏني وڃي ٿي. عشق ۽ محبت جون نراليون

ڪيفيتون، فطري نظارن جي سونهن، ۽ انساني زندگيءَ جو مطالعو، روماني شاعرن جا خاص موضوع آهن. روماني شاعر روايتن ۽ اصولن جو پابند ڪونهي، بلڪ هو پنهنجن احساسن ۽ امنگن کي، موضوع مطابق، ڪنهن به روپ ۾ ظاهر ڪري سگهي ٿو. اها روماني تحريڪ ئي آهي، جنهن بائرن، شيلي، ڪيٽس، ٽيني سن ۽ براڻوننگ جهڙا عظيم شاعر پيدا ڪيا، جن پنهنجي فڪر ۽ نون نون تجربن سان انگريزي ادب کي مالامال ڪري ڇڏيو. ورڊسورٿ انهيءَ ئي تحريڪ جو اڳواڻ ليکيو وڃي ٿو.

ورڊسورٿ نه فقط هڪ شاعر آهي، بلڪ هڪ ماهرِ نفسيات ۽ فيلسوف به آهي. هو پنهنجي شاعريءَ ۾ فطرت جي بنيادي قانونن کي ڳوليندو نظر اچي ٿو. سندس موضوع سماجي مسئلن، سياسي معاملن ۽ روزاني زندگيءَ جي عام واقعن ۽ حادثن مان چونڊيل هوندا آهن، ۽ هو انهن جي اخلاقي ۽ روحاني قدرن جي روشنيءَ ۾ ڇنڊڇاڻ ڪري، انهن مان نتيجا ڪڍي ٿو ۽ انهن جو پرچار ڪري ٿو. انسانذات جون عام خوبيون هن جي فڪر جو مرڪز آهن، ۽ هن جي نظمي قصن جا ڪردار به عام انسان آهن. ڪٿي اسڪول جو استاد آهي، ڪٿي ڪا نوجوان ۽ الهڙ ڇوڪري آهي، ڪٿي پوڙهو ريڊار ۽ ان جو پٽ آهي، ته ڪٿي وري ڪو ڪُڙاڙو فقير آهي—اهي سڀئي معمولي انسان آهن: پوڙها ۽ جوان، زالون ۽ ٻار، جيڪي سماج جي سڀني بناوتي ريتن ۽ رسمن کان پاڪ ۽ صاف آهن—اُهين، جيئن فطرت کين بنايو آهي. نه فقط ايترو، پر ورڊسورٿ پنهنجي گذريل زندگيءَ جي تجربن ۽ مشاهدن کي نون نون تجربن جي ڪسوٽيءَ تي پرکي، سچ ۽ حقيقت کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهوئي سبب آهي، جو ٻين شاعرن جي مقابلي ۾ ورڊسورٿ جي شاعريءَ ۾ سوانحي رنگ تمام گهڻو آهي— ('Prelude' سندس گذريل زندگيءَ جي تجربن تي ٻڌل هڪ مشهور طويل نظم آهي.) ورڊسورٿ چاهي ٿو ته هرهڪ پڙهندڙ سندس شعرن جو صحيح مقصد سمجهي، ۽ ان مان اخلاقي سبق حاصل ڪري: دراصل "هر عظيم شاعر هڪ معلم آهي، ۽ آءٌ چاهيان ٿو ته مون کي به هڪ معلم ڪري سمجهيو وڃي، يا نه ڪجهه به نه." هن لارڊ بيومانٽ ۽ ليڊي بيومانٽ (Lord Beaumont & Lady Beaumont) کي هڪ خط ۾ لکيو: "منهنجن نظمن ۾ ورلي ڪو نظم هوندو، جنهن ۾ پڙهندڙ جو ڌيان ڪنهن اخلاقي مقصد، ڪنهن عام اصول، يا فڪري قانون، يا انسان جي ذهني خوبيءَ ڏانهن نه ڇڪايو ويو هجي." "انهن مان هرهڪ نظم ۾"، هن پنهنجي 'مهاڳ' ۾ لکيو آهي، "ڪونه ڪو مقصد رکيل آهي."

جيتوڻيڪ ورڊسورٿ پنهنجن شعرن جي ٻوليءَ کي مصنوعي ۽ بناوتي محاورن کان پاڪ رکڻ جي هام هنئي آهي، ۽ ان جي بدران اها چونڊ ٻولي استعمال ڪرڻ جي دعوا ڪئي آهي جيڪا "عام زندگيءَ ۾ ماڻهو سچ پچ ڳالهائيندا آهن"، پر هو ڪيترن ئي نظمن ۾ پنهنجي انهيءَ دعوا تي پورو پابند ڪونه آهي. حقيقت ۾، ڪو به شاعر هميشه عام گفتگو

جي ٻولي استعمال ڪري نٿو سگهي: ورڊسورٿ جي دعوا جو مقصد فقط هي آهي ته شاعرائي ٻوليءَ ۾ 'سادگي ۽ سلاست' هجي، ۽ اها 'نمائشي انداز ۽ خالي طرز ڪلام' کان پاڪ هجي. ممڪن آهي ته ورڊسورٿ جي پيش ڪيل نظرين ۾ ڪو وڏاءُ نظر اچي يا اهي غلط معلوم ٿين، پر انهن ۾ گهڻي قدر صداقت به آهي. هن شاعرائي ٻوليءَ جو پوريءَ طرح جائزو ورتو، ۽ ان مان اهي حصا چونڊي استعمال ۾ آندا، جن جي ڪاڻ شاعرائي اهميت ڪين هئي. هن هڪ طرف ڪلاسيڪي اسلوب بيان تي ضرب هنئي، ۽ ٻئي پاسي شاعرائي ٻوليءَ ۾ استعمال لاءِ اهي لفظ مهيا ڪري ڏنا، جيڪي گهڻي وقت کان شاعريءَ مان خارج سمجهيا ويندا هئا. ورڊسورٿ شاعريءَ ۾ فطرت ۽ عام انساني زندگيءَ جي موضوعن کي استعمال ڪري، ان جي دائري کي وسعت ڏني. هن ٻڌايو ته فطرت جي ڪا به شي چاهي ڪيتري به حقير ۽ غيراهم ڇو نه هجي، يا انساني سماج جو ڪو به طبقو ڪٿي ڪيترو به هيڻانهون ۽ خسيس هجي، شاعريءَ ۾ اهي استعمال ڪرڻ لائق آهن — ۽ اها حقيقت آهي ته ورڊسورٿ "اهي سڀئي ڳالهيون اهڙي خوبصورت طريقي سان زوراثتن احساسن ۾ بيان ڪيون آهن"، انگريزيءَ جي جڳ-مشهور نقاد وليم هيزلٽ (William Hazlitt) کي چوڻو پيو، "جو ڪانئس اڳ ڪنهن به شاعر ائين ڪونه ڪيو. هن انسان کي فطرت جي نين نين ڪيفيتن ۽ حالتن مان واقف ڪيو. انهيءَ لحاظ کان هو موجوده دور جو هڪ جدت پسند ۽ نئون شاعر آهي — اهڙو شاعر، جنهن جي تحريرن کي وساري نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ ته انهن جو مثال ڪٿي به هٿ ڪونه ايندو."

ورڊسورٿ، شاعر فطرت ۽ شاعر زندگي، انگلنڊ جي ڪاڪرمائوٿ (Cockermouth) شهر ۾ سن ١٧٧٠ع ۾ ڄائو. هن هاڪس هيڊ جي مشهور گرامر اسڪول، ۽ ڪئمبرج يونيورسٽيءَ جي سينٽ جان ڪاليج ۾ تعليم حاصل ڪئي. ڊگري وٺڻ کان پوءِ هو يورپ جي سير تي نڪتو. فرانس، آلپس جبلن ۽ اٽليءَ جو پيرين پيادو سفر ڪري واپس فرانس ۾ آيو، ۽ هڪ سال تائين اتي ئي رهي پيو. فرانس ۾ هو هڪ جراح جي ڌيءَ 'انيٽي وولن' (Annette Vollon) جي دام عشق ۾ گرفتار ٿي پيو، جنهن سان کيس هڪ ڌيءَ به ڄائي. فرانس جو انقلاب ٿي چڪو هو: ان جو ورڊسورٿ تي ايترو ته اثر ٿيو هو، جو گهرو حالتون کيس انگلنڊ واپس اچڻ تي مجبور نه ڪن ها، ته يقيناً هو انقلابين سان ملي وڃي ها. وطن پهچي، ورڊسورٿ، لئڪ ڊسٽرڪٽ (Lake District) جي گريسميئر (Grasmere) ڳوٺ ۾ هڪ جاءِ خريد ڪري، پنهنجيءَ ڀيڻ ڊوروٿي (Dorothy) سميت اتي رهڻ لڳو. سن ١٨٠٢ع ۾ هن کي پيءُ جي جاگير ورثي ۾ ملي، جنهنڪري سندس مالي حالت گهڻي قدر سڌري پيئي. جلد ئي هن پنهنجيءَ ننڍپڻ جيءَ دوست ميري هچنسن (Mary Hutchinson) سان شادي ڪئي، جنهن مان پنج ٻار پيدا ٿيس. انهيءَ وچ ۾ ورڊسورٿ کي هڪ وڏي عهدي واري سرڪاري نوڪري به ملي، ۽ ملڪ الشعراء 'سائوٿي' (Southey) جي مرڻ کان پوءِ، سن ١٨٤٣ع ۾، هن کي

'ملڪ الشعراء' جي لقب سان نوازيو ويو. ورڊسورٿ طبعاً سخت مزاج، وهمي ۽ حساس هوندو هو. هن سن ١٨٥٠ع ۾ وفات ڪئي.

آسي ورهين جي طويل حياتيءَ ۾ ورڊسورٿ گهڻوئي لکيو، ڪيترائي سَير سفر ڪيا، ۽ عوام ۾ بي‌انداز مقبوليت حاصل ڪئي. تعليم واري زماني ۾ ئي هو شعر لکندو هو، ۽ انهن ڏينهن ۾ هن جا ڪي غير اهم نظم ڇپيا به هئا، پر سن ١٧٩٥ع ۾، پنهنجيءَ ذهين ڀيڻ 'ڊوروٿي' ۽ 'ڪالرج' جي صحبت ۾ اچڻ کان پوءِ، هن جي بهترين تخليقن جي ابتدا ٿي. 'The Prelude', 'The ode to Duty', 'The Miscellancous Sonnets', 'The ode on Imitations of Immortality', 'The Ecclesiastical sonnets', 'The Excursion', 'Sonnets dedicated to Liberty'— اهي ورڊسورٿ جا شاهڪار آهن. — مراد علي اختر]

[ 'سيڙيلو، گيتن' جو مهاڳ — ورڊسورٿ]

هنن شعرن جو پهريون ڇاپو اڳ ۾ ئي عام اڳيان اچي چڪو آهي. اهو ڇاپو تجربي طور شايع ڪيو ويو هو، ۽ انهيءَ ڪان سواءِ اها به خاطري ڪرڻي هئي ته احساس جي آپتار ڪرڻ لاءِ عام ماڻهن جي نج ٻوليءَ کي ڪيتريقدر وزن ۽ شعري بندشن ۾ آڻي سگهجي ٿو، ۽ جيڪو لطف شاعر پنهنجي پڙهندڙ کي ڏيڻ چاهي ٿو، اهو ڪيتريقدر حاصل ڪري سگهجي ٿو.

هنن شعرن جي تاثر تي مون ڪو غلط اندازو ڪونه لڳايو هو: ڇاڪاڻ ته مون کي ويساهه هو ته اهي شخص جن ۾ هنن شعرن مان لطف حاصل ڪرڻ جي صلاحيت آهي، سي معمول کان وڌيڪ هنن مان لطف وٺندا؛ ۽ ٻئي طرف، اِها پڪ هيم ته جيڪي ماڻهو هنن کي ناپسند ڪندا، تن جي ناپسندي پڻ معمول کان گهٽ هوندي: پر، منهنجين اميدن جي برخلاف، نتيجو وري هيءُ نڪتو جو ماڻهن هنن مان گهڻو ۾ گهڻو لطف حاصل ڪيو.

منهنجن گهڻن دوستن کي هنن شعرن جي ڪاميابيءَ لاءِ ڏاڍو انتظار آهي. هنن جي خيال مطابق، جن مقصدن کي پيش نظر رکي اهي شعر لکيا ويا هئا، سي جيڪڏهين واقعي حاصل ٿي ويا ته پوءِ يقيناً شاعريءَ جو هڪ نئون باب کُلندو، جيڪو هڪ طرف انسانذات جي دلچسپيءَ جو باعث بڻبو، ته ٻئي طرف وري اخلاقي رشتن کي سنوارڻ ۾ وڌيڪ ڪارائتو ثابت ٿيندو. اهوئي سبب آهي جو هنن مون کي صلاح ڏني ته جنهن نظريي تحت هي شعر لکيا ويا هئا، انهيءَ جي بچاءَ ۾ ڪو تفصيلوار مُهاڳ به لکان. پر آءٌ انهيءَ ڪم کي هٿ ۾ کڻڻ لاءِ تيار ڪونه هوس، جو ڄاتم ٿي ته ائين ڪرڻ سان پڙهندڙ منهنجن دليلن کي

چڱيءَ نظر سان ڪونہ ڏسندو، ۽ گمان ڪندو تہ اُهي خودغرضيءَ جو شڪار ٿي هنن شعرن جي قدر و قيمت وڌائڻ جي تلهيءَ اُميد ۾ اها دليلبازي ٿو ڪريان: انهيءَ ڪان سواءِ منهنجي انڪار ڪرڻ جو وڏو سبب هي بہ هو تہ خيالن کي چڱيءَ طرح بيان ڪرڻ ۽ دليلن کي زوردار نموني ۾ پيش ڪرڻ لاءِ مُهاڳ جو مختصر ميدان ڪافي ڪونهي، ڇالاءِ تہ موضوع جي اهميت جي مدنظر ان کي چٽيءَ طرح ۽ وٽندڙ پيرايي ۾ بيان ڪرڻ لاءِ تمام ضروري آهي تہ هن ملڪ جي موجوده عام ذوق جي آپتار ڪئي وڃي، ۽ اهو پڻ معلوم ڪجي تہ اهو ذوق ڪيتريقدر فائديمند يا نقصانڪار آهي: ۽ انهن ڳالهين کي سمجهڻ لاءِ وري اها حقيقت بہ ظاهر ڪجي تہ ڪهڙيءَ طرح ٻولي ۽ انساني ذهن هڪٻئي تي اثرانداز ٿين ٿا، ۽ ڪهڙي نموني نہ رڳو علم ادب ۾ بلڪ انساني سماج ۾ انقلاب اچن ٿا: تنهنڪري مون ان بچاءَ لاءِ قلم هٿ ۾ کڻي باقاعدگيءَ سان لکڻ کان انڪار ڪيو. انهيءَ هوندي بہ، اُهي سمجهان ٿو تہ هنن شعرن کي، جيڪي مواد جي لحاظ کان عام طرح پسند پيل شعرن کان بلڪل جدا ۽ نرالي قسم جا آهن، سواءِ ڪن تعارفي لفظن جي عام اڳيان پيش ڪرڻ مناسب نہ آهي.

ائين سمجهيو پئي ويو آهي تہ شعر لکڻ وقت شاعر رسمي طور ڪن چاتل جماعتي ضرورتن جي پوراءِي ڪرڻ جو ذمو کڻي ٿو: اهڙيءَ طرح هو نہ رڳو پڙهندڙ کي آگاهہ ڪري ٿو تہ سندس شعر وغيره ۾ فلاڻي طريقي جا خيال نظر ايندا، بلڪ اهو بہ ظاهر ڪندو تہ فلاڻن فلاڻن خيالن کان خبرداريءَ سان پاسو پڻ ڪيو ويو آهي. شعري ٻوليءَ جي انهن علمبردارن ضرور ادب جي جدا جدا دَورن ۾ مختلف ۽ نرالين آسدن کي پئي آيارپو آهي: مثلاً ڪئٽلَس (Catullus)، ٽيرينٽس (Terence) ۽ ليُوڪيريٽيئس (Lucretius) جا دورَ، يا اسان جي پنهنجي ملڪ ۾ شيڪسپيئر (Shakespeare)، بيَومانٽ (Beaumant) ۽ فليچَر (Fletcher) جو دور، يا ڊونَ (Donne)، ڪئولي (Cowley) يا ڊرائيڊن (Dryden) يا پوپ (Pope) جو دور. اُهي شاعر جي انهيءَ وعدي جي صحيح ڪَٿَ ڪري ڪين سگهندس، جيڪو شعر لکڻ وقت هو پنهنجي پڙهندڙ سان ڪري ٿو: پر، بنا شُبهي جي، گهڻن ماڻهن کي معلوم ٿيندو تہ مون انهن شرطن کي پوري ڪرڻ جي ڪابہ ڪوشش ڪين ڪئي آهي. جيڪي ماڻهو موجوده دور جي ڪيترن ئي ليکڪن جي مخصوص محاورن ۽ تصنع واري ٻوليءَ سان هيري ميري ويا آهن، آهي جيڪڏهن هن ڪتاب کي شروع کان وٺي آخر تائين پڙهندا، تہ يقيناً هنن کي ڏاريائي ۽ پريشانيءَ جي خيالن سان ڪشمڪش ڪرڻي پوندي: هو 'شعر' لاءِ هيڏانهن هوڏانهن نهاريندا، ۽ لاچار ٿي سوال ڪندا تہ هنن ڪوششن کي ڪهڙيءَ طرح "شعر" جي لقب سان نوازيو وڃي؟ تنهنڪري، اميد اٿم تہ پڙهندڙ مون کي اجازت ڏيندو تہ هن باري ۾ مون جيڪي ويچاريو آهي، تنهن بابت سمورو بيان ڪريان: ۽ پڻ (جيتريقدر مهاڳ جون حدون اجازت ڏينديون) اهي خاص خاص سبب بہ ٻڌايان، جن مون کي انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ آيارپو هو. اهڙيءَ طرح، گهٽ ۾ گهٽ هو ڪنهن اڻونندڙ خيال ۽ ناراضپي جي بار کان

بہ آجو ٿيندو، ۽ آءٌ پڻ انهيءَ بيحد غيرمانائتي الزام کان ڇُٽي ويندس، جيڪو ذميدارين کان لاعلميءَ ۽ فرض جي پوريءَ طرح بجاآوري نہ ڪرڻ سبب هڪ ليکڪ تي مڙهي سگهجي ٿو.

هنن شعرن لکڻ جو مکيہ مقصد هو تہ روزمره جي زندگيءَ مان ڪي واقعا ۽ حالتون چونڊي، انهن کي پنهنجي وس آهر اهڙيءَ چونڊ ٻوليءَ ۾ بيان ڪيو وڃي، جيڪا سچ پچ عام ماڻهو ڳالهائين ٿا. ساڳئي وقت انهن واقعن ۽ حالتن کي تخيل جي اهڙي رنگ ۾ پڻ رنگيو هو، جيئن عام شين کي غيرمعمولي نموني ۾ پيش ڪري سگهجي. سڀ کان وڏو مقصد هي هو تہ انهن واقعن ۽ حالتن ۾ اسان جي فطرت جي صحيح ۽ بنيادي اصولن کي ڳولي، انهن کي وڌيڪ پُرڪشش بنائڻ لاءِ، خصوصاً اهڙيءَ طرز ۾ بيان ڪيو وڃي، جنهن ۾ جذباتي حالتن هيٺ اسين پنهنجن خيالن جو اظهار ڪندا آهيون. هنن گيتن جي موضوع لاءِ سادي ۽ ڳوٺاڻي زندگيءَ جو ئہ انتخاب ڪيو ويو آهي: ان لاءِ تہ انهيءَ ۾ جذبات تي گهٽ بندش هجڻ ڪري، انهن جي وڌڻ ويجهڻ ۽ پختي ٿيڻ لاءِ گهڻي آزادي هوندي آهي، جنهنڪري اهي صاف ۽ زوردار ٻوليءَ ۾ بيان ٿي سگهندا آهن. زندگيءَ جي انهيءَ حالت ۾ اسان جا بنيادي احساس حد کان وڌيڪ سادا ٿين ٿا، جنهنڪري الهن تي صحيح طريقي سان ويچاري سگهجي ٿو ۽ زوردار نموني ۾ ٻين تائين پهچائي سگهجي ٿو. ڳوٺاڻي زندگيءَ جي رنگ ڍنگ ۾ اهي ئي بنيادي احساس سمايل هوندا آهن: ۽ اهو ئي سبب آهي جو اهڙي ماحول ۾ اهي چڱيءَ طرح سمجهہ ۾ ايندا آهن، ۽ گهڻي وقت تائين جٽاءُ ڪندا آهن. حقيقت ۾ هيءَ هڪ اهڙي حالت آهي، جنهن ۾ انساني امنگ فطرت جي حسين ۽ پائيدار صورتن سان وابسط هوندا آهن. ٻولي پڻ الهن ماڻهن جي استعمال ڪئي ويئي آهي [۽ ان کي انهن نقصن کان پاڪ ڪيو ويو آهي، جيڪي اڻونڊڙ ۽ لاگوار آهن]: ڇالاءِ تہ الهن ماڻهن جو هميشہ اهڙين شين سان واسطو ٿو رهي، جن مان ٻوليءَ جا بهترين حصا حاصل ڪيا وڃن ٿا. الهيءَ کان سواءِ سماج ۾ هنن جي مرتبي ۽ هڪجهڙائيءَ ۽ ظاهري نمائش کان پاڪ صاف سندس تعلقات جي مختصر حلقي سبب، اهي ماڻهو پنهنجن خيالن ۽ امنگن کي ڏاڍي سادي ۽ صاف ٻوليءَ ۾ ادا ڪندا آهن: تنهنڪري آها ٻولي جيڪا مسلسل ۽ بااصول جذبات مان ڦٽي نڪري ٿي، وڌيڪ جٽادار ۽ حڪمت واري آهي — آن ٻوليءَ جي مقابلي ۾، جيڪا شاعر اڪثر استعمال ڪندا آهن، ۽ جنهنڪري هو پاڻ کي انساني همدردين کان پري رکي، اظهار جي بيڪار ۽ هيچ عادتن ۾ مبتلا ٿي، پنهنجيءَ تخليق جي ناپائدار ذوق ۽ ناپائدار بک لاءِ غذا ميسر ڪرڻ جي ٺلهي ڪوشش ڪندا آهن: ۽ اهڙيءَ طرح، پنهنجي انهيءَ هڪ هٺيءَ تي نازان ٿي، ائين سمجهندا آهن تہ هو پاڻ تي ۽ پنهنجي فن تي هڪ وڏو احسان ڪري رهيا آهن (۱).

---

(۱) هتي اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي تہ 'چاسر' جي شعر جا پسند پيل حصا نج ۽ عام ٻوليءَ ۾ آهن، ۽ اڄ تائين پسند ڪيا وڃن ٿا.

منهنجن همعصر ليڪن پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪر توڙي ٻوليءَ بابت جيڪا بيجا ۽ ناروا حرڪتون ڪيون آهن، تن تي اڄڪلهه جيڪي اعتراض اٿي رهيا آهن، انهن ڪان ڪنهن بہ صورت ۾ آءٌ اڻڄاڻ رهي نٿو سگهان. آءٌ يقين سان چوان ٿو تہ اها خامي جتي بہ هوندي، هڪ ليڪڪ جي شخصيت تي ان جو نهايت ئي بُرو اثر پوندو. هي شعر گهٽ ۾ گهٽ اهڙن شعرن ڪان هڪ ڳالهه جي ڪري مختلف نظر ايندا، جو انهن مان هرهڪ شعر ڪونہ ڪو چڱو 'مقصد' رکي ٿو. ائين ڪونہ آهي تہ مون هميشہ ڪنهن اوچي مقصد کي اڳ و رکي پئي شعر لکيو آهي، بلڪ غور و فڪر جي عادت منهنجن امنگن ۾ اهڙي تہ تيزي ۽ پابندي آندي آهي، جو انهن متاثر ڪندڙ شين بابت منهنجي بيان ۾ مقصديت بہ اچي ويئي آهي. جيڪڏهن اها ڳالهه غلط آهي، تہ پوءِ پاڻ کي شاعر سڏائڻ جو مون کي ڪوبہ حق حاصل ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ چڱي شاعري زورائتن جذبن جي اوچتيءَ اُڇل جو نالو آهي؛ ۽ جيڪڏهن اهو صحيح آهي، تہ پوءِ سنا ۽ قدر لائق شعر فقط اهو ماڻهو لکي سگهي ٿو، جيڪو عام ماڻهن ڪان گهڻو حساس ۽ هنن ڪان گهڻي اونهي ۽ پختي سوچ رکندڙ آهي. اسان جي جذبات جي مسلسل وهڪري جي واڳ اسان جي خيالن جي هٿ ۾ آهي، جيڪي دراصل اسان جي ماضيءَ جي احساسن جا نمائندا هوندا آهن. انهن مڪيہ نمائندن جي هڪٻئي سان لاڳاپي کي سمجهڻ بعد، اسان کي اها خبر پوي ٿي تہ انسانذات لاءِ اصل ۾ ڪهڙي شي اهميت واري آهي. انهيءَ عمل جي مسلسل تڪرار ڪان پوءِ اسان جا خيال وڃي انهن اهم شين سان ملندا؛ ۽ جيڪڏهن اسان ۾ شروع ڪان ئي گهڻو عقل ۽ فهم آهي، تہ پوءِ اهي ذهني عادتون پيدا ٿينديون، جن جي اکيون ٻوٽي مشين وانگر پيروي ڪرڻ سان اسين شين کي اهڙيءَ طرح بيان ڪري سگهنداسون ۽ امنگن کي اهڙي نموني ۾ جهونگاري سگهنداسون، جو هڪ طرف پڙهندڙ جي سمجهہ ۾ ويتر واڌارو ٿيندو تہ پئي پاسي وري سندس چاهہ وڌيڪ مضبوط ۽ پاڪ ٿيندو.

مٿي ائين چيو ويو آهي تہ هنن شعرن مان هرهڪ شعر ۾ ڪونہ ڪو مقصد رکيل آهي. هتي هڪ ٻيءَ سبب بہ بيان ڪرڻ ضروري آهي (جيڪو هنن شعرن کي اڄڪلهه جي مقبول شعرن ڪان جدا ۽ علحدو ڪري ٿو) تہ هنن شعرن ۾ جيڪو احساس اپري ٿو، ان جي ڪري عمل ۽ صورتحال کي اهميت ملي ٿي، ۽ نہ عمل ۽ صورتحال ڪان احساسن کي. ڪوڙي تڪلف جو خيال ڪڏهن بہ مون کي ائين چوڻ ڪان ڪونہ روڪيندو تہ هنن خاص شعرن ۾ پڙهندڙن جو ڌيان اهم ڳالهہ ڏانهن ڇڪائڻ جي گهٽ ڪوشش ڪيل آهي، ۽ ان جي بدران موضوع جي اهميت تي گهڻو زور ڏنو ويو آهي — ڇاڪاڻ تہ اهو انهيءَ جي لائق بہ آهي. انسان جي دل ڪنهن شديد ۽ اوچتي اثر پوڻ ڪان سواءِ بہ متاثر ٿي سگهي ٿي؛ ۽ جنهن کي انهيءَ حقيقت جي سڌ ڪانهي، يا اهو بہ پتو ڪونهيس تہ انهن حقيقتن کي هڪٻئي تي ترجيح ڏيئي سگهجي ٿي، سو انهيءَ جي حُسن ۽ خوبصورتيءَ بابت تمام ٿورو احساس رکي ٿو. تنهنڪري، آءٌ سمجهان ٿو تہ انهيءَ لياقت کي پيدا ڪرڻ يا ان کي وڌائڻ هڪ اهڙي وڏي خدمت آهي،

جيڪا هڪ ليکڪ ڪنهن به دور ۾ ڪري سگهي ٿو ــ خاص ڪري هن دور لاءِ اها خدمت بيحد ضروري آهي. گهڻي ئي نامعلوم اسباب آهن، جيڪي اڄڪلهه من جي مستيءَ (قوت) کي گهٽائي، ختم ڪري، ان کي وچي ٿا وحشت جي درجي تي پهچائين. انهن ۾ سڀ کان زياده اثرائتو سبب آهي ـــ روزانه وجود ۾ ايندڙ اهم قومي مسئلا، ۽ شهرن جي گهٽيل آباديءَ ۾ اضافو، جيڪو هنن جي دلين ۾ ڪن نون واقعن لاءِ خواهشون پيدا ڪري ٿو: اهڙيءَ طرح ڪجهه وقت لاءِ هنن کي ذهني آرام ملي ٿو. زندگيءَ جي اهڙي رفتار ۽ رُخ سبب ملڪ جي ادب ۽ ناٽڪن جي نمائش تي به اثر پيو. اسان جي بزرگن ــ خاص ڪري شيڪسپيئر ۽ ملٽن ــ جا بيش بها ادبي ڪارناما، تصوراتي ناولن ۽ جرمنيءَ جي بيمار ۽ واهيات ادب ۽ شعر ۾ بيان ڪيل بيڪار ۽ فضول ڪهاڻين سبب نظرانداز ڪيا ويا آهن. اهڙي ڪِريل ادب لاءِ ماڻهن جو هيءُ چاهه ڏسي، مون کي شرم ٿئي ٿو ته آءٌ پنهنجين ڪمزور ڪوششن جي ڪهڙيءَ طرح انهن سان پيٽ ڪريان! انهيءَ عام بُرائيءَ جي اندازي ڪرڻ کان پوءِ، آءٌ ڪنهن به قسم جي غم جو اثر قبول ڪرڻ نٿو گهران: ڇاڪاڻ ته مون کي انساني دل جي ڪن لافاني ۽ موروثي خوبين جي ڄاڻ آهي، ۽ انهن خوبين تي اثرانداز ٿيندڙ انهن شين جي به خبر اٿم، جيڪي انهن خوبين وانگر ئي لافاني ۽ موروثي آهن. انهيءَ کان سواءِ اهو به پڪو ويساهه اٿم ته جڏهن بُرائي ليکو لنگهي وڃي ٿي، تڏهن ڪي ماڻجهي مرد ان جي مقابلي ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ لڪري اچن ٿا ۽ ان کي ماري ڀڄائين ٿا.

هنن شعرن جي مقصديت ۽ موضوع تي لکڻ کان پوءِ، پڙهندڙن کان 'اسلوب' جي باري ۾ ڪجهه لکڻ جي اجازت وٺندس. هنن شعرن ۾ پڙهندڙن کي مجرد خيالن جا مثال تمام گهٽ نظر ايندا: ۽ ڪٿي ڪٿي ته انهن کي مورڳو نظرانداز ڪري، شاعرائي اسلوب کي نثر کان به مٿي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي: منهنجو مقصد آهي عام ماڻهن جي ٻوليءَ جو نقل ڪرڻ، ۽ جيتريقدر ٿي سگهي ان کي استعمال ڪرڻ ــ ۽ يقيناً اهي مثال عام ماڻهن جي ٻوليءَ ۾ فطرتي طور استعمال ڪونه ٿيندا آهن. حقيقت ۾ اهي 'صنعتون' آهن، جيڪي ڪڏهن ڪڏهن جذبات جي اظهار وسيلي سينگاريون وڃن ٿيون، ۽ مون انهن کي اهڙي ئي نموني استعمال ڪيو آهي: پر، ساڳئي وقت، انهن کي اسلوب جي ميڪانيڪي تجويز ۽ شاعرن جي دعوا مطابق 'شاعريءَ جي روايتي ٻولي' سمجهي، صفا نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي. منهنجي اها خواهش هئي ته پڙهندڙ کي جيتريقدر ٿي سگهي زندگيءَ جي قريب آندو وڃي، جيئن هو صحيح لطف حاصل ڪري سگهي. آءٌ پنهنجيءَ هن دعوا تي گهڻو زور ڏيندس: ۽ انهن جي دعوا ۾ دخل ڪونه ڏيندس جيڪي ٻين پڙهندڙ لاءِ دلچسپي پيدا ڪري سگهن ٿا، پر منهنجيءَ راهه جي بلڪل اُبتڙ راهه تي هلندڙ آهن. هنن شعرن ۾ شاعرائي اسلوب جي ڪمي پڻ موجود آهي. مون انهيءَ کان پاسي ڪرڻ ۾ اوتري ئي تڪليف ورتي آهي، جيتري انهن اصطلاحن کي گهڙڻ مهل ڪئي هيم. اهو سڀڪجهه فقط مٿي ڄاڻايل سبب جي ڪري ئي ڪيو اٿم، ته

جيئن پنهنجي ٻوليءَ کي عام ماڻهن جي ٻوليءَ جي ويجهو آڻي سگهان. مون جيڪو لطف پڙهندڙ کي ڏيڻ چاهيو ٿي، اهو منهنجي خيال مطابق، انهيءَ شاعراڻي لطف کان گهڻو مختلف آهي، جيڪو عام طرح سمجهيو وڃي ٿو. مون کي خبر نه آهي ته اهو لطف ڪهڙي اسلوب جي وسيلي پڙهندڙ تائين پهچايان؛ پر ايترو ضرور چوندس ته مون ڪوشش ڪري پنهنجي موضوع کي نظر ۾ رکيو آهي، جنهنڪري هنن شعرن ۾ بيان جي بناوت گهٽ آهي، ۽ خيالَ اهميت مطابق نهڪندڙ ٻوليءَ ۾ ظاهر ڪيل آهن. اهڙي انداز استعمال ڪرڻ سبب ڪجهه نه ڪجهه ضرور حاصل ٿيو هوندو، پر ائين ڪرڻ سان لازمي طرح مون کي انهن محاورن، اصطلاحن ۽ شاعراڻين صنعتن کان بلڪل علحده ٿيڻو پيو آهي، جيڪي اڄ به شاعريءَ جو موروثي حق سمجهيون وڃن ٿيون. ازان سواءِ، انهن اصطلاحن ۽ محاورن کان به پاسو ڪيو اٿم، جيڪي جيتوڻيڪ خوبصورت ۽ موزون آهن، پر جن کي غلط نموني ۾ ورجائي، شاعرن انهن لاءِ اهڙي ته نفرت پيدا ڪري ڇڏي آهي، جنهن کي ڪنهن به فني طريقي سان مٽائي نٿو سگهجي.

جيڪڏهن اڄوڪا نقاد ڪنهن نظم جي ڪن اهڙين سٽن يا فقط ڪنهن هڪ مصرعي کي ڏسي وٺن، جنهن ۾ وزن-بحر جي پابندي هوندي به اهڙي ٻولي ڪتب آندي وئي هجي جا نثر کان الڳ نٿي ڪري سگهجي، ته پوءِ هو سمجهندا ته انسان هڪ بي هنر شاعر کي ڳولي هڪ وڏي دريافت ڪئي آهي! هاڻ به اهڙا ماڻهو تنقيد جي هڪ يلغار شروع ڪندا — ۽ جيڪڏهن پڙهندڙ هنن شعرن مان لطف اندوز ٿيڻ چاهي ٿو ته انهن تنقيدن کي بنهه نظرانداز ڪري ڇڏي. اهو ثابت ڪرڻ تمام سولو آهي ته هر سٺي نظم جي اڪثر شعرن جي ٻولي وزن ۽ بحر جي پابنديءَ هوندي به نه فقط نثر آهي، بلڪ گهڻيءَ حد تائين شعر جا دلچسپ حصا سهڻي نثر جهڙا پيا معلوم ٿيندا آهن. هنن دليلن جي ثابتيءَ ۾ بي انداز مثال پيش ڪري سگهجن ٿا — خود 'ملٽن' جا شعر به. هتي 'گري' (Gray) جو هڪ ننڍڙو نظم مثال طور پيش ڪجي ٿو. گري، ان گروه جو اڳواڻ هو، جيڪو نظم ۽ نثر ۾ تفاوت رکڻ لاءِ وڏيون وڏيون دليلبازيون ڪندو هو، ۽ جيڪو شاعراڻن اصطلاحن کي پنهنجي سيني کان وڌيڪ چنبڙيل رهندو هو.

'In vain to me the smiling mornings shine,
And reddening phoebus lifts his golden fire:
The birds in vain their amorous descant join,
Or cheerful fields resume their green attire.
These ears, alas! for other notes repine;
*A different object do these eyes reguire;*
*My lonely anguish melts no heart but mine;*
*And in my breast the imperfect joys expire;*
Yet morning smiles the busy race to cheer,
And new-born pleasure brings to happier men;

The fields to all their wonted tribute bear,
To warm their little loves the birds complain.
*I fruitless mourn to him hat cannot hear,*
*And weep the more because I weep in vain.'*

هن مثال مان چڱيءَ طرح معلوم ٿيندو تہ هن نظم ۾ فقط اهي مصرعون ڪنهن قدر لائق آهن، جيڪي مٿي الڳ ٽائيپ ۾ ڏيکاريل آهن؛ باقي سموري نظم ۾، قافيي کان سواءِ، ۽ هڪ ڪتب آيل لفظ "fruitlessly" کان سواءِ — جنهن کي "fruitless" استعمال ڪيو ويو آهي، ۽ جا پڻ هڪ غلطي آهي — جيڪي بہ مصرعون آهن، انهن جي ٻولي ڪنهن بہ صورت ۾ نثر کان جدا ڪري نٿي سگهجي.

مٿئين مثال مان اهو ڏيکاريو ويو آهي تہ شعر ۾ تمام چڱيءَ طرح نثري زبان بہ استعمال ڪري سگهجي ٿي — ۽، جيئن اڳ دعوا ڪئي وئي آهي، هر ڪنهن چڱي نظم جي ڪجهہ حصي جي ٻولي ڪنهن بہ حالت ۾ نثر کان مختلف نٿي ٿي سگهي. پوري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ نظم ۽ نثر جي ٻوليءَ ۾ بنيادي طرح نہ تہ ڪو فرق آهي، ۽ نہ ٿي سگهي ٿو. اسين هميشہ کان شاعريءَ ۽ نقاشيءَ کي هڪٻئي سان مشابهت ڏيندا پئي آيا آهيون، ۽ ٻنهي کي 'ڀينرون' پئي سڏيو اٿئون. پر اسين انهن ٻنڌڻن کي ڪٿي ڳولي هٿ ڪنداسون، جيڪي نظم ۽ نثر جي وچ ۾ تعلق پيدا ڪن ٿا؟ ٻئي هڪ ئي عضوي (زبان) وسيلي ڳالهايا وڃن ٿا، ۽ ٻنهي جو مخاطب بہ ساڳيو ئي آهي؛ ٻنهي جو جسم هڪ ئي مادي مان ٺهيل آهي، ۽ ٻنهي وٽ هڪڙو ئي تاثير آهي، جنهن ۾ تِرَ برابر بہ فرق ڪونهي: شاعري فرشتن وانگر لڙڪ ڪونہ ٿي هاري*، بلڪ فطري ۽ انساني ڳوڙها ٿي ڳاڙي؛ وٽس ڪو بہ اهڙو ملڪوتي مايو ڪونهي، جنهن تي نازان ٿي پاڻ کي مٿي سمجهي: ٻنهي جي رڳن ۾ ساڳيو ئي انساني خون ٿو ڊوڙي.

جيڪڏهن قبول ڪجي تہ قافيو ۽ رديف اهڙي قسم جو فرق پيدا ڪن ٿا، جيڪو نثري ۽ شعري ٻوليءَ جي مٿي ڏيکاريل گهاٽي سٻنڌ کي ٽوڙي ٿو وجهي ۽ ٻين مصنوعي فرقن لاءِ راهہ ٿو پيدا ڪري، تہ آءٌ جواب ڏيندس تہ اهڙي شاعراڻي ٻولي، جنهن جي مون هتي تائيد ڪئي آهي، گهڻي قدر عام ماڻهن جي ٻوليءَ جو انتخاب آهي، ۽ اهو انتخاب پنهنجي حقيقي ذوق ۽ صحيح احساس سبب پاڻ کي بازاري شعرن کان بلڪل الڳ ڪري بيهاريندو؛ ۽ جيڪڏهن اهڙي ٻوليءَ کي وزن ۽ بحر ۾ آڻجي تہ سون تي سهاڳي جو ڪم ڏيندي، ۽ هڪ سڄاڻ ذهن کي محظوظ ڪرڻ لاءِ بلڪل ڪارائتي ثابت ٿيندي. هن کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو فرق اسان کي ملندو؟ اهو ڪٿان ۽ ڪٿان ملندو؟ يقيناً، اهو اتي ڪونهي، جتي شاعر پنهنجي ڪردارن جي واتان ٿو ڳالهائي: اهو تہ اسلوب جي بلندين ۾ ضروري ٿي سگهي ٿو، ۽ نہ وري ان جي فرضي زيب زينت ۾؛ ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن شاعراڻي موضوع جي چونڊ انصاف سان

*ملٽن جي هڪ نظم ۾ 'فرشتن جو روڄ' استعمال ڪيو ويو آهي.

ڪئي ويندي، تہ فطرتاً شاعر جذباتي ٻولي استعمال ڪندو، جيڪا جيڪڏهن صحيح لموني ۾ چونڊي ويئي هوندي تہ يقيناً هڪ شاندار، رنگين، ۽ استعارن ۽ محاورن سان ڀرپور ٻولي هوندي. هتي اِهو انهيءَ لغو ۽ مهمل ڳالهہ چوڻ ڪان جاٿي واٿي نتائج ڪڍڻ گهران ٿو، جيڪا هوند هڪ ذهين پڙهندڙ کي صدمو پهچائي. ڇا، فطري طرح پيدا ٿيندڙ جذبن جي اظهار کي ڪنهن ٻاهرئين ٺٺَ سان سينگارڻ ضروري آهي؟— يقيناً، نہ. مون کي پڪ آهي تہ اهي جملا جيڪي استعارن ۽ ٻين صنعتن سان سينگاريل آهن، سي پنهنجيءَ جاء تي اثرائتا بہ ٿيندا— پر فقط انهن موقعن تي، جڏهن جذبن ۾ ايتري شدت نہ هوندي ۽ اسلوب بيزور ۽ ناڪام هوندو.

پر هنن شعرن جي وسيلي جيڪو حظ اِهو پڙهندڙن کي ڏيڻ گهران ٿو، ان جو شاعريءَ جي صحيح اصولن تي مبني هئڻ تمام ضروري آهي. جيئن تہ اهو حظ بذات خود اسان جي ذوق ۽ اخلاقي احساس لاء اهم آهي، تنهنڪري اِهو هنن ٻين سڀني ڪان علحده راين تي قاصر رهي نٿو سگهان. جيڪي ڪجهہ اِهو چوڻ چاهيان ٿو، ان کي جيڪڏهن ڪي ماڻهو اجائي محنت ڄاڻن، ۽ ائين سمجهن تہ اِهو هڪ اهڙي ماڻهوءَ وانگر آهيان جيڪو سواء ڪنهن دشمن جي ٻيو وڙهي، تہ پوءِ اهڙن ماڻهن کي ياد رکڻ گهرجي تہ ٻاهرينءَ طرح ماڻهو ڪهڙي بہ ٻولي اختيار ڪن، پر جيڪي لظريا اِهو مقرر ڪرڻ گهران ٿو، انهن ۾ يقيناً هنن کي ڪوبہ علمي يقين ڪونهي. پر جيڪڏهن منهنجن نتيجن کي قبول ڪيو ويو، ۽ انهن تي جيترو عمل ڪرڻ گهرجي اوترو عمل بہ ڪيو ويو، تہ پوءِ گذريل ۽ ايندڙ دور جي عظيم شاعرن جي باري ۾ اسان جي تنقيدي توڙي تعريفي فيصلا موجوده دور جي فيصلن ڪان بنهہ مختلف هوندا؛ ۽ انهن فيصلن سبب اسان جا اخلاقي قدر، جيڪي انهن ڪان اثر وٺن ٿا يا انهن تي اثرانداز ٿين ٿا، وڌيڪ صحيح ۽ پاڪ هوندا.

هاڻي، هن موضوع جا عام اصول اڳيان رکندي، اِهو هي پڇڻ ٿو گهران تہ ”شاعر“ لفظ جي معنيٰ ڇا آهي؛ ’شاعر‘ ڪير آهي؛ هو ڪنهن کي مخاطب ڪري ٿو؛ ۽ هن ڪان ڪهڙيءَ ٻوليءَ جي اميد رکي سگهجي ٿي؟ شاعر هڪ انسان آهي، جيڪو انسانن سان ڳالهائي ٿو— هڪ اهڙو انسان، جنهن کي سچ پچ تہ عام ماڻهن ڪان وڌيڪ زنده شعور، گهڻو جوش، ۽ بيحد نازڪ احساس مليل آهن. هن کي انساني فطرت جو وڏو علم حاصل آهي، ۽ هن جو روح عام انسانن ڪان وڌيڪ وسيع ۽ ڪشادو آهي: هڪ اهڙو انسان، جيڪو پنهنجي غم ۽ غصي تي راضي رهي ٿو، ۽ وٽس زندگيءَ جو جيڪو جذبو آهي، ان مان ٻين جي مقابلي ۾ وڌيڪ لطف حاصل ڪري ٿو. هو چاهي ٿو تہ سڄي ڪائنات بہ ساڳئي قسم جي جذبن ۽ امنگن سان تمتار هجي، ۽ جتي بہ هن کي اهي امنگ ۽ جذبا نظر نٿا اچن، اتي انهن کي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. انهن خوبين سان گڏ، هڪ ٻي ۽ اهم خوبي هيءَ آهي تہ شاعر ۾ ٻين ڪان وڌيڪ اهڙين شين ڪان متاثر ٿيڻ جو ڀڙ مادو آهي، جيڪي سندس سامهون ڪين آهن، پر جن ڪان اثر وٺي هو ايترو تہ جذباتي ٿي وڃي ٿو، جڻ تہ اهي شيون سچ پچ سندس اڳيان

موجود آهن. نہ فقط ايترو، پر پاڻ ۾ اهڙن جذبن جاڳائڻ جي قابليت پڻ اٿس، جيڪي هونئن ڪنهن سچي واقعي يا حادثي سبب پيدا ٿيندڙ جذبن کان بلڪل مختلف هوندا آهن، تڏهن بہ (خاص طرح عام همدرديءَ جي انهن حصن ۾، جن مان خوشي ۽ مسرت ملي ٿي) اهي اهڙا هوندا آهن، جڻ تہ سچ پچ ڪنهن واقعي جي ڪري پيدا ٿيا آهن. انهيءَ قابليت جي استعمال سبب، هن ۾ پنهنجن خيالن ۽ احساسن کي ظاهر ڪرڻ جي اهڙي تہ قوت ۽ مستعدي هوندي آهي، جيڪا سواءِ ڪنهن ٻاهرينءَ تحريڪ جي سندس خواهش مطابق آيري اچي ٿي.

ڪنهن بہ شاعر وٽ اها قابليت ڪٿي ڪيتريقدر بہ چونہ هجي، پر ان ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ انهيءَ (قابليت) سبب جيڪا ٻولي هو استعمال ڪندو، آها گهٽي قدر ان ٻوليءَ جي مقابلي ۾ گهٽ درجي جي هوندي آهي، جيڪا حقيقي زندگيءَ ۾ ماڻهو انهن جذبن جي اثر هيٺ ڳالهائيندا آهن، جيڪي جذبا شاعر پاڻ ۾ پيدا ڪرڻ چاهيندو آهي.

مٿئين بيان سان اهو ثابت ٿيو تہ جڏهن شاعر ڪنهن بہ جذبي جو بيان يا نقل ڪري ٿو، تڏهن هن جي انداز جو جيڪڏهين حقيقي ۽ سادي عمل جي طاقت سان مقابلو ڪبو، تہ ميڪانيڪي پيو لڳندو. شاعر جي اها خواهش هوندي آهي تہ پنهنجن احساسن کي انهن ماڻهن جي وڌيڪ قريب آڻي، جن جا هو احساس بيان ڪندو آهي: بلڪ ٻوليءَ ۾ سواءِ ڪنهن تبديليءَ جي نس پس انهن جهڙائي احساس بيان ڪري، چاڪاڻ تہ ان جي ذريعي ئي هن کي اهو خاص مقصد — يعني حظ — پڙهندڙ تائين پهچائڻو آهي. هت ئي هن کي اهو اصول مدنظر رکڻو پوندو، جنهن جي اهميت اڳ بيان ڪئي ويئي آهي. ائين ڪرڻ سان هو جذبن کي وڌيڪ اثرائتو ڪري سگهندو: هن کي احساس ٿيندو تہ فطرت سان چالبازي ڪرڻ بيڪار آهي. اهي اصول جيئن گهڻيءَ محنت سان استعمال ڪندو، تيئن سندس ويساهہ پختو ٿيندو تہ ڪي بہ لفظ جيڪي سندس تخيل انتخاب ڪري ٿو، اهي ڪنهن بہ صورت ۾ صحيح ۽ سچن لفظن کان گهٽ ڪونہ آهن.

پر جيڪو ماڻهو هنن ڳالهين تي ڪوبہ اعتراض نتو ڪري، آهو چئي سگهي ٿو تہ هڪ شاعر لاءِ اهو ناممڪن آهي تہ هو هرموقعي تي جذبن آهر ٻولي استعمال ڪري: اهو ماڻهو هڪ اهڙي ترجمان وانگر آهي، جيڪو ترجمي ڪندي اصل ليکڪ جي خيال جي بلندين کي نہ پهچي سگهندو هجي، ۽ پوءِ پنهنجي گهٽتائيءَ کي لڪائڻ خاطر اصل کان وڌي وڃڻ جي ڪوشش ڪندو هجي. پر انهيءَ صورت ۾ تہ سُستي ۽ بي همتي پيدا ٿيندي. پيو تہ هيءَ اهڙن ماڻهن جي ٻولي آهي، جيڪي سواءِ ڪجهہ سمجهڻ جي ان تي ڳالهائيندا آهن، ۽ جيڪي شاعريءَ کي رونشو ۽ ذهني عيش ڪري سمجهندا آهن. اهي ماڻهو شاعرانئي ذوق بابت هميشہ اهڙيءَ طرح گفتگو ڪندا آهن، جڻ تہ اهو بہ ڪنهن راند جي ذوق وانگر ڪنهن بہ ڌيان جي لائق ڪونهي. ارسطوءَ چيو آهي تہ ”شاعري سيني لکڻين کان وڌيڪ حڪمت واري آهي“— اهو سچ آهي، چو تہ ان جو مقصد ”حقيقت“ آهي. انفرادي ۽ مقامي حقيقت نہ، پر عام حقيقت: ڪا ٻاهرين حقيقت نہ، بلڪ اسان جي دل ۾ آئندڙ زنده جذبن جي حقيقت: اسان جي پنهنجي

حقيقت، جيڪا جنهن تي بہ اثر چڙي ٿي يا جنهن کان بہ اثر وٺي ٿي، ان کي تڪميل تي پهچائي پروسي لائق بنائي ٿي. شاعري ’انسان‘ ۽ ’فطرت‘ جو عڪس آهي. جيڪي رنڊڪون تاريخ نويس ۽ سوانح نگار جي راهہ ۾ پيدا ٿين ٿيون، انهن کان وڌيڪ مشڪل رنڊڪون شاعر کي درپيش اچن ٿيون. ليڪن وقت شاعر تي صرف هڪ پابندي هوندي آهي — ۽ اها آهي انسانذات کي جلد مسرت پهچائڻ جي ضرورت، جنهن جي هن ۾ بحيثيت هڪ وڪيل، ڊاڪٽر، علم نجوم جي ماهر يا فيلسوف جي نہ بلڪ هڪ انسان جي اميد رکي سگهجي ٿي. انهيءَ هڪڙيءَ بندش کان سواءِ ٻي ڪابہ رنڊڪ شاعر ۽ حقيقت جي تصوّر جي وچ ۾ نٿي اچي؛ پر سوانح نگار ۽ تاريخ نويس، ۽ حقيقت جي تصور جي وچ ۾ هزارين شيون حائل ٿين ٿيون.

هن فوري لطف کي پيدا ڪرڻ جي ضرورت کي شاعر جي گهٽتائي نہ سمجهڻ گهرجي. اها ڪائنات جي سونهن جي ڄاڻ آهي — هڪ سچي ڄاڻ، جيڪا رسمي ڪين آهي، پر اڻسڌي ضرور آهي. ۽ انهيءَ شخص لاءِ تہ هي ڪم تمام سولو آهي، جيڪو هن دنيا کي پيار جي نظرن سان ڏسي ٿو. اهو خوشيءَ جو اوائلي اصول آهي، جنهن مان انسان واقف آهي، ۽ جنهن جي سهاري زنده رهي ٿو ۽ هلي چلي ٿو: ۽ انهيءَ خوشيءَ جو اظهار ڪرڻ جڻ تہ انساني عظمت جي اعتراف ڪرڻ مثل آهي. اسان وٽ خوشيءَ جي وسيلي ڦهلجڻ واريءَ همدرديءَ کان سواءِ ٻي ڪابہ همدردي ڪين آهي. جيڪڏهن مون کي غلط نہ سمجهيو وڃي، تہ ائين چوندس تہ جڏهن اسين ڪنهن ڏک تي همدرديءَ جو اظهار ڪريون ٿا، تڏهن حقيقتاً ان ۾ بہ خوشيءَ جو هلڪو ميلاپ هوندو آهي. اسان وٽ حقيقت جي باري ۾ ’مسرت‘ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نظريو ڪونہ آهي، ۽ اسان جي دلين جي مسرت ئي حقيقت جو ٻيو نالو آهي سائنسدان، ڪيمياگر ۽ رياضيدان کي چڱيءَ طرح سڃاڻي ۽ محسوس ڪري ٿو، پوءِ هن کي ڪٿي ڪيترين ئي تڪليفن ۽ مشڪلاتن سان مقابلو ڪرڻو پوي. هڪ علم بدن جي ماهر جو مقصد ڪيترو بہ ڪٺي اوکو هجي، پر هن کي احساس آهي تہ سندس علم خوشيءَ ۾ سمايل آهي؛ ۽ جتي بہ هو خوشي حاصل نٿو ڪري سگهي، اتي هن جو علم ختم ٿيو وڃي. تہ پوءِ شاعر ڇا ٿو ڪري؟ شاعر جي خيال مطابق، انسان ۽ سندس چوڌاري پکڙيل ڪائنات جي هرهڪ شي هڪٻئي تي اهڙيءَ طرح اثرانداز آهي، جنهنڪري ڏک ۽ سک جا وڏا وڏا مونجهارا ۽ پيچيدگيون پيدا ٿيو پون. هو انسان کي سندس فطرت ۽ عام زندگيءَ جي روشنيءَ ۾ ڏسي ٿو، تہ هو انهن مونجهارن تي پنهنجي فوري ۽ ٿورڙي علم، ڪجهہ يقين، ذڪاوت ۽ قياسن جي وسيلي سوچي ويچاري ٿو — ۽ سندس اها عادت بدلجي وجدان جي صورت اختيار ڪري ٿي. هو ڏسي ٿو تہ انسان قلبي جذبن جي ڪيفيت ۽ خيالن جي پيچيدن نظارن ڏانهن نهاري ٿو، ۽ هرهنڌ انهن شين کي ڳولي ٿو، جيڪي هڪدم منجهس سُتل همدردين کي جاڳائين، جن ۾ سندس فطرت جي ضرورتن مطابق بيشمار خوشيون سمايل آهن.

اهو علم جيڪو انسان پاڻ سان کڻيو وتي، ۽ روزانه زندگيءَ جون اهي 'همدرديون' جن ۾ اسين دلچسپي وٺون ٿا، انهن ڏانهن شاعر خاص طرح ڌيان ڏئي ٿو. هو انسان ۽ فطرت کي هڪٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم سمجهي ٿو، ۽ انساني دل کي فطرت جي حسين ترين ۽ دلچسپ خوبين جو آئينو ٿو سمجهي. انسان جي هن سموري مطالعي جي دوران ۾، خوشيءَ جو احساس شاعر کي آماده ڪري ٿو ته هو اهڙي عام فطري انداز ۽ پيار سان مخاطب ٿئي، جيڪو گهڻي محنت ۽ وڏي عرصي کان پوءِ هڪ سائنسدان پنهنجي مطالعي جي وسيلي پاڻ ۾ پيدا ڪري سگهي ٿو. شاعر هجي يا سائنسدان - ٻنهي جو علم هڪ 'مسرت' جو حامل آهي؛ پر انهن مان هڪ جو علم اسان جي وجود ۽ ورثي جو لازمي جُزو آهي، ۽ ٻئي جو ذاتي ۽ انفرادي، جيڪو اسان وٽ تمام دير سان ٿو پهچي ۽ انسان يا انسانيت لاءِ ڪابه سڌي همدردي نٿو رکي. سائنسدان ان حقيقت کي ڳولي، جيڪا اسان لاءِ اڻڄاتل آهي ۽ اسان کان پري آهي، ۽ هو انهيءَ کي اڪيلائيءَ ۾ ويهي ٿو پوجي؛ پر شاعر هڪ اهڙو گيت ٿو ڳائي، جنهن ۾ سموري انسانيت هن سان شامل آهي، جنهنڪري، حقيقت جي موجودگيءَ ۾، هو بي انتها لذت حاصل ڪري ٿو. شاعري سڀني علمن جو ساهه ۽ لطيف روح آهي؛ بلڪ هڪ اهڙو سرچشمو آهي، جنهن مان علم جو چشمو ڦُٽي ٿو نڪري. شاعر لاءِ ائين به چئي سگهجي ٿو، جيئن شيڪسپيئر انسان لاءِ چيو آهي ته "هن جون نظرون ماضيءَ ۽ مستقبل تي کُتل آهن." هو انساني فطرت جي لاءِ هڪ پهاڙ مثل آهي — هڪ حاميءَ ۽ محافظ مثل، جنهن وٽ هرهنڌ ۽ هروقت پيار ۽ محبت موجود آهي. زمين ۽ آبهوا، ٻولين ۽ عادتن، سماجي قاعدن ۽ جذبن جي اختلاف هوندي به، شاعر، شديد جذبي ۽ علم جي وسيلي، سڄيءَ دنيا ۾ پکڙيل ۽ سڀني وقتن سان متعلق سمورن انساني سماجن کي هڪ هنڌ اچي ٿو ڪٺو ڪري. شاعر جا فڪري مقصد هرهنڌ موجود آهن. جيتوڻيڪ انساني نظرون ۽ حواس سندس رهنمائي ڪن ٿا، پر هو جتي به پنهنجي لاءِ احساسن جو ماحول ڏسي ٿو، اتي آڏاڻ لاءِ پَرَ پکيڙي ٿو. شاعري سڀني علمن ۾ پهريون ۽ آخري علم آهي، ۽ انساني دل وانگر لافاني آهي. جيڪڏهن سائنسدان جون محنتون اسان جي حالتن ۾ سڌو يا اڻسڌو مادي انقلاب آڻينديون، ۽ اسان جي انهن احساسن تي (جن سان اسان جو ڳهاٽو سبنڌ آهي) اثر ڪنديون، ته شاعر به خاموش رهي ڪونه سگهندو، پر هڪدم سائنسدان جي نقش قدم تي هلندو؛ نه رڳو عام اڻسڌن اثرن هيٺ، بلڪ ان سان گڏوگڏ سائنس جي نئي شين مان احساس وٺي اڳتي وڌندو: علم نباتات، ڪيميا ۽ علم الارض جون نيون کوجنائون به شاعر لاءِ اهڙيءَ طرح 'موضوع' جو ڪم ڏينديون، جهڙيءَ طرح ٻين هنڌن تي؛ ۽ جي اهڙو ڪو وقت آيو جڏهن اهي شيون اسان لاءِ عام ٿي وينديون، ۽ انهن علمن جي ماهرن وانگر اسين به انهن کي چڱيءَ طرح سمجهي سگهنداسون ۽ انهن مان لطف جو احساس وٺي سگهنداسون، ان وقت شاعر به پنهنجي قدرتي ذات کان ڪم وٺي اهڙي قسم جي ماڻهن سان به اهڙيءَ طرح پيار ڪندو، جهڙيءَ طرح هو اڄوڪي گهريلو ۽ عام انسان سان

ڪري ٿو. تنهنڪري، ائين سمجهڻ نہ گهرجي تہ جيڪڏهن ڪو شاعريءَ جي باري ۾ اعليٰ تصور قائم ڪرڻ چاهي ٿو — جيئن مون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي — سو پنهنجين تصويرن جي سچائيءَ ۽ عظمت کي عارضي ۽ اتفاقي سينگار سان خراب ڪندو، ۽ فن جي وسيلي پنهنجي تعريف ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندو؟

مٿي جيڪي ڪجهہ چيو ويو آهي، تنهن جو تعلق عام شاعريءَ سان آهي. پر خاص ڪري شعر جي انهن حصن لاءِ جتي شاعر پنهنجن ڪردارن واتان ڳالهائي ٿو، اهو چوڻ مناسب ٿيندو تہ صحيح سمجهہ رکندڙ تمام ٿورا آهن، جيڪي ڪڏهن بہ شعر جي ڊرامائي حصن ۾ ڪنهن بہ خاميءَ جي رهجي وڃڻ کي پسند ڪونہ ڪندا؛ ڇاڪاڻ تہ آهي فطري ۽ اصلي ٻوليءَ ۾ لکيل هوندا آهن، ۽ آهي يا تہ شاعر جي پنهنجي اسلوب ۾ هوندا آهن، يا تہ وري عام شاعرن جي رنگ ۾ هوندا آهن، جن مان ڪن سببن ڪري پنهنجا شعر بحر-وزن ۾ لکڻ ڪري اميد ٿي رکي سگهجي تہ اهي خاص ٻولي استعمال ڪندا؛ تنهنڪري اهو ضروري ڪونهي تہ زبان جي انهيءَ تفاوت کي اسين شعر جي ڊرامائي حصن ۾ ٿي ڳوليون. پر وڌيڪ موزون ۽ مناسب اهو حصو آهي، جتي شاعر خود يا ڪردار جي ويس ۾ اسان سان ڳالهائي ٿو. حوالي طور، پڙهندڙ کي ڪٿي تہ مٿي شاعر جي جيڪا تعريف ڪئي ويئي آهي، ان کي وري بہ غور سان پڙهي تہ 'نسلي طور شاعر ٻين ماڻهن کان مختلف ڪونهي، پر ذهني طور ٻين کان البت .ٿانهين درجي وارو آهي.' انهيءَ جو اهو مطلب آهي تہ شاعر عام ماڻهن کان ان ڪري اوچي درجي وارو آهي، جو هو سواءِ ڪنهن خارجي تحريڪ جي ٻين کان جلد سوچي ۽ محسوس ڪري سگهي ٿو، ۽ انهن خيالن ۽ احساسن کي تمام زورائتي نموني سان بيان ڪري سگهي ٿو. پر اهي جذبا، خيال ۽ احساس ماڻهن جا ئي عام جذبا، خيال ۽ احساس آهن: انهن جو تعلق ڇا سان آهي؟ يقيناً اسان جي اخلاقي جذبن ۽ حيواني احساسن سان. انهن کي اڀاريندڙ سببن سان، انهن عنصرن جي ردوبدل سان، هن ڏٺل وائٺل ڪائنات سان، موسمن جي ڦيرگهير سان، سرديءَ گرميءَ سان، دوستن جي وڇوڙي جي زخمن سان، دل جي خواهشن ۽ اميدن سان، غم ۽ ڊپ سان. انهن ۽ انهن جهڙين شين جو ئي شاعر ذڪر ڪندو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي ٻين ماڻهن کي بہ محسوس ٿين ٿيون، ۽ ڪين وڻندائين بہ ٿيون. شاعر جي سوچ ۽ احساس ۾ انساني امنگن جو روح رچيل هوندو آهي: ٻيءَ، اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ سندس ٻوليءَ ۽ ٻين ماڻهن جي ٻوليءَ ۾ ڪو فرق هجي، جيڪي چڱيءَ طرح محسوس ڪري ۽ صاف طرح ڏسي سگهن ٿا؟ اهو ثابت ڪري سگهجي ٿو تہ ائين ٿيڻ ناممڪن آهي، پر سمجهو تہ ائين نہ آهي: — ٻيءَ شاعر کي اجازت ڏني وڃي تہ هو پاڻ جهڙن ماڻهن جي احساسن بيان ڪرڻ وقت ڪا مخصوص ٻولي ڪتب آڻي! شاعر فقط شاعرن لاءِ نہ، بلڪ عام ماڻهن لاءِ لکن ٿا؛ تنهنڪري جيستائين اسان وٽ پسنديءَ جو بنياد اڻڄاڻائي آهي، ۽ اسين اهڙن شعرن مان لطف حاصل ٿا ڪريون جيڪي سمجهي بہ نٿا سگهون، تيستائين شاعر کي انهيءَ بلندي تان هيٺ لهڻو

پوندو، ۽، عام همدرديءَ ڪي آپارڻ لاءِ هن ڪي خيالن جو اظهار اهڙيءَ طرح ڪرڻو پوندو، جيئن پيا ڪن ٿا. ائين به چوڻ مناسب ٿيندو ته جڏهن شاعر پنهنجي ٻولي ماڻهن جي حقيقي ٻوليءَ مان چونڊي ٿو، تڏهن هو ٻوليءَ جي روح کي پوريءَ طرح پيش ڪري ٿو؛ پوءِ هو صحيح نُڪتي تي آهي، ۽ اسين اهو به معلوم ڪريون ٿا ته اسان کي هن مان ڪهڙي اميد رکڻ گهرجي. وزن جي معاملي ۾ اسان جا خيال ساڳيا آهن؛ تنهنڪري پڙهندڙن کي ياد ڏيارڻ ضروري آهي ته وزن آهي 'باقاعدگيءَ' ۽ 'هڪجهڙائيءَ' لاءِ، نه شاعرانه اسلوب لاءِ. اهو ته ثانوي حيثيت رکي ٿو، ۽ گهٽين ۾ تبديلين ۾ اچي ٿو: هڪ حالت ۾ ته پڙهندڙ شاعر جي رحم ڪرم تي آهي، ته جيئن شاعر چاهي تيئن اسلوب ۽ تصور گهڙي؛ ۽ ٻيءَ حالت ۾ شاعر ۽ پڙهندڙ ٻئي بحر-وزن جي قاعدن قانونن جا پابند آهن، ڇاڪاڻ ته بحر-وزن يقيني شيون آهن، جيڪي فڪر جي پيش ڪرڻ ۾ ڪو به دخل ڪين ٿيون ڏين، ۽ صدين کان انهيءَ لطف کي وڌائيندڙيون ۽ سڌاريندڙيون پئي آيون آهن، جيڪو انهن مان پڙهندڙ حاصل ڪري ٿو.

هاڻي هن سوال جو جواب ڏيڻ ٺيڪ ٿيندو ته انهن خيالن رکندي به مون شعر ڇو لکيو؟ هن سوال جي جواب ۾، مٿي ٻڌايل ڳالهين سان گڏ، آءٌ هي به چوندس ته مون پاڻ کي انهيءَ ڪري شعر جي دائري ۾ محدود رکيو آهي، جو اچا تائين لکڻ جو عظيم مقصد منهنجي سامهون آهي: اهو آهي انسان جا عظيم ۽ آفاقي جذبا، سندن عام ۽ دلچسپ ڏلڏا، ۽ فطرت جي سموري دنيا: اهي سڀئي شيون گڏجي مون کي بي‌انتها تخيل ڏين ٿيون. نظم ۽ نثر جو به اهوئي مقصد آهي. هاڻي هڪ گهڙيءَ لاءِ فرض ڪريو ته اهي ئي شيون نثر ۾ پوريءَ ريت بيان ٿي سگهن ٿيون؛... پوءِ مون کي انهن جي بيان ڪرڻ ۾، ان لطف جي اضافي ڪرڻ لاءِ، سمورين قومن جي سڃيل بحرن ۽ وزن جي ٻولي ڪتب آڻڻ لاءِ ڇو ٿو ننديو وڃي؟ آهي ماڻهو جيڪي اچا تائين پوريءَ طرح مطمئن ڪونه آهن، انهن کي هيءُ جواب ڏيڻ کپي ته شعر جي لطف ۾ بحر-وزن جو تمام ٿورو حصو آهي؛ ۽ جيستائين شعر ۾ تصنع يا ٻيون بناوتي اسلوب جون خوبيون نه هونديون، جيڪي عام طرح بحر-وزن سان ضروري سمجهيون وييون آهن، تيستائين بحر-وزن ۾ لکڻ بي‌انصافي آهي، ڇاڪاڻ ته اهڙيءَ طرح پڙهندڙ کي جيڪا اجنبيت محسوس ٿيندي، ان جو ازالو مليل لطف مان نه ٿي سگهندو. اهي، جيڪي اچا به بحر-وزن سان گڏ شعر کي مڪمل ڪرڻ لاءِ منجهس ڪي مخصوص رنگ ڀرڻ جي حمايت ڪن ٿا، ۽، منهنجي نظر ۾، جيڪي بحر-وزن جي طاقت جو گهٽ اندازو لڳائين ٿا، تن لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هي شعر ڪافي ٿيندا، ۽ ڪين خبر پئجي ويندي ته اِهي شعر ٻين شعرن کان نرالا آهن؛ ڇو ته انهن جا موضوع نماڻا ۽ سادا آهن، ۽ هڪ طرح سان بنهه ڪليل آهن، جيڪي نسلن کان انسانذات کي خوشي پهچائيندا رهيا آهن. جيڪڏهن آگهاڙپ ۽ سادگي ڪو عيب آهي، ته انهن حقيقتن مان مضبوط دليل ملندو ته اجوڪي زماني ۾ اهي شعر جن ۾ آگهاڙپ ۽ سادگي

گهٽ آهي، تن مان گهڻو حيظ ورتو ٿو وڃي — ۽ مون پڻ انهيءَ اثر هيٺ لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

پر ان لاءِ به سبب ڳوليا وڃن، ته جڏهن اسلوب ۾ تصنع ڪونه آهي ۽ موضوع به اهميت وارو آهي، ته پوءِ لفظ بحر-وزن جي جامي ۾ انسان ڪي گهٽي وقت تائين اهو حظ پهچائيندا رهن، جنهن جي هن کي خواهش آهي. شاعريءَ جو مقصد آهي — خوشيءَ جي آٿل سان گڏ جذبن کي آٿارڻ. پر سمجهو ڪئي ته جذبا دل جي هڪ غيرمعمولي ۽ ناهموار حالت آهن، ته پوءِ اهڙيءَ حالت ۾، دستور مطابق، خيال ۽ احساس هڪبئي تي اثر ڪونه ڪندا. جيڪڏهن لفظ، جن سان جذبا جاڳايا وڃن ٿا، خود به طاقتور نه آهن، يا تخيل ۽ احساس ۾ غم هو هڪ غيرضروري حصو شامل آهي، ته خطرو آهي ته جذبا پنهنجيءَ حد کان ٽپي وڃن. ظاهر آهي ته ڪنهن هموار حالت جي موجودگي — اهڙيءَ حالت جي موجودگي، جنهن سان دل جدا جدا وقتن تي ۽ جدا جدا غير جذباتي حالتن ۾ هيري ميري ويئي آهي — ضرور جذبن ۽ احساسن کي حد کان ٽپي وڃڻ کان روڪيندي. اها حقيقت پهرينءَ لظر ۾ غلط نظر ايندي، پر ڳوڙهي خيال ڪرڻ کان پوءِ صحيح؛ چاڪاڻ ته ان ۾ ڪو به شڪ آئي نٿو سگهجي ته صورتحال ۽ احساس جيتريقدر دلسوز ۽ اثرائتا هوندا — يعني انهن ۾ غم جو حصو گهڻو هوندو — اوتريقدر اهي نثر جي مقابلي ۾ نظم، خصوصاً موزون ڪلام ۾ وڌيڪ برداشت ڪري سگهبا. پراڻا گيت بحر-وزن جي فن کان بنهه خالي آهن؛ پر انهن ۾ به ڪيترائي اهڙا ٽڪرا آهن، جيڪي مٿئين خيال جو مثال ٿي ڪم ايندا — ۽ پڪ اٿم ته جيڪڏهن هنن شعرن کي به غور سان پڙهيو ويندو، ته هنن ۾ به ساڳيون ئي ڳالهيون نظر اينديون. وڌيڪ مثالن لاءِ آءٌ پڙهندڙ جو ڌيان شيڪسپيئر جي ”ڪلاريسا هارلو“ (Clarissa Harlowe)، يا گئميسٽر (Gamester) جي اٿوئندڙ حصن ڏانهن ڇڪائيندس. اهي حصا جذبات سان پرپور هوندي به پڙهندڙ جي جذبن کي ڪونه ٿا آٿاري سگهن، ۽ رڳو هڪ حيظ تائين محدود آهن، جيڪو رڳو انهن جي ڪنهن خاص بحر-وزن ۾ هئڻ ڪري پڙهندڙ کي ملي ٿو؛ پر حقيقت ۾ ان حظ ملڻ سان گڏ پڙهندڙ جا جذبا به جاڳڻ کپندا هئا، جن جي جاڳائڻ ۾ اهي ٽڪرا ناڪامياب ٿيا آهن. ٻئي طرف، جيئن اڪثر ٿئي ٿو، شاعر جا لفظ جذبن جي آپتار سان گڏ هموزن به آهن پر جذبن اٿارڻ لاءِ ناڪافي آهن، ته پوءِ (جيڪڏهن شاعر بحر جي چولڻ غلط ڪئي آهي) ان حظ جي احساس ۾، جنهن سان هو بحر-وزن جي ڪنهن خاص تحرڪ دواران هيريل ميريل آهي، هڪ اهڙي وڏي شي به نظر ايندي، جيڪا لفظن ۾ جذبن جا آپتار ڪرڻ لاءِ وڏو ڪم ڏيندي، ۽ جيڪو اثر شاعر پيدا ڪرڻ چاهي ٿو ان ۾ سندس مددگار ثابت ٿيندي.

جيڪڏهن مون هتي ڏنل نظريي جو باقاعدي بچاءُ ڪيو آهي، ته پوءِ منهنجو فرض آهي ته انهن سببن جي پوري وضاحت ڪريان، جن تي شعر جي بحر-وزن مان ملندڙ حظ جو بنياد آهي. انهن مان خاص سبب، جنهن کي ’اصول‘ سمجهڻ گهرجي، انهن ماڻهن لاءِ چاڻائڻ تمام

ضروري آهي، جن فنون لطيفہ کي ڪنهن بہ حقيقت جو عڪس ڪري سمجهيو آهي: يعني اهو حظ، جيڪو دل کي همواريءَ ۽ ناهمواريءَ جي تصور مان ملي ٿو. اهو اصول اسان جي دلين جي عمل جو سرچشمو آهي، جنهن مان جنسياتي بک ۽ ان سان متعلق پيا جذبا بہ ڦٽن ٿا. اسان جي روزاني زندگيءَ جي گفتگو ئي آهي، جنهن تي اسان جو ذوق ۽ اسان جا اخلاقي قدر منحصر آهن. اهو نامناسب نہ ٿيندو تہ انهيءَ اصول کي بحر-وزن سان نهڪائي، اهو ثابت ڪريان تہ بحر-وزن اسان کي وڏيڪ حظ ٿو پهچائي؛ ۽ اهو بہ اشارتاً ٻڌايان تہ اهو حظ ڪهڙيءَ طرح پيدا ڪيو وڃي ٿو: پر منهنجون حدون مون کي هن موضوع تي لکڻ جي اجازت ڪين ٿيون ڏين، تنهنڪري فقط اختصار تي ئي قناعت ڪريان ٿو.

اڳ چئي آيو آهيان تہ شعر زورائتن جذبن جي اوچتي اُٿل آهي. اهو خاموشيءَ ۾ ورجايل جذبن مان پيدا ٿئي ٿو. انهن جذبن تي سوچيو وڃي ٿو، تان جو هڪ خاص اثر جي ڪري اها خاموشي رفتي رفتي غائب ٿي وڃي ٿي، ۽ هڪ جذبو، جيڪو اڳ-ويچاريل جذبي جهڙوئي هوندو آهي، آهستي آهستي آيري ظاهر ٿئي ٿو، ۽ سچ پچ دل تي تري بيهي ٿو. اهڙيءَ حالت ۾ ئي عام طرح ڪامياب شعر جي شروعات ٿئي ٿي، ۽ ان يا ان جهڙيءَ ئي حالت ۾ اها اڳتي وڌي ٿي. پر جذبو ڪٿي ڪهڙي بہ قسم جو ۽ ڪهڙي بہ درجي جو هجي، ان کي جدا جدا سببن جي ڪري مختلف خوشين جو حامل بنايو وڃي ٿو—ان لاءِ تہ ڪن امنگن کي بيان ڪرڻ ۾، جيڪي بي‌اختيار بيان ڪيا وڃن ٿا، دل کي هڪ قسم جي مسرت ملندي. جيڪڏهن فطرت انهيءَ مسرت جي حالت کي سانڍڻ لاءِ اهڙي خبردار هجي، تہ پوءِ شاعر کي انهيءَ سبق مان فائدو وٺڻ گهرجي، ۽ هن کي خاص طرح هي خيال رکڻ گهرجي تہ هو جيڪي بہ جذبا پڙهندڙ—خصوصاً هڪ سالم ۽ سگهاريءَ دل واري پڙهندڙ—تائين پهچائڻ چاهي ٿو، اهي بي‌انداز مسرتن سان ٽمتار هئڻ گهرجن. هاڻي بحر-وزن جي هم آهنگ موسيقي، دور ٿيل تڪليف جو احساس، ۽ قافيي ۽ وزن سان 'آنڌي حظ' جو تعلق، جيڪو ساڳئي قسم جي قافين ۽ بحرن ۾ اڳ ۾ ئي ملندو پئي آيو آهي، ۽ عام ماڻهن جي ٻوليءَ جهڙي هڪ بلڪل نئين ٻوليءَ جو هلڪو تصور، سو بہ وري بحر-وزن جي قيد ۾—اهي سڀئي گڏجي هڪ ڳوڙهي احساس کي جنم ڏين ٿيون، جيڪو انهن 'مسرت' جي جذبن کي پيدا ڪرڻ لاءِ بيحد ضروري آهي، جيڪي سدائين دل جي اونهاين ۾ سمايل آهن. اهو اثر سدائين جذبن سان ڀرپور ۽ اثرائتي شاعريءَ ۾ هوندو آهي. سلاست ئي آهي، جيڪا حقيقت ۾ پڙهندڙ کي لطف ڏيئي سگهي ٿي: هن موضوع متعلق جي گهٽي ۾ گهٽ چئجي تہ هيءُ، تہ جيڪڏهن ٻہ جذباتي، ڪرداري يا ٻئي ڪنهن قسم جا بيانيہ ٽڪرا هجن، جن مان هڪ نثر ۾ ۽ ٻيو نظم ۾ هجي، تہ نظم وارو ٽڪرو هڪ سؤ دفعا پڙهيو ويندو، ۽ نثر وارو حصو فقط هڪ ڀيرو—۽ هيءَ اها حقيقت آهي، جنهن کان ڪي ٿورا انڪار ڪندا.

اهڙيءَ طرح، پنهنجن خيالن جي اظهار لاءِ نظم کي چونڊڻ، نظم جي موضوع کي عام زندگيءَ مان چونڊڻ، ۽ پنهنجي ٻوليءَ کي عام ماڻهن جي ٻوليءَ جي ويجهو آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لاءِ پنهنجا سبب بيان ڪندي، جتي مون باريڪ بينيءَ کان ڪم ورتو آهي، آتي آءٌ هن عام موضوع کي به نباهيندو آيو آهيان. انهيءَ هوندي به، اجا به ڪي لفظ هنن شعرن ۽ منجهن نظر ايندڙ غلطين بابت لکڻ گهُران ٿو. آءٌ سمجهان ٿو ته منهنجا لاڳاپا عام هئڻ بدران ڪٿي ڪٿي خاص پڙ تي ويا آهن، ۽ تنهنڪري شين کي اجائي اهميت ڏيڻي مون ڪن غير ضروري موضوعن تي پڙ لکيو آهي. پر ان ڪري مون کي جيڪڏهن ڪا پريشاني آهي. ته فقط هيءَ ته انهن خاص لفظن ۽ محاورن سان احساسن ۽ خيالن جي بي اصول لاڳاپي سبب منهنجي ٻوليءَ کي قدري نقصان پهتو آهي؛ ليڪن آءٌ سمجهان ٿو ته انهيءَ غلطيءَ کان ڪوبه ماڻهو پاڻ کي بچائي ڪونه ٿو سگهي. شڪ ناهي ته بعض جاين تي اهي جذبا جيڪي مون کي نازڪ ۽ پُرسوز لڳا، پڙهندڙ کي مهمل ۽ واهيات نظر اچن. مون کي جيڪڏهن انهن ناقص محاورن جو پورين احساس ٿئي ها، ته هوند آءٌ انهن کي درست ڪرڻ لاءِ هرڪا تڪليف برداشت ڪريان ها؛ پر رڳو ڪن خاص فردن جي سَند، يا ڪنهن خاص فڪري مڪتب جي چوڻ تي اهي ڦيريون ڦاريون ڪرڻ خطري کان خالي ڪين آهن؛ ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ڪنهن مصنف جي خيال کي پوريءَ طرح نه سمجهيو ويو يا هن جي احساسن ۾ تبديلي آندي ويئي، ته اهو چڱ هن کي تڪليف پهچائڻ جي برابر ٿيندو، ڇا لاءِ ته هن جو سهارو ۽ مدد اهي ئي سندس احساس آهن: جيڪڏهن هو هڪ ئي وقت انهن کي پاسيرو رکي ڇڏيندو، ته پوءِ باربار انهيءَ عمل ڪرڻ تي مجبور ٿيندو رهندو، ۽ آخرڪار هن جي دل مان خوداعتمادي بنهه نڪري ويندي، ۽ هو صفا ڪمزور ٿي پوندو. هتي ائين به چوندس ته نقاد کي اهو ڪڏهن به وسارڻ نه گهرجي ته هو خود به ساڳيون ئي شاعر جهڙيون غلطيون ڪري سگهي ٿو، بلڪ شاعر کان به وڌيڪ، ڇاڪاڻ ته اڪثر پڙهندڙن لاءِ اهو قياس ڪري نٿو سگهجي ته آهي معنائن جي انهن مختلف درجن مان پوريءَ طرح واقف هوندا جن مان لفظن کي گذرڻو پوي ٿو، يا اهو ته انهن کي ڪن خاص خيالن جي پاڻ ۾ تعلق جي ڪچائيءَ يا مضبوطيءَ جي پوري ڄاڻ هوندي؛ ۽ سڀ کان ته وڌيڪ هي ته جيئن ته هو موضوع ۾ تمام گهٽ دلچسپي رکن ٿا، تنهنڪري سندن فيصلو سطحي ۽ بيپرواهيءَ سان ڪيل هوندو آهي.

جيتوڻيڪ پڙهندڙ کي گهڻو وقت ترسايو اٿم، پر تڏهن به اميد آهي ته هو مون کي اجازت ڏيندو ته آءٌ ڪيس ان غلط تنقيد کان آگاهه ڪريان، جيڪا اهڙي شاعريءَ تي ڪئي ويندي آهي، جنهن جي ٻولي زندگيءَ ۽ فطرت جي ٻوليءَ سان وڏي مشابهت رکي ٿي. ڊاڪٽر جانسن جون ڪي مصراعون مثال طور پيش ڪجن ٿيون:

'I put my hat upon my head
And walked into the strand,

And there I met another man
Whose hat was in his hand.'

هاڻي اچو ته هنن مصراعن کان پوءِ "ٻيلي ۾ ٻار" *(Babes in the wood)* جي پسند پيل مصراعن کي جاچيون:

'These pretty Babes with hand in hand
Went wandering up and down,
But never more they saw the man,
Approaching from the town.'

ٻنهي بندن ۾ لفظ ۽ انهن جي ترتيب ڪنهن طرح اڻ اثرائتن جملن کان خالي ڪين آهي. ٻنهي بندن ۾ ڪم آندل لفظ "The strand" ۽ "The town" جو لاڳاپو عام خيالن سان آهي، تڏهن به هڪ بند کي اسين گهڻو پسند ڪريون ٿا ۽ ٻئي کي هڪ نهايت ئي واهيات قسم جي شعر جو مثال سمجهون ٿا. اهو تفاوت ڪيئن ٿو ظاهر ٿئي؟ نه وزن جي ڪري، نه ٻوليءَ جي ڪري، ۽ نه لفظن جي ترتيب سبب؛ پر انهيءَ حقير ۽ ڪريل مضمون سبب، جيڪو ڊاڪٽر جانسن استعمال ڪيو آهي. سادي ۽ اجائي شاعريءَ (مثلاً ڊاڪٽر جانسن جي شاعري) تي تبصري ڪندي، ائين چوڻ بدران ته هي ردي شعر آهي يا موزون شعر ئي ڪونه آهي، بهتر طريقو هي آهي ته چئجي ته هن شعر ۾ معنويت ڪانه آهي، نه هن شعر ۾ دلچسپي رکيل آهي ۽ نه وري هي شعر ڪنهن دلچسپ شي ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿو، ۽ نه ان جي پڙهڻ سان پڙهندڙن ۾ ڪو احساس پيدا ٿئي ٿو ۽ نه ڪو تصور اڀري ٿو. اهوئي هڪڙو سنو طريقو آهي، ههڙن شعرن تي تبصري ڪرڻ جو. اوهان جو ذات سان ڪهڙو واسطو، جڏهن اڳ ۾ نسل جوئي فيصلو نه ڪيو ويو آهي: اهو ثابت ڪرڻ جي ڇا لاءِ تڪليف برداشت ڪجي ته ٻولڙو 'نيوٽن' ڪونه آهي، جڏهن اهو اڳ ۾ ظاهر آهي ته ٻولڙو 'انسان' ڪونه آهي؟

پڙهندڙ کي هڪڙو عرض ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ته هو هنن شعرن تي ڪنهن فيصلي ڏيڻ وقت، ڪن ٻين جي فيصلن جو اثر قبول نه ڪري، پنهنجي ذاتي خيال کان ڪم وٺي. عام طرح ٻڌڻ ۾ ايندو آهي ته 'مون کي هن شعر جي اسلوب يا جملن وغيره تي ڪو به اعتراض ڪونه آهي، پر اهو فلاڻي ماڻهن کي بيڪار ۽ واهيات نظر ايندو.' ههڙي قسم جون سخت تخريبي تنقيدون تمام عام آهن؛ تنهنڪري پڙهندڙ کي آزاد ڇڏيو وڃي ته هو پنهنجيءَ ئي سوچ کان ڪم وٺي، ۽ جيڪڏهن هو هنن شعرن کان متاثر ٿئي ته هن جي لطف ۾ ڪنهن به قسم جي دخل اندازي نه ڪئي وڃي.

جيڪڏهن شاعر ڪنهن هڪ شعر وسيلي اسان کي پنهنجيءَ قابليت کان متاثر ڪيو آهي ۽ ٻئي موقعي تي هن جي شعر اسان تي ڪو به اثر ڪونه ڪيو آهي، تڏهن ائين سمجهڻ ته هن شعر خراب ۽ گندو لکيو آهي، مناسب ڪونه آهي؛ بلڪ اسان کي خبرداريءَ سان هن جي

سٽني شعر کي ايتروڻي ساراهڻ گهرجي، جيترو هونئد اسين سندس اڻوڻندڙ شعر کي ننديون ها. اهو رڳو انصاف جو ڪم ڪونہ آهي: اسان جا خصوصاً شعر متعلق فيصلا خود اسان جي ٺـي ذوق جي ترتيب ڪن ٿا: چاڪاڻ تہ، سر جوشئا رينالڊس (Sir Jashua Reynolds) جي مشاهدي مطابق، شعر جو ذوق، ٻين سڀني فنون لطيفہ جي ذوقن وانگر، حاصل ڪيو ويندو آهي،- ۽ جيڪو رڳو سوچڻ ۽ بهترين قسم جي شاعريءَ جي مطالعي ڪان پوءِ ئي حاصل ٿـي سگهي ٿو. مٿيون بيان ان ڪري ڪونہ لکيو ويو آهي تہ پڙهندڙ کي ڪنهن فيصلي ڏيڻ ڪان روڪيو وڃي (مون اڳ ۾ ئي ان ڳالهہ تي زور ڏنو آهي تہ پڙهندڙ پاڻ فيصلو ڪري)، پر ان لاءِ تہ ڪي تڪڙا فيصلا نہ ڪيا وڃن: چاڪاڻ تہ شاعري هڪ اهڙو موضوع آهي، جنهن تي ويچار ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن گهٽو وقت لہ صرف ڪيو ويو، تہ پوءِ فيصلو يقيناً غلط هوندو. مون کي سُڌ آهي تہ شعر ۾ لطف پيدا ڪرڻ ۽ ان لطف کي بحر-وزن ۾ آڻڻ بابت (جيڪو عام قسم جي شعر ڪان علحدو هجي) جيڪي نظريا مون پڙهندڙ لاءِ آخري طرح پيش ڪيا آهن، اهي ڪو ٻيو پيش ڪونہ ڪندو. جيڪڏهن پڙهندڙ پاڻ ئي چوي تہ هن اهڙن شعرن مان لطف حاصل ڪيو آهي، تہ پوءِ ان ڪان وڌيڪ هن لاءِ ڇا ڪجي! هر فن جي طاقت محدود آهي: ۽ هي اهو گمان رکي ٿو تہ جيڪڏهن ڪيس نَون دوستن رکڻ جي صلاح ڏني وڃي ٿي تہ اها فقط تڏهن هو پراڻن دوستن کي ڇڏي ڏيندو. انهيءَ ڪان سواءِ، مون اهو بہ چيو آهي تہ پڙهندڙ کي بہ انهيءَ مسرت جي ڄاڻ آهي، جيڪا ڪيس اهڙن شعرن مان ملي آهي، جن کي هن شاعريءَ جو نالو ڏنو آهي: ۽ سڀ ماڻهو انهيءَ شي لاءِ هميشه بڪيا پئي رهيا آهن، ۽ انهيءَ شي لاءِ عزت اٿن، جيڪا گهٽي وقت ڪان ڪين خوشي ڏيندي پئي آئي آهي. اسين نہ رڳو خوش ٿيڻ چاهيون ٿا، پر ان خاص طريقي سان خوش ٿيڻ گهرون ٿا، جنهن جا اسين عادي ٿي چڪا آهيون. دليلن کي روڪڻ لاءِ هنن جذبن ۾ گهڻوئي ڪي آهي، ۽ آءٌ اڪيلي سر انهن جو ڪامياب مقابلو ڪري ڪونہ سگهندس- چاڪاڻ تہ آءٌ چاهيان ٿو تہ جنهن شاعريءَ بابت آءٌ سفارش ڪندو پئي آيو آهيان، تنهن مان پوريءَ طرح لطف حاصل ڪرڻ ضروري آهي تہ رواجي طرح جن شين مان لطف ونجي ٿو، انهن ڪان پاسو ڪيو وڃي: پر جيڪڏهن منهنجون حدون مون کي اجازت ڏين ها، تہ آءٌ ظاهر ڪريان ها تہ اهو لطف ڪيئن حاصل ڪيو وڃي ٿو: اهڙيءَ طرح گهڻيون ئي رنڊڪون ختم ٿـي وڃـن ها، ۽ پڙهندڙ کي خبر پوي ها تہ ٻوليءَ جي طاقت ايتري محدود ڪين آهي جيتري هـو سمجهي ٿو. اهو بہ ممڪن آهي تہ شعر مان هڪ ٻئي قسم جو بہ لطف حاصل ڪري سگهجي ٿو، جيڪو وڌيڪ خالص، پائيدار ۽ گهڻو نازڪ آهي. موضوع جو اهـو حصو صفا نظرانداز ڪونہ ڪيو اٿم، پر منهنجو اهو خاص مقصد بہ ڪونہ رهيو آهي تہ جيڪا دلچسپي شعر جي ٻين قسمن مان پيدا ٿئي ٿي، اها دل جي عظيم طاقتن لاءِ گهٽ واضح ۽ لائق آهي. مون دليل ڏنا آهن تہ جيڪڏهن منهنجو مقصد پورو ٿيو تہ پوءِ شاعريءَ جو هڪ نئون نمونو پيدا

ٿيندو: جيڪا خاص ۽ حقيقي هوندي، ۽ جيڪا پنهنجيءَ فطرت مطابق انسانذات ڪي مستقل دلچسپي پهچائيندي، ۽ ساڳيءَ طرح گونا گونيءَ ۽ خصوصيت سبب، انساني اخلاقي رشتن لاءِ وڏيڪ ڪارائتي ثابت ٿيندي.

جيڪي ڪجهه چيو ويو آهي ۽ جيڪي شعر لکيا اٿم، ان مان پڙهندڙ چٽيءَ طرح سمجهي سگهندو ته منهنجي آڏو ڪهڙو مقصد هو، ۽ هو اهو به اندازو لڳائي سگهندو ته ان ڪي ڪيتريقدر نباهي سگهيو آهيان. وڏيڪ اهميت وارو سوال هي آهي ته اهو نباهڻ جي لائق آهي به يا نه؟ انهن ٻنهي سوالن جي فيصلي تي آءٌ عام پسندي جي دعوا ڪندس.

[مهراڻ: نمبر ۲ ۽ ۳، سال ۱۹۵۹ع]



## اديبن جو فرض

"اسين هن وقت هڪ نهايت نازڪ دور مان لنگهي رهيا آهيون. اسان جي زبان، اسان جو ادب، اسان جي تهذيب بلڪ اسان جو وجود خطري ۾ آهي. ڪاتي ڇرچيري هڏي کي ڪرتي رهي آهي. چوڌاري نااميديءَ جا ڪارا ڪڪر آڳم ڪري آيا آهن. اهڙي سمي ۾ به جيڪڏهين اکيون نه کوليونسين ته رهي کهي راند به هٿن مان هارجي وينديءَ، پر آگي جا لک احسان، جو اسان جي اميدن جي ٻيڙيءَ جا ناکوا هاڻ قدري سجاڳ ٿيا آهن. ننگرن ۽ ناڙين کي سوگهو ڪري، سرهائي جي ساحل تي ناتاريون هٿي رهيا آهن. الله تعاليٰ شل کين بازن ۾ سگهه وجهي، جو اسان جي موجن ماريل مکڙي ڇيٽي چڱي ڪري، سندس سڙهه ساز سنواري کيس اوڙاهه مان اڪاري منزل مقصود تي پهچائين.

اهڙي نازڪ وقت ۾ اسان سڀني کي گهرجي تہ يڪمشت ٿي وڃون ۽ پنهنجي باقي مانده اباڻي ورثي کي ڇهڻي پئون، بلڪ ان ۾ اضافو ڪري ۽ ان کي سنڀاهي ۽ سهيڙي ڏيهه کي ڏيکاريون، ته اسان به ڪنهن شي جا مالڪ آهيون. اسان کي به ڪنهن چيز تي ناز آهي. وچ ڪيري تي ڪڏندي آهي. اسان جو ڪيرو الڙيل هوندو ۽ وٿاڻ جا واهي سٽل هوندا ته چالاڪ چور وچ کي راتوڏو اناٺي وينداء پوءِ ڪري هزار پُٺنگ آچين ته به وري پنهنجي وٿاڻ ڏي مشڪل ورندي. اڄ ادب جا اداره دار، اسان کي للڪاري رهيا آهن، ته جيڪڏهن ڪجهه هڙ ۾ اٿوَ ته ڪيڏي ڪريو باهر، پر اسان جي هڙ سڪٽي، لوڏ گهٽي، سي چا ظاهر ڪنداسين. جيڪي هٿن ۾ هوسين، تنهن کي به ڏئي وئي ويهي رهياسين، هاڻي کهڙو منهن مٿي کڻون — پر اڃا به حاج هٿن مان نہ ويئي آهي. وڏن جي وٿ به اسان وٽ موجود آهي. جيڪڏهن ان کي سميٽي ۽ سڌاري وري به واضح ڪريون ۽ ان تي پنهنجي دماغ مان اصليت ۽ عبقريت جا انگ چاڙهيون، ته جيڪر اسان جو ادب به دنيا جي ادبن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي سگهي. ان جي بدران اٽلو اسان جا ڪيترائي نوجوان اديب اڄ نقالي ۽ تقليد کي چنبڙي پيا آهن، ۽ پنهنجو خداداد دماغ ڊوڙائي، پنهنجي نثر ۽ نظم ۾ ڪو به معقول واڌارو نٿا ڪن. اڳاڻو ادب نهايت دلپذير، ججهو ۽ جالارو آهي. اسان جي زبان نهايت وسيع ۽ تونگر آهي، دنيا جون تي قديم شاهوڪار ٻوليون سنسڪرت، عربي ۽ فارسي سندس ڀاڃگذار آهن، منجهس هرڪنهن قسم جي ادبي ۽ علمي خوبي ۽ صلاحيت آهي. پوءِ ڪيڏو نہ انڌير چئبو جو اهڙي هٿيار هوندي به اسين اڌرند ۽ اپرا هجون ۽ اغيار اسان جي بيوسيءَ تي کلون ڪن ۽ ٽوڻيون ٽوڪين." — ڊاڪٽر دائود پوٽو

## ١- ١٩٥٥ع

"مهراڻ"، سنڌي ادب ۾، جنهن معياري مقام جو رسالو آهي، اهو ڪنهن کان ڳجهو نہ آهي. سنڌي ادب ۾، "مهراڻ" جو پنهنجو خاص رنگ رهيو آهي. "مهراڻ" جي مسلسل مطالع ڪندڙ اهل علم دوست چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا تہ رسالي ۾ علمي، ادبي، فني، لغوي، مضمون نهايت تحقيق ۽ محنت سان لکيل ئي شايع ٿيندا رهيا آهن. سنڌس پهرئين دور ۾ علامہ دائود پوٽو، جناب عثمان علي صاحب انصاري، پير حسام الدين راشدي، پير علي محمد راشدي، حڪيم مرحوم فتح محمد سيوهاڻي، مرحوم احمد چاڳلا، مرحوم مولانا دين محمد وفائي، آنجهاني ڀيرومل مهرچند، آنجهاني ڄيٺمل پرسرام، آنجهاني لالچند امرڏنومل، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، محمد خان غني، مسٽر لطف الله بدوي، مرحوم مخدوم محمد صالح ڀٽي، شيخ مبارڪ "اياز"، حاجي محمود "خادم"، حافظ محمد احسن، عبدالڪريم سنڌيلو، گل حسن ڪربلائي، آنجهاني ڪشنچند "بيوس"، (آنجهاني) جهامنداس ڀاٽيا، مولانا عبدالڪريم چشتي (مرحوم)، سائينداد سولنگي، مرحوم محمد بخش "واصف"، مرحوم قادربخش "بشير"، مرحوم جمع خان "غريب"، مرحوم غلام احمد "نظامي"، مرحوم فقير غلام سرور "مسرور"، آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي، مسٽر ليکراج ڪشنچند "عزيز"، پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي، پروفيسر ڀمڀاڻي، سوڀراج نرملداس، پرسرام "ضيا"، ڪيئلداس "فاني"، وغيره مهراڻ جا خاص ليکڪ آهن، جن جا علمي، ادبي، اصلاحي، لغوي ۽ فني افسانا ۽ مضمون گذريل پرچن ۾ محفوظ آهن، ۽ اهو هڪ بهترين معياري علمي ذخيرو آهي.

اها بہ هڪ مسرت انگيز حقيقت آهي تہ "مهراڻ" جي ان معياري ۽ بلند پايہ ادبي حيثيت کي، بمبئي يونيورسٽيءَ ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ارباب بست و ڪشاد بہ تسليم ڪيو؛ ۽ ايم. اي. جي شاگردن لاءِ ان جي مطالع جي سفارش ڪئي.

"مهراڻ" جا جهونا پرچا اڄ تائين ڄڻ تہ نوان آهن: ڪيئي اهل ذوق دوست هن ناياب علمي خزاني کي هٿ ڪرڻ لاءِ طلب ڪندا رهن ٿا، ۽ اسان حتي المقدور سندن ان علمي جذبي جو احترام ڪندي، ڪين پرچا موڪليندا رهون ٿا.

"مهراڻ"، مارچ ١٩٤٦ع ۾ جاري ٿيو، ۽ ٤٦ ۽ ٤٧ع وارا ٻہ سال، باقاعدي شايع ٿيندو رهيو: تان جو ١٩٤٨ع ۾، جنوري کان جون تائين گڏيل پرچو نڪتو: اهو پرچو گويا "مهراڻ" جي پهرئين دور جي پڄاڻي ثابت ٿيو، ۽ اڄ تائين "مهراڻ" وري نہ نڪتو.

"مهراڻ" جي ان پهرئين دور ۾، ايڊيٽوريل بورڊ تي هي صاحب هئا: جناب عثمان علي انصاري صاحب چيئرمن، مولوي مرحوم دين محمد وفائي چيف ايڊيٽر، ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي ميمبر، ۽ آنجهاني لالچند امرڏنومل ڄڳتياڻي مئنيجنگ ايڊيٽر.

"مهراڻ"، هن وقت، ٻئي دور ۾ قدم رکيو آهي. اڄ دنيا ٻي آهي، ۽ ماحول ٻيو آهي. مهراڻ جي ڇپجڻ جي پهرئين دور واري سنڌ، ۽ هن موجوده سنڌ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. حالتون تيزيءَ سان بدلجي رهيون آهن. لساني ۽ سياسي، معاشرتي ۽ معاشي طور، پنهنجو وطن نهايت اهم ۽ نازڪ دور مان گذري رهيو آهي. ادبي مقتضيات، ۽ ماحول جي اثرات کان ڪڏهن به چشم پوشي ڪري نٿي سگهجي. سنڌي ادب ۽ ثقافت جي خدمت ۽ حفاظت لاءِ جوڳا اُپاءُ سوچڻ گهرجن، ۽ سنڌي زبان کي زنده ۽ پاينده زبانن جي ڪڙيءَ تي رسائڻ لاءِ ڪم ڪجي. "مهراڻ" جا اڳيان ليکڪ ڪي حال حيات آهن، ته ڪي خلد آشيان ۽ سرڳواس ٿي چڪا آهن. مسٽر ڀيرومل مهرچند، لالچند امرڏنومل، ڄيٺمل پرسرام جهڙا اديب تقسيم کان پوءِ، جيئن سنڌ ڇڏي ويا، تيئن وري نه وريا، بلڪ هن فاني دنيا کان منهن موڙي، وڃي عالم جاوداني ۾ پهتا. ان طرح مسلمانن مان حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولانا دين محمد"وفائي"، سيٺ احمد چاڳلا، مرحوم غلام محمد شاهواڻي، مرحوم محمد بخش "واصف"، مرحوم غلام احمد "نظامي"، مخدوم محمد صالح ڀٽي، فقير غلام علي "مسرور"، مرحوم قادربخش "بشير"، مرحوم علي خان ابڙو، مرحوم جمع خان "غريب"، مرحوم شيخ مراد علي "ڪاظم"، حافظ عبدالله "بسمل" اسان کان موڪلائي ويا آهن، الله انهن کي مرهي، ۽ اسان کي انهن سينئي جو نعم البدل عطا ڪري، ۽ اسان کي انهن وانگر، سنڌي ادب ۽ تهذيب جي خدمت جي قوت عطا فرمائي.

"مهراڻ" جي هن ٻئي دور لاءِ علمي ۽ ادبي ۽ معياري مضمونن، افسانن ۽ ڪلام کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪابه ڪسر نه ڇڏي ويئي آهي، ان ۾ ڪيتريقدر ڪاميابي حاصل ٿي آهي، ان جو ناظرين ڪرام پاڻ اندازو فرمائين ته بهتر. اميد ته اها آهي ته 'مهراڻ' اهل ذوق حضرات کي پسند ايندو.

اڄ هر قوم پنهنجي ادب ۽ ثقافت جي حفاظت ۽ اشاعت لاءِ ڪم ڪري رهي آهي. اهڙي دور ۾ سنڌي قوم تي فرض آهي ته هو پنهنجي ادب ۽ تهذيب، تاريخ ۽ ثقافت جي خدمت ۽ اشاعت لاءِ ڪمربسته ٿئي. هن وقت، سنڌ ۾، جمعيت الشعراء سنڌ، روح ادب سنڌ، بزم نظامي ڪراچي، محفل احباب ڪراچي، بزم بلبل ميهڙ، سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي، سنڌ سجاڳ سوسائٽي ڪراچي، سنڌي ادبي انجمن حيدرآباد سنڌ، انجمن علم و ادب هالا، بزم بسمل ٽنڊو محمد خان، مغل پبلڪيشنس شڪارپور، حبيب پبلشنگ هائوس سکر، دارالاشاعت اسلاميه حيدرآباد، اداره انسانيت حيدرآباد سنڌ ۽ ٻيا ادارا علمي ۽ ادبي خدمت ۾ مشغول آهن، انهن ادارن جي پاران وقت بوقت ساليانيون ادبي ڪانفرنسون ٿين ٿيون ۽ ماهيانا ميڙ ۽ مشاعرا، منعقد ٿيندا رهن ٿا. ۽ انهن کان سواءِ منجهائن ڪن جا ماهناما ۽ معياري علمي ۽ ادبي ڪتاب به شايع ٿيندا رهن ٿا.

انهن سڀني علمي ادارن، ۽ سندن ڪارپردازن جي علم دوستيءَ ۽ ادب نوازيءَ ۾ اسان کي وڏيون اميدون آهن، ۽ يقين اٿئون، ته سندن قلمي تعاون ۽ ٻي هرڪا مناسب سرپرستي

هميشه ”مهراڻ“ کي حاصل رهندي. جن صاحبن جا مضمون ۽ ڪلام ”مهراڻ“ جي هن اشاعت ۾ شايع ڪري چڪا آهيون، اميد آهي ته اهي صاحب آئنده به معياري ۽ بلند پايه مضمونن، ۽ ڪلام موڪلڻ سان اسان جي همت افزائي ڪندا ايندا.

اسان هت خاص طور سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ ۽ سنڌ جوان همت ۽ زنده دل نوجوان شاگردن جا ممنون آهيون، جن ”سنگت“ جي انعامي مقابلي ۾ آيل افسانا، ”مهراڻ“ ۾ شايع ڪرڻ لاءِ موڪليا آهن. اها به خوشيءَ جي ڳالهه آهي، جو هي اسان جا نونهال، ۽ مستقبل جا اڏيندڙ، علمي ۽ ادبي، فني ۽ تهذيبي ضرورتن کان غافل نه آهن. سنڌي ادبي سنگت، سنڌي زبان جي قديم ادب ۽ تهذيبي روايتن کي محفوظ رکڻ لاءِ، منظم ڪم ڪري رهي آهي: ۽ سندن مقصدن ۾ نهايت اهم چيزون آهن — ادبي ميڙ ڪرڻ، ادبي مقابلا ڪرڻ، ٻين زبانن جي معياري ڪتابن جا ترجما ڪرڻ ۽ سنڌيءَ ٻوليءَ جي ڪلاسيڪي ادب کي عوام تائين پهچائڻ. سنڌي ادبي سنگت هن وقت تائين باقاعدي ڪئين ادبي ميڙ ۽ مشاعرا ڪري چڪي آهي، جنهن ۾ ادبي مقالا، ڪهاڻيون ۽ ڪلام پڙهيا ويا آهن. ان کان سواءِ مشهور اديبن سان آنجهاني لالچند امرڏنومل جڳتياڻي ۽ مرحوم مرزا قليچ بيگ جون ورسيون به ملهائي چڪا آهن. ۽ خاص طور ”سچل سرمست“ جي ورسي نهايت ڌام ڌوم سان ملهائي، هڪ معياري ننڍڙو ڪتاب ”سچل سائين“ ورهائي، هڪ عمدو ادبي مثال قائم ڪيو اٿن.

”مهراڻ“ جي هن اشاعت ۾ ”سنگت“ جي سنڌي مختصر ڪهاڻين جي مقابلي جون ٻهريون چار انعام کٽندڙ ڪهاڻيون — ”شاهه جو ڦر“، ”اتر ڏاهي ان جا تـه ڪنهن کي ڪارون ڪن“ ”اما آءِ اسڪول ڪونه ويندس“، ۽ ”سيما“ شايع ٿي رهيون آهن. ان لاءِ اسان ”سنگت“ جي ڪارپردازن جو دلي شڪريو ادا ٿا ڪريون. ۽ انهن سڀني ادبي جماعتن ۽ اديبن جا پڻ ٿورائتا آهيون، جن پنهنجا علمي ۽ ادبي مضمون ۽ شعر اسان ڏانهن موڪليا آهن.

”مهراڻ“ جو اصل نالو، جناب شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب (مرحوم) جن ئي تجويز فرمايو هو. مهراڻ جو هي نئون دور پڻ جناب ڊاڪٽر صاحب مدظله جن جي ئي سنيهي ۽ دعا سان شروع ٿي رهيو آهي:

”الحمدلله، جو مهراڻ وري مس مس منهن ڪڍيو، دعا آهي تـه پنهنجي نئين جنم ۾ خوب وڌي ويجهي، ۽ ساوڻ جي سماءَ وانگر نـڪون ڏيئي نئوڙيين وهي، جئن سڀ ڪوچڙيون کسيون، واهه ۽ نياڻ منجهس مدغم ٿي وڃن!“

اندر رهي نه گهٽ، سپيريان جي ڳالهڙي،
ڇاڳر سهي نه سٽ، جه ”مهراڻ“ موج ڪئي!

ڪهڙو نه مٺو نالو! ڏريان ئي ڏريـل درويش جـو، شل سنڌي ساهت جي معياري خدمت ڪري، ۽ دائم ۽ قائم رهي — آمين!“ — غ. م. گ.

[”مهراڻ“: سيارو ١٩٥٥ع]

## آزادي

چوڻي آهي ته "مينهن وسندا، ته چڪون به ضرور ٿينديون." تنهن وانگر، آزاديءَ جي بارش، پنهنجي مڙني رحمتن سان، اسان جي مٿان ٿي، ته ظاهريءَ طرح حالتن اهڙو وٺي ڦيرو ڪاڌو، جو پاليوسين ته اسان جي علم ادب جون ڪچڙيون مکڙيون جيڪي مس ٽڙڻ تي هيون، سي، انهيءَ سيلاب ۾، ڪي لتجي ۽ ڪي پٽجي، اسان جي هٿان هيڪر ته بنهه ختم ٿي، لڙهي هليون وينديون، ۽ سندن سهڻيون سگنڌ پريون پنکڙيون، چوڌڙ ڇپوٽڻ سان ٻي، پيهر شايد اسان جي پلئي ڪڏهين به پئجي ڪين سگهن!

پر چڪن سان گڏ، نئين زندگيءَ جو نئون پيغام به ته مينهوڳي موسم ئي دنيا کي پهچائيندي آهي! سمنڊ ۾ سپون، بيابانن ۾ ڪاٺل تتل واريءَ جا ذرا، ۽ ٻستين ۾ ڍور ڍڳا، پکي پرندا ۽ هاري ناري ٻه ته انهيءَ آب حيات سان پنهنجون آجون لاهي، حياتيءَ جا ثمر حاصل ڪندا آهن! ساڳيءَ ريت، آزاديءَ ملڻ سان ئي ڏٺوسين ته چوڌاري، سنڌي ادب جا سوين سيڪڙائو، نون ارادن ۽ نون امنگن سان، پنهنجا پنهنجا ساز سامان سينگاري ۽ صاف ڪري، ميدان تي نڪري آيا: سنڌي ادب جي ويران ۽ لهسيل باغ کي پيهر سرسبز ۽ شاداب بنائڻ لاءِ ڪيتريون ئي رس ڀريون ڪچهريون ۽ مدبرانہ مجلسون ڪئيون ٿيون، ۽ هرڪو، هند توڙي سنڌ ۾، پنهنجي پنهنجي منهن ۽ پنهنجي پنهنجي وت ۽ وس آهر، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جي باغبانيءَ ۾ دل جان سان جنبي ويو: ايتريقدر جو ترت ئي اسان جا ڏولاوا ڏور ٿي ويا، ۽ اسان کي نه فقط اهو خوف نه رهيو ته سنڌي ٻولي ۽ ان جو پيش بها ادبي خزانو ڪڏهن ڪو ناپيد ٿي ويندو، پر دلين ۾ اها اميد پڻ اسرڻ لڳيسون ته جيستائين سنڌي مائرن، پنهنجن معصوم ٻچڙن ٻارن کي، پنهنجين محبت ڀرين هنجن ۾، سباجهڙي سنڌي ٻوليءَ جون مٺيون مٺيون لوليون ڏينديون رهنديون: تيستائين اها اسان جي سهڻي سلوڻي ٻولي، ۽ ان جي ادب جا ٻر ٻهار گل ـ ٻوٽا ۽ ڦلدار وڻ، جيئن پوءِ تيئن زياده آڀرندا ۽ آسرندا، وڌندا ۽ ويجهندائي رهندا.

## "ون يونٽ"

آزاديءَ جي وسڪاري ڪان پوءِ، اڄ وري اسان جي ملڪ ۾ پيهر آسمان آڳميو آهي، ڪنوڻيون ڪڙڪيون آهن، ۽ ڀريل بادل بنهه برسڻ وارائي آهن. مغربي پاڪستان يعني بلوچستان، سرحد،

پنجاب ۽ سنڌ جي، هڪ ”وحدت“ قائم ٿي رهي آهي. ميمهوڳيءَ ۾، سنڌ جا ڏنار پهنوار ۽ هاري ناري، وسندڙ آسمان ڏانهن نهاري، ”پيچ، مولا! پيچ“ ٻه پيا ڪندا آهن، ته وڇن جا چمڪات ۽ گوڙين جا تڙڪات ٻڌي، پنهنجن تمندڙ ٿونن ۽ جهرندڙ جهوپڙين ۾، خوف وچان، پنل پڪيڙن وانگر، متڙا لڪايو، ”الله صمد، الله صمد“ ٻه وينا پڙهندا آهن! سنڌ ۾ ”ون يونٽ“ جي مخالفن توڙي حمايتين جي ٻه اڄ اها ساڳي حالت آهي. چوڏاري، دلين ۾ اهي اڌڪا ٿي پينا آهن ته هاڻي، اسان جي ادب، اسان جي ثقافت، ۽ اسان جي ٻوليءَ جو ڇا ٿيندو!

١٨٦٠ع ۾، جڏهن اٽليءَ جو ملڪ، فرانس، آسٽريا، اسپين ۽ نيپلس جي گڏيل فوجن فتح ڪيو، تڏهن، اٽليءَ جي هڪ لاثاني محب وطن، گئري بالڊيءَ کان پڇيو ويو ته ”هاڻي، اٽليءَ جو ڇا ٿيندو؟“ - تڏهن جهٽ هن ورندي ڏني ته ”ملڪ منهنجو ويو، ته نيٺ وري ورندو: منهنجي ٻولي شل مون کان نه وڃي!“ اڄ، اسان جي حالت گئري بالڊيءَ جي اٽليءَ جهڙي ته نه آهي: نه اسان جو ملڪ ٿو هٿان وڃي، ۽ نه اسان جي ٻوليءَ تي اسان کان کسجي. ”ون يونٽ“ اسان جي پنهنجيءَ ملڪ جي هڪ حصي جي ”وحدت“ آهي - ٻئي ڪندي، اها ”وحدت“ هڪ سياسي ۽ انتظامي وحدت آهي: ۽ انهيءَ نقط نگاهه کان مغربي پاڪستان ته ڇا، پر سمورو پاڪستان، مغرب وارو توڙي مشرق وارو، هڪئي ”سياسي وحدت“ جو درجو رکي ٿو. ائين برابر آهي ته ملڪ جي هيءَ سياسي وحدت، جيئن ٻن يونٽن جي موجودگيءَ ۾ قائم رهي سگهي ٿي، تيئن ان جي هڪ يونٽ ۾ هڪ کان وڌيڪ صوبن جي موجودگي ٻه ان کي ٽوڙي نٿي سگهي: پر جيڪڏهن اچوڪن ويهارو ڪن جمهوريت ناآشنا صوبن ۽ رياستن کي ملائي، انهن جو هڪئي انتظامي مرڪز قائم ڪيو ٿو وڃي، ته ان مان آخر ڪنهن تهذيب، ڪنهن ثقافت، ڪنهن ٻوليءَ ۽ ان جي ادب کي، ڪنهن نقصان جو انديشو ڇو پيدا ٿئي؟ مغربي پاڪستان جي هن خالص ”انتظامي وحدت“ جي هيءَ معنيٰ ته هرگز نه آهي ته اتي بلوچ، پٺاڻ، پنجابي ۽ سنڌي ٻولين ۽ ثقافتن جو ڪو مستقل ۽ علحدو وجود ئي ڪونهي! ائين وسهڻ ۽ ائين چوڻ ٿيندو ڄڻ سج جي تڙڪي کي ڪاريءَ هيناان لڪائي وٺڻ جي دعوا ڪرڻ. جيڪڏهن يونائيٽيڊ اسٽيٽس، چين، برطانيا، ڪئناڊا، سئٽزرلنڊ وغيره جهڙا عظيم ملڪ، پنهنجي پنهنجي جڳهه تي، هڪ قومي وحدت هئڻ هوندي ٻه، انتظامي لحاظ کان توڙي ثقافتي ۽ لساني حيثيت ۾، سچ پچ هڪ کان وڌيڪ رياستن، ٻولين ۽ قوميتن جا مجموعا آهن، ته عين ممڪن آهي ته ڪجهه عرصي کان پوءِ، جڏهن اسان ۾ جمهوريت جي شناس ۽ ان جي صلاحيت پيدا ٿئي، تڏهن خود ان زماني جي ملڪي انتظام لاءِ لازمي ٿي پوي ته ثقافت ۽ ٻوليءَ جي خصوصيتن کي خيال ۾ رکندي، پيهر هتي بلوچستان، سرحد، پنجاب ۽ سنڌ جون مڪاني خود حڪومت جمهوريتون ٺاهيون وڃن، ۽ اهڙيءَ طرح لفظ ”پاڪستان“ جي اصلي تصوير مطابق، صالح ۽ صحتمند ”ڪثرت“ جي بنياد تي، اسان جي وطن پاڪ جي ٻه هڪ،

واقعي حقيقي معنيٰ ۾، مضبوط، لافاني ۽ عظيم ”وحدت“ قائم ٿي وڃي. اسان هاڻي به پاڪستاني آهيون، ۽ پوءِ به پاڪستاني ٿي رهنداسون: پر جيئن هندو، ڪرستان، پارسي ۽ مسلمان هڪ ٻئي سان گڏ، اسان ڪي ڪو پاڪستاني ٿيڻ کان روڪي نٿو سگهي، تيئن پاڪستاني هڪ ٻئي سان گڏ، نه هاڻي ٿي اسان کي ڪو بلوچ، پٺاڻ، پنجابي، بنگالي ۽ سنڌي هئڻ کان روڪي ٿو، ۽ نه آئنده ٿي ڪو روڪي سگهندو.

سنڌي ثقافت ۽ سنڌي ٻولي امر آهن. ”مهراڻ“ جي اڳئين اشاعت ۾ هڪ هنڌ اسان چيو هو ته 'سنڌ، سنڌي قوم ۽ سنڌي ثقافت ۾ ڪي اهڙيون امتيازي خوبيون موجود آهن، جيڪي جيڪڏهن گم ٿي وڃن، ته انهن جي پورائي يا تلافي ڪنهن به ٻئي ملڪ، ڪنهن به ٻيءَ قوم ۽ ڪنهن به ٻيءَ ثقافت هٿان ٿي نه سگهندي.' ظاهر آهي ته جيسين اسان وٽ اهي امتيازي خصوصيتون موجود آهن، تيسين اسان جي سنڌ، اسان جي سنڌي ثقافت ۽ اسان جي سنڌي ٻولي پڻ قائم آهن - ون يونٽ ۾ توڙي ڪنهن ٻيءَ صورت حال ۾، انهن جو هڪ وار به ونگو ٿي نٿو سگهي. ائين برابر آهي ته جيئن سيڪا لئين ڳالهه ڪي نه ڪي مشڪلاتون پيدا ڪندي آهي، تيئن ”ون يونٽ“ ۾ پڻ اسان لاءِ، اسان جي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب لاءِ ڪي نه ڪي نوان مسئلا ضرور درپيش ايندا. پر سرائيءَ جي ڳالهه وانگر ”آهٽي شئي اي؛ روسون ٻي، ڪاسون ٻه!“ سو پنهنجي ”ون يونٽ“ ۾ به، پنهنجي ٻوليءَ ۽ ادب کي جيڪڏهن اسان پنهنجو ڪري سمجهيو، ۽ ان جي قسمت سان پنهنجيون قسمتون ڳنڍيو سين، ته نه فقط ان ڳالهه جو ڪو امڪان ڪونهي، پر اهو ڪو سوال ئي ڪونه ٿو اٿي ته ان کي ڪنهن قسم جو ڪو گزند پهچي سگهندو.

## اديب، ناشر، ۽ پڙهندڙ.

”ون يونٽ“ ته پاڻ هڪ موقعو آهي، جنهن ۾ اسين پنهنجي ٻوليءَ جي ڪامياب مستقبل جي هڪ بنيادي ۽ پائدار تعمير ڪري سگهون ٿا: ضرورت فقط هن ڳالهه جي آهي ته سڄاڻ هاريءَ وانگر، زمين آهر ۽ موسم پٽاندر ٻج ڇٽيون، پنهنجن فرضن جي ڄاڻ ۽ ذميوارين جو احساس ڌاريون، پنهنجي آسپاس کي ڏسون ۽ جاچيون، وقت جي تقاضا ۽ زماني جي اشاري کي ٻنهي دل جي ڪنن سان ٻڌون ۽ هٿئين سان هنداريون: ائين ڪرڻ سان ئي اسان جا اديب ۽ ناشر، پنهنجي همعصر دور توڙي آئنده نسلن لاءِ، صحيح فخر جو باعث بنجي سگهن ٿا، ۽ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي مخلص ۽ لافاني خادمن جي زمري ۾ داخل ٿي سگهن ٿا.

ادب، واندڪائيءَ جي وندر، ناموريءَ جو ذريعو ۽ پئسي پيدا ڪرڻ جو وسيلو به برابر آهي، پر ان جو اصلي شان ڪنهن زيادهه اعليٰ ۽ پاڪيزه مقصد لاءِ مخصوص آهي. ادب ذريعي، انسانن جي ذهن کي اڇو اجرو ۽ صاف ڪري سگهجي ٿو: ڪين صحيح سمجهه ۽ شعور سان روشناس ڪري سگهجي ٿو: سندن دلين ۾ هن عيبدار دنيا کي بدلائي، نئين سر ناهڻ جا جذبا

۽ امنگ، همتون ۽ ارادا پيدا ڪري سگهجن ٿا؛ منجهن علم جو احترام، سچ لاءِ محبت ۽ حسن جي صحيح پرک پروڙ لاءِ ڀرپور جمالياتي حس، ۽ انسان ۽ انسان جي عظمت جو قدر ۽ احساس پيدا ڪري سگهجن ٿا. جيڪڏهن اسان اديب ۽ ناشر، ادب جي انهن اعليٰ مقصدن کي خيال ۾ رکنداسون، ته يقيناً پنهنجي ادبي تخليقن ۽ مطبوعات کي سندن مڙني معنوي توڙي ظاهري وصفن سان ڀرپور سينگاري ناهي، مڪمل ڪري، پوءِ ئي پنهنجن محترم پڙهندڙن اڳيان پيش ڪرڻ جي جرات ڪري سگهنداسون. جڏهن پنهنجن پڙهندڙن لاءِ عزت ۽ محبت جو اظهار، انهيءَ صورت ۾ اسين ڪنداسون، تڏهن ئي هنن جي دلين ۾ اسان لاءِ محبت ۽ عزت جا جذبا پيدا ٿيندا؛ ۽ پوءِ اديب، ناشر، ۽ پڙهندڙ ٽيئي گڏجي پنهنجون سموريون دلچسپيون ۽ ڪوششون هڪ ئي گڏيل مقصد، يعني ٻوليءَ ۽ ادب جي تحفظ ۽ ترقيءَ لاءِ، مخصوص ڪري سگهندا. ٻيءَ حالت ۾، جيڪڏهن لکڻ وارا صرف بي لغام قلم ڪارين ۾ تيز، ناشر صرف غلط ۽ بدزيب ڇپيل ڪتابن تي بيجا قيمتن هڻڻ ۾ پڙ، ۽ پڙهندڙ صرف مفت جي ڪتابن تي اتفاقي نظر ڦيرائڻ ۾ ئي خوش هوندا، ته پوءِ اسان جو غريب ادب جتي آهي، بس اتيئي پيو اسڙڪندو: انهن حالتن ۾، ۽ اهڙن اديبن، ناشرن ۽ پڙهندڙن هٿان، ان جو اسرڻ ۽ وڌڻ ويجهڙ ذرا مشڪل ٿو معلوم ٿئي.

## "مهراڻ"

"مهراڻ" جي ڀرئين پرچي کي جنهن پريم سان مرتب ڪري، سينگاري ناهي، پنهنجن عزيز پڙهندڙن جي هٿن ۾ اسان پيش ڪيو، ان لاءِ اسان جي اميدن کان به سوائي شاباس، اسان کي ڪانئن ملي چڪي آهي. ان لاءِ، اسان سندن نهايت شڪرگذار آهيون. اسان کي پنهنجن اوڻاين جو به پورو احساس آهي: تنهنڪري، هڪ گهڙيءَ لاءِ به اسان وسڪي ويهي نه رهيا آهيون ته اسان جي ڀرپور پيشڪش رڳو تعريف جي لائق هئي، ۽ ان ۾ ڪي نقص هئائي ڪونه. ڪٿي، پنهنجي اعليٰ مقصد جي بلند معيار تي پڪ آهي ته پهچي نه سگهيا آهيون. تنهنڪري، پنهنجي محترم پڙهندڙن کي ڀرپور گذارش هيءَ آهي ته جتي به هو اسان جي ڪا ڀل چڪ ڏسن، اتي ڀلائي ڪري اسان جي رهبري ڪن. "مهراڻ" جي ڀرئين توڙي هن پرچي ۾ جيڪي به خوبيون ۽ خاصيتون موجود آهن، تن لاءِ گهڻي ڀاڱي اسان جي شاعرن، افسانه نويسن ۽ مضمون نگار دوستن کي ئي جس ڇئجي ته وڌيڪ مناسب آهي. "مهراڻ" جي اوڻاين لاءِ، اسان خالص پاڻ کي جوابدار سمجهون ٿا، چو ته هڪ ته مواد جي چونڊ اسان پاڻ ڪئي آهي، ۽ ٻيو ته پنهنجن ڪن سنڌي اديبن ۽ عالمن کان سندن ادبي شاهڪار اڃا هٿ نه ڪري سگهيا آهيون، جو اهڙي جامع ذخيري مان ڪا اڃائي وڌيڪ بهتر چونڊ ممڪن ٿي سگهي ها. پنهنجين نيازمندانه منٿن ميڙين کي اڃا ايترو اثرائتو نه بنائي سگهيا آهيون، جو اسان جا اهي اديب ۽ عالم اسان کي پنهنجي قلم جي نظر فيض اثر سان نوازڻ تي آماده ٿين - اسان اياڻن

ايرن آڏو، جيڪڏهن معاملو "مڙيئي مون ڏانهن، هوتن ڏانهن نه هڪڙي" تي ئي ختم ته به چئبو ته لـک ڪنياسون!

## گذارش

آخر ۾، پنهنجن محترم اديبن ۽ پڙهندڙن، سنڌ توڙي هند وارن، جي خدمت ۾ وري به عرض ٿا ڪريون ته هو سنڌي زبان ۽ ان جي ڪارآمد ادب جي اشاعت لاءِ اسان جا ساٿي ٿين؛ اسان ڏانهن وقت بوقت پنهنجا مشورا موڪلين، اسان سندن قلمي تعاون، سندن تجويزن ۽ نڪته چينين کي عزت جي نگاهه سان ڏسون ٿا. ـ والسلام! ـــ م. ا. ج

[مهراڻ: بهار، ١٩٥٥ع]

# ٻولي

”ٻوليءَ“ جي مفهوم ۾ ان جو ڳالهائڻ ۽ لکڻ ٻئي شامل آهن، ظاهر آهي ته ٻوليءَ جي انهن ٻن حيثيتن ۾ وڏو فرق آهي. ڳالهائڻ جي حيثيت ۾، ٻولي ڦرندي گهرندي ٿي رهي: سندس آواز، آچار، لهجو، لفظ ۽ انهن جون معنائون ڪي قدر هميشه بدلجنديون ٿيون رهن. هي جو چوندا آهن ته ”ٻارهين ڪوهين ٻولي ٻي“ـ سو به ٻوليءَ جي انهيءَ ڳالهائڻ واريءَ حيثيت کي خيال ۾ رکي ائين چوندا آهن. هڪڙيءَ ٻوليءَ جا هڪ کان وڌيڪ مقامي روپ، انهن مقامي روپن مان اڳتي هلي جدا جدا ٻولين جو نڪرڻ، ۽ اهڙيءَ طرح شروعات ۾ دنيا جي ٻنهه ٻن-چئن ٻولين مان وڌي، اڄ جي صدها ٻولين جو وجود ۾ اچڻ- اهي سڀئي، ”ٻوليءَ“ جي ڳالهائڻ واريءَ حيثيت جا ڪرشما آهن. برخلاف ان جي، ٻوليءَ جي لکڻ واري حيثيت، ٻوليءَ جي انهيءَ ڦيرگهير کي ڪافي حد تائين روڪي ٿي، ۽ ان ۾ هڪ قسم جي هڪجهڙائي ۽ دائميت پيدا ٿي ڪري. هڪ دفعو، ٻوليءَ جي صورتخطي، سندس لفظن جي هِجي ۽ معنيٰ، جملن جي ترتيب ۽ ان جا اصول، تحريري صورت ۾ قائم ٿي ويا؛ هڪ دفعو ڪنهن ٻوليءَ پنهنجو ادبي سرمايو تحريري صورت ۾ محفوظ ڪري ورتو؛ هڪ دفعو ڪنهن ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن ان جي آئينده علمي ۽ ادبي ترقيءَ جا سامان، ۽ ان جي عام سکڻ ۽ سيکارڻ جا وسيلا پيدا ڪري ورتا- ته پوءِ ان ٻوليءَ گويا پنهنجو مستقبل دائمي طور محفوظ ڪري ورتو، ۽ پڻ چئبو ته پوءِ ان ٻوليءَ ۾ ڪنهن بنيادي تبديل يا بگاڙي اچڻ جا امڪان ٻنهه ختم ٿي چڪا.

## سنڌي ٻولي، ۽ ان جا ڳالهائيندڙ

اسان جي موجوده سنڌي پنهنجي سر هڪ قديم ٻولي هجي يا نه، هوءَ هڪ قديم‌النسل ٻولي آهي، تنهن کان ڪنهن کي به انڪار ڪونهي. عيسوي سن کان ٻ-اڍائي هزار ورهيه اڳ سنسڪرت ٻولي سنڌ (۽ هند) ۾ داخل ٿي. تنهن کان اڳ موهن جي دڙي جي سڀيتا جي ڪهڙي ٻولي هئي، ۽ ان سان اسان جي موجوده سنڌيءَ جو ڪهڙو ۽ ڪيترو لاڳاپو ثابت ٿي سگهي ٿو، ان متعلق فقط تڏهين ئي ڪي ڪجهه چئي سگهبو، جڏهن موهن جي دڙي مان لڌل مهرن تي جيڪي حرف لکيل آهن تن جي پڙهڻ ۾، ۽ اهي حرف ڪهڙيءَ ٻوليءَ ۾ لکيل آهن، ان ٻوليءَ جي سمجهڻ ۾ دنيا جا عالم ڪامياب ٿي سگهن. بهرحال، سنڌيءَ

جو سڌو سنئون بنياد، سنسڪرت کي ئي شمار ڪيو ٿو وڃي. اوائلي سنسڪرت بدلجي، وچولي درجي واريءَ سنسڪرت ۽ پوءِ آخرين قسم جي سنسڪرت جو روپ اختيار ڪيو: ان کان پوءِ پراڪرت جي مختلف قسمن مان هڪ قسم يعني اپڀرنش پراڪرت جي بگڙيل صورت، جنهن کي وراچڊ اپڀرنش چيو ٿو وڃي، وجود ۾ آئي: وراچڊ اپڀرنش ۾ وڌيڪ جو بگاڙو ۽ ڦيرو آيو: تنهن اٽڪل يارهين صدي عيسويءَ ۾، اسان جي موجوده سنڌيءَ کي جنم ڏنو. اڄ خود سنڌيءَ جا ڇهه ست (نهايت هلڪا) مقامي روپ آهن، جهڙوڪ اتراڌي (ڪنهن حد تائين) سرائڪي، وچولي، لاڙي، لاسي، ٿري ۽ ڪڇي: ۽ سنڌس ڪل ڳالهائڻ وارن جو تعداد ست لک کن آهي، جيڪي پاڪستان ۾ سنڌ، خيرپور ۽ لسٻيلي جي رياستن ۾، ۽ هوڏانهن هندستان ۾ بمبئي ۽ اجمير جي شهرن ۽ راجستان جي ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ جوناڳڙهه وارن ڀاڱن ۾ پکڙيا پيا آهن.

## سنڌي ٻوليءَ جا مسئلا

"ملڪ" جي ورهاڱي کان پوءِ، اٽڪل اٺ لک سنڌي هندو، سنڌ کي ڇڏي، هندستان ويا، ۽ اتان اٽڪل ٽي لک ڪڇي، ڪاٺياواڙي ۽ جوناڳڙهي ميمڻ ۽ ٻيا جن جي مادري ٻولي (فقط ڳالهائڻ جي حيثيت ۾) ڪڇي سنڌي آهي، سنڌ ۾ لڏي آيا آهن. انهيءَ ٻه طرفي لڏپلاڻ، سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪي نهايت اهم ۽ مشڪل مسئلا پيدا ڪيا آهن، جن کي سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ اسان جو فرض آهي. ڪڇ جي هڪ عوامي شاعر شري ڪاراڻيءَ، هتان کان اوڏانهن لڏي ويل سنڌين جي آجيان ۾، پنهنجي ڪڇي سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ گيت چيو آهي،* ساڳيءَ ريت، جيڪڏهن ڪڇ کان هيڏانهن لڏي آيل پنهنجن سنڌي ڀائرن جي هتي اسين به اهڙيءَ ئي قسم جي آجيان ڪيون، ۽ ان نموني سنڌ توڙي هند جا سڀ نوان ۽ پراڻا سنڌي گڏجي پنهنجي پنهنجي منهن، پنهنجي مادري ٻوليءَ جي خدمت ۾ لڳي وڃون، ته هوند سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ساهتيه جو مستقبل نهايت شاندار ٿي سگهي ٿو. جيئن هتي پاڪستان جي لسٻيلي رياست جي ماڻهن جي جيتوڻيڪ مادري ٻولي سنڌي آهي، تنهن هوندي به تعليم کين اردو ٻوليءَ ۾ ڏني ٿي وڃي، تيئن هتي هندستان ۾ جيڪي ڪڇي ۽ ڪاٺياواڙي "سنڌي" آهن، تن کي تعليم گجراتيءَ ۾ ڏني وڃي ٿي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي، جو هيڏانهن لسٻيلي جي سنڌي ڀائرن کي ۽ هوڏانهن ڪڇي ۽ ڪاٺياواڙي ڀائرن کي پنهنجي مادري زبان ۾ تعليم ملي. ان مان نه رڳو هنن جي تعليم سهنجي ۽ سولي ٿي پوندي، پر سنڌي ٻوليءَ کي به ڪي لک ماڻهن جا وڌيڪ لکڻ پڙهڻ وارا ملي پوندا، ۽ ٻوليءَ جي ادب ۾ به اضافو ٿيندو. اهو اسان جو ئي فرض آهي ته ان لاءِ ڪو اهڙو آواز اٿاريون، جو اهي لاسي، ڪڇي، ڪاٺياواڙي ۽ جوناڳڙهي ڀائر، هت ۽ هت، انهيءَ ڳالهه جي ضرورت محسوس ڪري، اسان سان سات ڏين. ۽ پنهنجي منڙيءَ مادري زبان لاءِ ڪجهه ڪن!

* اهو گيت، مهراڻ جي نمبر ٣ (اونهارو)، سال ١٩٥٥ع ۾ صفحي ١٧٧ تي ڇپيل آهي.

"ورهاڱي" جي ڪري، جيڪي سنڌي سچڻ پارت ۾ وجي آسودا ٿيا آهن، سي به اسان وانگر سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ڪاڻ ادب ۽ ساهتيہ ڪي ميدان ۾ آٿي رهيا آهن. هنن جو نئون ماحول، جو گهڻو ڪري گجراتي، مرهٽي ۽ هندي ٻولين جو ماحول آهي، ضرور هنن جي ٻوليءَ تي، ڳالهائڻ توڙي لکڻ ۾، پنهنجو اثر ڪندو. اسان وٽ به اردوءَ جو وايومنڊل اسان جي ٻوليءَ ۽ ادب تي اثر ڪري رهيو آهي. انهيءَ ڪري ٻوليءَ جي گهڻگهرن لاءِ اهو به هڪ مسئلو آهي ته اهو اثر ڪٿان ڪن سالن جي عرصي ڪان پوءِ اهڙو گهرو ۽ اونهو ٿي وجي، جو هيتي جي سنڌي ٻولي، اردو، فارسي ۽ عربي لفظن جي گهڻي ٽنبجڻ ڪري، پارت جي سنڌي سڄڻن لاءِ ماڳهين اوپري ٿي پوي- ۽ هُتي جي سنڌي، هندي، مرهٽي ۽ ٻين ٻولين جي غير مانوس لفظن جي ڪري، هيتي اسان سنڌين لاءِ سمجهڻ ڪان ڳري ٿي پوي. ٻنهي طرفن جي سنڌي اديبن ۽ ليکڪن تي اهو فرض آهي ته ٻولي اهڙي لکن، جنهن ۾ ڌارين ٻولين جو اٿسهائيندو، غيرضروري ۽ اجايو استعمال نہ هجي، ۽ منجهس سنڌي ٻوليءَ جي اصلوڪي سوڀيا ۽ سلوڻائي قائم رهندي اچي. نہ رڳو اهو، پر هيئنر پارت ۾ جو مسئلو اٿيو آهي ته ٻوليءَ جي لپي ڪهڙي رکجي- عربي يا ناگري؟- سو اسان سڀني لاءِ ڌيان جوڳو مسئلو آهي. اسين ته پنهنجن پائرن ڪي سنت اهائي ڪنداسين ته هو پنهنجي ٻوليءَ جي صدقي ان جي لپي اهائي قائم رکن، جنهن ۾ اسان جو گڏيل علمي ۽ ادبي خزانو ۽ صدين جي سيپتا محفوظ ٿيل آهي. لپيءَ جي هاڻوڪي صورت، جيئن به آهي، اسان جي ادبي ضرورتن سارو آهي- ۽ لپي ڪي ڦيرائڻ مان هيتي ۽ هُتي جي سنڌين ۾ جو ويڇو پئجي ويندو، تنهن جو سڄڻ پوءِ محال ٿي پوندو.

انهن سمورين ڳالهين سان گڏ، ٻوليءَ جون پيون به ضرورتون ڌيان جوڳيون آهن — مثال طور، اسان جي لفظن جي صورتخطي يا هجي يا گرامر جي صورت سيکنهن هند ساڳي هئڻ گهرجي. جيتوڻيڪ لکجڻ جي حيثيت ۾، اسان جي ٻوليءَ ۾ ڪافي هڪجهڙائي ۽ دائميت پيدا ٿي چڪي آهي، تنهن هوندي به ڪيترائي لفظ آهن جيڪي مختلف هندن تي مختلف ماڻهو جدا جدا لکن ۽ ڪم ۾ آڻين ٿا- مثال طور: (١) "نون غني" وارا لفظ (چڱو، چنگو، چڱون، چنگون: وغيره)، "ء، و ۽ ي" وارا لفظ جن ۾ اهي حرف علت، حرف صحيح طور ڪم ٿا اچن، ۽ هڪبئي ۾ پيا متجن ستجن (هئا، هوا، هيا: وغيره)، "اِي يا آو" پڇاڙيءَ وارن لفظن جون اهي صورتون جن ۾ "الف همزو" پنيان استعمال ڪرڻو آهي (چوڪريءَ رلو، چوڪري رلو: مئوءِ ڪي، مئو ڪي: وغيره)، "هاي ساڪت" پڇاڙيءَ وارا فارسي لفظ (زمانہ: وغيره) جن ڪي سنڌي صورت ۾ آڻڻ گهرجي (زمانو، زمانا، زماني: وغيره)، الڳ الڳ معنيٰ ۽ وجود رکڻ وارا هڪبئي سان لاڳاپيل لفظ جيڪي هڪبئي ڪان الڳ ڪري لکجن (مون ڪي، مونکي، ڌڻهن ڪان سواءِ، تنهنڪانسواءِ: ٻيءَ طرح، ٻيئطرح:

وغيره)، لفظ جيڪي گڏي لکڻ گهرجن (منهنجو، منهن جو؛ پنهنجو، پنهن جو؛ تنهنجو، تنهن جو)، وغيره. ٻوليءَ ۾ وزن، اثر ۽ سولهن پيدا ڪرڻ لاءِ بيهڪ جي نشانين (، ؛ : ! ؟ " " ' ' – .) جو استعمال نهايت ضروري آهي. دنيا جي سڌريل ٻولين جي حالت ۾، صورتخطي يا هجي جي چُڪن، بيهڪ جي نشانين جي غلط واپرائڻ ۽ لفظن جي غير موزون، نامناسب يا غيرضروري استعمال ۽ اهڙين ٻين خالص فني خامين کي نهايت عيبدار ڳالهه سمجهيو ويندو آهي. انهن چيزن کي نظرانداز ڪرڻ سان اسان جا اديب ۽ ساهتيڪار، پنهنجي ٻوليءَ جي هڪجهڙائيءَ ۽ دائميت کي وڏو ڌڪ ٿا هڻن. انهيءَ طرح جي مسئلا ويهي ڳولبا تہ بيشمار اهڙيون ڳالهيون ملنديون، جي اسان جو ڌيان ڇڪائينديون. هنن جزوي مثالن جو مقصد رکو اهو آهي تہ انهن سمورين ڳالهين تي سوچي، ويچاري اسين اهڙي ڪوشش ڪريون جو ٻوليءَ جا اهي مسئلا ڪاميابيءَ سان حل ٿيندا رهن، ۽ اسان جو ادبي ۽ علمي خزانو مفاصلي، ماحول ۽ زماني جي ڦيرين گهيرين هوندي بہ سدائين وڌندو ويجهندو رهي.

## سنڌي ريڊيو اسٽيشن

ٻوليءَ ۽ سڀيتا کي قائم رکڻ لاءِ ٻوليءَ جي لکجڻ واريءَ صورت سان گڏ، ڳالهائجڻ وارو پهلو بہ مکيہ آهي. ڳالهائجڻ ۾ اچڻ وقت، ٻولي جدا جدا هنڌن تي جدا جدا صورتون وٺندي آهي. مفاصلو ۽ ماحول جڏهن بہ متبو، تڏهن ڳالهائجڻ واري صورت بہ هري هري ٿي مٽجڻ شروع ڪندي. اسان جي سنڌي بہ انهن ڪيترين صورتن ۾ مٽجندي رهي آهي. اتر ۾ ٻوليءَ جي، ڳالهائجڻ ۾، صورت هڪڙي آهي، لاڙ ۾ ٻي، ٿر ۾ ٽي، تہ ڪڇ ۾ وچئون چوٿين. اهو صرف انهيءَ ڪري ٿئي ٿو، جو ماڻهن جا ماحول جدا جدا آهن. جيئن جيئن ماڻهن جي پاڻ ۾ ملڻ جا ذريعا گهٽ هوندا، تيئن ٻوليءَ جون صورتون مٽبيون رهنديون آهن، لهجي ۽ آچار ۾ فرق پوندو ويندو آهي. انهيءَ جو علاج لکڻ جي صورت ۾ ڪرڻ کان سواءِ، ڳالهائجڻ ۾ هڪجهڙائي ۽ مرڪزيت پيدا ڪرڻ سان بہ ٿي سگهندو آهي. هاڻ تہ ملڪ ۾ ماڻهن جي پاڻ ۾ ملڻ جلڻ جا ذريعا بہ عام جام آهن — پر ان هوندي بہ ماڻهن جي تعليمي طرح پوئتي پيل حالت انهيءَ جي اثر کي زائل ڪريو ڇڏي. انهيءَ ڪري، ماڻهن جي تعليم عام ڪرڻ سان ئي ٻوليءَ جي دائمي مرڪزيت قائم رهي سگهندي. ٻوليءَ ۾ اها هڪجهڙائي ۽ مرڪزيت پيدا ڪرڻ ۾ ريڊيو بہ ڏاڍي ڪارائتي چيز آهي. ريڊيو ذريعي، ٻولي دنيا ۾ هرهنڌ پنهنجي صحيح ۽ مرڪزي صورت ۾ ماڻهن تائين پهچي سگهي ٿي. ان کان سواءِ سڀيتا جون مکيہ ضرورتون ۽ ڪيفيتون ماڻهن تائين پهچائڻ ۾ ريڊيو جو وڏو هٿ آهي. اسان جي سنڌ، هيل تائين انهيءَ کان محروم هئي، پر تازو حيدرآباد ۾ ريڊيو اسٽيشن کولي وئي آهي. اهو سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي تهذيب لاءِ ڏاڍو سنو سوڻ آهي. سچ پچ تہ ريڊيو، ٻوليءَ جي مختلف آچارن ۽ صورتن، ۽ سڀيتا جي مختلف پهلوئن ۾ هم آهنگي، هڪجهڙائي ۽ دائميت پيدا ڪرڻ جو ڪارائتو وسيلو آهي. اسان کي اميد آهي تہ حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن انهيءَ ڏس ۾ ڪارائتا قدم کڻندي.

## "مهراڻ"

"مهراڻ" جو هيءُ پرچو اوهان جي هٿن ۾ ڪجهه دير سان پهتو آهي. پنهنجي بچاءَ ۾ ڇا عرض ڪجي! ڪي نه سبب واقعي هئا، جن مهراڻ کي ميدان ۾ آڻڻ ۾ دير ڪرائي! پر اسين انهيءَ دير جي پوراڻي ڏيڍوڻي مواد پيش ڪرڻ سان ڪري رهيا آهيون. اميد ته انهي نذراني کي اسان جا عزيز پڙهندڙ ضرور قبول ڪندا.

"مهراڻ" جي اڳئين پرچي ۾ اسان اعلان ڪيو هو تہ "مختصر افسانن"، "هڪ ڏينهن جي ڳالهہ آهي......" واري عنوان جي مضمونن ۽ "سنڌي نثر جي مثالي ٽڪرن" جي چٽاپيٽي ڪئي ويندي. پر هڪ تہ هن پيري اسان جي لکندڙن کان افسانا يا اهي مضمون ايتري انداز ۾ مليائي ڪونہ، جو انهن کي چٽاپيٽيءَ ۾ آڻي سگهجي، ۽ ٻيو تہ ڪن عالمن ۽ اديبن اهي صلاحون ڏنيون تہ "مهراڻ" جهڙي رسالي لاءِ اهو مناسب ڪين ٿو لڳي تہ انعام طور اديبن کي اهي "پئسڙا" آڇيا وڃن. انهيءَ مشوري تي عمل ڪري انعامي سلسلو واپس وٺي، بند ڪري رهيا آهيون. پر ان سان گڏ لکندڙ صاحبن کي عرض آهي تہ هو مهرباني ڪري پنهنجا افسانا، مضمون يا مثالي نثر جا ٽڪرا دستور موجب ڏياري امائيندا رهن ـــ جيئن اهي عنوان قائم رهندا اچن. اسان کي اميد آهي تہ اسان جا اديب اسان کي پنهنجون قلمي ڪاوشون موڪلي احسانمند ڪندا رهندا، ۽ پنهنجي "مهراڻ" کي ساڳيو آب تاب بخشيدا رهندا، جهڙو هن کان اڳ ان کي بخشيندا رهيا آهن.

## شڪرگذاري

"مهراڻ" جي اڳين ٻن پرچن لاءِ سنڌ ۽ ڀارت جي چوٽيءَ جي اديبن ۽ ليکڪن اسان جي همت افزائي ڪرڻ فرمائي آهي ـــ ۽ رسالن ۽ اخبارن بہ حوصلي افزا تبصرا ۽ سمالوچنائون لکيون آهن. انهيءَ لاءِ اسين انهن سڀني سڄڻن جا تهدل سان شڪرگذار آهيون. درحقيقت اها عزت افزائي رڳو انهن مدبرن، اديبن ۽ شاعرن جي طفيل نصيب ٿي اٿئون، جن پنهنجي دماغي ڪاوشن ۽ ادبي شهپارن سان اسان جي جهوليءَ کي جرڪايو آهي. لک ٿورا ۽ احسان آهن، انهن اديبن ۽ شاعرن جا، جن پنهنجي مٺڙي سنڌيءَ کي اجارڻ ۽ جرڪائڻ ۾ اسان جو ساٿ ڏنو آهي. اسين انهن ساٿين جا بہ بيحد ٿورائتا آهيون، جن ڪي مفيد مشورا ڏيئي اسان جي رهبري ۽ رهنمائي ڪئي آهي.

اسان جي مهربان ۽ مشفق پڙهندڙن ۾ ڪي دوست اهڙا بہ آهن جن کي اسان ۾ خاميون ۽ ڪوتاهيون، اوڻاين ۽ عيبن کان سواءِ ٻيو ڪي بہ نظر ڪونہ ٿو اچي ـــ ايتريقدر جو هو اسان جي لاچيز خدمتن متعلق پنهنجي هڪطرفي راءِ ۽ فيصلي تي نہ فقط نظرثاني ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿيا، پر پنهنجي جذباتي ۽ انتهاپسند اختلافن کي شايع ڪرڻ کان بہ نہ گسا. انهن کي حق آهي تہ هو پڻ پنهنجي عمل کي حق بجانب سمجهن، يا ادبي ۽ علمي خدمت تصور

ڪن — پر ڪين اهو يقيناً معلوم هوندو ته علمي ۽ ادبي حلقن ۾ هنگامه آرائي ۽ انتها پسنديءَ کي سخت معيوب سمجهيو ويجي ٿو. سنجيده طبقو ڪڏهن به هنن جي انهيءَ انتهاپسنديءَ کي سٺيءَ نظر سان نه ڏسندو. ڪاش! اهي حضرات پنهنجن انهن "ادبي خدمتن" تي افادي نقطه نظر سان پيهر غور به ڪن ۽ ڪجهه سوچين به!

## گذارش

آخر ۾، اسين پڙهندڙن، اديبن ۽ ليکڪن کي هڪ نئين گذارش ڪريون ٿا: جيڪڏهن هنن وٽ اسان جي سنڌڙيءَ جي جدا جدا شهرن، ڳوٺن، ڀهراڙين، درياءَ، واهن، ٻيلن ۽ ٻنين جي نظارن جا فوٽا موجود هجن ته مهرباني ڪري "مهراڻ" ۾ ڇپجڻ لاءِ اماڻي ڏين. اسان جي پڙهندڙن ۽ اديبن مان ضرور ڪي ساٿي اهڙن نظارن جي فوٽن ڪيڻ جو ذوق رکندا هوندا. اهي مهرباني ڪري، اهڙا فوٽا اسان کي عنايت ڪن ته اسين سندن شڪريي سان "مهراڻ" ۾ شايع ڪنداسين. انهيءَ مان اسان جي پياري سنڌڙيءَ جي سونهن پرين نظارن کي ڏسي نه رڳو هر سنڌيءَ جون اکڙيون ٺرنديون ۽ دل کي فرحت ملندي، پر هنن کي پنهنجي وطن مبارڪ جي جدا جدا هنڌن متعلق معلومات به حاصل ٿيندي. اميد ته اسان جا اهي مهربان سڄڻ اسان جي هن وينتيءَ کي ضرور قبول ڪندا. —م. ا. ج

[مهراڻ: اونهارو، سال ١٩٥٥ع]

---

٤- ١٩٥٥ع

## فنڪار جا ڳوڙها

"مهراڻ" جي نئين دور جو پهريون سال پورو ٿيو. هي چوٿون ٽه-ماهي پرچو پڙهندڙن جي خدمت ۾ حاضر آهي. پهرين ٽن پرچن جي جيڪا عام قدرشناسي، ۽ ڪن خاص هنڌن تي عيب جوئي ٿي آهي، تنهن مان سمجهجي ٿو ته "مهراڻ" پنهنجي مقصد ۾ گهڻي قدر ڪامياب ٿيو آهي. ڪنهن چڱيءَ شي جو نندجڻ پوءِ به اوترو نقصانڪار نه آهي جيترو ڪنهن بڇڙيءَ شي جو ساراهجڻ - تنهنڪري، جن "مهراڻ" ۾ رڳو اوڻايون ئي اوڻايون ڏٺيون آهن، تن جي پسند جو معيار اچا ئي اوچو سمجهي، ان تائين رسڻ جي ڪوشش ڪرڻ به اسان جو ئي فرض آهي. پلان پليءَ جو چيهه ٿي ڪونهي! ڊينمارڪ ملڪ جي هڪ عظيم بت تراش، برٽل ٿارلڊين، جي ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙي ڏينهن ماڻهن ڏٺو ته هو پنهنجي هڪ تازي ناهيل بت جي سامهون ويٺو روئي! پڇيائونس، "ڪهڙي ڳالهه آهي جو روئين ٿو؟ هيءُ جيڪو بت تراشيو اٿيئي، سو نٿو وڻيئي ڪيئن؟" بت تراش ورائيو، "مون کي هن ۾ ڪوبه نقص ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي!"

چيائونس، ”ڀوءِ چالاءِ ٿو روئين؟“ جواب ڏنائين، ”انهيءَ لاءِ، جو ڀانيان ٿو ته هاڻي منهنجي فن جي ترقي ختم ٿي چڪي — پنهنجي ڪم ۾ ڪو نقص، جو نٿو ڏسي سگهان!“ پنهنجي تخليق جي سامهون ڪو فنڪار ائين ويهي ڳوڙها ڳاڙي، تڏهن ئي سندس فن لافاني ٿي سگهندو. اسين چاهيون ٿا ته اسين پاڻ، ۽ اسان جا سنڌي اديب، شاعر، سگهڙ ۽ پارکو سڀئي پنهنجي سونهاري سنڌي ساهتيہ جي چانئٺ تي پڻ هميشه اهڙي ئي قسم جا ڀوتر ۽ ڀريم ڀريا خود سپردگيءَ جا ڳوڙها نذراني طور پيش ڪندا رهون — ڀوءِ ئي اسين پنهنجي پياريءَ سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي عظيم ادب جا پاڻ کي صحيح خدمتگذار سڏي ۽ سڏائي سگهنداسين.

## لفظن جي چوڏب

ٻولي، آواز جو هڪ مهاساگر آهي. ان ۾ لفظن جي موتين جا ڀنڊار ڀريا پيا آهن. اديب ۽ ليکڪ اهي سچاڻ ۽ ساڃاهه وارا غواص آهن، جيڪي هن بحر بي پايان مان رڳو املهه ۽ عين گهرج وارا موتي چونڊي ٻاهر ٿا آڻين، ۽ پوءِ انهن مان ويهي پنهنجي ادب جون مالهائون ٿا پُوئين. لفظن جي اها چوڏب ۽ جانيتي جڙت ئي آهي، جيڪا هڪ اديب جي عبارت کي امتياز ٿي بخشي. ياد رکڻ جهڙي ڳالهه آهي ته ٻوليءَ جو هر لفظ پس منظر ۾ معنائن جي هڪ دنيا پاڻ وٽ رکي ٿو: ۽ جڏهن ڪو لفظ ڳالهائجي ٿو يا ٻڌجي ٿو، لکجي ٿو يا پڙهجي ٿو، تڏهن اهو پنهنجي انهيءَ سموريءَ دنيا سميت اچي ٿو اسان جي سامهون بيهي. لفظ جي انهيءَ دنيا کي جڏهن سمجهبو، تڏهن ئي ان جو صحيح ۽ وزنائتو استعمال ڪري سگهبو. اهو ئي سبب آهي جو دنيا جي مقبول عام اديبن هميشه ڌارين ٻولين جي غير ضروري لفظن، اصطلاحن ۽ ترڪيبن، ۽ خود پنهنجن ٻولين جي ڳرن ۽ غير مانوس لفظن کي استعمال ڪرڻ کان انتهائي پرهيز پئي ڪئي آهي: ۽ ان جي عوض هنن هميشه ڏٺل وائٺل، سنوان سڌا، عام فهم ۽ سادا سُودا لفظ پئي ڪم آندا آهن. ڪنهن ڳالهه يا لکيت جو اثر بنيادي طرح ته هونئن ٻه آن جي فڪر ۽ معنيٰ تي مدار ٿو رکي: ڳالهه ۾ هوندو ڪي ٻه ڪين، رڳو ٺلهيون هونديون گهنتريون ۽ لفظن جون قلبنديون، ته اهڙين مداحن تي ڪي آگرين تي ڳڻڻ جيترا اِياڻا موهت ٿين ته ٿين، باقي ڪَرَي ڪوتي ڪي چاڻ پرکڻ وارا ته ڪ ئي ڪ پيهر انهن کي ٻڌي آتي جو آتي آٻڌو ڪري ڇڏيندا! ڪم علمي ۽ ذهن جي اڻ-هوند، وڏن وڏن ۽ ڏکين ڏکين لفظن، فارسيءَ جي لاڳيتين ترڪيبن، ۽ عربيءَ جي چِڪچِڪان وارن آچارن ۽ ان جي صرف-نحو جي پابندين جي غلافن ۾ ڪڏهن ٻه لڪي ڪين سگهندي! تنهنڪري، هي جو سنڌي ٻوليءَ لاءِ تحرڪ اٿيو آهي ته نج سنڌي ڳالهائڻ ۽ لکڻ گهرجي، تنهن ڏانهن اسان جي محترم اديبن کي گهرجي ته جوڳو ڌيان ڏين، ان جي اصلي اهميت کي سڃاڻن ۽ سندس بنيادي مقصد کي سمجهن: اڄ اسان جا پڙهندڙ محض لفظن جي گورکڌنڌي ۾ ڦاسڻ لاءِ تيار نه آهن، ۽ نه وري رڳو انهن جي ظاهري ڏيک ويک ۽ رعب تاب تي پنيلجي يا دهلجي ويهي رهڻ

وارا آهن. اڄ اسان جي پڙهندڙن کي اهو ادب گهرجي جيڪو سنڌن زندگيءَ جي حقيقتن جي ترجماني ڪري، جيڪو ڪين زندگيءَ جي سڌارڻ ۽ سنوارڻ جو راهون ڏسي، ۽ جيڪو وڌن اهڙيءَ ٻوليءَ ۾ پهچي، جنهن ٻوليءَ کي هو ٻڌي سگهن، سمجهي سگهن ۽ هنئين سان هنڊائي سگهن.

## ٻولين جي ڏي-وٺ

اسان جا لکندڙ هتي هي سوال اٿاري سگهن ٿا ته "ڇا اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ ايترو ذخيرو موجود آهي، جو اسان جي مڙني ادبي ۽ علمي ضرورتن جي پورائي ٿي سگهي؟" جواب ۾ عرض آهي ته ان ڳالهه جو دارومدار "ضرورت" جي مخصوص نوعيت تي آهي: خالص ادبي ضرورتن يعني شعر و شاعري، افسانه نويسي ۽ تنقيد وغيره لاءِ ۽ پڻ ٻين انيڪ علمي ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ به ايترو ئي ذخيرو موجود آهي، جيترو دنيا جي ٻين سڌريل ٻولين ۾ — فرق رڳو هيءُ آهي ته هنن ۾ خالص علمي اصطلاحن جو انداز نسبتاً زيادهه آهي. علمي اصطلاح آنهن ٻولين ۾ ڪي اصل ڪان موجود ڪونه هئا: جيئن جيئن آهي ٻوليون جدا جدا علمن جي جديد ترقي يافته صورتن سان روشناس ٿينديون ويون، ۽ جيئن جيئن سنڌن سماجي پس منظر، جاگيرداري دور مان نڪري صنعتي دور ڏانهن وڌندو ويو، تيئن تيئن وايو منڊل جي نين نين ضرورتن سارو انهن ٻولين ۾ نوان نوان لفظ ۽ اصطلاح پڻ داخل ٿيندا ويا. ٻين ٻولين وانگر اسان جي ٻولي به آئندي اهي نوان علمي لفظ ۽ اصطلاح ڪجهه پنهنجو پاڻ سان پيدا ڪري، ڪجهه ٻين ٻولين کان گهُري، هٿ ڪري سگهي ٿي. سڀيئي ٻوليون اهڙي قسم جي ڏي-وٺ هميشه پيون ڪن: ان ڪان سواءِ سنڌن سامهون ٻيو ڪو چارو به ڪونهي، تنهنڪري، جيڪڏهن اسان جي ٻوليءَ به وقت سِر ٻين ٻولين ڪان ڪي لفظ هٿ ڪيا ته ان ۾ ڪوبه اهم ڪونهي — خود ڪانئس به ته ٻين ٻولين ڪي لفظ ڪنيا آهن! پر، هيءَ ته نيٺ به شانائتي ڳالهه نه چئبي جو پنهنجي هَڙَ ۾ موڙيءَ هوندي به ڪشتو ڪٺي ٻين جي دران ٻنَ ڪبي وتجي! اسان کي يقين آهي ته جيڪڏهن اسان جا شاعر ۽ اديب پنهنجي ٻوليءَ جي اصلي خزانن کي جاچيندا، سنڌس اوائلي ادب جو پورو مطالعو ڪندا، پنهنجن اڳين شاعرن ۽ اديبن جي لافاني تخليق کي پنهنجي لاءِ مشعل راهه بنائيندا، ۽ وڏي ڳالهه ته پنهنجي ٻوليءَ جي سدا حيات، عظيم ۽ اکٽ سرچشمن يعني پنهنجي سنڌي عوام سان پنهنجا جيئرا جاڳندا ۽ قريبي ناتا قائم رکندا، ته پوءِ هو ڏسندا ته نازڪ ڪان نازڪ جذبن، لطيف ڪان لطيف امنگن ۽ مشڪل ڪان مشڪل خيالن کي بيان ڪرڻ لاءِ به سنڌن ٻوليءَ ۾ لفظن جي ڪا اٿاٿ ڪانهي.

## "نج" سنڌي لفظ

نج سنڌي ٻوليءَ جي استعمال ڪرڻ جي صلاح ٻڌي، ڪن دوستن کي چرچو سُجهي ايندو آهي، ۽ وينا ٽاڙيندا آهن ته صلاح ڏيندڙ حضرت ڪٿي ڪو ڏارينءَ ٻوليءَ جو لفظ ڪم آڻي

تہ ڪو مزو لڳي! ظاهر آهي تہ هيءَ طعنيبازي ۽ هڪٻئي کي شهہ ڏيڻ واري — هيءَ روش درست لٿي سگهجي. مطلب هي هرگز نہ آهي تہ سمورا ڌاريا لفظ ٻوليءَ مان چونڊي چونڊي، هڪ هڪ ڪري، ٻاهر ڦٽا ڪري ڇڏجن! دنيا جي ڪابہ ٻولي جيڪڏهن اهڙيءَ ريت پنهنجي "اصل نسل"، ۽ "خالص خاندان" جي رُج پنيان ڊوڙندي تہ آخر ۾ سواءِ سڃاڻپ ڪان ٿي نڪري ويندي، يا بنهہ ختم ٿي ويندي جي ان لاءِ ڀيو ڪو مستقبل ٿي نہ رهندو! تنهنڪري سنڌيءَ ۾ ٻين ٻولين جا جيڪي لفظ داخل ٿي چڪا آهن، نہ فقط اهي جيئن جو تيئن ان ۾ هميشه موجود رهندا، پر آئندي پڻ اسان جي ٻولي اهڙيءَ ريت ڌارين ٻولين مان لفظن، اصطلاحن، ۽ بيان ۽ فڪر جي طريقن جي ڏي-وٺ ڪندي ئي رهندي. ٻوليءَ جي "لچ" استعمال مان، جيئن مٿي اڳي ئي عرض ڪري آيا آهيون، مراد فقط هيءَ آهي تہ هڪڙو تہ پنهنجي هوندي سوندي ٻين جي اڳيان هٿ نہ ٽنگيو وڃي؛ ۽ ٻيو تہ جڏهن ضرورت آهر ڌارين کان امداد حاصل ڪئي وڃي، تڏهن ان امداد سان گڏ ڌارين جي غلاميءَ جا ڳَٽَ پنهنجي ڳچيءَ ۾ نہ وِڌا وڃن. ٻولين جو اصول آهي تہ ڌارين ٻولين جا لفظ هو هميشه پنهنجن شرطن تي پاڻ وٽ قبول ڪنديون آهن، ۽ خاص پنهنجن طبيعتن پٽاندر ئي اهڙن ڌارين لفظن کي هو پاڻ وٽ کُپائينديون آهن. هرڪا ٻولي جڏهن بہ ڪو ٻاهران لفظ هٿ ڪندي آهي، تڏهن ان لفظ جو استعمال هوءَ پنهنجي قاعدي قانون موجب ڪندي آهي - صورتخطيءَ ۾، اچار ۾، لهجي ۾، گرامر جي صورتن ۾ ان لفظ تي حڪومت نئينءَ ٻوليءَ جي هلندي آهي. لسانيات يا ڀاشاوگيان جو اهو هڪ بنيادي اصول آهي، جيڪو اسان جي سنڌيءَ سان بہ ايترو ئي لاڳو آهي جيترو دنيا جي ٻين سڀني ٻولين سان: تنهنڪري، جيڪڏهن ڪو فارسي، عربي، انگريزي يا ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ جو فدائي اسان کي چوندو تہ هِنَ يا هُن ٻوليءَ جا لفظ سنڌي ٻولي فقط تڏهن حاصل ڪري ٿي سگهي، جڏهن انهيءَ ٻوليءَ جا قاعدا ۽ دستور پڻ انهن لفظن سان گڏ پنهنجي مٿان عائد ڪري، تہ اسين انهيءَ حضرت کي چونداسين تہ "جيڪڏهين تنهنجي ٻوليءَ جا لفظ اسان کي فقط انهن ئي شرطن تي ملٽا آهن تہ پوءِ 'اهو سون ئي گهوريو جو ڪن ڇني'- اسان کي انهن شرطن تي اهي لفظ بنهہ ڪين ئي کون!"

...... تہ، "نج" سنڌي لفظن ۾ اهي لفظ، ويندي خالص علمي اصطلاحن تائين، پڻ اچي وڃن ٿا، جن کي سنڌي ٻولي پنهنجي مُهر هڻي پنهنجو بنائي ٿي ڇڏي - پوءِ اهي لفظ ۽ اصطلاح ڪٿي ڪهڙيءَ بہ ٻيءَ ٻوليءَ جا هجن! اسان کي يقين آهي تہ اسان جي محترم شاعرن ۽ اديبن کي "نج" سنڌي لفظن جي انهيءَ دائري ۾ جنهن جي وصف مٿي عرض ڪري چڪا آهيون، پنهنجي هر ادبي ۽ علمي ضرورت لاءِ، گهرج سارو لفظ هروقت موجود ملندا.

## سنڌي ڪافي ۽ غزل

اسان جي ادب ۾ هيئنر هڪ ٻيو بہ تحرڪ زور وٺي رهيو آهي تہ "غزل" کي ڇڏي، ڪافين ۽ بيتن تي ڌيان ڏجي. اسان جي شعري ادب ۾ غزل جو هجڻ ڪا خراب ڳالهہ نہ

آهي؛ پر غزل جنهن ماحول جي ترجماني ٿو ڪري، اهو ماحول اسان جي سنڌ ۾ بلڪل ڪينهي. غزل، جاگيرداري دور جي پيداوار آهي - جڏهن وڏا وڏا نواب ۽ جاگيردار پنهنجي درٻارين ۾ غزلن کي اهميت ڏيندا هئا، محفلون مچنديون هيون؛ شمعون ڦرنديون هيون؛ ساقي جام پُر ڪري، ڏيندا هئا؛ ۽ شاعر مست ٿي، غزل چيڙهيندا هئا! غزل، عشق و محبت جي هڪ خاص ماحول جي نشاني آهي. اهو ماحول ايران ۽ هندستان جي بادشاهن ۽ جاگيردارن جي درٻارين ۽ انهن سان لاڳاپيل دنيا ۾ ئي موجود هوندو هو. اسان جي سڄوري سنڌ ۾ نه آهن اهي جام ۽ ساقيءَ جا خرافات، جن ۾ سهڻيون نينگريون ۽ ڳڀرو نينگر شاعرن کي جام ڀري ”ساقيءَ“ جا فرض ادا ڪن؛ نه اهي بلبليون آهن جي گلن جي چوگرد پنهنجا پرَ ڇاٽينديون وتن؛ نه آهن اهي سرو ۽ صنوبر جا وڻ جن سان محبوب جي قد کي تشبيهه ڏجي؛ نه اهي ”بتخانا“ آهن، جتي سلامي ڀرڻ ۽ ڪُورنشون ڪرڻ لاءِ شاعر وڃي حاضريون ڀرين — ۽ حسن جي حضور ۾ رسائي حاصل ڪرڻ لاءِ دربانن جي خوشامد ۽ دلجوئي ڪين ڪرڻي پوي!

انهن سڀني ڳالهين هوندي به، هن ۾ ته ڪو شڪ ئي ڪونهي ته ”غزل“ جي صنف اڄ اسان جي سنڌي ادب ۾ هڪ نهايت پائيدار جڳهه والاري ويٺي آهي. ائين ته ”گيت“ به نه اسان جي زبان جو ڪولهي! اسان جي شعري ادب ۾ اصل ته رڳو بيت، ڏور، وائيون ۽ ڪافيون ئي آهن. انهيءَ ڪري، ٻين صنفن کي ڌڪاري ڇڏڻ به ڪو صحيح قدم نه آهي — پاڻ جيترو ٿي سگهي اوترو ٻين مشهور زبانن جي ادبي صنفن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ آڻجي ته چڱو. پر اهو ضروري آهي ته انهن کي پنهنجي ئي رنگ ۾ رڱي ڇڏجي. غزل، عشقيه شاعريءَ جو هڪ جزو آهي. عشق ته هڪ پوتر امنگ ۽ پاڪيزه جذبو آهي؛ ۽ اسين به عشق جي رنگينين ۽ دلچسپين کي محسوس ڪريون ٿا؛ اسان ۾ به اهي پوتر امنگ ۽ پاڪيزه جذبا موجود آهن: پر انهن جذبن جي ترجماني سنڌي ماحول اندرئي ٿي ٿي. اهو ماحول، ڪو ايراني يا لکنوي ماحول کان گهٽ ميٺاج وارو ۽ گهٽ سهڻو نه آهي. انهيءَ ڪري، غزل کي اسين سنڌي جامو پهرايون ته پوءِ غزل به اسان جي ادب ۾ هڪ سهڻو اضافو ٿيندو — پر، جيڪڏهن اسين پنهنجا امنگ ۽ جذبا ڌارئين ماحول ۾ بيان ڪنداسين؛ ساقي، جام، بلبل، نرگس ۽ لالي، عنقا ۽ ڪوهه قاف، ختن ۽ زلف پيچان جي پچرن ۾ پنهنجي عشق ۽ محبت کي بند ڪنداسين، ته اهو غزل ته ڪوله ٿيندو؛ البت ”ڳونزل“ ضرور ٿيندو. اسان وٽ سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته: ”ادا، تون ڳَونزل پيو ڏسين، ڳونزل!“ - يعني ”اجائي لباڙ ۽ ٻٽاڪ پيو هڻين!“ - سو اسان جا غزل به شيراز ۽ لکنوءَ جي ماحول ۾ بيان ٿيندا ته اهي به ”ڳونزل“ ئي ثابت ٿيندا. انهيءَ ڪري، اسان جي شاعرن کي گهرجي ته هو پنهنجي ئي نظارن ۽ پنهنجي ئي ماحول ۽ پنهنجي ئي ٻوليءَ ۾ غزلخواني ڪن. غزل جي صنف ۾ جيڪي نوان تجربا خود فارسيءَ ۽ اردو ٻولين

۾ ٿي رهيا آهن، انهن کي سامهون رکي پاڻ بہ اهي، ٿلها وصال ۽ فراق جا پراڻا قصا بند ڪري، نوان خيال ۽ نوان فڪر غزل جي معرفت پيش ڪن. ٻوليءَ جي لحاظ کان بہ غزل جي انهن ڏارين بندشن کان اسان جي شاعرن کي پرهيز ڪرڻ گهرجي، جيڪي پنهنجي ٻوليءَ کي سنوارڻ جي بجاءِ بگاڙين ٿيون. مثلاً، اضافت ۽ واو عطفيءَ جون بيجا ترڪيبون، ٽُون غُني جو اجايو استعمال، ۽ خود پنهنجي ٻوليءَ جي ساڪن حرفن کي متحرڪ ۽ متحرڪ حرفن کي ساڪن ڪري لکڻ، ۽ لفظن جي نحوي صورتن کي بدلائي، خود سڌن سنون لفظن کي بہ چِڪي تاڻي غزل جي وزنن ۾ پورو ٻيهارڻ ـــ اهي ۽ ٻيون جيڪي بہ اهڙيون ڪوششون ٿينديون، سي ظاهر آهي تہ ٻوليءَ جي صحت کي ڪاپاري ڌڪ هڻنديون. انهيءَ ڪري، اسان جي غزلگو شاعرن کي التجا آهي تہ هو انهن سمورين ڳالهين کان سنڌي ادب کي بچائين ۽ اهڙيءَ طرح خالص سنڌي غزل جي نئينءَ صنف سان پنهنجي ٻوليءَ ۽ ادب کي سينگارڻ جي ڪوشش ڪن.

سنڌيءَ جي شعري ادب ۽ ”ڪافيءَ“ جو هڪٻئي سان جسم ۽ جان جو ڳانڍاپو آهي. اڄڪلهہ تہ خود شهري اديبن ۽ شهري پڙهندڙن وٽ بہ ڪافيءَ جي مقبوليت عام ٿيندي پيئي وڃي. ڪافيءَ ۾ اها عام دلچسپي اسان جي ادب لاءِ نيڪ فال ثابت ٿي سگهي ٿي؛ ڇاڪاڻ تہ جڏهن بہ ڪنهن ٻوليءَ جي ادب ۾ هڪ نئين سجاڳي ۽ نئون تحرڪ پيدا ٿيو آهي تہ ان جي شروعات هميشه سندس اصل کي اجاگر ڪرڻ سان ئي ٿي آهي. ڪافي، انساني عشق ۽ محبت جي امنگن جي ڀرپور ترجماني ڪري ٿي. البت اسان وٽ اُن ”مجازي“ عشق جي موڙ وٽان ڪافيءَ کي هميشه تصوّف ۽ ”عشق حقيقيءَ“ جي ناپيد ۽ غيبائتين منزلن ڏانهن نيو ويندو آهي. خود مجازي عشق جا داستان بہ اسان وٽ مخصوص بڻجي رهجي ويا آهن. انهن پنهنجن خالص سنڌي رومانوي داستانن جي سورمين جي زباني، عشق محبت جون وارداتون بيان ڪرڻ ۽ تصوف جا مسئلا سمجهائڻ ۽ سلجهائڻ بہ مبارڪ ڪم آهي، پر ڪجهہ تہ ڪافي چوندڙ شاعرن کي بہ نئين زماني جو ساٿ ڏيڻ گهرجي! اڄ ٻين ٻولين جو ادب نين نين ڳالهين کي پنهنجي شعري ادب ۾ سموهي رهيو آهي. فارسي ۽ اردوءَ جو غزل بہ پراڻو رنگ ڇڏي، نئين ماحول ۾ نئون رنگ ڍنگ اختيار ڪري رهيو آهي، ۽ نون قدرن کي پنهنجو ڪري رهيو آهي. اسان جي ڪافي اڃا تائين انهيءَ ئي پراڻي ڍنگ ۾ ”مجازي“ ۽ ”حقيقي“ عشق جي تمثيل ۾ ڪم آهي ـــ ساڳيا خيال، ساڳيا لفظ ڦري گهري پيا سامهون اچن ـــ وقت جي تقاضا اها آهي تہ اسان جا ڪافيگو شاعر بہ پراڻن پيچرن کي ڇڏي، نيون راهون سوجهين. پراڻن موضوعن سان گڏوگڏ ڪجهہ نوان موضوع بہ قبول ڪري سگهجن ٿا. ڪافيءَ لاءِ نئين شاعراڻي ماحول تجويز ڪرڻ سان اسان جا ڪافيگو شاعر، سنڌي زبان جي ادب تي هڪ عظيم احسان ڪري سگهن ٿا.

# اسان جون اميدون ۽ ارادا

”مهراڻ“ جو هي چوٿون پرچو پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي. هن پرچي سان ”مهراڻ“ جي نئين دور جو پهريون سال پورو ٿيو. اميد ته پهرين ٽن پرچن وانگر، هي پرچو به اسان جي پيارن پڙهندڙن کي پسند ايندو. نئين سال ۾، گذريل سال جي اوڻاين ۽ آزمودن جي روشنيءَ ۾، ارادو آهي ته اڳي کان به وڌيڪ ڪجهه ”مهراڻ“ معرفت پنهنجي پڙهندڙن کي ڏيون. اسان کي يقين آهي ته سنڌ نيڪ تمنائون ۽ دلي دعائون اسان ساڻ آهن. وڌيڪ ڀروسو اٿئون ته جيئن گذريل سال ۾ سنڌ ۽ هند جي اديبن ۽ شاعرن پنهنجا لک لائق ۽ انيڪ احسان ڪري ٻوليءَ جي خدمت ڪرڻ ۾ اسان سان ساٿ ڏنو، تيئن، نئين سال ۾ به هو انهيءَ نيڪ ڪم ۾ اسان سان ساٿ ڏيندا! —م. ا. ج

[مهراڻ: سر ۴، سال ١٩٥٥ع]

# ١٩٥٦ع

## ١-١٩٥٦ع

### گذريل ٽي مهينا

هن ڀرچي سان، "مهراڻ" جي نئين دور جو ٻيو سال شروع ٿي رهيو آهي. گذريل ٽن مهينن ۾، اسان جو وطن پاڪ، "اسلامي جمهوريه پاڪستان" جي نهال ڪندڙ نالي سان نوازيو ويو آهي. "اسلامي جمهوريه پاڪستان" جي تعريف، تعارف ۽ دستورالعمل ۾ — يعني ان جي آئين ۾ — جيتوڻيڪ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا نالا ناپيد آهن، تڏهن به سنڌ ۽ سنڌي ٻولي جتي اڳي هيون، اتي اڄ به جيئن جو تيئن موجود آهن. سچ جي وجود کان انڪار صرف اکين کان سچا ٿي ڪري ٿا سگهن. ٻئي ڪندي، "مشرف به اسلام" ٿيڻ سان شخصن جا نالا ته بدلجندي ٻئي ڏٺا ۽ ڏسبا هئا — پر ملڪن ۽ قومن جي نالن جو مٽجڻ به لازمي آهي، تنهن ڳالهه جي خبر سو هاڻي پيئي اٿئون! "اسلامي جمهوريه پاڪستان" جي مغرب واريءَ اڪ جو نُور اڙدو ۽ مشرق واريءَ اڪ جو سُرور بنگلہ ڀاشا — جيڪڏهن باقي سنڌس ڪنهن ڀاڱي جي رهواسين کي وچئون ڪا ٽين پنهنجي ٻولي عزيز آهي، ته هو ان جي پاڻ حفاظت ڪن — تنهن ۾ ڪنهن کي ڪو به اعتراض ڪونهي!" خداوندانِ مملڪتِ خداداد جا واقعي اهي لک لائق آهن، جو اسان کي اهو حق عنايت ڪيو اٿن، نه ته هن نفسانفسيءَ واري زماني ۾ ڪير ٿو اڄ ڪنهن جا حق تسليم ڪري! ساڻو ساڻو، ڪچڙو ڪچڙو ڳاهه. ته صرف ڇڇجي ۽ لتڙ لائق هوندو آهي. ٻوءِ جنهن ٻوٽڙي جون پاڙون منهن مٿان مٽيءَ ۾ اٽڪيل هونديون، اهو هڪ ٿي ڇڪ ۽ هڪ ئي لت سان اکلجي ٻاهر نه اچي پوندو ته ٻيو ڇا ٿيندو! البت جنهن جون پاڙون زمين ۾ پختيون ڪتل هونديون، سو هزار ڇڇجڻ ۽ مُڇجڻ کان پوءِ به پاڻ کي مڙيوئي تيتر بچايو بيٺو هوندو، جيتر وري سندس مورجڻ جا ڏينهن موٽي اچن. هن سلسلي ۾ هڪڙو گفتو دل تي تري آيو آهي، سو اڳوڀوءِ پنهنجن عزيز پڙهندڙن کي ٻڌائي ڇڏيون ته بهتر. انگريزن جي صاحبيءَ ۾ ڀهراڙيءَ جي ڪنهن ٻرئي مڙس جي ڪچهريءَ ۾ ڳالهه اچي نڪتي ته "گورن سنڌ پيلي ٻنهه چٽ ڪري ڇڏي!" ٻرئي مڙس تنهن تي ورندي ڏني، "ابا! گورا آهن ڪڏهه — اسين آهيون ڊڀ، هنن کي چرندي آهن حال: پنهنجون پاڙون آهن پاتار ۾ — سو اسين اڳئين کان اڪرا، سدائين ساوا ٽيا، بهاريا بيٺا هونداسين! ٻولين ۽ سيتائن جو مثال پڻ اهو ئي آهي — جيڪڏهن سندن پاڙون ٻنهه ٺڪريءَ تي بيٺل آهن، ته هوا جي هڪ ئي جهوٽي، هٿ جي هڪ ئي ڌُوهه سان، پاڙن سوڌو پنجي امالڪ اچي ٻاهر ستبيون؛ پر جيڪڏهن سندن بنياد اڏول ۽ برجستا آهن، ۽ سندن اڏاوت مضبوط ۽ مستحڪم آهي، ته هزار انهن جي

ڪيرائڻ جي ڪو ڪوشش ڪري، سواءِ پنهنجي مٽي پڇاڻڻ جي هن ڪي ڀيو ڪجهه به پلئه ڪين پوندو. سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ثقافت به ڪي ڏينهن ـ اڌ جون چيزون ڪينهن. دنيا جي قديم کان قديم ۽ عظيم کان عظيم ثقافتن ۽ ٻولين جي صف ۾ ڪين امتيازي جڳهه حاصل هئڻ جو بجا فخر آهي، جيڪڏهين پاڪستان جي صاحب مشرق ۽ صاحب مغرب حضرات جي في‌الحال منجهن ڪا اک ئي نٿي ٻُڏي، ته ان ۾ انهن صاحبن جي پنهنجن ئي شڪي ۽ شوم نـگاهن جو قصور آهي ـــ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جو وجود سندن نظر فيض اثر تي منحصر نه آهي.

## پڻ ـ ڀور

سنڌي ٻوليءَ کي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به سرڪاري سرپرستي نصيب ڪانه ٿي آهي. مُنڍ کان وٺي، هيل تائين دنيا جي ٽن عظيم ٻولين ـــ عربي، فارسي ۽ انـگريزيءَ جي مڪمل محڪوميت ۾ رهي ڪري به، سنڌي ٻوليءَ جو پاڻ کي زنده رکيو ـــ نه رڳو زنده رکيو، پر ادب جو بيمثل ۽ لاثاني خزانـو پـاڻ وٽ پيدا ڪيو ـــ اهـو اسان جي ٻـوليءَ جـو تحقيق هڪ امتيازي ڪمال آهي. صدين کان پوءِ، مس مس هاڻي وڃي سنڌي ٻوليءَ کي هڪ جهڙي تهڙي پنهنجائپ واري وايومنڊل ۾ سک جي ساهه کڻڻ جو وجهه مليو هو ـــ پر ڏنگيءَ چال واري آسمان کان سندس اها به خوشبختي سَٺي ڪين ٿـي! ۽ پيار ۽ پرورش وارو اهو هٽ، جيڪو ڏانهنس وڌيو ئي اجا مـس هـو، تنهن کـي زوران زوريءَ جهلي، سروڙي، پڇي مرڳوئي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو ويو.

سـرجـي تان سـور، ساماڻـي تـان سک ويا،
اهـي ڀيئي ڀـور، نـمـاڻـيءَ نـصـيـب ٿـيا! ـــ شاهه

اها صورتحال سنڌي ٻوليءَ لاءِ تحقيق ڪا نئين چيز ڪانهي ـــ ۽ پنهنجي زنده رهڻ جي حق ۽ صلاحيت کي هميشه لاءِ ثابت ڪرڻ خاطر انهيءَ آخرين آزمائش مان به شايد سنڌي ٻوليءَ کي گذرڻو هو ـــ پر، هن تازه ترين آزمائش جون ڪي خصوصيتون آهن، جيڪي اسان جو خاص ڌيان لهڻن: ڀهريون ته اڳئين زماني جي ڀيٽ ۾ اڄ ريڊيو، سئنيما، پريس، اسڪول ۽ حڪومتي سرشتي جي همه گيريءَ وسيلي ڪنهن به ٻوليءَ کي جيڪڏهن بنهه نابود نه، ته به ايتريقدر ته نپوڙي ۽ چيپاتي، بي‌حس ۽ نستو ضرور ڪري سگهجي ٿو، جو ان جي هئڻ يا نه هئڻ ۾ ڪو خاص فرق نه رهي؛ ٻيو ته ڀهريون ڀهريون ڀيرو هاڻي، مفاد پرست عناصرن طرفان "وطن"، "قوم"، ۽ "مذهب" جا جذباتي نعرا سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي مخالفت ۾ دليلن طور استعمال ٿيڻ شروع ٿيا آهن ـــ حالانڪ سنڌ سان محبت پاڪستان سان عداوت جي برابر نه آهي؛ سنڌي قوميت کي پاڪستاني قوم جو هڪ مستقل وجود رکڻ وارو ترڪيبي عنصر ڪري مڃڻ پاڪستاني تحريڪ جي ڪنهن به بنيادي اصول جي خلاف ورزي ڪانهي؛ ۽ ظاهر آهي ته ڏاڍن

جا ”مذهب“ متعلق مفهوم خاص پنهنجي مطلب مطابق نـي هوندا آهـن، ورنـہ اصلوڪو ۽ صحيح اسلام دنيا ۾ رنگ، نسل، ٻوليءَ، ملڪ، قوم وغيره جي ڪثرتي ڪان تہ برابر، پر انهن جي ڪثرت ڪان هرگز خائف نہ آهي. هيءَ ڳالهہ بہ بگهڙ ۽ ڳهيتي واري نـي چئبي— پاڻي وَهندو متان ڪان ٿي اسان ڏانهن اچي، تہ بہ پاڻيءَ کي وِتارڻ ۽ لُڙائڻ وارا الزام اهي ٿي اسان تي!

هن پس منظر ۾ — جڏهن سنڌي ٻوليءَ کي پنهنجي ئي ديس ۾ هڪ پيرو وري بيگانن وانگر رهڻ تي مجبور ڪيو ويو آهي. اهو خالص اسان جيئرن جاڳندن سٺ لک سنڌي ڳالهائيندڙن تي ئي منحصر آهي، تہ پنهنجي ٻوليءَ سان ڪيتريقدر ٿا پنهنجي سر جا سودا نباهيون. هرڪا وچ پنهنجي ڪلي سارو ڪڏندي آهي: تنهنڪري، جيستائين اسان جي سنڌ کي وري صوبائي خودمختياريءَ جو درجو حاصل ٿئي، تيستائين سنڌيءَ لاءِ الهندي پاڪستان جي سرڪاري ٻولين مان هڪ سرڪاري ٻولي هئڻ جو درجو حاصل ڪرڻ اسان جو فرض بہ آهي ۽ حق بہ. ساڳئي وقت، اسان کي پنهنجي ٻوليءَ جي همہ گير تربيت ۽ ترقيءَ لاءِ پڻ پنهنجو پاڻ تي نـي ياڙڻو آهي، ۽ ڏسڻو آهي تہ اسان جون سموريون علمي ۽ ادبي ضرورتون ان جي ئي معرفت جيئن پوءِ تيئن زيادہ بهتر ۽ مڪمل انداز ۾ پوريون ٿينديـون ٿيون رهن. انهيءَ ڏس ۾، اسان جي سمورين ڪوششن جو بنيادي اصول هيءُ ئي هئڻ جڳائي تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ گهٽي ڪان گهٽا ۽ بهتر ڪان بهتر ڪتاب سستي ڪان سستي اگهہ تي ميسر ٿي سگهن، تہ جيئن اسان جي سونهاريءَ سنڌ جي شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ، گهر گهر ۾ علم دوستيءَ ۽ ادب نوازيءَ جي هڪ اهڙي زندگي بخش فضا قائم ٿي وڃي، جيڪا هرحالت ۽ هر زماني ۾ ترقي يافتہ ۽ مهذب ماڻهن جو هڪ امتيازي نشان پئي رهي آهي. جيڪڏهين علم ۽ ادب واقعي انسانن جي ذهن ۽ روح جي پاڪيزه ترين خوراڪ آهن، تہ پوءِ اسان جي ذهني سجاڳيءَ ۽ روحاني صحتمنديءَ لاءِ لازمي آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ اسان جو پڙهيل طبقو انهيءَ خوراڪ ڪان ڪڏهن بہ محروم نہ رهي. هيءَ ڳالهہ بہ ياد رکڻ جهڙي آهي تہ اهو علم ۽ ادب جيڪو پنهنجي مادري زبان معرفت حاصل ٿئي ٿو، سو زيادہ گَهرو، زيادہ پائدار ۽ پاڻ لاءِ توڙي پنهنجي قوم لاءِ زياده مفيد ثابت ٿو ٿئي.

ٻوليءَ جي علمي ۽ ادبي سرمايي کي وڌائڻ لاءِ ظاهر آهي تہ ڪتابن جا لکندڙ، ڪتابن جا شايع ڪندڙ ۽ ڪتابن جا پڙهندڙ ٽيئي جڏهن گڏجي ڪم ۾ هٿ وجهندا، تڏهن نـي ان ۾ ڪاميابي حاصل ٿي سگهندي. ڪتاب لکيا بہ وڃن، شايع بہ ڪيا وڃن، تنهن هوندي بہ، جيڪڏهن انهن جي خريد ڪرڻ وارا ۽ پڙهڻ وارا جيئن پوءِ تيئن زيادہ تعداد ۾ پيدا نہ ٿيندا رهندا، تيسين قوم جي بيداريءَ جي رفتار ۽ ان جو دائرو هميشه محدود، تنگ ۽ سست رهندو. تنهنڪري، هر پڙهيل سنڌيءَ تي سڀ ڪان وڌيڪ ’اڄ‘ لازم آهي تہ جيترو بہ هن جي وس ۾ هجي، هو گهٽي ۾ گهٽا سنڌي ڪتاب، رسالا ۽ اخبارون خريد ڪري: انهيءَ لاءِ جيڪڏهن هرشخص پنهنجو پاڻ تي، پنهنجي پيدائش آهر هڪ ماهوار يا ساليانو ”ٻولي

ٽئڪس“ لاڳو ڪري ڇڏي، ۽ تنهن سان گڏ اثر رسوخ وارا صاحب جيڪڏهن پنهنجي پنهنجي ڳوٺ، شهر يا محلي جي علم دوست ماڻهن سان گڏجي ننڍيون ننڍيون لئبريريون قائم ڪن — جيئن سڄيءَ سنڌ ۾ اهڙين عام لئبررين جو گويا هڪ ڄار وڇائجي وڃي — ته سنڌ ۾ هڪ ئي وقت ڪيترا ڪتاب اخبارون ۽ رسالا کپي سگهن ٿا، ۽ پوءِ ڪتابن جا ڇاپيندڙ ۽ لکندڙ پنهنجو ايترو قدر ۽ ايتري همت‌افزائي ڏسي، ڪيترا وڏيڪ ۽ ڪيترا اعليٰ پايي جا ڪتاب لکي سگهن ٿا ۽ شايع ڪري سگهن ٿا، ۽ اهڙيءَ ريت سنڌي ادب جو باغ ڪيڏيءَ تيز رفتار سان چوڏاري سرسبز ۽ شاداب ٿي سگهي ٿو — تنهن جو اندازو هرڪو سمجهدار شخص آسانيءَ سان ڪري سگهي ٿو.

## لوڪ ادب

مٿي چئي آيا آهيون ته اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب جون پاڙون پاتار ۾ آهن. ٻوليءَ جي ڳالهه ڇڏي، رڳو ادب ڏانهن جيڪڏهن ڏسجي ٿو، ته به اسان جو ڪلاسيڪي ادب دنيا جي سڌريل کان سڌريل ٻولين جي ڪلاسيڪي ادب سان خوشيءَ سان ڀيٽ کائي سگهي ٿو. هيءَ به حقيقت آهي ته اسان جو ڪلاسيڪي ادب جيترو ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي، گهٽ ۾ گهٽ اوترو ئي اڃا قلمي حالت ۾ موجود آهي، جو اڃا ڇپائيءَ جي زيور سان سينگارجي، اسان جي هٿن تائين پهتو ئي نه آهي. تنهن کان سواءِ، اسان جو لوڪ ادب، جنهن ڏانهن اڃا ڪنهن پورو منهن ورائي به ڪين ڏنو آهي، هڪ بيڪنار بحر وانگر اسان جي اڳيان هاڻي به پکڙيو پيو آهي. يورپ جي لٿوينا رياست، جنهن جي آدمشماري اڄ به ڪل ويهه لک مس آهي، جيڪا ارڙهين صديءَ جي آخر تائين جرمنيءَ جي غلام رهي، جنهن جي ماڻهن ويهين صديءَ جي شروع ٿيڻ تائين به ان ڳالهه کي هڪ خواب پئي سمجهيو ته سنجهن ڪو اهڙو شاعر پيدا ٿيندو، جنهن جو نالو ۽ جنهن جا نغما، سندن ننڍڙي ملڪ جون ننڍڙيون سرحدون اورانگهي، ڪڏهن وڃي ٻاهر يورپ جي ڪنن تائين پهچندا — انهي ملڪ جي اديبن پنهنجي لٿيانيائي ٻوليءَ ۾، آزاديءَ کان پوءِ قريباً پنجاهه سالن جي مختصر عرصي ۾، رڳو پنهنجي لوڪ ادب جا ئي جملي ٻه لک اسي هزار لوڪ داستان ۽ لوڪ ڪهاڻيون جمع ڪري ورتيون آهن. انهيءَ هڪڙي مختصر مثال مان اسان جا سنڌي اديب ۽ عالم، آسانيءَ سان اندازو لڳائي سگهن ٿا ته اسان جي قديم سنڌ ديس ۽ ان جي قديم سنڌي ٻوليءَ ۾ اسان جي ”اڻپڙهيل“ عوام وٽ پنهنجي لوڪ ادب جا ڪيترا نه بيمثل ۽ بيشمار خزانا موجود هوندا! حقيقت هيءَ آهي ته جيئن جيئن تعليم وڌندي ويندي آهي، تيئن تيئن ماڻهو پنهنجي حافظي تي زور گهٽ ڏيندا آهن — ۽ حافظي تي هو آخر وڏيڪ زور به ڇو ڏين، جڏهن انهيءَ طاقت خرچ ڪرڻ ڌاران ئي اهو ذخيرو وٽن ڪتابن جي صورت ۾ موجود ٿي ٿو وڃي. تنهنڪري وڌندڙ تعليم جي ٻين مفيد نتيجن سان گڏ، الهيءَ هڪڙي نتيجي کي به خيال ۾ رکندي (جنهن موجب ماڻهو پنهنجي ادب کي پنهنجن سينن ۾ محفوظ رکڻ بدران ڪتابن ۾ محفوظ رکڻ

وڏيڪ مناسب سمجهندا آهن)، اهو لازم بنجي ٿو پوي، ته اسين انهي اٿاهه لوڪ ادب کي گڏ ڪري، ڪتابي صورت ۾ آڻيون، ته جيئن اهو ضايع ٿي وڃڻ کان هميشه لاءِ بچي وڃي. لوڪ ادب، هڪ ڳالهه‌ئين، قوم جي قديم تاريخ جو سرچشمو آهي، ملڪ جي قديم تهذيب و تمدن رسم و رواج، قومي زندگيءَ جا لاها چاڙها، ماڻهن جي دلين جا اوائلي امنگ ۽ جذبا، سندن خواهشون ۽ اميدون ۽ سندن روزمره جي معاشي ڪشمڪش ۽ سماجي جدوجهد جا دل ايارينڌڙ داستان ـــ سڀ ان ۾ موجود هوندا آهن. انهن ڳالهين سبب، لوڪ ادب ملڪ جي ٻوليءَ ۽ ادب جي عمارت جي بنهه پيڙهائتي پٿر مثل آهي. خود ٻوليءَ جي حسن بيان ۽ ناتي تاثر جو تقريباً سمورو دارومدار سندس ڪلاسيڪي ۽ لوڪ ادب تي آهي. پنهنجي ٻوليءَ ۽ سندس ادب جي هن بنيادي پٿر کي اسان جيڪڏهن هيڪر چنبڙي، ڦوڪي، صاف ڪري، ڪتابي صورت ڏيئي منظرعام تي آڻي ڇڏيو، ته اهو اسان جو پنهنجي پاڻ تي توڙي پنهنجن ايندڙ نسلن تي واقعي هڪ عظيم احسان ٿيندو. جيتوڻيڪ اهو فرض اسان سڀني تعليم يافتن تي آهي، پر اسان جي سنڌي اسڪولن جي استاد صاحبن کي هن ڳالهه لاءِ وقت به آهي ۽ آسانيون به آهن ـــ تنهنڪري، اسان جي انهن صاحبن کي خاص طرح گذارش آهي، ته هو پنهنجي هن ادبي خزاني کي نابود ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ اڳتي وڌن، ۽ جتي به هجن، آتي اهي املهه ماڻڪ گڏ ڪندا رهن. ”مهراڻ“ جي هن پرچي ۾ سنڌ جا ڪجهه لوڪ گيت ۽ هڪ لوڪ ڪهاڻي پيش ڪري رهيا آهيون. اميد آهي ته اسان جي پڙهندڙن کي اهي چيزون پسند پونديون، ۽ آئنده وٽائن لوڪ ادب جون نيون نيون ۽ بهتر کان بهتر چيزون اسان وٽ اشاعت لاءِ پهچنديون رهنديون.

## ترجما

سنڌي ٻولي جديد نثري ادب ۾ جيڪي سولانجهي آهي، ـــ خاص طرح، جديد سماجي ۽ طبعي علمن جا ڪتاب ان ۾ ايترا گهٽا ۽ ايڏي معيار جا موجود نه آهن، جو هڪ چڙو سنڌي پڙهيل شخص، پنهنجيءَ سنڌي ٻوليءَ ۾ ئي ڪتاب پڙهي، انهن علمن کي خاطرخواه حد تائين حاصل ڪري سگهي. ظاهر آهي ته اها اوڻائي حال في الحال ٻين ٻولين تان ترجمن ڪرڻ سان ئي پوري ٿي سگهي ٿي. نه فقط علمي ڪتابن جا ترجما، پر خالص ادبي ڪتابن جا ترجما پڻ اسان جي ٻوليءَ کي فوري تقويت پهچائي سگهن ٿا. نهايت افسوس آهي، جو ترجمي جي ڪم کي اسان جا ڪيترا ليکڪ ۽ پڙهندڙ گهٽ نظر سان ٿا ڏسن. ڪيترن کي ته ائين به چوندي ٻڌو ويو آهي ته ”ترجما فقط اهي ٿا ڪن، جن وٽ پنهنجي طرفان پيش ڪرڻ لاءِ ڪجهه به موجود ڪونهي، رڳو ٻين جي لکيتن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ نقل ڪيو، پيا سستا اديب ۽ عالم بڻجڻ چاهين!“ ترجمي جي سلسلي ۾ اسان جا اهي خيال ثابت ٿا ڪن ته اسان وٽ علمي شوق ۽ شغف جي ڪيتري نه افسوسناڪ ڪمي آهي! مترجم کي ٻين اديبن ۽ ليکڪن جي پيٽ ۾ گهٽ سمجهڻ وارا دراصل پنهنجي ئي ڪم علميءَ ۽ محدود ذهنيت جو اظهار ڪندا آهن. اڄ دنيا جي ڪنهن سڌريل کان سڌريل ٻوليءَ کي به جڏهن ونجي ٿو ته ان ۾ هرسال سوَن جي

تعداد ۾ ڌارين ٻولين جا ڪتاب ترجما ٿيندي پيا ڏسجن. ـــ ۽ اهو ترجمي جو ڪم ان ٻوليءَ جا وڏي ۾ وڏا اديب پنهنجن هٿن سان پاڻ پيا ڪن. اسان جي سنڌي ٻوليءَ لاءِ ته اڄ قريب قريب اهو هڪ حياتيءَ ۽ موت جو سوال آهي ته، يا ته ترجمن وسيلي، ۽ پڻ ٻين ڪوششن سان، ترت ئي ڪيس علمي ۽ ادبي نقطہ نگاهہ کان پاڻ لاءِ هرطرح هڪ ڪارآمد ٻولي بڻايون؛ يا ته سنڌس منگهرن جي مرضيءَ موجب، ڪيس هڪ گهريلو ٻولي بڻائي ويهي رهون! تنهنڪري، اسان مان اهي جن کي ڌارين ٻولين جي ڄاڻ جو شرف نصيب آهي، تن تي لازم آهي ته هو انهن ٻولين جي حاصلات مان پنهنجي ذاتي پسنديءَ موجب، هميشه ڪجهہ نہ ڪجهہ پنهنجي سنڌي ٻوليءَ کي عنايت ڪندا رهن. اسان کي يقين آهي ته اهڙيءَ طرح، جيڪڏهن اسان جا اديب ۽ عالم پنهنجي ٻوليءَ جي ذاتي خزانن کي جمع ڪرڻ سان گڏوگڏ، ڌارين ٻولين جي شهپارن مان پڻ ان کي مالامال ڪندا رهندا، ۽ ساڳئي وقت اسان جا پڙهندڙ پڻ جيڪڏهن سنڌي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن کي خريد ڪرڻ ۽ پڙهڻ پنهنجو عين فرض ڪري سمجهندا ته پوءِ سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌس ادب جي مستقبل متعلق اسان کي زيادهہ فڪرمند ٿيڻ جي ضرورت باقي نہ رهندي. تنهن کان پوءِ، ڳالهہ رهندي ملڪ جي آئين ۾ ان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي جائز مقام جي ـــ سو اسان مختصر قسم جي انسانن جا پنهنجي عارضي خواهشن مطابق بنايل اڻپورا آئين ڪي لوح محفوظ تي اڪريل اعمال ناما ته ڪين آهن، جو بدلجي نہ سگهن! جيسين سنڌ ون يونٽ جو حصو آهي تيسين ون يونٽ ۾، ۽ جڏهن سنڌ پيهر هڪ جدا صوبو بڻبي ـــ تڏهن سنڌ ۾، اسان جي سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻولي ٿي رهڻ جو بنيادي حق آهي، جنهن کان دنيا جي ڪابہ طاقت ان کي گهڻي وقت لاءِ محروم نٿي رکي سگهي. ان جو اسان کي يقين آهي.

## اسان جو نئون سال

”مهراڻ“ جي نئين دور جو ٻيو سال هن پرچي سان شروع ڪري رهيا آهيون. اميد اٿئون ته ”مهراڻ“ جا محترم اديب ۽ پڙهندڙ جيئن هيتري وقت تائين ’مهراڻ‘ کي ٻنهہ پنهنجو سمجهندا پئي آيا آهن، تيئن اڳتي بہ ان کي پنهنجو سمجهندا ايندا. هن سال کان ”مهراڻ“ جو ساليانو چندو اٺن رپين مان وڌائي ڏهہ رپيا ڪرڻو پيو آهي. ان لاءِ اسان جا عزيز پڙهندڙ اميد ته اسان کي معاف ڪندا: رسالي جي ضخامت ۽ ڇپائيءَ تي خرچ هڪ پاسي، ۽ رجسٽر ٽپال رستي پڙهندڙن ڏانهن جو رسالي جي ڪاپي موڪليون ٿا، تنهن جو خرچ ٻئي پاسي؛ رسالي مان اسان کي مالي فائدو ٻنهہ ڪونہ ٿو ٿئي. اها ڳالهہ اهڙي ناهي، جيڪا ڇپي ٻڌائجي: جن رسالا پاڻ ڇاپرايا هوندا، يا جن کي ٻين رسالن سان اسان جي ”مهراڻ“ کي، قيمت جي لحاظ سان ڀيٽڻ جو موقعو مليو هوندو، تن لاءِ اها ڳالهہ پنهنجو پاڻ ظاهر هوندي. اسان کي اميد آهي ته اسان جا پڙهندڙ اڳئين والڪر نئين سال جي هيءُ نئون چندو ڀري، اسان جي همت افزائي ڪندا ۽ پنهنجن ٻين دوستن کي بہ ’مهراڻ‘ جي خريدارن بنائڻ جي ڪوشش فرمائيندا رهندا. ـ م. ا. ج

[مهراڻ: نمبر ۱، سال ۱۹۵۶ع]

# ادب جي درگاهہ

"مهراڻ" جي هر پرچي جي اشاعت کان پوءِ، اهو اچي خوف دامنگير ٿيندو آهي ته پيو پرچو ان ساڳئي معيار جو تيار ٿي سگهندو الائجي نه! موجوده حالتن ۾ هوئن به، ڪنهن رسالي جي اشاعت ــ سو به ڪنهن چڱي رسالي جي اشاعت ــ هڪ انتهائي ڪٺن ڪم آهي. اديب دوستن جون بنهہ ٽڪائي وجهندڙ ڏيلايون، ڏوراپا ۽ فهمائشون؛ پڙهندڙ حضرات طرفان پنهنجي پنهنجي پسنديدگيءَ جون اٿندي ويهندي زور پارتون؛ ۽ خود پنهنجن همراهن مان وري هڪڙن جون پري کان بيٺلن واريون بالادستيون، ۽ ٻين جون ويجهڙائيءَ ۽ پنهنجائپ واريون البيلايون ۽ الغرضايون ــ اهي سڀ قصا ڏسي ڏسي ۽ ٻڌي ٻڌي، هيڪر ته بنهہ دل هارجيو وڃي. انسان ۾ حسن جي سڃاڻپ جي لياقت واقعي رکيل آهي، پر، جيترو وڌيڪ حسن جي ڳولا ۽ پرک ۾ انسان پڪي ٿـوءِ حسن جو ڪرشمو اوترو ئي زيادهہ حيرتناڪ ۽ آن جسو جلوو اوترو ئي وڌيڪ پوشيده ۽ پُرفريب ٿيندو ٿو رهي. نيٺ ٿڪجي ٽٽجي، انـگريزيءَ جي هڪ گمنام شاعر وانـگر دانهڻو ئي پوي ٿو ته

"هن تارن سان جڙيل وسيع گنبذ هيٺان،

جتي چانديءَ جهڙين ڏينـدن ۽ زمرد جهڙن سمنڊن جا فرش پٿريل آهن؛

ــ ڇا، ڪڏهن به ڪا روح رچندي جاءِ آرام جي نصيب نه ٿيندي؟

ــ ڇا، خواهشمند دل کي ڪڏهن به سکون حاصل ٿي ڪين سگهندو؟"

روح جي هن دائمي "ناراضگيءَ" جو علاج وري به هڪڙو ئي ٿو ڏَسائجي: ڳولا، ڳولا، ۽ اڪٽ ڳولا!

"اِن تڙ منجهان تِـڪ، ڏئي پاڻ اَڇ ٽپي!" (شاهہ)

آمريڪا جي پريزيڊنٽ ابرهام لنڪن کان هڪ پيري پڇيائون: "هي جو غلاميءَ خلاف ملڪ جو اترئون حصو ڏاکڻي حصي سان وڙهي رهيو آهي، تنهن ۾ الله اوهان سان آهي يا هنن سان؟" جواب ڏنائين: "الله اسان سان آهي يا نه، تنهن جي خبر ڪانه اٿم؛ پر...... اميد ته اسين الله سان آهيون!" تنهن وانـگر اسان کي به اها خبر نه آهي ته ادب جي درگاهہ ۾ ايتريءَ سرگردانيءَ کان پوءِ به، اسان کي واقعي ڪا رسائي حاصل ٿئي ٿي يا نه: پر اميد سا دل ۾ اها ئي رکي اڳتي پيا ٿا وڌون ته اسان جا سڀئي ارادا ۽ اسان جون سموريون ڪوششون

ادب جي ٿي ٻوتر آستاني ڏانهن اسان کي نين ٿيون! اهڙيءَ ريت، پورا ٽي مهينا چوندي چپوٽي، چيز هيتان چيز هُتان ميڙي گڏ ڪري، رسالي جو هڪڙو پرچو ڏجندي ڏجندي اچا پڙهندڙن اڳيان پيش ڪرڻ جهڙا ٿي سگهندا آهيون، ته مٿان اچي ٿو نئون فڪر ورائي ته ”هاڻي، ٻئي پرچي جو ڇا ٿيندو!“

## ”مهراڻ“ جا پڙهندڙ

پيري پيري سان اسان جي ڪهڻن ٿي ڪرم فرمائن جا نوازش ناما اسان ڏانهن ايندا آهن: جن جي مهميزن، رهنمائين ۽ همت‌افزائين جا ٿورا واقعي ڪيترا ڳائي ڪيترا ڳائجن! درحقيقت، اسان جي هنن محسنن جي ٿي اها قدرشناسي ۽ حسنِ ذوق آهي، جنهن جي آڌار تي ”مهراڻ“ کي ايترو اڳتي آڻي سگهيا آهيون. ڪي اسان جا پڙهندڙ اهڙا پڻ آهن، جن کي اسان ۾ نه رڳو ڪابه چڱائي ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي، پر محض عيب ۽ اوڻايون ٿي هو اسان ۾ لهن ٿا- سي به اهڙيون ۽ ايتريون، جو ڪروڌ ۽ ڪاوڙ ۾ پرجي، سرم ۽ ماڻهپي واري ٻولي ٿي مرڳو هو پلجيو ٿا وڃن: ايتريقدر جو سندن اجوڳ ۽ آڻانگا لفظ پڙهي ڪري، دل ۾ اهو ٿي ايندو آهي ته آتي جو آتي سندن ٿي ٻوليءَ ۾ ڪو ڳالهاءُ ڏيئي ونجين! پر فوراً من کي سرچائي وٺبو آهي ته جيڪڏهن هڙيءَ منورتيءَ وارا حضرت اسان ۾ ڪا ”چڱائي“ ڪانه ٿا ڏسن، ته ان جي معنيٰ ته اها ٿي، ته سچ پچ اسان کي نهايت چڱيون چيزون پيش ڪري رهيا آهيون! موتين کي پٿيون سمجهي، جيڪڏهن ڪو ٻيهي پيرن هيٺان لتاڙي، تہ ان ۾ موتين کي قصوروار ڇئي ڪين سگهبو.

هڪڙي ڳالهہ البت جنهن ڏانهن گهڻو ڪري اسان جا سيئي پڙهندڙ گڏجي آگر ڪڻن ٿا، تنهن جي بچاءَ ۾ به لفظ گوش گذار ڪري ڇڏڻ لازمي آهن. گهڻي قدر شڪايت هيءَ آهي ته هر پرچي ۾ خاص طرح هڪ ٻہ مضمون ايترا تہ اجايا ڊگها شايع ٿا ٿين، جو هڪ پاسي پڙهندڙن کي اهي تنگ ڪري ٿا وجهن، ۽ ٻئي پاسي اديبن جي دلشڪنيءَ جو پڻ باعث ٿا بنجن. ٻين اديبن جي دلشڪنيءَ متعلق گذارش هيءَ آهي ته پنهنجيءَ پرک موجب هيلتائين ڪنهن به پرچي جي ترتيب وقت ڪوبہ بهتر مضمون ڇڏي ڪري، هنن طويل مضمونن کي جاءِ نہ ڏني وئي آهي: ٻيو تہ هنن طويل مضمونن کي شايع ڪري سچ پچ تہ دنيا جي بهترين ۽ معياري علمي ۽ ادبي رسالن جي پيروي ڪئي ٿي وڃي، جن جي هر پرچي ۾ هڪ يا ٻہ اهڙا خاص مضمون لازمي طرح شايع ڪيا ويندا آهن جي سڄي رسالي جي چوٿين حصي، اڌ، بلڪ ڪن حالتن ۾ ويندي ٽن حصن جيتري جڳهہ پڻ والاري ويهندا آهن: ٽيون تہ اهڙن تحقيقي مضمونن جي، پنهنجيءَ پر ۾، هڪ خاص ۽ مستقل اهميت آهي، جنهن کان ڪنهن بہ صورت ۾ انڪار ڪري نٿو سگهجي: چوٿون تہ اسان جي پڙهندڙن کي هلڪن ۽ مختصر مضمونن سان گڏوگڏ، پاڻ ۾ طويل ۽ ”خشڪ“ مضمونن جي لاڳيتي مطالعي جي عادت پڻ

پيدا ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته علم و ادب جي دنيا ۾ عزت ۽ مقبوليت واري جاءِ رڳو مزاحيہ، تفريحي، اتفاقي ۽ سطحي مطالعہ بازن کي ڪڏهن به نصيب ٿي ڪين سگهندي. طويل لکيتون ئي آهن، جن جي لاڳيتي مطالعي سان علمي معيار ۽ فڪر جي پختگي حاصل ٿئي ٿي. مفصل ۽ سير حاصل مضمون ـ تاريخي، ثقافتي يا خالص ادبي وغيره ئي اڳتي هلي اسان جي قوم جو علمي سرمايو بنجندا. انهيءَ ڪري، اميد ته اسان جا پڙهندڙ بين چيزن سان گڏ هيڙن ڊگهن مضمونن ۾ به دلچسپي وٺڻ شروع ڪندا؛ توڙي جو انهن ۾، بامقصد تحقيق ۽ تنقيد جي لحاظ کان ڪجهہ قدر اوڻايون ئي ڇو نه ڪٿي هجن!

## تنقيد

اسان جي ادب ۾ تنقيد جي موضوع تي خير ڪا چيز موجود آهي. ڪنهن به ٻوليءَ جو ادبي ۽ علمي سرمايو تيسين مڪمل نہ سمجهيو ويندو آهي، جيسين ان ۾ تنقيد جي موضوع تي ڪارآمد مواد موجود نه هوندو آهي. تنقيد، هڪ اهڙو موضوع آهي، جو ادب کي نيون راهون ڏيکاري ٿو؛ پيش ٿيندڙ ادب جي فني ڪمزورين کان لکندڙن کي واقف ڪري ٿو؛ ۽ نون لکندڙن کي انهن ڪمزورين جي روشنيءَ ۾، صحيح ادب پيدا ڪرڻ لاءِ آماده ڪري ٿو. نهايت افسوس جو مقام آهي، جو اسان وٽ جيڪي تحقيقي مضمون پيش ٿين ٿا، انهن ۾ بہ تنقيد جو پهلو بنهہ غائب ٿو رهي. ڪو بہ تحقيقي مقالو، تنقيدي عنصر کان سواءِ مڪمل نہ سمجهيو ويندو آهي. ان ڪري ڪم از ڪم اهي محترم دوست جيڪي تحقيقي چيزون پيش ڪن ٿا، انهن کي انهيءَ پهلوءَ ڏانهن ضرور ڌيان ڏيڻ گهرجي.

تنقيد جا پنهنجا ڪي مقرر اصول آهن: فقط ڪنهن چيز کي ساراهڻ يا ننديڻ کي تنقيد نہ سڏبو آهي. ڪنهن بہ ادبي پاري کي تنقيد جي ڪسوٽيءَ تي آزمائڻ وقت، ذاتيات کي الڳ رکي ان جي فني خوبين ۽ خامين جي اجاگر ڪرڻ کي تنقيد چئجي ٿو. هر ادبي چيز جي پس منظر ۾ ڪي ذهني ۽ نظرياتي، سماجي ۽ معاشرتي، نفسياتي ۽ خارجي محرڪات هوندا آهن: جيسين انهن محرڪات تي روشني نہ پوندي، تيسين ان کي تنقيد نہ چئي سگهبو. تنقيد هڪ پاڪيزه موضوع آهي، جنهن لاءِ محنت، علمي ديانتداري ۽ اصولن جي پابندي ضروري چيزون آهن.

اڄ جڏهن سنڌي قوم پنهنجي علمي ۽ ادبي سرمايي کي سهيڙڻ ۽ سينگارڻ لاءِ قدم کنيو آهي، تڏهن اسان جي اديبن ۽ محققن کي گذارش آهي تہ هو ادب جي هن ضروري حصي کي هٿ ۾ کڻن ـ ۽ تنقيدي مضمون لکي سنڌي ادب جي هن خال کي پُرڻ جي ڪوشش ڪن. ”مهراڻ“ جو ادارو هر صحيح تنقيدي مطالعي جي وڏيءَ خوشيءَ سان آجيان ڪندو؛ ۽ اهڙن مضمونن کي شڪريي سان امتيازي جاءِ ڏيندو.

## مضمونن جو معاوضو

ڪجهہ وقت ٿيو تہ سنڌي ادبي سنگت (سنڌ) طرفان اها تحريڪ هلائي ويئي تہ جهڙيءَ طرح ٻين زبانن جي لکندڙن کي ناشرن طرفان مناسب معاوضا ڏنا وڃن ٿا، تهڙيءَ طرح سنڌي لکندڙن کي بہ ملڻ گهرجن. اصل ۾ اها تحريڪ حڪومت پاڪستان جي انهيءَ بي-اکيائيءَ واريءَ روش خلاف هلائي ويئي هئي، جنهن ۾ سندن اطلاعاتي کاتي طرفان شايع ٿيندڙ سنڌيءَ جي ماهوار رسالي ”نئين زندگيءَ“ کان سواءِ ٻين سمورن رسالن جي لکندڙن کي معاوضا ڏنا وڃن ٿا! اسين سنڌي ادبي سنگت ۽ ٻين ادب دوست گروهن جي فقط انهيءَ مٿئين هڪ نقطہ نگاهہ کان، انهيءَ مطالبي سان پورو پورو اتفاق ڪريون ٿا.

ترت ئي اسان کي ڪن اديب دوستن کان خط پهچڻ شروع ٿيا تہ ”مهراڻ“ ۾ شايع ٿيندڙ شعرن، افسانن ۽ مضمونن لاءِ ادبي بورڊ پڻ معاوضا ڏئي. اسان اهو مسئلو بورڊ جي سٽئنڊنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ پيش ڪيو. ميٽنگ ۾ ان بابت جو فيصلو ٿيو، اهو اکر بہ اکر، پڙهندڙن جي واقفيت لاءِ هيٺ ڏيون ٿا:

”رٿ پيش ٿي تہ ٻين زبانن جا تقريباً سمورا معياري رسالا اديبن کي معاوضا ڏين ٿا: بلڪ ۾ اچي ٿو تہ پاڪستان اطلاعاتي کاتي وارا سندن طرفان نڪرندڙ سنڌي رسالي ”نئين زندگيءَ“ لاءِ پڻ ويچار ڪري رهيا آهن تہ سنڌي اديبن کي بہ سندن لکيتن جو معاوضو ڏنو وڃي: انهيءَ ڪري، ضروري آهي تہ ”مهراڻ“ جي لکندڙن کي پڻ مناسب اجوري ملڻ واري سوال تي ويچار ڪيو وڃي.

”ڪاميٽيءَ، پيش ٿيل رٿ سان اصولي طرح اتفاق راءِ ظاهر ڪيو؛ پر، ميمبرن جي راءِ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ سندس ادب جي موجوده صورتحال کي خيال ۾ رکي، آخرين طرح ائين چئي ڪين سگهبو تہ معاوضن ڏيڻ جي سرشتي رائج ڪرڻ مان هرو ڀرو رڳو ڪي فائديمند نتيجائي نڪري سگهندا.

”ساڳئي وقت، سنڌي اديبن جي دلين ۾ صحتمند ۽ معياري ادب لاءِ چاهہ ۽ امنگ پيدا ڪرڻ، ۽ سندن همت افزائيءَ لاءِ هنن آٺ انعام مقرر ڪيا: پهريون انعام پنجاهہ رپين جو؛ ٻہ انعام، هرهڪ پنجويهن رپين جو؛ ۽ پنج انعام، هرهڪ ڏهن رپين جو. اهي انعام هراشاعت لاءِ رهندا، ۽ ”مهراڻ“ ۾ شايع ٿيندڙ هرچيز (شعر، افسانو يا مضمون) بنا امتياز جي، انعام لاءِ ويچار هيٺ آندي ويندي.“

اسان جي ٻولي ۽ ادب هن وقت جنهن آزمائشي دور مان لنگهي رهيا آهن، ان ۾ رسالا گهٽ، پڙهندڙ گهٽ، لکندڙ گهٽ، ناشر گهٽ ۽ سڀ کان مٿي، ارباب حڪومت جي سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب ڏانهن سردمهريءَ واري روش اسان جي سامهون آهي. اهڙيءَ صورتحال ۾ اديبن کي معاوضي ڏيڻ جو سوال، جيڪو اڳتي هلي ممڪن آهي تہ اديبن، ناشرن ۽ پڙهندڙن-

سيني جي دلين ۾ باهمي شڪ ۽ گمان پيدا ڪري، ۽ اهو بہ ممڪن آهي تہ ٻوليءَ ۽ ادب جي خدمت جي جذبي بدران، ٿوري يا گهڻي پاڳي، مالي مفاد خاطر ادب لکڻ شروع ٿئي. سو ڪيتريقدر صحيح ۽ فائديمند ٿيندو، اها هڪ غور طلب ڳالهہ آهي. تنهنڪري، جيڪڏهن ڪو بہ ماڻهو اديبن ۽ سنڌي ادبي سنگت جي انهيءَ خاص مطالبي سان مڪمل اتفاق راءِ نہ رکي، تہ اسان جي اديبن کي هروڀرو انهيءَ شخص جي نيڪ نيتيءَ ۾ شڪ آڻڻ نہ گهرجي. ٻوليءَ ۽ ادب جي نئين مفاد کان جيڪڏهن ڪو اسان جو دوست انهيءَ مطالبي کي في‌الحال درست ۽ فائديمند نہ سمجهي، تہ بہ اسان جي محترم لکندڙن کي سندس راءِ جي آجيان ڪري، ان تي ٿڌي سيني سان غور ڪرڻ ۽ وهيائڻ گهرجي.

سنڌي ادبي بورڊ، مٿيون فيصلو ادب جي ڀلائي ۽ اديبن جي همت افزائي کي مدنظر رکي، ڪيو آهي. اميد تہ اسان جا لکندڙ انهيءَ فيصلي کي قدر جي نگاهن سان ڏسندا.

## ڪجهہ پنهنجي متعلق

”مهراڻ“، سنڌ ۾ هڪ قومي رسالي جي حيثيت حاصل ڪري چڪو آهي. سندس معيار ۽ مواد جا بهتر منصف خود پڙهندڙ ئي آهن. اهڙي رسالي جي همت افزائي ڪرڻ پڙهندڙن جو قومي فرض آهي. انهيءَ همت افزائيءَ جي صورت اها آهي تہ جيڪي سڄڻ اجا تائين ”مهراڻ“ جا ساليانا خريدار نہ بنيا آهن، سي مهرباني ڪري پنهنجا ساليانا چندا موڪلي خريدار بنجن - ۽ ان سان گڏ پنهنجي دوستن يارن کي بہ ”مهراڻ“ جي خريدار بنجڻ لاءِ همٿائين. اسان جا پڙهندڙ جيترو وڌيڪ هن ڏس ۾ اسان جي مدد ڪندا، اوتروئي وڌيڪ اسين پنهنجي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب جي اشاعت ۾، هيءَ قومي خدمت ڪاميابيءَ سان بجاءِ آڻي سگهنداسين.

— م. ا. ج

[مهراڻ: نمبر ۲، سال ۱۹۵۶ع]



۳-۱۹۵۶ع

”منجهانئن ڪيئي مون وٽ آيا، ۽ چيائون، ’اسان کي ڪا صلاح ڏي‘!

مون جواب ڏنو:

’اهڙي تہ خاص صلاح مون وٽ ڪانهي، جيڪا اوهان کي ڏيئي سگهان.

ٻاهرينءَ دنيا ڏانهن اوهان جا پنهنجا جيڪي رد عمل آهن، اوهان جي عملن جو انهن تي ئي دارومدار آهي.

۽ آءٌ پاڻ بہ اوهان جي ان ٻاهرينءَ دنيا جوئي هڪ جزو آهيان.

منهنجي ڳالهين مان، ۽ پڻ ٻين جي ڳالهين مان اوهان اهوئي ڪجهه جذب ڪندا، جنهن کي اوهان پاڻ لاءِ موزون ۽ مناسب سمجهندا.

پر، جيڪڏهن اهو ڄاڻڻ ٿا گهرو ته جنهن ماحول ۾ اوهين رهو ٿا، تنهن ۾ اوهان کي ڇا ڪرڻ گهرجي.

ته پوءِ هڪوار چُپ ڪري، پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسو.؟"

— فرئنڪ ٽائون شينڊ

## انسانيت

هزارها سالن جي تهذيبي ارتقا کان پوءِ، فضيلت ۽ ڀَلِ‌مانسائيءَ جي جنهن بلنديءَ تي اڄ انسان پهتل آهي، اتان هن جي سامهون انسان جي وچ ۾ فرق صرف حق، انصاف ۽ نيڪيءَ جي بنياد تي ئي ڄاڻڻ ٿي سگهي ٿو. رنگ، نسل، مذهب، قوم ۽ اهڙيون ٻيون سڃاڻپ جون صفتون؛ قدرت طرفان حسن، سگهه ۽ صحت جون عنايتون؛ زندگيءَ ۾ پنهنجي سُنهن حاصل ڪيل علم، دولت ۽ عزت و اقبال جون نعمتون — انهن مان ڪابه چيز، بذات‌خود، هڪڙي ماڻهوءَ کي ٻئي ماڻهوءَ تي حقيقي فوقيت ڪانه ٿي بخشي. پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي، اهي سڀ چيزون چڱيون ئي آهن، پر، انهن مان ڪنهن هڪ جي بنياد تي به پاڻ کي ٻين کان برتر ۽ اعليٰ سمجهڻ، ۽ ان ابليسي عادت جي اثر هيٺ ٻين کي نفرت ۽ ٻيائيءَ جي نگاهه سان ڏسڻ — فقط ان ڪري، جو هو ڪنهن ٻئي نسل، ڪنهن ٻئي مذهب يا ڪنهن ٻيءَ قوم سان واسطو ٿا رکن، يا هو شڪل جا ڪوجها، بيمار ۽ ڪمزور آهن، يا هو جاهل، غريب ۽ گمنام آهن — اهو آهي ماڻهپي واري انهيءَ ليکي کي ڄاڻي ٻجهي لتاڙڻ، جنهن کي انسانيت پنهنجي سڃاڻپ ۽ امتياز لاءِ جُڳن جي اڻٿڪ ڪشٽن ڪيڻ کان پوءِ، مس مس وڃي هاڻي قائم ڪيو آهي.

نظرياتي طور، اڄ ڪوبه اهڙو مهذب انسان ڪونهي، جيڪو انسانيت جي انهيءَ ڪسوٽيءَ کان انڪاري هجي. ساڳئي وقت، حق، انصاف ۽ نيڪيءَ جو مفهوم پڻ ذاتي، خانداني، قبائلي، فرقيوار يا قومي مفاد جي دائري کان نڪري، اڄ ساري بني نوع انسان جي مفاد سان اچي همڪنار ٿيو آهي. خالص فلسفو، جنهن جو بنياد عقل تي آهي، ۽ خالص مذهب، جنهن جو بنياد ايمان تي آهي، سي ٻئي، هڪٻئي سان انيڪ ڳالهين ۾ قطبين جي اختلاف هوندي به انسانيت ۽ نيڪيءَ جي مٿين بنيادي اصولن تي اڄ هر طرح متفق آهن. "ذات انسان جي پيدائش هڪ نفس واحد مان آهي"؛ "الله وٽ ڀلارو اهو آهي، جيڪو نيڪيءَ جو صاحب آهي"؛ "نيڪ انسان اهو آهي، جيڪو بني نوع انسان جي ڀلائي ٿو ڪري" — اهي انهيءَ عظيم مذهب جا فرمودا آهن، جيڪو آخرين مذهب آهي، ۽ جنهن تي مذهبي فڪر جي ارتقا جو اختتام ٿيل آهي. جيڪڏهن انساني اخوت، مساوات ۽ حريت جي هن عالمي مذهب جا ڪي عالم سڳورا اڄ به ان مان ڪي ابتڙ معنائون ۽ مطلب ٿا اخذ ڪن، ته اهي سندن خاص

پنهنجي ذهن جا ڪرشما آهن، جي ڪين ئي مبارڪ هجن ـ مذهبي چاڻ ۽ ڏاهپ جي اها چؤنري شال متن ئي ڍرندي رهي، ته بهتر! پنهنجو ته واقعي سڌو سنئون ايمان هيءُ آهي تہ "عشق سارو اسلام، مذهب محبت عين مبارڪ" ـ پوءِ، جيڪڏهن ڪي عقل جا اڪابر، ڪمن جا سچا ۽ هرطرح معتبر فتواباز اسان تي ڪفر، الحاد يا ڪميونزم جا نالا رکن، ته انهن کي ائين ئي چونداسون ته.

بدم گفتي و خرسندم عفاڪ الله نڪو گفتي! (حافظ)

سندن عامي تبحر اگيان ـ جنهن جو واقعي ڪو اٿو متو ڪين بہ ڪونہ ٿو معلوم ٿئي ـ اسان کي پنهنجي اڻجاڻائيءَ جو احساس آهي؛ پر ڪين جو ان ۾ گهوٽا ڪائيندي سالن ڪان پيا ٿا ڏسون، سو چئون ٿا تہ ٿورڙو ئي علم، پر صحيح علم ۽ ذهن ۾ رڌائتو رکيل علم، جيڪڏهن آهي تہ اهو انسان جي صحتمند ۽ سالم نگاهہ لاءِ ڪافي آهي. دل جو اطمينان ۽ قلب جو سڪون اهو ئي بس آهي تہ پنهنجي آسپاس سان بي لوث ۽ مخلصانہ تعلقات هجن. پورهيت ماڻهوءَ جون پنهنجي پورهئي ۾ ئي اکيون سونهن. پين کي لڦبن لائڻ بدران، جيڪڏهن پنهنجي پاڻ تي ئي اک رکجي، تہ هوند دلين جي ڪيني ۽ نفرت جا اوڙاهہ ازخود ٿڌا ٿي وڃن ـ

"ڪونهہ آڳهہ اهڙو، جهڙي محبت من" (شاهہ)

## "مهراڻ" ۽ سندس ادب

"مهراڻ" جي پئي سال جو ٽيون پرچو پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي. هن ٿورڙي عرصي ۾ "مهراڻ"، سنڌ جي تقريباً سيني ڪهنہ مشق توڙي نوآموز شاعرن، افسانہ نويسن، مضمون نگارن ۽ پين اهل قلم ۽ صاحب فڪر، اديبن ۽ عالمن جو تعارف پڙهندڙن سان ڪرائي چڪو آهي. سنڌ جي نامور اديبن مان ڪو بہ اهڙو اسان جي خيال ۾ ڪونہ رهيو آهي، جنهن "مهراڻ" کي سينگارڻ ۾ حصو نہ ورتو هجي. سنڌي شعر و ادب جي ڪابہ اهڙي صنف اسان کي ڪانہ سُجهي، جيڪا اسان "مهراڻ" ۾ پيش نہ ڪئي هجي. مواد جي لحاظ ڪان مداحون، قصيدا صوفيانہ ڪلام، عشقيہ شاعري ۽ لوڪ گيت وغيره؛ مختلف سماجي، نفسياتي، ۽ پين اهڙن اهم مسئلن تي ٽوٽڪا، افسانا ۽ ناٽڪ؛ سوانح، تاريخ، سائنس ۽ علم و ادب جي اڪثر موضوعن تي تحقيقي توڙي تنقيدي مقالا ۽ مضمون ــ مطلب تہ ڪابہ اهڙي خاص ڳالهہ اسان جي سامهون نہ آئي آهي، جنهن کي اسان "مهراڻ" ۾ جاءِ نہ ڏني هجي. تنهن هوندي بہ، اسان جا ڪي لکندڙ ۽ پڙهندڙ "مهراڻ" کي 'هڪ ئي مڪتب خيال جو ترجمان' ۽ 'هڪ ئي وڙ جو دڪان' ٿا سمجهن ۽ سڏين! ممڪن آهي تہ هي حضرت پاڻ جنهن 'وڙ' جا وڻجارا آهن، تنهن جي خريد فروخت "مهراڻ" ۾ ٿيندي نہ ڏسي ئي ان لاءِ اهو خيال قائم ڪيو هجين: ذاتيات، تعصب، نفرت، ڪم علمي ۽ ڪثيف جذبات ڪڏهن بہ سٺو ۽ صالح ادب نہ پيدا ڪري ٿا سگهن، ۽ نہ ان کي ڪڏهن ڪٿي سچائي ئي سگهن ٿا.

جهڙيءَ ريت اچ انسان ۽ انسان جي وچ ۾ فرق صرف حق، انصاف ۽ نيڪيءَ جي بنياد تي ئي جائز آهي - باقي ٻيا سمورا رنگ، نسل، مذهب، قوم، وغيره جا نالا فقط سڃاڻپ جا نشان ئي وڃي رهيا آهن، ۽ انهن مان ڪو هڪڙو نالو به بذات خود فضيلت ۽ فوقيت لاءِ سَنَد جو ڪم نٿو ڏيئي سگهي: بلڪل تهڙيءَ طرح ادب ۽ فن پڙ - ڇاڪاڻ ته اهي انسان جي خالص انسانيت جا مظهر آهن - رنگ، نسل، وطن، مذهب ۽ قوم وغيره جي ويڇن کان پاڪ آهن: ادب ۽ فن جي پرک ”انسانيت“ آهي. ڏسڻو آهي ته ادب معرفت انسانيت جا عالمگير قدر ۽ اصول زيادهه اوجرجي اڀيان ٿا اچن، يا نتيجو مرڳوئي ان جي ابتڙ ٿو نڪري. ٻهرينءَ حالت ۾ جو ادب پيش ٿيندو، سو صالح، صحيح ۽ سچو ادب آهي، ۽ ان کان سواءِ ٻيو هرڪو ادب بيمار، ڪوڙو ۽ ڪوتو ادب آهي. انهيءَ هڪ بنيادي فرق کان سواءِ ادب ۾ ٻيو ڪوبه تفرقو نه آهي. ”ادب براي ادب“ جنهن جو زور جماليات تي آهي، ۽ ”ادب براي زندگي“، جنهن جو زور زندگيءَ جي تنقيدي عڪاسيءَ تي آهي - ٻئي، صحيح ۽ سچي ادب جي محض ٻن صفتن جا نالا آهن. ”ادب براي ادب“ ۽ ”فن براي فن“ کي مڃڻ وارو اديب يا فنڪار خالص حسن جو گهوريو آهي — ۽ اها حسن لاءِ سندس تلاش ئي حسن جي تخليق ۽ تبليغ لاءِ کيس مجبور ٿي ڪري: پنهنجي شخصي توڙي آسپاس جي زندگيءَ ۾ حسن کي دلپسند انداز ۾ موجود نه ڏسندي، هو پوءِ زندگيءَ جي تنقيد ۽ حسنڪاريءَ کي پنهنجي هٿ ۾ کڻي ٿو، ۽ اهو سندس عمل ”ادب براي زندگيءَ“ ۽ ”فن براي زندگيءَ“ کي مڃڻ واري اديب يا فنڪار جي عمل کان ڪنهن به صورت ۾ مختلف نه آهي. ادب متعلق هنن ٻن نظرين جو هيءُ ”ضد“ ٻهريائين يورپ ۾ ئي پيدا ٿيو هو — پر اتان جي اديبن ۽ فنڪارن مٿين استدلال جي بنياد تي اچ انهيءَ مسئلن کي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو آهي. عالمي ادب جي سامهون ادب جا اهي ۽ ٻيا اهڙا موهوم تفرقا اچ آهن ئي ڪونه. اسين به انهيءَ ئي عقيدي کي پنهنجي سامهون رکي، پنهنجي پڙهندڙن جي خدمت ۾ ادب جو نذرانو پيش ڪندا آهيون. اسان وٽ ادب ۾ اچ ڪي به ’اختلافي‘ نظريا نه آهن. اسان وٽ ادب جو صرف هڪڙوئي نظريو آهي — ۽ اهو هيءُ ته پنهنجي عزيز وطن لاءِ، پنهنجي پاڪ ٻوليءَ ۾ صحيح ۽ صالح ادب پيدا ڪريون ۽ پيش ڪريون. انهيءَ کي جيڪڏهن اسان جا ڪي ڪرم فرما ”مهراڻ“ کي ”هڪ ئي مڪتب خيال“ سڏي، اسان کي نندين ٿا ته هنن لاءِ تحقيق اسان وٽ وڌيڪ ٻيو ڪوبه جواب ڪونهي —

”اڪر چِٽي هيڪڙي، ٻَهون جي نه ٻجهن،
ڪوهه ڪبو ڪي تن، سچي سٽائي ڳالهڙي؟“ (شاهه)

## سنڌي ادبي بورڊ

ڪراچيءَ جي هڪ اخبار، سنڌي ادبي بورڊ جي ڪم تي تبصرو ڪندي لکيو آهي ته ”سنڌي ادبي بورڊ جو قيام سنڌ جي باشندن جي اهم ضرورت هئي... ليڪن ڇا (هن) سنڌي ٻوليءَ ۾ سنڌي ماڻهن جي انهن ضرورتن کي ڪنهن حد تائين پورو ڪيو آهي، يا انهيءَ ڏسَ ۾

ڪو قدم به وڌايو آهي؟ اسان وٽ الهيءَ جو جواب نفيءَ ۾ آهي. جيڪڏهن ٻئي ڪنهن وٽ انهيءَ جو اثباتي جواب آهي ته انهيءَ جو ڪيس ثبوت ڏيڻ گهرجي...". اسان پنهنجي هن معزز معاصر جا شڪرگذار آهيون، جو هن اسان جو ايڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي. جيتوڻيڪ سنڌس مدير محترم پاڻ بورڊ جو ميمبر آهي، ۽ ڪيس بورڊ جي ڪارگذارين جي مفصل خبر آهي، تنهن هوندي به پانئجي ٿو ته جڏهن پاڻ مٿيون رايو بورڊ متعلق قلمبند ٿي ڪيائين، تڏهن سنڌس سامهون اهي چيزون موجود ڪين هيون. هي موقعو غنيمت ڄاڻي، هتي "مهراڻ" ۾ ٻئي ڪنهن هنڌ بورڊ جي ڪم جي مختصر ڪيفيت پيش ڪئي ويئي آهي. اميد ته ان جي پڙهڻ سان بورڊ متعلق پيدا ٿيل غلط فهميون گهڻي قدر دور ٿي وينديون. ايترو سو پنهنجي هن عزيز معاصر کي ضرور گوش گذار ڪنداسون ته "صفائي ايمان جي نشاني آهي"؛ ۽ جهڙيءَ طرح جسماني صفائي انسان جي بدن ۽ پوشاڪ مان ظاهر هوندي آهي، اهڙيءَ طرح ذهني پاڪيزگي وري سنڌس منهن مبارڪ مان جيڪا گوهر افشاني ٿيندي آهي، انهيءَ مان معلوم ٿيندي آهي: تنهنڪري، آئيندي جنهن کي به جيڪي ڪجهه چوڻو هجي، سو ڪجهه مهذب لفظن ۾ ئي ادا ڪري - ائين ڪرڻ سان هو پنهنجي مخاطب کي آسانيءَ سان پنهنجو همخيال بنائي سگهندو.

## گذارش

"مهراڻ" کي جنهن ڪوشش ۽ محنت سان ترتيب ڏني وڃي ٿي، ان کان پڙهندڙ ۽ اسان جا محترم اديب خود به واقف آهن. انهيءَ ترتيب ۾ هڪ مشڪلات اها به رهي ٿي ته اديب پنهنجون چيزون وقت اندر نٿا موڪلين، جنهنڪري هڪ ته رسالي جي اشاعت ۾ دير پئجي ٿي وڃي، ۽ ٻيو ته اديبن جي افسانن جي شعرن وغيره کي دنيا جي مشهور ۽ بلند پايه رسالن وانگر تصويرن ۽ خاڪن سان نٿو سينگاري سگهجي. انهيءَ ڪري، اسان جي اديبن کي گذارش آهي ته اسان کي مهرباني ڪري پنهنجا شاهڪار ڪافي اڳواٽ ڏين ته جيئن رسالي جي ترتيب ۽ آرائش ۾ اسان کي به آساني ٿئي، ۽ سندن چيزن کي پڻ زيادهه اثرائتي انداز ۾ پيش ڪري سگهون. اميد ته اسان جا محترم اديب هميشه وانگر هن ڳالهه ۾ به اسان سان سهڪار ڪندا، ۽ آئيندي، وقت اندر، اسان ڏانهن پنهنجن ادبي نوازشن موڪلڻ جي عنايت ڪندا.

-م. ا. ج

(مهراڻ: نمبر ۳، سال ۱۹۵۶ع)

---

۴-۱۹۵٦ع

## نئون سال

"مهراڻ" جي هن اشاعت سان، "مهراڻ" جي نئين دور جو ٻيو سال خير سان پورو ٿيو. نئين سال ۾ پير پائيندي، "مهراڻ" پنهنجن عزيز پڙهندڙن ۽ محترم اديبن جي خدمت ۾ سندن آئيندي جي مسرتن ۽ ڪاميابين لاءِ پنهنجون نيڪ تمنائون پيش ٿو ڪري، ۽ پنهنجيءَ

ڳُڻن - پريءَ سونهاريءَ سنڌڙيءَ جي سالميت ۽ سُڪار لاءِ سائن گڏجي دلي دعائون ٿو گهُري، ۽ انهن دعائن کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ ڪين مخلصانہ جد وجهد جي دعوت ٿو ڏئي. خالص ادب جي ميدان ۾ ”مهراڻ“ جي معيار جو، جيئن اڳي تيئن هاڻي، وري بہ مٿن ئي دارومدار آهي: سنڌي ٻوليءَ ۽ آن جي ادب جو بي پايان بحر سنڌي عوام جي سالم نگاهہ، پاڪيزه جذبات ۽ صحتمند فڪر وسيلي ئي قائم آهي ۽ تا قيامت قائم رهندو: هن بي بها موتين جي اکٽ ڀنڊار مان ”مهراڻ“، پنهنجي وت ۽ وس آهر، سندن ئي ڪرمفرماين وسيلي، هيلتائين ڪ-چار موتي پئي ميڙيا آهن، - ۽ آئينديِ پڻ ”مهراڻ“ کي مٿن ئي ڀروسو آهي تہ مـَهل ڪُمـَهل، تـَڪيءَ تـَنيءَ، هـُو ئي ڪيس هـَـٿ هـَـٿ ۾ ڏيئي، هميشه ڀاڻ سان گڏ، اڳتي نيندا رهندا _

”مـَـيـَـن مـَـٿي سـَـمـَـرا، ڪـُـهـِـيـَـن سـَـڏ ڪـَـرين،
”سات لـِـباهـِـيو نـِـين، اِيَ ڀـَـرَ سـَـنڌي سـَـڄـڻين!“

## ادب، ۽ ان جا ’نقاد‘

ادب معرفت ماڻهو زندگيءَ جي حقيقتن کي ڄاڻڻ چاهيندا آهن، ۽ انهن متعلق جيڪي شڪ شبها ۽ سوال سندن دلين ۾ پيدا ٿيندا آهن، تن کي ادب ۾ زيادہ صاف ۽ اثرائتي انداز سان بيان ٿيل ڏسي، هـو خوش ٿيندا آهن: ساڳئي وقت، زندگيءَ جي آنهن حقيقتن کي بدلائي ڪنهن بهتر صورت ۾ آڻڻ لاءِ سندن دلين ۾ جيڪي خيال، ارادا ۽ امنگ اٿندا رهندا آهن، تن جي ترجماني ۽ اظهار پڻ ادب وسيلي ئي سندن سامهون ايندو آهي. ادب جون اهي ٻہ حيثيتون_ هڪ تنقيدي ۽ ٻي اصلاحي - اديبن توڙي باشعور پڙهندڙن وٽ مُسَلّم آهن. افسوس فقط هن ڳالهہ جو آهي تہ جڏهن بہ ادب، پنهنجي تنقيد توڙي اصلاح ۾، سچ ۽ صاف-گوئيءَ جي بنهہ ويجهو وڃي رسندو آهي، تڏهن ڪوڙ جي هيراڪن جا ڀيئي هٿ هڪدم ڪنن تي اچي ويندا آهن، ۽ اونداهين جي رهواسين جون اکيون سُـسـَندي سُـسـَندي بنهہ بند ٿي وينديون آهن_ ۽ پوءِ وٽن باقي جيڪا وڃي رهي ڪـُهي هڪڙي زبان بچندي آهي، تنهن کي وٺي ڪٿي مرڳوئي ٻاهر ڪيڊلدا آهن - ڪير جو سندن آن چڙواڳ ۽ ذهن جي ضابطي کان نڪتل نجس-پيما کي پوءِ روڪي سگهي! سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾، ننڍي وڏي جي وات، هيءَ ڳالهہ عام هوندي آهي تہ هـِن يا هـُن خاص هنڌ تي نانگ جـي ديڳـ پـوري پيئي آهـي، پـر واسينگ نانگ آن تي پنهنجي زهر ڀريل سـِسي رکيو ستو پيو آهي: جيڪو آن ديڳ جي ويجهو ويندو، آن کي هو هڪ ئي ڦوڪ سان ڀسم ڪري ڇڏيندو. ڀهراڙيءَ جي هن ڪـِل جهڙيءَ عام روايت ۾ ممڪن آهي تہ سنڌ جو پوره هيت عوام پنهنجي ئي روزمرهہ جي مفلس زندگيءَ جـو عڪس ڏسندو هجي، جنهن موجب سنڌس پنهنجي پگهر جي پيدا ڪيل سموري دولت ميڙجي سيڙجي وڃيو ڳوٺ جي زميندار وٽ ڍڳ ٿئي، ۽ هو ڀاڻ آن جو پيدا ڪندڙ اڪ ڪٿي رڳو ان ڏانهن

پورو نهاري بہ نٿو سگهي!- بهرحال، سچ جي دولت تہ واقعي ان روايتي ٽاٽي جي ديگ والگر زندگيءَ جي هرپهلوءَ ۾ پُوري پيئي آهي: پر افسوس، جو ان تي پڙ مالدارن ۽ مفاد پرستن جا زرخريد راکا ۽ پهريدار لٺ کنيو محڪم بنيا ويٺا آهن: مجال آهي، جو زندگيءَ جي تنقيد ۽ اصلاح ۾ ڪنهن اديب يا عالم جو قلم، سچ جو پيرو ڪٽي، سندن پاٿارين تائين پهچي- هڪدم هائيدوس مچي ويندو، وٺ-وٺان پئجي ويندي، پيرين تي ڏونڪا لڳي ويندا- چي، ’گهوڙا هائي ڳالهيون ٿيون ڪُلن، پَٽ تي وڃي!‘ ادب جو واقعي اهو هڪ قديم ۽ بنيادي مسئلو آهي تہ حقيقتن جي بيان ۾ صاف-گوئيءَ ۽ رک-رکان جي هن متضاد سماجي ضرورت کي ڪيتريءَ حد تائين تسليم ڪيو وڃي. ”مهراڻ“ جي گذريل پن سالن جي ادارتي فرض ادائيءَ ۾ ادب جي انهيءَ نازڪ مسئلي کي نباهڻ جي، پنهنجي طرفان، هينئين اصول تي ٿي اسان ڪوشش پئي ڪئي آهي:

”سڀ کان وڏي ڳالهہ آهي تہ ماڻهو پنهنجو پاڻ سان سچو رهي:

”پوءِ، جيئن رات کان پوءِ ڏينهن جي اچڻ جي پڪ آهي-

”تيئن ئي پڪ آهي تہ ڪٿي هو ڪوڙو ٿي ئي نہ سگهندو!“

مگر افسوس، جو هن سموري عرصي ۾ سنڌ جي ادب ۽ صحافت جي ڪن عاليجنابن کي ”مهراڻ“ مان بحض ڪفر ۽ الحاد ئي پلئہ پيو آهي. هي صاحب جيڪڏهن اسان کي معاف ڪرڻ فرمائين تہ ڪين عرض ڪري ڇڏيون تہ هيتري ساري سندن ايمان سان گڏ ٿورڙوئي الحاد، ۽ ٿورڙو ڪفر جيڪي سو ڪين فائدوئي پهچائيندو- اهڙي اسان کي اميد آهي! وڌ پڪ ڪين گذارش هيءَ آهي تہ

”يا واقعي پاڻ کا بهتر ڳالهہ پيش ڪريو، يا انصاف کان ڪم وٺو:

”يا علم جي دريادلي، نمرتا ۽ سهپ ڌاريو، يا نظر جي بلندي ۽ قلب جي وسعت پيدا ڪريو:

”يا خاموش رهو، صلاح مڃو، ۽ چپ چاپ اٿي وڃو، بحث بند ڪريو، پنهنجو رستو وٺو،... خدا حافظ!“

## ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس

ڊسمبر ١٩٥٦ع جي ٢٣ کان ٢٩ تاريخ تائين، دهليءَ ۾، ايشيا جي اديبن جي هڪ عظيم‌الشان ڪانفرنس ٿي گذري. ڪانفرنس ۾ پاڪستان سميت سترهن ملڪن کان آيل وفدن شرڪت ڪئي-(ڪانفرنس جي سموري ڪارروائي اداري طرفان مهراڻ: نمبر٤، سال ١٩٥٦ع ۾ پيش ڪيل آهي.) مختلف ٻولين جي اديبن پنهنجي پنهنجي ملڪ ۽ ٻوليءَ جي ادبي صورتحال ۽ رجحانن تي تقريرون ڪيون ۽ مقالا پڙهيا، هڪٻئي کي ادب جي نين راهن ۽ تقاضائن کان آگاهہ ڪيو، ۽ سيني گڏجي ايشيائي ادب ۽ ثقافت جي ڦهلاءَ جو وسيع پروگرام ٺاهيو. اها

ڪيتري نه ڏکوئيندڙ حقيقت آهي ته ههڙيءَ بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ اسان جي وطن سنڌ مان سنڌي ٻوليءَ جو ڪوبه نمائندو شريڪ نه ٿيو- جنهنڪري سنڌ اندر سنڌي زبان جي صورتحال ۽ ادب بنسبت ڪانفرنس ۾ ڪجهه به پيش ٿي نه سگهيو! اها به غنيمت آهي ته هندستان مان سنڌي ٻوليءَ جي نمائندگي اسان جي لائق بزرگ، پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ هڪ وڏي وفد ڪئي. هُنن ڪانفرنس ۾ سنڌي زبان جي اهميت ۽ سنڌي ادب جي مجموعي صورتحال تي تقريرون ڪيون، ۽ هندستان ۾ سنڌي زبان کي تسليم ڪرائڻ ۽ ان کي ترقي وٺائڻ لاءِ جيڪي ڪوششون ڪيون اٿن، تن کان ايشيا جي اديبن کي واقف ڪيائون. سنڌي زبان ۽ ان جي ادب جي حفاظت ۽ ترقيءَ لاءِ هندستان ۾ اسان جي ساٿين جي هيءَ بيمثل ڪوشش ۽ حوصلو اسان سنڌ جي اديبن ۽ سنڌ جي رهواسين لاءِ هڪ کلي للڪار آهي. شل هتي اسان کي به پنهنجي سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي اهميت جو اهڙوئي احساس ٿئي!

## "مهراڻ" جا نوان ايڊيٽر

"مهراڻ" جي پڙهندڙن ۽ اديبن صاحبن کي اهو ٻڌي نهايت خوشي ٿيندي ته هن لئين سال کان محترم ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب ۽ محترم پير حسام الدين شاهه راشدي صاحب جن "مهراڻ" جي ادارت جا فرض سنڀالڻ قبول ڪيا آهن. "مهراڻ" جي ان کان وڏيڪ ڪهڙي خوش بختي ٿيندي، جو ڪيس سنوارڻ ۽ سينگارڻ لاءِ سنڌ جي هنن ٻن مايه ناز اديبن ۽ عالمن پنهنجون گرانقدر خدمتون پيش ڪيون آهن. اسان کي پورو پورو يقين آهي ته سنڌن مبارڪ هٿن ۾ "مهراڻ" جو معيار بلند کان بلند تر ٿيندو ويندو، ۽ بورڊ جو هيءُ علمي ۽ ادبي رسالو سنڌ جي ادبي ۽ علمي تقاضائن کي آئيندي پڻ بهتر کان بهتر نموني ۾ پورو ڪندو رهندو.

## گذارش

"مهراڻ" جي ٻئي سال جو هيءُ چوٿون پرچو پڙهندڙن جي هٿ ۾ آهي. هن پرچي سان "مهراڻ" جي نئين دور جو پهو سال پورو ٿيو. "مهراڻ" جا محترم اديب ۽ پڙهندڙ هيتري تائين ان سان جيڪا وابستگي ۽ محبت ڏيکاريندا پئي آيا آهن، اميد اٿئون ته نئين سال ۾ پڻ ان ۾ پوئتي ڪين پولدا ۽ هميشه والگر ان کي پنهنجو رسالو سمجهي، اسان سان پنهنجو دلي تعاون ڪندا ايندا. "مهراڻ" جي خريدارن کي گذارش آهي تہ گهٽي تعداد ۾ هو پاڻ، پنهنجن عزيزن ۽ دوستن سميت، نئين سال جو چندو ڀري، "مهراڻ" کي سنڌن ادبي خدمت جو موقعو ڏيندا. — م. ا. ج.

[مهراڻ: نمبر ۴ سال ۱۹۵۶ع]

## گڏيل پرچو

”مهراڻ“ جي نئين دور جي ٽئين سال جو هيءُ ٽيون ۽ چوٿون گڏيل پرچو، ڇپجندي آهي، پلوَ ۾ پيل جنسارن سان سينگاري، نئين سال جي نيڪ تمنائن سان، پنهنجن عزيز پڙهندڙن ۽ محترم اديبن اڳيان، گهڻي قرب ۽ خلوص سان پيش ڪري رهيا آهيون. گهڻي ئي ڪوشش ڪئيسون، ته هيءُ پرچو جون مهيني اندر پيش ڪريون، پر مهيني-ٻن جي دير سا پئجي ئي ويئي — جنهن لاءِ ڪجهه ته اداري جي تنظيمي تبديلين جو اثر ٿيڻو هو، ۽ ڪنهن حد تائين پريس جي مصروفيت به ان جو ڪارڻ بڻي. ان هوندي به، اسين انهيءَ کي ٽلهو بهانو بنائي، پاڻ پنهنجي ضمير اڳيان مجرم بڻجڻ نٿا چاهيون: انهيءَ ڪاڻ ۽ ڪوتاهيءَ جي پورائيءَ ۽ تلافيءَ طور، هي ٽن سوَن ڪان به وڌيڪ ضخامت وارو گڏيل پرچو فقط ٽن رپين جي قيمت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون. ان طرح، هلندڙ سڄي سال جو چندو پڻ ڏهن رپين عيوض ڇهه رپيا ڪرڻ جو اعلان ڪريون ٿا.

## ”مهراڻ“

”مهراڻ“، جڏهن ڪان نئين دور ۾ قدم رکيو آهي، تڏهن ڪان وٺي جيڪي ڪجهه ان ۾ سنڌ ۽ هند جي سڄاڻ عالمن ۽ اديبن پنهنجون املهه تخليقون پيش ڪيون آهن، ۽، ان طرح، سندن ئي تعاون ۽ همراهيءَ سان، ”مهراڻ“ جي معيار ۾ جيڪا درجي بدرجي ترقي ۽ بلندي نظر اچي ٿي، ان جو جيڪڏهن تفصيلوار وهي جائزو وٺجي، ته اهو اسان جي اديبن جي ادبي پرک ۽ ذهني اوسر جو هڪ تاريخي باب معلوم ٿيندو — ۽ اهائي چيز اسان جي زبان ۽ ادب جي روشن مستقبل جي ضامن آهي.

”مهراڻ“ جي گذريل ٻن سالن واري عرصي ۾، اداري جي اهائي ڪوشش پئي رهي آهي ته رسالي کي مواد توڙي ترتيب جي لحاظ کان هڪ اعليٰ ۽ پُروقار پرچو بنائڻ لاءِ پنهنجي وت ۽ وس آهر، هر دفعي اڳتي ئي وک وڌائجي: اسين ان ۾ ڪيتري قدر ڪامياب ٿيا آهيون، هتي ان جو اظهار ڪرڻ ٿيندو — 'پنهنجو پاڻ ميان مِٺو چوائڻ'. البت، پنهنجن قدردانن ۽ ادب شناس سڄڻن ڪان وقت بوقت جيڪي پيغام پئي پهتا آهن، تن مان سو حوصلو ئي حاصل ڪندا رهيا آهيون — ۽ اهائي حوصلي افزائي اسان جي آئيندي جي پختن ارادن جي ضامن پڻ آهي.

"مهراڻ" ۾ جتي بزرگ ۽ عالم فاضل شخصيتن جون ڪاوشون پيش درج ٿيون آهن، اتي جوان ۽ اسرندڙ اديبن جون تخليقون پڻ ايندي رهيون آهن: جتي ڪهنه مشق استادن جي فن ۽ علمي تجرد کي جڳهه ڏني اٿئون، اتي ڪيترن ئي ذهين ۽ صلاحيتمند نون ليکڪن جو تعارف پڻ ڪرائي چڪا آهيون. "مهراڻ" ۾ قديم ۽ جديد، هر خيال ۽ خوبيءَ جا فنڪار نظر ايندا. سڀني جو مشترڪ احساس، صحيح اديبن جي حيثيت ۾، پنهنجيءَ پياريءَ ٻوليءَ، ادب ۽ وطن جي باري ۾ اهو ئي هئڻ کپي، ۽ آهي، ته ڪنهن به طرح پنهنجي اسلاف ۽ اصليت کي قائم رکجي، ۽ ٻئي طرف پنهنجي ايندڙ نسل جو مستقبل سڌارجي: "مهراڻ"، هميشه انهيءَ مقدس احساس کي عام ڪرڻ جو اونو پيش رکيو آهي، ۽ هر قسم جي امتياز ۽ ذاتي پسند تي انهيءَ ويچار کي ترجيح پيش ڏني آهي: هن ڪان پوءِ به اسان جو اصول اهو ئي رهندو. پر، "مهراڻ" جي معيار کي اڃا به وڌيڪ بلند بنائڻ جو دارومدار وري به اسان جي ڪرمفرمائن — پڙهندڙن ۽ اديبن — تي ئي آهي. اسان کي منجهن اهائي اميد آهي ته جهڙيءَ طرح هن ڪان اڳ هو "مهراڻ" کي بنهه پنهنجو سمجهي، اسان سان تعاون ڪندا رهيا آهن، اهڙيءَ ريت هن ڪان پوءِ به پنهنجا پيال پلائيندا رهندا.

## هڪ ادبي مسئلو

اڄ "ادب"، زندگيءَ جي هڪ ضرورت ۽ هڪ سماجي فرض بنجي چڪو آهي. جيئن جيئن زندگيءَ جون حالتون ٿيون بدلجن، جيئن جيئن سماج جي صورتحال ۾ ڦيرو اچي ٿو، تيئن تيئن ادب پڻ پنهنجي ماحول مان نت نوان احساس ۽ اثر وٺندو رهي ٿو. ادب جتي پنهنجي ماحول ڪان متاثر ٿئي ٿو، اتي ماحول تي پنهنجو اثر به ڇمائيندو رهي ٿو: ادب زندگيءَ جي ترجماني به ڪري ٿو، ۽ ان تي تنقيدي نظر به وجهي ٿو. ان ڪري، هڪ اديب لاءِ پنهنجن مسئلن ڪان واقف هجڻ لازمي آهي.

ورهاڱي ڪان پوءِ اسان جي مسئلن ۾ جيڪا تشويشناڪ تيز رفتاري اچي ويئي آهي، سا اسان جي سمجهه ۽ صلاحيتن لاءِ گويا هڪ فيصلهڪن آزمائش آهي. تهذيب، معاشرت، اقتصاد، تعليم، سياست — مطلب ته ملڪي زندگيءَ جو ڪهڙو شعبو آهي، جيڪو هن تبديليءَ ڪان متاثر نه ٿيو هجي؟ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب تي به ان جو اڻترو ئي نمايان اثر پيو آهي. اڻتريقدر، جو اسين رڳو پنهنجي ٻوليءَ ۽ ادب جي خاص مسئلن جي فهرست تيار ڪرڻ ويهي رهون، ته آسانيءَ سان انهن جي ترتيب ئي ذهن ۾ ڪانه ايندي. هر نئون ڏينهن، پاڻ سان ڪو نه ڪو نئون مسئلو اسان لاءِ کڻي پيو اچي — ۽ انهيءَ رفتار ۾ اڃا به شدت ۽ تيزي اچڻ جو امڪان آهي. انهن سڀني حالتن کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏيڻ لاءِ پهريائين لازمي آهي، ته پاڻ سان گڏ پنهنجي سموري اڻڄاڻ عوام کي سندن سماجي، اقتصادي ۽ سياسي مسئلن ڏانهن متوجهه ڪريون، انهن جي صحيح ماهيت ڪان واقف ڪيون، ۽ ڪين انهن مسئلن کي بردباريءَ ۽ استقلال

سال حل ڪرڻ جا حيلا وسيلا پڻ ذهن نشين ڪرايون. جيسين اسان اهو ڪم پورو نہ ڪيو آهي، تيسين اسان جي ڪنهن بہ تهذيبي تحريڪ يا جدوجهد جي ڪاميابيءَ جي اميد خيرڪا آهي. اديب جو عوام جي ذهنن مان سنئون سڌو واسطو رهي ٿو، ان ڪري، ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ عوام جي سماجي علالت جو علاج اديب وٽ ئي موجود ٿي سگهي ٿو: پر ان لاءِ اول اسان کي عوام جي ذهنن جو تجزيو ڪرڻو پوندو، ۽ اهي سمورا سبب سمجهڻا پوندا، جن جي ڪري هو اڃا تائين سجاڳيءَ ۽ ترقيءَ جي ڏس ۾ بنهہ تيار نہ ٿي سگهيا آهن.

سبب بلڪل ظاهر آهن. "سنڌ صدين کان دلوراءِ جي نگري آهي"— تہ ڪنهن شاعر چٽي ئي چڙيو آهي؛ ۽ سنڌ جي اها تاريخي حقيقت، صدين کان وٺي، اڄ بہ اسان وٽ جيئن جو تيئن موجود ۽ جيئري آهي. اوهان ڪنهن وڏيءَ ڍنڍ يا تلاءَ جي ڪناري تي ويهي، مانئي پاڻيءَ جو مشاهدو ڪيو آهي؟ ڪک پن، ميل ۽ ڏوپ— هرقسم جو گند ڪچرو، جيڪي بہ ڪٺان پاڻيءَ ۾ اچي پوندو آهي، سو جيئن پئي هوا لڳندي آهي، تيئن ميڙجي سهيڙجي اچي ڪپر تي ڪٺو ٿيندو رهندو آهي. اهائي ساڳي حالت هتي اسان وٽ آهي: تعليم جي اٿهوند تہ آهي ئي، ۽ ان ڪري هرقسم جي جهالت ۽ محروميءَ جو هجڻ بہ لازمي آهي؛ پر، جيڪا خاص مصيبت فقط سنڌ سان ئي مخصوص آهي، سا آهي زندگيءَ جي هرشعبي ۾ آپيشاهي ۽ انڌي تقليد— حق تلفي ۽ توهم پرستي. اهي پئي ڪٺائتون اسان جي ويساهہ جي وسوڙل عوام کي ماڪوڙن وانگر ورائي وٺيون آهن. اهائي اسان جي سڀ کان وڏي قومي ۽ سماجي ڪمزوري آهي، ۽ هڪ ديده ور سنڌي اديب جو اولين احساس اهوئي هجڻ گهرجي. جيسين اسين پنهنجي انهيءَ بنيادي ڪمزوريءَ کان نجات حاصل نہ ڪنداسون، تيسين اسان کي اهو "تهذيبي ماحول" ئي ميسر ڪين ٿي سگهندو، جيڪو ڪنهن بہ ادب يا ٻوليءَ جي اوسر لاءِ اولين ضرورت آهي. اهو اسان جي تهذيب جو هڪ اهڙو اهم مسئلو آهي، جيڪو نہ تہ اسان جي اديبن جي دائره عمل کان بنهہ ٻاهر آهي، ۽ نہ ئي هن کان پوءِ، وڌيڪ وقت تائين ان کي نظرانداز ڪري سگهجي ٿو.

## ٽي ڪردار

دنيا ۾ مجموعي طرح ٽن قسمن جا ڪردار آهن: هڪڙا رجعت پسند، ٻيا ترقي پسند، ۽ ٽيا "زمين جنبد، نہ جنبد گل محمد"!

پهرئين قسم جا ماڻهو جڏهن زندگيءَ جي تلخين جو تاب نہ جهلي سگهندا آهن، تڏهن وقت جي واٽ تي اڳتي هلڻ جي سامرٿي نہ ساري، مايوسيءَ وچان پويان پير ڪري واپس ورڻ کي پسند ڪندا آهن. انهيءَ ذهني ڪيفيت جا ماڻهو پنهنجي حال جي حالتن کان مطمئن نہ هوندا آهن، ۽ پنهنجي ڏيچڙي ڪسي ڍري ڪرڻ خاطر منهن ڪٺي پٺيءَ ڏانهن ڪندا آهن. ان طرح، هو خود پنهنجي ماحول ۽ آسپاس کان غافل بنجي، پنهنجو پاڻ کي مطمئن ڪرڻ جي

هن اتکل تي دل ئي دل ۾ پيا خوش ٿيندا آهن. زندگيءَ جي حقيقتن کان چشم پوشي ڪري، مسئلن کي حل ڪرڻ بدران، هو مرڳو زندگيءَ کان ئي پٺي ڀري ٿي ويهندا آهن: ان ڪري، انهن ماڻهن کي 'فراري' يا 'رجعت پسند' سڏيو ويندو آهي.

ٻيو قسم، 'ترقي پسند'، زندگيءَ جي هر مرحلي ۾ انسانذات جي ترقيءَ جو قائل آهي. هو ماضيءَ جي روشنيءَ ۾، حال تي نظر رکندي، مستقبل جي راهه وٺي، هلندو ٿي رهي ٿو. زندگيءَ جو ڪوبه مسئلو هن کي مايوس نٿو ڪري، بلڪ انساني تهذيب جي معاملن ۾ دلچسپي رکندي، انساني زندگيءَ کي بهتر کان بهتر بنائڻ لاءِ، هو مستقبل جي تعمير ۾ مصروف رهي ٿو. هن جي انهيءَ "اڳتي قدم" واري جذبي ۾ ذاتيات ٿي ئي ڪانه! ان ڪري، سندس دلي خلوص ڪيس زندگيءَ جون صعوبتون سهڻ لاءِ همتائي ٿو، ۽ پوءِ هو بيخوف بڻجي، حال جي حالتن کان مستقبل جي مسرتن طرف وک وڌائيندو ٿو رهي. پنهنجي ايندڙ نسلن لاءِ بهتري چاهيندڙ کي ئي 'ترقي پسند' چئجي ٿو.

ٽيان، يعني "گل محمد" قسم جا ماڻهو، نڪي واپس ورڻ وارن مان آهن، نڪي ترقي چاهيندڙن مان: نه اڳتي ٿا وڌن، نه پوئتي ٿا مڙن — بس، بر بنيا، ٺوڪيا، وچ وات تي رستي روڪ ڪيو بيٺا هوندا آهن. اتفاق سان ڪٿي ڪو اڳتي وڃڻ وارو اتان لانگهائو ٿيو، ته هنن همراهن کي هيڪر ته ٽپٽي چڙهي ويندي: منهن ٿامٽي هٽي ويندن، اکيون ويندين مسنديون، واڇون ٽڙنديون وڃي ڪنن سان لڳنديون — ۽ پوءِ اکيون بند، ڪن بند — نڪي ڏسندا، نڪي ٻڌندا، سُنيون ڪٿي پيڙيندا، نڙيءَ جون لسون ٺوڪجي ايندين، رنبي جيڏو جيوڙ ڪٿي ٻاهر ڪيندا: هڪ جي ٽيِي! وِلل هيئي پوندين، ڄاڙي پٺي لڳندين، ڳف پيئي وهندي ن! 'جونش' وڇان بيٺا پيا ٿيندا، هڦٽيءَ ۾ هوندا، پر ڇا مجال جو ڪٿي هڪڙو انچ به هيڏانهن يا هوڏانهن هٽن! آپ ٿاٽي پوي، ڌرتيءَ کان دانهن نڪري وڃي، پر 'گل محمد' کي ڪا معمولي جنبش به اچي، سا ڳالهه اڻٽيئي! شل نه ڪو انهن سان اڙجي، شل نه هي ڪنهن کي وات ويندي ڏسن!

سنڌ ۾ به اهڙا 'رستي روڪ' وارا موجود آهن — جيئن دنيا جي ٻين ملڪن ۾. ايترو سو آهي ته هي حضرت جتي به آهن، اتي آهن بنهه آڱرين تي ڳڻڻ جيترا. "سمجهڻ ۽ سمجهائڻ" — ان اصول کي ته هرڪو سنجيدو ماڻهو ساراهيندو، پر جن سهي جي چوٽين ٽنگ ڏني ئي ڪانهي، سي ڀلا ڪنهن کي مڃڻ وارا آهن؟

نُوس نُوس ڪرڻ ته ٻليءَ جي عادت آهي: ٻلي ڪٿي ڪوهه پنڌ تي ڪا مڇيءَ ڳيي پٽ ۾ ئي پوري پيئي هجي، پر جنهن جو نالو ٻلي، سا نوسيندي نوسيندي ضرور وڃي ڪيڪ جو سراغ لهندي. سو، اسان جي سنڌ جي هنن آڱرين تي ڳڻڻ جيترن مجاهد قسم جي ڪردارن کي به ڪا "الحاد" جي بوءِ اهڙي ته اونهي ويهي رهي آهي، جو جيڪي ٿو نڪ سامهون اچين، ان مان الحاد ئي الحاد پيا سونگهين! خدا ئي ڄاڻي ته هنن وٽ 'الحاد' ۽ 'ملحد' جا ڪهڙا

معيار آهن: پر جيتريقدر "مهراڻ" بابت سندن خيالن جو تعلق آهي، اسان کي ته ائين ٿو معلوم ٿئي ته اها ڪـيـڪ جي چِٽ خود سندن دماغ شريف ۾ اڳي ئي پري پيئي آهي: جيڪو ٿو ٻتي جي ٻيڙي ٻئي، سو ملحد؛ ۽ جيڪا عام عقل جي ڳالهه، سا الحاد! سچ چيو اٿن: "هڪ عالم ئي چائي سگهي ٿو ته هو ڪيتريقدر جاهل آهي!" پر، هنن مان سو اها اميد رکڻ به آهي ٻيرن ڪان ٻير گهرڻ. —ش. ح.

[مهراڻ: نمبر ۱ ۽ ۲، سال ۱۹۵۷ع]

---

۳، ۴- ۱۹۵۷ع

## "سوانح نمبر"

گذريل پرچي ۾ اداري طرفان "مهراڻ" جو 'سوانح نمبر' پيش ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو هو. اعلان مطابق، سال ۱۹۵۷ع جو ٽيون ۽ چوٿون نمبر پرچا گڏي، هيءُ اٽڪل سوا-سؤ سوانح عمرين تي مشتمل خاص لمبر، پنهنجي بهترين تمنائن، خلوص ۽ قرب سان "مهراڻ" جي عزيز پڙهندڙن، محترم اديبن ۽ مڪرم عالم حضرات جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون. ست سؤ ڪن صفحن جي هن ضخيم پرچي ۾ جيڪي ڪجهه مواد ميڙيل آهي، ادارو ان جي تياريءَ ۽ ترتيب لاءِ محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ٿورائتو آهي، جنهن جي ئي خاص توجهه، دلچسپيءَ ۽ ڪاوش سان سنڌ جي اڪثر تاريخي شخصيتن جا سوانح هن طرح يڪجا ٿي سگهيا آهن.

"مهراڻ" جو هيءُ 'سوانح نمبر' سنڌ جي مختلف تاريخي طبقن جو ڪو سلسليوار سونهون آهي، يا سنڌ جي مڙني قابل ذڪر شخصيتن جو ذڪر هن ۾ سمايل آهي،—سو ان جي دعوا ته خود فاضل مرتب به ڪانه ڪئي آهي: ۽ سچ پچ ته سنڌ ۾ جيتريقدر باڪمال عالم ۽ اولياءَ، سَنت ۽ صوفي، اديب ۽ شاعر، فيلسوف ۽ مفڪر، استاد ۽ دانشور، سگهڙ ۽ سالڪ، مخلص قومي ۽ سماجي ڪارڪن، برک ليڊر ۽ سياستدان، مشهور حڪيم ۽ ڊاڪٽر، وزير ۽ وڪيل، ڪامورا ۽ واپاري، مُکي ۽ منشي، پنچات ۽ راڄ جا چڱا مڙس، وغيره- هندو ۽ مسلمان- ٿي گذريا آهن، يا موجود آهن، تن سڀني جا سوانح جيڪڏهن هڪڙي هڪڙي ست ڪري به گڏ ڪجن، ته هوند هتي اهڙا اجا به ڪيئي ڪتاب درڪار ٿين. اداري کي اعتراف ۽ افسوس آهي، جو هن پرچي ۾ ڪيتريون ئي اهم سوانح‌عمريون شامل ٿي نه سگهيون. ان هوندي به، جيڪي ڪجهه سهيڙجي سگهيو آهي، سو نه صرف سنڌ جي اڪثر مُک شخصيتن بابت معلومات جو خاصو پنڊار ثابت ٿيندو، بلڪ هيءُ پرچو يقيناً ايندڙ علمي ۽ ادبي حلقن لاءِ مختلف وقتن جي قومي ۽ سماجي حالات جو معتبر مواد پڻ مهيا ڪندو رهندو. ارادو آهي ته "مهراڻ" جا

آئينديءَ پيا ته اهڙا 'سوانح نمبر' شايع ڪجن: ان لاءِ هن قسم جو مواد جڏهن به ۽ جيترو به اداري کي ميسر ايندو، اوترو يقدرڻي جلد ۽ بهتر صورت ۾ اداري لاءِ مقصد جي تڪميل ممڪن ٿي سگهندي.

اڳئين پرچي ۾ "مهراڻ" جي هلندڙ سال جي ساليانيءَ چندي گهٽائڻ بابت جيڪو اعلان ڪيو ويو هو، زير نظر پرچي- "سوانح نمبر"- جي ضخامت اندازي کان وڌي وڃڻ سبب، اداري کي ان تي نظرثانيءَ جي ضرورت پيش آئي: ضرورت جي پيش نظر، هلندڙ سال جو پورو چندو ڏهه رپيا بحال رکيو ويو، ۽ ان طرح هن 'سوانح نمبر' جي قيمت پڻ اڳ آيل اعلان جي ٽن رپين عيوض، ست رپيا رکڻي پيئي اٿئون.

## هن کان پوءِ

هن پرچي سان، "مهراڻ" جي نئين دور جو ٽيون سال خيرن سان ختم ٿيو. پنهنجي روايتي خصوصيتن کي برقرار رکندي، مسلسل ٽن سالن تائين جاري رهندي، "مهراڻ"، جنهن نموني سان سنڌي ادب جي تعمير ۾ هڪ سرگرم خادم جي حيثيت سان حصو وٺندو رهيو آهي، سو صرف سنڌ جي سچاڻ ۽ باذوق پڙهندڙن جي خلوص، ۽ سنڌ ۽ ڀارت جي اديبن ۽ شاعرن جي دلي تعاون جي سهاري. انهيءَ خلوص ۽ تعاون تي اعتماد رکندي، اسين وڏيءَ دل سان ائين چئي سگهون ٿا ته "مهراڻ" جي موجوده معيار کي ڪڏهن به ڪو ضرر نه پهچندو، ۽ هن کان پوءِ، پڻ باقاعدي پنهنجي دستوري شان سان شايع ٿيندو رهندو. هن بعد، اسان جي اهائي ڪوشش رهندي ته سال سال جا پورا چار پرچا، پنهنجي مقرر وقتن تي باقاعدگيءَ سان شايع ٿيندا رهن: نئين سال جي ايندڙ دستوري پرچي لاءِ اداري جو پڪو ارادو آهي ته ايندڙ اپريل جي آخر ڌاري ڇپي، شايع ڪري ڇڏجي. اميد ته اسان جا محترم ڪرمفرما- پڙهندڙ ۽ اديب- اسان جي اوڻاين ۽ اوڻاين کي پنهنجائپ جي پرده پوش نگاهن سان نوازي، پنهنجي پرپور خلوص ۽ تعاون سان "مهراڻ" کي هميشه سرافراز ڪندا رهندا. -ش. ح.

[مهراڻ: نمبر ۳ ۽ ۴، سال ۱۹۵۷ع]

# ۱۹۵۸ع

۱) ۲-۱۹۵۸ع

ارمان سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي ته هن سال مهراڻ جي ٻهرين پن عددن جي شايع ڪرڻ ۾ دير ٿي آهي، جنهنڪري مارچ ۽ جون جا ٻئي عدد گڏي ڏجن ٿا. ناظرين کي اسان جي مشڪلاتن جو ضرور احساس هوندو. ازان سواءِ انهيءَ وچ ۾ گذريل سال جي ٻوئين ين شمارن جي عوض "مهراڻ" جو "سوانح نمبر" وڏي ضخامت سان سندن خدمت ۾ پيش ڪيو ويو آهي، اگرچ "سوانح نمبر" سان ايڊيٽر توڙي اسسٽنٽ ايڊيٽر جو ڪوبه واسطو نه هئو، ۽ انهن جو نالو سهوًا ڪان منڍ ۾ چاڙهيو ويو آهي. سارو نمبر جناب ڊاڪٽر نبي بخش صاحب جو مرتب ڪيل آهي.

محترم اديبن ۽ شاعرن کي "مهراڻ" جي گذريل سال واري ٻئي عدد ۾ ڪي لماڻا اشارا ۽ هدايتون ڪيون ويون هيون، مثلاً (۱) وڏي اڌ پني تي صاف لکڻ، (۲) دمن جون پوريون نشانيون ڏيڻ، (۳) زيراضافت کي استعمال نه ڪرڻ ۽ (۴) اردو ۽ فارسي شاعري جي تقليد نه ڪرڻ. پر هن عدد لاءِ جيڪي مضمون مليا، سي انهن عيبن کان خالي نه هئا! ڪيترن ئي نظمن کي زيراضافت جي علت ڪري خارج ڪيو ويو، ۽ ڪن ٽورن کي مناسب تبديليون ڪرڻ بعد درج ڪيو ويو. اميد آهي ته اسان جا محترم اديب ۽ باشعور شاعر انهن هدايتن تي عمل پيرا ٿي، پنهنجي پياري زبان ۽ ادب جي خدمت ڪندا رهندا ۽ اسان کي مسرت ۽ ممنونيت جو موقعو ڏيندا. —"ع"

[مهراڻ: نمبر ۱ ۽ ۲، سال ۱۹۵۸ع]



# مرحوم علامہ ڊاڪٽر دائود پوٽو.

مرحوم مغفور ڊاڪٽر دائود پوٽو، برصغير هند و پاڪ جي هڪ مشهور ۽ جليل القدر مورخ ۽ محقق جي حيثيت سان ڪافي متعارف آهي. سندس شخصيت، سرزمين سنڌ لاءِ خاص طرح فخر جو باعث آهي. سنڌي زبان، ادب ۽ تهذيب هن فرزند جليل جي علمي ۽ ادبي ڪاوشن تي جيترو ناز ڪجي، اهو گهٽ آهي. سچ پچ علامہ صاحب مرحوم جي ذات ڪي پنهنجيءَ جاءِ تي 'مستقل دور' جي حيثيت حاصل آهي- افسوس جو اهو دور ختم ٿي ويو! سندس تصنيفات ۽ تاليفات، مقالات ۽ تخليقات جو وڏو حصو سنڌي زبان، سنڌي ادب، سنڌي تصوف ۽ سنڌي مشاهير، علماء ۽ شعراء ۽ بزرگان دين سان تعلق رکي ٿو. هڪ 'مثالي انسان' جي حيثيت سان سندس علمي خدمت جو پايو نهايت بلند آهي. علامہ مرحوم هڪ طرف مشرقي ۽ مغربي لسانيات جو وڏو اسڪالر هو؛ ته ٻئي طرف اسلامي علوم ۽ فنون ۾ بہ وڏي مقام وارو عالم ڪري تسليم ڪيو ويو. سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌ جي مشاهير جي سوانح ۽ ڪلام جي ترتيب ۽ ڇنڊڇاڻ ۾ کيس اوليت جو شرف حاصل آهي. سندس انگريزي، فارسي، عربي، ۽ سنڌي ڪتابن کي ڏسڻ کان پوءِ، هرڪو اهل علم سندس تبحرعلمي، وسعت نظريءَ، وسيع مطالعي، اصول انتقاد، تخليقي روح، اصول تنقيد، عالمانہ علوّ، لساني ڇاڻ، ۽ مختلف فنون سان شغف جو دل کولي داد ٿو ڏئي- خاص طور سنڌي زبان ۽ ادب سان سندس والهانہ محبت، اسان لاءِ بهترين مثال آهي. سندس وفات حسرت آيات، سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ ناقابل تلافي سانحو آهي.

علامہ مرحوم جو تعلق جڏهن تہ 'مهراڻ' جي ادارت سان هو- هيءُ زيرنظر پرچو پڻ سارو سندس ٿي ايبدت ڪيل آهي- لهاذا، سندس ياد ۽ محبت کي مد نظر رکي، اسين هن 'مهراڻ' ۾ سندس ٿي بهترين مقالا شامل ڪري رهيا آهيون، جي هر حيثيت سان قابل تعريف ۽ افادي آهن. پهريون مقالو، "ادبي سنگت" جي عنوان هيٺ، 'جنوري ١٩۴٦ع' واري پهرئين 'مهراڻ' جي پرچي ۾ آيل آهي، جنهن ۾ مرحوم علامہ صاحب جن 'مهراڻ' مخزن جي اشاعت ۽ ان جي ادبي پاليسيءَ تي نظرياتي مقاصد ۽ علمي ۽ ادبي طريقڪار متعلق، نهايت صاف ۽ واضح ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. جڏهن تہ 'مهراڻ' نالو ٿي سندس تجويز ڪيل هو، ۽ پهرئين پرچي جو ايڊيٽوريل بہ پاڻ ٿي لکيو هئائون، لهاذا سندس ان تجويز، گذارش ۽ تفصيلي بحث کي

’مهراڻ‘ جي بنيادي پاليسيءَ ۾ ’سنگ ميل‘ جي حيثيت حاصل آهي. شڪر جو مقام آهي ته ’مهراڻ‘ اڄ تائين، ان مفيد ۽ ارتقا پذير پاليسيءَ تي قائم آهي، جنهن جو تعين ۽ قيام علامه مرحوم پنهنجيءَ تحرير ۾ ڪيو آهي. اسين ان تحرير جو عڪس، تبرڪ طور، ’مهراڻ‘ ۾ شايع ڪري رهيا آهيون.

ٻي دلڪش تحرير، ”سُرها گل“ جي تمهيد آهي، جا ۱۹۳۴ع ۾ لکيل آهي. اها تحرير نهايت سليس، دلڪش، رقت آميز ۽ ٻاجهاري انداز ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ گذريل دور جي ڪلاسيڪي ادب جي چيده چيده اقتباسن سان گڏ، سندس تشريحي نوٽ به آهن. اها تمهيد، پنهنجي جامعيت ۽ افاديت جي لحاظ کان اڄ به نئين ۽ تازي آهي. بطور جملي معترضه اها به گذارش ڪرڻ مناسب آهي ته ’سرها گل‘ جي انتساب لکندي، علامه مرحوم پنهنجي استاد، ڊاڪٽر گربخشاڻي آنجهاني، کي جن لفظن ۾ خطاب ڪيو آهي، انهن مان ’استاد ۽ رفيق شاگرد‘ جي تعلقات تي پڻ ڪافي روشني پوي ٿي- جيئن لکيو اٿن: ”هيءُ ’سرهن گلن‘ جو دستو پنهنجي پياري استاد، پروفيسر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ، جي سگهوريءَ خدمت ۾ نذر ڪيان ٿو.“ هن مان ثابت آهي ته ’پياري استاد‘ ۽ ’رفيق شاگرد‘ جا پاڻ ۾ دلي پيوند هئا، جن ڪي علامه تادم حيات نهايت اخلاص ۽ محبت سان نباهيندو آيو، ۽ هميشه سندس ذڪر خير محبت ۽ احترام سان ڪندو آيو.

ٽيون مقالو ”الوحيد“ جي آزادي نمبر، ۱۴-آگسٽ ۱۹۴۹ع تي شايع ٿيل، تان ورتل آهي. ان جو عنوان آهي— ”اسان جي سنڌي زبان“. مرحوم علامه صاحب جنهن والهانه ۽ جذبانگيز، وجدآور ۽ دلڪش انداز ۾ سنڌيءَ جي ستائش ۽ تعريف ڪئي آهي، اها سندس دلي محبت ۽ عاشقانه ڪيفيت جو دليل آهي. ان جو دوباره شايع ڪرڻ، هڪ ته سندس بهترين ’علمي ياد‘ آهي، ۽ ٻيو ته موجوده سنڌي قوم ۽ سنڌي اديبن لاءِ تازيانهء عبرت آهي، ۽ ڪم ڪرڻ جي اهميت ڏانهن دلنشين دعوت آهي.

آخر ۾ اسين بارگاه باري تعاليٰ ۾ دست بدعا آهيون ته رب ڪريم شال کيس مرحمي ۽ مغفرت ڪري، ۽ سندس پسماندن کي صبر جميل عطا فرمائي— انالله و انااليه راجعون!

## ”مهراڻ“

’مهراڻ‘ جي شايع ڪرڻ ۾ گذريل ڪجهه عرصي کان جيڪا لاڳيتي دير مدار ٿيندي آئي آهي، اداري کي ان جو پورو پورو احساس ۽ افسوس آهي: چنانچ، ان جي تلافي ڪندي، اها هڪ نئي صورت نظر آئي آهي ته هن ’مهراڻ‘ جي پرچي کي هلندڙ سال جو آخري پرچو شمار ڪري، پڻ سماهين جو ’گڏيل پرچو‘ ڪري شايع ڪيو وڃي. ان طرح، سال ۱۹۵۸ع جي آخر ۾ هن ٽئين ۽ چوٿين گڏيل پرچي کي پيش ڪرڻ سان ’مهراڻ‘ جي نئين دور جو چوٿون

سال ختم ٿئي ٿو. هن ڪان پوءِ اداري جو يقيني ارادو آهي ته هرسال 'مهراڻ' جا پورا چار پرچا پنهنجي روايتي آب تاب ۽ باقاعدگيءَ سان شايع ٿيندا رهندا. اسين 'مهراڻ' جي ڪرمفرما ادبين ۽ پڙهندڙن ڪان سندن هميشه جهڙي دلي تعاون ۽ فڪري وابستگيءَ جي اميد پڻ رکون ٿا.

الهيءَ موقعي تي 'مهراڻ' جي سڀني صاحب ذوق خريدارن جي آگاهيءَ ۽ اطمينان لاءِ هيٺري وضاحت ڪرڻ ضروري ٿا سمجهون ته جن صاحبن ڪان ڊسمبر ١٩٥٨ع تي پوري ٿيندڙ سال جو چندو، ڏهه رپيا، وصول ٿي چڪو آهي، تن کي — اڳئين مليل ۽ هن ڳڏيل پرچي جي جملي قيمت، پنجن رپين جي وضع ڪرڻ سان سندن باقي رهيل رقم جي مجرائي، ايندڙ سال جي چندي ۾ شمار ٿي ملندي. هن ڪان پوءِ 'مهراڻ' جا اڳيان خريدار فقط پنجن رپين موڪلڻ سان 'مهراڻ' جا ساليانا خريدار ٿي سگهن ٿا: ۽ نوان خريدار دستور موجب، ڏهه رپيا موڪلي خريدار ٿي سگهندا. — غ. م. گ.

[مهراڻ: نمبر ٣ ۽ ٤، سال ١٩٥٨ع]



١-١٩٥٩ع

## "مهراڻ" جو پنجون سال

هن شماري سان 'مهراڻ' جي نئين دور جا چار سال، پورا ٿيا، ۽ پنجون سال شروع ٿيو.

زندگيءَ سان جنهن تعميري ۽ معياري ادب جي وابستگي آهي، اهو ادب ۽ ان جي اشاعت 'مهراڻ' جو حقيقي مقصد ٿي رهيو آهي. اوڻاين ۽ عيبن کان ته ڪير به بچي نٿو سگهي- ممڪن آهي ته ڪي ڪمزوريون ۽ گهٽتايون رهجي وييون آهن. هونئن به، هرڪنهن جي نظر ۽ پسند جو معيار جداگانه حيثيت رکي ٿو؛ تاهم، اسين پنهنجي مخلصانه پورهئي کي اڳيان رکي، اطمينان سان چئي سگهون ٿا ته ان جو مجموعي اثر نيڪ ۽ اميدافزا، ترقي پذير ۽ زندگي بخش رهندو آيو آهي... ۽ اڳتي به رهندو، انشاالله!

"مهراڻ" سان راقم الحروف جي وابستگي، پڙهندڙ توڙي لکندڙ جي حيثيت ۾ ڪنهن نه ڪنهن حد تائين، شروع کان وٺي رهندي ٿي آئي آهي. رسالي جي پوئين پرچي جي مواد جي چونڊ ۽ ترتيب ("مثالي نڪرا" ۽ "تنقيد ۽ تبصرا" جي عنوانن کان سواءِ) مرحوم مغفور علامه دائود پوٽو نورالله مرقده جن پنهنجن مبارڪ هٿن سان پاڻ ڪرڻ فرمائي، ۽ آن جي ادارتي نوٽ لکڻ جو شرف مون هيچمدان کي پاڻ بخشيائون. چنانچ، 'الامرفوق الادب' جي تحت، هڪ نوٽ مون لکيو، جو پڻ پاڻ ڏسي اشاعت لاءِ منظور ڪيائون؛ پر پوءِ سندن ناگهاني انتقال سبب اهو نوٽ شايع نه ڪيو ويو، ۽ ان جي عوض پيو نوٽ تيار ڪري، پرچي ۾ شامل ڪيو ويو، جو سندن ذات والاصفات متعلق مخصوص، هو، ۽ جنهن ۾ سندن سيرت ۽ ادبي خدمتن کي بيان ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪرڻ جو مقصد سامهون هو.

علامه مرحوم جي وفات کان پوءِ، سنڌي ادبي بورڊ مون هيچمدان کي هاڻي 'مهراڻ' جي ادارت لاءِ چونڊيو، سچ پچ پنهنجي ذره نوازيءَ جو ثبوت ڏنو آهي—ورنه 'من آنم ڪه من دانم'. اميد آهي ته اهل علم حضرات پنهنجي تعاون سان نوازيندا ايندا، جيئن سنڌي زبان ۽ ادب جو هي معياري رسالو جيئن پوءِ تيئن معياري به رهندو اچي ۽ افادي به.

## پاڪستان جي اديبن جي ڪنوينشن

٢٩، ٣٠ ۽ ٣١ جنوري ١٩٥٩ع تي، ڪراچيءَ ۾، پاڪستان جي اديبن جو هڪ عديم المثال اجتماع منعقد ٿيو، جنهن لاءِ ان جا باني ۽ سربراه مبارڪن جا مستحق آهن. اجتماع جي

ڪي قدر تفصيلي ڪارگذاري 'مهراڻ' جي پڙهندڙن لاءِ ٻئي هنڌ شايع ڪئي ويئي آهي، هتي ان جي چند خاص الخاص چيزن جو ذڪر، اميد ته اسان جي اديبن ۽ پڙهندڙن لاءِ افاديت جو باعث ٿيندو.

ادب. ڪنوينشن کي صدر مملڪت، فيلڊ مارشل محمد ايوب خان، خطاب ڪرڻ فرمايو. سندن هي لفظ نهايت غور طلب به آهن، ۽ اميد افزا به:

"ٻارهن سالن جي مايوسيءَ کان پوءِ به اديبن ۾ زندگيءَ جي مسئلن متعلق جدوجهد ڪرڻ جو جيڪو جذبو ۽ اخلاص نظر اچي رهيو آهي، ان کان آءٌ ڏاڍو متاثر ٿيو آهيان. مون کي اميد آهي ته اسان جا اديب اهڙي زندگيءَ پيدا ڪرڻ ۾ ساٿ ڏيندا، جنهن کي پُرمسرت زندگي سڏي سگهبو."

پاڻ زندگيءَ جي مستحسن بنيادي تصور جي تشريح ڪندي ٻڌايائون ته:

"اسان جو نظريو ۽ تصور نهايت سادو ۽ چٽو آهي: اهو دراصل هڪ خوشحال، بهتر ۽ تعميري زندگي ڏانهن ارتقائي عمل ۽ جدوجهد جو ٻيو نالو آهي."

صدر موصوف جنهن جامعيت سان اديبن کي سندن فرضن کان آگاهه ڪيو آهي، اهو تحسين جوڳو آهي. اميد آهي ته اسان جا اديب ۽ دانشور پنهنجي فن کي ملڪ جي ثقافتي ۽ سماجي تعمير ۽ خوشحاليءَ لاءِ وقف ڪندا ۽ زندگيءَ جي ارتقائي سفر ۾ پنهنجي ملت جا پيشرو ٿي هلندا.

ادب ۾ غربت. اجتماع جي هڪ نشست جي صدارت ڪندي، مشرقي پاڪستان جي مشهور شاعر جسيم الدين، ادب ۽ غربت جي روح فرسا ڀيچبازيءَ جو ذڪر ڪندي، فرمايو ته:

"پاڪستان کان پوءِ ملڪ جو صرف هڪ طبقو ئي بلندين تي گامزن ٿيندو ويو. ملازمت، تجارت، صنعت ـــ سڀ تي فقط هڪ طبقي جو قبضو ٿيندو ويو. ان جي مقابلي ۾ ٻيو طبقو اهڙو به هو جو آهستي آهستي تحت الثريٰ ۾ ڪرندو رهيو: اهو طبقو عوام جو طبقو هو، جنهن ۾ اسين اديب به اچي وڃون ٿا.

"ڪن جو چوڻ آهي ته، 'ادب' ۽ 'غربت' پاڻ ۾ لازم ملزوم آهن. غربت ۾ جذبات جي تربيت ٿئي ٿي، وغيره ـــ پر هن دور ۾ اهو مقولو ڪونه هلي سگهندو. اڄڪلهه ٻاهرين ملڪن جي اديبن جي آمدني تمام گهڻي آهي. اگر غربت تخليق لاءِ ضروري هجي ها ته پوءِ اسان وٽ 'برنارڊ شا'، 'ايبسن' ۽ 'هارڊي' جهڙا اديب ڇو نه پيدا ٿيا آهن؟ سچي حقيقت اها آهي ته افلاس ۽ غربت جي ڪري، اسان جا ڪيئي اديب لکڻ پڙهڻ کان توبهه ڪري چڪا آهن!"

پاڪستاني ادب جي گوناگون حيثيت: جسيم الدين، پاڪستان ادب جي ترڪيبي عناصر ڏانهن انتهائي دلپذير پيرايي ۾ اشاري ڪندي چيو:

"اسان جو 'ملڪي ادب' اسان جي تحت الشعور ڪي ماءُ جي ٿڃ پياري طاقت ۽ توانائي بخشي ٿو."

مشرقي پاڪستان جي هن ممتاز دانشور جي هنن مختصر مگر پُرمعنيٰ لفظن جو مطلب اهو آهي تہ اسان جو ملڪي ادب، جو اردوءَ ۽ علاقائي زبانن — سنڌي، بنگالي، پشتو، پنجابي ۽ بلوچيءَ — تي مشتمل آهي، اهو انهن زبانن جي ڳالهائيندڙن لاءِ 'ماءُ جي ٿڃ' جي حيثيت رکي ٿو: جيئن ٻار پنهنجيءَ ماءُ جي ٿڃ پيئڻ سان جسمي ۽ ذهني نشونما حاصل ڪري سگهي ٿو، تيئن قومون پنهنجي 'مادري زبان' جي علمي ۽ ادبي سرمايي سان ئي ذهني ارتقا حاصل ڪن ٿيون. ڪنهن بہ قوم کان مادري زبان ۽ ان جي ادب جو کسڻ، ائين آهي، جيئن ابهم ٻارڙي کان ماءُ جي ٿڃ کسي ونجي — پوءِ هو پيو رڙي ۽ روئي، ڳري ۽ جهُري! اهو اپالڙو ۽ ڏالڙو ٻار ڪڏهن بہ نہ وڏي سگهندو، ۽ نہ ڪو مضبوط ۽ سگهارو ٿيندو — ائين سَنَّن ۽ جهنن تي پيو ٽڪندو ۽ رڙهندو.

ادبن جي اهميت ۽ سندن ذميداريون. ملڪ ۽ قوم جي تعمير ۽ خوشحاليءَ ۾ ادبن جي تخليقي ڪاوشن جو ڪيترو حصو رهي ٿو، ۽ انهن جو ذڪر ڪندي، جسيم الدين فرمايو تہ:

"ملڪ کي ادبن کان غفلت ۽ حقارت نہ ڪرڻ گهرجي. دراصل اسين ئي ملڪ جون جيئريون جاڳنديون 'يونيورسٽيون' آهيون. اسان جو ڪم ان مقام تان شروع ٿو ٿئي، جتي تعليمي ادارن جو ڪم ختم ٿي وڃي ٿو. اسين ماڻهن کي 'فن' ۽ 'زندگي' ڏيون ٿا. جيڪڏهن اسين نہ هجون ها تہ پوءِ پڙهيل ڪڙهيل ماڻهو بہ جاهل ۽ ڪورا چٽ رهجي وڃن ها!

"اسان پنهنجي قلم جي طاقت سان مختلف زمانن ۾ ڪيتريون حڪومتون بنايون آهن، ۽ ڪيتريون ڊاهيون آهن: ڪيترا آدرش ۽ اصول ڦهلايا آهن، ۽ ڪيترن اصولن سان ٽڪر کاڌو اٿئون. اوهين جڏهن خواب ۾ مدهوش هوندا آهيو، تڏهن اسين مٽيءَ جي ڏيئن کي روشن ڪري، اوهان لاءِ لکندا آهيون. اسان جو 'فن ۽ ادب'، اوهان جي 'زندگيءَ' جو رفيق ۽ ساٿي ثابت ٿيندو آهي.

"اوهين اسان کان غفلت نہ ڪريو: اسان جو اعزاز، وطن جي اعزاز جي برابر آهي! وڏيون وڏيون رياستون تباهہ ٿي وڃن ٿيون، سياسي ليڊر تاريخ جي ورقن ۾ گمنام ٿي وڃن ٿا، پر اسين اديب ئي آهيون جي هردور ۾ زنده رهون ٿا. جيڪڏهن ڪاليداس نہ لکي ها تہ پوءِ اڄڪلهہ وڪرماجيت جو نالو نشان بہ نہ هجي ها.

"... تحقيق، اڄ بادشاهن ۽ نوابن جو زمانو ختم ٿي ويو، وطن جي عوام کي ئي هاڻي اسان جي سرپرستي ڪرڻي پوندي. (تنهنڪري،) اڄ ضرورت آهي تہ (پين ڳالهين سان گڏ) بنگال، سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ ٻين خطن جا "لوڪ گيت" گڏ ڪيا وڃن، ۽

انهن جو ٻاهرين زبانن ۾ ترجمو ٻڻ ڪيو وڃي. اسان جيڪڏهن اڄ اهو ڪم نه ڪيو ته پوءِ ايندڙ نسل جي نظرن ۾ غدار ليکباسون!"

منشور: "اسين پاڪستان جا اديب — جي ملڪ جي سيني زبانن جي نمائيندگي ڪريون ٿا — پاڻ کي مادر وطن جي ترقيءَ ۽ عظمت، بين‌الاقوامي امن جي آدرش ۽ اصول، ۽ انسانيت جي ترقيءَ لاءِ وقف ڪريون ٿا. اسين حقوق انساني تي يقين رکون ٿا، جن جي تشريح اقوام‌متحده جي منشور ۾ ڪيل آهي.

"اديب جي حيثيت سان اسين پنهنجي خيالات جي اظهار ۽ ڦهلاءَ جي آزاديءَ وارن بنيادي حقن جا حامي آهيون، جن کان سواءِ حقيقت ۾ تخليقي ادب بي‌مقصد رهجي وڃي ٿو.

"اسان کي انهن عظيم روايتن تي، جي اسان کي ماضيءَ مان مليون آهن، پورو فخر آهي. اسين انهن جي حفاظت ۽ انهن جي واڌاري ۽ ترقيءَ جو عهد ڪريون ٿا.

"اسين پنهنجي مقدس فرض کان چڱيءَ طرح آگاهه آهيون، جو سچائيءَ جي عڪاسيءَ، قوم پرستاڻه قدرن جي لشولما، بين‌الاقوامي اخوت ۽ تعاون جي فروغ، ۽ السالي تعلقات جي قيام سان متعلق آهي.

"اسين چاهيون ٿا ته انسانيت وڌ ۾ وڌ راحت، طماليت ۽ وقار سان پنهنجو وجود باقي رکي سگهي.

"اديب هجڻ جي حيثيت سان فرداً فرداً ۽ اجتماعي طور، اسين اهڙي خوشحال ۽ صحتمند معاشري جي ترقيءَ جي ڪاڻ پنهنجيءَ ذميداريءَ کي قبول ڪريون ٿا، جنهن ۾ سڀ جي لاءِ آزادانه ۽ مساوي موقعا فراهم هجن، ۽ جتي دولت ۽ اقتدار انساني قدرن ۽ روحاني تصورات جي تابع هجن. ان سان گڏ، اسين علم ۽ سائنس جي ترقيءَ کي دنيا ۾ امن ۽ خوشحالي جي فروغ جو ذريعو سمجهون ٿا."

'پاڪستان رائيٽرس گلڊ'، ۽ ان جي نمائيندگي جو مسئلو. پاڪستاني اديبن جي هن عظيم اجتماع جي مٿين تجزيي ۽ تفصيل سان گڏ — جنهن ۾ ايڏيءَ حوصله منديءَ ۽ همت افزائيءَ جا آثار موجود آهن — هڪ اهڙو پهلو به آهي، جنهن متعلق ڪجهه نه ڪجهه لکڻ تمام ضروري ٿئي ٿو — اهو پهلو آهي نمائندگيءَ جو. ڪنوينشن ۾ 'پاڪستان رائيٽرس گلڊ' (يعني انجمن ادباي پاڪستان) قائم ڪئي ويئي، جنهن جي مرڪزي مجلس عمل تي اردوءَ ٻاران ڪراچيءَ جا پنج اديب ۽ مغربي پاڪستان مان ڇهه (ڪل يارهن)، ۽ مشرقي پاڪستان مان بنگاليءَ جا يارهن اديب چونڊيا ويا آهن. ان جي مقابلي ۾ پشتوءَ ۽ سنڌيءَ جو هڪ هڪ نمائندو کنيو ويو، بلوچي ۽ گجراتي زبانن جو ڪوبه نمائندو ڪونه کنيو ويو.

جيستائين سنڌي زبان جي نمائندگيءَ جو تعلق آهي، اسين نهايت خلوص ۽ ديانتداريءَ سان چئي ٿا سگهون تہ سنڌي ادب ۽ زبان جي وسيع ۽ علمي دنيا کي نظرانداز ڪيو ويو آهي. جنهن زبان جو علمي ۽ ادبي سرمايو نهايت بيش بها آهي؛ جنهن جي تهذيب ۽ تمدن نهايت قديم ۽ زنده آهي؛ جنهن زبان ۽ ادب جي ڳالهائيندڙن جو انداز پاڪستان ۾ اڍ ڪروڙ ڪان مٿي ۽ هندستان ۾ پنجويهہ لک آهي؛ جنهن خطي جي زبان معياري ۽ علمي آهي؛ جنهن زبان ۾ علم و فن جي هر صنف تي معياري لٽريچر موجود آهي،—اهڙيءَ زبان جي نمائندگيءَ لاءِ فقط هڪ نمائندي کي چونڊڻ 'بُخل' آهي، 'رزاقي' نہ آهي. ڪنوينشن جي اراڪين ڪان اسان جو پرزور مطالبو آهي تہ هو سنڌي ادب جي نمائندگيءَ لاءِ حقائق جي عالم ۾ سنجيدگيءَ سان سوچين، ۽ نہ رڳو سنڌيءَ کي ملڪ ملڪ جي ٻين ٻولين — پنجابي، پشتو، بلوچي ۽ گجراتي — کي پڻ پوري نمائندگي ڏيئي، ادب نوازيءَ ۽ فن شناسيءَ جو ثبوت ڏين.

پنهنجي طرفان اسان جو سنڌ جي اديبن کي زوردار مشورو آهي تہ هو، سواءِ ڪنهن پس و پيش جي، هن 'انجمن ادباي پاڪستان' ۾ شامل ٿين، ۽ ان جي ڪارڪردگيءَ ۾ همت ۽ جذبي سان حصو وٺن. 'پاڪستان رائيٽرس گلڊ' جي ساسهون اديبن جي بهبوديءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ ڪي بيش بها ۽ انتهائي مفيد تجويزون آهن، جن مان فائدي حاصل ڪرڻ جو حق جهڙو ملڪ جي ٻين اديبن کي آهي، تهڙو سنڌي اديبن کي. هونئن بہ هيءُ زمانو منهن ڦيرائي، رُسي، ۽ ناراض ٿي، علحده ويهي رهڻ جو ناهي: هي زمانو ميدان تي نڪري اچڻ جو آهي، گڏجي ڪم ڪرڻ جو آهي، صالح چيزن کي زنده، ۽ غير صالح چيزن جي فنا ٿي وڃڻ جو آهي: گهَر جي ڪنڊ ۾ ويهي پاڻ کي سڀ ڪان صالح تصور ڪندي رهڻ مان نہ ڪجهہ ورندو نہ جڙندو. اميد تہ سنڌ جا اديب اسان جي هن دوستانہ طور چيل لفظن تي جوڳو غور ڪندا.

## علاقائي زبانون

پاڪستان ۾ ٻوليءَ متعلق جي بہ مسئلا پيدا ٿيا آهن، تن ۾ ٻن خيالن جا ماڻهو تبادلہ خيالات ڪري رهيا آهن. هڪڙا اهي آهن، جي اردوءَ کي انگريزيءَ جي بدل قرار ڏيڻ جي حق ۾ آهن. هو چاهين ٿا تہ سيني صوبن ۾ اردوءَ کي ذريعہءِ تعليم بہ بنايو وڃي، ۽ ان سان گڏ دفتري زبان بہ اردوءَ کي ئي بنايو وڃي. ٻيا اهي آهن، جي جديد نفسيات ۽ عمرانيات جي اصولن موجب چون ٿا تہ ذريعہءِ تعليم 'مادري زبان' ئي هئڻ گهرجي؛ علاقائي زبانن جي علمي ۽ فني حيثيت کي تسليم بہ ڪيو وڃي ۽ انهن جي حفاظت ۽ ترقيءَ لاءِ بہ سوچيو وڃي — ٻين زبانن کي ثانوي ۽ اختياري حيثيت ڏيڻ گهرجي. خوشي جهڙي ڳالهہ آهي، جو مغربي پاڪستان جي گورنر، جناب اخترحسين، (ان وقت) پڻ اردوءَ ڪانفرنس (لاهور، ٢٢- فيبروري ٥٩ع) ۾ ان متعلق اظهار خيال فرمايو آهي:

"حڪومت ملڪ جي سرڪاري زبان جي ترقيءَ سان گڏ، علائقائي زبانن جي اهميت ۽ صلاحيت کي نظرانداز نٿي ڪري سگهي: انصاف جي تقاضا اها آهي تہ ملڪ جي سڀني علائقن جي زبانن کي مناسب اهميت ۽ حق ڏنو وڃي."

اڳتي هلي فرمايو اٿس:

"بيشڪ ان کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ اردوءَ ۾ اها صلاحيت آهي تہ هوءَ ٻين ٻولين جا لفظ جذب ڪري وٺي؛ پر اردوءَ کي قومي زبان بڻائڻ جو مطلب اهو نہ آهي تہ ان کي علائقائي زبانن جي جاءِ ڏني وڃي؛ تنهنڪري، اردوءَ ۽ ٻين علائقائي زبانن جي وچ ۾ رقابت جو تہ ڪو سوال ئي پيدا ٿي نٿو سگهي. هرهڪ علائقائي زبان کي پنهنجون خاص علائقائي حدون آهن، ۽ اهي سڀئي زبانون زندگيءَ ۽ ثقافت جي نمائندگي بلڪل هڪ طريقي تي ڪن ٿيون: قومي زبان انهن زبانن جي جاءِ پري نٿي سگهي، جيڪي ملڪ جي جدا جدا علائقن ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون."

مغربي پاڪستان جي گورنر جي مٿينءَ تقرير ۾ ٻوليءَ متعلق پيدا ٿيل سڀني مسئلن ۽ مشڪلاتن جو حل موجود آهي، جن ۾ مکيہ هي مسئلا آهن:

(۱) هرعلائقائي زبان جون خاص علائقائي حدون آهن؛

(۲) اهي سڀ علائقائي زبانون بلڪل هڪ طريقي تي زندگيءَ ۽ ثقافت جون ترجمان آهن؛

(۳) ڪابہ قومي زبان، علائقائي زبانن جي جاءِ نٿي پري سگهي؛

(۴) قومي زبانن (اردوءَ ۽ بنگاليءَ) جي مقابلي ۾، ٻين علائقائي زبانن جي اهميت کي نظرانداز ڪري نٿو سگهجي.

سنڌي زبان جو مسئلو. پاڪستان ۾ ٻولين جي مسئلي جي مٿين عقده‌ڪشائي ڪندي، جناب اخترحسين اهو بہ فرمايو آهي تہ:

"قومي زبان اهائي ٿي سگهي ٿي، جنهن جي ذريعي تعليم ڏني وڃي، ۽ جا آفيسن ۽ ڪورٽن ۾ استعمال ڪري سگهجي."

مٿين نقطهٔ نظر موجب، ائين چوڻ ۾ اسين حق بجانب آهيون تہ مغربي پاڪستان جي ٻين مکيہ علائقائي زبانن — پنجابي ۽ پشتو — جي مقابلي ۾ سنڌي زبان کي وڏو مقام حاصل آهي. سنڌيءَ جون پنهنجون 'علائقائي حدون' آهن، اتي جي باشندن لاءِ مني صديءَ کان وٺي اڄ تائين 'ذريعہ تعليم' سنڌي رهي آهي، ۽ ان سان گڏ ڪورٽن ۽ آفيسن ۾ بہ ايتري ئي عرصي کان وٺي لکپڙھ سنڌيءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ٿيندي آئي آهي؛ اهوئي سبب آهي جو 'سنڌ جي قومي زبان' جو درجو 'سنڌيءَ' کي حاصل آهي. ليڪن، افسوس آهي جو لاهور ۾ ٿيل انهيءَ 'اردو ڪانفرنس' ۾ علائقائي زبانن متعلق جيڪو ٺهراءُ پيش ڪيو ويو، سو نهايت بيروح ۽ سطحي آهي. انهيءَ سلسلي ۾ اسين سنڌ جي حالات ۽ سنڌي عوام جي جذبات ۽ احساسات کان حڪومت اولہ پاڪستان کي آگاھ ڪرڻ لاءِ ايترو عرض ڪرڻ مناسب ٿا سمجهون تہ:

— سنڌي زبان جي علائقائي حيثيت ۽ حق مڃيو وڃي؛
— ان جو ڪم از ڪم موجوده ذريعهٔ تعليم وارو درجو تسليم ڪيو وڃي، ۽ بحال رکيو وڃي؛
— باقي زبانن مان اردوءَ کي تعليمي نفسيات جي اصولن جي مطابقت ۾، نصاب جي ڪنهن منزل تي لازمي قرار ڏيئي، انگريزي، بنگالي، فارسي ۽ عربي وغيره کي ثانوي ۽ اختياري حيثيت ڏني وڃي.

هن باري ۾، اسين جناب اخترحسين جي ارشادات کي دوباره پيش ڪرڻ ڪافي ٿا سمجهون:

”حڪومت، سرڪاري زبانن سان گڏ، علائقائي زبانن جي اهميت ۽ صلاحيت ڪسي نظرانداز نٿي ڪري سگهي: انصاف جي تقاضا اها آهي ته ملڪ جي سڀني علائقن جي زبانن کي مناسب اهميت ۽ حق ڏنو وڃي.

”قومي زبان اها ئي ٿي سگهي ٿي، جنهن جي ذريعي تعليم ڏني وڃي، ۽ جا آفيسن ۽ ڪورٽن ۾ پڻ استعمال ڪري سگهجي.“

## اديبن کي امداد

وڏيءَ عمر وارن، بيروزگار ۽ بيمار صحافين، اديبن ۽ عالمن جي امداد ڪندي، صدرِمملڪت اديبن کي ماهيانه لوازمن عطا ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي — اسين ان جو خيرمقدم ٿا ڪريون. ان سان گڏ، ايترو عرض ڪرڻ ضروري ٿا سمجهون ته سنڌي اديبن مان ماستر محمد صديق ”مسافر“ ۽ حاجي محمود ”خادم“، به اهڙا اديب آهن، جن پنهنجي سڄي ڄمار ادب ۽ علم جي خدمت ۾ گذاري ڇڏي. هھڙي وقت ۾ انهن جي سرپرستي ڪرڻ ۽ انهن جي خدمت ڪرڻ فرض آهي. انهن ڪان سواءِ مرحوم ”واصف“ ۽ مرحوم الهه بچائي سمي جي پسماندن جي به خبرگيري ڪرڻ گهرجي، جي نهايت ڏکيو وقت گذاري رهيا آهن. اميد ته اسان جي هن گذارش تي ضرور توجهه ڏنو ويندو.

## تنقيد

’تنقيد‘، اسان جي ادبي ڪاوشن ۽ فني شاهڪارن جي پرکڻ لاءِ نهايت اهم موضوع آهي؛ مگر افسوس آهي جو اسان وٽ تنقيد جو اهو صحيح معيار نه رهيو آهي، جو هڪ ’نقاد‘ جي شايان شان هئڻ گهرجي!

اڄڪلهه جي تنقيد کي اگر تضحيڪ ۽ ترديد، انتها پسندي ۽ تعريض چئجي ته بجا آهي. اڄڪلهه جا ’نقاد‘، فن جي اصولي ۽ فروعي جاچ جوچ ۽ ڇنڊڇاڻ کان هٽي ڪري، اول ته فنڪار جي شخصيت کي لوڙڻ ۽ بدنام ڪرڻ لاءِ لڪن ٿا، ۽ ’شخصيت‘ کي پوريءَ طرح لتاڙي، ان جي ئي بنياد تي سندس ’فن‘ متعلق نهايت تلخ ۽ تُند، تراش ۽ اُسهائيندڙ لهجي ۾ راءِ ڏين ٿا — جا راءِ، يقيناً، علمي ۽ فني حيثيت سان ڪو به وزن پيدا ڪري نٿي سگهي.

اصل ۾ نقاد کي فنڪار جي ذات ۽ شخصيت سان ته ڪو واسطو ئي نه رکڻو آهي — فنڪار اڇو آهي ته ڇا ۽ ڪارو آهي ته ڇا، چڱو آهي ته ڇا، مَٺو آهي ته ڇا — نقاد کي ته فنڪار جي پيش ڪيل 'فن' جو جائزو وٺڻو آهي، ان جي افاديت ۽ مقصديت کي ڏسڻو آهي. جاچڻو هي آهي ته اهو فن، پنهنجي هيئت توڙي موضوع جي لحاظ کان سماج ۽ ان جي تقاضائن کي ڪيتريقدر سمجهائي سگهيو آهي، انساني شعور جي بلنديءَ ۽ پاڪيزگيءَ لاءِ ڪهڙا صحت بخش قدر پيش ڪري سگهيو آهي، ۽ ڪهڙن تهذيبي ۽ عمراني مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ عقده ڪشائي ڪري سگهيو آهي؛ فن ڪٿي پنهنجي اصلي مقصد کان هٽي ويو آهي، يا سندس موضوع ڪيتريقدر پائمال ۽ غير افادي آهي.

نڪته چينيءَ جي انهيءَ اجازت سان گڏ، نقاد تي اهي فرائض پڻ عائد ٿين ٿا ته هو تنقيد ۽ جائزي جي مناسبت سان اصلاحي رايا ۽ مشورا به ڏيندو هلي، غلطين جو ازالو به ڪندو هلي، ۽ فن جي لغزشن ۽ نقصن جي تلافي به ڪندو هلي؛ جيئن پڙهندڙ جو ذهن 'ڇا نه هجڻ گهرجي' سان گڏ، 'ڇا هجڻ گهرجي' کان به واقف ٿيندو رهي. مثبت ۽ منفي — ٻئي پهلو پڙهندڙ جي مطالعي ۾ رهڻ گهرجن، جيئن پڙهندڙ جو ذهن ڪا تشنگي ۽ کوٽ نه محسوس ڪري، ۽ نه هو ڪنهن هڪ قسم جي نظرياتي اثر ۾ تقليدي طرح جڪڙجي وڃي؛ بلڪ ديانتدار نقاد جي ديانتدارانه ڇنڊڇاڻ ۽ سندس پوريءَ پوريءَ ڄاڻ سڃاڻ جي روشنيءَ ۾ هو ڪجهه پاڻ به سوچي سگهي. اها سوچ جي وٿ ئي آهي، جا هرڪو مصنف ۽ نقاد پنهنجي پڙهندڙ ۾ پيدا ڪرڻ گهرندو آهي: 'فڪر' جي انهيءَ صلاحيت پيدا ڪرڻ لاءِ ئي مباحثا ۽ مناظرا ٿين ٿا، تصنيف ۽ تاليف ٿئي ٿي، تحريرون لکجن ٿيون ۽ تقريرون ڪجن ٿيون.

بهرحال، اڄ جي 'نقادن' کي پنهنجيون تنقيدي صلاحيتون تعمير ۽ ترقيءَ لاءِ وقف ڪرڻ گهرجن، ۽ شخصي ۽ ذاتي رنجشن ۽ رُسامن جي ڪشمڪش ۾ 'ادب ۽ فن' جهڙي زندگي بخش موضوع کي غير افادي بنائڻ جي ارادي ڪوشش کان گريز ڪرڻ ڄڳائي. ذاتيات کان بلند بنجي، نظريات ۽ انهن جي فني افاديت جي ڇنڊڇاڻ کي ئي تنقيد چئي سگهجي ٿو، باقي جو ڪجهه به لکيو ويندو، ان کي 'تنقيد' ته بهرحال نه سڏڻ گهرجي، ان لاءِ ڪو ٻيو فني ۽ ادبي نالو تجويز ڪرڻ گهرجي. — غ. م. گ.

(مهراڻ: نمبر ۱، سال ۵۹ع)

---

۲، ۳- ۱۹۵۹ع

## شاهه لطيف جي ۲۰۷ ساله ورسي

سرزمين سنڌ کي شاهه لطيف جي شخصيت ۽ فن، پيغام ۽ ڪلام تي فخر حاصل آهي. شاهه جي شاعريءَ ۽ فن کي زندگيءَ جو شعر ۽ فن، ۽ زندگيءَ جي ترجماني چيو ويو آهي. شاهه ۽

ان جا مشاهدا ۽ تجربا، ۽ ان سان گڏ، سندس شاعرانه نهج ۽ روش، خالص سنڌي تهذيب جا پيداوار آهن. شاهه زندگيءَ جي عوامل ۽ ان دور جي ماحول ۽ سماجي ردوبدل کي بابصيرت اکين سان مطالع ڪيو هو. اهوئي سبب آهي جو سندس ڪلام لغو ۽ غيرافادي، بي معنيٰ لفاظي ۽ بيسود انشاپردازيءَ کان پاڪ آهي. منجهس زندگيءَ جي ڀرپور عڪاسي موجود آهي، جا شاهه صاحب سنڌ جي مسلمه روايات ۽ اصطلاحات جي لباس ۾ بطور استعاري ۽ ڪنايي جي پيش ڪئي آهي. شاهه سائينءَ جي بزرگانه عظمت ۽ فنڪارانه حيثيت هڪ اهڙي مسلمه حقيقت بڻجي چڪي آهي، جنهن جو انڪار ٿي نٿو سگهي. 'سورلي' ته شاهه کي دنيا جي عظيم ترين شاعرن جي صف اول ۾ شمار ڪري، ٻڌايو آهي تہ شعريت ۽ ترنم، افاديت ۽ مقصديت جي حيثيت سان شاهه جو مقام مڙني شاعرن کان بلند آهي.

شاهه سائين جي فن ۽ عظمت جي اعتراف کان پوءِ، اهو سوال اٿي ٿو تہ شاهه جي شخصيت ۽ فن متعلق اسان وٽ ڇاڇا لکيو ويو آهي؟ ان جو تفصيلي جائزو وٺڻ طوالت جو سبب ٿيندو؛ تاهم، ايترو ضرور چئبو تہ اسان وٽ تہ اڃا شاهه جي ڪلام جو پورو متن بہ موجود ڪين آهي، ۽ گربخشاڻيءَ جي شرح بہ اڃا تائين نامڪمل موجود آهي. بهرحال، سنڌ جي عالمن ۽ اديبن جوئي ڪم آهي تہ هو شاهه جي ڪلام کي مرتب ڪن، ۽ ان جي معياري ۽ مستند شرح بہ تيار ڪن؛ ۽ پوءِ دنيا جي ٻين زنده ۽ علمي زبانن تائين بہ پهچائين. ان ڏس ۾ ڊاڪٽر سورلي سنڌي ادب ۽ اديبن جي طرفان مبارڪ جو لائق آهي، جنهن صاحب عالمانه انداز ۽ شاهه جي ڪلام جا ڪجهه سُر انگريزي نظم ۾ پيش ڪيا آهن، ۽ تشريحي نوٽ پڻ لکيا آهن، ۽ ان سان گڏ، پنهنجي هڪ ٻئي ٺئين ڇپايل ڪتاب ۾ دنيا جي مشهور شاعرن سان فني تقابل ڪري شاهه جي وڏي خدمت ڪئي اٿس. خدا رحمت ڪري مولوي هدايت الله هالائيءَ تي، جنهن شستہ ۽ بليغ فارسيءَ ۾ شاهه جا ڪجهه سُر ترجمو ڪيا هئا؛ جن مان ڪجهه بيت ڇپيا هئا، باقي مواد گم ٿي ويل آهي.

باقي رهيو اردوءَ ۾ ترجمي جو سوال: ان متعلق چند انفرادي ڪوششن کان سواءِ، ٻيو ڪجهه بہ شايع نہ ٿيو آهي. رفيق خاور، شيخ اياز، آغا تاجمحمد، ابن انشا ۽ رشيد لاشاري جهڙن شاعرن شاهه جا ڪجهه سُر ۽ ڪجهه بيت اردوءَ ۾ ترجمو ڪيا آهن، پر اها ڪوشش اڃا ابتدائي ۽ تجرباتي آهي؛ جي انهن جي حوصلہ افزائي ڪئي ويئي، تہ پوءِ ممڪن آهي تہ شاهه جي شايان شان ڪو اجتماعي طور ڪم ٿي سگهي. شاهه ۽ ان جي ڪلام جي 'خدمت ۽ اشاعت' جو بارگران هرحال ۾، سنڌي اديبن تي ئي عائد ٿي سگهي ٿو. اهي تيستائين پنهنجي فرض منصبيءَ ۽ ذميداريءَ کان سبڪدوش ٿي ڪين سگهندا، جيستائين شاهه ۽ ان جي ڪلام ۽ فن متعلق ڪا معياري ۽ مستند چيز، هن دور جي جديد تقاضائن ۽ صحت بخش قدرن آهر نہ لکندا.

ان سلسلي ۾ صدر مملڪت، فيلڊ مارشل، محمد ايوب خان جي ڀٽ شاهه ڪيل تي افتتاحي تقرير جو اقتباس اميد افزا آهي، جنهن ۾ پاڻ چيو اٿن:

"شاهه جي شخصيت ۽ ان جي زندگي اسان جي لاءِ مثالي آهن. ضرورت ان ڳالهه جي آهي تہ شاهه صاحب جي زندگيءَ جا حالات ۽ سندس ڪلام پاڪستان جي هرباشندي تائين پهچائڻ جو بندوبست ڪيو وڃي. مون کي اهو ڏاڍي خوشي ٿي آهي تہ مرڪزي تعليمي وزارت ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ گڏجي شاهه صاحب جو اردو ترجمو ڪرايو آهي. پر، منهنجيءَ راءِ موجب، اهو ڪافي ڪين آهي: شاهه صاحب جي ڪلام جا بنگاليءَ ۽ ٻين پاڪستاني علائقائي زبانن ۾ پڻ ترجما ڪرايا وڃن، جيئن پاڪستان جو هرحصو هن جي پيغام مان فيض حاصل ڪري. انهيءَ ڪم ۾ جيڪا خدمت اُنَ ۽ مرڪزي حڪومت ڪري سگهون ٿا، ان کان دريغ نہ ڪيو ويندو، اُنَ تہ ان ڪم لاءِ هروقت حاضر آهيان."

صدر موصوف جي ان حوصلہ افزائيءَ کي پيش نظر رکي، اميد ڪري سگهجي ٿي تہ هن دور ۾ شاهه جي ڪلام ۽ شرح متعلق ڪا اجتماعي طور ڪوشش ڪئي ويندي، جنهن سان شاهه ۽ سندس ڪلام نہ فقط جديد تنقيدي زاوين ۽ جديد تقاضائن آهر مرتب بہ ٿي ويندو، پر ان جي صحتمند ۽ زندگي بخش شرح بہ لکجي ويندي، جا نہ فقط پاڪستان جي علائقائي زبانن ۾ پر، دنيا جي سڀني علمي زبانن ۾ ترجمي ڪرڻ جهڙي ٿي سگهندي.

شاهه جو پيغام. شاهه ۽ شاهه جو فلسفہ حيات ۽ نظريہ فن ڪيتريقدر زنده ۽ زندگيبخش آهي، ان متعلق جناب صدر مملڪت، جنهن جامعيت سان خطاب فرمايو آهي، اهو افاديت جي لحاظ سان بصيرت افروز آهي. سندن ارشاد آهي.

"شاهه صاحب جي پيغام ۾ سڀني کان وڏو درجو روحاني ترقيءَ ۽ اخلاقي قدرن جو آهي. اڄ جي دنيا ۾ سهڻي اخلاق ۽ پاڪيزه ڪردار وارن انسانن جي اڳين کان بہ وڌيڪ ضرورت آهي. اوهين ڄاڻو ٿا تہ علم ۽ سائنس، بجليءَ جي رفتار سان ترقي ڪري رهيا آهن: جيڪڏهن انسان جي روح ۽ ڪردار بہ انهيءَ تيزيءَ سان ترقي نہ ڪئي، تہ پوءِ سائنس دنيا لاءِ هڪ وڏو عذاب ثابت ٿيندي. روحاني بلنديءَ کان سواءِ، هرقسم جي مادي ترقي بيڪار ۽ خطرناڪ ثابت ٿئي ٿي: انهيءَ ڪري، اڄ جي انسان جو پهريون فرض اهو آهي تہ هو پنهنجي ڪردار کي بہ انهيءَ عروج تي پهچائي، جنهن عروج تي سائنس پهچي رهي آهي ـــ ورنہ هن ڌرتيءَ تي هڪ ڏينهن صرف ائٽم بمن ۽ هئڊروجن بمن جو دونهون نظر ايندو."

اها حقيقت آهي تہ زندگي، هڪ غير منقسم وحدت آهي، جنهن ۾ ڪابہ تفريق ڪانہ آهي، پر، جڏهن ماديات ۽ اخلاق کي جدا جدا ڪيو ويو، تڏهن ئي انساني عمل ۽ زندگيءَ ۾ دوئي پيدا ٿي. سائنسي ايجاد ۽ اختراع پنهنجيءَ جاءِ تي عظيم ترقي آهي، پر ان سان گڏ انهن جو استعمال ڪندڙ جذبو ۽ محرڪ بہ جيستائين تعمير پسند، امن پسند ۽ انسانيت پسند

ڪين آهن، تيستائين ڪجهه به مفيد نتيجو ڪين نڪري سگهندو. جڏهن ته موجوده دور ۾ مادي ۽ اخلاقي تقسيم مصنوعي طرح پيدا ڪئي ويئي آهي، تڏهن ضرورت آهي ته اهڙا فهيم ۽ دانشور، انسانيت پسند ۽ امن پسند انسان ميدان ۾ اچن، جي دل ۽ دماغ جي پاڪيزگيءَ ۽ اخلاقي قدرن جي پابنديءَ تي زور ڏين، جيئن هن دور جو سائنسي مواد، افاديت ۽ تعمير جي بدران، انسانذات جي هلاڪت ۽ تباهيءَ جو ڪارڻ نه بنجي سگهي. ان ڏس ۾ شاهه جو ڪلام ۽ ان جي تفهيم، انساني ذهن ۽ قلب لاءِ پاڪيزگيءَ ۽ انسانيت نوازيءَ، امن پسنديءَ ۽ اتحاد، محبت ۽ اخوت جو لافاني پيغام آهي، جنهن جي افاديت ڏانهن صدر محترم اشارو ڪرڻ فرمايو آهي.

شاهه جو تصوف هن علمي ۽ عقلي دور ۾ تصوف متعلق پڻ جنهن سطح بينيءَ کان ڪم ورتو وڃي ٿو، ان کي ڏسي حيرت ٿئي ٿي، تصوف جي قائلين ۽ ان جي منڪرين — ٻنهي گروهن وٽ اعتدال ۽ احتياط واري راءِ نظر نٿي اچي. دراصل، تصوف جو مطلب آهي — تطهيرِ فڪر ۽ پاڪيزگيءَ عمل. افسوس اهو آهي ته تصوف جي تاريخ ۽ ارتقا متعلق اسان جي علمي دنيا ۾ اجا گهڻائي دانشور مغالطي ۾ آهن. ڪن فلاطونيت ۽ ويدانت، ٻڌ ڌرم يا مجوسيت کي تصوف سڏيو آهي; ته ڪن وٽ رڳو ڪشف ۽ ڪرامات، وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود جا نيم فلسفيانه ۽ نظري بحث تصوف آهن. حالانڪ تصوف آهي فقط ذهن ۽ عمل، فڪر ۽ اخلاق جي پاڪيزگيءَ جو فن; باقي جو ڪجهه آهي، اهو محض عقليات ۽ نقليات آهي، جنهن جو تعلق عمل ۽ زندگيءَ سان ڪين آهي. شاهه کي هڪ قسم جو صوفي شاعر سڏيو وڃي ٿو. پر ائين چوندي، اهو پڻ ابهام ۽ اجمال روا رکيو ويو آهي ته شاهه محض زهد ۽ ترڪ دنيا، زندگيءَ کان نفرت ۽ دوريءَ، خلوت نشينيءَ ۽ گريز واري تصوف جو قائل آهي، ۽ زندگيءَ جي ڪشمڪش ۽ جهداللحيات کان بيزار ۽ خاموش زندگيءَ جي تلقين ڪري ٿو. دراصل اهڙي قسم جي راءِ کي ڪا علمي راءِ نٿا سڏي سگهون. شاهه، زندگيءَ ۽ جهداللبقا جو داعي آهي; وڙهڻ ۽ ويڙهڻ جو مبلغ آهي; پنهنجي ڪلام ۾ بتدريج ۽ باترتيب انساني زندگيءَ جي مباديات کي کڻي، توڙ تائين پهچائي، انسان جي عظمت ۽ بلنديءَ، خود آشنائيءَ ۽ خدا آشنائيءَ جو معيار ۽ قدر پيدا ڪري ٿو. ترڪ ۽ زهد، خلوت ۽ خاموشي، زندگيءَ کان بي تعلقيءَ ۽ انسانذات کان بيزاريءَ جو قنوطي ۽ فلاطوني فلسفو شاهه جي ڪلام ۾ ڪين آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته ڪن شارحن جي خود نظر ئي ايتري هئي، جن شاهه کي محض 'صوفي شاعر' سڏي، سندس ڪلام کي 'حيرت جي واديءَ' ۾ ڀاڻ سوڌو گم ڪري ڇڏيو. جناب اختر حسين، گورنر مغربي پاڪستان، (ان وقت) ان متعلق سچ چيو آهي:

"صوفي بزرگن، جن طريقن سان اصلاحِ نفس ۽ حقيقي تربيت جي تعليم ۽ تلقين ڏني آهي، تنهن جي مفصل جائزي وٺڻ جي هن وقت ايتري گنجائش ڪانه آهي; ايترو

ضرور چئبو ته شاهه تمام سليس ۽ دلنشين رنگ ۾ اخلاق ۽ روحانيت جون منزلون طي ڪرايون آهن. هن بزرگ، انساني فلاح ۽ بهبوديءَ لاءِ ناقابل انڪار ڪارناما سرانجام ڏنا آهن. سندس روحاني پيغام زنده ۽ زندگي بخش آهي؛ سندس ساز ۽ سُرندا اسان جي دلين ۾ تنوار لايو بيٺا آهن؛ سندس ڪيف ۽ ذوق اسان جي دل ۽ دماغ تي طاري آهي—ايتريقدر، جو سچ پچ، اسان کوبه اخلاقي ۽ روحاني سبق هن بزرگ کان سواءِ مڪمل ڪري نٿا سمجهون. شاهه صاحب ادب، تصوف ۽ بصيرت جي هم آهنگيءَ سان انساني فڪر لاءِ اهڙو سرمايو گڏ ڪيو آهي، جنهن کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي. پاڻ شريعت ۽ طريقت جي لفظن ۽ حقيقتي معنائن کي هڪ هنڌ جمع ڪيو اٿس. سندس اهي خدمتون، کيس حيات جاودان بخشين ٿيون."

ڇا، شاهه جهڙي زندگي بخش ۽ عظيم شاعر کي اسان جا شارح 'زندگيءَ جو ترجمان ۽ محرڪ' ڪري قبول ڪندا ۽ پيش ڪندا، يا کيس اڃا تائين هڪ 'تارڪ، زاهد ۽ صوفي شاعر' ئي ڪري پيش ڪيو ويندو!

ثقافتي مرڪز. ڀٽ شاهه تي 'ثقافتي مرڪز' جي قيام متعلق، اڳيئن توڙي هن دور ۾ جو ڪجهه عملي طور ڪم ٿي رهيو آهي، اهو قدر ڪرڻ جي لائق آهي. شاهه، هينئر فقط سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جو شاعر نه، پر بين الاقوامي شهرت جو مالڪ تسليم ڪيو ويو آهي. دنيا جي عالمن ۽ دانشورن جو توجهه، سڄوريءَ سنڌ جي هن سپوت فرزند جي شخصيت ۽ ڪلام ڏانهن، جهڙو هن زماني ۾ ٿيو آهي، تهڙو هن کان اڳ ڪين هو. ان لاءِ ضروري هو ته ڀٽ شاهه تي عظيم الشان لئبرري ۽ مهمانن لاءِ قيامگاهه تعمير ڪيو وڃي، جنهن ۾ دنيا جا عظيم فنڪار، اديب ۽ عالم اچي رهي سگهن، ۽ شاهه جي فلسفي ۽ ڪلام تي تحقيق ڪري سگهن. شڪر آهي جو ان ڏس ۾ ڪافي ڪم ٿي چڪو آهي. جناب اخترحسين، گورنر مغربي پاڪستان، (ان وقت) ان متعلق اميد ڏيکاري آهي ته:

"حڪومت، ثقافتي مرڪز جي تعمير ۽ تڪميل لاءِ ڪافي دلچسپي وٺي رهي آهي، ۽ اميد ته اوهان جي مرضيءَ مطابق ڀٽ شاهه جلد پنهنجي صحيح تشڪيل سان گڏ صداقت، حسن ۽ خوبيءَ جو مرڪز بنجي ويندو."

ثقافت جو قومي ضمير جي زندگيءَ سان ڪهڙو تعلق آهي،—اهو وڏو سوال آهي، جنهن متعلق تهذيب ۽ عمرانيات جي ماهرن گهڻو ڪجهه چيو آهي. دراصل، قومي ضمير جي زندگيءَ ۽ بيداريءَ لاءِ ارتقا ۽ نشو ونما جو سارو ساز و سامان، هر قوم جي ثقافت ۾ موجود آهي. اها قوم مري ويندي، جا پنهنجي ثقافت کان محروم رهجي ويندي. جناب اخترحسين، ان نازڪ ۽ اهم مسئلي متعلق، جو ڪجهه چيو آهي، اهو سانڍڻ جهڙو آهي:

”هرڪا قوم جا زنده آهي، اها پنهنجيءَ ثقافت لاءِ پنهنجيءَ انفراديت ڪي قائم رکي ٿي: تنهنڪري، اسان لاءِ لازمي امر آهي ته اسين به پنهنجي روايت ۽ ثقافت جي مدد سان پنهنجي مستقبل جي تعمير ڪريون.“

هاڻي، سنڌي اديبن تي فرض آهي ته هو شاهه جي ڪلام ۽ نظم ۽ فن ڪي جديد ثقافتي قدرن آهر پيش ڪن، جن ۾ زندگي به هجي، انفراديت به هجي، جدت به هجي، ۽ تنوع به هجي، جيئن پنهنجي روايت ۽ ثقافت جي مدد سان شاندار مستقبل جي تعمير ٿي سگهي، جنهن جي روشنيءَ ۾ اسان جو ايندڙ نسل آئيندي جي عهد آفرين دور ۾ نه فقط زنده رهي سگهي، پر وڌي ۽ ويجهي سگهي، ۽ بين‌الاقوامي نظرين ۽ مسئلن سان عملي ۽ نظري هم‌آهنگي پيدا ڪري، پنهنجيءَ ثقافت کي زنده رکي سگهي.“ -غ. م. گ.

[مهراڻ: نمبر ۲ ۽ ۳، سال ۱۹۵۹ع]

---

۴- ۱۹۵۹ع

## سنڌي زبان ۽ تعليمي ڪميشن جي رپورٽ

هن انقلابي حڪومت جتي ملڪ جي مختلف مسئلن متعلق صحيح معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف ڪميشنون ۽ ڪاميٽيون مقرر ڪيون هيون، اتي هڪ ”تعليمي ڪميشن“ پڻ مقرر ڪئي ويئي هئي، جنهن کي اهو ڪم سونپيل هو ته هوءَ پاڪستان جي تعليمي مسئلن بابت رپورٽ پيش ڪري ۽ هن دور ۾ تعليم کي وڌائڻ لاءِ سفارشون پيش ڪري. چنانچ اها رپورٽ تازو شايع ٿي چڪي آهي، ۽ اهل فڪر حضرات ان جي مختلف سفارشن متعلق مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ تبادلهءِ خيالات ڪري چڪا آهن.

ڪميشن جي مختلف سفارشن سان اتفاق ۽ اختلاف جي قطع نظر، جي سفارشون تعليمي سرشتي ۾ علائقائي ٻولين جي مقام ۽ استعمال متعلق ڪيون ويون آهن، اهي ڪنهن به صورت ۾ نظرانداز نٿيون ڪري سگهجن. انهن سفارشن جي تعميل ۽ تڪميل ڪان پوءِ جي دوررس نتيجا نڪرڻا آهن، اهي اسان جي تعليم ۽ ثقافت لاءِ ڪيتريقدر مفيد ۽ صحتمند ٿي سگهن ٿا، ان متعلق هر اهلِ فڪر کي سوچڻ گهرجي.

هت تفصيلي طور سفارشن کي بيان ڪرڻ ڪان بچندي، فقط ايترو ظاهر ڪرڻ مناسب ٿو سمجهجي ته انهن سفارشن موجب سنڌ جي ثانوي اسڪولن ۾ سنڌي زبان کي ذريعهءِ تعليم

هجڻ جي درجي کان بہ محروم ڪيو ويو آهي، ۽ ان جي جاءِ تي 'اڙدو' کي ذريعءِ تعليم بنائڻ لاءِ سفارش ڪئي ويئي آهي. سفارش جي ان غيرمفيد ۽ غيرمدلل حصي سان سنڌ جي تعليمي ماهرن، عالمن، اديبن، شاعرن ۽ دانشورن اختلاف ظاهر ڪيو آهي. چنانچ، سنڌي اخبارن ۾ ان قسم جا مطالبا، نهراءِ، پريس بيان ۽ خط ڪافي انداز ۾ شايع ٿي چڪا آهن، ۽ سنڌ جي سيني روزانہ اخبارن ـــ 'مهراڻ'، 'نواءِ سنڌ'، 'عبرت'، 'هلال پاڪستان' ـــ نهايت پرمغز ۽ زوردار ايڊيٽوريل نوٽ پڻ لکيا آهن، ۽ هفتيوار اخبارن پڻ ان مطالبي جي تائيد ڪئي آهي. اهڙي همہ گير علمي ۽ فني مطالبي جو ردعمل ڪهڙو ٿئي، ان متعلق ڪجهہ چوڻ قبل ازوقت ٿيندو، تاهم اميد اها آهي تہ اهڙي متفقہ طور ڪيل تقاضا کي هيءَ انقلابي حڪومت نظرانداز ڪري، قبوليت جي شرف کان محروم نہ ڪندي.

ان تقاضا جا ڪي علمي ۽ ثقافتي پهلو اهڙا آهن، جن تي شايد غور نہ ڪيو ويو آهي:

١. سنڌي زبان نهايت قديم ۽ تاريخي زبان آهي. برصغير هند و پاڪ ۾ هن کان وڏيڪ جهوني زبان ٻي ڪانہ آهي. ڪن عالمن لکيو آهي تہ خود سنسڪرت بہ سنڌي زبان کان پوءِ پيدا ٿي آهي.

٢. سنڌي زبان هڪ علمي ۽ سرمائيدار زبان آهي، جنهن کي پنهنجي لغت آهي، ۽ اندازي طور منجهس ٻہ لک لفظ آهن. چيو وڃي ٿو تہ انگريزي زبان ۾ بہ ٻہ لک کن لفظ مس ٿيندا. اصطلاحات ۽ محاورات جو وڏو انداز انهن کان سواءِ آهي.

٣. هن ٻوليءَ کي پنهنجو رسم الخط آهي، جنهن کي عربي-سنڌي رسم الخط چيو وڃي ٿو. اهو پوري اسلامي دنيا ـــ ايران، مصر، افغانستان، بلوچ ايراضي، ملايا، انڊونيشيا، ترڪي ـــ جي ٻولين ۽ الهن جي رسم الخط کان تاريخي طور قديم رسم الخط آهي، جو خالص عربي رسم الخط تان ورتل آهي. ان جي مقابلي ۾ فارسي ۽ اڙدو، پشتو ۽ بلوچي رسم الخط ۾ وڏو فرق آهي. فارسي نستعليق خط آهي، ۽ اڙدو ان تان ورتل آهي. گويا، پوريءَ دنيا ۾ عربي رسم الخط وانگر، محفوظ ۽ علمي رسم الخط فقط سنڌي زبان جو رسم الخط آهي، جنهن ۾ هزارها ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. اهو بہ ياد رهي تہ برصغير هند و پاڪ جي تهذيبي ۽ تعليمي تاريخ ۾ اهو سنڌي-عربي ڀهريون رسم الخط آهي، جو ديوناگري خط جي جاءِ تي خالص ديني ۽ قومي اثرات کي قبول ڪندي، بحال ڪيو ويو، ۽ جو ڏيڍ-صديءَ کان وٺي هلندو اچي ٿو.

٤. سنڌي ٻوليءَ کي پنهنجو گرامر آهي، جو هر حيثيت سان مستقل ۽ سائنٽيفڪ آهي، جو سنسڪرت ۽ عربي صرف ۽ نحو وانگر ڪامل بہ آهي، پر ڪن حيثيتن سان انهن کان بہ وڌيڪ علمي ۽ فني آهي.

٥. سنڌي زبان کي پنهنجي عظيم تاريخي حيثيت سان گڏ، رڳو ٻوليءَ جي وجود ۽ ان جي لساني تشڪيل، لغت جي ترتيب، صرف ۽ نحو جي اصولن متعلق وڏو علمي ۽ تاريخي

ذخيرو موجود آهي. سنڌيءَ کان سواءِ هندي، سنسڪرت، پارسي، انگريزي ۽ جرمن ٻولين ۾ علم‌الالسنه متعلق تمام گهڻا ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، جن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ادب ۽ لغت متعلق علمي طرح ڇنڊڇاڻ ڪيل آهي.

٦. سنڌي زبان ذريعهٔ تعليم رهندي آئي آهي. سنڌس ادبي ۽ شعري ذخيرو اگرچ سمن جي راڄ ۾ پيدا ٿيو، پر ڪلهوڙن جي دور ۾ ٺٽي جي عالمن ۽ بزرگن سنڌي ٻوليءَ کي ديني تعليم لاءِ ذريعهٔ تعليم ڪري استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. محمد هاشم ٺٽوي ۽ ابوالحسن ڏاهري، ملا معين، مخدوم صادق نقشبندي، مخدوم ضياءالدين، ۽ ان کان سواءِ ان دور ۾ پاٽ، ٻوبڪ، هالا، چوٽياريون، سيوهڻ، متياريءَ ۾ جيڪي به مڪتب ۽ مدرسا هئا، تن ۾ ديني ڪتاب، عربي ۽ فارسيءَ سان گڏ، سنڌي ٻوليءَ ۾ به پڙهايا ويندا هئا. ان کان پوءِ ميرن جي راڄ ۾ اگرچ سرڪاري زبان فارسي هئي، پر ذريعهٔ تعليم وري به سنڌي ٻولي ئي رهندي آئي آهي. خود انگريزن جي دور ۾ به پوري صوبي جي تعليمي نظام لاءِ ذريعهٔ تعليم سنڌي ٻوليءَ کي قبول ڪيو ويو، ۽ تصنيف تاليف لاءِ هندن ۽ مسلمانن هن ٻوليءَ ۾ ئي پنهنجا ڪتاب لکيا. اهڙيءَ زبان کي پنهنجي تاريخي ۽ تعليمي منصب ۽ حق کان محروم ڪرڻ لاءِ ڪوبه علمي ۽ تهذيبي دليل نظر نٿو اچي.

٧. سنڌيءَ کي مادري زبان هئڻ جو پڻ حق ۽ شرف حاصل آهي. صدين کان اها ٻولي، هن ملڪ جي ماڻهن جي مادري زبان رهندي آئي آهي؛ ۽ تعليمي نقطه‌نظر سان ماهرن جي اها راءِ آهي ته اها تعليم ئي ڪارگر ثابت ٿئي ٿي، جا ٻارن کي مادري زبان ۾ ڏني وڃي ٿي.

انهن علمي، تاريخي ۽ ثقافتي دليلن کي اڳيان رکي ئي اها تقاضا ڪئي ويئي آهي ته سنڌي ٻوليءَ کي ذريعهٔ تعليم واري درجي تان نه هٽايو وڃي.

## سنڌي زبان ۽ ذريعهٔ تعليم.

زبان جو مسئلو، انساني فڪر ۽ علم جي تبادلي ۽ ڏي-وٺ لاءِ آهي. ان جي ادبي ۽ تهذيبي حيثيت، مادري زبان ۽ غيرمادري زبان جي حيثيت سان اضافي آهي. هڪ زبان هڪ گروهه لاءِ مفيد آهي، ته ٻين لاءِ غيرضروري. پيو ته ٻوليءَ جو مسئلو انساني ذهن جي نشونما ۽ ارتقا سان تعلق رکي ٿو. ان کي ڪنهن به خاص تهذيبي ۽ وقتي نقطه‌نگاهه سان نه ڏسڻو آهي. هر انسان کي پنهنجي مادري زبان ۾ تعليم حاصل ڪرڻ جو حق مليل آهي. ان حيثيت سان، سنڌي زبان برعظيم پاڪستان جي ترقي‌يافته، علمي ۽ ادبي زبان آهي، جنهن جو ثقافتي ورثو بين‌الاقوامي شهرت حاصل ڪري چڪو آهي. جا زبان ڏيڍ صديءَ کان وٺي اڄ تائين مختلف درسگاهن ۾ ذريعهٔ تعليم رهي چڪي آهي؛ جنهن زبان ۾ مختلف علمن ۽ فنن تي هزارين مستند ۽ معياري ڪتاب لکجي چڪا آهن؛ جنهن زبان ۾ قرآن، حديث، تصوف، فقه ۽ تاريخ کان سواءِ،

سائنس، جاگرافي، طبعيات، رياضي، گرامر، لغت ۽ ادب جي مختلف اصناف تي معياري ڪتاب لکجي چڪا آهن؛ جنهن زبان ۾ سوين رسالا ۽ اخبارون موجود آهن؛ جا زبان پاڪستان جي مُني ڪروڙ باشندن جي تعليمي ضرورتن جي ڏيڍ صديءَ کان وٺي پورائي ڪندي ٿي اچي؛ جا اڙدوءَ ۽ انگريزيءَ ۽ عربيءَ ۽ فارسيءَ وانگر ملڪ جي وڏي علمي ۽ ترقي پذير زبان آهي؛ جنهن جي معيار ۽ علمي وسعت لاءِ 'شاهه جو رسالو' ئي ڪافي دليل آهي؛ جنهن لاءِ 'سورلي' چوي ٿو ته "شاهه، پوريءَ دنيا جو عظيم شاعر آهي، سندس مقابلي جو ڪوبه شاعر نڪو مشرق ۾ پيدا ٿيو آهي، نڪو مغرب ۾!"... اهڙي زبان، جنهن ۾ 'ذريعه تعليم' هجڻ جون صلاحيتون ڏيڍ صديءَ کان تسليم ڪيون ويون آهن، تنهن کي تعليمي ڪميشن، ڪنهن به علمي ۽ فني ۽ سائنٽيفڪ بنيادن کي اکيان رکڻ کان سواءِ قطعاً نظرانداز ڪري، ڪيس ذريعه تعليم هجڻ جي حق کان محروم ڪرڻ جي سفارش ڪئي آهي، سا سفارش هرخيال سان صحيح نٿي چئي سگهجي. ان سفارش ڪندي هڪ طرف تعليمي فلسفي کي اورانگهيو ويو آهي، جنهن موجب دنياي تعليم جي ماهرين جو متفقه فيصلو آهي، ۽ ان فيصلي ۾ ڪنهن به طبقي يا فرد اختلاف نه ڪيو آهي، ته "تعليم ڏيڻ جو بهترين ذريعو فقط 'مادري زبان' ئي آهي." ان سفارش جي روشنيءَ ۾، پاڪستان جي هڪ وڏيءَ آباديءَ کي جڏهن ته ذريعه تعليم ۽ مادري زبان کان محروم ڪيو وڃي ٿو، تڏهن لازمي طور پاڪستان جي هڪ وڏي آبادي، تعليم ۽ ان جي روشن نتيجن کان محروم رهجي ويندي، ۽ لازمي طور پاڪستان جو هڪ وڏو حصو فڪري ۽ علمي خيال سان پست ۽ مفلوج ۽ بيڪار ٿي ويندو؛ ۽ ان بيڪار حصي جو هڪ تندرست جسم سان وابسته هجڻ جسم لاءِ بوجو ثابت ٿيندو، ۽ هن ايٽمي دور ۾، اڳتي هلي، پاڪستان جي اجتماعي وقار ۽ ثقافت لاءِ هڪ داغ ثابت ٿيندو.

صدر مملڪت خود فرمايو آهي ته "پاڪستان ۾ سنڌي، پشتو ۽ پنجابي علاقائي زبانون آهن"؛ ان سان گڏ فرمايو اٿن ته "ٻوليءَ جي مسئلي کي جذباتي طور نه پر سائنسي اصولن موجب حل ڪيو وڃي." مسٽر ذوالفقارعلي ڀُٽي فرمايو آهي ته "سنڌي علاقائي زبان آهي، ان جي هر طرح حفاظت ڪئي ويندي". ان کان سواءِ، سيد سليمان ندوي، ڊاڪٽر ذاڪر حسين، مولوي عبدالحق ۽ رضي الدين صديقي، وائيس چانسلر، ڪلي نموني ۾ چئي چڪا آهن ته ذريعه تعليم فقط مادري زبان ئي ٿي سگهي ٿي. ايترين صحيح ۽ صحتمند حقيقتن هوندي، تعليمي ڪميشن جا معزز ميمبر سنڌي ٻوليءَ کي نظرانداز ڪري، علمي ۽ ادبي ۽ ثقافتي نقطه نظر سان ڪا صحيح راءِ قائم ڪري نه سگهيا آهن، ان لاءِ افسوس آهي!

هت اها به وضاحت ڪرڻ ضروري آهي ته اهاليانِ سنڌ انگريزي ۽ اڙدوءَ ۽ انهن جي حقن ۽ علمي حيثيتن جو احترام ۽ اعتراف ٿا ڪن. هت انهن علمي زبانن متعلق نه ڪو نفرت پيدا ٿيڻ جو سوال آئي ٿو سگهي، ۽ نه ڪو انهن جي علمي ورثي کي ڌڪارڻ ۽ ڇڏڻ جو وهم ئي پيدا ٿئي ٿو؛ انهن جو احترام ته هر خيال سان ڪرڻو آهي. پر جڏهن ته اڙدو زبان

ڪنهن به علائقي جي زبان ڪانه آهي — جيئن صدر مملڪت فرمايو آهي ته "اڙدو ڪنهن به علائقي جي زبان ڪانه آهي" — تڏهن ان مان تصديقي طور نتيجو فقط اهو ٿي ٿو نڪري سگهي ته اڙدو ڪنهن به اهڙي علائقي جي ماڻهن لاءِ نڪا مادري زبان جي حيثيت رکي ٿي، نڪو ذريعهءِ تعليم ٿي ٿي سگهي ٿي، جنهن علائقي ۾ ڪا علاقائي زبان اڳ ئي موجود آهي، ۽ جا علاقائي زبان 'مادري زبان' به آهي، ۽ ان سان گڏ 'ذريعهءِ تعليم' طور به استعمال ٿيندي رهي آهي. اسان جي فقط اها تقاضا آهي ته جڏهن ته هر حيثيت سان سنڌ جي 'علاقائي زبان' به سنڌي زبان آهي، 'مادري زبان' به سنڌي زبان آهي، ته 'ذريعهءِ تعليم' به سنڌي آهي، ته پوءِ اهي ڪهڙا علمي ۽ ادبي، معاشي يا معاشرتي اصول آهن جي مانع ٿا ٿين، يا اهي ڪهڙا اسباب آهن جي رڪاوٽون پيدا ڪري رهيا آهن، جن جي ماتحت هڪ باضابطه ڏيڍ صديءَ کان هلندڙ علمي ۽ اصولي چيز کي فوراً نظرانداز ڪيو وڃي، 'مادري زبان' ۽ 'ذريعه تعليم' کان محروم ڪري، مڙني ڪروڙ آباديءَ کي پنهنجي علمي ۽ ثقافتي گذريل ورثي کان به اجنبي ڪيو وڃي، ۽ ان سان گڏ موجوده پوري نسل کي اڳتي هلي، پاڪستان جي علمي ۽ فڪري، اجتماعي نظام ۾ مفلوج ۽ پست طبقي بنجڻ جو بنياد رکيو وڃي!

اهو ظاهر آهي ته سفارش جي روشنيءَ ۾ عمل ڪرڻ سان، ان جي دوررس علمي ۽ فڪري غلط نتيجن کي يڪسر ڇڏي ڏيڻ سان، پاڪستان ۾ هڪ بي زبان ۽ بي شعور، موجوده مڙني ڪروڙ جي آباديءَ، ان جي ايندڙ ڪروڙين نسلن سميت، جي اضافي ڪرڻ ۾ ڪهڙو علمي ۽ ادبي مفيد منطق سمايل آهي، ان جي ڪابه وضاحت نڪا سفارش جي محترم ميمبرن ڪئي آهي، ۽ نڪو هن دور ۾ ڪو اهڙو عالم فاضل ۽ تعليمي ماهر ٿي سگهي، نڪو اقتصاديات ۽ معاشيات جو ماهر ٿي سگهي، جو وضاحت ڪري ٻڌائي سگهي ته پاڪستان جي تعليمي، ادبي ۽ ثقافتي واداري لاءِ ڪنهن علاقائي زبان کي نظرانداز ڪرڻ ۾ يا ڏيڍ صديءَ کان مڙني ڪروڙ آباديءَ جي ذريعهءِ تعليم ۽ مادري زبان کي فوراً ڇڏي ڏيڻ ۾، هي هي علمي، فڪري، ثقافتي ۽ معاشي فائدا آهن!

اسان جي گذارش اها آهي ته ذريعهءِ تعليم کي نظرانداز ڪرڻ سان، هڪ طرف صدين جو اهو ورثو، جو اڄ به پوري پاڪستان جي ثقافتي عزت جو ضامن بنيو بيٺو آهي، اهو ناس ٿي ويندو؛ ٻئي طرف موجوده توڙي ايندڙ نسل، فڪري ۽ ادبي صلاحيتون وڃائي، گنگو ۽ ٻوڙو ٿي ويندو؛ ٽئين طرف ڪاليجن، درسگاهن، پرائمري اسڪولن جي شاگردن ۽ استادن تي اثر پوندو؛ چوٿين طرف سنڌي اخبارن ۽ رسالن ۽ انهن جي ملازمن، ايڊيٽرن، ڪمپازيٽرن تي برو اثر پوندو؛ پنجين طرف ريڊيو ۽ سرڪاري اشاعتي ادارن ۽ پريس جي عملي ۽ فنڪارن تي اثر پوندو؛ ڇهين طرف انهن سڀني سرڪاري ۽ غيرسرڪاري ادارن ۽ محڪمن تي برو اثر پوندو، جن جي ڪارگذاري ۽ ڊيوٽيءَ جو تعلق سنئون سڌو ۽ هرحال ۾

سنڌي زبان سان آهي، ۽ ان سان گڏ سنڌي ڳالهائيندڙن ۽ سنڌي سمجهندڙن سان آهي.
لهٰذا، هن خالص ادبي ۽ تعليمي مسئلي متعلق، اسان جي صدر مملڪت ۽ وزير تعليم ۽ ذوالفقارعلي ڀُٽي جي خدمت ۾ گذارش آهي ته هو ملڪ جا سربراهہ، معمار ۽ ملت جا سرپرست آهن، سفارش جي ان حصي کي ڪالعدم قرار ڏيئي، هڪ وڏي تهذيبي ۽ عمراني مسئلي کي حل ڪرڻ فرمائين، ۽ سنڌ جي ڏيڍ ڪروڙ سنڌي ڳالهائيندڙن جي تعليمي مسئلي کي فقط تعليمي ۽ تهذيبي فلسفي آهر حل ڪرڻ جو حڪم ڪن، ۽ ٻيءَ ڪنهن به خارجي مسئلي کي هن خالص تعليمي ۽ علمي مسئلي سان خلط ملط ڪرڻ جي ڪوشش کي روڪڻ جو حڪم ڏين. اها به مودبانه گذارش آهي ته پاڪستان جي سالميت ۽ اجتماعيت لاءِ، ۽ ان جي تهذيبي ۽ ثقافتي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ، جڏهن ته علاقائي زبانن — بنگالي، پنجابي، پشتو، سنڌي ۽ بلوچي زبانن — جي ادب ۽ شعر سان گڏ تعليمي درسگاهن، ادبي ادارن ۽ علمي سرگرمين کي زنده ۽ ترقي پذير رکڻو آهي، ته پوءِ انهن کي صحيح نموني ۾ وڌڻ ۽ ويجهڻ جي آزادي ڏني وڃي. انهن کي صحيح ۽ صحتمند ذريعا ۽ وسيلا پڻ ڏنا وڃن، جيئن اهي ترقي ڪندي، پنهنجن علائقن ۾ علم ۽ فن جي روشني ڦهلائي سگهن، ۽ ملت کي ذهني ۽ فڪري طور غذا پهچائي، هڪ تنومند ۽ توانا ملت پيدا ڪن، جا ملت، اڄ ۽ سڀاڻي جي سائنسي دور ۾ عالمي تقاضائن آهر سوچي سگهي، سمجهي سگهي، هلي سگهي، ۽ وڌي سگهي.

## مادري زبان.

مادري زبان متعلق هڪ عالمي ۽ بين‌الاقوامي اصول هي آهي ته آها زبان جا ڪنهن جغرافيه خطي ۾ مخصوص قومي روايات ۽ ادب جي ترجمان ٿي پيدا ٿي هجي، ۽ اها انهن جي تبادلہ خيالات لاءِ استعمال ٿيندڙ هجي — سا مادري زبان آهي. ان حيثيت سان عربي زبان فقط عرب، مصر، لبنان ۽ شام لاءِ مادري زبان جو درجو رکي ٿي؛ باقي دنيا لاءِ غيرمادري زبان، ديني ۽ لٽرري ۽ علمي زبان چئي وڃي ٿي. ان طرح پارسي، ايران لاءِ مادري زبان آهي، باقي دنيا لاءِ علمي زبان چئي وڃي ٿي. ان طرح انگريزي، انگلنڊ لاءِ ۽ فرينچ، فرانس لاءِ مادري زبانون آهن. پر، باقي دنيا لاءِ انهن جي حيثيت ثانوي درجي جي آهي، ۽ محض علمي آهي. بلڪل ان اصول موجب، اڙدو ڪنهن به خاص جغرافيہ حدود ۾ رهندڙ خطي جي مادري زبان نه آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي ته انگريزيءَ، عربيءَ ۽ فرينچ وانگر ان زبان جو دائرهٔ نفوذ گهڻين قومن ۽ ملڪن تائين وسيع ٿي ويو آهي؛ ان ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ ۽ سمجهندڙ انداز جي حيثيت سان ڪروڙين آهن؛ پر مادري زبان جي حيثيت سان پنج-ڏهہ لک ماڻهو به اهڙا نہ ملندا، جي هڪ محدود جغرافيہ رقبي ۾ ٻوليءَ سان وابسته هجن. ان طرح، بنگلہ فقط بنگال جي مادري ٻولي آهي، باقي پاڪستان ۾ ان جي ڳالهائيندڙن جو ڪو به نمايان انداز ڪين آهي. پنجاب، سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان لاءِ ان جي حيثيت هوبهو اڙدوءَ واري علمي زبان ۽ غيرمادري

زبان جي آهي. ان حيثيت سان سنڌين لاءِ جيئن عربي، فارسي، انگريزي ۽ فرينچ زبانون ڪي ديني آهن تہ ڪي علمي زبانون آهن، پر مادري زبانون نہ آهن؛ تيئن اڙدو ۽ بنگلہ ۽ پشتو زبانون بہ سنڌين لاءِ محض علمي ۽ غيرمادري آهن. جيئن بنگال ۽ پنجاب لاءِ پشتو ۽ سنڌي محض غيرمادري ۽ علمي ٿي سگهن ٿيون، تيئن پشتو وارن لاءِ سنڌي ۽ بنگلہ ۽ اڙدو بہ غيرمادري زبانون آهن. باقي رهيو پنجاب ۾ اڙدوءَ جي اشاعت ۽ ترويج جو سوال ۽ مثال، سو ان لاءِ گذارش آهي تہ گذريل هڪ صديءَ کان اهاليانِ پنجاب پنهنجيءَ مادري ٻوليءَ کي فقط ڳالهائڻ تائين محدود رکيو آهي، ۽ تعليمي ۽ اشاعتي حيثيت سان هنن اڙدوءَ کي ترجيح ڏني آهي. مڪن اگرچ گُرمکي ايجاد ڪئي، پر جڏهن تہ اها نوزائيده ٻولي فقط هڪ مذهبي گروهہ جي ٻولي هئي، تنهنڪري مسلمان ان کي قبول ڪرڻ کان قاصر رهيا. ممڪن هو تہ اگر پنجاب ۾ پنجابيءَ کي لکڻ ۽ پڙهڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ها تہ ٻيءَ، پنجابيءَ کي پنجاب لاءِ مادري زبان تسليم ڪيو وڃي ها. ان ريت، جيئن بنگال لاءِ پنجاب جي پنهنجي فني ۽ لغوي پسند دليل نہ آهي، تيئن پنجاب لاءِ بہ بنگال وارا حجت ڪين ڪري سگهيا ويا آهن: هو بنگلہ کي قبول ڪرڻ کان ائين ئي قاصر آهن، جيئن بنگالي اڙدوءَ کي قبول ڪرڻ کان عاجز آهن. ان طرح، سنڌي ۽ پشتو وارا بہ بنگلہ ۽ اڙدوءَ متعلق عاجز ۽ قاصر آهن. ان مان واضح ٿيو تہ اڪيلي پنجاب جي مثال کي باقي پاڪستاني علائقن لاءِ حجت قرار نٿو ڏيئي سگهجي. ان حيثيت سان تہ بنگال وارن بنگلہ کي ترجيح ڏني، ۽ اڙدو کي تعليمي ۽ مادري زبان ڪري قبول نہ ڪيو. ان طرح، پنجاب وارن اڙدوءَ کي قبول ڪيو آهي، ۽ بنگاليءَ کي ڇڏي ڏنو آهي. بلڪل ان خيال سان ئي، اهاليانِ سنڌ جو مطالبو آهي تہ انهن لاءِ ذريعہ تعليم سنڌي هئڻ گهرجي؛ باقي زبانون انهن لاءِ بہ ثانوي ۽ علمي حيثيت رکن ٿيون، جن ۾ هو علمي مطالعو ڪري سگهن ٿا. جيئن انگريزي ۽ عربي ۽ فارسي ۽ فرينچ انهن لاءِ علمي زبانون آهن، تيئن بنگلہ ۽ اڙدو بہ علمي زبانون آهن، جن جي لٽريچر کي وڏي اهميت ۽ عزت حاصل آهي، پر انهن کي مادري زبان هئڻ جو حق حاصل نٿو ٿي سگهي. ان لٽريچر کي پڙهڻ سنڌين لاءِ علمي معلومات جو بهترين ذريعو ٿي سگهي ٿو، پر مادري زبان ۽ ذريعہ تعليم ٿيڻ جو ڪوبہ دليل نظر نٿو اچي، جنهن کي عالمي راءِ ۽ بين الاقوامي حقوق ۽ آزاديءَ جا اصول ۽ تهذيبي قدر تسليم ڪري سگهن.

## ”سنڌي زبان سوسائٽي“

حيدرآباد جي مشهور عالمن، اديبن، شاعرن ۽ دانشورن، موجوده دور ۾ سنڌي ادب جي حفاظت ۽ اشاعت سان گڏ تعليم جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ ”سنڌي زبان سوسائٽي“ بنائي آهي. ان سوسائٽيءَ ۾ هر مڪتبِ فڪر جا اديب شامل ٿي چڪا آهن. ان سوسائٽيءَ پهريائين پهريائين ”تعليمي ڪميشن“ جي سفارشن، خاص طور سنڌي ٻوليءَ جي ’مادري زبان‘ ۽

’ذريعہ تعليم‘ ھجڻ متعلق تبادلہ خيالات ڪري، فيصلو ڪيو آھي تہ انھن سفارشن جي اثرات متعلق، علمي ۽ فني طور، پنھنجي راءِ ۽ مشورن ۽ تجويزن کان حڪومت کي واقف ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ ”سنڌي زبان سوسائٽي“، پنھنجي ابتدائي ميڙ ۾ جو ريزوليشن پاس ڪيو آھي، ان جي تائيد پوريءَ سنڌ مان ٿي رھي آھي، ۽ اھڙا ٺھراءَ روزانہ اخبارن ۾ اچي رھيا آھن. ان کان سواءِ، سنڌ جي روزانہ اخبارن - ’مھراڻ‘ ڪراچي، ’نواي سنڌ‘ ڪراچي، ’عبرت‘ حيدرآباد، ’ھلال پاڪستان‘ حيدرآباد - جي فاضل ايڊيٽرن نھايت مدلل ۽ معياري ايڊيٽوريل نوٽ لکيا آھن. انھن کان سواءِ، سنڌ جي ھفتيوار اخبارن - ’الھلال‘ ٽنڊو الھيار، ’ڏيڏورو‘ خيرپور ميرس، ’مجاھد‘ جيڪب آباد، ’انسان‘ حيدرآباد، ’تنظيم جمالي‘ حيدرآباد ’ماءِ فلئگ‘ حيدرآباد، ’الحيدر‘ ٺٽو، ’سنڌ جي پڪار‘ حيدرآباد، ’آزاد‘ ڪراچي، ’خادم وطن‘ ميرپورخاص، ’پنجتني‘ حيدرآباد، ’ھمدرد‘ ميرپورخاص، ’مظلوم‘ نوابشاھہ - پڻ ڪافي طور خدمت ڪئي آھي. انھن اخبارن بہ ايڊيٽوريل نوٽ شايع ڪيا آھن. اميد آھي تہ موجوده انقلابي حڪومت ھن واجبي ۽ خالص تعليمي تقاضا تي نظر ثاني ڪندي، ۽ ڪميشن رپورٽ جي پيش ڪيل سفارشن ۾ ترميم ڪرڻ جو حڪم ڪندي.

ٺھراءُ. ”سنڌي زبان سوسائٽي“، حيدرآباد، جو اھو ٺھراءُ پيش ڪرڻ پڻ افاديت کان خالي نہ ٿيندو، جنھن کي سنڌ جي ادبي ۽ تعليمي، صحافي ۽ فني حلقن جي متفقہ تائيد حاصل ھجڻ جو شرف حاصل آھي.

”شھر جي عالمن، اديبن ۽ معزز شھرين جو ھي اجلاس، تعليم ڪميشن جي قومي تعليم بنسبت ظاھر ڪيل سفارشن ۾ صفحي ’٢٩٠‘ تي آيل انھيءَ تجويز تي تشويش جو اظھار ٿو ڪري، جنھن مطابق، اولھہ پاڪستان صوبي جي سنڌ ۽ سرحد علائقن ۾ اردو زبان کي ابتدائي ٽئين درجي کان لازمي ڄاڻائيندي، حيدرآباد ۽ خيرپور ڊويزنن ۾ ڇھين درجي کان اڙدو کي تعليم جو واحد ذريعو ٺھرايو ويو آھي. تعليم ڪميشن جي انھيءَ اصول تي پوري غور ۽ خوض ڪرڻ بعد، ھيءَ اجلاس محسوس ٿو ڪري تہ سال ’١٩٦٣ع‘ کان سنڌ علائقي ۾ موجوده رائج تعليمي ذريعي (يعني، سنڌي زبان) کي اڙدوءَ ۾ بدلائڻ سان سنڌي علم ادب، زبان ۽ ثقافت جي ترقيءَ جا دروازا ھميشہ لاءِ بند ٿي ويندا، ۽ ھتي جي موجوده تعليمي ادارن جو وجود پڻ خطري ۾ پئجي ويندو، جنھن جو اثر پاڪستان جي اڌ ڪروڙ سنڌي ڳالھائيندڙن ۽ سندن ايندڙ نسلن تي بيحد بُرو پوندو.

”ھن اجلاس جو خيال آھي تہ جيڪڏھن پاڪستان جي مختلف علائقائي زبانن، ادب ۽ تعليمي ادارن کي زنده رکڻو آھي، تہ پوءِ انھن کي آزاديءَ سان وڌڻ ويجھڻ جا موقعا ڏيڻ گھرجن، لساني، تعليمي توڙي نفسياتي لحاظ کان ڪنھن بہ نسل جي

صحتمند تعليم ۽ تربيت صرف اهڙيءَ صورت ۾ ئي ممڪن ٿي سگهي ٿي، جڏهن ان جي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو ذريعو سندس 'مادري زبان' کي ٺهرايو وڃي.

"هيءُ اجلاس حڪومت پاڪستان کي زوردار گذارش ٿو ڪري ته سنڌي زبان پاڪستان جي هڪ تمام قديم، ترقي يافته، شاهوڪار، ۽ تاريخي، علمي ۽ ادبي زبان آهي، جنهن کي پاڪستان جي هڪ اهم حصي جي مادري زبان هجڻ جو شرف پڻ حاصل آهي، جيڪا گذريل ڏيڍ صديءَ کان سنڌ صوبي جي سڀني درسگاهن ۾ ذريعهء تعليم رهندي آئي آهي، ۽ جيڪا پاڪستان جي هڪ وڏي علائقي جي معاشي ۽ معاشرتي، ذهني ۽ فڪري ترقيءَ جو ذريعو بنيل آهي، تنهن جي موجوده حيثيت کي نظرانداز ڪرڻ پاڪستان جي باشندن جي هڪ وڏيءَ اڪثريت کي سندس ذهني پرورش جي حقيقي ذريعي کان محروم ڪرڻ جي برابر ٿيندو، ۽ اها ڳالهه سڌيءَ طرح ملڪ جي اجتماعي توڙي انفرادي، علمي توڙي ادبي، تعليمي توڙي تهذيبي ترقيءَ تي اثرانداز ٿي سگهي ٿي: تنهنڪري، ضروري آهي ته سنڌي زبان کي سابق صوبي سنڌ جي سڀني مڊل ۽ سيڪنڊري اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ذريعهء تعليم جي حيثيت سان بدستور بحال ۽ برقرار رکيو وڃي."

## "پاڪستان رائيٽرس گلڊ" جو ساليانو اجلاس.

'پاڪستان رائيٽرس گلڊ' جو ساليانو اجلاس ڍاڪا ۾ ٿي گذريو، جنهن ۾ پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بنگال جي مشهور اديبن ۽ نمائندن شرڪت ڪئي. ان اجلاس جي خصوصيت اها آهي ته نه فقط اديبن ۽ دانشورن جي علمي ۽ ادبي حقن جي حفاظت لاءِ ڳالهه ٻولهه ڪئي ويئي، پر ان سان گڏ علمي طور به اهڙا ذريعا ۽ وسيلا سوچيا ويا، جن جي پايهء تڪميل تي پهچڻ سان اديبن جي خوشحال آئيندي جون اميدون وابسته ٿي سگهن ٿيون.

صدر مملڪت جو پيغام. رائيٽرس گلڊ جي افتتاح لاءِ صدر مملڪت پاران جيڪو پيغام پيش ڪيو ويو، اهو پنهنجي نيڪ مقصد ۽ خلوص جي حيثيت سان علمي ۽ ادبي دنيا ۾ وڏو مقام رکي ٿو. اهو پيغام هيءُ آهي: "مون کي هي ڏسي انتهائي مسرت ٿي آهي ته پاڪستان رائيٽرس گلڊ جو ٻهريون ساليانو اجلاس ۳۱-جنوري ۱۹۶۰ع تي ڍاڪا ۾ ٿي رهيو آهي. اڄوڪي ڏينهن تي گذريل سال مون رائيٽرس گلڊ جي اجلاس ۾ شرڪت ڪئي هئي. اڄ مان نهايت دلچسپيءَ سان گلڊ جي ارتقائي منزلن کي ڏسڻ لاءِ چشم براهه آهيان. مان نهايت خوش آهيان، ۽ اوهان جي ڪاميابيءَ سان گڏ، اديبن ۽ شاعرن جي بهبوديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ هڪ منظم ۽ صحتمند ادارو قائم ڪيو ويو آهي، ان سلسلي ۾ منهنجي دلي مبارڪباد قبول فرمائيندا. مون کي يقين آهي ته اوهان جهڙا اديب ۽ عالم هرو ڀرو ڪنهن مشوري جا محتاج نه هوندا؛ پر، جي اوهين مون کي اجازت ڏيو ته هوند هڪ اهم ڳالهه بطور مشوري جي عرض ڪري

چڙيان. آها، اِها تہ اوهان جو فڪر آزاد آهي، تنهنڪري اوهين پنهنجي تاثرات کي نهايت آزاديءَ سان لکو ۽ پنهنجي ماحول کان آزاد نموني ۾ متاثر ٿي، پنهنجي گرانقدر خيالات کي ظاهر ڪريو: ڪنهن بہ خوف يا ڪنهن مصلحت کي اڳيان آڻي، پنهنجي ذهن کي ملوث ۽ ڪُند نہ ڪريو. مان پنهنجي طرفان اوهان کي يقين ٿو ڏياريان تہ اهو ممڪن آهي تہ ذاتي ۽ انفرادي طور تي منهنجو اوهان سان اختلاف ٿي پوي ــ حتاڪ احتجاج بہ ڪري سگهان ٿو ــ پر ان سان گڏوگڏ اهو يقين پڻ ڏياريان ٿو تہ مان اوهان جي حقن جي حفاظت ڪندس، بشرطيڪ اهو وطن عزيز جي مفاد جي خلاف نہ هوندو!"

صدر مملڪت، اديبن جي حقن ۽ انهن جي فڪري ۽ فني آزاديءَ ۽ حفاظت متعلق يقين دهاليءَ کان پوءِ، پاڪستان جي ٻين علاقائي ٻولين جي خدمت ۽ ترجمي ڏانهن توجهہ ڇڪائيندي، صلاح ڏني تہ:"مان محسوس ٿو ڪريان تہ اوهين گهڻوتڻو پاڻ سان ئي مخاطب رهو ٿا: پر مان مشورو ڏيندس تہ پنهنجيءَ تخليق کي پاڪستان جي ٻين ٻولين تائين ترجمو ڪري پهچايو."

ان کان پوءِ، صدر مملڪت، ايندڙ دور جي نظام تعليم ۽ ان جي نصاب متعلق اديبن کي ٻڌايو تہ هو ان لاءِ نصاب تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪن: "نئين نظامِ تعليم جي نفاذ جي سلسلي ۾ اوهان اديبن کي خدمت ڪرڻ جا ڪافي موقعا ملي سگهن ٿا. اوهين ئي آهيو، جي هرقسم جي شاگردن لاءِ مناسب ۽ مفيد نصاب ٺاهي سگهو ٿا. مون کي يقين آهي تہ گلڊ هن اهم ۽ اعليٰ تجويز ۾ ذميدارانہ حيثيت سان حصو وٺندي."

ان کان پوءِ، قدرت‌الله شهاب، جنرل سيڪريٽري، رائيٽرس گلڊ پاڪستان، گلڊ جي ڪارگذاريءَ متعلق اجمالي طور تبصرو ڪيو ۽ ٻڌايو تہ "اهو غلط آهي تہ گلڊ جو قيام فقط حڪومت جي تائيد ۽ خدمت لاءِ ئي وجود ۾ آيو آهي. اديب ۽ دانشور پوري اخلاص ۽ آزاديءَ سان علمي ۽ فني خدمت ڪندا رهن. انهن ڪرڻ کان ڪين ڪا بہ طاقت روڪي نہ سگهندي."

گلڊ جي هن اجلاس ۾ ڪي تجويزون آيون، ۽ ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. هڪ مکيہ ٺهراءَ ۾ علاقائي ٻولين جي حقن ۽ انهن جي آزاديءَ سان اشاعت متعلق متفقہ طور چيو ويو تہ "پاڪستان جي سڀني علاقائي ٻولين ــ بنگالي، پشتو، سنڌي ۽ بلوچي ــ ۾ فن جي خدمت لاءِ معياري ڪتاب تيار ڪري شايع ڪيا وڃن." گلڊ جو اهو ٺهراءُ نهايت اميدافزا آهي. پاڪستان جي سڀني علاقائي ٻولين جي اديبن ۽ دانشورن لاءِ لازم آهي تہ هو پنهنجي فني ۽ فڪري تخليقات سان ادب ۽ ثقافت جي خدمت ڪن.

قدرت الله شهاب جي اپيل. اديبن جي آزادانہ راءِ، ۽ فني ۽ فڪري تخليقي ڪاوش ۽ انهن جي گلڊ سان اصولي وابستگيءَ متعلق پاڪستان رائيٽرس گلڊ جي جنرل سيڪريٽريءَ، قدرت‌الله شهاب، صاف صاف ٻڌايو تہ "منهنجا دوست، هرقسم جي غلط فهميءَ کي دور ڪري، يقين ڪن تہ

'پاڪستان رائيٽرس گلڊ' خالص 'ٽريڊ يونين' آهي، ۽ هڪ ادبي تنظيم آهي، پر ڪو 'نظرياتي ادارو' نه آهي. ان جو واحد نظريو اگر ٿي سگهي ٿو ته اهو فقط اهو آهي ته ذهن جي ايماندارانه ڪاوش سان ۽ همت سان ادب جي تخليق ڪئي وڃي، ۽ ان ڪي اشاعت ۾ آڻڻ لاءِ بهترين ذريعا ۽ وسيلا پيدا ڪيا وڃن. هر فرد پنهنجيءَ جاءِ تي جداگانه انداز فڪر جو حامل آهي، تنهنڪري گلڊ جي ڪنهن به رڪن جي تقرير ۽ تحرير ڪي گلڊ جي ترجماني نه سڏڻ گهرجي؛ اها اهل قلم جي پنهنجي انفرادي راءِ آهي. گلڊ جي تنظيم متعلق ان راءِ ڪي ڪو به معيار نه سمجهڻ گهرجي، خواهه گلڊ ۾ ان جي ڪهڙي به حيثيت هجي. جن دوستن کي اهو گمان آهي ته 'گلڊ' سياسي نمائندگيءَ جي آلهءِ ڪار آهي، تن کي گذارش آهي ته هو يقين رکن ته گلڊ سياسي ادارو ڪين آهي. نمايان حيثيت حاصل ڪرڻ يا واجبي حقن جي تقاضا ڪرڻ ڏوهه ڪين آهي، پر اهو ياد رهي ته تخليقي ذهن آسودو به ٿي سگهي ٿو، ۽ ان سان گڏ غيرمطمئن به رهي سگهي ٿو، ڇالاءِ ته اهي هميشه ناقابل حصول بلنديءَ جا متلاشي رهن ٿا. جيستائين سندن بيقرار ذهن ڪنهن داخلي يا خارجي دٻاءَ، رغبت يا الهام جي ماتحت فڪري انقلاب يا ندرتِ خيال جي ڪوشش نه ڪندا، تيستائين ڪين نڪا ادب ۾ نمائندگي ملي سگهندي، ۽ نڪو ڪين حق ئي پلئه پوندو."

آخر ۾ ملڪ جي سرمائيدار طبقي کي 'گلڊ' جي امداد لاءِ توجهه ڏياريندي ٻڌايائين:

"اسان جي ملڪ ۾ مال ۽ دولت وارا گهڻائي صاحبِ دولت موجود آهن ـــ اگر اهي توجهه ڏين ۽ ڏسن ته 'رائيٽرس گلڊ' وٽ اديبن ۽ شاعرن جي بهبوديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ بهترين عملي پروگرام موجود آهي، ۽ اسان انهن اديبن کي پنهنجي قومي وسيلن سان ئي مستفيد ڪرڻ گهرون ٿا ـــ ان جي مقابلي ۾، اسين غيرملڪي امداد قبول ڪرڻ کان قاصر آهيون. اسان وٽ دولتمند ماڻهو عجيب غريب طريقن سان شهرت طلبي حاصل ڪرڻ لاءِ دولت کي لٽائين ٿا. انهن لاءِ ته ڀاڻ سڀ کان وڌيڪ عالمن ۽ دانشورن جي خدمت لاءِ موقعا ڳولڻ گهرجن. مون کي علم آهي ته ڪيئن نه هڪ سرمائيدار عطر جون ويهه هزار شيشيون پنهنجيءَ نياڻيءَ جي غسل لاءِ صرف ڪيون آهن! ظاهر آهي ته ان ۾ محبت کي گهٽ دخل آهي، پر شهرت کي زياده. اگر اهڙو سرمائيدار ان جي اڌ رقم به 'رائيٽرس گلڊ' کي ڏئي ها ته ان مان هوند ملڪ ۾ نظم ۽ نثر جي عطرفشان فضا قائم ٿي وڃي ها!" اميد آهي ته شهاب صاحب جي ان مخلصانه وضاحت کي پيش نظر رکي، اسان جا اديب نهايت خلوص ۽ آزاديءَ سان فن جي تخليق ڪندا رهندا، ۽ سرمائيدار ماڻهو پڻ دل کولي هن ادبي ڪم ۾ حصو وٺندا.

آخر ۾ اسين رائيٽرس گلڊ جي اهلڪارن کي گلڊ جي نمائندگيءَ متعلق دوباره ياددهاني ڪرڻ مناسب ٿا سمجهون ته هو 'سنڌي ادب' کي پوري پوري نمائندگي ڏين. سنڌي ادب ۽ زبان جي قدامت ۽ فني حيثيت جي لحاظ سان ڏنو ويندو ته فقط هڪ نمائندو ناڪافي آهي. پشتو ۽ پنجابي ٻولين کان هر حال ۾ نمائندگي وڌيڪ هئڻ گهرجي. اميد ته اسان جي گذارش تي غور ڪيو ويندو. ـــ غ . م . گ

[مهراڻ: نمبر ۴، سال ۱۹۵۹ع]

# ١٩٦٠ع

١-٢، ١٩٦٠ع

## شاهہ لطيف جي ٢٠٨ سال ورسي.

واديءَ مهراڻ کي شاهہ لطيف جهڙيءَ عظيم شخصيت جي ڪلام ۽ فن تي فخر حاصل آهي. شاهہ صاحب جي شعور ۽ شاعريءَ جي ناقدن جو چوڻ آهي تہ شاهہ صاحب زندگيءَ جو ترجمان آهي. سندس شاعريءَ ۽ فن کي زندگيءَ جو فن سڏيو ويو آهي. سندس سماجي شعور، مشاهدا ۽ تجربا، رايا ۽ نتيجا نهايت تعميري، پائدار ۽ زندگي بخش آهن. سنڌ ۽ ان جي حالات، سماجي ردوبدل، مذهبي ماحول، عوامي زندگيءَ ۽ سياسي نظام کي شاهہ صاحب رڳو سطحي حيثيت سان نہ، پر بصيرت وارين اکين سان مطالع ڪيو آهي ۽ پوءِ هڪ پيغامبر جي زبان سان بيان ڪيو آهي. اهوئي سبب آهي، جو سندس ڪلام صحتمند قدرن جو حامل آهي. سندس ڪلام بي مقصد شاعريءَ واري لغوبياني، مبالغہ آرائي، لفاظي، ۽ انشاپردازيءَ کان پاڪ آهي. ان سان گڏ، سندس ڪلام جو افادي پهلو اهو آهي تہ هو پنهنجي شاعريءَ کي 'ادب براي ادب' جي مهمل ۽ ذوقيہ پس منظر مان ڪڍي، 'ادب براي زندگي' جي روشن ۽ تابناڪ مقصد تائين پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي. سندس افاديت پسنديءَ کي جيڪڏهن نفسياتي نقطہ نظر سان ڏٺو وڃي، تہ پوءِ واضح ٿئي ٿو تہ سندس طريق ڪار حڪيمانہ هو. شاهہ، سنڌ جي مسلمہ روايات ۽ اصطلاحات، لوڪ ڪهاڻين ۽ ضرب المثل لساني محاورات کي استعاري ۽ ڪنايي جي زبان ۾ بيان ڪري، "سنديان را اصطلاحِ سند مدح" جي مصداق پيغام ڏنو آهي؛ منجهس ڪابہ اجنبيت ڪانہ آهي، نہ زبان جي لحاظ کان ۽ نہ مواد جي لحاظ کان.

شاهہ جي ڪلام جو حقيقت پسندانہ پهلو اهو آهي تہ منجهس زندگيءَ جا اهڙا زنده جاويد ۽ سدا حيات قدر موجود آهن، جي انسانيت جي هر زماني ۽ مڪاني سماج ۾ ڪارائتا ٿي سگهن ٿا. شاهہ جو ڪلام 'حق، حسن ۽ خير' جي زنده تصوير آهي: ۽ اهي قدر آهي آهن، جي انساني زندگيءَ سان تيستائين ساٿ ڏيو ايندا، جيستائين انسانذات بنهہ بيذوق نہ ٿي وڃي، يا ڪنهن حادثي جو شڪار ٿي هميشہ لاءِ مري کپي نہ وڃي. شاهہ جي اهڙي همہ گير ۽ آفاقي حيثيت کي اڳيان رکي، هن دور جا ناقد ائين چئي رهيا آهن تہ شاهہ صاحب کي دنيا جي عظيم ترين شاعرن جي صف اول ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. 'سورلي' تہ ان ڏس ۾ پوري دنيا جي سيني زبانن جي وڏن وڏن شاعرن کي پيش ڪري، انهن تي شاهہ کي ترجيح ڏيئي، ثابت ڪيو آهي تہ واديءَ مهراڻ جو 'لطيف' پنهنجي فن ۽ ڪمال جي حيثيت سان عظيم انفراديت ۽ اڪمليت جو صاحب آهي. هت جيڪڏهن ائين چئجي تہ شعريت ۽ ترنم، افاديت ۽ نغمگي، مقصديت ۽

پائندگيءَ جي حيثيت سان 'شاهه' جو مقام مڙني کان مٿي آهي، ته ان کي بيجا نه سمجهڻ لهرجي: 'آنچه خوبان همه دارند، تو تنها داري'. ڊاڪٽر 'انيمري شميل'، فاضل مذهبيات و علوم مشرقيه، پروفيسر ماربرگ يونيورسٽي (اولهه جرمني)، ته صاف صاف چيو آهي ته 'شاعريءَ جو اطلاق ڏي شاهه جي شاعريءَ تي ٿئي ٿو، باقي همه هيچ!'"

شاهه صاحب جي فني عظمت جي ذڪر ۽ اعتراف کان پوءِ اهو سوال ٿو اٿي ته سندس شخصيت ۽ فن متعلق اسان جي ادبي ذخيري ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون قابل فخر چيزون موجود آهن؟ سندس ڪلام جي شرح ۾ ڪهڙا معياري شاهڪار پيش ڪري سگهجن ٿا؟ آنجهاني گربخشاڻيءَ جي نامڪمل شرح کان سواءِ ڪا بي چيز لکي ويئي آهي؟ جي نه، ته ڇو؟ اسان جا عالم سگهڙا ۽ اديب حضرات ڇو خاموش آهن؟ ڪهڙا اسباب آهن، جن جي ڪري ڪا به مستند شرح نٿي تيار ڪري سگهجي؟ اسان جا علمي ۽ ادبي ادارا ڇا پيا ڪن؟ شرح ته شرح جي ماڳ، اسان کي ماتم ته متن جو ڪرڻو آهي. جيڪڏهن ڪو رنج نه ٿئي ته هوند ائين چئي ڏجي ته اسان وٽ ته 'متن' به ڪونه آهي — چند پراڻيءَ ترتيب وارن نسخن کان سواءِ، ڪو به معياري متن ڪونهي. انهن ۾ رطب و يابس ته آهي ئي، پر خود 'بيرونِ هندي ۽ ابيات مثنوي' به شايع ٿيندا آيا آهن! اها علمي تقليد ثابت ٿي ڪري ته نڪو اسانجن ناقدن کي احساس رهيو آهي، ۽ نه ناشرن کي ڪو خيال ٿيو آهي. 'وَهي نه وَهي، وٺ رينگت کي' جي مصداق، هرڪو لئيءَ مان لٺ پڃيو، شاهه جي اشاعت لاءِ پنپليو گهمي؛ پر اسان وٽ ڪا اهڙي پهر به ڪانه آهي جا انهن کي سمجهائي.

وري به شڪر آهي جو سنڌ جي وڏي عالم ۽ مفڪر، علامه آءِ. آءِ. قاضي مدظله جي عظيم شخصيت، شاهه جي متن کي مڪمل طرح تيار ڪيو آهي. اهو صحتمند رسالو 'سنڌي ادبي بورڊ' پاران شايع ٿي رهيو آهي. اميد آهي ته متن جي مسئلي متعلق هيءُ نسخو پنهنجن سيني اڳين نسخن کان وڌيڪ صحيح، معياري، صحتمند ۽ مستند ثابت ٿيندو(۱). ان کان پوءِ شرح جو سوال آهي. ڇا، ان عظيم فني ۽ عالمانه ڪم لاءِ حضرت علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جي ذات والاصفات کان سواءِ ڪنهن ٻئي طرف نظر کڻي سگهجي ٿي؟ اهو عين ممڪن آهي ته متن کان پوءِ شرح جو ڪم به پاڻ هٿ ۾ کڻن.

ان کان پوءِ مسئلو آهي ترجمي جو. جيستائين علمي ۽ فني اصولن جو سوال آهي، ترجمي متعلق 'ڪارلائل' جا اهي لفظ اڄ به مشعل راهه ٿي سگهن ٿا، جن ۾ چيو اٿس ته 'ڪي ڪتاب اهڙا آهن، جي فقط اصل وارين زبانن ۾ ئي مطالع ڪري سگهجن ٿا، جن جو ترجمو ڪرڻ ۽ ان کي نباهڻ محال نه ته مشڪل ضرور آهي — اهي آهن ويد، توريت، انجيل، ۽ قرآن'. ڪارلائل جي انهيءَ ارشاد کي اڃا به هن طرح مڪمل ڪري سگهجي ٿو: 'ويد،

(۱) اهو شاهه جو رسالو ڇپجي چڪو آهي.

توريت، انجيل، قرآن___۽ شاھہ جو رسالو'. اھا حقيقت آھي، پر آھي تلخ، تہ اسان جي علاقائي ٻولين ___ بنگالي، پنجابي، پشتو ۽ بلوچيءَ ۾ تہ نہ، پر خود اردو، فارسي، انگريزي ۽ عربي زبانن ۾ بہ شاھہ کي ترجمو ڪرڻ نهايت مشڪل ڪم آھي. سنڌي ٻوليءَ جي جزالت، پختگي، شيريني، نماڻائي ۽ سڀاجهائي، ترنم ۽ موسيقيت تہ اڳ ئي مسلم آھي، پر 'شاھہ' جي فن ۾ تہ اھا زبان 'دو آتشہ' ٿي ڪم آئي آھي، جنھن جو منظوم ترجمو ڪرڻ نهايت غير ذميدارانہ قدم ٿيندو. مناسب ائين آھي تہ شاھہ جي ترجمي کان قطع نظر، سنڌي زبان ۽ ادب جي تحصيل جا اسباب پيدا ڪيا وڃن: دنيا جي طالبن کي سنڌي پڙهائجي، ۽ ان کان پوءِ شاھہ جي شاعريءَ سان تعلق رکندڙ علوم عاليہ ۾ تحصيل ڪرائي، کين 'شاھہ جو رسالو' ڏجي. "سسئي ۽ سور، ويا پٽيندا پاڻ ۾"___پاڻيھي پيا سمجھندا ۽ شرحون ڪندا. ناقص صورتن ۾ شاھہ جي ترجمي ڪرڻ جي بدعت کان بچڻ، پنھنجيءَ جاءِ تي ھڪ علمي خدمت ٿيندي. اردوءَ ۾ پڻ جيڪي ڪجھہ ترجمي جا نمونا ھٿ اچي سگھيا آھن، يا مجلسن ۾ پڙهيا وڃن ٿا، تن مان ڪن غير سنڌين جا مضحڪہ خيز حد تائين ناقص آھن، جن کي ٻڌڻ کان پوءِ، ائين چئي سگھجي ٿو تہ 'ڪاڏي ٿيو ڪوھيار، ڪاڏي ٿي ھتڙا ڪٽي!' ڪٿي رھيو 'شاھہ'، ۽ ڪٿي رھيو ناقص ۽ ڦڪو ۽ ڪُجسو ترجمو! 'چہ نسبت خاڪ را با عالم پاڪ!' خود 'سورلي' جي انگريزي منظوم ترجمي کي بہ عالمن ۽ ماھرن پسند نہ ڪيو آھي؛ تاھم، اسان جي چند انفرادي ڪوششن ۾ ٻہ-چار اردو ترجما اھڙا بہ ملي سگھن ٿا، جن مان ڪي ٿورا، ڪنھن حد تائين آزاد ترجمو چئي سگھجن ٿا. ان ڏس ۾ رفيق خاور، شيخ اياز(۱)، آغا تاج محمد، حفيظ ھوشيارپوري، ابن انشا، لطف الله بدوي، رشيد لاشاري، رئيس امروھوي، وغيره جا نالا قابل ذڪر آھن. اھي ڪاوشون اجا ابتدائي ۽ تجرباتي ئي آھن؛ اجا گھڻيءَ چنڊ ڇاڻ، رياض ۽ مشق، محنت ۽ مشقت جي ضرورت آھي. شاھہ جي شاعرانہ ھيئت کي آزاد نظم ۾، گيتن ۾، غزلن ۽ مثنوين ۾ پيش ڪرڻ تہ نهايت غلط قدم آھي؛ البت ھندي شاعريءَ وارن دوھرن ۾ پيش ڪرڻ کي نظرانداز سو نٿا ڪري سگھون، پر افسوس جو ان طرف توجھہ آھي ئي ڪونہ! سھل پسنديءَ جي ڪري، شاھہ جي شاعرانہ ھيئت کي اھڙا قالب ۽ اسلوب پھرايا وڃن ٿا، جن کي نہ ذوقِ جمال پسند ٿو ڪري، ۽ نڪا طبعِ سليم ئي گوارا ڪري ٿي. ڪاش، اسان جا اديب، عالم ۽ فنڪار ان طرف توجھہ فرمائين، ۽ سنڌي ادب جي عظيم ورثي کي ھرو ڀرو بازاري شھرت نہ ڏين؛ نہ ان کي معاشي ذريعو بنائين، ۽ نہ وري ان کي ادبي نيڪناميءَ جو آسان طريقو سمجھن. رڳي ترجمي جي نہ، پر شاھہ جي مطالب ۽ خيالات، افڪار ۽ جذبات جي ترجمانيءَ ۽ اشاعت جي ضرورت آھي. ظاھر آھي تہ اھا ضرورت فقط نثر پوري ڪري سگھي ٿو، ۽ نہ نظم. نظم جي محدود صنف 'شاھہ' جي ترجمانيءَ لاءِ ناڪافي آھي. ان لاءِ نثر جھڙي وسيع صنف گھرجي___پوءِ ڀلي انگريزي، اردو، فارسي، عربي، بنگالي، پنجابي، پشتو، ھندي ۽ چينيءَ ۾ لکيو وڃي.

---

(۱) اياز جو اردو ترجمو، سنڌ يونيورسٽي پاران شايع ٿي چڪو آھي.

**شاهه جو پيغام.** سنڌ جي شاهه لطيف جو ڪلام ۽ فن ڪيتريقدر زنده ۽ صحتمند آهي، تنهن بابت مرڪزي وزير تعليم مسٽر حبيب الرحمان(١)، ڀٽ شاهه ۾ شاهه صاحب جي ٢٠٨-ساله ورسيءَ جي تقريب جي افتتاح ڪندي، پنهنجيءَ تقرير ۾ جو ڪجهه چيو آهي، اهو غورطلب آهي:

”شاهه لطيف جو پيغام ساريءَ انسانذات لاءِ آهي، ۽ هر زماني لاءِ آهي. هن اعليٰ هستيءَ جو پيغام انسانذات لاءِ تعميري پيغام آهي.

”شاهه صاحب هتي جي تمدن جو روح آهي. ان سان گڏ، خود اسلام جو روح به شاهه ڀٽائيءَ کان حاصل ڪرڻ گهرجي. بيشڪ اسان کي مذهب عزيز آهي؛ ليڪن ان جو بيروح ۽ بيسود نظام نه، پر روح آفرين ۽ زندگي بخش تعبير گهرجي، جو پڻ شاهه صاحب وٽ موجود آهي.“

ان سلسلي ۾ هن علائقي جي گورنر، نواب اميرمحمد خان آف ڪالاباغ، ٻئي ڏينهن جي صدارتي تقرير ۾ فرمايو:

”شاهه لطيف، هڪ جامع ۽ ڪامل شخصيت جي حيثيت سان وڏو مقام حاصل ڪري چڪو آهي. سندس تبليغ، ارشادات، ڪلام ـــ سڀ روح آفرين ۽ وجد انگيز آهن. سندس ڪلام قلب جي زندگيءَ لاءِ سامان پيدا ڪري ٿو.“

حيدرآباد ڊويزن جي ڪمشنر ۽ 'ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز' جي چيئرمن مسٽر نيازاحمد فرمايو:

”شاهه هڪ حڪيم ۽ فلسفيءَ وانگر حل پيدا ڪيو ته خدا ۽ بندي جي تعلق کي سمجهائڻ سان ٻئي بديءَ کي ختم ڪري سگهجي ٿو، ۽ اهو واسطو ۽ ناتو عشق سان پيدا ٿئي ٿو. اهوئي سبب آهي جو شاهه صاحب پنهنجي شاعريءَ ۽ راڳ جو بنياد عشق جي مذهب تي رکيو.“

ثقافتي مرڪز لاءِ چيائين:

”جا قوم پنهنجي تهذيب ۽ ادب کي نظرانداز ڪري ٿي ڇڏي، تنهن کي زنده رهڻ جو ڪو حق نه آهي. ان سلسلي ۾ 'ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز' پاران هڪ ڪتبخانو، هڪ عجائب گهر، هڪ موسيقيءَ جو مڪتب، ۽ هڪ تحقيق جو مرڪز قائم ٿي رهيو آهي، جن مان شاهه جا شائق ۽ محقق استفادو ڪري سگهن ٿا.“

اميد آهي ته ثقافتي مرڪز پنهنجين نيڪ تمنائن جي سلسلي ۾ ثمرآور ثابت ٿيندو، ۽ ان کي شاهه جي محققن ۽ عالمن لاءِ استفادي جو هڪ بهترين ذريعو قرار ڏيئي سگهبو.

## مهراڻ.

”مهراڻ“، پنهنجي 'نشاة ثاني' جي دور ۾ ١٩٥٥ع کان اڄ تائين، حتي المقدور زندگي بخش ۽ صحتمند قدرن جو حامل رهندو آيو آهي. ان دور جي ابتدا کان 'مهراڻ' مسٽر محمدابراهيم جويي جي ادارت ۾ شروع ٿيو، ۽ آءٌ سندس رفيق ڪار ۽ مئنيجنگ ايڊيٽر هوس؛ ان کان پوءِ،

---

(١) ان وقت مرڪزي وزير تعليم هو.

مسٽر محمد عثمان ڏيپلائي ۽ مسٽر شمشيرالحيدري آيا. ادارت جي سلسلي ۾ جو بي صاحب کان پوءِ، علامه دائود پوٽي ۽ پير حسام الدين راشديءَ جا نالا قابل ذکر آهن. ان دور ۾ 'مهراڻ' جو شخصيات نمبر جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب ترتيب ڏنو، جو سنڌ جي سوانحي ادب ۾ پنهنجي نموني جي واحد معلومات افزا چيز آهي. علامه دائودپوٽي جي وفات کان پوءِ ادارت جي ذميداري منهنجي سپرد ڪئي ويئي، ۽ مسٽر حيدريءَ جهڙو پختو فنڪار ۽ اديب رفيق ۽ معاون ڪار آهي.

انهن چند دورن ۾ 'مهراڻ' جي معنوي ۽ افادي حيثيت ۾ ڪو به فرق اچڻ نه ڏنو ويو آهي. البته پڙهندڙن جو علمي معيار ۽ ادبي ذوق جڏهن ته هر خيال کان جداگانه حيثيت جو ٿئي ٿو، تڏهن لازمي طور ڪن دوستن جي نظر ڪن اوڻاين تي پوي ٿي، ته ڪي اديب انهن اوڻاين ڪي قدر جي نگاهه سان ٿا ڏسن. پسند ۽ نظر جو اهو اختلاف هڪ لازمي امر آهي، جنهن کان ڪو به بچي نٿو سگهي، جنهن تي نه اسان کي خوشي آهي نه غم. اسان جي اڳيان نه ڪنهن خاص حلقه فڪر جي تبليغ مدنظر آهي، ۽ نه ڪنهن خاص شخصيت جي ذاتي ذوق جي پيروي مقصود آهي، تنهنڪري نه ڪنهن جي تائيد تي خوش آهيون، نه ترديد تي رنجيده: اسين فقط ادب ۾ زندگي بخش ۽ فڪرانگيز مواد پيش ڪرڻ ڪي پنهنجو فرض ۽ حق ٿا سمجهون. ان حيثيت سان اسين ڪيتري قدر ڪامياب ٿيون ٿا، ان جو دليل خود 'مهراڻ' آهي. پڙهندڙن جي خوشنودي ۽ تحسين آفريني، نڪته چيني ۽ سخن فهميءَ متعلق نڪا اسان کي شڪايت جي گنجائش آهي، ۽ نڪا ضرورت. اسين پنهنجي حال آهر مخلصانه خدمت ڪندي، افادي ۽ مقصدي، تعميري ۽ زندگي بخش جدوجهد جي راهه ۾ هر ان ننڍيءَ وڏيءَ خدمت تي مطمئن آهيون، جنهن جي پس منظر ۾ نڪو شهرت جو خبط آهي، ۽ نه معاشي ڦرلٽ جي نيت ـــ پوءِ پلي ته اسان جي ڪا خدمت ڪن ڀن ـ چڻن پڙهندڙن کي نه به اُنڙي. اسان جي ڪاوش ۽ مخلصانه جدوجهد جو ته اندازو اهي ئي لڳائي سگهن ٿا، جي 'قُلن مٿ' تي، پيٽ تي پٿر ٻڌي، هڙئي آسرا ڇلي، جُڙيءَ کي جس چوندي، ههڙي قسم جون خدمتون سرانجام ڏين ٿا، ۽ لڪته چين حضرات جي نڪته آفريني به برداشت ڪن ٿا. اسان کي اهو اطمينان آهي ته اسان جا نڪته چين نڪو بيذوق آهن، ۽ نڪو ساده دل. آخر ۾، اسين نهايت خلوص ۽ احترام سان عزيز ناظرين کي التماس ٿا ڪريون ته هو پنهنجي محبت آميز تعلق ۽ ادب پرور جذبات سان اسان جي حوصله افزائي دستور موجب ڪندا ايندا ته پوءِ:

نه ڪو جن" جهان ۾، نه ڪو سُجهي ٽانگ،
سسئيءَ چڏيو سانگ، ته چپر مڙيئي چاڙڪي. (شاهه)

## سنڌي ادبي بورڊ.

ان سلسلي ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي اشاعتي معاملات تي به ڪجهه مبهم اشارا پيا ڏسجن ۽ ٻڌجن. ان متعلق رڳو ايترو چوڻ ڪافي آهي ته علاقائي ادب جي مڙني ادارن جي جانچ پڙتال ڪان پوءِ ئي 'پنهنجي اداري' کي ڏسڻ گهرجي ته هن وانگر مختلف علوم ۽ فنون تي معياري

۽ محققاڻا ڪتابن جي اشاعت، انهن جي ديده زيب ڇپائي ڪٿي نظر اچي ٿي، ۽ صحت ۽ فن جي آميزش جو ڪو اهڙو عمدو مثال هيتري عرصي ۾ پيش ٿي سگهيو آهي؟ هن وقت تائين سنڌي، اردو، پارسي، عربي ۽ انگريزي ڪتاب شايع ٿيا آهن، ۽ علم و فن جي هر صنف تي معياري مواد پيش ڪيو ويو آهي. ضرورتن ۽ حالتن آهر، ڪتابن جي انتخاب ۽ اشاعت جو سلسلو هلي رهيو آهي. شعر و ادب، دين ۽ تصوف، ناول ۽ ڪهاڻي، سيرت ۽ تاريخ، سائنس ۽ صحت، لغت ۽ گرامر تي هن وقت تائين جي ڪتاب شايع ٿيا آهن، انهن جي معيار ۽ فني مقام کي هر نقطہ نظر سان عالمن ۽ ناقدن ساراهيو آهي. سنڌ ان غيرجانبدارانہ راءِ کي احترام جي نظر سان ڏسڻ گهرجي.

[مهراڻ: نمبر ۱ ۽ ۲، سال ۱۹۶۰ع]

---

۳، ۴-۱۹۶۰ع

## ادب ۽ فن

جيئن زندگي گوناگون جدت پذيريءَ جي مظهر آهي، تيئن ادب بہ انساني سماج جي مختلف‌النوع مظاهر جو ترجمان آهي. زندگيءَ ۽ ادب جو باهمي ربط جن سماجي قدرن سان پيدا ٿئي ٿو، اهي قدر ۽ معيار، عوامل ۽ محرڪات، خود سماجي ٿين ٿا، جن جي پيدائش جو مدار زندگي ۽ ان جا ارتقاپذير ۽ تغير پذير پهلوئي آهن، جي خود سماجي ٿين ٿا. اهو تہ ٺيو صاف ۽ سولي نموني ۾ تعريفي پهلو، پر اهلِ فڪر ماڻهن ان موضوع تي بہ ڪافي نڪتہ آفريني ڪئي آهي: ڇي، ادب بذات خود ڇا آهي؟ مقصد آهي، يا ذريعو؟ ادب، مستقل بذاته، زندگيءَ جو سنواريندڙ آهي، يا زندگيءَ جي ڪنهن اعليٰ مقصدي ۽ افادي پهلوءَ کي حاصل ڪرڻ، سمجهڻ ۽ پروڙڻ لاءِ فقط هڪ وسيلي جي حيثيت رکي ٿو؟ يلا ادب ۾ مواد کي ترجيح حاصل آهي، يا هيئت کي اهميت حاصل آهي؟ ادب افادي گهرجي، يا محض جمالياتي؛ مقصدي هجڻ گهرجي، يا تفريحي؛ انفرادي خيالات جو حامل هجي، يا اجتماعي ۽ جمهوري شعور جو ترجمان؛ اخباري حيثيت وارو خبر رسان هجي، يا حقائق پسند تنقيدي هجي؟ اهي چند نڪتہ آفرينيون آهن، جي مختلف قسم جي ناقدن ۽ عالمن وقت بوقت پئي دهرايون آهن.

زندگي ۽ اضافي قدر. هونئن تہ زندگي هڪ عظيم وحدت آهي، ۽ ان جي عڪاسي ۽ ترجمانيءَ جو حق ادا ڪندڙ ادب بہ عظيم وحدت آهي. ڪابہ اضافي نسبت، نڪا زندگيءَ جي وحدت ۾ رخنہ انداز ٿي سگهي ٿي، ۽ نڪا ادب جي عظيم وحدت ۾ تفريق ۽ تقسيم آڻي سگهي ٿي. جيئن تعبير جي ڪثرت حقيقت جي وحدت لاءِ محض اضافي ۽ غيرحقيقي آهي، تيئن

ادب جي مختلف النوع تعريفن ڪـي تعبير جون مختلف شڪليون سڏي سگهون ٿا. اگر ڪي اختلاف نظر اچن ٿا، تہ پوءِ اهي يقيناً ڪنهن ضعفِ مطالع، يا منطقي عدم تطبيق ۽ ذهني مغالطي مان پيدا ٿيا هوندا. ان ۾ قصور محض اسان جو آهي، حقيقت بهرحال حقيقت ئي آهي.

ادب جون ٻہ حيثيتون. ادب جي تعريف ۽ فني حد بنديءَ متعلق، هڪ قسم جي ٻي بہ مغالطي آميز راءِ ادبي حلقن ۾ موجود آهي، جنهن موجب ڇيو وڃي ٿو تہ ادب جون تعبير جي خيال کان ٻہ حيثيتون آهن ــ هڪ فني، ۽ ٻي سماجي. انهن عالمن جا دلائل بہ ڏنا ويا آهن، پر لڪو ان تقسيم ۽ تفريق جو ڪو قابلِ قبول تاويل پيدا ٿي سگهيو آهي، ۽ نڪو ڪو عالم ۽ اديب ان 'دُئيءَ' ۾ تطبيق پيدا ڪري سگهيو آهي. زندگي هڪ وحدتِ عظميٰ آهي: ان جي ترجمانيءَ ۽ عڪاسيءَ لاءِ، يا ان جي سهيڙڻ ۽ سنوارڻ لاءِ، يا ان جي بقاءَ ۽ بچاءَ لاءِ، يا ان جي ارتقاء ۽ استبقاء لاءِ، 'فن' ۽ 'سماج' جي وحدت آميز خدمت ئي مفيد ٿي سگهي ٿي. سماج جو اگر زندگيءَ سان تعلق آهي، تہ پوءِ اهو فن آهي کهڙي ڪم جو، جنهن جو براهِ راست ڪو تعلق تہ نہ هجي، البت ذوقيہ قسم جو، فروعي ۽ ضمني واسطو هجي ــ ۽ پوءِ اهو هجي بہ پلي دور از ڪار! حاصل ڳالهہ اها آهي تہ ادب جي سماجي ۽ فني طرح تفريقي تعريف ۾ نڪا تطبيق پيدا ٿي سگهي ٿي، ۽ نڪو ارتقا پسند شعور ان شتر-گربہ ڪي عمرانيات جي روشنيءَ ۾ مفيد ۽ ڪارآمد ئي سڏي سگهي ٿو. اگر تخليق تي سماجي تقاضائن (جن ۾ ڪي غلط هونديون، ۽ ڪي صحيح ٿينديون) ڪي اندي جي لٺ وانگر ڦهڪائبو، تہ پوءِ اها تخليق محض اخباري قسم جي ٿي سگهي ٿي، ۽ ٻين ڪي فقط 'جاڻ براي جاڻ' تائين تہ ڪمائتي ٿي سگهي ٿي، يا ماڻهن جي ضعفِ مطالعہ ۽ ناقص قوتِ فيصلہ تي پروپئگنڊا جو ملمع تہ چاڙهي سگهي ٿي، پر زندگيءَ ۽ ان جي فڪري ۽ عملي تقاضائن لاءِ نڪو محرڪ ۽ فعال حيثيت حاصل ڪري سگهي ٿي، ۽ لڪو حيات پرور ۽ زندگي بخش اثرات پيدا ڪري سگهي ٿي: لکي، ڇپي، پڙهي وئي ــ الله الله، خير صلاح! ان ڪي تہ سچ پچ ادب ۽ تخليق ڪين چئي سگهبو.

ان تعريف ۽ وضاحت جـي مقابلي ۾ ڪن جو چوڻ آهي تہ ادب ۽ سماجي ۽ افادي قدر ۽ پهلو اگر مقصدي حيثيت سان ظاهر ظهور آڻبا تہ پوءِ فن صفا مري ويندو: فني لوازمات نباهي نہ سگهبا، ۽ اهو ادب محض دقيانوسي وعظ يا اخلاقيات جو فرسوده مسئلو بنجي ويندو، جنهن ڪي ادبي تخليق سڏڻ تڪلفِ بيجا چئي سگهبو.

تعريف ۽ توضيح جي اها غلط بيني ۽ مغالطہ آميز لغزش آهي، جنهن انتها پسندي پيدا ڪري، احتياط ۽ اعتدال واري صحيح ۽ حقيقي راهہ لتاڙي آهي. ان سان گڏ، فڪري جزالت جي گهٽتائيءَ ۽ تنقيدي شعور جي ناقص هئڻ سان گڏ، سماجي عوامل جي ڇنڊڇاڻ نہ ڪري سگهڻ جي ڪري، اهڙا غير مفيد ۽ غير تعميري، جمود آور ۽ سڪون آميز اختلافي مسئلا پيدا

ٿيا آهن، جي اڳتي هلي ادبي حلقن لاءِ مستقل علمي، ادبي، فڪري ۽ تخليقي موضوعات بڻجي چڪا آهن. حالانڪ تخليق جي زندگي بخش 'نفاذ ۽ طريقِ استعمال' تي ئي زياده ڪاوش ڪرڻ گهرجي ها، جنهن کي نظرانداز ڪري، محض ادب ۽ فن جي 'تعريف ۽ تعارف' ۾ ئي پنهنجيون فنڪارانہ عظيم صلاحيتون صرف ڪيون وڃن ٿيون.

ٻ ـ مڪتبِ فڪر. ادب مقصد آهي يا ذريعو آهي، هيئت کي اهميت حاصل آهي يا مواد کي، ادب افادي پسند آهي يا جمالياتي، ۽ ادب ۾ انفراديت کي ترجيح حاصل آهي يا اجتماعيت کي: اهي ۽ اهڙا ٻيا ڪئين سوال اٿاريا وڃن ٿا، جن جي بنياد تي ٻ ـ مڪتبِ فڪر قائم ٿي چڪا آهن، جن مان هرهڪ پنهنجي ٻئي مدمقابل جي ادبي نظريات کي ڪفر کان گهٽ نٿو سمجهي. فقط تناقص ۽ تضاد جي آڙ وٺي، ٻئي مدرسه فڪر تي نہ فقط نڪتہ چيني ڪئي وڃي ٿي، پر 'تبرا' ڪرڻ کان بہ احتراز نٿو ڪيو وڃي. فقط پاڻ کي ئي حقيقت پسند سمجهڻ، پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ قسم جي فني خوش فهمي ۽ خود پسندي ئي آهي. ظاهر آهي تہ اهڙيءَ انانيت ۽ انتها پسنديءَ کي ڪوبہ اهلِ فڪر، ڪنهن بہ تاويل ۽ توجيهہ جي ماتحت، جائز ۽ مفيد نٿو سڏي سگهي.

اختلاف راءِ. اختلاف جو تہ هوئن هرڪنهن باشعور ۽ صاحبِ ذوق عالم کي حق آهي، پر اختلاف راءِ جون بہ ڪي منطقي ۽ عمراني حد بنديون ضرور آهن، جن کي لتاڙڻ سان اختلاف راءِ جو رڳو وڃي ٿو نالو رهي. دراصل اهو اختلاف رڳو 'اختلاف راءِ' ئي، پر هڪ معاندانہ ۽ انتها پسنديءَ وارو فساد انگيز رد عمل بڻجي وڃي ٿو. ظاهر آهي تہ اتي پهچي ڪري اختلاف راءِ مان اها فني ۽ تعميري جزالت ۽ افاديت ختم ٿي وڃي ٿي، ۽ پوءِ ادب ۾ هڪ قسم جي طبقاتي ڪشمڪش پيدا ٿي وڃي ٿي، جا ڪنهن بہ اصول ۽ قانون جي نڪا پابند رهڻ گهري ٿي، نڪو اهڙي اختلاف مان ڪو ڪارائتو ۽ مفيد نتيجو ئي اخذ ڪري سگهجي ٿو ـــ ادب لاءِ توڙي سماج لاءِ. اهڙي اختلاف مان نڪا هوند نڪو حاصل. افسوس آهي تہ اسانجن ادبي حلقن ۾ اهڙي قسم جي انتها پسنديءَ ۽ خود پسنديءَ جي ڪري ادبي طبقاتي ڪشمڪش بہ پيدا ٿي چڪي آهي، ۽ ڪجهہ عداوت ۽ انانيت بہ، جا هرحال ۾ ادب لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيندي ـــ اڄ بہ ۽ سڀاڻي بہ، هرحال ۾ ۽ هميشه لاءِ، اسان جي لاءِ ۽ اوهان جي لاءِ، اچڻ لاءِ ۽ پوين لاءِ، تا ابد الاباد!

انهن فروعي اختلافن مان تنقيد جي هڪ دلخراش ۽ غير تعميري طرح پڻ پئجي چڪي آهي، جنهن ۾ افاديت گهٽ، ۽ ذاتيات جو دخل زياده رهي ٿو. فڪري جزالت ۽ مجتهدانہ راءِ سان ڪيل تنقيدون تہ ادب لاءِ زندگي بخش ثابت ٿين ٿيون، پر ذاتي ۽ شخصي جواب ۽ جواب الجواب واريون تنقيدون غيرافادي بہ آهن، ۽ غير ادبي بہ، جن مان ڪوبہ ڪڙ تيل نٿو نڪري. ادبي دنيا ۾ اهڙا اختلاف هر دور ۾ پيدا ٿيندا آيا آهن؛ پر هن دور ۾ جنهن

انتهاپسنديءَ جي غلط ۽ غير علمي اختلافي روش نظر اچي ٿي، اها اعتدال کان گهڻو ٽڙو هٽيل آهي، جنهنڪري هڪ قسم جي فرقي بندي پيدا ٿي چڪي آهي، ۽ اها فرقي بندي ۽ ڪشمڪش ادب ۽ فڪر لاءِ زوال جو سبب ٿي چڪي آهي.

افراط ۽ تفريط جي ٻنهي زاوين ۽ نظرين کي نظرانداز ڪري، اگر ڏسجي ته هر تخليق سان ڪو نه ڪو مقصد ضرور وابسته نظر ايندو، جنهن کي اڳيان رکي ڪو فنڪار تخليق ڪري ٿو. ايترو آهي ته بعض اوقات فنڪار پنهنجيءَ تخليق جي شعوري تجزيي کان بہ غير واقف رهندو آهي، يا تحرير جي مقصد کي بيان نہ ڪري سگهندو آهي — ان جي ڇنڊڇاڻ نقاد ئي ڪري سگهندا آهن — پر، هر حال ۾ ائين ضرور چئبو تہ ڪونہ ڪو مقصد ضرور آهي، جو لکڻ تي آماده ڪري ٿو. ڪنهن ادب کي غير مقصدي ادب سڏڻ، منطقي ۽ نفسياتي طور هڪ غلط ۽ لغو فيصلو ٿيندو: ڪو نہ ڪو مقصد ضرور ٿئي ٿو، جنهن کي پڙهندڙ تائين پهچائڻ لاءِ تخليق ڪئي وڃي ٿي، ۽ جنهن سان روشناس ڪرائڻ، جنهن کان متاثر ڪرڻ، جنهن ڏانهن توجهہ ڏيارڻ، فنڪار جي اڳيان مکيہ سوال جي حيثيت رکي ٿو.

هيئت. ان مقصد سان گڏ هيئت جو سوال بہ خود بخود حل ٿي وڃي ٿو. مواد جي حيثيت هڪ خام ۽ ناپخته اسباب وانگر آهي، جنهن کي فني مهارت ۽ هيئت سان پيش ڪرڻ ضروري آهي، جيئن پڙهندڙن جون دليون ۽ دماغ ان جي مطالعي کان متاثر ٿي، آسودگي حاصل ڪن، هو سوچڻ لاءِ مجبور ٿين، منجهن تنقيدي شعور وڌي، ۽ 'ڇا نہ هئڻ گهرجي، ڇا هئڻ گهرجي' ڏانهن سندن ذهن منتقل ٿين. ائين بيشڪ آهي تہ اگر لطافت ۽ برجستگيءَ سان هيئت کي نہ نباهيو ويو، تہ پوءِ نڪو تاثر پيدا ٿيندو ۽ نڪو مقصد حاصل ٿيندو. ادب ۾ هيئت کي بس ايتري ئي اهميت حاصل آهي، پر اصل مدعا آهي، تخليق کي افادي بنائڻ. ان افاديت کي تڪميل تي پهچائڻ لاءِ جمالياتي رنگ کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي.

ادب جو قدر ۽ معيار في نفسه، تہ 'ڇا آهي' سان پرکبو، پر جيستائين 'ڪهڙيءَ طرح' نباهڻ جو قيد نہ ايندو، تيستائين مقصد ۽ ان جي معنويت جو ڪو بہ صحيح تصور ئي پيدا ٿي نٿو سگهي. اسان جي ادبي ۽ تنقيدي موضوعات ۾ ادب، مواد، موضوع، هيئت، ذريعو، مقصد، جماليات، ۽ 'ڇا' ۽ 'ڪهڙيءَ طرح' جهڙن اهم مسئلن جو زير بحث رهڻ تہ لازمي امر آهي. ان کان ڪير انڪار ڪري سگهي ٿو تہ اعليٰ تر مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اگر ادب هڪ 'وسيلو' آهي، تہ پوءِ ان عارضي ذريعي کي ڪڏهن ڪڏهن 'مقصد' بہ بنائي سگهجي ٿو — قريبي، خارجي، ۽ مادّي مقصد، جنهن سان ئي انهيءَ صوري ۽ معنوي مقصد کي حاصل ڪرڻ آسان آهي، جنهن جو ڪيس ذريعو ۽ وسيلو قرار ڏنو ويو آهي. اگر اصل چيز 'مواد' آهي، تہ پوءِ، ان کي ڪنهن سهڻيءَ هيئت سان پيش ڪرڻ کان سواءِ، ٻيو ڪهڙو فارم يا روپ پيدا ڪري سگهجي ٿو؟ اگر هيئت جي معنوي ۽ صوري زيبائش ۽ جمالياتي تنوع کي نظرانداز ڪيو ويو، تہ پوءِ چئبو تہ مواد جي ترتيب ۽ تبويب سان ناانصافي ڪئي ويئي، ۽ پڙهندڙن جي ذوقِ جمال کي نظرانداز ڪيو ويو. باقي رهيو هيئت جي متنوع ۽ مختلف الحال صورتن

جو سوال، سو اهو ته وابسته آهي مواد سان. مواد خود بخود اديب ۽ فنڪار جي فعال ۽ توجهه ڪندڙ قوتن کي آماده ڪري ٿو، ۽ پوءِ ڪانه ڪا هيئت ضرور پيدا ٿي پوي ٿي. ان هيئت جي تراش خراش لاءِ نڪا مغزماري ڪرڻي آهي، ۽ نڪو ان جو نزول ڪو الهامي يا آسماني آهي؛ هر لڪندڙ لاءِ ڪانه ڪا هيئت ضرور پيدا ٿي پوي ٿي.

انفراديت ۽ اجتماعيت. ان کان پوءِ اچون ٿا ادب جي انفراديت ۽ اجتماعيت تي. ان مسئلي متعلق به ڪافي موشگافيون ڪيون ويون آهن. جيستائين حقائق جو سوال آهي، انهين چوڻ وڏي غلطي آهي تـه 'فرد' جداگانه چيز آهي، ۽ 'معاشري' جو ڪو علحده دائرهٔ عمل آهي. افسوس اهو آهي ته نه فقط بعض حلقن طرفان ادب کي انفرادي ۽ اجتماعي اصولن آهر پرکيو وڃي ٿو، پر ان تي دلائل به قائم ڪيا وڃن ٿا.

هن قسم جو بحث سياسيات ۾ ته ٿي سگهي ٿو، جتي هڪ فرد پنهنجي مفاد لاءِ ڪڏهن انفرادي ٿو بڻجي ته ڪڏهن اجتماعي، پر ادب ۾ اهڙي قسم جي ڪا گنجائش نه ڪانه آهي.

سماج. اعتدال ۽ احتياط واري راهه اها ٿـي سگهي ٿي تـه ادب انفرادي بـه آهي، ۽ ساڳئي وقت اجتماعي به آهي. انفرادي هن ڪري چئجي، جو 'هڪ ذهن' مان پيدا ٿئي ٿو؛ ڪا جماعت گڏجي ڪانه ٿي تخليق ڪري؛ سماجي ۽ اجتماعي هن ڪري، جو تخليق جو مواد سماج مان ئي پيدا ٿئي ٿو. اديب سماج لاءِ ئي لکي ٿو، سندس فڪر ۽ فن جا سرچشما سماج مان ئي پيدا ٿين ٿا. ان حيثيت سان ادب کي سماجي عمل به چئجي ٿو ۽ مادّي به، جو عمل ۽ رد عمل جي لازم ملزوم حيثيت سان ارتقا ڪري ٿو، وڌي ٿو، ۽ سماج جي علم و فڪر جي مختلف النوع موضوعات تائين پهچي ٿو. اتي اچي، ادب کي انفرادي يا اجتماعي مقصد سڏيو يا ذريعو سڏيو، حقيقت جي وحدت هرحال ۾ قائم ۽ دائم رهندي؛ منتقي تعريفون ڀلي ته جدا جدا ٿينديون رهن، انهن جي ڪثرت سان حقيقت جي وحدت گم نٿي ٿئي.

ادب جي سماجي سرچشمن سان آبياري ڪندڙ اديب، افادي ۽ جمالياتي به ٿئي ٿو. ته انفرادي ۽ اجتماعي به ٿئي ٿو. ان کان سواءِ، منجهس اجتهادي ملڪو به پيدا ٿئي ٿو، ۽ 'زمان ۽ مڪان' سان گڏ هلي سگهڻ جهڙو رهي ٿو؛ ڇا لاءِ ته جو ادب موجود زمان ۽ مڪان مان پيدا نٿو ٿئي، اهو ماورائيت جي طلسماتي رنگ-محل جي پيداوار آهي. حالانڪ اديب پنهنجي دور ۾ سوچي سگهي ٿو، پنهنجي مڪان سان وابسته رهي ٿو، ۽ پنهنجي 'زمان' جي مقتضيات آهر اجتهادي حيثيت سان تغيرپذير رهي ٿو، تنقيد ڪري ٿو، خامين ۽ ڪوتاهين تي انگشت نمائي ڪري ٿو، ۽ تعمير ۽ نيڪيءَ ڏانهن توجهه ڇڪائي ٿو. ان حيثيت سان اديب تي فرض عائد رهي ٿو ته هو زمانه شناس ٿئي، ۽ مستقبل ڏانهن بـه نظر رکندو رهي؛ حال، ماضيءَ ۽ مستقبل ۾ زندگي بخش ربط قائم رکڻ جهڙو شعور پيدا ڪري، ۽ زندگيءَ کـي تيز نظر ۽ روشن دماغ سان ڏسندو رهي. رڳو خيال ۽ حال جـي عالم ۾ مستغرق رهڻ سان، بيشڪ، پنهنجي انفرادي تاثرات کان آگاهي تـه ٿي سگهي ٿي، پر زندگيءَ جي پوري ۽ اجتماعي

عڪاسيءَ لاءِ تہ سماج جي زندہ ۽ موجودہ، متحرڪ ۽ فعال عناصر ڪي مطالع ڪرڻ اديب لاءِ لازمي امر آهي. ان سلسلي ۾ غريبن جي جهوپڙي ۽ هاريءَ جو ڪيٽ، مزور جو ڪارخانو ۽ تعليمگاہ جو سطحي نگارخانو، مذهبي اجارہ دار ادارا، ۽ خانقاهي نظام ڪان وٺي رياست ۽ سياست جي پُر پيچ وادين تائين سير ڪرڻ ضروري آهي، جن ۾ اڄڪلهہ جي زندگي گهڙيون گهاري رهي آهي. اهڙي قسم جي تخليق ۾ دينيات، فلسفو، تاريخ، شعر و شاعري، عمرانيات، سياسيات وغيرہ اچي وڃن تہ بہ بجا آهي، پر بک ۽ بيروزگاري، آہ و فغان ۽ رنج و علم، درد و ڪرب ۽ جبر ۽ اڪراہ، ظلم ۽ استبداد جون وارداتون اڳيان اچن، تہ پوءِ انهن ڪي بہ برداشت ڪجي. هڪ غلط سماجي نظام جون اهي بہ زندہ ۽ متحرڪ منفي حقيقتون آهن: انهن ڪي اگر اديب نظر انداز ڪري ڇڏي، تہ پوءِ پيو ڪير آهي جو اصلاح ۽ فن جي شمع ڪي روشن ڪندو؟

ادب جون بلند تر لڳاهون اجا بہ اڳتي وڃن ٿيون. ادب عقلي، ذهني، علمي، اخلاقي، تمدني، معاشي، معاشرتي ۽ مذهبي مسئلان تي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ سان گڏ، سماجي فڪر ۽ شعور ڪي مهميز ڏيڻ لاءِ بہ اڳتي وڌي ٿو، ۽، من حيث‌المجموع، جي غلط قدر زندگيءَ ڪي لاس ڪندا رهن ٿا، تن تي بہ ضرب لڳائي ٿو: غربت، جهالت، بک ۽ بيروزگاري، ياسيت، قدامت پرستي، جاهلانہ تقليد ۽ معاشي بحران جا عنوان بہ قائم ڪري ٿو، ۽ پوري عالم انسانيت ڪي متاثر ۽ متوجہ ڪرڻ لاءِ ’صور اسرافيل‘ بنجي للڪاري بہ ٿو، ۽ مٿلن ڪي آثاري بہ ٿو. ظاهر آهي تہ ادب جي ان حقائق آفرين نقد و نظر ڪي بہ انسان دوست ئي چئي سگهجي ٿو.

ادب جي حيثيت اتي اچي، ان حڪيم واري ٿئي ٿي، جو لشتر ۽ مرهم ڪي حسب حال استعمال ڪندو رهي ٿو. گندي مواد خارج ڪرڻ لاءِ نشتر هڻي ٿو، ۽ زخم ڪي ميسارڻ لاءِ مرهم لڳائي ٿو. حڪيم جي محبت هرحال ۾ انسانيت گير رهي ٿي. اديب بہ ان طرح آهي. في ذاتہ، لفرت ۽ حقارت، محبت ۽ جانبداريءَ جو تہ ڪو سوال ئي نٿو آٿي سگهي. هو ڪنهن انسان سان دشمني رکي نٿو سگهي — البت، سندس افرت وقت جي اهڙن فردن ۽ گروهن لاءِ ضروري ٿئي ٿي، جي انسانيت ڪي تچ ٿا سمجهن، ۽ بين الاقوامي ۽ همہ گير انساني شعور ڪي دبائڻ چاهين ٿا.

حاصل ڪلام تہ اديب گهري ٿو انسانيت آموز ۽ محبت آفرين معاشرو، جتي انسانيت هجي، محبت هجي، امن هجي، ايمان هجي، اخوت هجي، ۽ آزادي هجي.

[مهراڻ: نمبر ٣ ۽ ٤، سال ١٩٦٠ع

---

# ١٩٦١ع

## ١- ١٩٦١ع

## نئون سال

هي عالم گوناگون رنگينين جو مظهر آهي. هر هڪ مظهر پنهنجي عجائبات جو حامل ۽ تغير پذير قدرن جو خالق آهي. زندگي هڪ روان ۽ دوان، مسلسل ۽ لامنتها عمل ۽ رد عمل آهي، جنهن جي ابتدا موهوم ۽ انتها لا معلوم. عدم ۽ وجود جو هي فلسفيانہ يا مذهبي تعبير، هر دور ۾ عالمن ۽ دانشمندن لاءِ توجهہ طلب رهندو آيو آهي؛ پر فڪري ۽ فلسفيانہ موشگافين جو سارو حاصل مطلب اهو آهي تہ

ڪس نہ ڪشود، نہ ڪشايد بحڪمت اين معما را.

اها مامَ لهايت معنيٰ خيز آهي، پر عقل وارن لاءِ.

انسان، زندگيءَ جي خلعت فاخره پهري، زمان ۽ مڪان جي گردش دوران ۾ سرگردان، حيران ۽ پريشان، نالان ۽ دست بگريبان آهي. سندس جدوجهد ۽ تگ و دو، زمان ۽ مڪان جي تغير پذ يرارتقا ۾ هڪ دائمي عمل، مثالي عمل، ۽ حقيقي عمل جي حيثيت رکي ٿو. مظاهر فطرت کي مطالع ڪندي، ڏسندي وائسندي، واچيندي ۽ ووڙيندي، لکها سال لتاڙيا اٿس. سندس ان مطالعي، تجربي، مشاهدي ۽ تلاش، مختلف علمن ۽ فنن کي جنم ڏنو آهي. ان حساب سان اسين پنهنجن بزرگن جي لکها ورهين واري مطالعي ۽ شعور جا حقيقي وارث بہ آهيون ۽ ناقد بہ آهيون، ڇو تہ انهن جي فيصلن ۽ نتيجن کي علم ۽ مطالعي جي دنيا ۾ وڏي حيثيت حاصل آهي، ۽ رهندي بہ. بلڪل ان وانگر، اسان جي تنقيد ۽ تحقيق وري آئيندي دور لاءِ ماضيءَ جو شاندار ورثو بڻجي ويندي. اسان جا ايندڙ نسل اسان جي علم ۽ تلاش، تجربي ۽ مشاهدي جو تنقيدي جائزو ائين ئي وٺندا، جيئن اسين پنهنجن اڳين بزرگن جي فڪري ڪاوشن کي جديد مقتضيات آهر سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا، ۽ پرکيون بہ ٿا. سکڻ ۽ پرکڻ جا اهي معيار ۽ قدر، اسان جا ۽ اسان جي دور جا اهي بنيادي عناصر آهن جن ۾ اسان جي زندگي، چڱي يا مٺي، 'وقت' گذاري رهي آهي.

'وقت' پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ زنده ۽ جاودان حقيقت آهي، جنهن کي اسين زماني جي اضافي تقسيم سان بيان بہ ڪريون ٿا، ماپيون بہ ٿا، ۽ سندس ملهہ بہ ڪريون ٿا؛ حالانڪ جاچ ۽ ڪَٿَ جا اهي گز ۽ ماپا، وٽ ۽ توراڙا، اسان جا پنهنجا ذهني پيمانا آهن — محض اضافي نسبتي ۽ غير حقيقي! اها راءِ دراصل هڪ ازلي ۽ ابدي حقيقت آهي، محض فلسفيانہ موشگافي نہ آهي، نڪا سائنسي لنتراني.

اسان پنھنجيءَ سھولت لاءِ، ماپ ۽ تور جي ذھني پيمانن سان، اڄ ۽ سڀاڻي، ڪالھ ۽ پرھينءَ کي جنم ڏنو: ھفتا، مھينا، سال ۽ صديون گھڙي ورتا؛ ۽ روشن خياليءَ جو ثبوت ڏيندي، 'ماضي ۽ حال ۽ استقبال' چئي ويٺاسون — حالانڪ نڪو 'ماضيءَ' جو وجود، لکو 'استقبال' جو وجود: اگر ڪجھ آھي ته اھو 'حال' آھي، جنھن ۾ اسين آھيون، ۽ جو اسان ۾ آھي: اسان کان سواءِ، حال بي معنيٰ ۽ 'حال' کان سواءِ اسان جو وجود لا يعني! ھن عظيم فلسفيانه حقيقت کي اسان جي سنڌي عارف، شاھ لطيف، ٻه صديون اڳ ھن طرح بيان ڪيو آھي:

ڪنين ماضي من ۾، ڪنين استقبال،
حيف تنين جي حال، جن وساريو حال کي.

شاھ، پنھنجيءَ عظيم تنقيدي نظر سان 'زمان' جي تسلسل ۽ بي ربط تقسيم ڏانھن اشارو ڪيو آھي. سنڌ جي ٻئي دانشمند صوفيءَ، صديق فقير وري ھن طرح ورجايو آھي:

جيڪي آھي 'اڄ'، سو سڀان ناھ، "صديق" چئي،
واڄي وانگر وڄ، مٿي ڪي مُرلي ڪري!

'اڄ ۽ سڀان' جي ان اضافي چنڊچاڻ ۾ اسان جي سنڌي دانشمندن انسان جي عظيم جدوجھد کي مقصود بذات قرار ڏنو آھي، ۽ نه زماني جي قُرب ۽ بُعد کي ڪا اھميت بخشي آھي. اجھو، جنھن کي 'اڄ' ٿا سڏيون، سو سڀاڻي تي 'ڪلھ' ٿي ويندو! چند گھڙين جي گذرڻ کي 'اڄ'، 'سڀان' ۽ 'ڪلھ' سڏي، اسان انساني زندگيءَ ۽ ان جي پيچيدن مسئلن جو ڪھڙو حل پيدا ڪيو آھي؟ — ان کي ڪي سمجھُو ئي سمجھي سگھن ٿا. اجھو، سچل بادشاھ ھن طرح ٿو مھميز ڏئي:

سچن ماضي ڪينڪي، نڪو استقبال،
لکو ناھي لوڪ ڪؤن، انھن جو احوال.

انساني جدوجھد کي 'زمان' جي اضافي نسبتن سان ماپڻ، منطقي طور به صحيح نه آھي. ھر عمل جي 'ڪيفيت' ۽ 'ڪميت' ان جي افاديت ۽ دقت پسنديءَ سان لازم آھي. لوھ جي ڏکر کي گرم ڪري، مترڪن سان مروڙي، ميخ ناھڻ ۾ جا جھَٽ گذري ٿي، اُن 'جھَٽ' کي تخليقي حيثيت کان ڇا چئبو؟ ڪھڙي قدر ۽ ڪھڙي معيار سان ان 'وقت' جو وزن ڪبو؟ — جڏھن اُن 'ميخ' جي مادي حيثيت سان، ھليءَ چليءَ موجب قيمت ٿيندي، رڳا چار ڏوڪڙا! آيا چئن ڏوڪڙن کي معيار ۽ قدر مقرر ڪري وقت ۽ وَٽ جي قيمت ساربي، يا وقت جي تيز رويءَ کي اڳيان رکي، چئبو ته جڏھن ته 'ميخ' پندرھن منٽن ۾ جڙي راس ٿي آھي، تڏھن ان جو ملھ 'چار ڏوڪڙ' ڪٿڻ انساني ذھن جو مغالطو آھي: ھن وَٽ جي قيمت ته ڪو بادشاھ ڪٿي سگھي ٿو! ان جي مقابلي ۾ ڪو وينجھار، موتين کي پرڪي، ڪَچ کي ڪوري، ونڊي، سڳن ۾ سوري، ھڪ نوَ لکو ھار بنائي اچي ٿو اڳيان رکي، ۽ 'ميخ' جي مقابلي ۾ 'مھينا' لڳايو ڇڏي. سندس پرکڻ ۽ چنڊچاڻ، ونڊڻ ۽ ڪورڻ کي لوھ جي مترڪن واريءَ 'مروڙ-سروڙ'

سان پرکبو، تہ پوءِ اھوئي سطحي نتيجو نکرندو تہ جڏھن تہ 'وقت' تمام گھڻو لڳو آھي، تڏھن ھن جي قيمت، ميخ جي قيمت کان بہ گھٽ ھئڻ گھرجي — وڏ ۾ وڏ بہ ڏوڪڙ! بھرحال، اسان جي ذاتي ۽ ذھني ماپن ۽ توراڻن، 'وَٽ ۽ وقت، محنت ۽ افاديت' کي جڏھن تہ مٿئين قسم جي 'قدرن ۽ معيارن' سان پئي پرکيو آھي، جن ۾ 'کيفيت ۽ ڪميت' (quality and quantity) کي بہ نظرانداز پئي ڪيو ويو آھي، تڏھن اسان جو فيصلو ھرحال ۾ غلط پئي نڪتو آھي. ان صورتحال تي سنڌي عارف ڪان بہ رڙ نکري وئي آھي: چي،

ويا سي وينجھار، ھيرا لعل ونڊين جي!

اھي ھيرن ۽ لعلن جا ونڊيندڙ وينجھار ڇو ويا؟ جواب ڏنائين:

آگھيو ڪاٺو ڪَچ، ماڻکن موٽ تي،
پلئہ پايو سچ، آچيندي لڄ مران!

شاھہ، انھن وينجھارن جي بيقدري، ھنرمندن جي عدم مقبوليت، خريدارن ۽ شوقينن جي عدم بصيرت تي سخت چوٽ ڪئي آھي، جي ڪَچ ۽ سچ، ماڻڪ ۽ ڪاٺي ۾ فرق نہ ڪري سگھيا! جن وينجھارن جي وِنڊَ ۽ پُوڇَ کي لوھار جي مترڪن جي معيار سان پرکي، ملھہ ڪيو، تن مت ۽ ھڙ جي ڪُٽل خريدارن اڳيان سچ کي پلؤ ۾ پائي آچيندي، ڪو ھنرمند لڄ نہ مرندو تہ پلا جيئندو بہ ڇا؟ اڳتي ھلي 'شاھہ' چيو آھي:

تنين سندا پوئيان، سيھي لھن نہ سار،
ڪُٽن ڪَٽ لوھار، ھاٿي آنھين پيٽين!

ويچارن وينجھارن جي دُخاڻن تي لوھارن جي مترڪيبازي ۽ ڪُٽ ڪُٽان، وٽ ونان ۽ ھڻ ھٿان کي ڏسي، 'شاھہ'، جا مھميز ڏني آھي، اھا تازيانہ عبرت بہ آھي، ۽ سندس تنقيدي جزالت بہ. شال اسان ۾ بہ 'شاھہ' جو شعور پيدا ٿئي، ۽ اسين 'کيفيت ۽ ڪميت' جي معيارن سان وَٽ جو ملھہ ڪَٽي سگھون! 'رڍون مڙيئي ٻوٽَ ڪاريون' سھي، پر رڍ، رڳو 'ڪاري رنگ واري مُنھن' جو تہ نالو ڪونہ آھي! 'سَٽ ۾ تي ويھون' تہ ٺيڪ، پر رھڻ ۽ نکرڻ ۾ فرق تہ ضرور آھي. اھو 'فرق مراتب' آھي تنقيدي شعور، جو ويو تہ ھڙئي ھلاڪ!

ھر امر جداگانہ حکمے دارد،
گر فرقِ مراتب نہ کني، زنديقي.

عارفن 'فرق مراتب' نہ ڪرڻ کي لامذھبيت، الحاد ۽ زنديقيت سڏيو آھي. جنس جنس جو مُلھہ آھي. سنڌي سُگھڙ چون ٿا، 'بابا، مال تي مُلھہ آھي'. 'ماپي' جو ملھہ نہ آھي، پر 'وَٽ' جو ملھہ آھي. سون ۽ لوھہ جي مڻ ۾ ڪو صوري ۽ معنوي فرق ضرور رکبو، توڙي جو ماڻَ وارو وَٽ تہ ساڳيو 'مَڻ' ئي آھي. ھرحال ۾، ذوق نظر کي 'جنس' ڏانھن رکبو، ۽ نہ ماڻَ ۽ ماپَ ڏانھن.

اے اهلِ نظر، ذوقِ نظر خوب هے، ليکن،
جو شے کي حقيقت کو نہ سمجھے وه نظر کيا!

ڳالھہ شروع ڪئيسون زماني ۽ وقت جي، پر بحث وڃي ڪيفيت ۽ ڪميت جي فلسفيانہ موضوع تائين پهتو. حاصل ڪلام، چئي چڪا آهيون تہ اج ۽ سڀاڻ، ڪلھہ ۽ پرينءَ، راتيون ۽ ڏينهن، هفتا ۽ مهينا، سال ۽ صديون، جُڳَ جڳانتر، ڪل جڳ ۽ ست جڳ سميت آهن اسان جون ذهني پيمائشون، دماغي اختراع ۽ ٽڪاءُ، ورنہ زمانو آهي ازلي ابديت، ۽ ابدي ازليت! نہ ڪو ماضي، نہ ڪو حال، نہ ڪو استقبال — هڪ مسلسل ۽ لامنتها جدوجهد، تاڻوتاڻ ۽ هلهلان — لامحدود، غيرمڪون آشنا، روان ۽ دوان:

ازل ان کے پيچھے، ابد سامنے،
دمادم روان هے يمِ زندگي.

ابد بہ اهو وقت، ازل بہ اهو وقت. سنڌي عارف ڪهڙو نہ سچ چيو آهي:

جيڪس قيام مڙن، تہ ڪَرَ اوڏا سپرين!

’شاهہ‘ تہ ڪاريءَ قيام کي بہ ’اوڏو‘ پيو سڏي — پوءِ اها قيام، پلي تہ ست جڳ ۽ ڪل جڳ ڪان پوءِ اچي! پلي تہ سائنسدانن جي چوڻ موجب اربها ارب ۽ کربها کرب سال، سي بہ نُوري، گذري وڃن — ۽ هرنُوري سال جي ڊيگهہ چون ٿا تہ اسان جا مقرر ڪيل ڪروڙها سال!

بس، اهو آهي اسان جي وقت جو حساب ڪتاب، جنهن لاءِ پيا چئون تہ هفتو ٿيو، مهينا گذريا، ۽ ورهيہ لنگهي ويا! اها آهي حقيقت، ۽ بي آهي اسان جي ڪَٿ ۽ ماپ. حالانڪ يوناني ۽ عربي فيلسوفن تہ هزارين سال اڳ چئي ڇڏيو آهي — ’زمانو، حرڪت جي ’مقدار‘ جو نالو آهي، جا ’حرڪت‘ زماني جو هڪ ظهور آهي. اسان جو وجود بہ حرڪت جي هڪ مقدار سان ئي ’متعين‘ ٿئي ٿو، پيو ان ڪان وڌيڪ ڪجهہ ڪين آهي.‘

اهو آهي يوناني ۽ عرب فيلسوفن جو ٿلهو ليکو، جنهن کي بہ اسين تہ ڪين سمجهي سگهيا آهيون... جيف آهي اسان جي حال تي!

ڳالھہ ڪٿانئي، ٻارهن مهينا خير سان پورا ٿيا. اسين ۱۹۶۱ع جي نئين سال ۾ قدم رکي چڪا آهيون. ’مهراڻ‘ جو هي پرچو، هلندڙ سال جو پهريون پرچو آهي. ديرمدار جو فلسفو ۽ ڪَچ ماپ، ڪيفيت ۽ ڪميت جي لحاظ سان، ڪاٺي ۽ ڪچ، موتيءَ ۽ ماڻڪ جي ساهہ ۽ افاديت آهر پرکڻ گهرجي تہ پوءِ ليکو سولو آهي.

## مهراڻ.

’مهراڻ‘، هڪ فکري ۽ دانشمندانہ دعوت کي کڻي، سنڌي ادب ۾ ۱۹۴۶ع ۾ جنم ورتي، جمود ۽ بيحاليءَ جي خلاف مسلسل چوڏهن سالن کان ادب جي ترقي پذير قدرن کي پيش ڪندو رهيو آهي. ’مهراڻ‘ جن پاڪ نهاد اديبن جي ڪاوشن ۽ فني ڪوششن سان وجود ۾ آيو،

تن ۾ جناب عثمان علي انصاريءَ جو اسم گرامي سر فهرست آهي. سنڌي ادب ۽ ڪلچر جي هن ڄاڻوءَ، شاهه جي ڪلام ۽ پيغام جي محقق، سنڌي زبان جي منفرد اهل قلم، 'مهراڻ' جو سنگ بنياد ان وقت رکيو، جڏهن سنڌي ادبي بورڊ جي موجوده هيئت ڪانه هئي، ۽ 'سنڌي مرڪزي صلاحڪار بورڊ' جي اڃا ابتدائي تشڪيل مس ٿي چڪي هئي، جنهن جو مکيه روح روان به انصاري صاحب پاڻ هو. سندس توجهه ۽ تربيت، خدمت ۽ جدوجهد سان هڪ طرف سنڌي ادبي بورڊ وجود ۾ آيو، ۽ ٻئي طرف 'مهراڻ' سنڌي ادب لاءِ 'سنگ ميل' جي حيثيت حاصل ڪري، دنياي ادب ۾ هڪ مثالي پرچو شمار ڪرڻ ۾ آيو. 'مهراڻ' جو موجوده بلند معيار ۽ افادي مقام دراصل ان دور جو سرهون منت آهي، جنهن دور ۾ ڪنهن سنڌي رسالي ڪي شايع ڪرڻ جُوي شير وهائڻ کان گهٽ دقت پسند ڪم ڪين هو. 'الفضل للمتقدم'.

'مهراڻ' جي ابتدا مارچ ۱۹۴۶ع ۾ ٿي. ايڊيٽوريل بورڊ ۾ جناب عثمان علي انصاري، مولانا دين محمد وفائي، پروفيسر هرومل سدارنگاڻي ۽ مسٽر لالچند امرڏنومل جڳتياڻي هئا. ان جو ٻيو دور ۱۹۵۵ع ۾ شروع ٿيو، جو باقاعدي ۽ مسلسل هن وقت تائين قائم ۽ دائم آهي. اِن دور ۾ جويو صاحب، علامه دائود پوٽو مرحوم، ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ سيد حسام الدين راشدي صاحب، يڪي بعد ديگر، 'مهراڻ' جي ادارت ڪندا آيا آهن. 'مهراڻ' ٻنهي دورن ۾ معنوي ۽ افادي حيثيت سان معياري رهيو، پر، جڏهن ته پڙهندڙن جو علمي معيار ۽ ادبي ذوق هر حال ۾ جدا جدا ٿئي ٿو، تڏهن لازمي طور ڪن دوستن کي ڪي اوڻايون به نظر آيون هونديون، نه ته هر ڪنهن حلقءِ خيال وٽ 'مهراڻ' کي قدر ۽ تحسين جي نگاهه سان ڏٺو ويو آهي. پسند ۽ نظر جو اهو فرق جڏهن ته لازمي امر آهي، تڏهن، مخلصانه جدوجهد ڪندي، نه ڪنهن وقتي مسرت جي گنجائش رهي ٿي ۽ نه ڪو غم جو جهوراڻوئي ويجهو اچي ٿو.

ادب جڏهن ته زندگيءَ جو سنواريندڙ ۽ معمار آهي، تڏهن، ان جي خدمت ڪندي، زندگي بخش ۽ فڪر انگيز مواد کي سهيڙيندي ۽ سنواريندي، روح کي ايتري طمانيت پهچي ٿي، جا سڀ ڏک سور ميٽي ٿي ڇڏي. البت، اهل ذوق پڙهندڙن جي تحسين کي حوصلہ افزائيءَ جي مترادف ضرور سمجهيو ويو آهي.

'مهراڻ'، سنڌي ادبي بورڊ جو مثالي ۽ مقبول عام پرچو آهي، ۽ اشاعت جي سلسلي ۾ خود سنڌي ادبي بورڊ لاءِ 'علاماتي حيثيت' حاصل ڪري چڪو آهي. هونئن ته ادبي دنيا ۾ ڪيئي ادارا آهن، جي علمي ادبي ڪتاب پيا شايع ڪن. انجمن ترقيءِ اردو، پنجاب ايڪڊمي، پشتو ايڪڊمي، بلوچي ايڪڊمي، گجراتي مرڪز ۽ بزم ترقيءِ ادب اردو جي خدمتن کان هرڪو واقف آهي. پر انهن وٽ، ڪتابن کان سواءِ، 'مهراڻ' جهڙو ڪو علمي ۽ ادبي رسالو ڪونه آهي. اهو شرف فقط 'سنڌي ادبي بورڊ' کي حاصل آهي، جنهن جي رسالي 'مهراڻ' جو معيار نهايت بلند آهي، ۽ سندس معيار ۽ ساک، شهرت ۽ مقبوليت سان هند ۽ سنڌ جو ڪوبه

رسالو برميچي نٿو سگهي. هونئن ب، پاڪستان جي علاقائي زبانن ۾ نہ ايترو معياري ادب آهي، ۽ نہ وٽن ايترا اديب ئي آهن، جن جي ڪاوشن ۽ علمي تحقيقات سان هوند 'مهراڻ' جهڙو ڪو شاندار پرچو شايع ڪري سگهن.

'مهراڻ' جي ان بلند معيار ۽ ادبي خدمت لاءِ تحسين ۽ آفرين جو مستحق 'بورڊ' آهي، ۽ ان سان گڏ سنڌ جا اديب ۽ عالم، دانشمند ۽ فنڪار، جي ڪنهن انعام ۽ لالچ، معاوضي ۽ امداد جهڙيءَ پست جاذبيت کان سواءِ، فقط ادب ۽ سنڌي زبان جي خدمت لاءِ ايترو شستہ، معياري، تعميري ۽ اعليٰ درجي جو مواد پهچائين ٿا، جنهن جو عشرعشير بہ هند ۽ سنڌ جي ڪنهن ماهوار يا سماهي رسالي کي پلئہ نٿو پئجي سگهي.

علاقائي ادب ۾ 'مهراڻ' جي اها معياري حيثيت، سنڌ جي اديبن، مفڪرن، مؤرخن، محققن، شاعرن، فنڪارن ۽ سگهڙن جي مخلصانہ تعاون جو نتيجو آهي، جي سنڌي ادب جي نشو و نما ۽ ارتقا لاءِ رات ڏينهن نئين نچوئي عملي جهاد ۾ مصروف آهن، جي جديد دور جي بين‌الاقوامي، لساني ۽ ادبي تقاضائن کي سمجهن ٿا، ۽ جن جو اهو عقيدو آهي تہ اسان جي قومي زندگيءَ ۽ تهذيبي ۽ ثقافتي تازگيءَ جو مدار لساني ورثي تي آهي.

اها بہ حقيقت آهي تہ هن دور ۾ لسانيات ۽ ادب جي ميدان ۾ پاڪستان جو علاقائي ادب ۽ ان جا اديب — سنڌي، پنجابي، گجراتي، بلوچي، ۽ پشتو وارا — لساني جهاد ۾ مصروف آهن، ۽ پنهنجن لساني حقن لاءِ ادبي طور مخلصانہ نموني ۾ ڪم ڪري رهيا آهن، پر سنڌي اديب الهن کان گهڻو اڳتي وڌي چڪا آهن. ان سلسلي ۾، اردو ۽ بنگاليءَ جي امتيازي مقام کان قطعہ نظر، پنجابي ايڪيڊمي، گجراتي مرڪز ۽ بلوچ ايڪيڊمي سبقت جي گوءِ کڻڻ لاءِ مصروف آهن؛ حالانڪ اردو ۽ بنگاليءَ جهڙين سرڪاري زبانن کان سواءِ، باقي سڀ علاقائي زبانون ۽ سندن ادب، سنڌي ادب جي مقابلي ۾ نڪو اهڙا قابل فخر لساني معيار رکن ٿيون، نڪو سندن ثقافت ئي اهڙي زندہ ۽ صحت بخش آهي، ۽ نڪو سندن ادبي قدر هن جديد دور جي عالمگير انساني قدرن جا حامل آهن. انهن جا ڇپيل ۽ اڻڇپيل ڪتاب گڏي اگر ڪو تخمينو ڪيو وڃي تہ پوءِ بہ سنڌي ادب سان، ڪيفيت ۽ ڪميت جي لحاظ کان، سندن ڪو مقابلو ٿي نٿو سگهي. باقي رهيو رسالي جو سوال، سو هيل تائين فقط "پنجابي" نالي رسالي جون چند اشاعتون نظر مان گذريون آهن. اهو رسالو بہ سندس ايڊيٽر، مولانا عبدالمجيد 'سالڪ' جي وفات کان پوءِ قريب قريب ختم ٿي چڪو آهي. باقي زبانن ۾، عليٰ هذالقياس.

اهڙي دور ۾ اهل قلم بزرگن کي بہ گذارش آهي تہ هو، روايات سابقہ موجب، پنهنجيءَ تحرير ۽ تخليق کي ذرا تيز ڪن؛ ڇا لاءِ تہ موجودہ سنڌي ادب ۽ سنڌي ثقافت جي زندگيءَ ۽ اشاعت جو سوال سندن فني ڪاوشن سان وابستہ آهي. سندن توجهہ سان ئي سنڌي ادب ۾ رسالا، مخزنون، اخبارون ۽ ڪتاب ڇپجي رهيا آهن، ورنہ سنڌي ادب جو حال بہ بين

علاقائي زبانن وانگر هجي ها، جن وٽ نڪي آهن معياري رسالا ۽ ڪتاب، ۽ نڪي آهن وڏن ايترين اخبارون. اهو بہ امتيازي فرق آهي تہ سنڌيءَ جي مقابلي ۾ ٻين علاقائي زبانن ۾، اردو ۽ بنگاليءَ کان سواءِ، آڱرين تي ڳڻڻ جيترا اهل قلم مس ملي سگهندا. انهن جي مقابلي ۾ سنڌي اديب سوين ۽ هزارين آهن، جي پنهنجيءَ تحرير ۽ تخليق سان لساني مقابلي جي ميدان ۾ هڪ فوجي دستي وانگر ڪم ڪري رهيا آهن. سنڌي اديبن جي تعاون ۽ حوصلہ افزائيءَ جي اها ڪيفيت ڪا گهٽ حوصلہ افزا ۽ مسرت انگيز ڪانہ آهي جو هڪ 'مهراڻ' ۽ 'نئين زندگي' تہ ڇا، ڏهہ 'مهراڻ' ۽ ويهہ 'نئين زندگيءَ' جهڙا رسالا ماهوار ۽ ٽماهي شايع ڪري سگهجن ٿا. پر سوال فقط 'ڇپائيءَ' جو آهي: ڪو ڇاپڻ وارو هجي، باقي مواد جي تہ ڪا ڪمي ڪانہ آهي.

وکر ڍيرئون ڍير، پر وِهائو ويسلا!

سنڌي ادب ۾ وکر جي ڪا قلت ڪانہ آهي، پر ڪو خريدار ۽ وڻجارو بہ هجي نہ! — غ. م. گ.

[مهراڻ: نمبر ۱، سال ۱۹۶۱ع]

---

۲، ۳ — ۱۹۶۱ع

# "شاهہ" جي شرح جو سوال.

واديءَ مهراڻ جو سداحيات شاعر، شاهہ لطيف، پنهنجي عظيم ۽ افادي حيثيت سببان، بين الاقوامي اهميت ۽ عظمت حاصل ڪري چڪو آهي. شاهہ صاحب جو شعور هڪ بابصيرت نقاد ۽ زندگيءَ جي صالح ۽ صحيح معيارن کي سمجهندڙ شاعر جو شعور آهي. شاهہ صاحب پنهنجي واردات ۽ حسيات کي سنڌ جي مشهور قصن ۽ ڪهاڻين جي مجازي ڪردارن ۾ پيش ڪيو آهي — ۽ 'مجاز' ۽ 'استعاري'، بلاغت جي حيثيت سان، صراحت ۽ سنئين سڌيءَ ڳالهہ ڪرڻ کان وڌيڪ بليغ مڃيو ويو آهي. ان حيثيت سان، شاهہ جو ڪلام استعاري ۽ ڪنايي جو بهترين، معنيٰ خيز شاهڪار آهي.

شاهہ جي ڪلام جي معنوي ۽ صوري ڪمالات جو اعتراف ٽرمپ، سورلي، مائي شميل، ۽ ايلسا قاضيءَ جهڙن مستشرقين دل کولي ڪيو آهي. ٽرمپ اول اول رسالي کي گڏ ڪري ڇپايو، ۽ ان تي علمي رنگ ۾ تمهيد لکي آهي؛ سورلي شاهہ جي ڪجهہ سُرن جو ترجمو بہ ڪيو آهي، ۽ شاهہ جي دور جو سياسي ۽ تاريخي، معاشي ۽ سماجي پس منظر بہ لکيو آهي؛ مائي شميل بہ ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ شاهہ جي ڪن سُرن جو جرمن زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي؛ ۽ ايلسا قاضيءَ، شاهہ جي بيتن جو انگريزي زبان ۾ منظوم ترجمو ڪيو آهي، ۽ نهايت خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو شاهہ جي شعري ۽ معنوي رنگ کي حقيقي روح ۾ نباهيو ويو آهي.

مستشرقين جون اهي ڪاوشون علمي نقطہ نظر سان تعريف جوڳيون آهن: پر جيستائين شاهہ جي شرح جو تعلق آهي، افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي، تہ ان ڏس ۾ اسان جو ادبي ذخيرو اڃا بہ تشنہ تڪميل آهي. شاهہ جي تاريخي حالات تي قليچ بيگ جو "شاهہ لطيف جو احوال"، گربخشاڻيءَ جو "مقدمہ لطيفي"، ۽ مولوي وفائيءَ جو "لطف اللطيف" گهڻي ڀاڱي سير حاصل ڪتاب چئي سگهجن ٿا: پر شاهہ جي ڪلام جي شرح ۽ خيالات جي تعبير متعلق جو ڪجهہ اسان وٽ آهي، اهو ناڪافي سمجهڻ گهرجي.

تقسيم هند کان پوءِ، شاهہ متعلق ڀٽشاهہ تي سرڪاري انتظام سان ڪانفرنسون شروع ٿيون. ان نيڪ روايت جو بنياد وجهندڙ سيد ميران محمد شاهہ آهي، جنهن جي اٽڪ ڪوشش ۽ مخلصانہ ڪاوشن سان ڀٽشاهہ تي روح پرور اجتماع ٿيڻ لڳا. دراصل، انهيءَ تحريڪ کان پوءِ ئي سنڌ جي نوجوان عالمن، اديبن ۽ شاعرن شاهہ کي مطالع ڪرڻ بہ شروع ڪيو، ۽ مٿس ڪجهہ لکڻ بہ شروع ڪيو. انهن ڪانفرنسن ۾، جي بہ مقالا ۽ اشعار پڙهيا ويا، اهي وقت بوقت شايع ٿيندا رهيا: ازان سواءِ اطلاعات کاتي پاران بہ منتخب مقالن جا مجموعا شايع ٿيندا رهيا آهن. اهي چند ڪتاب آهن، جي 'لطيف' متعلق تقسيم هند کان پوءِ شايع ٿيا آهن. انهن ۾ ڪي علمي ۽ تحقيقي چيزون بہ آهن، پر زيادہ تر قصيدہ گوئيءَ ۽ ثناخوانيءَ کان ڪم ورتو ويو آهي: فڪري ۽ تنقيدي چيزون گهٽ لکيون ويون آهن.

ان قسم جا جذباتي دور اسان جي ملڪ ۾ ٻيا بہ گهٽائي آيا ۽ ويا آهن. مثال طور، جڏهن انگريزن شيڪسپيئر کي پنهنجو نمائندو شاعر قرار ڏنو، يونان هومر کي ساراهيو، جرمنيءَ وارن گوئٽي کي پنهنجو ملڪ الشعراء چونڊيو، ايرانين فردسيءَ ۽ حافظ، روميءَ ۽ جاميءَ تي فخر ڪرڻ شروع ڪيو، تڏهن، انهن جي ديکاديکيءَ، اسان وٽ اول اردوءَ وارن 'غالب' کي ميدان تي آندو، ۽ ان کي ڏسندي، بنگال وارن قاضي نذرالاسلام کي انقلابي شاعر بنائي، پنهنجيءَ عصبيت ۽ قوميت تي ناز ڪرڻ شروع ڪيو، حالانڪ قاضي نذرالاسلام جو ڪلام، معنوي حيثيت سان، بلندبانگ رڙيون ۽ چيخون ئي آهن. رڙين ۽ للڪارن جو 'انقلاب' سان ڪهڙو واسطو آهي، ان کي تہ اهي قومون ئي سمجهي سگهن ٿيون، جن انقلاب کي سمجهيو آهي، ۽ جن صالح انقلاب آڻي، قومن جي ضمير ۾ توانائي ۽ زندگي پيدا ڪئي آهي. بنگالين نذرالاسلام کي نہ فقط آفاقي ۽ بيمثال شاعر قرار ڏنو، پر ان کي دنيا جي شاعرن جي صف اول ۾ شمار ڪرڻ شروع ڪيو.

ان کان پوءِ، علامہ اقبال جو وارو آيو. تقسيم هند جي ابتدائي اسباب ۽ حالات ۾ علامہ اقبال جي شاعرانہ موشگافين جيڪا مسلمانن ۾ حرڪت ۽ جذباتي توانائي پيدا ڪئي، ان جو انڪار ڪري نٿو سگهجي: پر، اڳتي هلي، اول اهل پنجاب ۽ پوءِ انهن جي تقليد ۾ هند-پاڪ جي مسلمانن، علامہ اقبال کي 'شاعر اسلام' ۽ 'شاعر مشرق' بنائي مٿس ايترا مقالا

۽ ڪتاب لکيا، جن جو انداز هزارن کان مٿي، لکن تائين پهچي ويو آهي. ان ايتري۽ علمي ڪاوش ۾ زياده تر تحريرون جذبات انگيز، عصبيت جون ترجمان، سطحي، ۽ ترجيحي رنگ واريون آهن. اقبال کي دنيا جي عظيم شاعرن جي صف ۾ته آندو ويو، پر کيس دنيا جي شاعري۽ جو خاتم قرار ڏنئي، باقي پوري عالم انسانيت جي شعراءَ کي هيٺ ڪيو ويو. 'اقباليات' جي عميق ۽ ناقدانه مطالعي کان پوءِ، اسان جو اهو رايو آهي ته هڪ يا ٻن ڪتابن ۽ ٻن-چئن مقالن کان سواءِ، باقي سارو مواد سطحي، تقليدي، جذباتي ۽ ترجيحي آهي.

دراصل، غالب هجي يا نذرالاسلام، اقبال هجي يا شيڪسپيئر، روسي هجي يا جامي، پنهنجي۽ جاءِ تي سڀ وڏي۽ عزت جا لائق آهن، پر افسوس آهي انهن جي پيش ڪندڙ مداحن ۽ شارحن تي، جن انتهاپسندي۽ کان ڪم ورتو، غيرعلمي فيصلا ڏنا آهن، ۽ انساني فڪر لاءِ جمودآور حدون به قائم ڪيون آهن.

اگر گستاخي معاف ڪئي وڃي ته پوءِ ائين چوڻ کان رهي نٿو سگهجي ته اسان جا سنڌي اديب ۽ شاعر به ان قسم جي عصبي ۽ ترجيحي، جذباتي ۽ تفريحي، غلط روش کان بچي نه سگهيا آهن. اسان جا 'لطيف' تي لکيل ڪتابچا، مقالا ۽ شاعرانا قصيدا، ان حقيقت لاءِ مثال طور پيش ڪري سگهجن ٿا.

'شاهه' تي، گربخشاڻي۽ کان سواءِ، شرح جي باب ۾ ڪابه علمي ڪاوش پيدا نه ڪئي ويئي آهي — پر اها به زياده تر لغوي ۽ لفظي موشگافين تائين محدود آهي. شاهه جو اهو تاويل ۽ تعبير، جو زندگي۽ جي صحتمند قدرن کي اجاري ۽ سنواري، سو اڄ به ناپيد آهي.

شاهه جي متن متعلق گهڻو ڪجهه ڪم ٿيو آهي. اسان وٽ متعدد نسخا موجود آهن. سڀ کان پويون نسخو علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب ترتيب ڏنو آهي، جو تحقيق ۽ ڪاوش جي لحاظ کان گهڻو بلند آهي. ان کي هن ڏس ۾ حرف آخر سمجهڻ گهرجي، ۽ ان تي قناعت ڪرڻ گهرجي. باقي رهيو شاهه جي مڪمل شرح جو سوال، سو ته اڃا تائين موجود آهي. سنڌ جي اهل نظر ۽ صاحبِ شعور اديبن لاءِ شاهه اڃا شرح جو محتاج آهي. شاهه جي مڪمل شرح جو ذميدارانه حل اڃا تائين ڪنهن به زيربحث نه آيو آهي.

اسان وٽ اڄ نه ڪو قليچ بيگ آهي، ۽ نه گربخشاڻي؛ نه پيرومل، نه فتح محمد سيوهاڻي؛ ۽ انهن جو ساٿياري، ڊاڪٽر دائود پوٽو، به پنهنجو ڪم اڌوري نموني ۾ ڇڏي ويو آهي، ۽ سو به، جيتريقدر معلوم ٿي سگهيو آهي، محض متن متعلق ئي آهي، شرح کي ان مرحوم بزرگ به هٿ ڪونه لاتو آهي. وري ڪو قليچ ۽ گربخشاڻي پيدا ٿئي، اهو محال نه آهي، پر ناممڪن ضرور آهي. ان صورتحال ۾، شرح ڪير لکندو؟ سياڻي ته موجوده دور جا بچيل ڪچيل وڏڙا به نه رهندا! لهذا، ڳالهه تي ڪتائڻي، تجويز هيءَ آهي ته شاهه جي شرح لکڻ لاءِ جيڪڏهن ڪو هڪ-اڌ لائق ماڻهو پائيهي ميدان تي اچي ته پوءِ ڪنهن بورڊ جي ضرورت

نہ آهي، بيءَ حالت ۾ سنڌ جي باقي مانده عالمن ۽ اديبن جو بورڊ مقرر ڪرڻ گهرجي، جو هڪ اهل فن سربراهہ جي نظر هيٺ ڪم ڪري شروع ڪري.

’شاهہ‘ جي شرح جو ڪم هوئڻ تہ تمام وڏو آهي، پر اهو بہ سڪيو ۽ سولو تڏهن ٿيندو، جڏهن ڪو بلند حوصلہ ماڻهو ان ڪم کي مخلصانہ طور پايہ تڪميل تي پهچائڻ لاءِ ميدان تي ايندو.

بيشڪ، ’شاهہ‘ جي شرح لاءِ جي دقتون آهن، اهي بہ نظرانداز ڪري نٿيون سگهجن. اسانجي شارحن ۽ ناقدن اڄ تائين ’شاهہ‘ کي محض ’صوفي‘ پئي سڏيو آهي؛ حالانڪ، شاهہ کي رڳو صوفي چوڻ غلط بہ آهي، ۽ جاهلانہ بہ. گذشتہ را صلوات، اڄڪلهہ شاهہ تي ڪم ڪندڙ اهڙا ماڻهو هئڻ گهرجن، جن جي نگاهہ قرآن، حديث، فلسفي، تصوف، قديم توڙي جديد ادب و شعر، عمرانيات، سائنس ۽ جديد فلاسفيءَ تي نہ فقط ناقدانہ هجي، پر عارفانہ بہ هجي: ان سان گڏ انساني شعور ۽ فڪر جا مختلف النوع پهلو ۽ مدارج بہ سندن مطالع ڪيل هجن؛ شعر جي صحتمند فني ارتقا کان بہ واقف هجن؛ هن ملڪ جي شاعريءَ، خاص طور ڪلاسيڪي فن سان بہ شغف هجين؛ اطلاقي ۽ اشراقي تصوف، نوفلاطونيت ۽ ويدانت جو تحقيقي مطالعو بہ رکندا هجن: ان کان سواءِ، سنڌي زبان، بالخصوص شاهہ جي لاڙي لهجي جي محاورات، مصطلحات، مشتقات ۽ ضرب الامثال تي بہ ڪامل عبور حاصل هجين: سون تي سهاڳو اهو تہ هندي، عربي ۽ فارسي زبانن جي شاعريءَ تي بہ ڪامل دستگاهہ رکندا هجن. يقين آهي تہ اهڙا ماڻهو هن بحرذخار ۽ درياي ناپيدا ڪنار جي غواصي ڪري سگهندا — ٻين جي جاءِ ناهي.

گستاخي معاف، مثال طور، هت اهو ظاهر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان تہ آنجهاني گربخشاڻيءَ جي شرح، لغوي ۽ اصطلاحي موشگافين کان وڌيڪ ڪابہ افاديت ۽ صحت نٿي رکي. ڊاڪٽر صاحب، اطلاقي تصوف ۽ نوفلاطونيت کي ويدانت جي آميزش سان مرصع ۽ رنگين ڪري، شاهہ جي صحتمند ۽ صالح فڪر تي ملمعو چاڙهيو آهي. ويدانت جڏهن تہ اصول ۽ فروع جي لحاظ سان اشراقي ۽ اطلاقي تصوف سان همرنگ ۽ هم آهنگ آهي، ۽ گربخشاڻي صاحب ذاتي طور فلسفہ ويدانت ۽ فڪر عجم يا اشراقي تصوف جو قائل هو، تنهنڪري شاهہ جي چند ويدانت آميز بيتن کي اصل الاصول قرار ڏيئي، سندس پورو تاويل ۽ تعبير اطلاقي ۽ اشراقي رنگ ۾ ڪري وجي متي چڙهيو آهي — حالانڪ شاهہ ۾ اشراقيت ۽ اطلاقيت، نوفلاطونيت ۽ ويدانت جو ايترو حصو نہ آهي، جو سندس پوري ڪلام تي انهن کي حاوي سمجهي، کيس اشراقي ۽ اطلاقي صوفي ۽ ويدانتي قرار ڏجي. افسوس هي آهي تہ اسان جا ٻيا هندو ودوان ۽ شاهہ جا شارح بہ فقط ويدانتي اصولن موجب شاهہ تي ڪتابڙا لکي ويا آهن. عالم ۽ فاضل ان حقيقت کي خوب ڄاڻن ٿا، هت ان جي تفصيلي جائزي جي گنجائش نٿي سمجهجي — ڪمالا يخفيٰ.

هن دور ۾ شاهه جي خدمت جو بس اهو هڪڙو ئي طريقو آهي ته مڪمل شرح تيار ڪئي وڃي؛ باقي جلسا ۽ جلوس، ڪانفرنسون ۽ نمائشون، ثانوي حيثيت رکن ٿيون، جي نڪي آهن فرض نڪي واجب.

اسان جا اهل نظر عالم اهل بصيرت ۽ پيشرو اگر هن ناچيز گذارش تي غور ڪري، شاهه متعلق شرح جو ڪم هٿ ۾ ڪندا ته پوءِ يقين آهي ته اها خدمت نه فقط شاهه جي خدمت يا سنڌي ادب جي خدمت چئبي، پر اها خدمت عالمي ۽ آفاقي خدمت سڏبي. هن اٿمي دور جي فڪري ۽ نظري اضطراب ۽ التهاب لاءِ اگر شاهه جي شعور ۾ زندگي بخش ۽ صحتمند قدر آهن، ته پوءِ انهن کي پيش ڪندڙ شارحن جي خدمت نه علاقائي سمجهڻ گهرجي نه سنڌي، نه پاڪستاني نه اسلامي، پر آفاقي ۽ عالمي، پوريءَ انسانذات لاءِ: اها خدمت هوندي 'امن ۽ ايمان' جو سرمدي پيغام!

"من ڪا منهنجي آهه، ڪوهياري جي ڪَنَ پوي!"

## شاهه جي ٢٠٩-سالہ ورسي.

شاهه جو پيغام. شاهه جي شخصيت ۽ ڪلام جي بلنديءَ جي اعتراف ڪندي، ڀٽشاهه تي، پاڪستان جي قدرتي وسيلن جي وزير، (ان وقت) جناب ذوالفقارعلي ڀُٽي، پنهنجيءَ افتتاحي تقرير ۾ فرمايو آهي:

"شاهه لطيف ۽ سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب کي هڪٻئي کان جدا ڪري نٿو سگهجي. شاهه جهڙي مرد ڪامل، صوفيءَ ۽ رهبر کي خراج تحسين ڏيڻ جو بهترين طريقو آهي—ان جي پيغام تي عمل ڪرڻ.

"شاهه نه فقط سنڌ جو روشن ستارو ۽ قومي هيرو آهي، پر کيس بين‌الاقوامي اهميت ۽ حيثيت حاصل آهي. شاهه، انهن چند مشرقي شاعرن مان هڪ آهي، جن تي بجا طور مشرق ۽ مغرب کي ناز رهندو."

ڀٽي صاحب وڌيڪ چيو:

"شاهه صاحب جو ڪلام، مولانا روميءَ ۽ عربيءَ جي صوفي شاعر ابن‌الفارض کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ نه آهي.

"شاهه، عوامي شاعر آهي. سندس ڪلام عوامي ڪهائين جي رنگ ۾ ان دور جي معاشي حالتن جو تنقيدي جائزو آهي. سندس زندگيءَ ۾ الاهي عشق جي مستي آهي."

آخر ۾ چيائين:

"اها اسان جي احسان فراموشي ٿيندي جو 'شاهه' جو ڪلام عالم انسانيت تائين نه پهچائي سگهون."

پتشاهه ڪلچرل سينٽر. 'پتشاهه ڪلچرل سينٽر' جي چيئرمن ۽ ڊويزنل ڪمشنر، جناب لياز احمد، تقرير ڪندي چيو:

"شاهه لطيف، دنيا جو بيمثال ۽ يڪتا شاعر آهي. سندس ڪلام ايترو پرڪشش، بامعنيٰ ۽ سادو آهي، جنهن ڪي گونانا به ڳائين ٿا، پسند ڪن ٿا، ۽ سمجهن ٿا. سچ پچ، شاهه ئي عوامي شاعر آهي."

ڪلچرل سينٽر متعلق ٻڌايائين:

"اڳين ۽ سنڌ سرڪار پتشاهه سينٽر لاءِ ١٩٥٤ع ۾ هڪ اسڪيم بنائي هئي، ۽ پنجٽيهه لک رپيا منظور ڪيا هئا. هيل تائين اسان کي پندرهن لک رپيا مليا آهن، جي تعميري ڪمن ۾ خرچ ڪيا ويا آهن."

وڌيڪ امداد لاءِ فرمايائين.

"پتشاهه سينٽر کي وڌيڪ مفيد ۽ ترقي پذير بنائڻ لاءِ اسين وزير موصوف کي استدعا ٿا ڪريون ته هو پاڻ مرڪزي حڪومت کان امداد وٺي ڏئي."

جواب ۾، پنهنجي صاحب اطمينان ڏياريو ته هو هر ممڪن ڪوشش ڪندو، ۽ 'مرڪز' لاءِ چڱي امداد مرڪز کان حاصل ڪندو.

حسام الدين راشديءَ جي تجويز. هڪ نشست جي صدارت ڪندي، جناب حسام الدين شاهه راشديءَ فرمايو:

"شاهه لطيف، واقعي هڪ جامعيت وارو، باڪمال صوفي شاعر آهي. سندس فن ۽ پند و نصيحت کي انساني ذهن ۽ شعور جي تشڪيل ۽ تعمير ۾ وڏو حصو حاصل آهي."

راشدي صاحب فرمايو:

"شاهه لطيف جي خصوصيت اها آهي ته سندس خطاب ۾ آفاقيت آهي. افسوس جو ان قدر موجب سندس ڪلام جي مڪمل شرح اڃا تائين ڪانه لکي ويئي آهي."

اڄ تائين شايع ٿيل تاليفات تي تبصري ڪندي، چيائين:

"اسان جو شاهه ۽ ان جو ڪلام اڃا تائين پنهنجي اسرار ۽ رموز، ۽ باطني مقامات جي شرح ۽ تفصيل جي حيثيت سان اسان لاءِ توجهه طلب آهن. ڪاش، ڪو اهل فڪر ان ڪم کي هٿ ۾ کڻي!"

مخدوم محمد زمان طالب المولا جو خطاب. راڳ جي نشست جي صدارت ڪندي، جناب مخدوم محمد زمان 'طالب المولا' خطاب ڪندي فرمايو:

"سنڌي موسيقي هڪ نهايت سهڻي، دلپذير، فني ڪمالات واري، ۽ پنهنجيءَ جاءِ تي انفرادي حيثيت رکندڙ موسيقي آهي، جا پنهنجي فن جي لحاظ سان دکن، پنجاب،

آگري ۽ مرهٽا اسڪول کان جداگانه رنگ رکي ٿي. افسوس اهو آهي ته ان تي ڪا مستقل تاليف سنڌي زبان ۾ ڪانه ڪئي ويئي آهي."

وڏيڪ فرمايائون ته

"اها به ضرورت آهي ته سنڌي راڳ جي نه فقط تاريخ مرتب ڪجي، ۾ ان جي حاصلات ۽ تربيت لاءِ ڪو معياري اسڪول ۽ ادارو به قائم ڪجي، جنهن ۾ قابل ۽ استاد ڳائڻا رکجن، جي هن فن کي سيکارين."

موجوده راڳيندڙن کي خطاب ڪندي، فرمايائون:

"اسان جا فنڪار ڏاڍين سهڻين صلاحيتن وارا آهن، پر افسوس اهو آهي جو فن ۾ ڪنهن به قسم جي جدت نٿا پيدا ڪن! اڪثر پراڻيون طرزون، پراڻي نموني ۾ ڳايون وڃن ٿيون. اگر اهو سلسلو قائم رهيو ته پوءِ اسان جو سنڌي راڳ ڪابه ترقي نه ڪري سگهندو."

اڳتي هلي، هڪ نهايت اهم مسئلي تي روشني وجهندي، چيائون:

"شاعر وقت جي زبان آهي، ته ڳائڻو شاعر جي زبان آهي؛ تنهنڪري، ڪوشش ڪري، شاعرن جو نئون ڪلام نين طرزن ۾ ڳايو وڃي ته بهتر."

غلط ڪلام پڙهندڙن کي تنبيهه ڪندي فرمايائون:

"اڪثر ڪلام غلط حيثيت سان ڳائجي ٿو، حالانڪ شاعر جو ڪلام سندس صحيح لفظن ۾ ڳائڻ گهرجي، عام ماڻهن جي غلط لفظن جو نقل نه ڪرڻ گهرجي."

ڊاڪٽر بلوچ جي الوداعي تقرير. ڊاڪٽر بلوچ صاحب، جو ڀٽشاهه ڪلچرل سينٽر جو اعزازي سيڪريٽري به آهي، تنهن ڀٽشاهه ڪانفرنس جي ڪارگذاري هلائي. پاڻ الوداعي تقرير ڪندي چيائين:

"اسين هن ثقافتي مرڪز کي، انشاءالله، سنڌي ادب ۽ ثقافت لاءِ شايان شان مرڪزي حيثيت ڏينداسون، ۽ سنڌي ادب تي تحقيق لاءِ بهترين اسباب پيدا ڪنداسون... جي به مشورا هت ڏنا ويا آهن، تن کي عملي جامو پهرائينداسون، ۽ شاهه جي صحيح متن ۽ شرح سان گڏ، سنڌي راڳ تي مڪمل ۽ مستند چيزون تيار ڪرائينداسون."

جناب راشدي صاحب ۽ جناب مخدوم صاحب جن جي صدارتي تقريرن ۾ شاهه جي شرح ۽ سنڌي راڳ جي تاريخ ڏانهن توجهه ڏياريو ويو آهي. اسان جي ناچيز راءِ آهي ته واقعي اهي ٻه اهم سنڌي ثقافتي چيزون آهن، جن کي اڄ تائين نظرانداز پئي ڪيو ويو آهي. دعا آهي ته رب ڪريم شال اهڙا فاضل پيدا ڪري، جي هنن اهم مسئلن ڏانهن توجهه ڪن!

## خواجه غلام فريد جي ورسي.

گذريل اپريل ١٩٦١ع جي ١٥ ۽ ١٦ تاريخ، واديءِ سنڌو جي وڏي صوفي ۽ شاعر، حضرت خواجه غلام فريد رحه جي ورسي، سلتان ۾، 'مرڪز ثقافت' جي انتظام سان، محترم قدرت الله شهاب جي صدارت هيٺ، "جشن فريد" جي صورت ۾ ملهائي ويئي.

خواجه غلام فريد رحه سندوءَ جي ڪناري تي چاچڙان شريف ۾ ڄائو، ۽ سندوءَ جي ٻئي ڪناري تي مٺڻ ڪوٽ ۾ مدفون آهي.

خواجه فريد جي عظيم شخصيت، جامعيت جي لحاظ سان، پنهنجو مثال نه پيدا ڪيو آهي. خواجه صاحب هڪ عالم باعمل، صوفي ۽ فلسفي، عابد ۽ زاهد، متقي ۽ پرهيزگار شخص هو؛ پر سندس شاعري 'حافظ' ۽ 'خيام'، 'عطار' ۽ 'رومي'، 'لطيف' ۽ 'سچل' جي رنگ جي آهي. سندس ڪلام ملتاني زبان ۾ آهي — ۽ اها حقيقت آهي ته ملتاني زبان اسان جي سنڌي زبان جي هڪ شاخ آهي. خواجه صاحب جي ملتاني ڪافين ۽ ڏوهيڙن تي شاهه ۽ سچل جي نه فقط شاعرانه فن جو اثر آهي، پر ڪردار به سنڌي شاعريءَ وارا ملن ٿا — مثلاً سسئي ۽ پنهون، سومل ۽ راڻو، عمر ۽ مارئي، وغيره: فرق هي آهي ته خواجه صاحب اهي ڪردار بيتن ۾ نه پر ڪافين ۾ آندا آهن. ان کان سواءِ سندس نيٺ سنڌي ڪافيون به آهن، جي فن ۽ مواد جي لحاظ سان نهايت لذيذ آهن. خواجه صاحب جو ڪلام پاڪستان جي علاقائي زبانن ۾ لطافت ۽ جمالياتي نقطه نظر کان بيمثال آهي. اول ته اهو ڪلام ملتاني زبان ۾ آهي، جا زبان اردو، پنجابي، پشتو، بلوچي، بروهي، گجراتي، ڪڇي، هندي ۽ سنڌيءَ کان وڌيڪ ملائم، شيرين، نازڪ ترين ۽ ترنم ريز زبان آهي؛ ٻيو ته خواجه فريد سوز ۽ ساز، درد ۽ گداز، هجر ۽ فراق، سلوڪ ۽ طريقت، قلندريءَ ۽ رنديءَ جو صاحب هو؛ تنهنڪري سندس ڪلام هر نقطه خيال سان رقت انگيز ۽ وجدآور آهي. افسوس اهو آهي ته ملتاني ٻولي محدود آهي، تنهنڪري خواجه جو ڪلام ۽ ان جو حلقهءِ اثر به محدود رهجي ويو آهي. خواجه جو ڪلام، علامه حفيظالرحمان جو ترتيب ڏنل، گهڻو اڳ ڇپجي چڪو آهي، جنهن ۾ فقط ڪافيون آهن. 'سنڌي ادبي بورڊ' جي طرفان خواجه جي مڪمل سنڌي ۽ ملتاني ڪلام ڇپجڻ جو پروگرام آهي. اها هڪ حقيقت آهي ته خواجه جو ڪلام سنڌي ثقافت ۽ ادب جو هڪ زرين باب آهي، جنهن ۾ انگريزن کان ٿورو اڳ واريءَ 'سابق سنڌ' جو شاعرانو ورثو مليل آهي.

رقت انگيز ۽ سوزآور، دردانگيز ۽ فراق افزا ڪلام،' فريد' کان مٿي گهٽ ملندو. علامه اقبال سندس ڪلام کي مطالع ڪرڻ کان پوءِ چيو آهي ته "خواجه فريد جي شاعريءَ ۾ بين الاقوامي شاعريءَ جا سڀ قدر موجود آهن."

خواجه صاحب رسمي مذهب ۽ ملت جي کوکلي ۽ بيروح، بي مقصد ۽ بيرنگ نظام کي هيڻيءَ طرح ننديو آهي. سندس مطلعو نيٺ سنڌي آهي.

آهن قلندر روز و شب، پنهنجي خوديءَ ۾ خود غرق.

| | |
|---|---|
| حاجت نه صوم و صلوات دي، | خواهش نه حج و زڪوات دي، |
| چاهت نه ذات و صفات دي، | هڪ شان وحدت جي سرڪ. |
| توڙے جو دريانوش هين، | مدهوش تے خاموش هين، |
| اسرار دے سرپوش هين، | صامت رهن، سارن نه ٻڪ. |

مُلا کي خطاب ڪندي فرمائي ٿو:

'اي مُلا، يار کي ريجهائڻ سِيک، باقي رڳو نلها سجدا تہ ڪم ڪين ايندا: منهنجي يار لکن جون دليون ڪسي ورتيون آهن، تون ڪا هڪڙي جي دل تہ ڪسي ڏيکار!'

ٻئي هنڌ چوي ٿو:

'اي مُلا، ڪيري بنجي، تلڪ لڳائي، يار کي ريجهائيندس: اگر ائين ڪرڻ سان يار ريجهي تہ مون لاءِ ڪس ڪانہ آهي: آءٌ تہ هرحال ۾ ناتو نباهيندس، پوءِ هو نباهي يا نہ لباهي — پنهنجو پاڻ جاڻي!'

اج ضرورت آهي تہ فريد جي ڪلام کي پڙهيو وڃي. 'رائٽرس گلڊ' لاءِ مناسب آهي تہ هو علاقائي زبانن جي ادب جي سلسلي ۾ فريد جو ڪلام شايع ڪرائي.

## عظيم فنڪارن ۽ دانشورن جون ورسيون.

**ميڪسم گورڪي.** تازو دنياءِ ادب جي بين الاقوامي افسانہ نگار، ميڪسم گورڪيءَ جي ورسي سڄيءَ دنيا جي متمدن ملڪن ۾ ملهائي ويئي. گورڪي روسي انقلاب جو پيشرو ۽ نقيب هو. سندس فڪرانگيز ۽ انقلاب پسند تحريرن نہ فقط روس جي عوام ۽ اهل فڪر ماڻهن کي متاثر ڪيو، پر دنيا جي وڏن وڏن اديبن ۽ مفڪرن کي بہ متوجهہ ڪيو. سندس تحريرن متعلق لينن جو چوڻ آهي تہ 'گورڪي عظيم فنڪار آهي، جنهن جي فن ۽ تحرير اسان جي انقلابي نظريي لاءِ زمين هموار ڪئي.' گورڪيءَ جي تحريرن ۾ سماج ۽ ان جي عمراني تشڪيل متعلق نهايت عميق ۽ دوربين تنقيد موجود آهي: خاص طرح جاگيردارانہ سماج جي خط و خال، ۽ انهن جي عوام ڪُش حيلن وسيلن، ۽ ادب، تاريخ، آرٽ ۽ مذهب جي آڙ ۾ سرمائيدارانہ نظام جي تائيد ۾ پيدا ڪيل مقدس نظرين متعلق نهايت معقول ۽ تعميري تنقيد موجود آهي. گورڪي صحيح معنيٰ ۾ شاهده نگار ۽ معاشري جو پارکو هو. سندس فن ۽ شخصيت متعلق پوريءَ دنيا جي اديبن ۽ عالمن خراج تحسين پيش ڪندي چيو آهي تہ گورڪي پوريءَ انسانيت جو فنڪار، نقاد ۽ زبان هو. سندس چوڻ آهي:

"اج تائين دنيا ۾ پلا ٿيو ڇا آهي؟ آڳرين تي ڳڻڻ جيترن ماڻهن لاءِ تہ سربفلڪ محلات تعمير ڪيا ويا آهن، باقي ڪروڙها ماڻهن لاءِ ڪارخانا ۽ ڪليسائون! روحن کي ڪليسائن ۾ ڪچليو وڃي ٿو، ۽ جسمن کي ڪارخانن ۾ — ان لاءِ تہ 'محل' سلامت رهن!"

بيشڪ، سياڻا آهن اهي مرد، جن جي زنده جاويد تحريرن کي 'جام جهان نما' چئي سگهجي ٿو.

**ٽئگور.** هن سال رابيندرناٿ ٽئگور جي صد سالہ ورسي سڄيءَ دنيا جي وڏن ملڪن ۾ ملهائي ويئي آهي. ٽئگور پنهنجي فن ۽ شخصيت جي لحاظ سان زنده جاويد ۽ امر آهي. سندس

"گيتانجلي" ادب جي عالمي ۽ آفاقي نوادرات ۾ هڪ مثالي چيز آهي، جنهن تي کيس 'نوبل پرائيز' به مليو. ٽئگور ۾ حيرت انگيز جامعيت هئي. سندس فن ۾ مشرق ۽ مغرب جو حسن و جمال سمايل هو. ٽئگور شاعر هو، اديب هو، مصور هو، صوفي هو، رقاص هو، انشاپرداز هو، افسانه نگار هو، ليڊر هو، رفارمر هو: مڪمل طرح هڪ آدرشي انسان هو. سندس "شانتي نڪيتن" دل ۽ دماغ، جسم ۽ روح جي زندگيءَ ۽ تربيت جو جڳ-مشهور مثالي ادارو آهي، ۽ سندس تحريرون انساني وحدت ۽ عرفانِ خوديءَ جون اهي سدا حيات نهرون آهن، جي اڄ به روان آهن، ۽ اڄايل روحن کي سيراب ڪري رهيون آهن.

ٽئگور، فطرت جي حسن و جمال جو عاشق، ڪائنات جي مترنم ۽ نغمه ريز ڪلا جو نقاش، حسن ۽ حق جو متلاشي، عالمگير محبت جو مبلغ، ۽ سونهن ۽ ورونهن جو پريمي هو.

ٽئگور جو روح، مولانا روميءَ جي روح وانگر، 'فراق' جو پيغامبر هو. سندس روح ۾ ڪا ازلي اڄ هئي. سندس روح هن شر ۽ فساد جي پيچ در پيچ ۽ محدود دائرن ۾ ائين پَرَ هڻي رهيو هو، جيئن پرندو ڪنهن رنگين ۽ حسين پڃري ۾ ڦاسي، وسيع ۽ آزاد دنيا لاءِ پيو واجهائي ۽ پَرَ ڦڙڪائي.

ٽئگور پنهنجيءَ وجد آور ۽ قربانيءَ شخصيت سان پوريءَ دنيا کي موهي وڌو. مغرب سندس سنگيت ۽ مصوريءَ ۾ پنهنجي فن جو ڪمال ڏٺو: مشرق سندس حسن آفرين ۽ نغمه ريز انشا ۽ تحريرن ۾ الهام جو رنگ مطالع ڪيو.

ٽئگور، اسلام ۽ ان جي صوفيانه نقط نظر، خاص طور وحدت الوجود جي فلسفيءَ کي گهڻو ساراهيو آهي، ۽ ان کي انساني وحدت لاءِ هڪ بهترين وسيلو قرار ڏنو اٿس: هندو ويدانت، خاص طور اپنشد فلاسافيءَ جو شائق هو.

ٽئگور سنڌ ۾ به آيو. حيدرآباد ۾ به پير پاتائين ۽ هت تقريرون به ڪيائين. گدو بند، تي سج ايرڻ جو نظارو ڏسي چيائين: "سج جي ايرڻ جو اهڙو نظارو پيو ڪٿي به ڪين نظر آيو اٿم!" سنڌ ۽ سنڌي قوم، سنڌي سنگيت ۽ شاعريءَ جو دل کولي داد ڏنو اٿس.

**مولانا عبيدالله سنڌي.** ١٨٧٢ع سال جي آگسٽ مهيني جي اٺينءَ تاريخ، برصغير هند-پاڪ جي مشهور انقلابي رهنما ۽ دنياي اسلام جي عظيم انقلابي مفڪر، امام الانقلاب، مولانا سنڌيءَ جي ورسي پاڪستان جي مرڪزي شهرن ۾ ملهائي ويئي. مولانا سنڌي هن دور ۾ اسلام جي فڪري ۽ جديد رجحان جو وڏو مفسر ۽ عالم آهي. مولانا سنڌي رجعت ۽ قدامت جو مخالف هو. سندس نقط نظر اهو آهي ته اسلام کي موجوده جديد نظريات ۽ شاهه ولي الله جي فلسفهءِ عمرانيات جي روشنيءَ ۾ مطالع ڪيو وڃي؛ هن دور جي جديد مقتضيات آهر، جديد فلسفهءِ ڪلام، فلسفهءِ اخلاق ۽ اصول فقه جي تدوين ۽ ترتيب جو ڪم ڪيو وڃي: قرآن جو تفسير ۽ حديث جو مطالعو هن دور جي جديد فلسفي جي روشنيءَ ۾ ڪيو وڃي؛

اهي پراڻا خيالات، جي قديم دور، قديم معاشري ۽ جاگيردارانہ سماج جي پيداوار آهن، ۽ جن جي بنيادي عناصر ۾ روايت ۽ تقليد جامد جو رنگ غالب آهي، انهن کي جديد فڪر آهر دوباره پرکيو ۽ جاچيو وڃي، ۽ انهن جي صحتمند مسئلن کي قبول ڪري، باقي مواد کي سهيڙيو وڃي: الغرض، تفسير، حديث، اصول حديث، تاريخ، فلسفي، فقه ۽ اصول فقه کي هن دور جي تقاضائن آهر نئين سر تيار ڪيو وڃي.

مولانا سنڌيءَ جو ارشاد آهي:

”آءٌ اوهان کي ايندڙ انقلاب جي خبر ڏيان ٿو. مان يورپ ۾ هڪ وڏي انقلاب کي ڏسي آيو آهيان. ان انقلاب جي غالب گروهہ جنهن بيدرديءَ سان پنهنجي حڪمران طبقي کي ماريو آهي، مان ان جي اسباب کان واقف آهيان. ياد رکو، اهو انقلاب ڪنهن هڪ-اڌ ملڪ تائين محدود نہ رهندو، اهو عالمگير انقلاب آهي — اهو ساريءَ انسانيت تائين پهچي ويندو. اوهين ان انقلاب جي قوت، وسعت، شدت ۽ جابرانہ غلبي جو هن پنهنجي بي مقصد زندگيءَ ۾ تصور بہ ڪري نٿا سگهو. ان انقلاب کي قيامت کان گهٽ نہ سمجهو. اهو انقلاب، خداي ذوالجلال جي طرفان، نئين ’نشر‘ جو سامان هوندو.“

انقلاب ڇو اچڻ گهرجي؟ مولانا فرمائي ٿو:

”اڄ تائين هڪ اهڙو گروهہ پيدا ٿيندو آيو آهي، جو انسانيت جي وڏي حصي کي تباهہ ڪندو آيو آهي. قوت ۽ اقبال هڪ گروهہ جي هٿ ۾ رهيو آهي، ۽ انسانيت جي وڏي تعداد — ڪڙمين ۽ مزورن — جي ڪمائيءَ کي کائيندو رهيو آهي. اڳتي هلي، اهو کائُو طبقو دولت ۽ اقتدار جي نشي ۾ انساني اخلاق جون حدون بہ اورانگهي ويو. ان دور ۾ جيڪي علم، تهذيب ۽ مذهب جا معيار نهيا، سي بہ ان هڪ مختصر گروهہ جي خوشنوديءَ لاءِ نهيا. تمدن ۽ تهذيب جون برڪتون بہ انهن اقتدار وارن جي محلاتن تائين محدود رهيون. آخر الله تعاليٰ جي غيرت جوش ۾ آئي، ۽ اول ’مشيني انقلاب‘ آيو. جڏهن اهي بہ ظالمن جي هٿ ۾ آيون، تڏهن ڪائنات اهي بہ کسيون ويون. اهو انقلاب هڪ وڏو انساني انقلاب آهي.“

انقلاب جي للڪار ڇا آهي؟ ان جي ترجماني مولانا سنڌي هن طرح ڪري ٿو:

”انقلاب، انسانيت جي پوئتي پيل طبقن کي للڪاري چوي ٿو تہ اٿو، غاصبن کان پنهنجو حق کسيو: جي ظلم تي زنده رهن ٿا، انهن کي نيست نابود ڪريو! اي مزورو، اي هاريو، اي محنت ڪشو! مستقبل اوهان جو آهي: هي سربفلڪ عمارتون، رزق جا اسباب، آرام ۽ عيش جا ذريعا، دولت ۽ ملڪيت، جن کان اوهين محروم آهيو — اهو سڀڪجهہ اصل ۾ اوهان جو آهي. اٿو، وڌو، منظم ٿيو: جو ڪجهہ

اوهان جو حق آهي، ان تي قبضو ڪريو: جو شخص اوهان ڪي روڪي، ان کي متائي ڇڏيو! جو علم، ڪلچر، مذهب ۽ اخلاق اوهان جي راهه ۾ ڪي روڪي، ان ڪان انڪار ڪريو: اهو علم اعتبار جوڳو نه آهي، اهو ڪلچر بيڪار آهي، اهو مذهب غلط آهي، ۽ اهو اخلاقي نظام بي معنيٰ آهي."

موجوده اهل اسلام کي تنبيهه ڪندي، مولانا فرمائي ٿو:

"اوهان جو فڪري نظام، جاگيردارانه دور جو آهي. اوهان جي تاريخ ڇا آهي؟ — اقتدار وارن جا باهمي جنگي خونچڪان داستان! اوهان جي تهذيب آهي — پرائي، بيزور وڻ جي شاخ تي ڪڪائون آڪيرو، جو هڪ سٽ سان ٽٽي پوندو. اوهان جو فقه آهي — عالمن جا اختلافي رايا. اوهان جا تفسير آهن — محض روايتون. اوهان جو سماج آهي — نوابن ۽ جاگيردارن جي عيش پرستين جو چار! اوهين جلدي بدلجو، ۽ ايندڙ انقلاب سان هم آهنگ ٿي، زنده رهڻ لاءِ هاڻي ئي تيار ٿيو!"

مولانا سنڌيءَ جي افڪار تي، افسوس آهي، اسان جي سنڌي زبان ۾ ڪوبه جامع ۽ مڪمل تبصرو موجود ڪونه آهي! مولانا سنڌيءَ جي خيالات ۽ افڪار کي سمجهڻ ۽ ان کي عملي طور ميدان تي آڻڻ لاءِ صالح ۽ صحتمند نوجوانن جي جدوجهد ۽ جهاد جي ضرورت آهي. مولانا سنڌيءَ جي انهن خيالن کي ڏسي ۽ ٻڌي، رجعت پسند طبقن سڱس ڪفر جون فتوائون به لڳايون، پر پاڻ چوندو رهيو ته

"مسلم تاريخ جي هر دور ۾، انقلابي ۽ صاحبِ فڪر ماڻهو جاگيردارانه سماج جي ٺيڪيدارن وٽان فتوائون به حاصل ڪري چڪا آهن، ۽ قتل به ڪيا ويا آهن"—

'سوري آ سينگار، اصل عاشقن جو!'

مولانا سنڌيءَ جي سنڌ سان بي انتها محبت هئي. هو چوندو هو ته ايندڙ دور ۾ سنڌ جا نوجوان هن ملڪ جي تهذيب ۽ تاريخ ۾ وڏو انقلابي ڪم ڪندا.

شال، مولانا سنڌيءَ جا خيالات اسان ۾ نئون روح پيدا ڪن!

## ادب جو ماضيءَ سان تعلق

اسان جو ادب زندگيءَ جو تنقيدي مطالعو آهي: ۽ اهو ظاهر آهي ته زندگيءَ جو 'حال'، زماني جي خيال ڪان، 'ماضيءَ' مان جنم وٺي ٿو. حال جو روشن ۽ تابناڪ دور، دراصل، ماضيءَ جي آفق تان اڀري ٿو: ٻين لفظن ۾ کڻي چئجي ته ماضيءَ جي شاخ ۾ ئي حال جو شگفته ۽ ديده زيب گل پيدا ٿئي ٿو. تنهنڪري، 'حال-حال' پڪاري، ماضيءَ کي ڪٽي ڇڏڻ، نڪا دانشمندي آهي ۽ نڪا معقوليت. البت، ماضيءَ جي مٽيل ۽ زندگيءَ ڪان پري، ميوي جي ڪلن وانگر اڇلايل روايتن کي چنبڙي نه پوڻ گهرجي. زندگي ارتقا پذير آهي. هڪ داڻو،

ڦُٽڻ ۽ ڦاٽڻ کان پوءِ سنگ تائين پهچندي، ڪيئي رنگ ٿو ڏيکاري، ڪيئي روپ ٿو ڌاري؛ ڪيئي ڇيزون نـاس ٿيون ٿين، جن جي جاءِ تـي ٻيون ٿيون اپـرن: ائين هلندي هلندي، ڪا حقيقت ٿي نمودار ٿئي. ان طرح، ادب ۾ به جدت ۽ جزالت، ندرت ۽ ترقيءَ ڪي وڏي اهميت حاصل آهي، ۽ اها جدت پسندي به ڪنهن اصلاحي انقلاب لاءِ ئي پسند ڪئي وڃي ٿي. پر اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته سماجي اصلاح ۽ اصلاحي انقلاب جا اسباب ۽ وسيلا، گهڻي ڀاڱي، انساني شعور جي انهن مبهم ۽ اڌ-وساريل نقوش ۽ اثرات مان ئي ملن ٿا، جن کي ڪي روشن ضمير ماڻهو طنزيه طور 'ماضي' سڏين ٿا؛ ۽ جي پنهنجي جلدباز ۽ جذباتي فيصلن جي ڪري، حال پسنديءَ جو مظاهرو ڪندي، نئين سج، نوان روپ ڌارين ٿا ــ نيون انجمنون، نيون محفلون، نوان مقصد ۽ نوان قاعدا قانون. مزو اهو آهي ته هر نئين انجمن، جنم وٺندي، 'حال پسند ۽ حال پرست' هجڻ جي دعوا ڪندي، پاڻ کان نوَ مهينا اڳ واري پُوري ادب کي فرسوده، بيروح ۽ بي مقصد سڏي ٿي. نتيجو اهو ٿو نڪري جو نڪو ڪين ادب جا صحيح ماخذات ٿا ملن، ۽ نڪو تنقيد لاءِ مواد؛ سندن تخليق ۾ نڪو عمل نه پيغام، نه مسرت نه ولولو، نه سوز نه ساز، نه همه گيري نه اونهائي. لهاذا، انهن جي 'جدت' جي عمر فقط چار ڏينهن ٿي رهي؛ چالاءِ ته دائمي قدرن جي انتخاب ۽ استعمال کان اهي بي بهرا رهجي ٿا وڃن؛ چالاءِ ته انهن نومولود انجمنن جي فن جو رشتو ان آب حيات سان وابسته نه آهي، جنهن کي 'ماضي' سڏجي ٿو. آخر ماضيءَ جي لڙاٽيل پاڻيءَ مان ئي ته صاف ۽ شفاف پاڻي حاصل ٿئي ٿو!

عرض اهو ڪرڻو آهي ته اسان کي بيشڪ عالمي شعور سان گڏجي هلندڙ ادب پيدا ڪرڻو آهي، پر ان کان اول پنهنجي ماضيءَ، پنهنجيءَ زبان، پنهنجي علائقي، ۽ پنهنجن تهذيبي قدرن جي تنظيم ڪرڻي آهي. هن ملڪ ۾، بقول وقارعظيم، "اسان جو آئينده ادب، لطيف، سچل، غالب، بلاشاهه، خواجه فريد، خوشحال خان خٽڪ، رحمان بابا، وارث شاهه ۽ اقبال سان ئي فن ۽ روايت جو مجموعي احساس ۽ مواد حاصل ڪري، ترقي ڪري سگهي ٿو." اسين وقارصاحب جي ان راءِ سان متفق آهيون. بيشڪ، اسان کي غم ۽ الم، هجر ۽ فراق، اميد ۽ آرزو، حسن ۽ جمال، طلب ۽ خيال، مقصد ۽ منزل جا جيڪي نوان ڪردار تخليق ڪرڻا آهن، ان ۾ محبت، يگانگت ۽ تهذيبي اشتراڪ جو هجڻ ضروري آهي. پر اهو اشتراڪ ڪن حدن ۽ شرطن اندر هئڻ گهرجي؛ ائين نه ته جوئر، ٻاجهر، ڪڻڪ ۽ جوَ ــ سڀ هڪ چڪيءَ ۾ پيهي، سڀني جنسن جي انفراديت مٽائي، ڪو روٽ پچائي. ان تي جدت ۽ ترقيءَ، يگانگت ۽ يڪجهتيءَ جي مهر هڻي آهي. اسان وٽ پنجابي، ملتاني، پشتو، بلوچي، بروهي، اردو ۽ سنڌي زبانن جو ادب پنهنجيءَ انفراديت سان موجود آهي: هرهڪ جي نشو و نما ٿيڻ گهرجي، هرهڪ کي زنده رهڻ گهرجي، ۽ پوءِ گڏجي، هن قوم جي ذهني تشڪيل ڪرڻ گهرجي. اميد ته اسان جا اديب، ۽ خاص طور اردوءَ جا اديب، ان بنيادي مقصد کي ڪڏهن به نظرانداز نه ڪندا.

## جاهليت ۽ ادب.

'ادب'، ۽ 'جاهليت'— اِهي ٻہ متضاد چيزون آهن. 'ادب' زندگيءَ جو معمار ۽ سنوارينڌڙ آهي، ۽ 'جاهليت' علم ۽ دانش، فڪر ۽ ارتقا جي دشمن. جاهليت جا ترڪيبي عناصر آهن — لاعلمي، انتهاپسندي، بدظني، تنگ نظري، خود پنداري، بي راهروي، بي اعتدالي، ۽ بي احتياطي. زندگيءَ جي انهن چند فسادانگيز عناصر جي گڏجڻ سان 'جاهليت' جنم وٺي ٿي.

'انسان'، تاريخي ۽ تهذيبي حيثيت سان جيترو پراڻو آهي، دانش ۽ جهل بہ اوترا پراڻا آهن. پيغمبر، عالم، فيلسوف ۽ سائنسدان، هر دور ۾ علم ۽ دانش جا مبلغ ٿيندا آيا آهن. انهن انساني زندگيءَ جا روشن ۽ تاريڪ پهلو وقت بوقت پڌي نمايان ڪيا آهن. انهن جي مقابلي ۾ جاهليت، پنهنجن منطقي دليلن، ابن ڏاڏن جي رسمن، ۽ پنهنجن بيروح ۽ لغو رواجن جو سهارو وٺي، پڌي مقابلو ڪيو آهي. 'دانش' ۽ 'جهل' جي اها فڪرانگيز ڪشمڪش، انساني تاريخ جو هڪ اهم باب آهي. ان تاريخي اصول جي ماتحت، اهل فڪر ۽ دانشمند طبقي ۾ ابراهيم ۽ نمرود، موسيٰ ۽ فرعون، عيسيٰ ۽ رومي استبداد، محمد صلي الله عليه وسلم ۽ ابوجهل جي باهمي آويزش، انساني تاريخ ۾ سنگ ميل جي حيثيت رکي ٿي. هڪ طرف صاحب فڪر، صالح ۽ ارتقاپسند پيغمبر آهن تہ ٻئي طرف نمرود ۽ فرعون، ابوجهل ۽ رومي استبداد جا رجعت پسند ۽ ظالماڻا نظام آهن، جن هميشه مذهبي پيشوائيت، سرمائيداريءَ ۽ شهنشاهت جا ٿي هٿيار ڪٺي پڌي حق سان لڙائي ڪئي آهي. مثلاً، موسيٰ جي مقابلي ۾، فرعون ظالم ۽ مطلق العنان 'بادشاهہ' آهي، هامان، مذهبي پيشوائيت جو رجعت پرست نمائندو آهي، ۽ قارون، سرمائيدار طبقي جو چونڊيل چاڙتو آهي: انهن ٽنهي جي صلح ۽ گڏجڻ تي 'جاهليت' جنم وٺي، بني اسرائيل قوم کي فڪري ۽ علمي، عملي ۽ معاشي طور تي برباد ڪري ڇڏيو. موسيٰ، آزاديءَ جو پيغمبر ٿي آيو: سندس مقابلي ۾ ڪئين مذهبي، طلسماتي، سرمائيدارانہ ۽ سحرانگيز مظاهرا ڪيا ويا، پر 'حق' آخر غالب آيو. ان طرح ابراهيم، عيسيٰ ۽ محمد (صلعم) جي دعوت انقلاب کي ڏسو: انهن جي مقابلي ۾ بہ اهائي مطلق العنان جاهليت، سرمائيدارانہ خود پرستي، ۽ مذهبي پيشوائيت نظر ايندي. نمرود، 'رومي بادشاهہ'، ۽ ابوجهل، اهڙيءَ جاهليت جا نمائندا آهن. تاريخ ٻڌائي ٿي تہ حق ۽ باطل جي ڪشمڪش ۾ فتح آخر حق جي ٿئي ٿي، اڄ ابراهيم، موسيٰ، عيسيٰ ۽ محمد ڪريم، انساني تاريخ جا عالمتاب هيرا مڃيا وڃن ٿا؛ ۽ نمرود، فرعون، ابوجهل ۽ 'رومي بادشاهہ' جا رڳو نالا وڃي بچيا آهن، بلڪ مٿن لعنت ملامت ڪئي وڃي ٿي. بهرحال، 'ارتقا' قابل تعريف آهي، ۽ 'رجعت' ملامت جي قابل.

يونان جي فڪري ۽ جاهلاڻي ڪشمڪش ۾ سقراط زهر جو پيالو پيتو، پر رجعت پسند گروهہ جي اڳيان سر نہ جهڪايائين. اڳتي هلي، گليلو چوندو رهيو تہ زمين حرڪت ۾

آهي، پر ساکن ڪري نہ مڃيائين. ڪاپرنيڪس، نظام شمسيءَ متعلق پراڻين مذهبي قياس آرائين جي ترديد ڪندو رهيو، ۽ پڌائيندو رهيو تہ سج بہ ڦرندڙ گولو آهي، ۽ ڌرتي ۽ چنڊ بہ، ۽ آسمان هڪ خلا آهي — حالانڪ سندس مقابلي ۾ چيو ويو تہ آسمان ڇت وانگر آهي، تارا ان ۾ جڙيل آهن، ۽ سج ۽ چنڊ کي زنجيرن ۾ جڪڙي گهليو وڃي ٿو. نيوٽن، 'ڪشش ثقل' جو نظريو پيش ڪري، پراڻي فڪر جا بنياد اکوڙي ڇڏيا، توڙي جو مٿس ڪفر جي فتوا بہ آئي. روسو، پنهنجي آتشبار قلم سان شهنشاهت ۽ سرمائيدارانہ نظام جي بنيادن جون ڌجيون آڏائي ڇڏيون، توڙي جو کيس 'ڪافر' سڏيو ويو، واجب القتل بہ سڏيو ويو، سندس شهره آفاق ڪتاب 'ايمليءَ' کي ساڙيو بہ ويو، ۽ کيس روپوش رهڻ تي مجبور بہ ڪيو ويو. مسلم تاريخ ۾ امام حسين جي انقلابي شخصيت، ۽ ان کان پوءِ ابوحنيفہ ۽ غزالي، ابن رشد ۽ ابن تيميہ، شيخ ابن العربي ۽ رومي، امام رباني ۽ شاهہ ولي الله جي واقعات ۽ دعوتِ انقلاب کي مطالع ڪرڻ سان ڇا واضح ٿئي ٿو؟ ڇا، انهن کي پنهنجي پنهنجي دور ۾ باغي ۽ واجب القتل نہ سڏيو ويو؟ غزالي ۽ ابن العربيءَ جي ڪتابن کي سربازار جلائي، کين ملحد ۽ زنديق نہ سڏيو ويو؟ ڇا، ابن تيميہ کي جيل نہ اماڻيو ويو؟ ابن رشد کي قرطبہ ۽ اشبيليہ جي گهٽين ۾ ڪارو منهن ڪري، ٺڪون نہ هنيون ويون؟ امام ربانيءَ کي جهانگير جي حڪم سان گواليار ۾ نظربند نہ ڪيو ويو؟ شاهہ ولي الله جي تشريحي ۽ تفسيري خدمتن تي جامع مسجد دهليءَ ۾، مٿس قاتلانہ حملي ڪرائيندڙ ڪير هئا؟ شاهہ احمد شهيد ۽ اسماعيل شهيد کي ڪفر ۽ ارتداد جي فتوائن سان ڪنهن نوازيو؟ جديد دور ۾، جمال الدين افغانيءَ ۽ سرسيد احمد جي جدت پسنديءَ تي تهمت رکي، ڪنهن وار ڪيا؟ ڪمال پاشا ۽ زغلول پاشا تي دهريت جا الزام ڪنهن آندا؟ تازي زماني ۾ امام الانقلاب، عبيدالله سنڌيءَ کي ڪافر ۽ ملحد ۽ دهريو ڪنهن سڏيو؟ امام الهند، ابوالڪلام آزاد کي 'اسلام جو دشمن' ڪنهن ڪوٺيو؟ حتاڪ شاعر مشرق، علامہ اقبال کي بہ دشمن ملت ۽ دشمن اسلام سڏيو ويو! اهائي جاهليت آهي. جا قديم الايام کان اڄ تائين پنهنجيءَ جاهلانہ ۽ رجعت پسندانہ روش هيٺ، هر مصلح، هر محقق ۽ هر دانشمند جو استقبال 'ڪفر جي تلوار' ۽ 'الحاد جي لٺ' سان ڪندي آئي آهي. پر حقيقت ۽ ارتقا جو قافلو هلندو آيو آهي، ۽ جاهليت جا پُراڻا بُت پنهنجا ڪَٽيل ڏند انين ئي ڪرٽيندا آيا آهن! بقول اقبال،

ستيزه ڪار رها هے ازل سے تا امروز،

چراغِ مصطفوي سے شرارِ بولهبي!

علم ۽ دانش، عقل ۽ شعور سان جاهليت جو گويا ازلي ۽ ابدي وير آهي. جاهليت جو پهريون وار حق ۽ باطل جي 'تميز' تي ٿئي ٿو. چڱيون چوکيون، روشن ۽ بينا اکيون، انڌ جي پٽيءَ هيٺ اچي، سچ کي دانگي ۽ سوجهري کي اوندهہ سمجهڻ لڳن ٿيون. جاهليت جي وبا ۾ ورتل شخص ۾ نہ تميز بالغ ٿي رهي، نہ شعور ڪامل؛ نہ طبع صالح، نہ دماغ

سالم، ڏسڻ، سمجهڻ، پرجهڻ ۽ پروڙڻ جون سڀ روشنيون ختم! ڳالهه آها وٺندي، جا جاهليت جي تائيد ڪري، ماڻهو اهو ميٺو لڳندو، جو سندس تعصب ۽ تنگ نظريءَ، ڪج ادائيءَ ۽ غلط خيالن جي تائيد ڪندو. جاهليت وارو ماڻهو سائيءَ ورتل انهيءَ بيمار وانگر آهي، جنهن کي هر هنڌ ساواڻ پيئي نظر ايندي آهي. سو، جاهليت کي هر جاء الحاد، زندقو، ڪفر ۽ ارتداد پيو نظر ايندو: ايمان ۽ اسلام، امن ۽ صلح جو گويا نڪو نالو آهي نه نشان!

جاهليت جا به ڪيئي حصا ۽ شعبا آهن — علمي ۽ ادبي به، مذهبي ۽ ديني به، سياسي ۽ عمراني به، تمدني ۽ تاريخي به، نسلي ۽ قومي به. جاهليت هر حال ۾ انسانيت ۽ ان جي ارتقا لاءِ اهڙو زهر آهي، جنهن جو ڪو ترياق ئي ڪونهي. جاهليت جو مقام، فن ۽ علم ۾ بالڪل منفي (negative) آهي: شڪ ۽ شبهي، ظن ۽ گمان، زوال ۽ رجعت، فساد ۽ انتشار کي پيدا ڪرڻ ئي جاهليت جو منصبي عمل آهي.

جاهليت وارو اڻپڙهيل آهي، ته پوءِ سندس فساد البت محدود رهندو — محض وهم ۽ رسم تائين رهندو. ان جو مقابلو به سولو آهي، ته ان جي فساد جي اصلاح به آسان. ان جي زخم جي دوا دارون ناياب ناهي: علم ۽ حقيقت، استدلال ۽ معرفت جي روشنيءَ سان جاهلانه اونداهيون ڪافور ٿي وڃن ٿيون.

پر جي پڙهيل ڪڙهيل، پڪو پختو، سياڻو ۽ ڏنل وائنل ماڻهو 'اياڻو' ٿي پوي، ته پوءِ ان جي جاهليت آهي انڌي جي لٺ، جنهن جي نه اصلاح ٿي سگهي، ۽ نڪو ان جي ڏک ڦٽ جو علاج ئي آهي. 'پڙهيل جاهل' ذرا طبيعت جو سخت، متشدد، ڪج بحث، ناتجربيڪار، ڪم علم، ۽ پراون هٿن تي نچڻ وارو ٿئي ٿو: خود به ابن الوقت ۽ موقعي شناس ٿئي ٿو، ۽ نچي به ابن الوقتن ۽ موقعي پرستن جي هٿن ۾ ٿو. ان جو دماغ ۽ قلم، فڪر ۽ بحث، فيصلو ۽ نتيجو — سڀ مستعار ۽ اڌارو ٿئي ٿو. اهڙن 'مفاد پرستن' جي اصلاح ڪا پيغمبر سڳورن ڪئي هجي ته ممڪن آهي، باقي رواجي ماڻهن ڪان انهن جو سڌرڻ به ناممڪن آهي.

جاهليت اگر ڪا هڪ-اڌ رواجي ماڻهوءَ تائين محدود هجي، ته به نهيو، لڱ ٿيو: پر جڏهن ڏسڻا وائسڻا، ڄاتل سڃاتل، پڙهيل ڪڙهيل ماڻهو، تقدس ۽ اصلاح، تعمير ۽ انسان-دوستيءَ جا جبا ۽ لبادا ڍڪي ميدان ۾ اچن ٿا، تڏهن هڪ طرف 'قومي ڪردار' ۽ 'عوامي مزاج' کي زهر ٿو ملي، ته ٻئي طرف خود سماج جي صالح ۽ آسرندڙ دماغن ۽ قوتن کي پائمال ٿيڻو پوي ٿو. وري جڏهن اهو فساد ۽ زوال، اڳتي هلي، فردن کان نڍين گروهن تائين، ۽ گروهن کان قومن تائين ٿو پهچي، تڏهن اهو فساد نه فقط عالمگير ٿيو بنجي، پر آفاق گير به. ان لاءِ مولانا روميءَ چيو آهي ته "بي ادب نه فقط پاڻ کي ٿو ساڙي ناس ڪري، پر ان سان گڏ، پوريءَ انساني دنيا کي به جلائي ٿو ڇڏي." هونئن به، دانشمندن جو چوڻ آهي ته جذبات انگيز ۽ غير پختي ماڻهوءَ تي ئي 'جاهليت' جو جادو ڪم ڪري ٿو: جذباتي طبع واري جو عقل ۽ علم، جاهليت جي پهرئين ڏڪ سان ختم ٿيو وڃي: ان لاءِ رڳو انتظار

ڪرڻ گهرجي ته ڪڏهن تي منجهس سنجيدگي، صلاحيت ۽ صالحيت پيدا ٿئي؛ ڪڏهن ٿو علمي ۽ فڪري بلوغ تي پهچي.

جاهليت، عمر ۽ جسم جي لحاظ سان نه، پر عدم صلاحيت جي ڪري پيدا ٿئي ٿي. ڪڏهن ته ڪم عمر به بالغ ٿا ڏسجن، ۽ ڪڏهن ته وڏيءَ عمر وارا عالم به نابالغ ۽ جاهل ٿا ثابت ٿين — پر علم ۽ فڪر جي دائري ۾. جاهليت کي 'بي مُنهين تلوار' به سڏيو ويو آهي، جا ڪڏهن خود 'صاحبِ سيف' کي به ڦٽي ٿي رکي! آخري ڳالهه اها ته جاهليت جي انتها پسندانه شور و شر، انتشار ۽ فساد جي مقابلي ۾، ڪڏهن ڪڏهن اهڙا جذباتي سورهيه به پيدا ٿي پوندا آهن، جي انهن جي اصلاح لاءِ، اعتدال ۽ احتياط جون سڀ راهون لتاڙي، انتها پسنديءَ جو جواب انتها پسنديءَ سان ڏيندا آهن. ان کي علمي اصطلاحات ۾ 'ناگفته به' به چيو آهي، ۽ 'ناقابل تلافي' به.

ڪن صاحبن اسان جي ادب ۾ به اڄڪلهه اشتعال انگيز ۽ جذباتي تحريرن سان، حق ۽ باطل جو هڪ 'آڪاڙو' قائم ڪري ڇڏيو آهي؛ هر محقق 'حق' ان کي ٿو سمجهي، جنهن کي هاڻ يا سندس ساٿي حق ٿا سڏين. دراصل، اسين الهيءَ جانبداريءَ واريءَ پسند کي جاهليت سڏيون ٿا. تاريخ جي عظيم ورقن کي دهرائيندي، انهيءَ موقعي تي، اسين هيءُ عرض ڪرڻ چاهيون ٿا ته دوستو، اها ساڳي غلطي ته نٿا ڪريو، جا هن کان اڳ گهڻا ڀيرا ڪئي ويئي آهي: جنهن غلطيءَ، سقراط ۽ بقراط، غزاليءَ ۽ ابن رشد، روميءَ ۽ شاهه ولي الله، جمال الدين افغانيءَ ۽ عبيدالله سنڌيءَ کي قلم جي تلوارن سان ڇلي رکيو! انهن جو ڏوهه رڳو اهو هو ته هنن صاف صاف چيو ٿي:

'جو نقشِ کُهن تم کو نظر آئي، مٽادو!'

اسان جي نيڪ تمنا آهي ته ادبي ماحول ۾ پيدا ٿيل جاهلانه طريقن ۽ قلمي موشگافين کي قومي بقا، ادبي ارتقا، سماجي اصلاح ۽ فڪري واداري ۽ سڌاري جي صدقي ۾، نه فقط سڌاريو ۽ اجاريو وڃي، پر ان ۾ سنجيدگيءَ ۽ صلاحيت سان گڏ تعميري ۽ افادي روح به پيدا ڪيو وڃي.

وس مون ڪرڻ واڪا، پڌڻ ڪم پروچ جو!

-غ. م. گ.

[مهراڻ: نمبر ۲ ۽ ۳، سال ۱۹۶۱ع

## موجوده دور.

انساني تاريخ مسلسل ڪشمڪش ۽ جهاد جو عظيم ۽ عبرت انگيز داستان آهي. زندگيءَ جي ارتقا مختلف فڪري ۽ مذهبي نتيجن، گروهن ۽ طبقن جي ماتحت ٿيندي آئي آهي. هوليءَ ته زندگي خود وحدت آهي، پر ان جا ڪي مختلف‌النوع پهلو به آهن، ۽ تعبيري منطقي صورتون به آهن. اسين ان تفصيل کي مطالعي جي صاحبن لاءِ ڇڏي ٿا ڏيون. بحث جي طول بيانيءَ کي نظرانداز ڪري، هن قريب دور تي پهچون ٿا.

هن دور ۾ ماديات، مذهب ۽ اخلاق جي باهمي ڪشمڪش نظرانداز ڪري نٿا سگهون. اڄ صحيح معنيٰ ۾ انسانيت انهن پنهي فڪري گروهبندين ۾ ورهائجي چڪي آهي، حالانڪ احتياط ۽ اعتدال جي تقاضا اها آهي ته مذهب ۽ اخلاقيات محض رهبانيت ۽ جهل جو نالو نه آهي. انساني زندگيءَ جي تعبير ۽ تعمير لاءِ 'اخلاق' هڪ دائمي قدر جي حيثيت رکي ٿو. اختلاف محض افراط ۽ تفريط جي ڪري ٿيو آهي. دانشمند ۽ اهلِ فڪر طبقو ان کي چڱيءَ طرح سمجهي سگهي ٿو.

فتنو ۽ فساد هميشه انتها پسندانه حيثيت سان پيدا ٿيندو آيو آهي، اخلاقيات، پنهنجيءَ جاءِ تي، انساني تاريخ جو عظيم ورثو آهي. پر ماده پرستانه استعمار ۽ استبداد ان بيش بها سرمايي کي ڪافي نقصان پهچايو آهي. ماده پرست، انتها پسند ماڻهن ۾ اگر حڪمت، ۽ مصلحت شناسي هجي ها ته پوءِ هوند انساني تاريخ جي عظيم ورثي کي احترام جي نظرن سان ڏسن ها، ۽ مذهبي ۽ اخلاقي گروهبندين جي عملي ۽ تعميري فروگذاشتن کي ڪنهن حد تائين نظرانداز ڪن ها، ته پوءِ چڱو ٿئي ها.

هر اهلِ فڪر اخلاقيات ۽ مذهب جي صحتمند خدمتن جو اعتراف به ڪري ٿو، ۽ ان کي ساهه سان به سانڍي ٿو: ڇالاءِ ته اهو خزانو انساني تاريخ جي ارتقا سان گڏ هلندو آيو آهي. هر دور ۾ مختلف انساني نسل ۽ گروهه ان کي سنواريندا ۽ سانڍيندا آيا آهن. اهو خزانو هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين احترام ۽ تقدس جي هٿن سان منتقل ٿيندو آيو آهي. ان عظيم ذخيري ۾ انساني ضمير ۽ وجدان جي ترقيءَ ۽ صفائيءَ جون يادداشتون موجود آهن، جن ۾ انساني فڪر ۽ عمل جون مختلف حيثيتون ڏسي ۽ سمجهي سگهجن ٿيون.

ماده پرستانه انتها پسنديءَ جو اهو جذباتي ۽ پُرجوش قدم يقيناً تحسين جوڳو نه چئبو، جنهن جي حيثيت آن ڏڳي وانگر آهي، جو ڪنهن شيشي جي دڪان تي چڙهي وڃي ۾ ڪامياب ٿئي، ۽ پوءِ سارو نازڪ ۽ حسين سامان ڀڃي ڀورَ ڪري ڇڏي. يورپ جي هڪ سؤ سالن جي

تاريخ، پنهنجي نظري ۽ فڪري ترقيءَ جي حيثيت سان، ان ڳالهہ لاءِ شاهد آهي تہ اهو دور ڪيڏو نہ پُرخطر رهيو آهي.

علم ۽ سائنس جي ترقيءَ هوندي بہ، انسان جي بي‌احتياط دل و دماغ جي غلط لمونن ۾ حرڪتون ڪيون آهن، ان جو ردعمل آهستي آهستي پيدا ٿي رهيو آهي. هن دور ۾ فڪر جي صاحبن ۽ محققن، آزاد ۽ علمي نمونن ۾ تنقيدي انداز پيدا ڪرڻ شروع ڪيو آهي. ڪن وقتن تي اهڙن مفڪرن جي لبڪشائيءَ ۽ تنقيدي چنڊڇاڻ ۾ غم ۽ درد جو احساس بہ پيدا ٿي چڪو آهي؛ ان ڪي اعتراف بہ چئي سگهجي ٿو. مگر انهن دانشمندن جو اهو احساس ۽ اعتراف، رجعت پسندانہ ماضي پرستيءَ جي تائيد نہ سمجهڻ گهرجي. هو، هن دور ۾ علمي ۽ همہ گير اخلاقي ۽ مادي، فڪري ۽ نظري انقلاب چاهين ٿا.

ان اعتراف ۽ احساس جي صداي بازگشت مغرب جي هر محقق جي ڪتابن ۾ موجود آهي. مثال طور، هن دور جي وڏي محقق ۽ مؤرخ، پروفيسر آرنولڊ جي. ٽوئن بي (Arnold toynbee) جي خيالن ۽ راين ڪي مطالع ڪريو، جو هن دور ۾ تاريخ ۽ تهذيب انساني جو وڏو عالم چيو وڃي ٿو. لکي ٿو:

”هن دور جو انسان آن جُواريءَ وانگر آهي، جنهن جُواخاني ۾ پنهنجو سارو سرمايو وڃائي ڇڏيو آهي. هاڻي سندس معاش ۽ زندگيءَ جا سڀ اسباب آخري داوَ تي اچي چڪا آهن. هو چاهي ٿو تہ ڪيس اها راند ڪٽڻ گهرجي، پر ڪيس اهو بہ يقين آهي تہ سندس تاش ۽ هنر ۾ اهو زور نہ رهيو آهي، ۽ هارائڻ سندس مقدر ٿي چڪو آهي.“ (”ورلڊ رويو“، ١٩٤٩ع)

”هن دور جا فني ڪمالات پنهنجيءَ جاءِ تي بقاي حڪمت جي ضمانت لٿا ڏيئي سگهن. هر تمدن فني مهارتن جي ڪمال تي پهچي، پنهنجي اخلاقي سرمايي ڪان نظر هٽائي، پنهنجو آخري قدم خودڪشيءَ ڏانهن وڌائيندو آيو آهي. اهو بہ ممڪن آهي تہ هن دور جو انسان، ان تاريخي فيصلي مان سبق حاصل ڪري، پنهنجي تمدن جو رخ بدلائي وجهي. پر اها اميد بہ تڏهن پوري ٿي سگهندي، جڏهن موجوده انسان، امن ۽ جنگ جي ڪشمڪش ۾ رهندي، پنهنجي جنگي منصوبن ۽ انسان ڪُش اوزارن ۾ ڪمي آڻي سگهي، ۽ امن پسند بنجي.“

”مون انساني تاريخ جا ايڪيهہ تمدني دور مطالع ڪيا آهن. انهن ڪي ڏسندي، مون فيصلو ڪيو آهي تہ انسان جي موجوده اخلاقي زوال هوندي، اها اميد ڪري ئي نٿي سگهجي تہ هو مادي مفاد ڪي وساري ڪو صحيح اخلاقي فيصلو ڪري سگهندو. بيشڪ، نوع انسان جي محبت هڪ تاريخي طاقت آهي؛ پر اها بہ تڏهن ڪامياب ٿيندي، جڏهن اِها انسانذات سان محبت الله تعاليٰ جي محبت مان پيدا ٿيندي. منهنجي زورداو

راءِ اها آهي تہ هن دور جي وڏي ضرورت آهي: هڪ 'اخلاقي نظام'، ـــ ۽ ان سان گڏ مافوق‌الطبعيات ذات تي ايمان."

ٽوئن بيءَ جي مٿين تحقيق ۽ راءِ، جا هڪ عظيم مورخ ۽ عمرانيات جي ڄاڻوءَ جي راءِ آهي، هن دور لاءِ وڏي اهميت رکي ٿي.

ٻيو مفڪر ۽ عالم، ڊاڪٽر اليڪس ڪيرل، پنهنجي جڳ-مشهور ڪتاب "انسان نامعلوم" ۾، هن دور تي تنقيد ڪندي لکي ٿو:

"مشيني ايجاد ۾ اضافي ڪرڻ سان هن دور جي تقاضائن ۽ حالتن کي بهتر بنائي نٿو سگهجي. ان طرح رڳو طبعيات، فلڪيات ۽ سائنس جي مختلف شعبن ۾ ايجاد ۽ انڪشاف کي ڪا ايڏي اهميت ڏيئي نٿا سگهون. انسانذات لاءِ واجب آهي تہ هو پنهنجي ذهني ۽ اخلاقي زوال ڏانهن نهاري. پنهنجي تمدن ۾ لذت، عيش‌پرستي، ذوقِ جماليات جي پيچيدگين کي وڌائڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ اصل حقيقت اها آهي تہ انسانذات کي پنهنجي حقيقي مفاد ڏانهن وڌڻ کان سندس اخلاقي زوال ئي روڪي رهيو آهي.

"اها ڪا مفيد ۽ تعميري صورت ڪانہ آهي، جو پنهنجي زندگيءَ جو نظام جيئن پوءِ تيئن مُنجهائيندا رهون، ۽ ان ۾ پنهنجين قومن کي ناس ڪندا رهون. اسان جون اهي ڪوششون ۽ ڪاوشون اخلاقي زوال کي وڌيڪ وڌائين ٿيون، ۽ اسان جي عظيم نسلن جي صالح عناصر کي برباد ڪرڻ لاءِ نئين سج نيون ترڪيبون ٿاهين ٿيون.

"وڏ ۾ وڏ تيز رفتار بري ۽ بحري جهاز ٺاهڻ، آرام ڏيندڙ سواريون بنائڻ، سستا ريڊيا ٺاهڻ، ۽ خلا کي مطالع ڪندڙ دوربينن جي ايجاد کان وڌيڪ، ضرورت آهي تہ انسان 'خود شناس' بڻجي."

هن دور جو ٻيو وڏو محقق، پروفيسر ساروڪن، هن طرح ٿو ماتم ڪري:

"هن دور ۾ اخلاقي زوال جي ڪري، انسان ڪافي طور ذليل ٿي چڪو آهي. اجوڪو انسان رڳو مفاد پرست ٿي رهجي ويو آهي؛ مفاد ذاتيءَ کان ٻاهر هو ڪنهن بہ چڱيءَ چيز کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ئي ناهي. اڄڪلهہ انسان پنهنجي ذاتي مفاد ۽ مصلحت کي پنهنجو دين ۽ ايمان، شعار ۽ شان بنائي چڪو آهي؛ ۽ ان غلط روش جي ڪري، پوريءَ دنيا ۾ مستقل دشمنيءَ جو ٻج پوکجي چڪو آهي."

ان طرح، مشهور اِٽالن مفڪر، ڪروشي، پنهنجي ڪتاب "سياست ۽ اخلاق" ۾ لکي ٿو:

"انسانيت ڪئين ڀيرا نااميد ٿي چڪي آهي؛ پر هن دور جهڙي نااميدي اڳ ڪڏهين بہ نظر نٿي اچي. اڄ اهو مرض وڌي بہ ويو آهي، ۽ مهلڪ بہ ٿي چڪو آهي. هن دور جا فيلسوف، ۽ دوررس ۽ تيز نظر ماڻهو اها پيشنگوئي ڪري

رهيا آهن ته انسانيت جا قافلا، هر هنڌ، نهايت تاريڪ ۽ خطرناڪ غارن ۾ ڪِري رهيا آهن."

سي. ايم. جوڊ پنهنجي ڪتاب "رهنماي فسق جديد" ۾ هن طرح ٿو فرمائي:

"دانشمندي هڪ اخلاقي وصف آهي، ۽ يقيني طور هڪ قسم جو علم آهي؛ علم به اهڙو، جو صحيح مقصد ڏانهن رهبري ٿو ڪري. تنهنڪري، جا چيز اسان کي مطلوب آهي، سا اها ته ماڻهو صحيح مقصد کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪن. ٻين لفظن ۾، اخلاقي اعتبار سان بهتر بڻجن.

"اسان جي تهذيب جو بنيادي مسئلو اصل ۾ ڪنهن تنظيم جي نوعيت وارو ناهي، پر سراسر اخلاقي نوعيت وارو آهي."

مغرب جي مفڪرن جي ستين ماتم سرائي هڪ اعتراف آهي، ۽ اخلاقي اعتبار سان جراتمندانه قدم آهي.

ستين محققن جي تحقيق جي روشنيءَ ۾ سڀ کان اول اديبن تي فرض ٿو عائد ٿئي ته هو هن دور جي صحيح ترجماني ڪن، ۽ انسان جي اخلاقي شعور کي بيدار ڪن؛ فنون لطيفه ۾ اهو رنگ پيدا ڪن، جو اسان جي فرسوده فن ۾ زندگي پيدا ڪري، ۽ دل ۽ دماغ لاءِ اوجر پيدا ڪري، ۽ اسان کي گم ٿيل نعمتن تائين پهچائي.

مادہ پرستيءَ ۽ مذهبيت جي ڪشمڪش جا اسباب ڪي علمي ۽ فني آهن، ڪي مذهبي ۽ اخلاقي، ته ڪي سماجي ۽ تهذيبي. انهن جي ڪشمڪش کي ختم ڪرڻ لاءِ جنهن جرّات ۽ اعتدال جي ضرورت آهي، ان کي پيدا ڪرڻ لاءِ اديب ئي ذميدار ٿي سگهن ٿا، جن جي غور ۽ فڪر، فن ۽ ادب کي پڙهيو وڃي ٿو، جن جي علمي ۽ ادبي تخليقات ۾ زندگيءَ جي صحيح ترجماني موجود آهي. اديب ۽ انهن جو فن ۽ فڪر قومن جي قسمت ۽ طبيعت کي بدلائڻ لاءِ وڏو ڪم ڪري سگهي ٿو. انهن تي فرض آهي ته هو هن دور جي اصلاح لاءِ تعميري نموني ۾ فن جي اشاعت ڪن، نئين دور ۽ ان جي تقاضائن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪن. هن دور ۾ ڪيترن جلدباز ۽ غير محتاط اديبن جي ادبي سرمايي، علمي ۽ ذهني طور تي، يقيناً ڪا صحيح راهه نه ڏيکاري آهي. بلند پايه ۽ محقق قسم جي اهل قلم ماڻهن لاءِ لازم آهي ته ان جي تلافي ۽ صفائي به ڪن، ۽ پڙهندڙن جي ذهن لاءِ متوازن ۽ معتدل، محتاط ۽ صحت وارو ادب پيش ڪري اخلاقي قدرن کي روشن ڪن، جيئن نوآموز اديبن ۽ سندن پڙهندڙن ۾ لکڻ ۽ سوچڻ جون نيون صلاحيتون پيدا ٿين. — غ. م. گ

(مهراڻ: نمبر ۴، سال ۱۹۶۱ع)

---

## ١٩٦٣ع

١- ١٩٦٢ع

## نئون سال.

زندگي ۽ ان جو نظام ارتقا پذير ۽ انقلاب انگيز آهي، ۽ هڪ ماوراءالعقل عظيم هستيءَ جي گونا گون تخليق جو حسين ۽ جميل شاهڪار آهي. سندس هر مظهر عجيب ۽ سندس هر منظر حسين: خالقِ ڪائنات جي بي پايان حڪمت هر تغيرّ ۽ انقلاب ۾ نمايان: رب ڪريم جي مصلحت ۽ مشيت هر پهلوءَ تي حاوي ۽ غالب. عدم جي لامنتها دور کان زندگيءَ جو قافلو روان ۽ دوان، لرزان ۽ پيچان، پيو هلي، ۽ پيو هلندو. عدم جي موهوم ابتدا کان، ابد جي نامعلوم انتها تائين، رکيو سفر آهي. عدم ۽ وجود جو هيءُ فلسفيانه مظهر: عقل ۽ علم جي نارسائيءَ تي تبسمّ آميز نگاهه سَچيندي پيو رڙهي، پيو وڌي، ۽ پيو هلي. انسان جو فڪر ۽ فهم، عقل ۽ نقل، اِن حڪمت آميز مشيت متعلق عاجز ۽ قاصر آهي:

”ڪس نہ ڪشود نہ ڪشايد بحڪمت اين معما را.“

انسان هن زندگيءَ ۽ ڪائنات جو سنواريندڙ ۽ سينگاريندڙ آهي. رب ڪريم جي نيابت ۽ خلافت جون ذميداريون کيس سونپيل آهن —

”قرعہ فال بنامِ منِ ديوانہ زدند!“

— تنهنڪري، زمان ۽ مڪان جي گردش دوران ۾ حيران ۽ پريشان بہ آهي، نالان ۽ سرگردان بہ آهي:

”ما ز آغاز و ز انجامِ جهان بيخبريم،
اول و آخرِ اين ڪهنہ ڪتاب اُفتاد است.“

انسان جي جدوجهد ۽ ڪشمڪش، تعمير ۽ تخريب، ارتقا ۽ حرڪت، ڪائنات جي ترقيءَ ۽ بقا جي سلسلي ۾ هڪ مثالي ۽ حقيقي عمل جي حيثيت رکي ٿي. مناظرِ قدرت، مظاهرِ فطرت ۽ اشاراتِ مشيت کي واچيندي ۽ ووڙيندي، تجربي ۽ مشاهدي، تلاش ۽ مطالعي ڪندي، ڪيئي نتيجا ڪڍيا اٿس — ڪي مثبت تہ ڪي منفي. تاهم، لکن ڪروڙن سالن جي مسلسل جدوجهد ۽ تعمير، تلاش ۽ حاصلات کان پوءِ بہ ايئن ٿي چئي رهيو آهي:

”خالق تنهنجي ڪانڌ جو، پرو پاند نہ ڪو!“

انسان پنهنجن بزرگن جي جدوجهد کي مشعل راه بنايو، پيو تو جڳ بدلائي. هر دور جو انسان، پنهنجن بزرگن جي شعور ۽ حاصلات جو حقيقي مالڪ ۽ وارث آهي، ۽ ان سان گڏ

ناقد ٻہ ڪاٻہ تھذيب تيستائين صحتمند ارتقا نٿي ڪري سگھي، جيستائين ان جا وارث تنقيدي نقطہ نگاھہ سان خير ۽ شر، حق ۽ باطل کي پرکي نٿا ڄاڻن.

اھو بہ ياد رھي تہ اسان جا شاندار آبا ۽ اجداد بہ پنھنجن وڏڙن جي ويچار جا پارکو ۽ نقاد ھئا. بلڪل ان ڳالھہ وانگر ھن دور جا نئدا، پنھنجن وڏڙن جي ويچارن ۽ نتيجن جا پارکو آھن. ۽ ھن دور جي تنقيدي مطالعي کي ايندڙ نسل ائين ئي ڦولھيندا ۽ ويچائيندا، جيئن اڄڪلھہ گذريل شاندار ماضيءَ متعلق، تحقيق ۽ تنقيد جي ميدان ۾ صحتمند ڪم ٿي رھيو آھي.

اڄ جي ضرورتن ۾ اھم ضرورت اھا بہ آھي تہ موجوده دور جو انسان پنھنجن بزرگن جي عظيم فڪري ورثي کي ھيئنين سان ھنڊائي، پرکي، ۽ تکي توري؛ ۽ ڏسي وائسي، پنھنجي زندگيءَ جي عامل ۽ فعال قوتن سان زندگيءَ کي آجاريندڙ آھو ورثو پيدا ڪري، جو ايندڙ نسلن لاءِ مشعلِ راه ٿئي، ۽ انھن لاءِ حق ۽ باطل جي وچ ۾ فرق ڪندڙ معيار ۽ قدر بنجي.

سڪڻ ۽ پرکڻ، تحقيق ۽ تنقيد جا اھي معيار ۽ قدر، انساني زندگيءَ جا بنيادي معيار آھن، جي زندگيءَ جي ارتقا ۽ بقا، بچاءُ ۽ سنڀاءُ لاءِ ھردور ۾ ڪم ڪندا آيا آھن، ۽ اڳتي ھلي، اھي ئي زندگيءَ کي سنواريندا ايندا.

’مھراڻ‘، انھن نيڪ مقصدن ۽ ارادن کي تڪميل تي پھچائيندي، نئين سال ۾ پير پاتو آھي. رب ڪريم شال اسان کي ڪامياب فرمائي!

’نئون سال‘ چئي، اسان ڪاٻہ نئين حقيقت ڪانہ پيش ڪئي آھي. ’زمانو‘ پنھنجي ھيئت ۽ حساب جي لحاظ سان مسلسل آھي، ۽ وحدت آھي، جنھن کي اسين إضافي تقسيم سان بيان ڪرڻ تي ھري ويا آھيون، ۽ ان کي ڪڇڻ ۽ ماپڻ جي ڪوشش بہ ڪريون ٿا ـــ حالانڪ اسان جي ڪَڇَ ۽ ماپَ، ڳَڻَ ۽ تورَ جا اھي گَزَ ۽ ماپا، وَٽَ ۽ توراڙا سڀ اسان جا پنھنجا ’ذھني پيمانا‘ آھن ـــ محض اضافي، نسبتي، ۽ غيرحقيقي. اسان ئي ’اڄ‘ ۽ ’سڀاڻي‘، ’ڪالھہ‘ ۽ ’پرھينءَ‘ کي پيدا ڪيو آھي. ھفتا، مھينا، سال ۽ صديون، اسان ئي گھڙيا آھن. وڏيڪ روشن خياليءَ جو ثبوت ڏيندي، اسين ’ماضي‘، ’حال‘ ۽ ’استقبال‘ چئي ويٺاسين، حالانڪ نڪو ماضيءَ جو وجود، نڪو استقبال جو سوال: اگر ڪجھہ آھي تہ اھو ’حال‘ ئي آھي، جنھن ۾ اسين آھيون، ۽ جو اسان جو آھي. اسين ’حال‘ کان سواءِ بيحال، ۽ ’حال‘ اسان کان سواءِ بي معنيٰ:

”ڪَنين ماضي مس ۾، ڪَنين استقبال،
حيف تنين جي حال، جن وساريو حال کي!“

ڪاش، اسين زمان ۽ مڪان جي ان حقيقت کي پنھنجيءَ دل ۾ جاءِ ڏيون! اسان جي بزرگن حال فراموشيءَ کي ڪفر سڏيو آھي، ۽ ’اڄ‘ کي ئي سيڪجھہ سمجھيو آھي. صديق فقير فرمايو آھي:

"جيڪي آهي 'اڄ'، سو سڀان ناهه، "صديق" چئي،
واجي وانگر وڃ، سڀني ڪي سُرلسي ڪري!"

لهٰذا، 'اڄ' ۽ 'سڀاڻي' کي اسان وٽ ڪا مقصدي حيثيت ڪانه آهي، نڪا زماني جي قرب ۽ بُعد کي ئي ڪا حقيقي اهميت حاصل آهي. 'اڄ'، سڀاڻي 'ڪلهه' ٿي ويندو، ۽ 'ڪلهه' مان هفتا، مهينا، سال ۽ صديون! شال اسين زماني جي حقيقت کي سمجهون، ۽ ان تي تسخير حاصل ڪريون!

اهو آهي زندگيءَ جو عظيم مقصد ۽ عظيم استعمال، ۽ مشيت الاهي جي تقاضا.

ڳالهه ڪُٺانئي، خير جا ٻارهن مهينا پورا ٿيا. اسين ۱۹۶۲ع جي 'نئين سال' ۾ آهيون. 'مهراڻ' جو هيءُ پرچو، هلندڙ سال جو ٻهريون پرچو آهي، جو حسن ۽ اعتبار جي جاذب نظر رنگينين ۽ رعنائين سان گڏ، وقت جي ڪَٿَ موجب، پوري وقت تي شايع ٿي، پارڪن جي هٿن تائين پهتو آهي. هونئن ته، ديرمدار جو مسئلو، ڪَڇَ ۽ ماپَ، ڪيفيت ۽ ڪَميت جي لحاظ سان، ڪاٺي ۽ ڪَچ، موتيءَ ۽ ماڻڪ جي ملهه ۽ افاديت آهر پرکڻ گهرجي — پوءِ ليکو سولو آهي. اميد ته اسان جا ناظرين اسان جي ڪاوش ۽ ڪوشش کي 'فهم ۽ بصيرت' جي ميزان ۾ توريندا، ۽ نه 'وقت ۽ مدت' جي ماپي سان مَئيندا:

"اي اهلِ نظر ذوقِ نظر خوب هے، ليکن،
جو شے کي حقيقت کو نه سمجهے، وه نظر کيا؟"

## نئون آئين.

'مهراڻ' جو نئون سال مادروطن جي نئين آئين جي استقبال ڪندي شروع ٿي رهيو آهي. اسان جو 'نئون آئين' هڪ نئين دور جو آغاز آهي. پاڪستان جي حريت پسند افڪار جو ترجمان ۽ جديد تقاضائن جو آئينه دار "آئين"، شال ملڪ و ملت جي نئينءَ تعمير جا اسباب پيدا ڪري، ۽ اسان جي سالميت ۽ ارتقا جو وسيلو بنجي — آمين!

ڪنهن به مملڪت جو آئين اصل ۾ عوام جي تهذيبي، ديني، فڪري ۽ سماجي افڪار مان تشڪيل ورتي ٿو، ۽ عوام مملڪت جو نظام ڪنهن بنيادي مذهبي معيار جي حصول لاءِ پسند ڪري ٿو. اهي معيار ۽ قدر ان عوام جي ضمير، جذبات ۽ عمل و حرڪت ۾ فعال عناصر جي حيثيت رکن ٿا. گويا اصل محرڪ، عوام ۽ انهن جي معيارحيات ۾ لڪل آهي؛ مملڪت ۽ آئين، انهن جي ارتقا ۽ نفاذ جو فقط ذريعو ۽ وسيلو بنجن ٿا. اصل اهميت محض عوام کي حاصل آهي، باقي سڀ چيزون اضافي ٿين ٿيون. ان ۾ مملڪت، نظام حڪومت، آئين، دستور، طريق ڪار، اصولِ نفاذ — سڀ اچي وڃن ٿا. لهٰذا، آئين ئي چئي سگهجي ٿو ته آئين بذاتِ خود نه مقصد آهي ۽ نه آخري ڪَڙي؛ البت، ڪنهن به عوام جي ضمير جي آبياريءَ، ۽ سماجي ارتقا ۽ ديني ۽ فڪري عمل و حرڪت لاءِ نشانِ راهه ضرور آهي. شڪر جو مقام آهي جو ۱۴-۱۵

سالن جي مسلسل جدوجهد ۽ تعميري تقاضائن هن ملڪ ۽ عوام کي "آئين" عطا ڪيو آهي، ۽ اسان جو وطن بين الاقوامي آئيني دور ۾ قدم رکي، پنهنجي جمهوريت پسند ميلانات جو اعلان ڪري چڪو آهي.

هن "آئين" جي بنيادي خصوصيت آهي — هن ملڪ جي عوام جي 'دين' جو تحفظ. اهو ظاهر آهي ته هتي جي عوام جو مذهب اسلام آهي؛ لهٰذا، هن ملڪ جي بنيادي تقاضائن مان هڪ مکيه تقاضا اِها آهي ته هت 'اسلامي نظام' پيدا ٿئي، ۽ مسلم معاشري جي تشڪيل ۽ تعمير ۾ اسلام جي بنيادي قدرن کي اهميت ڏني وڃي. اسلام خود هڪ فڪرانگيز، انقلابي ۽ اصلاحي دين آهي. ان جا اصول زندگيءَ جي صحتمند قدرن جي اصلاح لاءِ بنيادي حيثيت رکن ٿا. اي ڪاش، اسان جو بيروح معاشرو 'دين' تي عمل ڪري، ۽ پنهنجي زندگيءَ کي فڪري ۽ تهذيبي نعمتن سان مالامال ڪري! ان حيثيت سان، اسان جي روشن ضمير اديبن تي به فرض آهي ته هو پنهنجي 'فن' کي اصلاحِ ملت لاءِ وقف ڪن، ۽ انسانيت جي عظيم ورثي جي ترجماني ڪن، جيئن اسان جي پسمانده قوم شعوري ۽ فڪري، سماجي ۽ تهذيبي خيال سان دنيا جي زنده قومن ۾ شمار ٿي سگهجي.

## عظيم دانشورن جون ورسيون.

### خسرو.

حضرت امير خسرو رحه جو ڇهه سؤ ڇاونجاهون (٦٥٦) عرس، هند-پاڪ جي مختلف هنڌن تي، ٢٥-مارچ ١٩٦٢ع تي، وڏي اهتمام سان ملهايو ويو آهي.

خسرو، پاڪ و هند جو عظيم صوفي، شاعر، فلسفي، عالم، اديب، موسيقار ۽ صاحب طرز فنڪار جي حيثيت سان، بين الاقوامي عظمت ۽ شهرت حاصل ڪري چڪو آهي. خسرو جي فن جي جامعيت به حيرت جهڙي آهي. هڪ طرف وزير باتدبير ۽ رموزِ مملڪت جو دانا، ته ٻئي طرف عابد ۽ ذاڪر، تصوف ۽ مقامات سلوڪ جو سالڪ، درويش-صفت ۽ پاڪ نهاد. سياست ۽ تهذيب، فن ۽ ادب، تصوف ۽ سلوڪ، موسيقي ۽ سازسرود، شاعري ۽ نثرنگاريءَ تي بيڪ وقت حاوي. صوفيانه ڪمالات، عشق و رندي، ڪيف و سرمستي، جذب و حسن پرستي جي معاملات ۾ به پنهنجو مَٽ پاڻ هو. سچ پچ، خسروءَ جهڙيون جامع ڪمالات هستيون تمام ٿوريون پيدا ٿينديون آهن.

سندس شهرت، موسيقار جي حيثيت سان تاريخي عظمت رکي ٿي. خسروءَ پراڻين طرزن، راڳڻين، وچت جي ڌُنن ۾ نئون روح پيدا ڪيو. پنهنجي استادانه ۽ مجتهدانه فن سان ايران، عرب ۽ ترڪيءَ جي موسيقيءَ ۽ طرزن کي هندي موسيقيءَ سان پيوند ڪري، نيون نيون راڳڻيون ايجاد ڪيائين. هندي موسيقيءَ ۾ هندستان جي سيني راڳيندڙن ۽ فنڪارن کي شڪست ڏنائين، ۽ 'نائڪ' جو درجو حاصل ڪيائين. راڳ ۾ ترانو، قول ۽ قلبانه سندس ايجاد آهي. ان ڪان سواءِ،

'ڪافي' ۽ 'ايمن ڪلياڻ' به سندس ايجاد آهي. ان ڪان سواءِ ستار تي ٽين تارَ به چون ٿا ته خسرو رحه جي ايجاد آهي. قواليءَ جهڙي لذيذ ۽ دلنشين، وجدانگيز ۽ جامع السرور گائڪي به سندس جذب انگيز شخصيت جي مرهون منت آهي.

شاعريءَ ۾ به خسروءَ جو مقام نهايت بلند آهي. خاص طرح سان غزل جو بادشاهه آهي. سعديءَ ڪان پوءِ فارسي غزل ۾ خسرو سيني ڪان گوءِ ڪٽي ويو آهي. سندس ڪلام جا پنج ديوان آهن. ان ڪان سواءِ گهڻو ڪري غزلگو شاعر، شاعريءَ جي ٻين صنفن ۾ ناڪامياب ثابت ٿيا آهن. مثال طور، 'نظيري' قصيدي لکڻ ڪان قاصر هو، ۽ 'عرفي' مثنوي لکڻ ۾ عاجز ثابت ٿيو. پر خسرو ان حيثيت سان به مستثنيٰ حيثيت جو مالڪ آهي. 'نظامي' گنجويءَ جي مشهور 'خمسه' جي جواب ۾ جيڪي پنج مثنويون خسروءَ لکيون آهن، تن لاءِ نقادن جي راءِ آهي ته 'نظامي' جو جواب آهن. اهڙو ٻئي ڪنهن به شاعر جواب نه لکيو آهي. ان طرح، خسروءَ جو هڪ قصيدو جو "بحرالابرار" جي نالي سان مشهور آهي، ان جو معيار ۽ فني مقام 'خاقانيءَ' جي قصيدن جي برابر آهي. خسروءَ غزل، قصيدي ۽ مثنويءَ ڪان سواءِ هندي دوها، مڪرٽيون، دوسخنا، گجهارتون ۽ گيت به لکيا آهن، جي اڄ به زبان زد خاص و عام آهن.

خسروءَ هندستان جا ٽي حڪمران خاندان ڏٺا — غلام، خلجي ۽ تغلق. سندس شهرت جي ابتدا بلبن جي دور ۾ ٿي. خسرو، سلطان جي وڏي فرزند خان شهيد جو دوست هو، جنهن جي شهادت ڪان پوءِ خسرو قيد ڪيو ويو، ۽ آزاديءَ ڪان پوءِ حڪومت جي مختلف عهدن تي فائز رهيو ۽ وزير به ٿيو.

طريقت ۽ تصرف ۾ حضرت محبوب الاهي خواجه نظام‌الدين اولياءَ دهلويءَ جو مريد ٿيو، ۽ اڳتي هلي 'خلافت' حاصل ڪيائين. خسروءَ کي حضرت خواجه سان والهانه عشق هو. هڪ روايت ۾ آيل آهي ته هڪ ڀيري حضرت خواجه هڪ غريب سفارشيءَ کي پنهنجي جتي سفارش طور ڏني، جا خسروءَ وٽ آندي ويئي؛ خسروءَ اها جتي مٿي تي رکي، پيادل دهليءَ آيو، حالانڪ خسرو ان دور ۾ وزير هو.

خسروءَ جي باقيات صالحات ۾ موسيقي، شاعري، ادب، فن ۽ تهذيب جا مختلف‌النوع جواهرات آهن، جن جو مطالعو ادب و فڪر جي زندگيءَ لاءِ ضروري آهي. اڄ ڪان ٦٥٦ سال اڳ وفات ڪيائين. سندس مقبرو خواجه نظام‌الدين اولياءَ دهلويءَ جي پيرانديءَ ۾ آهي.

## خوشحال خان خٽڪ.

پشتو زبان جي مشهور آتش نوا ۽ انقلابي شاعر خوشحال خان خٽڪ جي ورسي، ٢٥-مارچ ١٩٦٢ع تي، هرهنڌ نهايت اهتمام سان ملهائي ويئي، ۽ سندس عظيم فن کي خراج عقيدت پيش ڪئي ويئي.

خوشحال خان خٽڪ، هڪ آزاديءَ جو پرستار، حريت پسند، مجاهد، غازي ۽ صوفي شاعر جي حيثيت سان ملڪان ملڪ مشهور آهي. سندس مجموعه ڪلام ۾ چاليهه هزار اشعار آهن. سندس

ڪلام تصوف ۽ عشقِ الاهي، معرفت ۽ حڪمت، حسن ۽ جمال جي پاڪيزه جذبات سان پرپل آهي. سندس عشقيه ڪلام گهٽ آهي. سندس گهڻو تڻو ڪلام مجاهدانه رجزخوانيءَ تي مشتمل آهي. قادرالڪلامي، زورِ بيان ۽ شڪوهِ الفاظ ۾ سندس ڪلام پشتوءَ ۾ اوليت جي حيثيت رکي ٿو. سندس ڪلام مان تلميحات طور اشعار، علامہ اقبال به پنهنجي ڪلام ۾ آندا آهن. ان کان سواءِ، سرحد جي سابق گورنر سر اولف ڪيرو، خوشحال خان جو ڪلام انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري پڙ شايع ڪرايو هو، ۽ مغربي عالمن کي هيئن لکي آهو پيش ڪيائين: "مشهور انگريز شاعر ملٽن جي همعصر، خوشحال خان ختڪ جي خيالات کان مستفيد ٿيڻ گهرجي." تازو 'پشتو ايڪيڊمي' پشاور پاران سندس فن ۽ سوانح تي جامع ۽ مڪمل ڪتاب اردوءَ ۾ شايع ٿيو آهي.

خوشحال خان ١٦٠٩ع ۾ ڄائو، ۽ ١٦٨٩ع ۾ پشاور جي پرسان وفات ڪيائين.

## سر سيد احمد خان.

٢٧-مارچ ١٩٦٢ع تي، برصغير هند-پاڪ جي مشهور عالم ۽ تعليمي خدمتگذار، سر سيد احمد مرحوم جي ورسي، هندستان ۽ پاڪستان جي علمي ۽ تعليمي حلقن طرفان نهايت اعليٰ پيماني تي ملهائي ويئي آهي.

سر سيد احمدخان جا وڏا مغلن جي دور ۾ ايران کان آيا، ۽ مغلن وٽ وڏن درجن تي فائز رهيا. سر سيد احمدخان جي بزرگن کي شاهہ غلام علي نقشبندي دهلويءَ سان دلي عقيدت ۽ ارادت هئي. اهو ئي سبب آهي جو ننڍيءَ عمر کان وٺي، نقشبنديه خاندان، خاص طور امام رباني مجدد الف ثاني سان سر سيد احمد کي خاص عقيدت هئي. مذهبي ماحول ۾ تربيت حاصل ڪرڻ ڪري، سر سيد هڪ مذهبي ۽ پاڪباز عالم جي حيثيت سان مشهور ٿيو. جديد علوم مان واقفيت پنهنجي نالي خواجہ فريدالدين کان حاصل ڪيائين، جو ان دور جو وڏو عالم، فلسفي ۽ رياضيدان هو. ١٨٣٦ع کان وٺي مختلف منصب ماڻيندو رهيو. انگريزن جي دور ۾ مسلمانن جي زبون حاليءَ کيس ڏاڍو متاثر ڪيو. مسلمانن جي معاشي، تعليمي ۽ مذهبي زوال سان گڏ، ١٨٥٧ع جي بلوي کيس جهوري وڌو. ان سان گڏ مسيحي مشنريز، خاص طور سر وليم ميور، حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي پاڪ سيرت تي غليظ حملا ڪيا، جن کيس بيتاب ڪري وڌو. ان دور ۾ سر سيد احمد ملازمت کي ترڪ ڪري، مسلمانن جي تعليمي ۽ اصلاحي ڪم ۾ هٿ وجهي ڏنو. ١٨٤٧ع ۾ "آثارالصناديد" لکيائين. ١٨٥٥ع ۾ "آئين اڪبري"، "تزڪ جهانگيري"، ۽ ضياءالدين برنيءَ جي خود لوشت سوانح مرتب ڪيائين. ١٨٥٧ع ۾ "اسباب بغاوت هند" لکي، انگريزن تي سخت تنقيد ڪيائين.

تعليمي سلسلي ۾، ١٨٥٩ع ۾ مرادآباد ۾، ۽ ١٨٦٢ع ۾ غازي آباد ۾، اسڪول قائم ڪيائين.

۱۸٦۹ع ۾ انگلنڊ ويو. واپسيءَ تي عليگڙهه تحريڪ پيدا ڪيائين، ۽ جديد ۽ قديم علوم و فنون تي مشتمل مدرسي جو بنياد وڌائين. سندس ان جدت پسند قدر تي قدامت پسند طبقن خوب چوهه چنڊيا، گاريون ڏنيون، ۽ ڪيس ڪافر ڪوٺيو. ۱۸۷۰ع ۾ ”تهذيب الاخلاق“ جاري ڪيائين. ان ۾ قرآن جي تفسير، رسول ڪريم جي سيرت طيبه ۽ ٻين علمي مسئلن تي مقالا لکيائين. ان ئي دور ۾ سر وليم ميور ڪي دندان شڪن جواب ڏيندي، ”خطبات احمديه“ شايع ڪيائين، جن جو جواب اڄ تائين مسيحي مشنريز طرفان نه لکيو ويو آهي.

قديم مذهبي خيالات کان هٽي، معجزات، ملائڪ، حشر و نشر، عرش ۽ لوح، برزخ ۽ حيات بعدالممات کان انڪار ڪيائين، ۽ انهن جو تاويل جديد سائنسي معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪيائين. سندس اهي خيالات پسند نه آيا. سندس جديد مذهبي ميلانات ڪي ’نيچري‘ سڏي، مٿس ڪفر جون فتوائون لڳايون ويون. ان ڪم ۾ مولوي چراغ علي، نواب وقارالملڪ ۽ مولانا حاليءَ پارن عالمن سندس ساٿ ڏنو، ۽ شبليءَ ۽ اڪبر سندس مخالفت ڪئي.

سر سيد احمد جو مذهبي نقطه نظر خالص عقلي هو، تنهنڪري مابعدالطبعيات جو انڪار ڪري ويٺو ـــ حالانڪ مابعدالطبعيات جو عالم وسيع آهي. دراصل، اها سندس اجتهادي غلطي هئي. سندس ڪارنامن ۾ عليگڙهه يونيورسٽي نمايان حيثيت رکي ٿي.

سر سيد احمد جي مذهبي خيالات جي قطع نظر، سندس سياسي بصيرت جو داد ڏيڻو پوي ٿو.

سر سيد احمد سڀ کان اول هندو عالمن کي تنبيهه ڪئي ته هو مسلمانن سان مساويانه طور هلن. هندن جي مخالفت کي ڏسي چيائين، ”هاڻي ته ڪجهه به نه ٿيو آهي: وقت ثابت ڪندو ته اهي مخالف مسلمانن سان ڪهڙيون عقوبتون ٿا ڪن، جي پاڻ کي تعليميافته سڏائين ٿا. جيڪي جيترا هوندا، سي ڏسي وٺندا!“ (حيات جاويد)

ان دور ۾ متعصب انگريز عالم ’هنٽر‘ هڪ ڪتاب لکيو، ۽ مسلمانانِ هند کي چئلينج ڪيائين ته ’ڇا، ڪنهن مسلمان بادشاهه جي حملي وقت هندستان جا مسلمان انگريزن سان مقابلو ڪندا؟‘ ان جي جواب ۾ هندستان جي ڪنهن به عالم جواب نه ڏنو. سر سيد احمد ڪيس دندان شڪن جواب ڏيندي لکيو، ”ڪو به نٿو چئي سگهي ته دشمن تي ٻاهرئين حملي ٿيڻ تي ڇا ڪرڻ گهرجي. مگر آءٌ چوان ٿو ته هندستان جا مسلمان، پنهنجي حاڪم دشمن جي مقابلي ۾ پرديسي مسلمان قوت جي پشت پناهي ڪندا، ۽ سينو تاڻي وڙهندا!“ (حيات جاويد)

سر سيد احمد مسلمانن جي تعليمي ترقي، وحدتِ خيال، مرڪزيت، سياسي مقام ۽ آزاديءَ لاءِ جو ڪجهه ڪيو، اهو ظاهر آهي. انگلنڊ کان واپس اچڻ کان پوءِ، هڪ افسرده ۽ شڪست خورده قوم ۾ روح پيدا ڪيائين، ۽ هندن جهڙا حق طلب ڪيائين، ۽ جديد مذهبي شعور پيدا ڪيائين. سندس مذهبي خيالات متعلق فتوائن ملڻ تي مولانا حاليءَ لکيو آهي، ”دراصل ڪفر جون فتوائون، فتوائون ناهن، پر سر سيد احمد جي اعليٰ درجي جي مسلمان هجڻ جون سندون آهن. اهي تحفا هميشه اهڙن ماڻهن کي ملندا آيا آهن، جي اهلِ حق آهن.“ (حيات جاويد)

## ابوالڪلام آزاد.

امامالهند، مولانا ابوالڪلام آزاد جي بين الاقوامي شخصيت ۽ شهرت ڪان ڪير ناواقف آهي؟ مولانا آزاد، جامع الڪمالات ۽ ستوده صفات شخصيت جو مالڪ هو. 'آزاد'، ساڳئي وقت عالم به هو ۽ انشاپرداز بہ، شاعر بہ هو ۽ ساحر بہ، خطيب بہ هو ۽ اديب بہ، واعظ بہ هو ۽ مصلح بہ، سياسي قائد بہ هو ۽ حرّيت پسند مجاهد بہ، مفسرقرآن بہ هو ۽ حاميءِسنت بہ، محدث بہ هو ۽ فقيه بہ، مجتهد بہ هو ۽ مجدد بہ، صوفي بہ هو ۽ فلسفي بہ. اصل ۾ اهڙيون جامع الصفات ۽ نادره روزگار هستيون هن عالمِ رنگ و بو ۾ تمام گهٽ پيدا ٿينديون آهن.

'آزاد' ۾ جلال ۽ جمال، جذب ۽ ذوق، حسن ۽ عشق، علم ۽ عرفان، دين ۽ دنيا، سياست ۽ رياست، بيڪ وقت موجود هئا. جلال ۽ جمال جو اهڙو پاڪيزه امتزاج تمام ٿورن ماڻهن ۾ نظر اچي ٿو. مولانا آزاد جي فڪري ۽ شعوري ارتقا جي تجزئي ۽ تحليل ڪان پوءِ، معلوم ٿئي ٿو تہ مولانا، عرب جي جلال ۽ هند جي جمال جو بهترين مثال هو. انهن پنهي ملڪن جي آبرو ۽ وقار جو پيڪرِ جليل ۽ ايران جي نغمہ سنجيءَ جو بلبل هزار داستان! مولانا ۾ عرب جي لطافت ۽ بلاغت، هند جي فصاحت ۽ شيرين مقالي، ترڪ جي خودداري ۽ خودي، ايران جي شيريني ۽ رنگيني، ۽ سنڌ جي فقيري ۽ درويشي هئي.

مولانا جو محبوب ترين متاع هو آزادي — ملڪ و ملّت جي آزادي، ذهن ۽ فڪر جي آزادي، قول ۽ عمل جي آزادي- مولانا هر غلط قسم جي قيد ۽ بندش ڪان باغي هو. مولانا جي سيرت ۽ تصنيفات گواهہ آهن تہ مولانا مطلق العنان ۽ متڪبّرانہ انانيت جي خلاف هو. هو ڪميونسٽ نہ هو. انساني سيرت جي تعمير ۽ تشڪيل لاءِ، روح ۽ دماغ جي تطهير لاءِ، جي پابنديون مذهب ۽ اخلاق جي طرفان عايد ٿيل آهن، تن جو قائل هو. مولانا آزاد انساني فڪر جي تعمير لاءِ علم ۽ عقل، بصيرت ۽ استدلال، مذهب ۽ اخلاقيات، اخوت ۽ انسانيت جي پابنديءَ کي ضروري سمجهي ٿو.

مولانا آزاد جهڙي حرّيت پرور شخصيت کي خراج عقيدت پيش ڪندي، حضرت شيخ الهند مولانا محمودالحسن رحہ فرمايو آهي: "آزاديءَ جو سبق اسان ڪان وسري ويل هو، اسان کي 'آزاد' اهو سبق ياد ڏياريو."

مهاتما گانڌيءَ جهڙو داعي ۽ مصلح بہ فرمائي ٿو تہ "'آزاد'، هندستان جو قابل فخر فرزند آهي."

جواهرلال، مولانا آزاد سان والهانہ عقيدت رکندي، شهرتِ عام حاصل ڪري چڪو آهي. اهوئي جواهرلال آهي، جو پنهنجي آزاد خياليءَ هوندي بہ مولانا جي قبر جو طواف ڪندي ڏٺو ويو. اهوئي جواهرلال آهي، جو مولانا جي جنازي سان گڏ زار وقطار روئندي ۽ سُڏڪندي ڏٺو ويو، ۽ حواس باختہ ٿي چوندو رهيو تہ 'ڪاش، ڪو مولانا کي زنده ڪري موٽائي!'

۽ محافظ دستي کي چيئيندي چيائين، "منهنجي حفاظت لاءِ ڇو آيا آهيو؟ مولانا کي تہ واپس موٽايو!"

امام الهند جي حريت پسند ۽ ايمان افروز شخصيت جي قلم مان "ترجمان القرآن"، "تذڪره" ۽ "غبار خاطر" جهڙا پاڪيزه ڪتاب پيدا ٿيا، جي عقل و بصيرت، فن ۽ ادب جي عالم ۾ وڏو مقام رکن ٿا. 'آزاد' جي قلم، ادب ۽ فن جو جامع ۽ رنگين مثال آهن. سندس اسلوب بيان مرعوب ڪن، پُرجلال، پُرشڪوه ۽ دلنشين، روح پرور ۽ ايمان افروز آهي، جنهن جو نہ مثال پيدا ٿيو آهي ۽ نہ مثيل.

امام الهند، آزاديءَ لاءِ سڀڪجهہ قربان ڪيو — خانقاهہ ۽ پيري-مريديءَ جو عظيم سلسلو، ۽ لکن رپين جي فتوحات، جامع مسجد دهليءَ جي امامت، "الهلال" ۽ "البلاغ" جي ادارت، دل جو سڪون ۽ دماغ جي تراوت، علمي ۽ ادبي مشغلو ۽ مسودات، بلڪ پورو متاعِ حيات!

'آزاد'، قلم ۽ زبان کي خاص اسلوب عطا ڪيو. 'آزاد'، زبان کي قرآن جي آيات ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي احاديث، ضرب الامثال، شعراي عرب وايران جي اشعار و محاورات، ۽ دانشمندن جي اقوال سان مرصع ۽ رنگين بنايو. عربي فقرات، تلميحات، احاديث و آيات اشعار ۽ اقوال جي استعمال سان قلم ۾ جادو پيدا ڪري ڇڏيائين. مولانا جي بلندپايہ طرزِ نگارش اديبن کي نئون تحريري رنگ عطا ڪيو، ۽ زبان ۾ جلال ۽ مردانگيءَ جا آثار آندا.

مولانا 'آزاد' جي فلسفہ دانيءَ متعلق اهو چوڻ ڪافي آهي تہ ملڪ جي مشهور فلسفي، راڌاڪرشن، "فلسفہ هند" لکي، ڪين گذارش ڪئي تہ ان تي پاڻ مقدمو لکي. سچ پچ، 'آزاد' جو مقدمو فلسفي جي لاينحل مسائل لاءِ اهم تنقيدي بحث آهي، جنهن ۾ ٻڌايو اٿس تہ زندگيءَ جي مسائل سان فلسفي جو ڪهڙو ۽ ڪيترو تعلق آهي، ۽ ايمان ۽ يقين پيدا ڪرڻ لاءِ فلسفو عاجز ۽ قاصر آهي.

تقسيم هند جي خلاف هوندي بہ، پنهنجن رفيقن جي راءِ جو احترام ڪرڻ، مولانا جي اولي العزم شخصيت جو ثبوت آهي. مولانا 'آزاد' ڪڏهن بہ پنهنجي شخصي راءِ کي جمهوريتي ترجيح نہ ڏني. اختلاف جي طوفان انگيز ماحول ۾ بہ پنهنجي دامنِ وقار کي آلوده نہ ڪيائين.

مولانا 'آزاد' جي خصوصيت، بلڪ ڪرامت، اِها بہ آهي تہ پوري زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ پنهنجي ڪنهن مخالف، نقاد ۽ نڪتہ چين کي 'جواب' نہ ڏنائين — نہ قلم سان، نہ زبان سان.

مولانا 'آزاد'، اگر آزاديءَ جي راهہ ۾ انگريز جي طلسم فرنگ کي پاش پاش ڪري رکيو، تہ اتي پٽيل جي مطلق العنان آمرانہ حيثيت کي بہ نظرانداز نہ ڪيائين.

مولانا 'آزاد' جي سياسي فهم و شعور لاءِ جواهرلال جا اهي لفظ ڪافي آهن، جن ۾ چوي ٿو تہ "اسان جي جدوجهد آزاديءَ جي ڪابہ اهڙي تحرير ڪانہ هئي، جا مولانا جي قلم جي تراش خراش، تصحيح ۽ تنقيد جي سعادت نہ حاصل ڪري سگهي هجي!" مهاتما گانڌيءَ

لاءِ مشهور آهي تہ هو ’آڪاسوائيءَ‘ ۽ ’آندر جي آواز‘ سان ڳڻ، جيستائين مولانا ڪان مشورو نہ وٺندو هو، تيستائين ڪجهہ بہ نہ ڪندو هو.

مولانا آزاد لاءِ هڪ انگريز سيّاح، حسنِ عقيدت جي طور، جو ڪجهہ چيو آهي، اهو عبرت انگيز آهي. لکي ٿو تہ: ”سون هندستان ۾ فقط ٻہ بلند مرتبہ شيون ڏٺيون: هڪ تاج محل، ٻيو مولانا آزاد!“

اڄ ’آزاد‘ جي حسين ۽ جميل اسلوب بيان، تحرير ۽ تقرير لاءِ ادب سڪي رهيو آهي. آه! ”الهلال“ ۽ ”غبار خاطر“، ”تذڪره“ ۽ ”ترجمان القرآن“ جو وجدانگيز ڪاتب، تفڪرِ قرآن ۽ تدبرِ حديث جو جامع، زبان ۽ قلم جو ڌڻي، بيان جي جلالت، نظر جي تعمق، خيال جي بلنديءَ ۽ سياست جي پيچ و خم جو رازدان، زندگيءَ جو قابلِ مثال معيار، ۽ روشنيءَ جو مينار، ابوالڪلام آزاد!

انهن لفظن سان، اسين امام الهند مولانا ابوالڪلام آزاد جي چوٿين عرس (منعقده ٢٢- فيبروري ١٩٦٢ع) ۾ خراج عقيدت پيش ڪندي، شرڪت ٿا ڪريون. رحمة الله عليہ! -غ. م. گ.

[مهراڻ: نمبر ١، سال ١٩٦٢ع]

---

٢- ١٩٦٦ع

## ادب ۽ اخلاقيات.

موجوده علمي ۽ ادبي دور ۾ ’ادب ۽ اخلاقيات‘ هڪ اهم موضوع بڻجي چڪو آهي. هن دور جي نقادن، پنهنجي پنهنجي مخصوص ۽ ذاتي نقطہ نظر سان ان بابت گهڻو ڪجهہ لکيو آهي.

اسان جا نقاد ٻن گروهن ۾ تقسيم ٿيل آهن: هڪڙا آهن قدامت پسند ۽ روايت پرست نقاد، ۽ ٻيا آهن مارڪسزم جا ترجمان ۽ داعي. ٻنهي گروهن جي خيالن ۽ نظرين ۾ وڏو فرق آهي. قدامت پسند گروهہ زياده تر پراڻين روايتن ۽ فني قدرن کي ئي ڇهنيو ٿو اچي، ۽ ادب ۽ سماج جي بدلجندڙ قدرن ۽ فني ارتقا جي جدت پذير اصول کان نا آشنا آهي. انهن جو ادبي مطمح نظر قديم الايام کان پيدا ٿيل فني ۽ اخلاقي شعور آهي، جو هر هڪ تاريخي پس منظر کان اثر وٺندي، هر سماجي طبقي کان ’توارث‘ طور هلندو ٿو اچي. ان توارث کي هڪ ’مقدس روايت‘ جي حيثيت ملي چڪي آهي. ٻيو گروهہ جدت پذير قدرن کان متاثر آهي. اهو سماج جي ارتقائي شعور کي تاريخي جدليات، بلڪ مادي جدليات جو مظهر ٿو سمجهي، ۽ ادب خواهہ فن ۽ اخلاق جي پراڻن قدرن کي جديد سماجي تقاضائن جي روشنيءَ ۾ پرکڻ ٿو گهري: هو انسان جي جديد قدرن، فڪري ۽ سماجي تقاضائن، تاريخي ۽ مادي

جدليات ۽ طبقاتي ڪشمڪش ڪي مذهبي ۽ اخلاقي، ديني ۽ ڌرمي، علمي ۽ فني، قدامت پسندانه 'مقدس روايتن' تي ترجيح ڏني. اهو گروهه انساني فڪر جي ارتقا لاءِ جديد سائنسي اڪتشافات ۽ ايجادات کي هڪ انقلاب پسند ۽ ارتقاپذير قدم ٿو سمجهي. بهرحال، اسان جي ٻنهي تنقيدي گروهن جا پنهنجا پنهنجا نظريا آهن، ۽ پنهنجا پنهنجا دليل دلائل آهن. انهن ٻنهي گروهن جي وچ ۾ محاڪمو ڪرڻ، اسان جي مقصد کان بعيد آهي.

سڀ کان اول 'ادب' جي تعريف، ۽ ان سان گڏ 'اخلاق' جي تعريف متعين ڪرڻ ضروري آهي. افسوس اهو آهي ته هن مسئلي ۾ به اسان کي ٻنهي طبقن جي خيالات ۽ نظريات سان واسطو پوي ٿو!

'ادب' جي هڪ اها تعريف آهي، جا جاگيردارانه دور جي پيداوار آهي، جنهن ۾ ادب امير ۽ حاڪم طبقي جي ذهني تعيش لاءِ آله ڪار ٿي ڪم آيو آهي، ۽ زياده تر بادشاهن جي دربارن ۾ پيدا ٿيو، ۽ ارتقا ڪري، هڪ مقدس روايت، ۽ مخصوص فن، مخصوص اسلوب بيان، ۽ مخصوص لغوي تعبير تائين پهتو. ان دور جي شاعري ۽ افسانه طرازي اڄ به موجود آهي.

اهو ادبي دور هڪ مخصوص زاويه نگاه جي ماتحت تخليق ٿيو، وڌيو، ۽ همه گير ٿيو، ان دور جي سماجي تقاضائن تي چانئجي ويو. اهو دور عشق و محبت ۽ هجر و وصال جي رنگين داستانن جو ترجمان آهي. جڏهن ته عشق و محبت جا سڀ قدر ۽ معيار اميرن ۽ وزيرن سان وابسته هئا، تنهنڪري مذهبي طور يا اخلاقي طور، انهن تي ڪابه گرفت نه ٿي سگهي. عوام ويچارا پنهنجين حسرتن ۽ تقاضائن کي اميرن ۽ وزيرن جي تخليق ڪيل فن جي زبان ۾ ڳائيندا وڄائيندا رهيا ــ حالانڪ ان دور جي شاعري ۽ سموري فني ۽ ادبي ميراث نڪا اخلاق جي حدن اندر هئي، ۽ نڪا مذهبي ۽ ديني گرفت کان بچي سگهي ها.

ان طرح، درباري فن ۽ درباري شاعري، وڌندي وڌندي، هڪ عظيم فن بنجي وئي، جنهن ۾، اشارات ۽ ڪنايات جي عالم ۾، قادرالڪلام شاعرن خوب تنقيدون ڪيون، ۽ پنهنجي ضمير جي ترجماني ڪندي، ان دور جي غلطڪار معاشري ۽ غلط سماجي قدرن، غلط روايتن ۽ خوشامندانه انداز بيان جا چڱيءَ طرح چوڏا لاٿائون. اهو انقلاب فني نه هو، پر نظرياتي هو. غزل جي پراڻي فني هيئت کي قائم رکندي، انسان جي فڪري جزالت، تنقيدي شعور ۽ اصلاح پسند خيالات جي ترجماني ڪرڻ هڪ تاريخي خدمت آهي، جنهن کان انڪار نٿو ڪري سگهجي.

ان طرح، 'اخلاقيات' به پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ مستقل موضوع آهي. اخلاقيات جي تاريخ هر انساني سماج ۾، هر مذهبي دور ۾ ۽ هرطبقاتي گروهبنديءَ ۾، جدا جدا اصول ٺهي قائم ڪيا آهن. اڄ 'مشرقي قدر' ۽ 'مغربي قدر' اخلاقيات جي دنيا ۾ هڪ حقيقت بنجي چڪا آهن. ان طرح، چند عمومي اخلاقي اصولن ۽ قدرن کان سواءِ، گهڻو ڪري سڀني مذهبن جا اخلاقي قدر به جداگانه اصولن تي مبني آهن. مجوسيت، مسيحيت، يهوديت، هندومت، ٻڌمت، جين، سک،

۽ اهل اسلام جا اخلاقي قدر علحده علحده آهن. هرمذهب پنهنجي صداقت جو مدعي آهي، ۽ هر مذهب پنهنجن اخلاقي قدرن کي عالم انسانيت لاءِ مناسب ۽ ارتقا پذير ٿو سڏي ۽ پنهنجا دليل ٿو پيش ڪري.

اخلاقيات جو سارو بحث علمي ۽ فني طور مطالع ڪرڻ جي قابل آهي. هرهڪ اخلاقي بحث پنهنجي پنهنجي تاريخي، مادي، سماجي ۽ مذهبي دور جي پيداوار آهي. اسين ان بحث کي طول نٿا ڏيون؛ فقط اهو عرض ڪنداسون ته اخلاقيات جي جاچ کي همه گير اصول متعين ڪيا آهن، جن کي پوريءَ انسانذات لاءِ مفيد ۽ تعميري قرار ڏنو ويو آهي. انهن جي روشنيءَ ۾ هن دور جي تقاضائن آهر اخلاقي نظام پيدا ڪرڻو آهي، سا هڪ همه گير ۽ اجتماعي تقاضا آهي، جنهن متعلق هن دور جا عالم ۽ مذهبي پيشوا، سائنسدان ۽ فلسفي حيران ۽ سرگردان آهن.

اهڙن اخلاقي مسئلن جي موجودگيءَ ۾، ادب ۽ اخلاقيات متعلق ڪو به فيصلو ڪرڻ نهايت جلدبازيءَ وارو قدم چئبو.

ادب جي سلسلي ۾ اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته آيا ادب ۽ فن جي ڪنهن به صنف ۾ اگر ڪو ناشائسته لفظ اچي ته اهو آڻڻ جائز آهي يا نه؟ پيو ته ادب کي معروف ۽ مسلمه سماجي ۽ مذهبي اخلاقيات جي حدن اندر رئي محدود رهڻ گهرجي چا؟

ان متعلق اسان جي مذهبي گروهه جو چوڻ آهي ته ادب کي مذهبي اخلاقيات جي حدن اندر رهڻ گهرجي. پر پين جو چوڻ آهي ته ادب پنهنجي جامعيت جي لحاظ سان وسيع الاطراف آهي: ادب جي جامع تعريف ۾ خود مذهبي ۽ اخلاقي اصول، هڪ جز ۽ فرع جي حيثيت سان شامل آهن، ۽ ادب کي جامعيت ۽ ڪُلّيت جي حيثيت حاصل آهي: پيا سڀ اختلافات، علمي ۽ اخلاقي مباحث، فروعات ۾ شامل آهن، ۽ پنهنجي پنهنجي مخصوص ۽ محدود، تاريخي ۽ مذهبي روايات، طبقات ۽ سماجي اثرات جي پيداوار آهن؛ پر ادب هڪ آفاقي ۽ عالمي همه گير ۽ عالمگير تنقيدي زاويه نگاهه آهي، جو هردورجي تقاضائن آهر ارتقا پذير به آهي ۽ تغيرپذير به: ان جي مقابلي ۾، پيا سڀ فروعي قدر جامد محض آهن: ادب ئي آهي، جو عالمي ۽ آفاقي حيثيت سان زندگيءَ جي صحتمند ۽ ارتقاپذير قدرن سان هم آهنگ به رهي ٿو، تغيرپذير به، ۽ ان سان گڏ حرڪت پذير به ثابت ٿئي ٿو.

جڏهين ته انساني فڪر ۽ شعور، خود ان سان گڏ جامد نه آهن، علوم و فنون جي اڪتشافات ۽ ايجادات جي ڪري نئين سج نيون نگاهون ۽ ڪسوٽيون پيدا ٿينديون رهن ٿيون، تڏهن انهن جو ادب به هردور ۾ نئون رهي ٿو — نوان تجربا، نوان نظريا، نوان انداز ۽ نوان معيار، بلڪ موضوعات به نوان ٿا پيدا ٿين، ۽ مسائل ۽ مباحث به نوان.

ان ايتري بحث جي روشنيءَ ۾ اهو صاف نظر ايندو ته ادب خود اخلاقيات تي غالب ۽ حاوي آهي: ادب محض، اخلاقيات جي مقدس سماجي رسمن ۽ قدرن جو نڪو غلام آهي، نڪو محتاج.

اهوئي سبب آهي جو هڪ هندو اديب رڳو هندو اِزم جي تبليغ ڪري، 'هندو اديب' بنجي نٿو سگهي؛ نڪو هڪ مسيحي اديب، مسيحيت جي تبليغ ڪري، 'مسيحي اديب' ٿو سڏائي سگهي؛ ۽ نڪو هڪ مسلم اديب، اسلامي تبليغ ڪري، 'مسلم اديب' سڏائي ٿو سگهي. اديب اول به اديب آهي ۽ آخر به اديب — فقط سندس 'اديب' هجڻ جي حيثيت ئي خصوصي ۽ حقيقي حيثيت رهندي، جا عالمي به آهي ۽ آفاقي به.

ممڪن آهي ته منهنجي مذڪورالصدر بحث مان ڪا غلطفهمي پيدا ٿئي. لهذا، ان تعريف جي تائيد ۾ هن دور جي وڏي عالم ۽ مفڪر، مولانا سيد ابوالاعلیٰ مودوديءَ جي تصريحات کي پيش ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان. مودودي صاحب ان مسئلي متعلق گفتگو ڪندي فرمائي ٿو:

"هيءَ ڳالهه ته ادب کي اسلام ۽ غير اسلام جي تفريق کان بلند هئڻ گهرجي، هڪ لحاظ کان درست آهي: ان لاءِ، جو ادب جو ڪو به مذهب نٿو ٿئي، بلڪ اديب جو مذهب ٿيندو آهي."

ان کي مودودي صاحب اڳتي هلي، هن طرح مثال ڏيئي بيان ڪيو آهي:

"ان کي هن طرح به سمجهي سگهجي ٿو. پهلوانيءَ جو فن يا سپهگيري وغيره، بذات خود نڪو اسلامي آهن، نڪو غير اسلامي. هي آهي فن آهن، جن جو پنهنجو ڪو به مذهب نٿو ٿئي؛ البت، پهلوان يا سپاهيءَ جو ڪو نه ڪو مسلڪ ضرور ٿئي ٿو. ان مان ڪو پهلوان محض پيشه ور ٿئي ٿو، ۽ ان جو مقصد صرف پنهنجي فن جي نمائش ٿئي ٿو؛ ان مقصد لاءِ هو دنگل ۾ وڃي ٿو يا اکاڙو ناهي ٿو: ان طرح، هڪ پهلوان پنهنجيءَ قوت کي محض 'غنڊه گرديءَ' لاءِ استعمال ڪري ٿو، ته ان کي اسين غنڊو پهلوان چئي سگهون ٿا. ان جي برعڪس هڪ پهلوان اهڙو به ٿئي ٿو، جو پنهنجيءَ قوت ۽ توانائيءَ کي معاشري جي غنڊن کان حفاظت لاءِ صرف ڪري ٿو. بهرحال، اهي سڀ مسلڪ 'پهلوانيءَ' جا نه آهن، پر 'پهلوانن' جا آهن."

("چراغ راه": سيپٽمبر-آڪٽوبر، ١٩٥٨ع)

مولانا مودودي ادب لاءِ مذهب جو شرط ختم ڪري، اديب لاءِ ڪنهن مذهب ۽ مسلڪ جو هجڻ تسليم ڪري ٿو.

ان بحث کان پوءِ، اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته اگر ادب لاءِ مذهب جو لزوم شرط نه آهي ته پوءِ ادب جو تخليقي عمل ڇا آهي؟ ان جا انسانذات سان ربط ۽ ضبط جا ڪهڙا اصول قائم ڪري سگهجن ٿا، ۽ ادب کي مذهب کان ايترو آزاد ڇو سمجهيو وڃي؟ آيا مذهب، ان جي اخلاقي تعليم ۽ روحاني تلقين ممدحيات نه آهن ڇا؟ آيا اديب، اگر پنهنجي ادب ۾ انهن جي ترجماني ڪري ته پوءِ اهو اديب نه چئبو ڇا؟

انهن سيني مسئلن جو جواب اهو آهي ته واقعي هم گير انسانيت جا قدر ۽ معيار اهڙا آهن، جي سيني مذهبن جو مغز ۽ جوهر آهن. 'اديب'، پنهنجي آفاقي ۽ جامع حيثيت سان انهن 'جامع قدرن' متعلق سوچي ٿو ۽ لکي ٿو: ان طرح، هو گويا پنهنجي 'ذاتي مذهب' تي قائم به رهي ٿو، ۽ ان سان گڏ هو عالم انسانيت لاءِ مذهب جي محدود حدود اربع کان نڪري، 'آفاقي ۽ عالمي حيثيت' سان به سوچي ٿو. ان طرح، اديب جو مذهب سان واسطو ۽ ناتو به قائم رهي ٿو، ۽ عالمي فڪر سان واسطو به قائم رهي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو جڏهن اديب آفاقي ۽ عالمي ٿو ٿئي، تڏهن لامحدود به بنجي ٿو ۽ عالمگير ۽ هم گير به: سندس قوت ۽ توانائي محض ذوقي ۽ ذاتي، انفرادي ۽ شخصي نٿي رهي، پر اها انسانيتِ عام لاءِ وقف ٿي ٿئي.

ادب ۽ مذهب جي باهمي ربط متعلق ڇنڊڇاڻ کان پوءِ، اديب جي تخليق متعلق مولانا مودودي لکي ٿو:

"درحقيقت اديب جو تخليقي عمل بلڪل ان طرح ٿئي ٿو، جيئن ماءُ جي پيٽ مان ٻار ڄمي ٿو. اديب جي فڪر جي ڪيفيت حمل وانگر ٿئي ٿي، جنهن مان بلڪل فطري ولادت ٿئي ٿي. اديب جو ڪجهه تخليق ڪري ٿو، اها سندس 'فطرت' جي تقاضائن موجب ٿئي ٿي. اديب هڪ انسان آهي، ۽ هر انسان ۾ مختلف ميلانات ٿين ٿا. ظاهر آهي ته اگر هڪ اديب جي اندر گمراهيءَ جا ميلانات موجود آهن ته پوءِ هو دنيا ۾ فتنه و فساد برپا ڪرڻ گهري ٿو. ائين ڪرڻ سان منجهس بري نيت ۽ برو اراده حمل وٺي ٿو: ان جي نتيجي ۾ لازمي طور، اهائي چيز پيدا ٿيندي، جا انهن سيني مضر چيزن تي مشتمل هوندي." ("چراغ راه")

مودودي صاحب جو چوڻ آهي ته اديب پنهنجيءَ فطرت جي تقاضائن موجب ادب جي تخليق ڪري ٿو. اهو به ظاهر آهي ته انسان ۾ صالح فطرت به ٿئي ٿي ۽ غير صالح به. پر اهو ڪونه صاف ڪيو ويو آهي ته جيڪڏهن ڪو اديب "غير صالح فطرت" جو آهي ۽ تخليقي طور فساد ٿو پيدا ڪري ته پوءِ ان جو جوابده ۽ تلاهي ڪير؟ صالح ۽ غيرصالح فطرت جي پيدائش ڪيئن ٿي؟ هڪ 'صالح فطرت' سان ڇائو ۽ ٻيو 'غير صالح' فطرت سان، اهو فرق ڇو؟

دراصل، اهو مسئلو عالم الحيات سان وابسته آهي. آبا و اجداد کان ورثي ۾ مليل متوارث اثرات ۽ ماحول جي تربيت سان ئي انسان ۾ نيڪيءَ ۽ بديءَ جو روح پيدا ٿئي ٿو: ورنه هر هڪ انسان 'صالح فطرت' تي پيدا ٿئي ٿو: پوءِ اڳتي هلي منجهس آبا و اجداد کان ورثي ۾ مليل 'متوارث اخلاقي جوهر' به ڪمان ٿا، ۽ سندس ماحول جي تربيت ۽ زنده عزيزن ۽ دوستن جي صحبت مان به ڪيس ڪجهه حصو ملي ٿو. گويا، هڪ غيرصالح فرد جي 'غير صالح فطرت' لاءِ آبا و اجداد جو 'متوارث' ورثو، ۽ سندس زنده عزيزن ۽ دوستن جي صحبت ئي جوابدار آهن. ان طرح، نفسياتي ۽ جنسياتي اثرات به ائين منتقل ٿيندا رهن ٿا.

اهڙن متوارث اثرن کان اديب به بچي نٿو سگهي. اهو هڪ قسم جو 'جبر' آهي، جو انساني فطرت ۾ سرايت ڪري ٿو وڃي، ۽ جبلي طور هڪ انسان غير صالح عناصر ۽ اثرات کڻي ٿو ڄمي، ۽ پوءِ غليظ ۽ گمراهه معاشري ۾ رهي، اڃا به زياده غير صالح ۽ گمراهه ٿو بڻجي — البته صالح معاشري ۾ سندس غير صالح فطرت ۾ اصلاح ٿي سگهي ٿي.

اهوئي سبب آهي جو هن معاشري کي صالح ڪرڻ لاءِ، جا به ڪوشش ڪئي ٿي وڃي، دراصل آئيندي نسلن جي "اصلاح ۽ صالحيت" لاءِ پيش بيني ٿي سمجهڻ گهرجي.

ان کان پوءِ اديب جي فني خوش اسلوبيءَ جو سوال پيدا ٿئي ٿو. فني اسلوب نه فطرتِ صالح جي پيداوار آهي، ۽ نه مذهبي تعليم مان پيدا ٿئي ٿي. هڪ گمراهه يا غلط ڪار ماڻهو به فني حيثيت سان بهترين اسلوب پيدا ڪري سگهي ٿو، ۽ پنهنجي خوش رنگ ۽ پُرجوش تحريرن سان فساد پيدا ڪري، پنهنجي دور جو وڏو شاعر ۽ اديب به ليکجي ٿو.

اسان کي اهو ڏسڻ گهرجي ته ڪهڙي اديب جي قلم مان پاڪيزه جذبات پيدا ٿين ٿا، ۽ فڪري شعور جي بلنديءَ ۽ ارتقا جو سامان، ڪهڙي اديب جي تحريرن مان پيدا ٿئي ٿو. اهو ظاهر آهي ته 'صالح فطرت' جي ترجمانيءَ مان فڪر و نظر ۾ وسعت ۽ صالحيت پيدا ٿيندي، ۽ غيرصالح جي قلم مان فسادانگيز تحريرون جنم وٺنديون، پوءِ ڀلي ته غيرصالح ماڻهو هندو هجي يا مسلمان، يهودي هجي يا مسيحي؛ ۽ ان جي مقابلي ۾، صالح فطرت وارو ڀلي ته غيرمسلم ئي هجي، ڪافر هجي، يا دهريو ۽ ملحد هجي، پر ان جي فطري ۽ جبلي صلاحيت جيڪو فن تخليق ڪندي، اهو عام انسانيت لاءِ مفيد به هوندو ۽ صحتمند به هوندو، پر ٻيو مضر ۽ مهلڪ ثابت ٿيندو. اهو تسليم ٿيل امر آهي ته هرمذهب نيڪيءَ جا 'جامع قدر' پيش ڪري ٿو، ۽ اسلام خود هڪ روشن ۽ تابناڪ، تعميري ۽ ترقي پذير فڪر جو حامل آهي، پر "غيرصالح فطرت" وارا ماڻهو ان مان اهڙوئي فائدو وٺن ٿا، جهڙو نانگ کير مان وٺي ٿو — يعني کير جي پيئڻ سان نانگ ۾ زهر ئي پيدا ٿئي ٿو، کير بهرحال کير آهي.

اسان وٽ اهڙا مثال موجود آهن، جن ۾ 'فن' ۽ 'اخلاص' جي مدح ڪيل آهي. ان ئي نقطهءِ نظر سان علامه اقبال، نتشي ۽ ڪارل مارڪس لاءِ مدح ۽ تحسين جا ڪلمات آندا آهن، حالانڪ هو غيرمسلم ئي هئا. نتشي لاءِ فرمائي ٿو:

آن ڪه بر طرحِ حرم بتخانه ساخت،
قلبِ او مومن، دماغش ڪافر ست.

اتي نتشي کي قلبي طور مومن سڏي، سندس مدح ڪئي ويئي آهي، ۽ سندس اختلاف ۽ اضطراب کي دماغي ڪفر سڏيو ويو آهي.

ان طرح، ڪارل مارڪس لاءِ چوي ٿو:

وه ڪليمِ بي تجلّي، وه مسيحِ بي صليب،
نيست پيغمبر وليڪن در بغل دارد ڪتاب!

ڪارل مارڪس پنهنجي انقلابي نظريات جي بنا تي گويا 'صاحبِ ڪتاب' آهي. سندس ڪتاب "سرمايو" جي حيثيت چڻ ته عالمي ۽ پيغمبرانه آهي، پر پنهنجي ماده پسندانه ۽ ژوليده ۽ پيچيده، مغلق ۽ مبهم خيالات جي ڪري، 'ڪليم' آهي، پر بي تجلي، ۽ 'مسيح' آهي، پر بي صليب. تاهم، نتشي کي 'قلبِ مومن' سان ياد ڪرڻ ۽ ڪارل مارڪس کي 'صاحبِ ڪتاب' سڏڻ، انهن جي عالمي حيثيت جي ڪري آهي — حالانڪ عملاً ۽ اعتقاداً هو مسلم نه آهن. اها مدح، سندن 'فني صلاحيت' ۽ 'فڪري صالحيت' جي ڪئي ويئي آهي.

بلڪل ان طرح، ايام جاهليت جي شاعر اميه بن ابي‌الصلت جي ڪلام ٻڌڻ کان پوءِ، حضور ڪريم صلي‌الله عليه وسلم جن تنقيدي طور ارشاد فرمايو:

"آمَنَ لسانه و ڪَفَرَ قلبه."

يعني، "سندس 'زبان' ايمان آڻي چڪي آهي، پر سندس 'قلب' ۾ ڪفر موجود آهي."

هڪ دفعي پاڻ اميي جا هڪ سؤ شعر حضرت شريد رضي‌الله عنه کان ٻڌائون، ۽ فرمايائون:

"ڪاد ان يسلم في شعره."

("قريب هو ته هو شعر ۾ مسلمان ٿي وڃي ها!")

حضور جن جو شاعر جي فن ۽ مواد تي داد ڏيڻ بـ ان نقط نظر کان خالي نـ سمجهڻ گهرجي ته اهل ڪفر وٽ بہ اهڙيون چيزون ٿين ٿيون، جي انساني ذهن ۽ فڪر لاءِ ڪارآمد ثابت ٿين ٿيون. اهي ادب ۾ ته شمار ٿين ٿيون، پر ڪنهن مذهب ۾ انهن جو جائز قرار ڏيڻ ناممڪن آهي.

اهوئي سبب آهي جو شاعر ۽ اديب جي فن کي عالمي فن، ۽ 'انسانيت عام' جو 'مشترڪ ورثو' چيو ويو آهي، ۽ انهن جي افادي حيثيت جي ڪري، ڪين مقامِ مدح تي بيان ڪيو ويو آهي.

جڏهن ته تمام انسانذات جو علمي، ادبي، فڪري ۽ ديني ورثو گويا اسان جي لاءِ گڏيل سرمايي جي حيثيت رکي ٿو، ۽ اها مشترڪ ميراث گويا 'انسانذات' جي فڪري دولت آهي، تڏهن اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته هڪ اديب ايتري عظيم سرمايي کي استعمال ڪيئن ڪري ۽ مختلف مڪاتبِ فڪر ۽ مختلف مذهبي نظرين مان ڪيئن عظيم فن پيدا ڪري؟ ان جو جواب هي آهي ته هڪ صحيح الخيال اديب، 'ماکيءَ جي مک' وانگر، مختلف گلن مان خوش ذائقہ رس چوسي، 'ماکي' ٺاهي. اديب ڪٿي مسلم هجي يا غير مسلم، ان کي پنهنجو 'فني نصب العين' ماکيءَ جي مک کان سکڻو پوندو — جتي بہ خوشرنگ ۽ خوش ذائقہ گل هجي، ان مان رس چوسي وٺي، بقول مولانا مودودي صاحب:

”ڪفار جي ادب ۾ به تمام سهڻيون ڳالهيون ملنديون؛ مغربي ملڪن جي ادب ۾ به گهٽيون ڪم جون چيزون ملنديون؛ عربي ۽ فارسي ادب ۾ به گهڻو ڪجهه نظر ايندو: اصل چيز اها آهي ته ’اسلام جي فطرت‘ ۽ مزاج جو صحيح ادراڪ هجي، پوءِ فطرت ۽ مزاج جي مطابق، جا چيز ملي، اها اخذ ڪري سگهجي ٿي.“ (”چراغ راه“)

’اسلام جي فطرت‘ مان مفهوم اهائي ’فطرتِ صالح‘ آهي، جنهن ڏانهن حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته ”هرڪو نئو ڄاول فطرت تي ڄمي ٿو، پوءِ سندس ابا ۽ عزيز ڪيس يهودي، مسيحي ۽ مجوسي ڪن ٿا.“ (حديث جو حاصل مطلب اهو آهي.)

آخر ۾ گذارش آهي ته تعميري ۽ صحتمند، حيات بخش ۽ ترقي يافته فن کي افادي حيثيت سان وڏي اهميت حاصل آهي. رڳو لفظن جي انتخاب ۽ ترڪيبن جي حسين بندش، بديع و معاني جي مراعات، عروض ۽ بلاغت جي اصولن، ۽ محض وعظگوئيءَ کي ڪا خاص حيثيت حاصل نه آهي. ان خيال کان حضور ڪريم عليه الصلوات والسلام جن عرب جي عظيم شاعر ۽ فنڪار امراء القيس جي فن متعلق فرمايو آهي:

”اشعرالشعراء قائد هم الي النار.“

(يعني، ’فن‘ جي لحاظ سان هو ’شاعرن جو بادشاهه‘ آهي، پر ’افاديت‘ جي لحاظ سان ’جهنمين جو سردار‘ آهي.)

ان هڪ تنقيد مان ئي ادب ۽ اخلاقيات تي ڪافي روشني پوي ٿي.

امراءالقيس جو ڪلام، لغوي ۽ لساني حيثيت سان بلند مقام تي فائز آهي، پر سندس معنوي حيثيت ’ابتذال ۽ اشتعال‘ تي مبني آهي، ۽ منجهس انساني فڪر جي تطهير ۽ تشڪيل لاءِ ڪو به سامان نظر نٿو اچي. انسان ۾ عملي حرڪت پيدا ڪرڻ لاءِ منجهس ڪو به پيغام ڪونه آهي. سندس ڪلام ۾ محض ’هوس پرستي ۽ جنسي جذبات‘ جي ترجماني موجود آهي، لهٰذا سندس ’افادي ۽ معنوي‘ حيثيت مردود قرار ڏني ويئي. ان کي ئي اخلاقي حيثيت سمجهڻ گهرجي.

ان نقطہ نظر سان دنياي ادب جو ڪافي شاعرانه ذخيرو (مسلم يا غيرمسلم جو) اهڙو آهي، جو عمل ۽ حرڪت، پيغام ۽ اصلاح کان پالهو آهي — ان ۾ مذهبي خشڪ وعظ به اچي وڃي ٿو، ۽ فني مبالغه آرائي به اچي وڃي ٿي. چنانچه اهو سارو علمي ۽ ادبي ذخيرو عملي ۽ اخلاقي قدرن کان گهڻو هيٺ ڪريل آهي. باقي ذوق جماليات کي تعمير ڪندڙ فن ان مٿين اصول کان مستثنيٰ آهي. شرط اهو آهي ته جماليات جي تشڪيل به اعتدال ۽ احتياط سان ڪئي وڃي. عريانيت ۽ جماليات جي وچ ۾ امتياز پيدا ڪرڻ بذات خود هڪ بحث آهي، جنهن تي انشاءالله، آئيندي لکنداسون...... — غ. م. گ.

[مهراڻ: نمبر ۲، سال ۱۹۶۲ع]

# فن، آرٽ، ۽ قومي ثقافت.

ادب، شاعريءَ ۽ مصوريءَ کي فن ۽ آرٽ سمجهيو وڃي ٿو، ۽ فن انساني زندگيءَ لاءِ روشن، تابناڪ ۽ صحتمند معيار ۽ اقتدار پيدا ڪري ٿو. دماغ جي اوجر، ذهن جي تعمير، فڪر جي تشڪيل، نفسيات جي اصلاح جو تعلق ادب، شعر ۽ مصوري سان آهي. موسيقي، ادب جو نغمه ريز پهلو آهي، جو جذبات ۾ حدت ۽ حرارت ٿو پيدا ڪري. پر جي ادب ۽ فن، مصوري ۽ موسيقي، سڀ آهن بيروح ۽ بي مقصد ته پوءِ انساني سماج ۾ جا ثقافت ۽ تمدن پيدا ٿئي ٿي، اها معاشري ۽ اجتماعي نظام کي کوکلو ۽ بيروح بنايو ڇڏي.

اسان 'فن' جي هر شاخ کي تحسين جي نظر سان ڏسون ٿا. ادب زندگيءَ جو ترجمان آهي، شعر زندگيءَ جي تنقيد، موسيقي روح جي غذا، مصوّري ذوق جماليات کي سنواريندڙ ۽ حسن و جمال آهي روحِ حيات!

پر اهي سڀ جيڪڏهن بي مقصد ۽ شوقيه آهن ته پوءِ نڪو قومي ضمير ۾ زندگي پيدا ٿيندي ۽ نڪو اها قوم زندگيءَ جي جدوجهد ۾ ڪو فخر جي لائق ڪم ڪري سگهندي. اها قوم 'طائوس ۽ رباب' کان وڌي ڪري، نڪو هٿ ۾ تلوار کڻي سگهندي ۽ نڪو بندوق! جهاد ۽ دفاع جو ته سوال ئي نٿو اٿي سگهي! معمولي کان معمولي حملي کان بچاءُ ته پري رهيو، پر 'خنجرِ قاتل' جي زد ۾ 'گردنِ خم' ڪري، 'پنجي رهڻ' کي "انداز صبر و رضا" ئي سمجهندا رهندا.

— تاريخ اهڙن عجيب و غريب واقعن کان خالي نه آهي.

بغداد جي زوال تي مرثيه لکندي، سعدي لکيو آهي ته

'اي محمد (صلي الله عليه وسلم) زمين تي قيامت برپا ٿي وئي.

۽ آسمان معتصم بالله جي زوال تي خون جا ڳوڙها هوند ڳاڙي ته به نهي—!'

معلوم آٿوَ، بغداد تي هلاڪو جي حملي جو ڪارڻ ڪهڙو هو؟ ۽ قوم جو اخلاقي معيار ڪهڙي حد تي پهتو هو. صاف لفظن ۾ عرض ڪجي ته ان دور جي بيعمل عالمن ۽ بينظر فقيهن جي اختلافن ۽ هڪٻئي تي ڪفر جي فتوائن ۽ موسيقي ۽ رقص جي رنگين محفلن عوام کي اهڙو ته بيحال، سست ۽ بيڪار ڪري ڇڏيو هو، جو هلاڪو جو لشڪر جڏهن بغداد ۾ پهتو، تڏهن لشڪر جي لکن سپاهين ۽ شهري ماڻهن نڪو سندن مقابلو ڪيو ۽ نه ته سندن حملي جو جواب، حملي سان ڏنو. اول اول انهن عالمن ۽ فقيهن ئي هلاڪو جو استقبال ڪيو، ۽ ميرائين ۽ ڏڪڙ بازن، سندن دهلن ۽ شرنائين سان استقبال ڪيو، پر حيرت جو

اسر اهو آهي ته جڏهن ڪا تاتاري زال، ڪنهن متمول ۽ مهذب گهر ۾ گهڙي ٿي وئي، تڏهن پوري گهر جي ڀاتين کي قتل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ٿيي! نه رڳو ايترو، پر تاريخن ۾ آهي:

”جڏهن ڪنهن تاتاري عورت جي مڏي چري، ڪهڻ کان عاجز ٿي ثابت ٿي، تڏهن سيني ڀاتين کي سنئون سهاري، ائين چئي ٿي وئي، تہ سڏا سمهيا پيا هجو، اصل چُرجو نہ! مان چاڻ ٿي تکي ڪاتي ڪٺي اچان!“

پوءِ اهي ڀاتي تيستائين سمهيا ٿيي رهيا، جيستائين سندن ’قاتل‘ تيز چري ڪٺي اچي کين ڪنو نتي!

خبر اٿو انهن گهرن مان ڪهڙو سامان ٿي نڪتو؟ ٻڌو! انهن گهرن ۾ اطلس ۽ ڪيمخواب جا پردا هئا. موسيقيءَ جا ساز و سامان هئا، ۽ سون ۽ چانديءَ جا برتن هئا.

ڇا؟ تاريخ جي ان اهم واقعي مان هن دور جا مهذب ڪو سبق سکندا، جي بيروح شاعريءَ ۽ رقص و سرود جي رنگين محفلن کي ”قومي ثقافت“ سمجهن ٿا، ۽ سربفلڪ عمارتن جي تعمير، ۽ رقص ۽ رنگ جي ادارن کي ”قومي تعمير“ جو بنياد قرار ڏين ٿا.

اَئوڌ جي تاريخ جو هڪ ورق: اسان جي ”قومي ثقافت“ جي معمارن، يقين آهي تہ ”اَئوڌ جي تاريخ“ تہ ضرور پڙهي هوندي — اَئوڌ جي زوال جا آخري ڏينهن ڪيئن ٿي گذريا! ۽ اسان جي ’ثقافت ۽ تهذيب‘ ملڪ کي ڪٿي پهچايو هو. اهو هڪ خونچڪان ۽ الم‌انگيز داستان آهي — چند مثال ’چٽان‘ لاهور تان پيش ڪجن ٿا.

اوهان بہ ٿورو ٻڌو:

”اَئوڌ جي تاجدارن ۽ مذهبي پيشوائن گڏجي، جا ثقافت پيدا ڪئي هئي، اها هڪ نجوميءَ جي ڌيءَ ۽ ”غازي الدين حيدر“ جي راڻيءَ جي پيدا ڪيل هئي. پر سندن ڪهڙو حال هو؟ اهو اڪيون کولي ڏسو. ’راڻيءَ‘ اول امام مهديءَ جو رنگين نموني ۾ ڏينهن ملهايو. ۽ پوءِ شريف نيائين مان ٻارهن نينگريون ٻارهن امامن جي نالي ڪيون. انهن جا نالا رکيائين ”آڇوتيون“! هر اڇوت لاءِ تي ٻانهيون رکيائين. فقط حضرت علي عليہ‌السلام لاءِ ڪا اڇوتِ نہ مقرر ڪيائين، ڇالاءِ تہ ائين ڪرڻ سان حضرت خاتون جنت جي شان اقدس ۾ گستاخيءَ جو امڪان هو. (باقي ٻارهن لاءِ نہ!) — هڪ ڏينهن خدا جو اهڙو ٿيو، جو هڪ اڇوتِ نينگر رنڻ پٽڻ لڳي. راڻيءَ کيس گهرايو ۽ احوال پڇيو، ٻڌايائين تہ رات خواب لڌو اٿم، ان ۾ ڏٺم تہ امام عالي مقام تشريف فرما آهي، ٻاڻ رنج ٿي مون کي ’طلاق‘ ڏنائون — ان تي رڙان پٽيان ٿي! منهنجو تہ دين بہ ويو ۽ آخرت بہ وئي!“

ان تي راڻيءَ پالڪي گهرائي، ۽ کيس اجازت ڏني!

پيو ٻڌو! تاريخ ۾ آهي:

”غازي الدين حيدر، پنهنجي راڻيءَ کان ڊڄندو هو ۽ فرمائيندو هو ته راڻيءَ جي هٿ ۾ جنات آهن. جن کان منهنجي حڪومت کي خطرو آهي.“

غازي الدين حيدر جي وفات کان پوءِ، بادشاهه ”نصيرالدين حيدر“ پڳ ڌڻي ٿيو، ان جي ثقافت ملاحظه فرمايو!

”بادشاهه سلامت پنهنجي پاڻ تي ’حامله عورت‘ جي ڪيفيت طاري ڪندو هو، ۽ ويم به فرمائيندو هو. ان وقت هو بهو، ويم وارا ’سور‘ به ڏيندا هئس، ۽ زالن وانگر روئندو به هو ۽ پاسا به ورائيندو هو. دايون ۽ ٻانهيون اچي پاسو وٺنديون هيون. آخرڪار، دائيءَ جي دوا درمل ۽ فني ڪمال سان ويم خير سان ٿي گذرندو هو — هڪ سينگاريل گُڏي، بادشاهه جي ڪَڇَ ۾ رکندا هئا. مبارڪ مبارڪ جا خوشنما آواز ٿي ويندا هئا، سهرا ۽ لوليون هڪ طرف ته قصيدا ۽ مجرا ٻئي طرف! ٻاهر دهلن ۽ شرنائن جا دَسَ شروع، دايون ۽ ٻايون خوش خورم. لنگر جاري، هرڪو ماڻهو ٻوڙ پلاءُ پيو کائي، — ڇهن ڏينهن تائين بادشاهه، ’ويم ـ گهر‘ ۾ رهندو هو، ڪيس وياڻي زال واريون دوائون ۽ خوراڪون ملنديون هيون. ’ڇٽي ڇاڻيءَ‘ جي رات زنانو لباس پهري، گُڏيءَ کي ڪَڇَ ۾ کڻي، منڊ ڪائيندو نڪرندو هو ٻاهر. ان وقت خير خيراتون جام ڪيون وينديون هيون. فتح علي خان ۽ مبارڪ علي خان، قوالي ڳائيندا هئا. ميراثڻيون ناچ ڪنديون هيون، رنڊيون ڳائينديون هيون. ان رنگ ملندي، بادشاهه در تي ايندو هو، ۽ سينگاريل هاٿيءَ تي چڙهندو هو. ٻويان گهوڙيسوار، اڳيان ’پوش پوش‘ جي هڪار، پاسن سان فوجي عملدار، بازارن جي ڪنارن سان هزارين ۽ لکين ماڻهو قطار درقطار، اچي گڏ ٿيندا هئا. شور ۽ شر ۾ ڪو آواز به ڪن تي ڪين پهچندو هو. رعايا، دعائون ڪندي هئي! بادشاهه هٿ کڻي سلاميون وٺندو هو! —“ (چٽان، لاهور)

— ناظرين! هيءَ اها ’ثقافت‘ هئي، جنهن ’اَوڌ‘ کي تباهه ڪيو! جنهن جا ’جراثيم‘ اسان جي قومي تهذيب ۾ لاشعوري طور سرايت ڪري رهيا آهن.

— واجد علي شاهه به ان سلسلي جو مکيه ڪردار آهي. ان جي رنگين ثقافت لاءِ ڇا ٿو چئي سکهجي ـ تاريخ ۾ آهي:

”واجد علي شاهه کي جڏهن نظربند ڪيون، ڪلڪتي ڏي ونيو ٿي ويا، تڏهن سندس پيٽ، خلاف معمول ’طنبور‘ وانگر نڪتل هو. ان کي هڪ گورو سارجنٽ، پنهنجي ننڍڙي لڪڻ سان وڄائي رهيو هو، ۽ واجد علي شاهه خاموش نموني ۾ گُنگا ڳوڙها ڳاڙي رهيو هو!“

— هي آهن، اسان جي تاريخ جون رنگين گهڙيون، يا ڪَوڙيون چغليون!

آخر ۾ محمد شاهه رنگيلي جي به ٻڌو:

"محمد شاهہ نادرشاهہ جي دهليءَ ۾ اچڻ تي پينگهي ۾ لڏي رهيو هو. جڏهن ڪيس ٻڌايو ويو تہ لڪين ماڻهو خون تي چڪا آهن، ۽ نادرشاهہ اوهان جي محلات جي در تي آيو آهي، جاڻ اندر آيو — پاڻ چيائين، راند پوري ڪرڻ ڏيو! ائين ڪندي نادرشاهہ اندر گهڙي آيو، سڄو محلات خالي ٿي ويو، ۽ اگهاڙي تلوار سان اچي نادرشاهہ مٿان بيٺس — چيائينس، "محمد شاهہ تون پڇي چونہ وئين؟" وراڻيائين، ٻانهيون ۽ ٻانهيا الائي ڪاڏي ويا، 'جُتيي' پرسان ڪانہ هئي، تنهنڪري ويٺو رهيس!" ان ڪان متاثر ٿي چيو ويو آهي:

شامتِ اعمال ما صورت نادر گرفت!

اسان جي تاريخ ۽ تهذيب جي چند تلخ واقعات مان اهو صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ جا قوم، عزت نفس، بلند حوصلي، جوانمردي، جدوجهد ۽ جهاد جهڙن عظيم ۽ انسانيت نواز جوهرن ڪان خالي رهجي وڃي ٿي، اها قوم، عيش پسند ادب، 'ذوق جمال جي غلط تصورات' ذهني عياشي پيدا ڪندڙ ادب ۽ فن، طبيعت ۽ مزاج ۾ سردي ۽ مردگي پيدا ڪندڙ شعر و شاعريءَ ۽ آفيم واري نشي جهڙي پُرخمار ۽ پرڪيف وجد ۾ آڻيندڙ، راڳ ۽ رنگ ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿي!

زوال پذير قوم جا اهي ئي آثار ٿين ٿا. جنهن قوم جا صالح عناصر، جڏهن 'لغويات' ۽ 'خرافات'، بي مقصد ۽ غيرافادي ادب ۽ آرٽ ۾ مبتلا ٿين ٿا، تڏهن ان قوم مان جهداللبقاء ۽ تنازع اللبقاء جي جدوجهد ختم ٿي وڃي ٿي. انهن جي محفلن ۽ ڪچهرين تي ظاهري طور تہ نمائش ۽ وقتي جوش و خروش چانيل رهي ٿو، پر حقيقي طور انهن جون دليون سرد ٿي وڃن ٿيون. اها قوم ڪڏهن بہ پيش قدمي ڪرڻ جي لائق نٿي رهي.

اسان جي اديبن ۽ فنڪارن تي فرض آهي تہ هو پنهنجي 'فن ۽ آرٽ' ۾ زندگي ۽ روشني پيدا ڪن، سرد دلين ۾ 'حدت ۽ حرارت' پيدا ڪن، مرده دلين ۾ زندگيءَ جو صحتمند خون گرم رکن، ۽ پنهنجي 'فن' ۾ حقيقت پسندانہ روح پيدا ڪن.

رڳو 'ادب براي ادب' ڪا حقيقت نٿو رکي، جيستائين 'ادب' جو زندگيءَ جي تقاضائن سان ڪو براہ راست تعلق نٿو رهي، تيستائين، اهو 'ادب' ذهني عياشيءَ لاءِ تہ سودمند ٿئي ٿو پر زندگي بخش ۽ صالح نٿو سڏي سگهجي. اقبال خوب چيو آهي:

آ تجهہ ڪو بتائون مين تقدير امم ڪيا هي،
شمشير و سنان اول، طائوس و رباب آخر.

هنن چند تاريخي حوالن مان واضح ٿئي ٿو تہ مذهب، فن ۽ ادب، جڏهن پنهنجي افادي حيثيت ڪان ڪرن ٿا، تڏهن، ان قسم جا توهمات، ۽ طلسمي خيالات پيدا ٿين ٿا. ۽ اهڙي دوُر جي صاحبِ اقتدار قوت جي رعايا ۽ ان معاشري جو علمي ۽ فني سرمايو اهڙن

لغو ۽ بي حقيقت ڳالهين جو لذ ر ٿي وڃن ٿا. مسلم تاريخ ٻ اهڙن واقعن کان خالي نہ آهي. ۽ مذهب جي تاريخ تہ اهڙن ديومالائي خرافات سان ڀري پئي آهي.

جاگيرداري ۽ سرمائيداري دؤر جي خباثتن ۾ جتي خود مذهب پنهنجي حقيقت پسندانہ ۽ تعميري ميلانات کان هٿي ٿو وڃي، اتي ان دور جو علم ۽ فن بہ محض 'جذبات' جي تسڪين لاءِ وقف ٿي وڃي ٿو.

اهڙين تاريخي حقيقتن کي مطالع ڪرڻ کان پوءِ اهل فڪر طبقي تي فرض ٿو عائد ٿئي تہ هو پنهنجي دور جي باشعور طبقن جي ذهني ۽ فڪري، اخلاقي ۽ سماجي زندگيءَ کي سنوارين ۽ انهن جي ذهن ۽ فن کي خرافات کان بچائين.

اديبن جو 'توجهہ ۽ فن' يقين آهي تہ اسان جي زنگ آلود معاشري جي ذهن لاءِ تابندگي ۽ زندگي پيدا ڪري سگهي ٿو. جڏهن:

بجهہ چڪا هے چراغ دير و حرم،
دل جلائو کہ روشني کم هے!

## سماج ۾ اديب جي حيثيت.

اديب، شاعر ۽ فنڪار کي سماج جي ذهني تشڪيل جو خالق سڏيو وڃي ٿو. سندن فڪري ۽ علمي ڪاوشون، علم ۽ شعور، فڪر ۽ آگهيءَ جون شمعون روشن ڪن ٿيون. انهن جي قلم ۽ ڪاوش سان انساني زندگيءَ لاءِ صحتمند نقش، مثال، اشارا ۽ خاڪا تيار ٿين ٿا. 'اديب' جي انشائي لطيف، خطيب جي وجد آور جادو بياني، شاعر جي نغمہ سنجي ۽ ترنم ريزي، مصوّر جي نقش گري ۽ تصويرسازيءَ کي ڏسي ۽ ٻڌي، سامعين ۽ ناظرين انگشت بدندان رهجي وڃن ٿا. پر افسوس اهو آهي تہ اديب ۽ فنڪار جي زندگيءَ ۽ سماجي حيثيت متعلق اڄ تائين ڪو سماجي فيصلو موجود ٿي سگهيو آهي ۽ نڪو ان تعميري شخصيت جو ڪو صحيح مقام پيدا ڪيو ويو آهي.

موجوده سماج ۾ مختلف "انساني طبقات" آهن، ڪي اعليٰ تہ ڪي ادنيٰ، ڪي اوسط حلقي جا تہ ڪي پست درجي جا. انهن جون سماجي حيثيتون 'علم ۽ هنر'، پيشوارانہ شغل ۽ سرڪاري ڊگريءَ آهر مقرر ٿيل آهن.

'علم'، محض ڪاغذي ڊگرين ۽ طبقاتي سَنَدن کي سڏيو وڃي ٿو. پهرئين پرائمري ڪلاس کان وٺي، ايم. اي تائين سطحي ۽ غير مرتب، ورق گرداني ۽ ادنيٰ تجربات کي فضيلت جي ڪسوٽي قرار ڏنو ويو آهي، ۽ انهن جي ان اضافي ۽ غير حقيقي، سطحي ۽ بي معنيٰ واڌاري ۽ ترقيءَ کي ملازمت جي حيثيت سان ٻن سون کان ٻن هزارن رپين تائين خريد ڪيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ 'اهليت' ۽ درجہ بنديءَ جي ڪسوٽي وري 'سروس' ۽ ان جي ميعاد

ڪي مقرر ڪيو ويو آهي، نتيجو اهو ٿو نڪري ته هزارن اهل ۽ لائق مائهن جي موجودگيءَ ۾ ڪو ’نااهل‘ محض سروس جي نقطه نظر سان وڏي ٿو وڃي! تاهم، سنڌس واڌارو معاشي طور هزار کن ماهوار تائين مس ٿو پهچي. ان جي مقابلي ۾، روينيو ۽ انجنيرنگ کاتن ۾ نه تعليم ۽ حاصلات جي اها ساڳي حيثيت آهي، پر پيداوار جا ذريعا ۽ طريقا وسيع آهن. چنانچ انهن جي معاشي قيمت ماهوار ’هزارن‘ رپين کان مٿي ٿي ٿئي. هڪ ’ٺيڪيدار‘ مقابلتہ يونيورسٽيءَ جي ’پروفيسر‘ ۽ ليڪچرار کان معاشي حيثيت سان گهڻو ٿو گڏ ڪري، حالانڪ علمي ۽ فڪري حيثيت سان ٺيڪيدار ۽ پروفيسر ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. ان طرح هنرمند، صنعتگر ۽ تجارت پيشہ طبقي جو حال آهي. هو ’علم و فڪر‘ جي بلندين کان ناآشنا آهن، تاهم، سنڌن سماجي حيثيت اوسط درجي جي ’ملازم‘ کان گهڻو مٿي آهي. ان طرح زميندار ۽ سرمائيدار طبقي جا ماڻهو آهن، جن جي پيدائش جو نہ ڪوئي ملازم ٿو مقابلو ڪري سگهي ۽ نڪو هنرمند.

انهن سڀني طبقن کي علمي ڊگرين ۽ پيشہ وارانہ درجہ بندين سان تقسيم ڪيو ويو آهي. ۽ انهن جي ’معاشي پيداوار‘ کي ’جائز‘ ۽ ’حلال‘ جي سَنَد ڏني ويئي آهي. ٺيڪيدار کي حق حاصل آهي ته سنڌس پگهار پلي ته ’پنجاهہ رپيا‘ ’پي بل‘ ۾ داخل هجي. پر ونس بنگلو ۽ موٽر به هجي، بئنڪ بئلنس به هجي، ۽ زمين به هجي! ان طرح ’جج‘ ٻن ڇئن سون رپين تي سور پٽيندو رهي، پر وڪيل لکين رپيا ڪمائي ۽ ڪيس هارائڻ کان پوءِ به في واپس نہ ڪري ۽ ڊاڪٽر ٻيءَ مردو سرڳ وڃي يا نرڳ وڃي، پنهنجي فيءَ جو هرحال ۾ مالڪ آهي. پر انهن سڀني جي مقابلي ۾ اديب ۽ فنڪار جي حيثيت متعلق ڪوبہ متفق معيار ڪين آهي.

جنهن اديب ۽ عالم جي ڪاوشن مان مستفيد ٿي هڪ شاگرد، اڳتي هلي هزارين رپيا ڪمائي ٿو، اهو ’اديب‘ هرحال ۾ غيرمستند به آهي ۽ ناقابل توجهہ به! موجوده سماج ۾ ’اديب‘ جي حيثيت نہ زميندار جهڙي آهي ۽ نہ هاريءَ جهڙي، نہ ٺيڪيدار جهڙي نہ ماستر جهڙي، نہ پروفيسر جهڙي ۽ نہ ليڪچرار جهڙي، — نہ هو داروغو آهي ۽ نہ سپروائيزر! نہ انجنيئر نہ جمعدار! نہ وڪيل نہ ڊاڪٽر!

سنڌس سماجي ۽ معاشي حالت ڪنهن آفيس جي ’پٽيوالي‘ جهڙي به نہ آهي! بقول جسيم الدين:

”جتي يونيورسٽيءَ جي تعليم ختم ٿئي ٿي، اتان کان اسان جي طرفان تعليم شروع ٿئي ٿي.“

’پٽيوالو‘ آفيس جي در تي ’هٰذامِن فضل ربي‘ چئي ڏهہ، پندرهن رپيا روز ڪمائي ٿو! ۽ ڪو گهور ڪندڙ، جَٽ ۽ جاهل ڇٻي يا گاڏي کي گهليندي، ويهہ رپيا روز ڪمائي ٿو، پيو نہ ته ٽانگي وارو بہ پنجن کان چاليهن تائين ڪمائي سگهي ٿو. انهن جي مقابلي ۾ اديب — ڪابہ حيثيت نٿو رکي، — سنڌس قلمي ڪاوش جي قيمت پنجاهہ رپيا، ۽ روز جي ڪمائي تي رپيا مس هوندي!

’اديب‘ جي فن ۽ شعور ۾ نڪو ٺيڪيداري آهي ۽ نڪو انجنيرنگ، نڪو دڪانداري نڪو سپروائيزري، نہ پيشہ ورانہ حيثيت، نڪا تاجرانہ قيمت! نہ وڪالت نہ وزارت!

اديب گويا اهڙي مظلوم ۽ اڇوت شخصيت آهي، جنهن جي شخصي ۽ عائلي حيثيت، پرورش ۽ ارتقا لاءِ 'سماج' وٽ ڪا گنجائش ئي نه آهي. سندس فن ۽ فڪر جي ڪچ ۽ ماپ لاءِ سماج وٽ ڪي ماپا، ڪاٽا ۽ توراڙا ڪين آهن: 'اديب'* جي لکيل ڪهاڻيءَ کي اسٽيج تي آڻي، لکين رپيا ڪمائي سگهجن ٿا، پر 'اديب' کي فقط پنجاهه رپيا ئي معاوضو ملندو! اديب جي فني شهپاري کي محض هڪ سؤ رپين ۾ خريد ڪري، چاهي، هزارها رپيا ڪمائي سگهجن ٿا، ۽ هميشه لاءِ حق واسطا قائم رکي سگهجن ٿا. پر، اديب جي دائمي معاوضي جي ڪا به وات نه آهي. 'سماج ۽ انصاف'، ٻئي خاموش آهن، ڇالاءِ ته بکيو اديب، خودڪشي نٿو ڪري ۽ پنهنجي ڪاوش، "هوش جي سلامتيءَ سان" ۽ "دل جي خوشيءَ سان" ناشر جي حوالي ٿو ڪري، تنهنڪري اهو 'جرم' جرم نه آهي!

'اديب' جي ان 'مجهول الحال' ۽ معمّا واري شخصيت لاءِ نه خودي ۽ خودداري آهي ۽ نه انا ۽ انفراديت.

'اديب'، 'مغربي عورت' وانگر 'اديب' بڻجڻ لاءِ پنهنجي نام و نشان، شخصيت ۽ زندگيءَ تان به هٿ کڻي ٿو. جيئن ڪا گرل ابي-امان کان ته 'ميري' ٿي ميدان ۾ اچي ٿي، پر 'فلپ' سان شادي ڪرڻ کان پوءِ، فقط 'مسز فلپ' ئي رهجي ٿي وڃي، تيئن 'اديب' يا ته ماستر ٿو بڻجي، ۽ سؤ سوا رپين تي زندگي ٿو گذاري، يا 'پروف ريڊر' يا ڪنهن اداري ۾ 'نظرثاني' ڪندڙ ٿو رهي، يا ڪنهن ادبي، نيم ادبي، سرڪاري يا نيم سرڪاري اداري ۾ منشي، محرّر، مدير ۽ نائب مدير، ڊرائنگ ٽيچر، ۽ نقشه نويس ٿي عمر ٿو وڃائي! يا فلمي گانا ٿو لکي، ۽ ڊيپڪيون ٿو وڃائي! وڌ ۾ وڌ ڪنهن اخبار ۽ رسالي جو ايڊيٽر ٿيو ته به ٻن-ٽن سون پگهار کان مٿي نٿو وڌي! ڇالاءِ ته هو اول ڪلارڪ يا ريڊر، ماستر يا منشي آهي، ۽ پوءِ اديب، مصوّر، فنڪار ۽ نقاش، شاعر ۽ سخن سنج آهي — سندس ان ثانوي حيثيت کي نظرانداز ڪرڻ جو ڪارڻ فقط اهوئي آهي ته 'سماج ۽ قانون' وٽ 'اديب ۽ شاعر' جي ڪا انفرادي حيثيت معيّن ڪانه آهي، ۽ نڪو سندس 'فن ۽ شخصيت' کي وزن ڪرڻ، ماپڻ ۽ ڪڇڻ جا معيار ۽ توراڙا آهن.

نتيجو اهو ٿو نڪري، ته علم و فن جي روشني پهچائيندڙ، انساني ذهن جي تشڪيل ڪندڙ، علم ۽ فن، ادب ۽ آرٽ، فلسفي ۽ سائنس تي ڪاوش ڪندڙ، سماجي ۽ معاشي حيثيت سان بکيو ۽ ڏکيو ٿو گذاري، سندس ٻچا انگ اگهاڙا هوندا، سندس مڪان اونداهو ۽ سوڙهو، صحت ۽ زندگي کان محروم! اڪثر ڪري گهرين مسواڙن ۾ مبتلا، يا ٻين لاءِ لکي گذارو ڪندڙ گگدام ئي رهجي ٿو وڃي، ۽ صحت ۽ تعليم کان سندس ٻار محروم ٿا رهن.

اگر اسان جي گذارش ۾ واقعي ڪي حقائق آهن، تہ پوءِ سماج جي باشعور بزرگن ۽ سرڪار کي توجهه ڏيڻ گهرجي. 'اديبن' جي سماجي ۽ معاشي حيثيت لاءِ ڪا درجه بندي ڪرڻ

گهرجي. انهن جي 'حال ۽ استقبال' لاءِ سوچڻ گهرجي. ۽ زندگيءَ جي سنوارينڌڙن جي 'قلم ۽ دماغ' لاءِ اهو ڪجهه 'معاوضو' مهيا ڪرڻ گهرجي، جنهن جي لاءِ هو اهل ۽ لائق آهن.
رڳو آدمشماريءَ جي ڪاغذات ۾ پيشه ور عورتن، پيشه ور ڳائڻن، ميراسين، ڏڪڙ بازن، ناچن ۽ سرندائي تولن ۾ اديب، شاعر، ۽ فنڪار، جو اندراج ڪهڙي معنيٰ رکي ٿو!—غ.م.گ.

[مهراڻ: نمبر ۳، سال ۱۹۶۲ع]

---

۱۹۶۲-۴ع

## تاريخ هڪ ڦيرو لڪي ويندي آهي، هزار دفعا ورجائي ويندي آهي، پر هر ڦيري وساري ويندي آهي!

● 'سڪندر'، وڏي جدوجهد کان پوءِ، ايران کي فتح ڪيو ۽ 'ڪسريٰ' جي عظمت جو نالو نشان متائي ڇڏيائين... فوجون قتل ٿي ويون... رعايا ڏولاون ۾ اچي وئي، سربه فلڪ محلاتون مٽيءَ جا ڍير بڻجي ويون... امير امراء ۽ وزير وزراء، سڀ قيد ڪيا ويا... اطلس ۽ ڪيمخواب جا پردا، محلات جا بيش بها غاليچا، چاڪ ڪيا ويا... شراب نوشيءَ جا جام بلورين، ۽ گردن دراز نفيس ۽ منقش صراحيون ٽوڙيون ويون... ڌن ۽ دولت جا انبار، بيدرديءَ سان لٽيا ويا... ڪسريٰ جي اولاد کي پابزنجير، گهيلي سڪندر جي دربار ۾ آندو ويو... پانهان ۽ پانهيون قطار در قطار، رسّن ۾ جڪڙي اچي بيهاريائون... سيني جون نمائيون نگاهون سڪندر جي پُرجلال چهري ڏانهن تڪي رهيون هيون... سڪندر نشي ۾ چُور... زمين تي ليٽندي؛ اشارن سان حڪم هلائي رهيو هو. ...سندس اکين سان آگ جا الا نڪري رهيا هئا... ڪنهن مهل اوچتو رڙ ڪري چيائين:

'هن محلات کي باهه لڳايو'...!

سڪندر جا ساٿي ۽ فوجي آفيسر، ششدر ۽ حيران، هڪٻئي جي منهن ڏانهن نهارڻ لڳا! ......ان تردد ۽ تذبذب جي عالم ۾... سڪندر گرجدار آواز ۾ رڙ ڪري چيو......'فوراً باهه لڳايو'!... سناٽو ڇانئجي ويو!... ڪسريٰ جي اولاد جون ملتجي نگاهون ڪڙيون ٿيون؛... خموشيءَ جي زبان ۾؛... رحم ۽ عفو جون التجائون، سڪندر ڏانهن سٽيون ويون... سڪندر جا عملدار بيجان بُت وانگر... سڪندر ڏانهن تڪڻ لڳا.
......هنگامه خيز ۽ پُرشور دربار ۾ موت جي خاموشي طاري ٿي وئي... ڪير ڪُڇي! وري سڪندر منهن کوليو، ۽ دهشت انگيز ۽ ولوله خيز انداز ۾ للڪاريائين:...

'فورا باهه آئيو!... سندس اهلڪارن ۽ عملدارن ۾ ڪابه جنبش ڪانه آئي... جو جتي هو، اتي خاموش ۽ نيم بيهوش...!

... هڪ الاڙوت عورت...

... سندس منهن تي پوڙهپ جون جهريون نمايان...

... سندس گِل سڪل... پيشاني ويڪل... نڪ ڏنگو...

اکيون چُنچيون... بيدلرزان وانگر سندس هٿ ڏڪي رهيا هئا...

...ڏڪندڙ هٿن سان... باهه جي سچ مان هڪ آماڙي ڪٽي،... سڪندر جي ويجهو آئي،... سڪندر جي هٿ ۾ ڏنائين.

سڪندر، اماڙي وٺي لوڏيندي... بيروح ۽ بيجان، پابزنجير ۽ مُهر، بہ لب گروهه ڏانهن آتش فشان اکين سان گهوريندي،... اماڙي محلات ڏانهن اڇلائي!

... باهه جا شعلا، آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ لڳا،... 'محلات' جون ڇتيون ۽ پٽيون، پٽُرڻ لڳيون،... در ۽ دروازا ٽنيا ۽ منقش جهلا،... ٽانبن جو ڍير ٿي ڪرڻ شروع ٿيا... محلات جا سونا ۽ روپا ٿانوَ ۽ منقش جواهرن سان جڙيل پيالا ۽ مٽڪا، رجڻ لڳا،... ريشم ۽ اطلس، ڪيمخواب ۽ زريءَ سان جهنجهل پردا ۽ بادشاهن ۽ راڻين جا ڪپڙا، شعلن جي لپيٽ ۾ اچي، رنگن جي انبلٽ ٿاهي...باهه جي شعلن تي رقص ڪرڻ لڳا!...باهه زور وٺندي وئي...

...'سڪندر' ۽ 'ڪسريٰ' جي ماڻهن جون نظرون مايوس ٿينديون ويون...

... سڪندر جو منهن لوساٽجي ڪارو ٿي ويو!... باهه پنهنجو ڪم پورو ڪيو... شور و شر آهستي آهستي جهڪو ٿيندو ويو...

... محلات، جهٽ ڪِنَ ۾ چار ۽ سڙيل پٽرن جو ڍير ٿي ويو...

سڪندر جي دماغ تان نشي جون هلڪيون هلڪيون لهرون لهَڻ لڳيون،... سندس اکيون ڦاٽي ويون،... سڙيل محلات جي ڍير جي پس منظر ۾...... ڪسريٰ جي ان محلات ڪي ڳولڻ لڳو،... جا پنهنجي حسين ۽ بيش بها بادشاهي ساز و سامان سان آراسته پيراسته هئي،... جنهن ۾ ڪسريٰ،... جلال ۽ احتشام سان... حڪم هلائيندو هو،... جتي بيش بها ۽ جواهردار تلوارون لٽڪايون،... هزارين ٻانهان ۽ گولا،... حفاظت لاءِ پيا ايندا ويندا هئا... جتي حسين ۽ مه جبين راڻيون ۽ سندن ٻانهيون،... پيون گلن وانگر ٽڙنديون ۽ کلنديون هيون... سڪندر، ... عالم تخيل ۾ محلات جي دؤر گذشته جي هڪ هڪ مسرت انگيز گهڙيءَ ڪي... محسوس ڪرڻ لڳو،... دردناڪ ۽ دلدوز آوازن سان سندس ڪنَ وجڻ لڳا... وائڙن وانگر هيڏي هوڏي نهاري،... مايوس ۽ رقت انگيز لهجي ۾... آهستي آهستي، چپ چوريائين... ۽ پڇا ڪيائين،...”هي ڇا ٿي ويو؟“... نگاهن ۾ خاموشي... بيجان ڍانچا،... بي زبان ڪنگا،...سندس منهن ڏانهن گهور ڪري نهاريندا رهيا!...

سڪندر، دوباره پڇيو: ...”هي ڇا ٿي ويو؟“...

... ٻيڙي اڏڙوت، ... پنهنجي ڏڪندڙ ڪنڌ کي مـوڙو ڏئي... ٿڙندي ٿـاٻڙندي، ... سڪندر جي ويجهو آئي!... خون ريز ۽ شعلہ انـگيز اکيون ڦاڙي، ... سڪندر کي چيائين: ... ”اهو سڀڪجهہ مون ڪيو، جهان پناهہ!

سڪندر:- ڇو؟

ٻيڙي:- جهان پناهہ، ... چند صديون اڳ، ... هن ڪسريٰ جي وڏن... منهنجن ابن ڏاڏن جي ملڪ کي تاراج ڪيو هو، ... ۽ محلات کي جلائي خاڪ ڪيو هو، ... ها، ... چند سو سال اڳ!

سڪندر:- تنهنجو ملڪ ڪهڙو هو؟

ٻيڙي:- جهان پناهہ! جنت نشان، فرشتن جـو مَسڪن، اسان جي جنم ڀومي، منهنجي ابن ڏاڏن جو... پيارو وطن ...! اسان جي تهذيب جو مرڪز... اها پاڪ خاڪ، جنهن ۾ اسان جي خاندان، اسان جي قوم، ۽ وڏڙن جون پُرجلال ’هڏيون‘ مدفون آهن ...!

سڪندر:- تو ڇو ائين ڪيو؟

ٻيڙي:- منهنجي خون جي قطري قطري ۾ ... پنهنجي پياري وطن جي اکير لهرون هڻي رهي هئي؛ هن ڪسريٰ جي محلات ۾ رهندي به، ... اهي انتقامي لهرون، ... صدين کان ... اسان جو خاندان؛ ... پنهنجن فاتحن خلاف سانديندو ٿـي آيـو!... اچ ... اهو... پورو ٿيو! (ائين چئي سندس زبان خشڪ ٿي وئي).

سڪندر:- (پُرجلال لهجي ۾) ... نمڪحرام ... غلام زادي!!

ٻيڙي:- ها... ها...، نمڪخوار، ... غلام زادي، ... فاتح جي غدار، ... پنهنجي وطن جي سڪ جي امانتدار...! پنهنجي وڏڙن جي انتقام وٺندي سرفراز ۽... باوقار...

سڪندر:- تو وڏو ظلم ڪيو آهي او بدنهاد!... تنهنجي سزا!

ٻيڙي:- جهان پناهہ!... پنهنجي ’وطن‘ جي خاڪ جي صدقي... پنهنجي فاتح جي جوش و جلال سان اک ملائڻ، ... ان جي مسرت انـگيز جلال کي ساڙي ناس ڪرڻ، اگر غداري آهي، تہ پوءِ آءٌ بيشڪ غدار، ... منهنجا ابا ڏاڏا غدار، ... منهنجون ارڙهـن پيڙهيون غـدار، ... منهنجي سزا... موت......!

سڪندر جي پيشانيءَ تي پريشانيءَ جا ليڪا، ڪسريٰ جي محلات جي اڏامندڙ رک جي مَسُ سان لکجڻ لـڳا، ... سندس زبان خاموش ٿي وئي، ... سندس دل جي دک دک ڪيس ٻڌائي رهي هئي تہ:

”پنهنجي وطن جي خاڪ جي صدقي...... پنهنجي فاتح سان اک ملائڻ،
... ان جي مسرت انـگيز جلال کي ساڙي ناس ڪرڻ، اگر غداري آهي،
تہ پوءِ آءٌ بيشڪ غدار... منهنجا ابا ڏاڏا غدار...“

سڪندر، پيڙهيءَ کي نڪري وڃڻ جو اشارو ڪيو... ۽ پاڻ زمين تي... پاڻهن ڪنڌ هيٺان ڪري... ليٽي پيو!...

اڄ ان 'محلات' جو هڪ 'طاق' اڃا تائين موجود آهي، جنهن کي 'طاق ڪسريٰ' سڏيو ويجي ٿو، جنهن جون تصويرون دنيا ۾ موجود آهن، جنهن لاءِ ڪنهن شاعر چيو آهي:

'بوم بانگے مے زند، بر گنبد افراسياب'.

يعني: چپرا، افراسياب جي گنبد (طاقِ ڪسريٰ) تي چرڙاٽ پيا ڪن!... ته ڪٿي آهي اهو شوڪت و جلال؟... ڪٿي آهي، ڪسريٰ جو دٻدٻو ۽ ڪروفر...!

هي آهي تاريخ، ۽ ان جي هڪ واقعي جي اصليت... ۽ اهميت!

هر دؤر ۾ 'ڪسريٰ' ظلم ڪري ٿو،... هر دؤر ۾ 'فرشتن جو مَسڪن' برباد ڪيو وڃي ٿو، ۽ هر دؤر ۾ ڪا 'پيڙهي' 'ڪسريٰ' جي محل ۾ تربيت وٺندي رهي ٿي. هر دؤر ۾ ڪو نه ڪو ڌاريو، 'سڪندر' اچي ٿو، ۽ پرائي ملڪ کي لٽي به ٿو ۽ باهيون به لڳائي ٿو... ۽ ڪا نه ڪا 'وطن دوست پيڙهي'، باهه جي آماڙي ڪٽي، 'سڪندر' جي هٿ ۾ ڏئي ٿي... ۽ آخرڪار ان لمڪ پروورده 'پيڙهي عورت' کي 'غدار' به سڏيو وڃي ٿو... پر هر حال ۾ سر بفلڪ 'محلات' ته سڙي رک جو ڍير ٿي پوي ٿو.

آيا، پيڙهي عورت غدار آهي؟... ۽ ان جو 'انتقام'... عداوت!

يا 'ظلم ۽ ظالم ۽ مظلوم' جي هڪ مسلسل تثليث آهي، جا هلندي اچي ٿي؛ ايامن ڪان! ... ۽ هلندي رهندي ايامن تائين...! جيستائين انسان، انسان بڻجي. پين جو حق غصب نه ڪري، ڪَسُ ڪائي ۽ انتقام جا اسباب ۽ حيلا حوالا وساري ڇڏي.

آخر 'فرشتن جي ملڪ' جي حاڪم به ته ڪنهن جو جُهڳو جلايو هوندو يا نه؟... ۽ 'ڪسريٰ' جي وڏن به ته ڪنهن جو گهر جلايو هوندو يا نه؟... جي هائو... ته 'ڪسريٰ' جي ڪارگذاري به غلط نه چئبي. ـ ۽ 'سڪندر' جي ڪارگذاري به غلط نه!... ۽ 'پيڙهي' جي وطن دوستي ۽ موقع پرستي بہ غلط نه! ـ ڇو؟ ـ ان کي فرض شناسي نه سڏجي! ـــ البت جي ڪو پرپور وارُ، بروقت، ڪيس ڪيرائي وجهي ها، ته پوءِ تاريخ جو داستان ٻيو ٿي پيو هجي ها!

اهو هڪ تسلسل آهي؛ ايامن ڪان ـ هليو آهي؛ هلي پيو؛ ۽ هلندو رهندو! ستجڳ هجي يا ڪلجڳ ـ اهو سلسلو، رهندو ۽ پيو هلندو؛ جيستائين 'انسان' سڌري، صلح پسند ٿئي، پرائو حق غصب نه ڪري، ذاتي مفاد کي نظرانداز ڪري سگهي، پنهنجي هٿن کي روڪي... ظلم ڪان ۽ استبداد ڪان! ـ

نه ته، تيستائين جيڪي ڪو پوکيندو، سو آوَس لڻندو، يا آنَ جا پويان لڻندا، ۽ پيڙهي به جيستائين جيئري آهي، تيستائين 'سڪندر' کي بيهوش ڏسي، پٽي 'اماڙيون' ڏيندي. ـ ۽ ڪسريٰ جي محلات کي ساڙائيندي! ـ

جو اڄ ظلم ڪندو... سياڻي ان جو حساب ڏيندو، زماني جي خاموش تلوار جو وارُ ڪيس به ختم ڪندو، ۽ سندس ٻچن کي به رلائيندو!-۽ پوءِ سندس ٻچن تي ڪوبه پاڇهو جو هٿ نه ڏريندو.

تاريخ پنهنجي پاڻ کي دهرائيندي اچي، 'پيڙڙي' به هلندي اچي، سڪندر به هلندو اچي، ڪسريٰ به هليو اچي!- تلڪ الايام نداولها بين الناس!-

چا؟- اسان جي ادب ۽ ثقافت، تهذيب ۽ تمدّن، سرمايہ حيات، ۽ ذخيره بزرگان کي به ڪا 'پيڙڙي'... اسان جي لظر ڪان گسائي، سڪندر کي مدهوش ڏسي؛ ڪا 'اماڙي' ته نه ڏني چڪي آهي! جنهنڪري اسان جي ۽ اسان جي وڏڙن جي پاداش ۾... باهه جا شعلا، اسان جي اڳيئن ۽ موجود ورثي کي جلائي... آسمان تائين پهچي چڪا آهن! ۽ اسان جي بلندين جو محلات سڙي، ڪامي، 'طاق بنجي چڪو آهي، ۽ جنهن تي 'چبرا' پيا چرڙاٽ ڪن! اف! تاريخ ۽ ان جو دهراءُ ۽ ورجاءُ... آهي ڪو سمجهڻ وارو؟ افلا تعقلون، افلا يتدبرون!

## سچل سرمست (وفات ١٤- رمضان ١٢٤٢هه).

● سچل سرمست، سنڌ جهڙي مردم خيز سرزمين جو اهو دُر بي بها آهي، جنهن جي ڪلام ۽ پيغام ۾ روحاني حقائق ۽ انسانيت عامہ جو عالمگير اصول ملي ٿو. تصوف جا ٻه-مڪتبِ فڪر آهن. هڪ نوفلاطولي، اشراقي ۽ اطلاقي، جنهن جو تعلق يوناني فلسفي ۽ ويدانت سان آهي. ان مڪتبِ فڪر جا شارح-- منصور، شيخ فريدالدين عطار ۽ رومي آهن. جن جو اصول 'وحدت الوجود' آهي. ان نظريي کي فلسفيانه انداز ۾، ملت مسلمہ ۾، شيخ ابن العربي محي‌الدين اندلسي بيان ڪيو. جنهن جي شاگرد، علامہ قولويءَ کان جلال الدين رومي مستفيد ٿيو. ٻيو مڪتب فڪر 'وحدت الشهود' وارن جو آهي، جنهن جو سربراهه امام رباني مجدد الف ثاني آهي ۽ ان جو مقلد علامہ اقبال آهي. انهن ٻنهي جي فڪرن کي اعتدال تي آڻڻ وارو شاهه ولي‌الله محدث دهلوي آهي. جو دراصل آهي ته وحدت الوجود جو قائل؛ پر ان سان گڏ شطحيات ۽ خرافات، غير شرعيہ عملن ۽ دعوائن کان پري آهي.

سچل، منصور ۽ عطار جو مداح به آهي، ۽ پوئلڳ به آهي. 'عطار' لاءِ ته ايتريقدر به چوي ٿو ته "عطار نہ بود آن ڪہ خدا بود، خدا بود!" خير.

سنڌ جي جاگيردارانہ نظام ۽ ان کان متاثر بيروح ۽ خشڪ مذهبي پيشوائيت يعني ٿياڪريسيءَ جي سنگم ۽ اتحاد کان پوءِ، جا ذهني ۽ فڪري بغاوت پيدا ٿي، انهن باغين مان سچل به هڪ آهي. افسوس اهو آهي ته سنڌي زبان ۾ سچل جي نظريي ۽ فلسفي جي تشريح لاءِ ڪوبه جامع ڪتاب موجود نہ آهي. سچل جو ڪلام عربي، فارسي، هندي، سرائڪي، سنڌي ۽ ملتاني ۾ موجود آهي. ۽ سندس ڪلام، دنيا جي وڏن وڏن شاعرن فردوسي، هومر ۽ ڪاليداس پارن جي بيتن کان به ججهو آهي. سندس ڪلام جا بيت نَو لک ڇٽيهه هزار ڇهه سؤ ۽ ڇهه (٩٣٦٦٠٦) آهن!

سچل پنهنجي دور جي بيروح مذهب ۽ بي مغز نظام جي خلاف بغاوت ڪئي، ورنه هو قرآن جو حافظ به هو ۽ صوم و صلواة جو پابند به هو، ۽ وحدانيت ۽ رسالت جو قائل به. افسوس آهي ته بي مغز ۽ تهي دست شارحن سچل کي لامذهب سڏيندي نه معلوم ڇا ڇا لکيو آهي! سچل اڪيڊمي ۽ سنڌي ادبي بورڊ تي فرض آهي ته هو محققانه ريسرچ ڪن. سچل فرمائي ٿو:

صورت سڀ انسان جي اٿئي عشق اصل،
خلق ال آدم علي صورته، جز و جهڙو ڪُل،
الانسان سري وَانا سره، سچ "سچل" پيو سل،
ٻول نه ٻي ڪنهن پل، هِتي هُتي هڪ ٿئي.

سچل سرمست جو ميڙو ۽ فقراء جو اجتماع درازن ۾ ١١- رمضان کان شروع آهي. رحمة الله عليه. ... — غ. م. گ

[مهراڻ: نمبر ۴، سال ١٩٦٢ع]

## ١٩٦٣ع

٢٠١- ١٩٦٣ع

### تنقيد نگاري ۽ سنڌي نقاد

تنقيد، ادب جي شهپارن کي پرکڻ لاءِ هڪ ذهني ۽ فڪري ڪسوٽي آهي، ۽ 'نقاد' پنهنجي فني جامعيت جي لحاظ سان، هرفنڪار کان ذهني ۽ فڪري طور بلند ۽ بالا آهي. 'نقاد'، شعر ۽ ادب، لغت ۽ لسانيات، تاريخ ۽ فلسفي، ثقافت ۽ دينيات، عمرانيات ۽ معاشيات جي مختلف‌النوع شاخن تي ڪنهن حد تائين، جامعيت رکي ٿو ۽ سندس مطالعي جو دائرو وسيع ٿئي ٿو.

جڏهن تہ هڪ شهپاري ۾ علوم و فنون جا ڪيئي مختلف مسئلا بيان ٿي وڃن ٿا، تنهنڪري، 'نقاد' جيستائين سيني فنن تي دسترس نہ رکي، تيستائين سندس 'پرک ۽ اصلاح' جي ڪابہ حيثيت قائم نٿي رهي سگهي.

نقاد، پنهنجي انفرادي حيثيت سان، ساڳئي وقت شاعر بہ آهي، سخن سنج بہ آهي، سخن فهم بہ آهي، قادرالڪلام استاد بہ آهي، انشا پرداز بہ آهي، عروضي بہ آهي، لغوي بہ آهي، لسانيات جو ماهر بہ آهي، مورخ بہ آهي، فلسفي بہ آهي، تهذيب و ثقافت جو ڄاڻو بہ آهي، عالم دين بہ آهي، عمرانيات ۽ معاشيات جو ماهر بہ آهي — گويا هڪ شخص، تن تنها هڪ بزم ۽ انجمن جي حيثيت رکي ٿو. ان ڪمال ۽ مقام جو ماڻهو ئي صحيح نقطہ نگاهہ سان ڪنهن فني چيز کي نہ فقط پرکڻ جي لائق آهي، پر ان سان گڏ ڪيس 'اصلاح' جو بہ حق حاصل آهي.

اگر نقاد جي مٿين تعريف قرين قياس آهي تہ پوءِ ادبي ميدان ۾ نظر ڊوڙائبي تہ ڪاريءَ وارا ڪک نظر ايندا. تنقيد جي ميدان ۾ ڪنگ پيا رڙن! اڄڪلهہ جا 'نقاد' ڇا آهن؟ تمام معمولي مطالع وارا، سطح بين، يا اڌو منڌو شعر چئي سگهندا، يا ٻہ-چار افسانہ لکي نقاد بڻبا، يا ڏارين جا چند خيالات مستعار سنڀالي، وتندا ٻين جي فن کي لوڙيندا.

نقاد، اهو باشعور، صاحب بصيرت، ديانتدار ۽ غيرجانبدار شخص ٿي سگهي ٿو، جو پنهنجي مطالعي سان ڪنهن گوهرناياب کي اجاري ۽ جرڪائي. محض فن تي 'جرح ۽ قدح' ڪري، جانبدارانہ عصبيت کان بچي، صحتمند خيالات جو اظهار ڪري ۽ کري ۽ کوٽي کي الڳ ڪري بيهاري.

نقاد، لکو قصيدہ گو آهي، جو پنهنجي پسنديدہ اديب لاءِ ويهي مداحون گهڙي، ۽ نکو حجام آهي جو مڏيءَ ڀاڪيءَ سان وينو اديبن جا ٽتا کوڙي!

نقاد، جامع العلوم هجڻ سان گڏ، انشا پرداز بہ هئڻ گهرجي، ان سان گڏ تنقيد جي شرطن ۽ اصولن کان بہ آگاهہ هجي.

هڪ حاسد، ڪينہ پرور، متعصب ۽ انتقامي جذبات رکندڙ ماڻهو نقاد ٿي نٿو سگهي. نقاد تہ هڪ شريف النفس، وسيع القلب ماڻهو ٿـي سگهي ٿو، جو رحمت ۽ رافت جي جذبات سان سرشار هجي، جو ذاتي ۽ شخصي تعلقات کان بالا هجي. جو سَڪ وانگر رڳو گندگيءَ جي ڍير تي نہ ويهي، پر ماکيءَ جي مک وانگر حسين ۽ جميل، عطربيز ۽ روح پرور فني گلستان مان رس چوسي، مِٺي ماکي بنائي سگهي.

اڄڪلهہ جا نقاد، نيش زني ۽ طعنہ و تشنيع، گارگند ۽ ذاتي ڇيڙڇاڙ کي تنقيد ٿا سمجهن. فن کان اول فنڪار جي ذات ۽ صفات کي موضوع بحث ٿا بنائين. اول فنڪار جي شخصيت کي لوئي خراب ڪري، پوءِ ہہ-چار ڪچا پڪا جملا، فن متعلق لکي وجهي ٿا مٿي چڙهن، ۽ سمجهن ٿا تہ تنقيد جو حق ادا ٿي ويو.

مزو اهو آهي تہ اڄڪلهہ ڪنهن جي شعر تي آهي تنقيد ٿا لکن، جي بذات خود 'شاعر' نہ آهن. ان مان اهو نہ سمجهڻ گهرجي تہ نقاد لاءِ هرويرو شاعر هئڻ ضروري آهي، پر منهنجو مطلب آهي تہ شاعر بہ هئڻ ضروري آهي. سندس فن شاعريءَ ۽ مختلف استادن جي ڪلام تي ايترو عبور حاصل هجي، جو هو ڪڏهن معياري شعر بہ چئي سگهيو هجي، يا چئي سگهي. باقي جنهن نہ شاعريءَ جا مختلف دور مطالع ڪيا آهن، نہ قادرالڪلام استادن جو ڪلام مطالع ڪيو آهي، نڪو بتدريج اعليٰ، متوسط ۽ نومشق شاعرن جـي ڪلام کي ڪڏهن هٿ لاتو آهي، اهو اگر شعر و سخن جـي جنس کـي ويهي پرکيندو تہ پوءِ اهو ٿيو، 'بوز نہ را چہ ڪار نجّاري'! جـي مصداق، پولي جو ڏڪڻ بنجڻ! حالانڪ پولي جو منصب چا ۽ ڏڪائڪو ڏنڌو چا؟- فن ۽ فنڪار جي مناسبت سان ئي تنقيدي شعور پيدا ٿئي ٿو. سنڌي سپاجهڙن ان مام کي خوب نباهيو آهي، چون ٿا:

رڍ چا ڄاڻي راڳ مان، جنهن جي پولي پي.

ان طرح چون ٿا:

سرمنڊل جـي ساز مـان، سانڍو ڇـا سمجهي.

ان طرح:

رڍن اڳيـان ربـاب، وڄـائيندي ورهيہ ٿيا!

هاڻي 'نقاد' آهي، رڍ ۽ سانڍي جي صلاحيتن وارو تہ پوءِ اهو 'راڳ' تي ڇا تنقيد ڪندو! ان جو 'راڳ' سان ڪهڙو واسطو! 'نقاد' کي شاعريءَ جي 'شين' جي بہ پرک ڪانہ آهي، سو ڪيئن ويهي، مختلف اصناف سخن جا معائب ۽ محاسن بيان ڪري سگهندو. افسوس جو اسان جي ادب ۾ ان مرتبي جا لائق ۽ جامع، وسيع القلب ۽ ڪريم النفس نقاد پيدا ئي ڪين ٿيا آهن! شاهہ صاحب خوب چيو آهي:

ويا سي وينجهار، هيرو لعل ونڊين جي،
تنين سندا پوئيان، سيهي لهن نہ سار،
ڪُتين ڪُٽ لهار، هاڻي انهين پيٽيہن.

اهڙن 'صرافن' ۽ لائق نقادن جي اڻهوندي، صحيح قسم جي 'فن ۽ فنڪار' جي کهڙي حالت ٿيندي. ان متعلق شاهہ سائينءَ کان ٻڌو:

اگهيو ڪائو ڪچ، ماڻڪن موٽ ٿي،
ٻلؤ پايو سچ، آچيندي لڄ مران.

جڏهن وينجهار ئي نہ رهندا، بزارون صرافن کان خالي ٿي ويندي يون؛ تڏهن 'ماڻڪن' ڪي ڪير پڇندو؟ خلق وجي 'ڪچ' تي ڪرلدي؛ تڏهن 'سچ' جي کهڙي بها ٿيندي! سچ پچ تہ 'سچ ۽ ڪچ' جي پرکڻ جو امتياز ئي نقاد جي بهترين ۽ اصولي ڪسوٽي چئي سگهجي ٿي، جا اڄڪلهہ آهي ئي ڪانہ!

اڄڪلهہ جي نقادن ۾ پيو بہ هڪ مرض پيدا ٿي چڪو آهي، جو هو، نڪو فنڪار جي ڳالهہ ڪي سمجهندا هوندا، نڪو ان جي اسلوب ۽ طرز نگارش، خيال ۽ مواد جي نازڪ ۽ نفيس لچڪ ڪي ئي ڄاڻندا هوندا، نڪو ان جي فن ۽ متقدمين ۾ اهڙن ساڳين خيالن جي موجودگيءَ کان واقف هوندا. باوجود ان جهالت جي، هٺ ڌوئي ان فنڪار جي پويان ڪاهي پوندا، ۽ الائجي ڇا جو ڇا چئي وجي مٿي چڙهندا. شعر و شاعريءَ جي 'مراعات' کان تہ واقف نہ هوندا، پر "شاعرانہ تعليءَ" کان بہ اڻڄاڻ هوندا. انهن ڪي ڪير سمجهائي تہ 'مراعات ۽ تعليءَ' جي دنيا گهڻو وسيع آهي.

شاعر تہ 'من نہ مي گويم اناالحق يار مي گويد بگو!' بہ چئي ويو آهي.
۽ 'آهيان پاڻ الله، ادبون مون کي ڪير ٿيون ڄاڻو!' بہ چئي سگهيو آهي. پاڻ تہ ڇا:

عطار نہ بود آن کہ خدا بود خدا بود،

بہ چئي سگهيو آهي. ان طرح:

کفر کافر را و دين دين دار را،
ذره دردِ دل عطار را.

بہ چئي ويو آهي. ان طرح:

عارف هم از اسلام خراب ست، هم از کفر،
پروانہ چراغ، حرم و دير نہ داند.

بہ چئي ويو آهي. ان طرح:

الله ڇڏيائون اوري، پرانهون پند پيا،
بنا نالي سپرين، اجا ڪي پيا،
واڪيندا ويا، "صادق" ٻڌيو سند را.

به چوڻ وارا چئي ويا آهن. پر ڪين ڪير به ’ڪافر‘ نٿو سمجهي. اها بي ڳالهه آهي ته ان ’شطحيات ۽ تعليءَ‘ لاءِ به ڪنهن بلند مرتبي شخصيت جي ضرورت آهي. انهين لـ تـ هرڪو ’ايرو، غيرو، نٿو، خيرو‘، مجاز آهي ته اهڙيون دعوائون ۽ دمزنيون ڪري، ان لاءِ ته ’هربوالهوس ني حسن پرستي شعار ڪي‘ ئي چوڻ گهرجي. حلوي کائڻ لاءِ به مهاندو درڪار آهي. نـ هرڪو ’منصور‘ آهي ۽ نه هرڪو ’بايزيد بسطامي‘ ۽ نڪو هرڪو ’شاهه‘ آهي ۽ نه هرڪو ’عطار‘ نه هرڪو ’رومي‘ آهي نه هرڪو سچل سرمست! جن جي عمل ۽ اخلاق، قال ۽ حال کي بين الاقوامي شهرت حاصل ٿي چڪي آهي. تڪلف سان ’ڪجهه بنجي پوڻ‘ آسان آهي، پر پوري دنيا مڃي اٿي، اهو ته مشڪل مرحلو آهي.

جيئن چون ٿا ته هڪ محب اهلبيت موالي، پنهنجي دائري ۾ هميشه وينو صدائون هڻندو هو ته ”سِر سيد تان صدقي!“ هڪ پيري، ڪنهن مصيبت زده ’سيّد‘ اچي پاسو ڏنس، ۽ چيائينس ته ”ميان، تون هميشه ڪان پيو اهي صدائون هڻندو آيو آهين، اج ته اچي مون کي مدد ڪر، ۽ دشمنن سان وڙهه!“ جواب ۾ مواليءَ فرمايو! ”شاهه سائين قبلا، اوهان جا به انصاف آهن، ڪو گهر ۾ وينو...... هٽي ۽ ڳالهيون ڳٽي، ته ان تي به ڪٽي ٿا ڳنڍ ٻڌوا!“

بلڪل اهڙيءَ طرح سان ’تنقيد براي تنقيد‘ ڪندڙ ناقد، جڏهن ڪو پيو ’وڪر‘ نڪو پرکي ٿو سگهي، نڪو سُوڏي ٿو جاٺي، تڏهن ڪنهن نه ڪنهن ’مواليءَ‘ جي ’دالهن ۽ صدائن‘ تي تنقيد شروع ٿو ڪري. حالانڪ ڪين سمجهڻ گهرجي تـ اج ڪُٺيءَ ڪائـڻ وارا مجنون جام آهن. سچا پچا مجنون ته ويچارا تواڻي ٿي چڪا آهن. ڪوڙا ۽ اوباش، ’ڍَوَ جون اٿون‘ پيا هڻن، ۽ منصور وارا نعرا پيا بلند ڪن. منجهن نـ منصور جو دم آهي ۽ نـ حال. منصور ٽيڙ ڪا ستري ۽ سولي ڳالهه ته نه آهي، ان لاءِ به مهاندو گهرجي. پيالو چاڙهي، چير چمڪائي تندون وجائي، ڪڙتالون ڪڙڪائي ته هرڪو منصور ٿي سگهي ٿو، پر اهڙن ’سڌڙين‘ ڪـي جڏهن ’ڪات‘ تـو ڏيڪارجي، تڏهن انهين ٿا پڇن جيئن ’ڪانءُ پڇي ڪهان ڪان!‘ اچوڪن ’منصورن‘ کي قاهي جي ويجهو آڻجي ته هوند روئي روئي ڪٽي رَجَ ڪَنِ! قاهيءَ ڪان اڳ همراهن جو ’هارٽ فيل‘ ٿي ويندو! ۽ وجي برزخ ۾ پهچندا. اهڙن بيخبر سڌڙين کي شبهي ۾ نه ڪٽي جهلين، ۽ ڪَن ڪان وٺي، ’سرڪڻ قاهيءَ‘ جي ويجهو آڻين ته پوءِ همراهن کي پتو پئجي ويندو ته ’گهٽين ويهڻ سؤ آهي.‘ اهڙن لاءِ شاهه فرمايو آهي:

سڌڙيا شرابـن جون، ڪوهه پچارون ڪن،
جُهه ڪات ڪلالن ڪيا، موتيو پوءِ وڃن،
پـڪون سـي پين، سـر جنين جا سٽ ۾!

پـڪُن پيڻ وارا مرد ئي مري ويا، باقي:

ايـن مـدعـيـان در طلبش بـي خبرانـند!

وجي بڇيا آهن. جن ۾ نڪو علم و ادب، نہ فڪر و فهم، نہ عشق نہ اخلاص، نہ جلال نہ جمال. رڳو ترڙي ڪڪڙ وانگر پيا بي هنگام بانگون ڏين. حافظ واه جو چيو آهي!

اي مرغ سحر عشق ز پروانہ بياموز.

اهي 'ڪڪڙ' رڳو 'تان تان' ڪري ڄاڻن، منجهن نہ پرواني وارو سوز آهي نہ ساز! پروانو سڙي خاڪ ٿي ويندو، پر ڦڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪيندو، يا نهائينءَ جيئن،

سڙي سارو ڏينهن ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري.

جي مصداق صاحبِ حال رهندو، باقي قال جو ڀائيتان تہ ڪُتن جو نہ آهي. ناقد نہ اهڙن 'مدعين ڪڪڙن' جي 'تان تان' ۽ دمزنيءَ تي ويهي، ڪاڳر ڪارا ڪندا ۽ وقت وڃائيندا تہ پوءِ انهن کي ڪير سمجهائيندو؟

تنقيد جي لائق بہ اهو فن آهي، جنهن ۾ زندگيءَ جو ڀرپور شعور موجزن هجي؛ جو انساني حيات جي سماجي ۽ فڪري مسئلن کي سلجهائڻ جي ڪوشش ڪندو هجي. باقي 'بي مقصد ڀُڻ ڀُڻ' ۽ 'بي معنيٰ گَند' تي متو ڪپائڻ ٿيندو 'ڍنگرن تي اٽو هارڻ'، جنهن مان نہ هوند نہ شڪر!

ادب ۽ زبان، تعليمي نصاب ۽ مادري زبان جا مسئلا پيدا ٿيا، ۽ سنڌي تهذيب جي اشاعت ۽ حفاظت لاءِ جدوجهد جو دور پيدا ٿيو، پر اسان جي ڪُٽيءَ ڪانڪ مجنونن ۽ تان تان ڪندڙ منصورن مان هڪ بہ نہ وڌيو، نہ ڪو ڦاهيءَ تي چڙهيو! فقط شعر و شاعري ڪندا رهيا، صدارتون ڏينديون رهيون، ۽ خوشامدڙيا تعريف ۾ دهلڙيون ڪُٽيندا رهيا ۽ اخبارن ۾ ڪارگذاريون ايندڙيون رهيون. اهڙن فنڪارن کي جيئري ئي زنده درگور سمجهڻ گهرجي. نہ سڄڻ کي آسرو نہ دشمن کي ڊپُ!

اڄڪلهہ جي تنقيد کي اگر ترديد ۽ تضحيڪ، هجو ۽ تمسخر ڪوٺجي تہ بجا آهي! ڪين اها 'ڦرڪ' بہ ڪانہ آهي تہ ڪهڙو 'وڻ' ۽ ڪهڙو 'وَڪَر' پرکڻ جهڙو آهي، هو هر 'جنس' تي پيا جڪ مارينداا.

ڀيو تہ اڄوڪا نقاد، فن جي اصولي ۽ فروعي جاچ جوچ ۽ ڇنڊڇاڻ کان اول ايندا ذاتيات تي. ڦرئين ئي ڏک سان شخصيت کي لوڙڻ ۽ بدنام ڪرڻ شروع ڪندا. فنڪار پوريءَ طرح لتاڙي، خوارخراب ڪري، ان ئي طرز انشاء ۽ اسلوب بديع سان سندس 'فن' کي تختہءِ مشق بنائيندا. ۽ ان ئي تلخ ۽ تُند، ترش ۽ اُسهائيندڙ لب و لهجي ۾ پنهنجي غلط ۽ بيوزن راءِ جو اظهار ڪري، قلم رکندا. سندن ان قسم جي راءِ کي نہ ڪو صائب چئبو ۽ نہ ڪو اهڙي تمسخرآميز ۽ جانبدارانہ تنقيد کي ڪو علمي ۽ ادبي سرمايہءِ فن ئي ڪوئي سگهبو.

اصل ۾، ناقد کي فنڪار جي ذات ۽ صفات سان، سندس مشرب ۽ مذهب سان، سندس مزاج ۽ طبيعت سان تہ ڪو واسطو ئي نہ رکڻو آهي. فنڪار هندو آهي يا مسلم، يهودي آهي

يا مجوسي، ڪافر آهي يا ملحد، فاسق آهي يا ديندار، اڇو آهي يا ڪارو، چڱو آهي يا مٺو؛ ان جي قطع نظر، سندس پيش ڪيل ’فن‘ جو جائزو وٺڻو آهي. سندس شهپاري جي افاديت ۽ معيار ڪي پرکڻو آهي، فقط اهو ڏسڻو آهي ته لسانيات جي حيثيت سان، لغت جي حيثيت سان، انشاء ۽ صرف و نحو جي حيثيت سان، اسلوب بيان جي حيثيت سان، ڪهڙا ڪهڙا سقم رهجي ويا آهن. پيو ته مواد ۽ ان جي انتخاب ۽ ترتيب ۾ ڪيتري ڪاوش ۽ علمي تحقيق کان ڪم ورتو ويو آهي. ٽيون ته اهو ’فن‘ پنهنجي هيئت توڙي موضوع جي لحاظ سان سماج ۽ ان جي تقاضائن کي ڪيتريقدر پورو ڪري سگهيو آهي. انساني شعور جي بلنديءَ ۽ پاڪيزگيءَ لاءِ ڪهڙا ۽ ڪهڙي نموني ۾ صحتمند ۽ سلجهيل قدر پيش ڪري سگهيو آهي، ۽ ڪهڙن تهذيبي ۽ عمراني، تاريخي ۽ سماجي، فڪري ۽ اخلاقي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ عقده ڪشائي ڪري سگهيو آهي. ’فن‘ ڪٿي پنهنجي اصلي مقصد کان هٽي ويو آهي، يا سندس موضوع ڪيتريقدر پائمال، غير افادي، بيروح ۽ بي‌مقصد رهجي ويو آهي — نقاد جي منصبي فرائض ۾ اهو داخل آهي ته هو مذڪور بالا اصولن کي هر حال ۾ مدنظر رکي، ۽ فنڪار جي ذات سان ڪو به واسطو نه رکي.

تنقيد جي انهن اصولن سان گڏ، نقاد تي اجا هڪ پيو فرض به عائد رهي ٿو ته هو، تنقيد ۽ نڪته‌چينيءَ کي اصولي حدن اندر رکندي، تنقيد ۽ جائزي سان گڏ، مناسب ۽ موزون رايا ۽ مشورا به ڏيندو رهي، غلطين ۽ لغزشن جو ازالو به ڪندو هلي، فن جي ناقابلِ برداشت ڪجروين جي تلافي به ڪندو رهي. جيئن پڙهندڙ جو ذهن ’ڇا نه هئڻ گهرجي‘ — سان گڏ ’ڇا هجڻ گهرجي ها‘ — کان به واقف ٿيندو هلي. مطلب ته مثبت ۽ منفي — ٻئي پهلو پڙهندڙ جي اڳيان آڻڻ گهرجن، جيئن پڙهندڙ جو ذهن ڪا به فني طور تشنگي نه محسوس ڪري، نڪو ڪنهن هڪ قسم جي نظرياتي اثر ۾ تقليدي طور جڪڙجي وڃي. بلڪ ديانتدار ۽ قادرالڪلام، مشفق ۽ پختہ نقاد جي ديانتدارانه ڇنڊڇاڻ ۽ ڇاڻ سڇاڻ جي آڌار تي هو ڪجهه پاڻ به سوچي سگهي، ۽ هو پاڻ به پرکڻ ۽ سڃاڻڻ جي لائق بنجي سگهي. اها ’سوچ ۽ پرک‘ جي وٿ ئي ته آهي، جا هرڪو مصنف ۽ اديب، نقاد ۽ خطيب، پين ۾ پيدا ڪرڻ گهرندو آهي. ’فڪر‘ جي ان صلاحيت کي پيدا ڪرڻ لاءِ ئي ’علوم و فنون‘ جي اشاعت لاءِ مختلف ذريعا ۽ وسيلا پيدا ڪيا ويا آهن. شعرگوئيءَ، افسانه‌نگاريءَ، ڊراما نويسيءَ، ۽ تقرير ۽ تحرير جو اهوئي هڪ مقصد آهي.

بهرحال، هن دور جي ’نقادن‘ کي پنهنجون تنقيدي صلاحيتون، تعمير ۽ ترقيءَ، زندگيءَ ۽ روشنيءَ لاءِ وقف ڪرڻ گهرجن ۽ شخصي ۽ ذاتي رنجشن، ۽ رسالن جي ڪشمڪش ۾ ’ادب ۽ فن‘ جهڙي زندگي بخش، اصلاحي ۽ تعميري موضوع کي غير افادي بنائڻ جي هر ارادي ڪوشش کان باز اچڻ گهرجي. ’ذاتيات‘ ۾ الجهي، جو ڪجهه به لکيو ويندو ان کي تنقيد نه، پر تضحيڪ ۽ تمسخر ئي چئي سگهبو — يا ان لاءِ ڪو پيو فني نالو تجويز ڪرڻ گهرجي.

سنڌ جي اخبارين احباب کان اها ڳالهه لکل نه آهي ته سنڌي اخبارن ۾ ان قسم جو دل آزار سلسلو ورهين کان شايع ٿيندو آيو آهي. ان سلسلي ۾ تازو، سنڌي اخبارن ۾ 'جواب ۽ جواب الجواب' ڇپجي رهيا آهن. پر ان قسم جي الزام دهيءَ ۽ تهمت تراشيءَ کي نڪو فني تنقيد چئي سگهجي ٿو ۽ نڪو صحتمند تبادلهءِ خيالات. — هڪڙي جي جواب ۾، جا تلخ نوائي ۽ صفائي پيش ڪئي وئي آهي. ان کي:

کلوخ انداز را پاداش سنگ است،

ته چئي سگهجي ٿو، پر ان کي فني ۽ اصلاحي جواب نٿو ڪوئي سگهجي.

اهڙين تنقيدن ۽ جوابن ۾، ڪيترن غير واسطيدارن کي پڻ لوڙيو ويو آهي. نه ڪنهن جي 'اڇن وارن' جو لحاظ رکيو ويو آهي، ۽ نه ڪنهن جي مخلصانه ڪاوش کي ئي مدنظر رکيو ويو آهي. محض لفظي تيرن، طنز ۽ تمسخر، ڪارگند ۽ ذاتي ڇيڙڇاڙ کي ته ڪو به وزن ڪونه ملندو!

جوانن جو چوڻ آهي ته جو 'پراڻي پَٽَ' کي هٿ لائيندو سو پنهنجو ريشم ضرور ڦاڙائيندو!' اهو بلڪل درست؛ پر علمي ۽ ادبي دنيا ۾ نه ڪنهن جو آهي پَٽُ ۽ نه ڪنهن جو آهي ريشم! اگر ڪي اڳرائي ڪندا ته پوءِ ديرمدار سان پيا لوڙيندا، نوجوانن کي پنهنجن پوڙهن جي احترام ۽ عزت متعلق ايترو آزاد نه ٿيڻ گهرجي. شاهه فرمايو آهي:

هو چوني تون مَ چئو، واتئون ورائي،

اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي،

پاند ۾ پائي، ويو ڪيني وارو ڪينڪي.

ان طرح 'پوڙهن' کي به گهرجي ته هو پنهنجي 'اصلاحي ۽ اخلاقي' تحريرن کي 'احتياط ۽ اعتدال' جي دائري ۾ محدود ڪن. ورهين کان وٺي، الهن جي تنقيدي ڇيڙڇاڙ کي هن دور جا نوجوان برداشت ڪندا آيا آهن، سندن ڪفر آميز فتوائن کي به ٻڌندا آيا آهن، ائين نه ٿئي جو اهي ناتجربيڪار نوجوان، ڪو اهڙو سخت قدم کڻي ويهن، جنهن جي تلافيءَ جي ڪا صورت ئي باقي نه بچي.

انهن 'پوڙهن' کي پنهنجي 'فن' ۽ ادبي خدمات تي نظرثاني ڪرڻ گهرجي. انهن جو ڪجهه ڪيو آهي، اهو غنيمت آهي، پر هن دور جون تقاضائون ئي بدلجي ويون آهن. هن دور ۾ 'فرسوده خيالات' جي پيش ڪرڻ جي ڪابه گنجائش نه رهي آهي. هي لٽون دور آهي، ان دور جا مسائل به نوان ته وسائل به نوان. ان دور تي اهي لکن، جي 'جديد ۽ قديم' ٻنهي دورن تي حاوي هجن، جي اڄ نه رهيا آهن. ٻيو ته پوڙهن جي 'زبان' ۽ طرز بيان ۾ جا تلخي ۽ ترشي پيدا ٿي چڪي آهي، ان کي ختم ڪرڻ گهرجي. پنهنجي طرز انشاء ۾ نرمي ۽ شيريني، ميناج ۽ محبت کي پيدا ڪرڻ گهرجي. ائين نه ٿئي جو ڪو ڪَلَ ٽڙيو، جوان، ڪين ائين چئي ڏئي:

اتني نہ بڑھا، پاڪئي دامان ڪي حڪايت،
دامن ڪو ذرا ديک، ذرا بند قبا ديک!

اڄڪلهہ جا نوجوان، پراڻن ۽ پوڙهن جون جنم پتريون ناهيو، ڪنيون ٿا گهمن، ۽ مچرجي پيا آهن. سندن آزادانہ سلسلہ ڪلام ۾ اهو بہ موجود آهي تہ فلاڻي جو ڪلام، اصل ۾ فلاڻي شاعر تان چوري ڪيل آهي. فلاڻي جو گيت، فلاڻي فلمي گيت جو ترجمو آهي، فلاڻي شاعر جو فلاڻو نظم، فلاڻي رسالي ۾ ڇپيل آهي، فلاڻو غزل، فلاڻي شاعر جو آهي ۽ فلاڻي رسالي ۾ موجود آهي، فلاڻي جو فلاڻو ڪتاب، فلاڻي ڪتاب جو اَڪر بہ اکر ترجمو آهي.— بهرحال، اهو 'فلاڻي ۽ فلاڻو' جو سلسلو نهايت طويل بہ آهي ۽ دل آزار بہ، اهو ختم ٿيڻ گهرجي، ان مان ڪوبہ فائدو نہ رسندو.

اهي نوجوان، اهي ڪوششون بہ ڪري رهيا آهن تہ هو ان قسم جا فوٽو بلاڪ، ۽ ڪتابچہ شايع ڪندا، جن جو عنوان هوندو:

چہ دلاور است دزدے کہ بہ کف چراغ دارد!

نوجوانن کي عرض آهي تہ هو اهڙن تڪڙن قدمن کان باز رهن، ائين ڪرڻ سان تلخي وڌندي، ۽ اجائي بدنامي ٿيندي، اگر ٻہ-چار 'پوڙها'، سرقہ جي الزام ۾ جهلجي پيا تہ پوءِ بيءِ دنيا وارا ڪلندا تہ سنڌي اديبن جو اڄهو اهو حال آهي! جن جا وڏا 'چور' تن جي ننڍن جي 'ساڌ' هجڻ لاءِ ڪهڙي ثابتي ٿيندي!

بهرحال، سنڌ جي نوجوان اديبن ۽ پراڻن ۽ پوڙهن بزرگن کي عرض آهي تہ هو باهمي ڪشيدگيءَ کي ختم ڪري، ڪنهن نڪتہءِ اعتدال تي پهچي، گير ڪنبد ٿي وڃن، ۽ گڏجي سنڌي ادب جي خدمت ڪن.

## اديبن ڏانهن

ادب، ڇا آهي؟ اهو طول طويل بحث آهي، نہ ان جي ڇيڙڻ جي گنجائش آهي ۽ نہ ان جي نبيرڻ لاءِ ڪا فرصت ئي آهي. پر ان ۾ تہ ڪو ڪلام نہ آهي تہ اديب جي اڳيان 'ادب' کي زندهہ ڪرڻ ۽ سندس زندگي بخش قدرن کي روشن ڪرڻ ۽ اجتماعي فڪر سان متعارف ڪرائڻ ۽ اسان جي ذهني ۽ فڪري صلاحيتن کي پختگي ڏيڻ ئي عظيم مقصد آهي. سطحي ۽ لايعني، بيروح ۽ بيرنگ، بيڪار ۽ غير مفيد تحريرن ۽ فني ڪاوشن کي ادب ۽ ان جي افاديت سان وابستہ ڪرڻ نهايت غلط فيصلو سمجهڻ گهرجي.

اڄ ضرورت آهي تہ نهايت اخلاص ۽ صداقت، مطالع ۽ ڪاوش کان پوءِ، فني ذميداريءَ کي محسوس ڪندي، پنهنجي نظريات ۽ افڪار کي پرکيون ۽ هن دور جي مقتضيات کي سمجهون ۽ ان کان پوءِ، پنهنجي علمي ۽ ادبي ڪاوشن کي پيش ڪريون.

'ادب' تڏهن 'افادي ۽ تعميري' ٿيندو، جڏهن دماغي عيش پسنديءَ ۽ جذبات لڳاريءَ سطحي خيال آرائيءَ کان ڪجهه هٽي ڪري، انسان جي 'روح ۽ فڪر' لاءِ ڪو ڪارائتو ۽ زندگي بخش مواد گڏ ڪيو وڃي. پوءِ ڀلي ته اهو ٿورو ئي هجي، پر افاديت ۽ صحتمند هجڻ جي حيثيت سان ڳورو هجي. اهي ڀلي رنيا ئي روڙيل هجن، پر 'چاهت' جا هجن، پر 'چائت' جا نه هجن! اهو ڪجهه پيش ڪرڻ گهرجي، جو علم ۽ فن جي دنيا ۾ وڌي ۽ ويجهي، وڻي ۽ رنگ پيدا ڪري. نظرياتي تنوع سان گڏ، ذوق وارن لاءِ اهو به ضروري آهي ته هو زندگيءَ کي سمجهن، ان جي وسيع تعلقات کي پروڙين، ان جي معاشرتي، تمدني، اخلاقي ۽ اصلاحي، ديني ۽ تهذيبي قدرن کي ڇنڊين ۽ ڇاڻين، ۽ پوءِ نهايت احترام ۽ احتياط سان سنجيدگيءَ ۽ پختگيءَ سان ٻين لاءِ لکڻ جي ڪوشش ڪن.

'اديبن' لاءِ هن نازڪ ۽ اهم موڙ تي پهچڻ کان پوءِ، علمي ۽ فڪري، سماجي ۽ اخلاقي مسئلن کي زير بحث ضرور آڻڻ گهرجي ۽ ان سان گڏ، اثباتي ذهن جي پيدا ڪرڻ ۽ شعور جي پاڪيزگيءَ ۽ بلند نظريءَ جو مقصد به ضرور اڳيان رکڻ گهرجي.

ائين بيشڪ آهي ته علمي ۽ نظري مسئلن جي ڇنڊڇاڻ ڪندي، هر عالم ۽ فنڪار کنهن حد تائين ڪجهه آزاد ضرور آهي، ڀلي هو ڪنهن به دقيق مسئلي تي قلم کڻي، پر فڪر جي آزاديءَ جو اهو مطلب هرگز نه هئڻ گهرجي ته هو هروڀرو هر موضوع تي ڪجهه نه ڪجهه ضرور لکي، ۽ نڪو اهو لازم آهي ته هرڪو عالم ۽ اديب، هر مسئلي تي پوري يقين ۽ صحت سان بحث به ڪري سگهي ٿو. 'هر ڪسي را بهر ڪارے ساختند'.

بيشڪ اهم ۽ نازڪ مسئلن لاءِ وڏن عالمن ۽ اديبن کي قلم کڻڻ جي ضرورت آهي، پر جي اهي سستي ڪندا ته پوءِ ناقص العلم ۽ ڪوتاه فهم ماڻهوئي اچي، اهڙن علمي ڇيزن کي تختهءِ مشق بڻائيندا، جنهن سان نه هوند نه شڪرا! پئسا به زيان ته ڪاغذ به ڪارا! ان سان نڪا ادب جي تعمير ٿيندي، ۽ نڪو معلومات ۾ اضافو ٿيندو.

'اديب' ۽ فنڪار دوستن لاءِ اهو به ضروري آهي ته هو موضوع جي اهميت سان گڏ، پنهنجي مطالع ۽ فڪري صلاحيتن جو به جائزو وٺن. هروڀرو هر فن ۽ هر موضوع ۾ ڪاهي پوڻ سان نه نڪو 'ادب' وڌندو ۽ نڪا تهذيب ۽ ثقافت جي حفاظت ۽ خدمت ئي ٿي سگهندي!

'اديبن' لاءِ اهو به ضروري آهي ته هروڀرو فرضي مسئلن ۽ تخيلاتي معاملن ۾ نه پاڻ کي الجهائين ۽ نڪو پڙهندڙن جو مٿو رلائين. اڄڪلهه جي دماغي ڏکن ۽ سطحي تقريرن کان بهتر آهي ته لکڻ کي ڇڏي، رڳو پڙهڻ تي زور ڏجي، علم ۽ فڪر جي پختگيءَ کان پوءِ ئي لکڻ ڪارائتو ٿيندو.

'اديبن' لاءِ اهو به ضروري آهي ته هو ابتذال ۽ سطحي ڇيزن کان بچڻ جي ڪوشش ڪن. اجائي هاءِ گهوڙا، مرغوب ڪُن انداز بيان، طنز ۽ مزاح جي دلخراش لب و لهجي کان

۽ پرهيز ڪرڻ گهرجي. فڪري تطهير ۽ ذهني تعمير لاءِ سنجيدگيءَ ۽ سنئين سڌي ڳالهه پيش ڪرڻ ڪان وڌيڪ ٻيو ڪو به انداز چڱو نٿو ثابت ٿئي.

ان سان گڏ 'مايوسي ۽ جمود' کي به هر پيرو چنبڙي نه پوڻ گهرجي. تعميري ۽ اثباتي نشونما لاءِ اهڙيون تحريرون هئڻ گهرجن، جي فڪر ۽ نظر کي گرمائين! حدت ۽ حرارت پيدا ڪن!

افسانه نگاري هڪ عظيم فن آهي، پر اڄڪلهه هر افسانه نگار نڪو معياري آهي ۽ نڪو حقيقت پسند! ان سان گڏ اجائي ۽ بي‌معنيٰ طوالت ۽ ابتذال، جنسي تلذذ ۽ لفاظيءَ سان گڏ پراڻي داستان سرائي ۽ انشاء پردازيءَ کي به بدلائڻ گهرجي. بهرحال، موضوع سان گڏ اسلوب جي اصلاح ۽ تبديل به ضروري امر آهي.

اهي مقالا جن مان نڪو معلومات وڌي ۽ نڪو فن جو ڪو ادنيٰ مفاد حاصل ڪري سگهجي، ان کان بهتر آهي ته ڪجهه نه لکجي. ان جي مقابلتاً سکجي، پروڙجي ۽ پڙهجي! پر جي هر ويرو لکڻ تي اچجي ته پوءِ قوم ۾ اجتماعي ڪردار پيدا ڪرڻ لاءِ لکجي ۽ قوم کي سندس ضمير ۽ نظرياتي اصولن ڏانهن ويجهي آڻڻ جي ڪوشش ڪجي.

شاعرن لاءِ به ضروري آهي ته ڪجهه سوچين ۽ پروڙين، اجوڪي ماحول کي جاچين ۽ پوءِ پنهنجي زندگي بخش فن سان ان کي سينگارين.

اهو به ضروري آهي ته اهو ڪجهه لکيو وڃي، جنهن سان اسان جي ضمير جي آبياري ٿئي، فڪر ۾ جامعيت اچي، ثقافت کي تازگي رسي ۽ ذهن ۾ صفائي پيدا ٿئي.

آخر ۾ ايترو عرض ڪندس ته اسان کي اهڙو ڪو به واجبي ۽ جائز سبب نظر نٿو اچي، جو ويهي ان مسئلي جي چنڊڇاڻ به ڪريون ته 'صحتمند ادب' ڪهڙو ۽ تباه ڪندڙ ادب ڪهڙو؟ ان فرق کي نه سمجهندڙ 'اديب'، جي صحت بخش ادب نه پيدا ڪري سگهن ته پوءِ اهڙن لاءِ ماٺ ڀلي آهي. — غ. م. گ.

[مهراڻ: نمبر ۱ ۽ ۲، سال ۱۹۶۳ع]

---

۳-۴، ۱۹۶۳ع

## ادب ۽ اديب.

ادب ۽ زندگيءَ جا واسطا، ناتا ۽ رشتا پاڻ ۾ اهڙا ته ڳنڍيل ۽ ڳتيل آهن، جو ڪڏهن به ڌار ٿي نٿا سگهن. نه ادب ٻيهاڙي آهي، جنهن جو وجود معلق ٿئي ٿو، ۽ نڪا زندگي اهڙي بي‌حقيقت وٿ آهي، جنهن ۾ ڪو مقصد ئي ڪونهي. ادب انساني فڪر ۽ سوچ جي ترجماني

ڪندڙ صنف آهي. ادب ۾ تاريخ جي هرطبقي جي ترجماني موجود آهي. انسان جي محسوسات ۽ جذبات جي نقشگري، ادب جي زنده جاودان دفتر ۾ محفوظ ۽ موجود آهي، لهٰ زندگيءَ کان سواءِ ادب جو ڪو تصور قائم ڪري سگهجي ٿو، ۽ نه ادب کان سواءِ زندگيءَ جي مقصد ۽ ارتقاءَ کي معين ڪري سگهجي ٿو. مصوري ۽ بت تراشي، ديومالا ۽ ڏند ڪٿا به بهرحال، ادب جون ئي مختلف ڪڙيون آهن. اهي انسان جي سوچ ويچار مان ئي پيدا ٿيون آهن ۽ انسان جي جذبات سان ئي وابسته آهن. انسان جي فڪري ۽ مذهبي ارتقاءَ جا نقش، ادب جي خاموش زبان ۾ اسان لاءِ علم ۽ دانش جا ڪيئي مسئلا ۽ نتيجا پيش ڪري چڪا آهن. انسان جي مادي ۽ روحاني ارتقاءَ جا سڀ مرحلا ادب جي مختلف‌النوع ڪڙين ۾ جڪڙيل آهن. انهن کي مطالع ڪرڻ کان پوءِ، هر اهل نظر انسان جي سماجي ۽ تهذيبي، عمراني ۽ روحاني پيچ-گهڙ، دقيق سنجيءَ ۽ فڪرانگيزيءَ جي تاريخ مرتب ڪري سگهي ٿو.

ان سلسلي ۾ انسان ۽ ان جي ماحول جي اثرات جو سلسلو پڻ وسيع آهي. سماج جي اثرات کان متاثر ٿي، هڪ باخبر ۽ باشعور انسان ڇا ڇا نه محسوس ڪيو آهي؟ استبداد ۽ ڏاڍ جي ڏاڍاين، حقيقت کان بي‌روح رهجي ويل مذهب ۽ بادشاهت جي مليل آويزش، ۽ باهمي جنگ و جدال مان پيدا ٿيل ستمرانين مان پيدا ٿيل حالتون، سڀ ادب ۾ موجود آهن. هر دور جي تاريخ ۽ تهذيب جو صحيح ذخيرو ادب ۾ ئي ڏسي سگهجي ٿو.

ادب جو اهو دور، جنهن جي قدامت کي ڏسي، اڄڪلهه جا نقاد ان کي 'ادب براي ادب' جو دور سڏين ٿا، اهو به پنهنجي زماني جي تهذيب، پنهنجي دور جي معاشرت، ۽ پنهنجي وقت جي سماجي، سياسي، روحاني ۽ مذهبي قدرن جو آئينو آهي.

پراڻي دور جي ديومالا کان وٺي، ڏند ڪٿائن، قصن ڪهاڻين، داستان‌گوئيءَ ۽ شعر-شاعريءَ تائين، ادب زندگيءَ جي شعور ۾ وسعت، گهرائي، تازگي، لطافت ۽ افاديت پيدا ڪندو آيو آهي. ادب ئي انسان کي انفرادي توڙي اجتماعي طور اڳتي وڌائيندو آيو آهي، انساني ارتقاءَ جي قافلي لاءِ راهون هموار ڪندو آيو آهي، ترقيءَ ۽ انقلاب جون مشعلون روشن ڪندو آيو آهي، انسان جي مادي ۽ روحاني عروج لاءِ جدوجهد ۽ جهاد ڪندو آيو آهي، ۽ طلسماتي ماحول ۽ جبر ۽ استبداد واري نظام کي ٽوڪيندو آيو آهي.

جيئن زندگي پنهنجي افادي نقطهٔ نگاهه کان جاندار ۽ ارتقاپذير آهي، تيئن ادب به جاندار ۽ ارتقاپذير آهي. زنده رهڻ ۽ زنده رهڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ، ترقي ڪرڻ ۽ اڳتي وڌڻ، ادب جي صحتمند مقصدن ۾ شامل آهي.

ادب انساني ذهن مان پيدا ٿئي ٿو، ماحول کان متاثر ٿئي ٿو، وڌي ۽ ويجهي ٿو، شاخون ڪڍي ٿو، ڦل ڦول ڏئي ٿو، ۽ وڌندي، انسان جي فڪري ۽ ذهني مشڪلاتن لاءِ حل به سوچي ٿو، ۽ ناساز ماحول کي سازگار به بنائي ٿو.

ان سلسلي ۾، جتي ڪاليداس ۽ هومر جي تخليق بہ ادب آهي، اتي ويدن جو گيان ۽ گيتا جو اُپديش، انجيل جو پيغام ۽ زنداوستا جو داستان بہ آدب آموز آهي، ادب آهي، زندگيءَ جي سنوارڻ ۽ سڌارڻ لاءِ وسيلو. بهرحال، ادب جي نوعيت ۾ خالص روحاني ۽ الهامي، پيغامات توڙي انهن جي روشنيءَ ۾ پيدا ٿيل خالص مادّي تجربات ۽ تخليقات، ٻنهي جو افادي مقصد هڪ آهي. ٻئي انساني زندگيءَ جي تخليق ۽ تشڪيل لاءِ ڪارآمد وسيلا آهن. دينيات، فلسفو ۽ سائنس — ٽيئي ادب کي ئي مرڪزِ اِتصال بڻائين ٿا. گويا، ادب انساني زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي حاوي آهي.

ان سلسلي ۾، ’شڪنتلا‘ هجي يا ’وامق-عذرا‘، ’ليلا-مجنون‘ هجي يا ’شيرين-فرهاد‘، ’سسئي-پنهون‘ هجي يا ’عمر-مارئي‘، ’امير حمزي جو داستان‘ هجي يا ’چار درويش‘، ’جانعالم‘ هجي يا ’ممتاز-دمساز‘، سڀ ۾ ڪونہ ڪو ’انساني دور‘ پيو ڳالهائي ٻولهائي: سڀ ۾ انسان جي مختلف دورن جون تصويرون آهن، سڀ ۾ انسان پيو وَسي ۽ رَسي: انسان نہ انهن کان ٻاهر آهي، ۽ نہ اهي سڀ چيزون انسان کان ماورا ڪو وجود رکن ٿيون.

ادب جي افادي طور استعمال ۽ فروغ جي سلسلي ۾ گهٽ نہ، تہ بہ گروهہ ضرور ڳڻي سگهجن ٿا: هڪ آهي اهو گروهہ، جنهن کي مادّي طور طاقتور ۽ سرمائيدار گروهہ جي مقصدن ۽ ارادن جو ترجمان سڏي سگهجي ٿو، ۽ ٻيو آهي اهو گروهہ، جنهن کي پسمانده ۽ پست حال طبقي جي زبان چئي سگهجي ٿو. طاقتور گروهہ جو ترجمان طبقو هميشہ پسمانده گروهہ کي آسرڻ ۽ اُڀرڻ کان باز رکندو آيو آهي، ۽ ان گروهہ جي پيدا ڪيل فن ۽ ادب ۾ جمود ۽ موت ئي رهندا آيا آهن. ان جي مقابلي ۾، پسمانده طبقي جي فن ۽ ادب ۾ حدت ۽ حرارت، عمل ۽ حرڪت، تخليق ۽ ترقيءَ کان سواءِ، ٻي ڪابہ چيز نظر نٿي اچي. ان حيثيت سان انسان جي تاريخ ’ادب‘ جي ان باهمي ڪشمڪش جو هڪ عبرت انگيز داستان آهي.

تاريخ جو اهو المناڪ حادثو ڪو اڄ کان هزارين سال اڳ جو نہ آهي. هن اڄوڪي دور ۾ بہ ’هابيل‘ ۽ ’قابيل‘ جي ساڳي آويزش ۽ ڪشمڪش موجود آهي. ”جيڪو ڏاڍو سو گابو“— ائين تہ اڄ بہ موجود آهي. اڄ بہ ادب کي ڏاڍا پنهنجين ڏاڍاين لاءِ ڍال ڪري پيا استعمال ڪن. اڄ بہ سندن دستن ۾ اهڙا فنڪار ۽ اديب پرتي ٿي چڪا آهن، جي قلم جي بندوق سان پنهنجي قدامت پسند ۽ رجعت پرست آقائن جي عيش عشرت لاءِ پيا گوليون وسائين. انهن جو ادب ۽ فن، مصوري ۽ شاعري، سڀ پسمانده طبقي جي مقصد حيات، ارتقا ۽ زندگيءَ جي خلاف پيا ڪم ڪن. گويا، انهن جي فڪر و نظر جي ترجمانيءَ لاءِ پنهنجي قلم ۽ زبان، دل ۽ دماغ سان ’خير دلاليءَ‘ جو پورهيو پيا ڪن. انهن جي عيش ۾ ترقي، انهن جي دولت ۾ ترقي، ۽ انهن جي نظام ۾ ترقي پيدا ڪرڻ، سندن مول متو آهي. انهن جي مقابلي ۾، پسمانده طبقي جي جهد ۽ ڪاوش کي بيديني ۽ الحاد بہ سڏيو ويندو، فساد ۽ فتنو بہ

چيو ويندو، غداري ۽ بي ايماني، نمڪ حرامي ۽ احسان فراموشي به تصور ڪيو ويندو: ان لاءِ ڪڏهن ڪڏهن مذهب جي آڙ به ورتي ويندي، شعر-شاعريءَ کي به ذريعو بنايو ويندو، مصوريءَ ۽ سنگ تراشيءَ کي به استعمال ڪيو ويندو. ائين ٿيو آهي، ٿيندو آيو آهي، ۽ اڳتي هلي نه معلوم ڪيستائين ٿيندو رهندو.

منهنجي مٿينءَ گذارش کي پڙهڻ کان پوءِ، مبادا ڪو ائين سمجهي ته اهي ته بنهه 'پراڻيون پڇارون' آهن، اڄ نڪي اهي حالتون آهن ۽ نڪي گروهبنديون، سڀ اديب پيا انساني زندگيءَ کي سنوارين ۽ سڌارين وغيره. انهن کي عرض اهو آهي ته ائين نه آهي: رنگ ۽ لباس البت بدلجي چڪو آهي، باقي قصو ساڳيو آهي:

بدل ڪي ڀيس زماني م ڦر سي آتي هين،
اگرچه پير هي آدم، جوان هين لات و منات. (اقبال)

'لات' ۽ 'منات' اڃا جوان آهن، البت پنهنجا رنگ پيا بدلائين. هر دور ۾ اهي پنهنجو ڪم پيا ڪن، ۽ انساني فڪر ۽ ارتقا لاءِ 'موت' جو سامان پيا گڏ ڪن.

اسين پاڻ جنهن دور ۾ پيا گهڙيون گهاريون، اهو دور به اڃا تائين طبقاتي ڪشمڪش وارو دور آهي. هڪ طرف آهي پوڙهو فرتوت 'آدم'، ۽ ٻئي طرف آهن 'لات' ۽ 'منات' ۽ سندن پوڄاري... پيا 'آدم' کي ٺڳين ۽ ڪائين! آدم، ڀهرئين ڏينهن کان وٺي اڄ تائين پيو پيڙجي ۽ ڦُرجي. هڪڙا اديب آهن لات ۽ منات جا پوڄاري، پيا آهن مفلس ۽ قلاش، بي زر ۽ بي پَر، دربدر ۽ خاڪ بسر، آدم جا يار ۽ مددگار. هو به پنهنجي ڪم ۾ لڳا پيا آهن، ۽ هي به پنهنجيءَ خدمت ۾ مخلص آهن. نڪي هو قديم آهن ۽ نڪي هي قديم: ميلو متو پيئو آهي.

زمانه ايڪ، جهان ايڪ، ڪائنات بي ايڪ،
دليلِ ڪم نظري قصهء جديد و قديم.

اسان جا قصه گو اديب، تاريخي تقاضا کي نظرانداز ڪري، اڄ به ليلا-مجنون، وامق-عذرا ۽ شيرين-فرهاد جا نغما پيا ڳائين ۽ وڄائين، ۽ موجوده آدم کي نشه آوار گوليون کارائي سمهارڻ جي پيا ڪوشش ڪن — اڄ به 'تغزل' جي فرسوده هيئت کي قائم رکيو ٿا اچن — حالانڪ هن دور جي ذهني ارتقا ۽ عمراني ۽ ثقافتي تقاضا، جنهن همه گير امن ۽ ايمان لاءِ واجهائي رهي آهي، تنهن ڏس ۾ اهي اديب هڪ اکر به نٿا لکن. سندن ڀوريون قوتون ۽ صلاحيتون، صداقتون ۽ محبتون، هڪ زرخريد غلام وانگر پيون استعمال ٿين. سندن مصوّريءَ ۾ جادو آهي ۽ سندن ڪلام ۾ تغزل آهي — پر اهي جادو ۽ تغزل ڪهڙي ڪم جا، جيڪي انسان کي اڃا به جمود ۽ ماحول جا خواب پيا ڏيکارين؛ انسان کي جهدالبقا جي راهه کان پيا ٿيڙين؛ انسان جي عالمگير شعور جي راهه ۾ رڪاوٽون پيا وجهن! اهي ئي تال ترانا، اهي ئي

راڳ رباب، اهي ئي درباري شاعريءَ واريون لنترانيون، اهي ئي جذبات انگيز گلڪاريون، اهي ئي هيجان انگيز غزل سرايون، جي ڪالهه بادشاهن جي دربارن ۾ پيدا ٿيون، جن انسان کي جيئري ئي موت جي ننڊ ۾ سمهاري ڇڏيو: اهي ئي پراڻا قصا، اهي ئي پراڻا مسئلا، اهي ئي پراڻا معاملا... آخر ڪيستائين؟ نه ڪين 'اڄ' جي خبر، ۽ نه 'سڀاڻي' جو پتو! اهو ئي سبب آهي جو نڪو عوام ۾ شعور ئي پيدا ٿئي، ۽ نڪو خواص ۾ ڪا حقيقت پسندانه تبديلي ۽ اصلاح ئي ٿي اچي. دنيا بدلجي چڪي آهي، پر نڪو اسان جو اديب ٿو سڌري، ۽ نڪو اسان جي سماج ۾ ڪو انقلاب ٿو رونما ٿئي!

آزادي ۽ ارتقا انسان جو منصبي حق آهي. انسان ارتقا جي جهاد ۾ پيو وڌي ۽ ويجهي. اهو ويچارو انسان، جيڪو ڪڏهن چنڊ کي آئيني ۾ آڻڻ لاءِ رنو هو، سو اڄ چنڊ تي پهچڻ لاءِ پيو رَسا اڇلائي. پوريءَ دنيا جو پسمانده طبقو پنهنجيءَ زندگيءَ ۽ ان جي ضرورتن جي حاصلات لاءِ سندرو ٻڌيو، جنگ جوٽيو بيٺو آهي. ٻنهي طرفن جا طرفدار اديب ۽ فنڪار، پنهنجن علمي ۽ فني هٿيارن سان مسلح ٿي پيا وڙهن. هڪ طبقو اگر مذهب ۽ سائنس، علم ۽ فن کي پنهنجي مفاد ۽ مطلب لاءِ پيو استعمال ڪري، ته ٻيو طبقو به خاموش نه آهي: اهو عقل ۽ شعور، امن ۽ ايمان، آزاديءَ ۽ زندگيءَ جي قدرن ۽ معيارن، اصولن ۽ مَتن کي اڳيان رکي پيو وڌي. رات ور ور ڪري پيئي اوندهه پکيڙي، ۽ ڏينهن به ور ور ڪري پيو اوندهه کي ٽوڙي. هڪڙن کي اهائي توقع آهي ته رات ئي رهڻي آهي، ۽ ٻيا يقين رکيو ويٺا آهن ته چاڻ ٿو صبح درخشان اچي، چاڻ ٿو طلوعِ آفتاب ٿئي: اها اوندهه چند گهڙين جي مهمان آهي، اهي طلسماتي ڦندا ۽ چار چاڻ چٺا، اهي ملمعسازيون آخر ڪيترو وقت جيئنديون؟ انسان هيئنئر چنڊ ۽ سج سان ملاقات لاءِ پيو نوڙَ وٺي. فطرت ۽ ان جا اصول ڪائنات ۽ ان جا اسرار ۽ رموز، هاڻي سربسته راز نه رهيا آهن. انسان تسخيرِ ڪائنات جي ڏس ۾ گهڻو وڌي چڪو آهي، هو زمان ۽ مڪان جي چڪر ۽ مڪر تي غالب اچي چڪو آهي. سندس اجتماعي جهاد هاڻي پسمانده طبقي لاءِ 'نويدِ حيات' بنجي چڪو آهي- سندس مقابلي ۾ نڪو 'مومل' ۽ 'سومل جو ماڻڊاڻ' حائل ٿي سگهندو، ۽ نڪو 'ڪاڪ محل' جون پايون ۽ دايون ڪيس پنهنجي منزلِ مقصود کان هٽائي ۽ ورغلائي سگهنديون: طلسمات جو زمانو چاڻ ويو... بلڪ وڃي چڪو:

"تماشا دکا کر مداري گيا!"

'مداري' پيو ٽپڙ ويڙهي ۽ پنهنجيون بگليون سنياري، روئي ۽ رڙي. تمام صاف ۽ سولي لموني ۾ ائين ئي تعبير ڪري ٿا سگهون ته موجوده انساني آباديءَ جو نوي سيڪڙو ساڳهو پسمانده طبقي ۾ شمار ڪيا ويا آهن. انهن ۾ پورهيت، هاري، مزدور، اديب، شاعر، فنڪار، سپاهي، چپراسي ۽ ڪلارڪ اچي وڃن ٿا: ان کي ئي 'عوام' سڏيو وڃي ٿو. ٻيا آهن 'خواص'، جي انهن جي پورهئي تي پيا ٽپن ۽ موجون ڪن. انهن جو عيش، انهن جي

سرمائيڪاري، انهن جا فلڪ رسا محلات، انهن جا بيش بها ملبوسات، سڀ انهيءَ 'پگهر جي ڦائيءَ' جي پيداوار آهن، جو پورهيت جي بت مان ٽيندي يون ڪري وهي رهيو آهي! انهن جي نازڪمزاجي، انهن جي وضعداري، انهن جي 'ادب پروري'، انهن جي محفلسازي، انهن جي زرانـدوزي، سڀ پورهيت طبقي جي محنت ۽ مشقت مان پيدا ٿي رهي آهي. انهن جي مقابلي ۾ پورهيت طبقو آٿي، آجهي ۽ لٽي کان محروم، سندس ٻچا علوم و فنون جي تحصيل کان محروم، انهن جا مُڙدا ڪفن جي ڀن والن لاءِ محتاج: انهن لاءِ عيد بہ ماتم ۽ ماتم تہ دائمي ۽ جاوداني! انهن جي نڪو بت جو پگهر ٿو بند ٿئي، نڪو سندن آلي اک ٿي سُڪي!

سرمائيڪار طبقو ان قسم کي ابدي ۽ ازلي ٿو تصور ڪري: ان لاءِ سَنَدون ۽ سفارشون ٿو پيش ڪري: پنهنجيءَ وڏائيءَ ۽ وڏ ماڻهپائيءَ جي حق ۾ فتوائون ۽ حڪايتون ٿو بيان ڪري: ۽ پنهنجي طرف کان صفائي پيش ڪرڻ لاءِ دليلن ۽ حجتن جو انبار ٿو پيش ڪري. پنهنجي تائيد ۽ تصديق لاءِ هو اديبن ۽ فنڪارن، عالمن ۽ دانشورن کي قطار در قطار ٿو ميدان تي آڻي: انساني شعور جي اجتماعي تقاضائن کي ختم ڪرڻ لاءِ بم ۽ بارود، راڪيٽ ۽ ائٽم کي حرڪت ۾ ٿو آڻي: هرهنڌ انساني شعور کي بغاوت ۽ غداري سڏي، پيو ڪُچلي ۽ چيچلائي! وس پڄيس تہ هوند انسانن جو گوشت پٽي کائي، ۽ هڏيون بہ چٻاڙي هضم ڪري ڇڏي! ٻئي طرف اهڙن دانشمندن ۽ فنڪارن جو عظيم طبقو آهي، جيڪي راڪيٽ ۽ بم جي تباهہ ڪن استعمال کي ختم ڪرڻ لاءِ پيا جدوجهد ڪن، امن ۽ ايمان لاءِ پيا قلم وهائين، انسان جي ذهن ۽ فڪر لاءِ پيا مشعلون ٻارين، ۽ انهن جي حقن جي ترجمانيءَ جو فرض پيا ادا ڪن. هو ظلم ۽ استبداد کي ٽوڪين ۽ شرمائين ٿا: پنهنجي فن ۽ فڪر سان، غزل ۽ نظم سان، افسانے ۽ ڊرامي سان، هرصنف ۽ هرانداز سان، غلط ڪار معاشري ۽ غلط ڪار نظام حيات جي لاک لاهين ٿا: پيا انسان کي اميدون ڏياريـن، ۽ ڪيس اڳتي وڌائين. اقبال انهيءَ ئـي طبقي جي ترجماني ڪندي چيو آهي:

اُٹهو، ميري دنيا کے غريبون کو جگادو،
کاخِ امرا کے در و ديوار هلادو.
گرمائو غريبون کا لهو سوزِ يقين سے،
کنجشکِ فرومايہ کو شاهين؟ سے لڑادو.
جس کيت سے دهقان کو ميسر نہ هو روزي،
اس کيت کے هر خوشہ گندم کو جلّادو.
مين ناخوش و ناراض هون مرمر کے سِلون سے،
ميرے لئے مٹي کا حرم اور بنادو.
حق را بہ سجودے، صنمان را بہ طوافے،
بهتر هے چراغِ حرم و دير بجهادو!

ان مظلوم ۽ معصوم طبقي جي ترجماني ڪندڙ اديب ۽ شاعر مبارڪ جا مستحق آهن، ۽ سندن قلم ۽ زبان تحسين جي لائق آهن. پساڻ کي جانعالم ۽ شيرين-فرهاد جي دور ۾ رهندڙ سمجهڻ وارا عالم ۽ دانشور ڪهڙيءَ مبارڪ جا مستحق چئبا، جي نڪي موجوده دور کي ٿا سمجهن، نڪي هن دور جي انسان جي مشڪلاتن کي ٿا ڄاڻن، ۽ نه وري هن دور جي تاريخي ۽ عمراني تقاضائن کي ٿا پرکي سگهن! انهن جو ادب ۽ فن، انهن جو قلم ۽ انهن جو انداز بيان، سڀ حقيقت کان بعيد، ۽ 'پا در هوا' جي مصداق!

عيش پسند ۽ قدامت پرست طبقو، علم ۽ فڪر، آگاهيءَ ۽ دانش کان پري رهندي، اڄ به پيو سوچي ته هي دور اڃا به منهنجو آهي. سندس هم نواله ۽ هم پياله يار ۽ مددگار، اديب ۽ فنڪار، افسانه نويس ۽ ڊراماڪار، اڃا به پيا اهڙن خيالن جي تبليغ ڪن، جن سان نه فقط عوام کي ٻرغلائي سگهجي، پر ان سان گڏ عوام جي ترجمان زبان کي به خاموش ڪري سگهجي. اهي اڄ به ائين پيا سوچين ته ڪيئن محڪوم ۽ پسمانده طبقي کي آيرڻ ۽ اُسرن نه ڏجي، ۽ ڪيئن ڪين لافاني جهــل ۽ رسمن ۾ قاتل مذهب جي بيروح چار ۾ ڦاسائجي؛ ڪيئن سندن اڳيان مذهب جي صحيح ۽ حيات بخش تعليم کي مسخ ڪري پيش ڪجي، ۽ سندن ارادن ۽ اڀرندڙ قوتن کي ناس ڪري، سندن جذبات جي ڀڙڪندڙ باهه کي هميشه لاءِ اجهائي رک ڪري ڇڏجي!

عوام جي انهيءَ انقلابي شعور کي ختم ڪرڻ لاءِ هر هنڌ، بلڪ پوريءَ دنيا ۾، ماضي پرست ۽ دقيانوس طبقو، ڪڏهن اخلاق جو ته ڪڏهن مذهب جو لباس پهري، چند فنڪارن کي پئسن تي خريد ڪري، پيو پنهنجي لاءِ پروپئگنڊا ڪرائي. سندن زر خريد ۽ غلام اديب، ڪڏهن جنسي ته ڪڏهن جاسوسي، ڪڏهن مذهبي ته ڪڏهن دقيانوسي، ڪڏهن ديومالائي ته ڪڏهن طلسماتي ادب جي تخليق ڪري، انسان جي انقلابي ۽ اجتماعي شعور کي ڪُچلڻ لاءِ پيا هٿ پير هڻن. اهي 'اديب' پنهنجي علميت ۽ قابليت سان عوام کي دوکو ڏيئي رهيا آهن. سندن اها علمي سازش نه فقط انسانيت لاءِ داغ آهي، پر سندن ضمير فروشيءَ جو بدترين دليل آهي. اهڙا اديب خواص جا تراشيل بُت آهن، سرمايي جا يار ۽ عوام جا دشمن آهن؛ انسانيت جي عام مفادن جا مخالف، ۽ رڳو هڪ طبقي جا خيرخواهه ۽ همدرد.

هن دور ۾ هڪڙن کي ترقي پسند ۽ ٻين کي رجعت پسند پڻ سڏيو وڃي ٿو. بيشڪ، ڪنهن مفيد مقصد کي حاصل ڪندڙ گروهه جي ڪوشش ۽ جدوجهد کي صحيح معنيٰ ۾ ترقي پسندي سڏي سگهجي ٿو. پر ان قسم جي لفظي ۽ منطقي تقسيم سان ته ڪجهه به حاصل ٿي نٿو سگهي. غلطڪار ۽ بيعمل اديب، ترقي پسند سڏائيندي به رجعت پسندئي رهي ٿو. هت رڳو ليبل لڳائڻ جي ضرورت نه آهي، بلڪ صحيح نصب العين جو تعين ڀريون شرط آهي. ان طرح، ٻين کي رڳو رجعت پسند سڏڻ به دانشمندي نه آهي. اها لفظي ۽ منطقي تقسيم، محض لفظي ۽ منطقي تقسيم ئي سمجهڻ گهرجي. ترقي پسندي رڳو ڪنهن هڪ گروهه جي تنقيدي

گرفت تائين محدود نہ رهڻ گهرجي. صحيح معنيٰ ۾ ترقي پسندي اها آهي تہ رجعت پسند ۽ ترقي پسند، ٻنهي گروهن جي خيالات ۽ فن تي ٻيڪ وقت تنقيد ڪئي وڃي؛ سرمائيدارانہ نظام جي تنقيد سان گڏ خود محنت ڪش طبقي جي معائب ۽ محاسن جو جائزو بہ ورتو وڃي؛ رجعت پسندانہ ادبي ميلانات جي ازالي سان گڏ صحيح معنيٰ ۾ حيات بخش ۽ تعميري نقطہ نظر بہ واضح ڪيو وڃي؛ بيمار ۽ لاعلاج خيالن جي بيخ ڪني ڪرڻ سان گڏ صالح ۽ صحتمند رجحانن جي نشاندهي پڻ ڪئي وڃي.

جيئن غلطڪار اديب، 'ادب براءِ ادب' جو اعلان ڪري، هن بيروح نظام جي قيام لاءِ سوچي رهيا آهن، تيئن تعمير پسند اديبن کي بہ علمي ۽ نظري جدوجهد ڪري، زيادہ کان زيادہ صحتمند ۽ صالح ادب پيدا ڪرڻ گهرجي؛ ۽ هر دور جي تقاضا سان گڏ قوم جي مذهبي نصب العين، روحاني ۽ ذهني معيار ۽ قدر کي اڳيان رکي، مصلحت انگيز قدم کڻڻ گهرجي. باالخصوص، هن دور جي قومي ۽ مذهبي نظر کي سندس روح آفرين مذهبي ۽ قومي تعبيرات سان روشناس ڪرائڻ ئي صحيح انقلاب چئبو: ۽ اها خدمت روشن ضمير اديب ئي ادا ڪري سگهي ٿو، ٻيو نہ.

ان سلسلي ۾ اهو امر بہ مدنظر رکڻ گهرجي تہ مذهبي تعليمات کي جيستائين جديد قدرن سان هم آهنگ نہ ڪيو ويو آهي، تيستائين قومي تعمير لاءِ ڪارآمد ثابت نہ ٿينديون. ان طرح، بيروح رجعت پسندي جڏهن ترقي پسنديءَ جو لبادو ڍڪي سامهون اچي ٿي، تڏهن نہ فقط دين ۽ ملت لاءِ مضر ثابت ٿئي ٿي؛ پر ان سان گڏ آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ بہ هاڃيڪار ثابت ٿئي ٿي. ان طرح خالص مادہ پرستانہ ترقي پسندي بہ رجعت کان گهٽ نقصانڪار نہ آهي؛ فرق فقط جديد ۽ قديم رجعت ۽ ترقيءَ جو رهي ٿو، باقي ٻنهي جو نتيجو ساڳيو رهي ٿو. مولانا سنڌي فرمائي ٿو:

"جڏهن مذهب پنهنجو صحيح نصب العين وڃائي ويهي ۽ رجعت جو پشتيبان بنجي، ۽ ٻئي طرف ترقيءَ جا دشمن طبقا اچي سنجهس پناهگزين بنجن، ۽ مذهب ۽ ان جي ترجمانيءَ جا ذريعا سڀ رسمن تائين محدود رهجي وڃن، ۽ ولولہ انقلاب ناپيد ٿي وڃي، ان وقت مذهب جو نالو وٺي، توسن اقتدار تائين پهچڻ لاءِ هٿ وڌائيندڙ اڪثر رجعت پسند افراد ٿين ٿا. ممڪن آهي تہ اهي زبان سان پاڻ کي ترقي پسند بہ مشهور ڪن، ليڪن انهن جو عمل عموماً ترقيءَ جي خلاف وڃي ٿو. چنانچ اوهين ڏسندا تہ ترڪيءَ ۾، مصر ۾، ايران ۾ ۽ مراڪش ۾ جن ماڻهن آخري وقت ۾ مذهب جي نالي تي پنهنجين قومن کي للڪاريو، اهي آخرڪار پنهنجين قومن جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جا دشمن ثابت ٿيا. جمهور جي طرفان، يا تہ کين بنيادن کان اکوڙي، پنهنجي وطن جي سر زمين کان ئي ٻاهر اڇلايو ويو، يا کين ان قابل نہ ڇڏيو ويو، جو ڪو ڏانهن اک کڻي بہ نهاري يا ڪو سندن ڳالهہ ٻولهہ ئي ٻڌي!"

مولانا سنڌيءَ جي مٿئين اقتباس ۾ اگرچ بيروح ۽ رجعت پسند مذهبي ماڻهن لاءِ تنبيهه آهي، پر ان پيرايه بيان ۾ اگر 'مذهب' جي جاءِ تي 'ادب' جو اطلاق ڪجي ته به حقيقت ۾ ڪو فرق نٿو پيدا ٿئي.

ان سلسلي ۾ سنڌي اديبن کي پڻ پنهنجي ادبي موقف جو جائزو وٺڻو آهي. سنڌي ادب ۽ ان جو رخ مجموعي طور ڪيڏانهن آهي؟ سنڌي اديبن جي فنڪارانه صلاحيتن جو استعمال صحيح رخ تي ٿي رهيو آهي يا نه؟ سنڌي اديبن جي جذبات ۾ حدت ۽ حرارت، تخليق ۽ حرڪت جو عنصر موجود آهي يا نه؟ ان متعلق ضرور سوچڻ گهرجي.

اهي اديب، جي پنهنجي فن ۽ ان جي لطافت کي ڪنهن مقصد ۽ افاديت کان سواءِ استعمال ڪري رهيا آهن، اهي گويا ڏينگهرن تي اٽو هاري رهيا آهن. اهي هن علمي ۽ فني، تاريخي ۽ تخليقي دور کان عمداً ۽ ارادتاً اغماض ۽ بيتوجهي ڪري رهيا آهن. اهي اديب جي تعمير کان سواءِ تخريب لاءِ سوچي رهيا آهن، اهي نڪي پنهنجي مقام ۽ منصب کان آگاهه آهن، نڪي هن دور جي تقاضائن کان آشنا آهن. ماضي بيشڪ حال ۽ استقبال سان مربوط ۽ مسلسل آهي، پر ماضي پنهنجيءَ جاءِ تي اضافي ۽ فاني حيثيت حاصل ڪري، حال ۽ ان جي زنده تقاضائن لاءِ جاءِ خالي ڪري، ويندو رهيو آهي. نڪو ماضي دوباره موٽي سگهندو، ۽ نڪو انساني شعور ۽ ان جي ارتقا دوباره رجعت ڪري، گذشته دور ۾ واپس وڃي سگهندا. 'حال' ۽ ان جي تقاضا کي اگر برمحل نه سڃاتو ويو، ان جي تقاضائن کي پورو نه ڪيو ويو، ته پوءِ اهو اڪيجنسيپ ۾ 'ماضي' بنجي ويندو!

هن دور جي مکيه مسئلن ۾، عوام ۽ ان جي پسمانده زندگيءَ کي پڻ وڏي اهميت حاصل ٿي چڪي آهي. هن دور ۾ ليلا-مجنون ۽ شيرين-فرهاد جي داستانن واري دور کي دهرائڻ ڪا به افاديت نٿو رکي. اهي پراڻا قصا نڪي صحتمند آهن ۽ نڪو زندگي بخش. دماغي، عيش وارو جاگيردارانه ۽ بادشاهي نظام صدين کان ختم ٿي چڪو آهي، ۽ ان جي جاءِ تي عوامي تصورات جو دور اچي چڪو آهي. عوام پنهنجي مقام کي سڃاڻي چڪو آهي، ۽ پنهنجي منصب ۽ مقصد حيات کي ماڻڻ لاءِ جدوجهد ۾ مصروف آهي. ان جي مقابلي ۾ سرمائيڪار ۽ زردار طبقو به غافل نه آهي. اهو عوام جي دل ۽ دماغ کي مائوف ڪرڻ لاءِ نئين سچ نوان حربا پيو استعمال ڪري. پراڻين ڪنڊين کي پيو کولي، پراڻين روايتن کي پيو گڏ ڪري، ۽ انساني ذهن کي ڪُند ڪرڻ لاءِ زنگ آلود، بلڪ زهرآلود موضوع پيو تراشي ۽ لکي. اهي ئي نشه آور هجر و وصال جا قصا، اهي ئي عيش رفته جي داستان سرائيءَ جا آنسنا، اهي ئي درباري قسم جي شعر و شاعري؛ اهوئي گل ۽ اهائي بلبل، اهوئي خط اهوئي خال، اهائي زلفِ مسلسل جي حڪايت! حالانڪ اهو دور به گذري ويو، ته ان دور جا ماڻيندڙ ۽ مدح گو به گذري ويا. اڄ نڪا آهي دربار، نڪو آهي عيش ۽ تجمل؛ نڪو آهي ساقيءِ ماه وش، نڪو آهي معشوق سيمين بدن؛ نڪو آهي باده جان افروز، نڪو آهي پيرمغان زهد شڪن؛ نڪو

آهي جامِ جهان نما، نڪا آهي صراحي گردن دراز؛ ۽ نڪو آهي عاشق جانٻڪف! اڄ تہ خلق پيئي آٿي ۽ لٿي، اڀي ۽ امن لاءِ واجهائي. اڄ جنگ جا بادل ڇانيا بيٺا آهن. اڄ هرملڪ راڪيٽن جي زد ۾ آهي. اڄ هرسرحد تي فوجون برسرِ پيڪار آهن. اڄ هرصبح ڪنهن نئين انقلاب لاءِ ٿو اچي، تہ هرڪا شام ڪنهن 'صبحِ انقلاب' لاءِ پيئي پيچ و تاب کائي! اڄ هرهنڌ انقلاب آهي — هرملڪ ۾ انقلاب، ۽ هرقوم ۾ انقلاب! اهڙي دور ۾ اديبن جو فرض منصبي اهوئي آهي تہ هو انسان جي اجتماعي شعور جي ترجماني ڪن؛ انسان جي فڪر ۽ نظر جي تطهير ۽ پاڪيزگيءَ لاءِ سامان پيدا ڪن؛ سماج جي وڌندڙ غلطڪاريءَ تي ٽوڪين ۽ ڪيس شرمائين؛ پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي مفاد کي ترجيح ڏين؛ پنهنجي ساده دل عوام ۾ روشن ضميري پيدا ڪن؛ زنگ آلود ۽ زهرآميز تخيلات ۽ تصورات کي ڇڏي، صحتمند معيار ۽ اصول پيدا ڪن؛ انهن متعلق لکن، انهن جي تبليغ ڪن، انهن کي ورجائي ورجائي بيان ڪن: پنهنجي غزل، پنهنجي افساني، پنهنجي ڊرامي، پنهنجي ناول ۾ اها حقيقت پيدا ڪن، جيڪا حقيقت زوال آشنا قوم ۾ زندگيءَ جو احساس پيدا ڪري سگهي.

اسان جون قومي ۽ ثقافتي روايتون، جي اسان کي پنهنجن وڏڙن کان ورثي طور مليون آهن، ۽ جن ۾ اسان جي دل ۽ دماغ جون نشو و نما حاصل ڪندڙ پاڙون قائم آهن، انهن جي نہ فقط حفاظت جو سامان پيدا ڪرڻو آهي، بلڪ انهن جي فروغ لاءِ بہ سوچڻو آهي.

اسان جي تهذيبي تاريخ بہ شاندار، اسان جي عمراني حيثيت بہ زنده، ۽ اسان جو ماضي بہ تابنده... تاهم، اسان جي ادب ۽ اديبن جو اڄ بہ ڪو حصو پراون دهلن تي احمق وانگر پيو نچي. اسان جو اديب نہ خود آگاهہ رهيو آهي، ۽ نہ خداآگاهہ؛ نہ وري اسان جو ادب آهي خود شناس!

جدت ۽ ترقيءَ جا جيڪي بہ نوادر پيدا ٿي سگهن، اهي سڀ تعريف جوڳا آهن؛ پر اها جدت، جنهن جي آغوش ۾ بدعت ۽ قدامت، رجعت ۽ غير مقصدي جاهليت هجي، اها تہ موت جي برابر آهي. اڄ ڪيترن جدت پسند اديبن ۽ شاعرن ۾ اهائي هوسناڪي ۽ نفس پروري موجود آهي، جا امراءُالقيس ۾ آهي؛ اهوئي ذوقِ جمال آهي، جو آسڪر وائلڊ ۾ آهي؛ اهائي جنسي بک آهي، جا منٽوءَ جي فن ۾ موجود آهي! تہ پوءِ ڇيو تہ انهن جدت پسند اديبن نڪو پاڻ سان انصاف ڪيو آهي، ۽ نہ فن سان؛ نہ عوام سان انصاف ڪيو آهي، ۽ نہ تاريخ سان. انهن جو ادب ۽ فن، جدت ۽ ترقيءَ جي آڙ ۾ رجعت بہ آهي، ۽ جاهليت بہ.

اسان جي هنن ۽ هُنن اديبن ۽ شاعرن لاءِ لازم آهي تہ هو، پنهنجي موقف تي دوباره نظر ڪن... — غ. م. گ.

(مهراڻ: نمبر ٣ ۽ ٤، سال ١٩٦٣ع)

---

# ۱۹۶۴ع

۱-۱۹۶۴ع

## سماج جي تعمير ۽ ادب.

ادب جي جيڪڏهن کا مختصر تعريف ڪئي وڃي تہ پوءِ رڳو ائين چوڻ ڪافي آهي تہ ادب زندگيءَ جي تعمير ۽ ارتقاءَ جي راهہ ۾ هڪ مشعل جي حيثيت رکي ٿو. ادب زندگيءَ کي سنواري ۽ سينگاري ٿو. زندگيءَ جي سونهن ۽ سوڀيا کي اجاري ٿو. صحتمند قدرن کي اڀاري ٿو. بيمار ۽ پَست، مرده ۽ بيڪار قدرن کي ناس ڪري ٿو. انسان جي غلطڪارين ۽ غلط فهمين جي اصلاح ڪري ٿو ۽ انسان جي ذهني ۽ فڪري قوتن ۾ روشني پيدا ڪري ٿو. اهو ادب، جو زندگيءَ لاءِ ڪوبہ افادي ۽ اصلاحي پهلو نٿو رکي، اهو بي مقصد ۽ بيراهہ چئبو. اهو انسان لاءِ 'آفيم' کان وڌيڪ نقصانڪار آهي. اهو ادب زندگيءَ لاءِ راهزن آهي، ۽ ان جو مطالعو انساني ذهن لاءِ حد کان وڌيڪ خطرناڪ آهي.

ادب جو اصلي ۽ بنيادي ڪم آهي: سماج جي ذهني ۽ فڪري تعمير. ان سلسلي ۾ ادب، سماج جي ذهين ۽ علمي طبقي کي متاثر ڪري ٿو، ۽ انهن جي واسطي سان عوام تائين رسائي حاصل ڪري ٿو.

ان سلسلي ۾ اهو سوال پيدا ٿئي ٿو تہ ادب ۽ اديب جو سماجي تعمير ۾ ڪهڙو حصو ٿي سگهي ٿو؟ سماج جي تعمير لاءِ اديب اڳيان ڪهڙو نصب العين رهي ٿو، ۽ 'اديب' جو فني ۽ فڪري زاويہ نگاهہ ڪيئن ڪم ڪري ٿو ۽ سندس منصبي حيثيت ڇا آهي؟

اها هڪ مڃيل حقيقت آهي تہ 'زندگيءَ' ۾ ٻن رخن تي عوامل ڪم ڪري رهيا آهن: زندگي گويا هِن عوامل ۽ محرڪات جي دورخي ڪشمڪش ۾ مبتلا آهي. هڪ هنگامہءِ ڪشمڪش آهي، جنهن ۾ زندگي ڪڏهن چند ڇڏائي، ٻہ قدم اڳتي ٿي وڌي، تہ ڪڏهن ماضيءَ جي پا افتاده، بيڪار ۽ مرده دورظلمات ۾ وڃي ٿي ڪِري.

ان سلسلي ۾ سڀ کان پهريائين، اسان جڏهن انسان جي فطرت تي نگاهہ ٿا وجهون، تڏهن ڏسون ٿا تہ هڪ طرف منجهس تخريب جا محرڪات ڪم ڪندي نظر ٿا اچن، تہ ٻئي طرف تعمير جا عوامل ڪارفرما ۽ ڪارڪشا نظر ٿا اچن. بلڪل ساڳيو حال آهي، انساني سماج ۽ انساني تمدن جو. ان ۾ اصلاح ۽ تعمير جا اسباب بہ موجود آهن تہ ان سان گڏ تخريب ۽ بگاڙي جو سامان بہ موجود آهي.

اسان تاريخ جي گوناگون انساني ڪردارن، تحريڪن، هنگامن ۽ ادارن کي جڏهن تنقيدي نگاهہ سان ڏسون ٿا، تڏهن معلوم ٿئي ٿو تہ هڪ طرف کان تخريبي محرڪات پيدا

ڪم ڪن، تہ ٻئي طرف انساني فطرت جا تعميري محرڪات پيا پنھنجو اثر ھلائين. گويا ساري انساني تاريخ، تعميري ۽ تخريبي ٻن محاذن ۾ ورھايل آھي. ان صورتحال ۾، اسان جي علم ۽ فن جو ڪم اھو آھي تہ اسان کي ان دورخي ڪشمڪش متعلق صحيح سمجھ ۽ ٻوجھ عطا ڪري، ۽ تخريبي عوامل ۽ اسباب کان بچي ڪري، روشن ۽ تعميري عوامل کي روبڪار آڻڻ لاءِ قابل بنائي.

اسان جي روزمره جي زندگيءَ کي اگر جاچجي تہ معلوم ٿيندو تہ اھا ھڪ بحر بي پايان وانگر اسان جي سامھون ڦھليل آھي. ان جي ڪناري تي بيھي، جيڪڏھن تماشو ڏسون تہ پوءِ، ان ۾ بيشمار تخريبي ۽ تعميري عوامل ۽ محرڪات جون گرم ۽ سرد لھرون نظر اينديون، جي ڪڏھن خاموش ھونديون تہ ڪڏھن پرشور؛ ڪڏھن ھڪبئي کي ڪاٽيندي نظر اينديون، تہ ڪڏھن ھڪبئي سان گڏجي ھلندي نظر اينديون؛ ڪڏھن پھاڙن وانگر اٿلندي ڏسنداسون، تہ ڪڏھن بلڪل خاموش ۽ سطح آب سان ھم آغوش نظر اينديون؛ ڪٿي ڪُن ھوندا تہ ڪٿي جھڳ پئي اڇلون ڪائيندي.

سماج بہ ھڪ سمنڊ وانگر آھي. ان ۾ بہ لھرون اٿن ٿيون، ان ۾ بہ طوفان اچن ٿا، ان ۾ بہ پھاڙن جھڙيون اٿلون اٿن ٿيون. ان جي مٿاڇري تي جھڳ پئي اڇلون ڪائي، ۽ سندس تري ۾ موتي پيا سپجن. ان ۾ بہ زندگيءَ جون ٻيڙيون ٻڏن ٿيون ۽ ڪي ترن ٿيون، منجھس موافق ۽ مخالف ٻنھي قسمن جون ھوائون موجود آھن.

زندگيءَ جي ان سمنڊ ۾ اسان ڪڏھن ڪيف افزا ۽ روح پرور لمحات ۾ گذاريون ٿا تہ ڪڏھن رنج ۽ الم جي گھڙين ۾ گھاريون ٿا. سماج جو چمن جتي تبسم جي گلڙن سان آراستہ آھي، اتي ڳوڙھن جي نوڪدار ڪنڊن سان بہ پيراستہ آھي. بھرحال، اسان ھر وقت مختلف، متضاد ۽ بدلجندڙ احساسات کي محسوس ڪريون ٿا.

اسان، جن بدلجندڙ احساسات ۽ واردات کي محسوس ڪريون ٿا، اھي احساسات ئي ھڪ اديب لاءِ سرمايہ فن بڻجن ٿا.

اديب، احساسات، واردات، ڪيفيات ۽ تاثرات کي ئي زندگيءَ جي فھم ۽ شعور لاءِ ذريعو ۽ وسيلو بنائي ٿو. 'اديب'، بيشمار ذھني تجربن مان گذرڻ کان پوءِ، آھستي آھستي زندگيءَ جي حقيقت متعلق ھڪ جامع تصور بنائي ٿو. ھو سماج جي ھنگامہ خيز ۽ پرشور زندگيءَ جي ڪا نہ ڪا توجيھہ حاصل ڪري ٿو.

اديب جڏھن زندگيءَ جي ڪنھن جامع تصور ۽ انساني سماج جي ڪنھن غايت ۽ انتھا سان پنھنجي ذھن کي آراستہ ڪري ٿو، تڏھن ھو پنھنجي مشاھدات ۽ تجربات جي ساري ماحصل کي انَ تصور ۽ غايت جي ماتحت مرتب ڪري ٿو، ۽ ان غايت ۽ تصور جي مدد

سان زندگيءَ جي حادثن ۽ مختلف النوع واقعن ۽ انهن جي تحريڪن ۽ سببن جي تخريبي ۽ تعميري قدر ڪي معيّن ڪري ٿو.

اِتي اچي، اديب جو فني منصب اڳيان اڀري ٿو. اديب جو فني منصب اهو ٿو پيدا ٿئي ته هو پنهنجي مطالع حيات ۽ سماجي تجربات جي ماحصل کي پنهنجي فني تخليق جي وسيلي سان ٻين تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪري.

مگر، جڏهن ته اديب پنهنجي تخليقات ۾ انساني ڪردارن، تمدني حادثن، ۽ زندگيءَ ۾ ڪشمڪش پيدا ڪندڙ عوامل ۽ اسباب جو عڪس هڪ خاص ترتيب سان ۽ هڪ خاص طرزِ فڪر سان گڏ، اسان جي اڳيان آڻڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، تڏهن زندگيءَ جي آن تصور ۽ سماج جي آن غايت کي به اسان تائين پهچائيندو رهي ٿو، جنهن کي بيشمار تجربن کان پوءِ پاڻ حاصل ڪيو اٿس. اصل ۾ سندس اهو سماجي مطالعو ۽ تجربو ئي آهي، جو سندس فن جو اصلي جوهر آهي ۽ سندس تخليقات جو مرڪزي روح آهي.

ان لحاظ سان اديب جو صحيح منصب اهو ٿو پيدا ٿئي ته هو اسان جي ذهني ۽ فڪري دنيا جي تعمير ۾ حصو وٺي ٿو. هو تلوار کڻي، سماج جي اصلاح لاءِ لڙائي لڙي ڪري؛ هو ۽ بارود سان سماج دشمن عناصر سان مقابلو نٿو ڪري؛ هو قانون جي لٺ هٿ ۾ کڻي، سماج جي غلط عناصرن جا مٿا نٿو ڦاڙي؛ هو سياسي گندگيءَ ۾ گهڙي، سياسي ساٿين وانگر رنگ نٿو بدلائي؛ هو هنگامه آرائي ڪانه ٿو ڪري؛ هو سوشل ورڪر بڻجي، افراد جي فلاح ۽ اصلاح لاءِ خدمتون سرانجام نٿو ڏئي؛ هو واعظ ۽ ناصح بڻجي، ملن ۽ مولوين وانگر رشد و هدايت لاءِ وعظ نٿو ڪري؛ هو دستوري رفارمر ۽ مصلح جو پارٽ ادا نٿو ڪري... مختصر طور کڻي چئجي ته هو اديب جي حيثيت سان سماج جي عملي سرگرمين ۾ براهِ راست ڪو به عملي حصو نٿو وٺي. سندس منصب رڳو ايترو ٿو رهي ته هو سماج جي ذهني ۽ فڪري تعمير ۽ تشڪيل ۾ حصو وٺي ٿو، ۽ ديانتداريءَ سان پنهنجي تجربن کي تخليقي ۽ فني حيثيت سان پيش ڪري ٿو. اديب، اگر سماج جي ذهني قالبن ۾ تعميري ۽ اصلاحي جذبات ۽ رجحانات کي پلٽڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو، ته پوءِ لازمي طرح سان سماج جي عملي زندگيءَ ۾ تعميري عوامل ۽ اسباب زور وٺن ٿا. پر جي ان جي برعڪس سماج جي ذهن کي تخريبي ۽ مدي خارج رجحانات جو شڪار بڻائي ٿو ته پوءِ لازمي طرح سان سماج ۾ به تخريبي ۽ مدي خارج عوامل زور وٺن ٿا. سماج ۾ گندگي ۽ پراگندگي پيدا ٿي ٿئي. اهو سماج، زندگيءَ جي مقصدن ۽ تعميري لاڙن کان محروم رهجي وڃي ٿو. ان سماج جو نه حال روشن رهي ٿو ۽ نه مستقبل. اهو سماج بي ذهن، نامعقول ۽ غلطڪار ماڻهن جو هڪ هنگامه خيز انبوهه رهجي وڃي ٿو، ۽ ظاهر آهي ته اهو سماج جلدي يا دير سان وڃي ڪنهن اوڙاهه ۾ ڪرندو ۽ ناس ٿي ويندو.

سماج جي ذهني دنيا جي تعمير ڪرڻ وارين طاقتن ۾ ادب کان سواءِ، ڪي ٻيون قوتون به آهن. مثال طور، هڪ طاقت فلسفي جي طاقت آهي. فلسفو، قياس جي ذريعي سان دليل ۽

لتيجن جون ڪڙيون ملائي، اسان کي زندگيءَ جي حقيقت سمجهائڻ گهري ٿو. ٻي وڏي ۽ ساڻر طاقت مذهب جي آهي. مذهب، الهام جي روشنيءَ ۾ اسان کي زندگيءَ جي روح جي خبر ۽ شناس بخشي ٿو.

ٽين وڏي طاقت ادب جي طاقت آهي. ادب، اسان کي احساسات، ذهني واردات، جذباتي مدوجزر ۽ نفسياتي رد عمل جي روشنيءَ ۾ زندگيءَ جي ماهيت سمجهائڻ گهري ٿو.

ذهني تعمير لاءِ اهي ٽيئي طاقتون اسان جي ٽن مختلف ضرورتن کي پورو ڪن ٿيون: فلسفو، اسان کي فڪر سان آراسته ڪري ٿو، مذهب، اسان کي ايمان سان روشناس ڪري ٿو، ۽ ادب اسان کي شعور سان مالا مال ڪري ٿو. زندگيءَ کي جيتري ضرورت 'فڪر ۽ ايمان' جي آهي، اوتري ئي ضرورت 'احساس ۽ شعور' جي آهي. احساس ۽ شعور جي بلندي ۽ پاڪيزگيءَ کان سواءِ، انسان هڪ جامد پهاڙ بنجي وڃي ٿو يا ڪاٺ جو بيجان ڳنڍو بنجي وڃي ٿو. نه ان ۾ فڪري صلاحيت رهندي ۽ نه منجهس ايمان ۽ معرفت جو ڪو جزو سمائجي سگهندو. ان بيجان بُتَ لاءِ نه مذهب ڪارگر چيز آهي، ۽ نه فلسفو ئي ڪيس ڪنهن نئين ۽ سنئين واٽ تي هلائي سگهندو.

ان مان اهو به ثابت ٿئي ٿو ته سماج جي تعمير جي سلسلي ۾، 'فڪرَ، ايمانَ ۽ شعورَ'، ٽنهي عناصرن جي باهمي آميزش گهرجي. انهن ٽنهي جي گڏيل حيثيت سان ئي سماج جي تعمير وابسته آهي. انهن مان ڪنهن به هڪ کي جيڪڏهن خارج ڪيو ويو ته پوءِ يقيناً انساني سماج گمراهيءَ جي کڏ ۾ وڃي ڪِرندو، ڇو ته فڪر ۽ شعور کان سواءِ 'ايمان' بي معنيٰ آهي، ايمان ۽ فڪر کان سواءِ 'شعور' ڪا حيثيت نٿو رکي، ۽ شعور ۽ ايمان کان سواءِ 'فڪر' جي ڪا حيثيت نٿي رهي.

ان مان چڱيءَ طرح اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته 'اديب' جو منصب ڪيترو نه بلند آهي. هو فلسفيءَ ۽ مصلح جو جڻ ته جوڙ جيس آهي.

اتي پهچي، اها حقيقت به خيال ۾ رکڻ جهڙي آهي ته 'اديب'، جيترو حصو سماج جي ترقيءَ ۽ تعمير ۾ وٺي سگهي ٿو، اوترو ئي امڪان ان امر جو به آهي ته ان جو 'فن' تخريب ۽ زوال جو سبب بنجي وڃي. جيئن فلسفو، اگر محض قياس ۽ استدلال جي عالم ۾ سرگردان، حيران ۽ پريشان رهيو ته پوءِ اهو انسانذات لاءِ رڳو شڪ ۽ گمان، ريب ۽ فريب جي دنيا پيدا ڪندو رهندو ۽ انسان يقين ۽ اثبات کان محروم رهجي ويندو. ان طرح اگر 'مذهب'، غلط ۽ دور ازڪار تاويلات ۽ مابعدالطبيعي خيالات ۽ رسمي معمولات جو شڪار بنجي، فقط ڪنهن هڪ اڌ گروهه جو آلهءِ ڪار بنجي ويندو ته پوءِ، انساني تمدن ۾ فتنو ۽ فساد ئي پيدا ڪندو. مذهب مان اگر اجتهاد، روشن خيالي ۽ زماني جي مقتضيات سان ساٿ ڏيڻ جون روشن صلاحيتون سلب ٿي وينديون ته پوءِ، اهو بيروح ۽ بي بصيرت ڍانچو رهجي ويندو، جو سماج جي ڪنڌ تي هڪ

مرده لاش وانگر رهندو، ۽ نہ فقط اُن دور جي سماج جي صلاحيتن کي سلب ڪري ڇڏيندو، پر ان سان گڏ نئين نسل جي ترقي پذير جوهر لاءِ بہ زهرآلود فلسفہ حيات رهجي ويندو. بلڪل ان طرح اگر 'ادب' ۾ ڪا اصلاح ۽ ارتقاء نہ رهي، ادب ۾ ڪو مقصد نہ رهيو ۽ ڪو افادي نقطہ نظر نہ رهيو، تہ پوءِ اهڙو ادب بہ تخريب ۽ مُردنيءَ جو سبب بنجي وڃي ٿو، ۽ اهڙو ادب بہ زهرآلود آهي. اهو ادب انساني ذهن ۽ فڪر لاءِ زوال جو سبب بنجي ٿو. اهڙو ادب نئين نسل لاءِ ڪنهن تابناڪ ۽ روشن مستقبل پيدا ڪرڻ کان قاصر ۽ عاجز رهجي وڃي ٿو. اهڙو ادب محض 'ادب براي ادب' آهي، جو فقط تخيلات جي پتنگ پروازيءَ ۽ لفظن جي جادوگريءَ تائين محدود رهجي وڃي ٿو. ان جو زندگيءَ جي زندہ ۽ روشن قدرن ۽ تقاضائن سان ڪو واسطو نٿو رهي.

اديب جي صحيح طرح سان فرض ادائيءَ جو مدار ان ڳالهہ تي بہ آهي تہ هن ڪيتريءَ حد تائين زندگيءَ جي تازہ دم ۽ مڪروهہ عوامل ۽ اسباب کي سمجهيو آهي، سندس فهم ۽ شعور جا ماخذات ۽ سرچشما ڪهڙا آهن، زندگيءَ جي مطالعي ۽ تجربي کان پوءِ، پاڻ ڪهڙا اصلاحي ۽ ترقي يافتہ معيار اخذ ڪري سگهيو آهي؟ هو سماج جي باهمي ڪشمڪش، مختلف طبقاتي ڪشاڪش، فڪري ۽ مذهبي آويزش جي ڪيترن مرحلن کان گذري چڪو آهي؟ ان کان سواءِ، انسان جي نفسياتي تجربي ۽ جذباتي تجزيي سان گڏ انسان جي ڪيفيات ۽ واردات جي مختلف ۽ متبدل مدّوجزر کان ڪيتريقدر واقف ٿيو آهي؟ ان ايتري علم ۽ مطالعي کان پوءِ زندگيءَ جو ڪهڙو مرڪزي تصوّر بڻايو اٿس؟ ان مرڪزي تصوّر سان سندس قلب و نظر جو ڪيترو ايماني ۽ عرفاني رشتو رهيو آهي، ۽ سماج جي خير ۽ شر وارين مختلف‌النوع حيثيتن جي غايت ڪهڙي مقرر ڪئي اٿس، ۽ تخريبي ۽ تعميري عناصر جي تجزيي کان پوءِ ڪهڙي فيصلي تي پهتو آهي: آيا اڃا شڪ ۽ ريب، اضطرار ۽ اضطراب ۾ مبتلا آهي، يا ڪنهن فيصلي تي قلب جو اطمينان ۽ انشراح بہ حاصل ٿيو اٿس; آيا اڃا پيو تلاش ڪري يا ڪجهہ حاصل بہ ڪيو اٿس؟ آخري ڳالهہ اها تہ سندس ذهن ۽ فڪر، قلب ۽ نگاهہ، فن ۽ ادب جو نظرياتي واسطو ڪهڙي نتيجي سان وابستہ آهي: آيا مثبت ۽ تعميري فڪر سان، يا منفي ۽ تخريبي نظريي سان؟

ايتري ڇنڊڇاڻ کان پوءِ، اهو سمجهڻ گهرجي تہ اگر اديب ۾ ڪو بہ مثبت ۽ تعميري ذهن پيدا نہ ٿيو آهي، هو سماج جي اٿل پٿل ۽ سماج جي متضاد عوامل جي ڪشمڪش جو ڪو بہ شعور حاصل ڪري نہ سگهيو آهي، يا ڪشمڪش جي شعور حاصل ڪرڻ کان پوءِ بہ صحيح نصب‌العين سان ساٿ ڏيڻ سندس وِتَ کان ٻاهر آهي، ۽ اڳتي قدم وڌائڻ جي بدران فرار ۽ رجعت جون راهون تلاش ٿو ڪري يا ڄاڻي واڻي ڪنهن انسان دشمن قوت جو آلہ ڪار ٿو بنجي، يا زر ۽ زور تي ضمير فروش بڻيو آهي، يا ماڻهن جي ديکاديکي يا تحسين ۽ آفرين تي

اهو وڙ ۽ وکر ادب جي بازار ۾ وڪڻڻ شروع ڪيو اٿس، جو ماڻهن کي پسند تو اچي، يا پنهنجي ڪمزور مطالعي جي بنياد تي يڪ بستہ خارجي حالات کان متاثر ٿي، ماڻهن جي لعنت ۽ ملامت کان ڊڄي، تخريبي ۽ ڪُورچشم ميلانات جو ساٿ ڏيڻ شروع ڪيو اٿس،... تہ پوءِ اهڙي ادب کي ”رهزنِ قلب ۽ ابليسِ نظر“ سمجهڻ گهرجي. اهڙي ضميرفروش اديب جي هر فني ڪاوش باطل پسند ۽ تخريبي سمجهڻ گهرجي.

ان طرح، جو اديب سماج جي اصلاح ۽ فساد ۾ ڪم ڪندڙ متضاد قوتن جي تصادم ۽ تَـڪـَرَ کي سمجهي نٿو سگهي، ۽ پوري عزم ۽ شعور سان پاڻ کي ڪنهن واضح ۽ صاف محاذ ۽ فيصلي تي قائم رکي نٿو سگهي، اهو اديب ذهني انتشار ۽ بي ربطيءَ افڪار ۾ مبتلا سمجهڻ گهرجي. اهو پريشان حال ۽ پراگنده خيال اديب، سماجي حادثن ۽ واقعن جي ڪردارن ۽ انهن جي تاثرات، احساسات، تجربات ۽ ڪيفيات کي ڪنهن هڪ مرڪزي تصور تي جمع ڪري نٿو سگهي. اهو اديب، پنهنجي فن ۾ آيل منتشر احساسات، وقتي ڪيفيات، ۽ متضاد ميلانات کي بلڪل بي ارادي، مقصد ۽ افاديت کان سواءِ، ڪنهن سليقي ۽ قريني کان سواءِ، ڪنهن بہ مفاد ۽ غرض کان سواءِ، وجي ٿو اچلائيندو. تنهنڪري، پڙهندڙن جي تقاضائن ۽ ضرورتن کي نظرانداز ڪري، پنهنجي ذاتي پسند کي مسلـّط ڪرڻ واريءَ اِن راهہ کي، ’ادب براي ادب‘ جي راهہ سمجهڻ گهرجي، ۽ نہ ’ادب براي زندگي‘ يا ’زندگي براي مقصد‘ جي راهہ چوڻ گهرجي.

ان سلسلي ۾، هڪ قسم جو اديب اهو بہ ٿئي ٿو، جو سماج جي متضاد عوامل جي ڪشمڪش کي چڱيءَ طرح سان سمجهي سگهي ٿو. پر، ان سمجهڻ کان پوءِ، جڏهن ان متعلق اظهارخيال جو مرحلو اچي ٿو، تڏهن مرعوب ٿي، هـَڄي، پير ڇڏائي وجي ٿو. منجهس حوصلو نہ آهي جو اهڙين تلخ حقيقتن کي ڪنهن نہ ڪنهن پيرايہءِ بيان ۾ پيش ڪري سگهي. ظاهر آهي تہ اهڙو اديب يا تہ ’ياس ۽ قنوطيت‘ جو شڪار ٿي وجي ٿو، يا ڪن خارجي سببن کان دٻجي وجي ٿو. اهڙي اديب جو فن، هوا ۾ ترارن هڻڻ جي برابر آهي. ان مان نہ هوند نہ شُڪر. سماج ۽ ان جي مسئلن جو منهن هڪ پاسي تہ هن يار جو رخ ٻئي پاسي. ’اتو‘ چـي ’گهوپاتو‘! اهڙو اديب لڪيداس تہ چئبو، پر حقيقي اديب نہ چئبو، زمانہ شناس نہ چئبو، حقيقت بين نہ سڏبو. اهڙو اديب، نااميديءَ جي شڪار ٿيڻ کان پوءِ، رڳو نالہءِ ماتم بلند ڪندو رهندو، پر، رجزخوانيءَ کان محروم رهجي ويندو. قوم کي اجا بہ هيڪاري وڌيڪ نااميد ڪندو، ۽ ڪيس گـَهريءَ ننڊ ۾ سمهاري ڇڏيندو، پر جاڳائيندو اصل ڪين. مان ائين ڪونہ ٿو چوان تہ فراري اديب، اديب ئي نہ آهي، يا هو ادب ۾ ڪا تخليق نٿو ڪري ۽ فن جا ڪرشما نٿو ڏيکاري. هو بيشڪ فن جي ميدان ۾ ڪيئي خيالي تاج محل بنائي ٿو سگهي. ليڪن سندس فن ۽ ادب جڏهن تہ ’فن براي فن‘ ۽ ’ادب براي ادب‘ آهي، تنهنڪري ’سماج‘ ۽ ان جي ذهين طبقي لاءِ نہ منجهس جاذبيت آهي ۽ نہ سماج جي تعمير لاءِ منجهس ڪا زندگي آهي.

هت اهو واضح ڪرڻ بہ ضروري آهي تہ فراري ۽ رومانوي اديب جي فني ڪارنامن ۾ ڪڏهن ڪڏهن، جزوي حد تائين، ڪجهہ نہ ڪجهہ تعميري خيالات بہ ملن ٿا. ان طرح ٻئي طرف، ڪنهن تعميرپسند اديب جي مقصدي شهپارن ۾ بہ جزوي طور ياسيت ۽ رومانويت جو رنگ ملي سگهي ٿو. پنهي صورتن ۾ ڏسڻ جي چيز اها فقط آهي تہ ڪنهن 'اديب' جي مجموعي فني ڪارنامي جي حيثيت ڪهڙي آهي، سندس 'فن' اجتماعي خيال ڪان سماج جي تعمير يا تخريب ۾ ڪيترو ۽ ڪهڙو حصو ورتو آهي.

مون عرض ڪيو آهي تہ سماج جي تعمير ۾ حصي وٺندڙ اديب لاءِ اهو لازم آهي تہ هو زندگيءَ جي دوگوني ۽ دورخي عوامل ۽ انهن جي ڪشمڪش کي جاچي سگهي ۽ بيان ڪري سگهي. ان ۾ انساني فطرت جي محرڪات ۽ تمدن جي ادارن کي ڪم ڪندي ڏسي سگهي، ۽ 'خير ۽ شر'، 'حق ۽ باطل' ۾ نمايان فرق جو احساس ۽ ادراڪ حاصل ڪري سگهي. ان ڪان پوءِ، علمي طور سماج جي تعميري عوامل جو ساٿ ڏئي سگهي، ۽ فساد پيدا ڪندڙ عناصر جي خلاف جنگ جو نعرو بلند ڪري سگهي.

اڄ اسان جنهن دور مان گذري رهيا آهيون، اهو نظريات جي ڪشمڪش جو دور آهي. انساني تاريخ ۾ هڪ اهڙو دور بہ گذريو آهي، جنهن ۾ قبيلي کي فيصلہ ڪُن طاقت جي حيثيت حاصل هئي. پيو دور اهڙو بہ گذريو آهي، جنهن ۾ بادشاهہ کي 'ظل سبحاني' ڪري تسليم ڪيو ويو، ۽ ان جي آڏو سجدو بہ ڪيو ويو تہ ان جو هر حڪم، الاهي امر ڪري مڃيو ويو. ٽيون دور اهڙو بہ گذريو، جنهن ۾ جاگيردارانہ نظام، زندگيءَ جي پيشوائي ڪري رهيو هو. زندگيءَ جا سڀ مسئلا، هڪ جاگيردار جي اشاري مان صفا ٿيندا هئا. انهن دورن ۾ اهو 'مذهب' جو رسمي ۽ بي‌روح ڍانچو وڃي رهيو آهي، :هو پاڻ ۽ سندس مسخ شده نظام انهن جي تائيد ڪندي نظر اچي ٿو. هر دور ۾ کي نہ کي پنڊت ۽ پوپ، ملا ۽ مولوي، انهن جا تائيد ڪندڙ نظر اچن ٿا. مختصر طور چئجي تہ اهي دور ٽن طاقتن ۾ ورهايل هئا: هڪ فرعون، جو مطلق العنان بادشاهہ جو پارٽ ادا ڪري رهيو هو؛ پيو قارون، جو سرمائيدارانہ نظام جي نمايندگي ڪري رهيو هو؛ ۽ ٽيون هامان، جو مذهبي اجاره‌داري جي منصب تي فائز هو. پوري انساني تاريخ، انهن ٽنهي قوتن جي موجودگيءَ جي ساک ڀري رهي آهي.

ان ڪان پوءِ جي انقلاب آيا، تن بادشاهي ۽ جاگيرداري دور کي جهوري وڌو، ۽ 'قوميت' ۽ ڪن حالتن ۾ نسلي برتريءَ جي آڙ ۾ سماج جي تعمير جو نعرو بلند ڪيو ويو. انساني سماج جي ارتقاء، ان قومي ۽ نسلي بَرتريءَ واري دور کي بہ گهٽ ۾ گهٽ ذهني طور، آخر ختم ڪري ڇڏيو آهي.

هن دور ۾ انسانيت 'نظريات' جي بنيادن تي تعمير ٿي رهي آهي. اڄ عالمي بلاڪن جا رشتا، ايٽم بم ۽ هيڊروجن بم جا ڦتيلا، مصنوعي سيارن جا ڏورا، مختلف نظريات جي هٿن ۾ آهن. تاريخ جي هن دور ۾ زندگيءَ جا تخريبي ۽ تعميري اسباب ۽ عوامل هڪٻئي ڪان جدا نہ آهن، پر ڪنهن نہ ڪنهن نظريي جي ماتحت جمع ٿي چڪا آهن.

نظريات جي ڪشمڪش واري هن دور ۾، سماج جي ذهني تعمير ۾ حصو وٺندڙ ڪنهن نه ڪنهن نظريي سان وابسته هجڻ تي مجبور آهن. اهڙي دور ۾، اهو به ظاهر آهي ته اڄ ڪو به اديب انساني سماج جي تعمير ۾، تيستائين ڪو به نمايان ۽ شايان شان حصو وٺي نٿو سگهي، جيستائين سندس تخليقات ۾ ڪنهن صحيح ۽ صحتمند نظريه حيات جو روح ڪارفرما نه هجي.

هن موجوده دنيا تي سڀ کان زياده جن نظريات کي تسلّط حاصل آهي، انهن جو نقطهءِ آغاز خواهش پرستي آهي. هڪ فرد ۾ جا چيز خواهش پرستيءَ ۽ نفسيات جي آڙ ۾ نمودار ٿئي ٿي، اها پوري تمدني نظام ۾ ماده پرستيءَ جو رنگ اختيار ڪري ٿي. معاشيات ۾ استحصال بالجبر (يعني زبردستيءَ سان زندگيءَ جي نعمتن ۽ پيداواري جنسن تي قبضو ڪرڻ) جو رنگ وٺي ٿي. عمرانيات ۾ طبقاتي ڪشمڪش کي اڀاري ٿي. سياست ۾ مڪّاري ۽ غير جمهوري فريب کي جنم ڏئي ٿي. سائنس جي تعميري ايجادات کي، انسانذات کي فنا ڪرڻ لاءِ ميدان جنگ ۾ آزمائي ٿي. اهائي بين الاقوامي دائري ۾ چنگيزيت ۽ پرويزيت جي پنجهءِ خونين کي تيز ڪري ٿي. ياد رکڻ جهڙي ڳالهه آهي ته هيءَ خواهش پرستي يا ماده پرستي رڳو دهريت يا فلسفهٔ ماديت سان ئي همڪنار ڪانه ٿي رهي، پر آها مذهبي ۽ روحانيت جي متوالن وٽ پڻ ڪجهه اوتريقدر رئي موجود هجي ۽ ڏسجي ٿي. ٻنهي طرفن جي فردن توڙي قومن وٽ اهڙي امتياز جي دعوا درحقيقت خودفريبيءَ ۽ خود پسنديءَ کان مٿي ڪا حيثيت ڪانه ٿي رکي. خواهش پرستيءَ يا ماده پرستيءَ جا هي نظريا، جن کي آءٌ هوند خود پرستيءَ جا نظريا سڏيان، اهي مادي نظريات؛ جن جي زندگيءَ جو مقصد آهي انسانذات تي پنهنجي ذاتي، طبقاتي يا قومي تفاخر کي مسلّط ڪرڻ، پنهنجي نظريهءِ حيات کي غالب رکڻ، ۽ پنهنجي سياسي ۽ سماجي نظام کي رائج ڪرڻ، تن اصل ۾ پوري انسانيت کي قومي توڙي بين الاقوامي دائري ۾، حيواني تصورات جو آماجگاهه بنائي ڇڏيو آهي. هر هنڌ دفاع ۽ انتقام لاءِ ٻارڻ ٻري رهيو آهي. هر فرد، هرقوم ۽ هر ملڪ تي هڪ قسم جو خوف طاري آهي. وڏيون قوتون، ننڍين قوتن کي يا ته ٻنهه ڳهي وڃڻ لاءِ واڳونءَ وارو وات ڦاڙي ڇڪيون آهن، يا ڪين زوريءَ پنهنجي پُڇ سان ٻڌي، گهلجڻ تي مجبور ڪري رهيون آهن. زندگيءَ جي هر دائري ۾، هڪ گروهه باقي انسانيت تي پنهنجي خدائيءَ جو حڪم هلائي چڪو آهي.

هن دور جي نظريات ۾، بلا لحاظ مذهبيت يا عدم مذهبيت جي، هڪ طرف سرمائيدارانه جمهوريت آهي ته ٻئي طرف پرولتاري اشتراڪيت. اڄ انهن ٻنهي نظرين جي چڪيءَ ۾ انسانذات ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي چڪي آهي. خدا نه خواسته، اهي ٻئي نظريا اگر ايٽم بم جهڙن مهلڪ هٿيارن سان ميدان جنگ ۾ ڪُڏي پيا ته پوءِ، پوري دنيا هيروشما بنجي ويندي. انهن نظريات جي ڪشمڪش ۾، انسان لاءِ نه رهيو آهي امن نه ايمان، نه سڪون نه اطمينان، بلڪ نه موت رهيو آهي ۽ نه حيات! موت ۽ حيات جي درمياني ڪيفيت ۾ پوري انسانيت مبتلا ٿي چڪي آهي، ۽ ماده پرستيءَ جو عذاب انسانذات جي جسم کان وٺي روح تائين پهچي چڪو آهي.

موجوده دور ۾، انساني سماج کي هڪ جوابي نظريءِ حيات جي ضرورت آهي. هڪ اهڙو جوابي نظريو، جنهن جو نقطہ آغاز خداشناسي ۽ انسان دوستي هجي، جو معاشيات ۾ طبقاتي تعاون پيدا ڪري سگهي، جو سياست کي انساني نصب‌العين تي مضبوط ڪري سگهي، جو اخلاق جو بنياد، فرض جي احساس تي رکي سگهي، جو هرعمل ۽ حرڪت کي ايثار ۽ قربانيءَ جي لذت کان آشنا ڪري سگهي، جو علم ۽ فن کي انسانيت جي تعمير لاءِ مجموعي طرح سان استعمال ڪري سگهي، جو سائنس جي ايجادات کي انسانذات جي فلاح ۽ ترقيءَ لاءِ خدمتگذار بنائي سگهي، ۽ جو بين‌الاقوامي فساد ۽ ظلم کي انساني وحدت ۽ اخوت جي تصوّر تي آڻي، هڪ ترقي يافتہ ۽ امن پسند سماج جو بنياد وجهي سگهي؛ بهرحال، هن دور ۾ اهڙو نظريءِ حيات گهرجي، جو مادي خواهش پرستيءَ کان عالم انسانيت جي جند ڇڏائي، ۽ انسان جي انسان تي خدائيءَ واري برتريءَ کي ناس ڪري سگهي؛ طبقاتي ڪشمڪش جو بنياد اکيڙي، اخوت ۽ وحدت کي پيدا ڪري سگهي؛ زندگيءَ جي نعمتن ۽ پيداواري جنسن کي صحيح نموني ۾ ورهائي سگهي؛ جمهوريت پسند خيالن کي فروغ ڏئي سگهي؛ ۽ مذهب جي بيروح ڍانچي ۾ عمل ۽ اخلاق جو روح ڦوڪي سگهي؛ دنيا مان ظلم ۽ استبداد کي فنا ڪري سگهي؛ انسان ۾ روحاني ۽ اخلاقي قدر پيدا ڪري سگهي؛ موجوده بيمقصد ۽ نامراد زندگيءَ ۾ ڪو عظيم مقصد پيدا ڪري سگهي؛ ۽ ظلم ۽ استبداد جي خلاف ذهني ۽ فڪري، عملي ۽ اخلاقي جدوجهد لاءِ ميدان هموار ڪري سگهي.

ان سلسلي ۾ اها ڳالهہ بہ خيال ۾ رکڻ جهڙي آهي تہ هر 'انقلاب' انقلاب نہ آهي، جيستائين اهو وقت ۽ ماحول جي ضمير مان نہ پيدا ٿئي. اهو 'انقلاب'، جو ڪن سطحي ۽ دور ازڪار مسئلن يا اڻٺهڪندڙ خارجي محرڪات کان متاثر ٿي پيدا ڪيو وڃي ٿو، اهو پائيدار ۽ جاندار نٿو رهي: اهو ڏاريو ۽ اوپرو پوڄو ٿئي ٿو، جو غيرمانوس مٽيءَ ۽ ڦريل موسمي هوائن جو مقابلو ڪري نٿو سگهي.

ادب جي خدمتگذارن کي هن ملڪ جي سماج جي اصلاح لاءِ — جو مسلم سماج آهي — 'اسلامي نظريي' جي ماتحت ئي علم و فن جي آبياري ڪرڻ جڳائي، ڇا لاءِ تہ پيا نظريا هن ملڪ جي 'ضمير ۽ مزاج' جي موافق نٿا اچن. بقول حضرت مولانا عبيدالله سنڌي:

> "هن ملڪ ۾ انقلاب ايندو ۽ ضرور ايندو. پر اهو هن ملڪ جي ضمير مان پيدا ٿيندو. ان لاءِ ڪنهن بہ ٻاهرئين نظريي جي تقليد جي گنجائش ڪانہ آهي."

موجوده دور ۾، 'ضمير' جو مطلب ٿيندو، سماج جا اهي دانشور ۽ ذهين انسان — جي عمل ۽ ڪردار، اخلاق ۽ پاڪيزگيءَ جا مجسما آهن، جي باشعور آهن ۽ اهل نظر آهن — انهن جي فڪر ۽ ڪردار مان ئي 'انقلاب' پيدا ٿيڻو آهي، جو سچو پچو 'انقلاب' هوندو.

هائي ڏسڻو هي آهي تہ موجوده مسلم معاشري جي ڪيفيت ڪهڙي پد تي پهتل آهي؟ مولانا سنڌي ان سلسلي ۾ فرمائي ٿو:

”هي آکيرا جي اوهان ناهيا آهن، سي زماني جي هٿن کان ڪڏهن بہ بچي نہ سگهندا. توڙي جو اوهان انهن کي فلڪالافلاڪ ٿا سمجهو. اوهان جو تمدن، اوهان جي سماج، اوهان جو فن ۽ فڪر، اوهان جي سياست ۽ اوهان جي معاشرت، سڀ بيروح ہوتا بڻجي چڪا آهن. اوهان ان کي ’اسلامي تمدن‘ ٿا سڏيو، پر ان تمدن ۾ اسلام جي بوءِ بہ ڪانهي! اوهان مذهب جو نالو ونو ٿا، پر اهو مذهب رڳو اوهان جي ضد ۽ هٺدرمي جو نالو آهي. مسلمان ٿيڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ ’اسلام‘ کي سمجهو. هي ’اسلام‘، جنهن کي اوهان ’اسلام‘ سڏيو ٿا، سو تہ ’ڪفر‘ کان بہ بدتر آهي. اوهان جا امير جاه پرست آهن، حڪمران شهوات ۾ مبتلا آهن، غريب طبقي جا ماڻهو وهمن ۽ وسوسن ۾ گرفتار آهن، اوهان پاڻ کي جلدي سنڀاليو ۽ جلدي بدلايو، ورنہ زمانو اوهان جو ڪو نشان بہ نہ ڇڏيندو.“

مولانا سنڌيءَ جي گفتگو آهي ذرا تلخ ۽ تيز. ان تلخيءَ کي ڇڏي، اگر ڏٺو ويندو تہ آهي سو رهن آنا سچ!

اهڙي دور ۾، اسان جي اديبن ۽ فنڪارن جي ڪهڙي حالت آهي. هو سماج جي تعمير لاءِ ڪهڙو ’فن‘ پيش ڪري رهيا آهن. انهن جي فن ۽ فڪر ۾ ڪهڙا حيات آفرين قدر آهن؟ سماج جي اصلاح لاءِ وٽن ڪهڙو پيغام آهي؟ اگر غور سان ڏسبو، تہ پوءِ معلوم ٿيندو، تہ ڪٿي اسان جي ’فن ۽ فڪر‘ تي فرسوده خيالات قابض آهن، ڪٿي، شهوات ۽ جنسيات جي چسَ آهي. ڪٿي فحش گوئي ۽ حسن پرستي آهي، ۽ ڪٿي بوالهوسي ۽ خواهش پرستي جو رنگ غالب آهي، اهي ئي پراڻا قصا آهن، جي نون نون رنگن ۾ پيش ڪيا وڃن ٿا. سماج جي شعور ۽ اخلاق جي تعمير جي اصلاح لاءِ، اسان مان گهڻن وٽ لڪو آهي ’فن‘، نڪو آهي ’فڪر‘!

جنهن سماج جو پورو نظام حيات بيروح هجي، ان سماج جو دانشمند ۽ فڪري طبقو، جيڪڏهن ايتريقدر غلط، پاروٿي ۽ بي اثر فن ۽ فڪر ۾ مبتلا هوندو تہ پوءِ ان سماج جو واهي الله!

اهو سماج چند ڏينهن جو مهمان آهي. تاريخ جو انقلابي فيصلو ڪيس هڪ ڏڪ سان ناس ڪري ڇڏيندو. تاريخ اهڙن ڪيترن بي روح ۽ مقدس، ملمعساز ۽ مصنوعي معاشرن کي ختم ڪري چڪي آهي، جن جو نالو نشان بہ موجود ڪين آهي.

سچ پچ، تہ هن دور جي زندگيءَ ۽ موت جو سوال وابستہ آهي، دانشور طبقي سان. جن جي فن ۽ فڪر سان قوم ۾ صالح ۽ صحتمند انقلاب پيدا ٿي سگهي ٿو ۽ هيءُ مرده ۽ کوکلو سماج نہ فقط زنده ٿي سگهي ٿو، پر هڪ مثالي سماج بڻجي سگهي ٿو. ڪاش، اسان جا دانشور ڪجهہ سوچن ۽ ڪجهہ سمجهن!...... غ . م . گ .

(مهراڻ: نمبر ١، سال ١٩٦٤ع)

٢، ٣-١٩٦٤ع

## سنڌي جديد ادب

سنڌي جديد ادب ۽ ان جو مقصد ۽ افادي پهلو هر خيال سان توجهہ جي قابل آهن. اهو فن کي اهڙيون خصوصيتون رکي ٿو، جن ڏانهن اسان جي گهڻن دوستن جو ممڪن آهي تہ خيال نہ ويو هجي. افسوس اهو آهي تہ اڄڪلهہ هن فن جون رڳو اوڻايون ئي شمار ڪيون وڃن ٿيون، حالانڪ "عيب ِ مے جملہ بگفتي، هنرش نيز بگو" تي بہ خيال ڪرڻ گهرجي.

سنڌي جديد ادب جي لساني خصوصيت اها آهي جو منجهس زبان جي سلاست ۽ لطافت سان گڏ، هن ملڪ ۽ قوم جي تهذيبي ۽ ثقافتي روح ۽ مزاج جي ترجماني موجود آهي. پيو تہ هن ادب ۾ اصليت ۽ پنهنجائپ آهي. ان جا ڪردار، استعارا ۽ ڪنايا، سڀ هتي جي تاريخ ۽ تهذيب مان ورتل آهن؛ هرويرو ايران ۽ مغرب جي تقليد ڪانہ ڪئي ويئي آهي.

هن فن جي اها بہ خصوصيت آهي جو ان ۾ فنڪار جي ذاتي تجربي ۽ مشاهدي کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. رڳو پٽيل ۽ ڪٽيل، زنگ آلوده ۽ فرسوده فن کي ورجايو نٿو وڃي؛ نڪو ٻاهرين ۽ ڌارين استعارن سان اجنبي ۽ غيرمانوس ماحول پيدا ڪيو وڃي ٿو.

اها بہ هڪ تاريخي حقيقت آهي تہ هلندڙ دور ۾ اسان جي ڪلاسيڪي ادب مان سڀ کان اول ڪافي، وائي، بيت ۽ ڏوهيڙي کي جناب مخدوم محمد زمان صاحب 'طالب المولىٰ' نئين زندگي بخشي آهي. سندن فن ۾ تجديد ۽ اجتهاد جا ڪيئي سهڻا لمولا موجود آهن. ان سان گڏ اها بہ حقيقت آهي تہ اسان جي جديد ادب ۾ بہ ڪافي ۽ وائي، بيت ۽ ڏوهيڙي کي پيش ڪيو ويو آهي. ان جي هيئت ۽ اسلوب ۾ ڪابہ بيجا هٿچراند نہ ڪئي ويئي آهي.

جديد ادب ۾ خيال جي ندرت کي بہ وڏي اهميت حاصل ٿي چڪي آهي. خيال پراڻو هجي يا نئون، ان کي ڪڏهن جديد اسلوب ۾ ڀرايو وڃي ٿو، تہ ڪڏهن ڪيس هن نئين دور جي ڪنهن نئين مسئلي سان ملايو وڃي ٿو، ۽ ان ۾ ندرت ۽ تازگي پيدا ڪئي وڃي ٿي.

سنڌي جديد ادب جي سلسلي ۾ هڪ اهم ڳالهہ اها بہ آهي تہ ان جي پرک ۽ ڄاڻ لاءِ جي بہ معيار قائم ڪري سگهجن ٿا، اهي ڪي ڌاريا ۽ اڌارا نہ آهن؛ انهن جون پاڙون سنڌي ڪلاسيڪي ادب ۾ کتل آهن. جديد ادب وارن نہ فقط انهن سرچشمن سان پنهنجي فن جو ربط ۽ ڳانڍاپو قائم رکيو آهي، بلڪ ان ۾ پنهنجي زماني جي تقاضائن جي ترجماني بہ ڪئي آهي. فني حيثيت سان اها تجديد آهي، جا پائدار بہ آهي ۽ اصليت تي مبني بہ آهي. اهو ئي سبب آهي جو اڄ بيتن، ڏوهيڙن، ڪافين ۽ واين لکڻ وارا ڪامياب شاعر ٿورا آهن، جالاءِ تہ سندن فن کي پرکڻ وارا ماڻ ۽ توراڙا اڳيئي موجود آهن. انهن جي مقابلي ۾، ٻيءَ شاعريءَ،

غزل ۽ نظم جي سلسلي ۾ جو ڪجهه به لکيو وڃي ٿو، اهو پرکڻ کان سواءِ ئي قبول ڪيو وڃي ٿو، ڇالاءِ ته انهن جا ماڻ اسان جي ڪلاسيڪي ادب ۾ آهن ئي ڪين: اهي صنفون به ڏاريون ۽ اڌاريون آهن، ته انهن جا ماڻ ۽ ماپا به ڏاريا ۽ اڌارا آهن.

ان سلسلي ۾ موضوع ۽ مواد، اسلوب ۽ هيئت جي اصلاح ۽ تجديد سان گڏ، ڪن تجربن ۾ ڪجهه ابهام ۽ اجمال، پيچيدگيءَ ۽ پوليدگيءَ جي شڪايت به موجود آهي. ان لاءِ جديد فنڪارن کي رمزيت ۽ اشاريت جي مبهم ۽ مهمل استعمال کان بچڻ ضروري آهي.

ساڳيءَ ريت، ترائيل ۽ سانيٽ، نظم معرا ۽ آزاد نظم، جيڪي ادب جون ڌاريون صنفون آهن، انهن جا پڻ اسان وٽ ڪيئي سهڻا مثال پيدا ٿي چڪا آهن. ان فن جي مشق ۽ رياض کي ڏسي، اميد پيدا ٿي آهي ته ممڪن آهي ته مزيد ڏهن ٻارهن سالن اندر هن فن جو ڪو اهڙو سنڌي اديب ميدان ۾ اچي، جو فن جي تجديد ڪري، ۽ پنهنجي اجتهاد سان هنن صنفن کي ڪمال تائين پهچائي. ان سلسلي ۾ ڪي اهڙا مثال به پيدا ٿي چڪا آهن، جن ۾ فارسي عروض جا مختلف ارڪان ملائي، ڪي نوان تجربا ڪيا ويا آهن. في الحال چند مثالن کان سواءِ، هن قسم جي ڪاوش ايتري مقبوليت حاصل ڪري ڪانه سگهي آهي. ممڪن آهي ته اڳتي هلي اهي تجربا پنهنجيءَ جاءِ تي مستقل هيئت بنجن.

جديد ادب ۾ ترنم ۽ موسيقيت کي به شمار ڪيو وڃي ٿو. اسان وٽ جو راڳ آهي، اهو ساڳيو ڪلاسيڪي هندي فن آهي، جنهن کان اسان جا نوان اديب بيخبر ڪين آهن. اها ٻي ڳالهه آهي ته ادائگيءَ جي سلسلي ۾ البت اسان جا نوجوان اديب قاصر آهن. هڪ ته اڪثر طور تي اهي پنهنجي ڪافي ۽ وائي سنڌي راڳڻيءَ تي ڳائي نٿا سگهن، ۽ نڪو وري وٽن پنهنجي ڪلام کي اهڙيءَ طرح ڳارائڻ جا ڪي ذريعائي موجود آهن. ڪين پيو نه ته به جهونگارڻ جي حد تائين ئي مشق ڪرڻ گهرجي، ۽ سنڌي راڳ لاءِ علمي سطح تائين شناس ۽ واقفيت حاصل ڪرڻ گهرجي.

ان سلسلي ۾ اها شڪايت به جائز آهي ته اسان جي قومي ادارن مان خاص طور تي ريڊيو اسٽيشنن تي نوجوان ۽ جديد شاعرن جو ڪلام نشر نٿو ڪيو وڃي، ۽ نڪو ريڊيائي مشاعرن ۾ ڪين شموليت جي دعوت ڏني ٿي وڃي. ان ڪري سنڌن فن ۽ ان جي فروغ لاءِ ڪابه همه گير صورت پيدا ٿي نٿي سگهي. ان حالت ۾ انهن کي آفرين آهي جو هو سرڪاري نشريات جي عدم تعاون هوندي به مخلصانه طور خدمت ڪري رهيا آهن... -غ. م. گ.

[مهراڻ: نمبر ٢ ۽ ٣، سال ١٩٦٤ع]

# ادب جو تعميري منصب.

انسان ۽ ان جي زندگي پنهنجي مادي توڙي روحاني، ظاهري توڙي باطني، صوري توڙي معنوي خيال کان ارتقاپذير به آهن ته مختلف قسم جي واسطن ۽ ناتن ۾ جڪڙيل به آهن. علم ۽ فڪر جي هن موجوده دور ۾ رهندڙ انسان، لڪن سالن کان هلندڙ ايام جاهليت واري دور جي انسان کان گهڻو اڳتي وڌي آيو آهي. انسان جي زندگيءَ جو مقصد بلند آهي. انسان هن ڪائنات ۾ رب سماوات والارض جو نائب، خليفو ۽ جانشين آهي؛ دانش ۽ شعور جي صلاحيتن جي ملڻ ڪري، ڪيس 'احسن تقويم' جو تاج پهرايو ويو آهي؛ 'ڪرّمنا بني آدم' چئي، انسان جي تڪريم ۽ عظمت کي ظاهر ڪيو ويو آهي؛ 'سخرلڪم مافي السّماوات والارض' چئي، انسان کي تخسير ڪائنات جو ڏس ڏنو ويو آهي. سندس اخلاقي ۽ اصلاحي پهلوءَ جي تعمير ۽ تشڪيل جي سلسلي ۾، ڪيس "معروف ۽ منڪر" جو علم ڏنو ويو آهي. 'فالهمها فجورها و تقواها' چئي، ڪيس غلط ۽ صحيح، جائز ۽ ناجائز جي تميز سيکاري وئي آهي. انبياءِ ڪرام جي سلسلءِ رشد و هدايت جي تڪميل تي، 'ويزڪيهم ويعلمهم الڪتاب و الحڪمة' جي بشارت سان، نفس جي پاڪائيءَ ۽ ڪتاب جي علم ۽ حڪمت جي چاڻ جو ذريعو رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي ذات گرامي بڻائي وئي آهي.

رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن لاءِ ڪارلائل چوي ٿو:

"پاڻ هڪ شعلءِ هدايت آهن، جي هن خاڪدان عالم تي نازل ٿيا، ۽ ڪفر ۽ باطل جي خس و خاشاڪ کي جلائي خاڪ ڪري ڇڏيائون.

ان طرح، روسو جي چوڻ موجب:

"سندن وڏو ڪارنامو اهو آهي جو پاڻ انسان جي انفرادي اصلاح ۽ آزاديءَ کي برقرار رکيائون، ۽ پنهنجي مصلحن جي مقابلي ۾، فرد جي اصلاح تي زور ڏنائون."

اقبال چيو آهي:

"ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته پاڻ قديم ۽ جديد دورن جي وچ تي تشريف فرما ٿيا. قديم دور جي اصلاح فرمايائون ۽ جديد دور لاءِ 'شاندار مستقبل' جي راهه هموار ڪيائون."

ان مان صاف ظاهر آهي ته علم ۽ فلسفي، حڪمت ۽ عمرانيات جي هر پهلوءَ تي 'اسلام' هڪ جامع ۽ بصيرت افروز نصب العين پيدا ڪيو آهي، ۽ رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن هڪ اهڙي جامع ۽ همه گير معاشري جي تعمير لاءِ مبعوث ٿيا، جو قديم ۽ جديد نظامن تي حاوي به آهي، ۽ ٻنهي دورن جي مثبت ۽ ترقي پسند قدرن جو جامع به آهي. اهوئي نظام آهي، جنهن جو فڪري انقلاب، علم ۽ سائنس جي دنيا کي، برهمن ازم جهڙي محدود دائري

مان ڪيڏي خلا جي سير ۽ تسخير لاءِ آماده ڪري چڪو آهي. اي ڪاش، اسين ان پيغام کي سمجهي سگهون، ۽ علم ۽ فڪر جي عالم ۾ انقلاب انگيز ۽ اصلاح پسند نظام پيدا ڪري سگهون.

مختصر لفظن ۾، 'تسخير ڪائنات' انساني حيات جو مقصد آهي، ۽ علم ۽ فڪر، سائنس ۽ فلسفو، دين ۽ مذهب، انساني صلاحيتن جي تشڪيل ۽ تعمير جي سلسلي ۾ ذريعا ۽ وسيلا آهن، جن کان بي نياز رهي، ڪو به معاشرو اجتماعي نظام کي قائم ڪري نٿو سگهي. سادن لفظن ۾ ائين چئجي ته 'اسلام' صحتمند قدرن، عمراني ۽ اجتماعي اصولن جو حامل به آهي، ۽ انسان کي هر نئين موڙ تي اڳتي وڌڻ جي تعليم به ڏئي ٿو: سائنسي توڙي سماجي، لون مسئلن جي ڇنڊڇاڻ ۽ تحليل لاءِ آماده ڪري ٿو، ۽ انسان کي انفس ۽ آفاق جي تسخير ۽ مطالع لاءِ بهترين تعليم ڏئي ٿو.

ان سلسلي ۾ جي نيڪ ۽ روشن ضمير فرد پيدا ٿين ٿا، انهن کي، مختلف علمن ۽ فنن جي نسبت سان، اديب ۽ شاعر به چيو ويو آهي، عالم ۽ عامل به، ته فلسفي ۽ سائنسدان به. اهي سڀ، پنهنجي حال آهر ۽ پنهنجي فني دائري اندر، انسان جي فڪري تعمير ۽ تسخير ڪائنات لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن.

اگر شاعر کي 'تلاميذالرحمان' چيو ويو آهي ۽ شاعريءَ کي 'جُزو ويست از پيغمبري' سڏيو ويو آهي ته اهو به ان لقطءنظر سان. ان طرح، قرآن ڪريم سائنسدانن لاءِ 'عالم' لفظ استعمال ڪيو آهي. هدايو ويو آهي: 'اِنّما يخشي الله من عباده العلماء'. حڪمت کي 'الحڪمة ضالة المومن' چيو ويو آهي، ۽ حڪمت مان جا سُنت مراد ورتي وئي آهي، سا به وسيع ۽ همه گير مطلب تي حاوي آهي.

ان سلسلي ۾ 'اديب' لفظ اچي ٿو. لغوي حيثيت سان ان جي حيثيت ڇا به هجي، پر رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جنهن جامعيت سان ان لفظ جو تعبير فرمايو آهي، اهو هر خيال کان جامع آهي. پاڻ (صلي الله عليه وسلم) فرمائين ٿا:

آدبني رَبّي، فَاَحسَنَ تَاْدِيْبِي.

يعني، "منهنجي ربّ مون کي ادب سيکاريو آهي، ۽ تمام سهڻي تاديب ڪئي آهي." تاديب جو مطلب حيات ۽ ان جي مظهر جو ڪامل ۽ جامع مثال، ادب سان سينگاري پيدا ڪرڻ، جنهن کي مادّب چئجي ٿو. ان لاءِ چيو ويو: "لقد ڪان لڪم في رسول الله اسوة حسنه." بيشڪ اسان لاءِ رسول الله جي ذات عمل جي لاءِ مثالي حيثيت رکي ٿي. منهنجي خيال ۾ ادب ۽ اديب، تاديب ۽ مادّب جي اها تعريف، لغت جي تعبير کان وڌيڪ صحتمند ۽ تقليد جي لائق آهي.

ان سلسلي ۾ حضور ڪريم جن پنهنجي امت جي عالمن کي بني اسرائيل جي پيغمبرن جي مثال سان ياد فرمايو آهي. اتي اچي علم ۽ ادب، عالم ۽ اديب، هڪ اهڙو متحد وجود بنجن

ٿا، جن جو تعبير هڪ ئي وحدت تي ختم ٿئي ٿو. اهو اديب گويا عالم به آهي، حڪيم به آهي، فلسفي به آهي، سائنسدان به آهي، شاعر به آهي، معمار به آهي، مصلح به آهي، عالم باعمل به آهي ۽ صاحب دل به آهي.

ان خيال کان اديب جون ذميداريون ۽ جوابداريون، بني اسرائيل جي پيغمبرن وانگر فرمايون ويون. ان ۾ انفرادي فضيلت سان گڏ اجتماعي فضيلت به بيان ڪئي وئي آهي. هڪ ئي انسان پنهنجي وحدت ۾ ڪثرت کي جمع ڪري ٿو.

هن تمهيد ۾ مون قرآن ۽ حديث جي تمام مختصر ۽ اجمالي تعليم کي پيش ڪيو آهي. ان سان منهنجو مقصد ڪنهن مذهبي مسئلي کي بيان ڪرڻ نه آهي، پر ٻڌائڻو فقط اهو آهي ته اسلام ۽ ان جي حڪمت آفرين تعليم ۾ هڪ فرد جي حيثيت ڪهڙي آهي، ۽ خاص طرح سان هڪ اديب ۽ عالم جي تعريف ڇا آهي، ۽ ان جي انفرادي عظمت ۽ اجتماعي ڪارڪردگيءَ جو مقصد ڇا آهي، ۽ ان جي عمل جو دائرو ڪيترو نه وسيع آهي.

اهو اديب، گويا مبلغ ۽ مصلح بہ آهي، فلسفي ۽ حڪيم بہ آهي، عارف ۽ صوفي بہ آهي، عالم ۽ مجاهد به آهي، شاعر ۽ خطيب به آهي. ان جامعيت واري شخصيت کي ئي اديب سمجھڻ گھرجي.

ان کان پوءِ، 'اديب' جو دائرهٔ عمل ڏسڻ گھرجي.

اهو 'اديب'، جو مصلح ۽ مبلغ نہ آهي، اهو پنهنجي ذميدارانہ حيثيت کان غافل آهي. هو زندگيءَ جي ارتقا کان ۽ حيات جي تغيّر کان اڻواقف آهي. ان جي دنيا، گويا هن هنگامہ خيز عالم کان ٻاهر آهي. سندس غور ۽ فڪر جون صلاحيتون، گويا صحيح نموني ۾ استعمال نٿيون ٿين. هو زنگ آلود ۽ بي بهبود خيالن ۽ خوابن ۾ رهي ٿو. سندس دماغ ۽ قلم، تحرير ۽ تقرير جي حيثيت ڪاغذي گلن جهڙي آهي، جي ڏسڻ جا تہ سهڻا ۽ جاذب نظر ڇئي ٿا سگھجن، پر منجهن نہ حقيقي حسن ۽ رنگ آهي ۽ نہ خوشبو ۽ دلڪشي. اهڙو 'ادب'، رڳو ڏسڻ جهڙو تہ آهي، پر ڪاغذي گلن وانگر، دماغ جي طراوت، دل جي سُرور ۽ فڪر جي تازگيءَ لاءِ نہ آهي. اهڙي مصنوعي ۽ بيرنگ، بيروح ۽ بي مقصد ادب مان نہ ذهن ۽ فڪر کي روشني ملڻي آهي، ۽ نڪا تابندگي ئي حاصل ٿي سگھي ٿي.

اسان وٽ 'ادب' جو مفهوم، ڪن نقادن جي چوڻ وانگر، رڳو 'تنقيد حيات' نہ آهي، پر ان سان گڏ 'تعبير حيات' ۽ 'تعمير حيات' بہ آهي.

رڳو تنقيد سان زندگيءَ جي هنگامہ خيز ماحول مان گندگيءَ ۽ عفونت کي تہ ڳولي سگھجي ٿو، پر اديب جو رڳو اهو فرض نہ آهي تہ هو ڳجهن ۽ ڪٽن وانگر رڳو گندگيءَ ۽ ڍونڍ جي تلاش ۾ حيران ۽ سرگردان رهي. 'اديب' جي جوابداري اها بہ آهي تہ هو ان

گندگيءَ کي ناس ڪرڻ سان گڏ، ڪا پاڪيزگي ۽ تازگي بہ پيدا ڪري، ۽ ذهن مان عفونت ۽ مردگيءَ کي تڙڻ کان پوءِ، منجهس آسودگي ۽ فڪري صلاحيت کي بہ روشن ڪري.

هاڻي اهو سوال ٿو پيدا ٿئي تہ اهو ڪيئن ٿي سگهندو؟ جواب هي آهي تہ اهو ڪم اهو 'اديب' ڪري سگهي ٿو، جو 'تعبير حيات' مان واقف آهي.

ان سلسلي ۾ سون ٽي مرحلا پيش ڪيا آهن: 'تعبيرحيات'، 'تنقيد حيات'، ۽ 'تعمير حيات'.

سڀ کان اول حيات جي 'تعبير' جو مرحلو آهي. ان ۾ هرهڪ دانشمند اهو سوچي ٿو تہ زندگي ڇا آهي؟ ڪائنات ڇا آهي؟ حيات ڇا، ۽ ممات ڇا؟ زندگيءَ جو مقصد ڪهڙو آهي؟ انسان جو هن ڪائنات ۾ مقام ڪهڙو آهي؟ انسان کي هت ڇا ڇا ڪرڻو آهي؟ هن ڪارگاهِ حيات ۾ ڪهڙي جدوجهد ڪرڻي آهي؟ ان مسئلي تي سوچڻ سڀ کان پهريون فرض آهي. خودشناسي ۽ خداشناسيءَ جا جوهر ان غور ۽ فڪر مان پيدا ٿين ٿا، ۽ هن ڪائنات کي ڪو تعبير ملي ٿو. هيءَ ڪائنات ائين بي مقصد ۽ بي معنيٰ ٿي رهجي وڃي، پر ان ۾ ڪو فهم ۽ روح پيدا ٿئي ٿو. ان روح ۽ معنيٰ جي تلاش ۽ معرفت بہ تعبير ۾ داخل آهي. ان ڪري، قرآن، انفس ۽ آفاق جي تسخير ۽ مطالعي لاءِ تاڪيد ڪيو آهي.

ان کان پوءِ، 'تنقيد' جو مرحلو آهي. ان ۾ دانشمند، زندگيءَ جي عفونت انگيز ڍير تي نگاهہ وجهي ٿو. باريڪ ۽ ڪثيف غلاظت کي ڏسي ٿو. انسان دشمن نظام جي هرڪڙيءَ کي جاچي ٿو. ظلم ۽ استبداد، باطل ۽ بي انصافيءَ کي پرکي ٿو. مذهب ۽ قانون جي هر دائرهٔ نفاذ ۾ جهاتي پائي نهاري ٿو. دنيا جي هر اِزم ۽ دستور کي پڙهي ٿو. انهن جا اصول ۽ تاريخي اسباب ۽ محرڪات پرکي ٿو. تاريخ جي مختلف دورن ۾ پيدا ٿيندڙ نتيجن کي پنهنجي ذهن ۽ قلب ۾ جمع ڪري ٿو. علم ۽ فن جي هرنئين انڪشاف ۽ عملي سائنس جي هر نئين اختراع ۽ ايجاد ۾ غور ڪري ٿو. حڪمت ۽ فلسفي جي پوري تاريخ پڙهي ٿو، انهن جي ڇنڊڇاڻ ڪري ٿو، انهن کي سماجي ۽ عمراني مطالبن ۽ مصلحتن جي ڪسوٽيءَ تي پرکي ٿو، ۽ ڪي مثبت معيار ۽ نتيجا قائم ڪري ٿو ۽ منفي اثرات جي نشاندهي ڪري ٿو. ان سلسلي ۾ هو ڪجهہ پڙهي ٿو ۽ ڪجهہ لکي ٿو، پوءِ اهو نثر هجي يا نظم، تقرير هجي يا تحرير.

آخر ۾ حيات جي 'تعمير' جو مرحلو آهي. ان ۾ دانشمند لاءِ اول انفرادي ۽ پوءِ اجتماعي تعمير ڪرڻي آهي. اول پنهنجو جائزو وٺڻو آهي؛ پنهنجي علم ۽ عمل، حال ۽ ڪردار کي نهارڻو آهي، ان جي اصلاح ڪرڻي آهي، دل ۽ دماغ جي پختگي ۽ صفائي ڪرڻي آهي، علم کي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻي آهي، ۽ علم ۽ فن جي جديد ۽ قديم ذخيرن کي مطالع ڪرڻو آهي. ان کان پوءِ، دانشمندانہ نتيجن جي روشنيءَ ۾، هن ڪائنات جي تعمير لاءِ، ارتقا ۽ تسخير لاءِ جدوجهد ڪرڻي آهي. الله جي ڏنل پروگرام موجب، ڪائنات کي سنوارڻو

۽ سينگارڻو آهي، ان ۾ دلڪشي ۽ دلبري پيدا ڪرڻي آهي؛ ان ۾ رنگ ۽ نقش پرڻو آهي؛ ان جي تخليقي انتشار ۽ ظاهري بي‌ترتيبيءَ ۾، جي تضاد نظر اچن ٿا، تن ۾ تطبيق پيدا ڪرڻي آهي؛ ان جي منجهيل مسئلن کي سلجهائڻو آهي؛ ان جي قديم دور کان جديد تائين، هڪ جامع تعبير، هڪ زنده تاويل، ۽ هڪ جاندار ربط پيدا ڪرڻو آهي. ان طرح اهو محسوس ڪرڻو آهي ته

زمانہ ايک، جهان ايک، کائنات بهي ايک،
دليلِ کم نظري، قصہء جديد و قديم!

ان طرح، جديد ۽ قديم جي زماني ۽ فڪري تقسيم کي ڪم نظريءَ جو دليل سمجهي، هڪ اديب ۽ مصلح، آفاق گير ٿي وڃي ٿو، ۽ سندس غور و فڪر، عمل ۽ حرڪت، بلڪ هڪ اشارو ۽ هڪ حرف به هن ڪائنات لاءِ هڪ معروف ۽ هڪ حڪم بنجي وڃي ٿو، ۽ ڪائنات لرزه بر اندام رهندي چوي ٿي:

عروجِ آدمِ خاکي سے انجم سهمے جاتے هين،
کہ يہ ٹوٹتا هوا تارا مہ کامل نہ بن جائے!

ان قسم جو 'اديب'، جنهن 'تنقيد' ۽ 'تعبير' ۽ 'تعمير' جا ٽيئي مرحلا طئي ڪيا آهن، ان کي ئي آفاقي ۽ عالمي شعور جو انسان چيو ويندو، ۽ اهو انسان ئي صحيح معنيٰ ۾ 'اديب' چئي سگهبو. ان جي ڪاوش ۽ فن کي ئي صحتمند سڏي سگهجي ٿو. اهو ئي عالم ۽ عارف آهي، شاعر ۽ خطيب آهي، مفڪر ۽ مصلح آهي. ان جي تحرير 'پيغام' آهي، ان جو ڪلام روح آفرين آهي، ان جو فن صحتمند آهي؛ باقي، جي 'ناقص' آهن، تن جي فن جي حيثيت ڇا، ۽ افاديت ڇا؟

زندگيءَ جي ڪارزار ۾ ان قسم جا ماڻهو به گذريا آهن يا نه؟ تاريخ جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ گهرجي. پنهنجي تاريخ ۾ 'ادبني ربّي' فرمائيندڙ پيغمبر ۽ سندن ساٿي ۽ شاگرد تاريخ جو مثالي ڪردار آهن، جن جي زندگي باشعور ۽ بامقصد هئي، عظيم جدوجهد ۾ هئي، سرتاپا جهاد هئي، اخلاق جو پيڪر ۽ صالحيت جو نقش هئي. انهن ثابت ڪري ڏيکاريو ته هڪ مومن ۽ هڪ اديب، ان تحريڪ سان وابستہ فرد، هڪ اسلام پسند انسان، ڪڏهن به، ڪٿي به، ڪنهن به صورت ۾، نڪو باطل سان نهندو ۽ نڪو حق کي ڇڏيندو. غلاميءَ ۽ عاجزيءَ کان بيزار، ذلت ۽ عذاب کان آزاد، قدرت جي لعنت ۽ نفرت کان محفوظ، هڪ وحدت سان وابستہ ۽ هڪ وحدانيت سان واڳيل، هڪ تعبير ۽ حقيقت سان واڳيل، بااخلاق، مصلح، مبلغ ۽ پيغمبرانہ اوصاف سان سينگاريل، يعني بنده مولا صفات!

هي ان دور جي ڳالهہ آهي، جڏهن صحيح نموني ۾ اسلام ۽ ان جا اصول عملي زندگيءَ ۾ حرڪت پذير رهيا. ان دور ۾ لکي عقيدن ۽ لفظي تعبيرن جي اختلاف تي فرقا ٺهيا، نڪي

گروهبنديون ۾ورهائيندڙ، ۽ نڪي انسان کي بت بڻائي پوڄيو ويو. هڪئي مراد هئي — فرد جي اصلاح ۽ اجتماعي فلاح!

ان دور جي هڪ لفظي تصوير پيش ڪندي، علامه مشرقي هڪ هنڌ لکي ٿو:

”ان دنيا جي آخري پيغمبر جي سيرت تي اگر ڪو غور ۽ فڪر نتيجه خيز ٿي سگهي ٿو ته پوءِ ان ڳالهه تي غور ڪريو ته نبي ڪريم جي تعليم ڪهڙي هئي؟ سندن دين ۽ ان جو نصب‌العين ڪهڙو هو؟ سڀ ماڻهو — هندو، سک، عيسائي، پارسي، ٻڌ، وغيره — زندگيءَ ۽ ان جي حقيقت، انسان ۽ ان جي مقصدِ حيات جي ڳجهارت سڄي عمر گنوائي چڪا آهن. هو چون ٿا ته سندن مذهب سچو آهي. سڀ ان فرضي اطمينان ۾ مست آهن ته سندن چيل ڳالهه درست آهي. ان جي مقابلي ۾، جهڙي نبي ڪريم جي سيرت ڪامل ۽ اڪمل آهي، اهڙي مثالي زندگي ٻي ڪانه آهي. سندن سيرت جو خط و خال موجود، هر حرف ۽ هر لفظ واضح، سندن هر عمل تاريخ جي ورق تي محفوظ آهي. ان طرح، سندن ساٿين جا ڪارناما قرون اوليٰ جي عملي زندگيءَ ۾ روشن آهن. هو ساري دنيا تي غالب رهيا ۽ فاتح رهيا. قرآن جي ورق ورق جي تعليم اها آهي ته مال ۽ جان سان باطل جي خلاف جنگ لڙي وڃي. ظلم ۽ استبداد جي خلاف علم سان ۽ قلم سان، بلڪ ترار سان جهاد ڪيو وڃي. نبي ڪريم جن باطل جي خلاف جنگ کي عبادت قرار ڏنو آهي. جنگ جي ميدان جي فضيلت ٻڌائيندي، فرمائين ٿا: ’جنگ جي ميدان جي هڪ رات، ستر ورهين جي عبادت جهڙي آهي.‘ قرآن ۽ حديث ۽ تاريخ جي انهن پڌرين شهادتن کان پوءِ، ڪو آهي جو چوي ته ’دين‘ هڪ معمّو آهي! اڄ اوهين اختلاف راءِ پيدا ڪريو ٿا، فرقيبنديون پيدا ڪريو ٿا، جهاد ۽ جدوجهد کان گسايو ٿا. ان سان گڏ چئو ٿا ته اسين حق پرست آهيون ۽ اسان جو دين عالم آرا آهي! ذلت ۽ لعنت انهن قومن تي ٿي اچي، جن ۾ نه جهاد آهي ۽ نه جدوجهد: جي باطل جي خلاف نڪا حرڪت ٿا ڪن، نڪو عمل! اسان سان جڏهن لچڻ ويا، تڏهن عزت ۽ عظمت وئي، فتح ۽ نصرت وئي، غلبو ويو، ۽ سڀڪجهه ويو. گويا جدوجهد ۽ جهاد کي ڇڏڻ، اسلام کي ڇڏڻ جي برابر ٿيو.“

هي آهي ان دور جي لفظي تصوير ۽ موجوده اسان مسلمانن جو عمل ۽ رد عمل! ان تصوير موجب، موجوده شاعرن ۽ اديبن جو حال ڪهڙو آهي؟ انهن جي جدوجهد جو رخ ڪيڏانهن آهي؟ ظلم ۽ استبداد جي خلاف، يا تائيد ۾؟

ان کان پوءِ، علامه مشرقي آخر ۾ هڪ تنبيهه ڪئي آهي، جنهن ۾ اسان سڀ اچي وڃون ٿا:

”تاريخ شاهد آهي ته ڪن سوَن ورهين کان صحيح اسلام کي مشڪل سمجهي،

پنهنجي طرف کان اسان آسان اسلام گهڙيو آهي. ان تي عمل ڪري، هائي ڪو هتي جو ثواب تو ملي ۽ نڪو آخرت جي نجات! قرآن جي ورق ورق تي جدوجهد ۽ جهاد، عمل ۽ حرڪت جي تعليم موجود آهي؛ باطل جي خلاف جنگ ۽ جدوجهد جو حڪم آهي. ڇا انهن چٽين هدايتن هوندي، پين ماڻهن جي طرفان ٻڌايل 'مومن' جي تعريف سان اوهان جي دل کي ڪا تسلي به ٿئي ٿي؟ ڇا، الله جي ڪلام جي هوندي، خدا قيامت جي ڏينهن تي ڪن پين ماڻهن جي سَنَد تي اوهان کي مومن قرار ڏيئي سگهي ٿو؟... عمل ۽ جهاد کي ڇڏي، ڪن غلط ماڻهن جي غلط سَنَد تي، اوهان سمجهيو آهي ته اسلام صرف چند شرعي مسئلن، وضع قطع، عقيدن، قولن يا حد کان وڌيڪ عبادت جي مجموعي جو نالو آهي، ان ڪري اوهين هٿ تي هٿ رکيو ويٺا آهيو! ياد رکو، اگر مذهب اختيار ڪرڻ جي مدّعا آهي آخرت جي نجات، ته پوءِ اوهين اهڙين پسند ڪيل سولين ڳالهين تي لڳي، خدا جي نظرن ۾ 'مسلمان' ٿي نٿا سگهو." ("عسڪري زندگي"، ٢٩-مئي، ١٩٣٦ع).

اڄ هن دور ۾ ضرورت آهي ته اسان جا اديب حضرات دين جي مفهوم کي ۽ ان جي تحت ادب جي انقلاب انگيز تعبير کي سمجهن، علم ۽ فڪر جي جديد ۽ قديم ذخيرن جي ڇنڊڇاڻ ڪن، ۽ موجوده زندگيءَ کي مٿي عرض ڪيل ٽن مرحلن ۾ ورهائي مطالع ڪن — تعبير، تنقيد ۽ تعمير تي غور ڪن. اول اهو سمجهن ته هيءَ حيات ۽ ڪائنات ڇا آهي ۽ ڇو آهي، ان ۾ انسان جو مقام ڪهڙو آهي؟ پوءِ ته موجوده انساني سماج ۾ خرابي ڪهڙي آهي، ۽ ڪٿي آهي؟ ٿيون ته ان جي تلافيءَ ۽ تعمير جا ڪهڙا اسباب ۽ اصول ٿي سگهن ٿا؟

بس، اهو آهي اڄڪلهه جي اديبن، دانشورن ۽ عالمن جو ڪم... غ. م. گ

[مهراڻ: نمبر ٣، سال ١٩٦٣ع]

اڃا نو منجهاء، ڪڪ ڇڏي رت نڪري،
مُنْهَن ۾ معشوقن جا، ڪيئن جهليندي گهاء،
ته پو ڪچاڙياء، ٿو سڪڻ جون سڌون ڪرين.

---

پتنگن پهه ڪيو، ميڙيا متي مچ،
ڏسي لهس نه لڇڪيا، سڙيا متي سچ،
ڪيچيئن سندا ڪچ، ويچارن وڃائيا.

---

هو چوني تون م چئو، واتئون وراڻي،
آڳڻ آڳرائي جو ڪري، خطا سو ڪائي،
پاند ۾ پائي، وِيو ڪيني وارو ڪين ڪي.

---

چڱا ڪن چڱايون، مدايون مٺن،
جو وڙ جڙي جن سين، سو وڙ سي ڪن.

— لطيف

# «مهراڻ» جا موتي

(١٩٥٥ع-١٩٦٤ع)



حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم، قرآن شريف، حديث شريف، عهدنامه قديم، لقمان عليه السلام، سليمان عليه السلام، عيسيٰ عليه السلام، ڪنفيوشس، ڪرشن، گوتم ٻڌ، اپنشد، گيتا.

حضرت ابوبڪر رضه، حضرت عمر رضه، حضرت عثمان رضه، حضرت علي رضه، ابوذر غفاري رضه، امام حسين رضه، عمر بن عبدالعزيز رحه، مامون الرشيد، غوث اعظم رحه، ابوحنيفه رحه، امام غزالي رحه، امام رباني رحه، شاهه لطيف رحه، نظام الدين اوليا رحه، اڪبر اعظم.

جالينوس، اقليدس، بزرجمهر، بقراط، افلاطون، ارسطو، سقراط، بوعلي سينا، مولانا رومي رحه، عمر خيام، سعدي رحه.

اتاترڪ، جمال الدين افغاني، مولانا عبيدالله سنڌي، قائداعظم، علامه مشرقي، علامه اقبال، مولوي عبدالحق، ابوالڪلام آزاد، علامه عبده مصري، سيد سليمان ندوي، خوشحال خان خٽڪ، نذرالاسلام، مرزا ترسون زاده.

فيلڊمارشل محمد ايوب خان، علامه آءِ. آءِ. قاضي.

ٽئگور، تلڪ، گانڌي، جواهرلال نهرو، ايم. اين. راءِ، سوامي وويڪانند، ڪانٽ، گوئٽي، وڪٽر هيوگو، ايمرسن، ايڊيسن، ڪالرج، اسٽينلي، ڪارلائل، رسڪن، لينن، برنارڊشا، اسپنسر، فرينڪلن، لانگ فيلو، ڊاٻسن، ڊڪن، مارٽن، بيڪن، شيڪسپيئر، گورڪي، ٽالسٽاءِ، اسٽالن، بسمرڪ، ميڪالي، واشنگٽن، جيوبرٽ، رسيل، ماريسن، وليم ڊارگن، البرٽ هبارڊ، ڪپلنگ، والٽيئر، مارشل، پوپ، ٽامس، چالڊ، رزويلٽ، ميري ڪيوري، ڊيوڊ جوڊ، لين يو تانگ، پال رچرڊ، سمائيل، خليل جبران، رابرٽ برنس، هينري برٽن، ٿامس ڪيمپن، آئزڪ نيوٽن، راجرس، سينٽ پال، مائوزي تنگ، سڊني سمٿ، فرانسس، ملٽن، ڊسرائيلي، ابرهام لنڪن، روسو، ناگوچي، ساروڪن، اليٽ، آلبرٽ، ڊيڊرائٽ.



"زندگي فرد جو پيو نالو آهي، ۽ فرد جي سڀ کان اعليٰ صورت خودي ۽ آنا آهي. انسان اجا تائين فردِ ڪامل جي درجي تائين نہ پهتو آهي. فرد جيتريقدر خدا کي ويجهو هوندو، اوترو ڪامل هوندو. پر الاهي قرب جو اِهو مطلب نہ آهي تہ انسان خدا جي ذات ۾ فنا ٿي وڃي، بلڪ ان جو مقصد اهو هئڻ گهرجي تہ هو خدا جي جمال ۽ ڪمال، جلوي ۽ جلال کي پاڻ ۾ جذب ڪري وٺي. ان طرح، حيات ان ترقيءَ جو نالو آهي، جا ڪائنات کي پاڻ ۾ جذب ڪري سگهڻ جي حرڪت رکي ٿي...

"جڏهن حيات يا خودي مشڪلاتن تي غالب ٿي اچي، تڏهن گويا اها 'جبر' جي قيد مان نڪري، 'اختيار' جي مقام تي پهچي وڃي ٿي.

"شخصيت مان مراد آهي مسلسل جدوجهد ڪندڙ اها ڪيفيت، جا انسان جي فڪر ۽ نظر ۾ روشن ٿئي ٿي: ۽ تسلسل ۽ جدوجهد جو خاتمو معنيٰ شخصيت جو موت. ان لاءِ، فرض آهي تہ هرڪا شخصيت ان بي بها جوهر کي هردم سرگرم رکي، ۽ اهڙو عمل ڪري، جو خوديءَ جي ترقيءَ جو سبب بڻجي. اهوئي مذهبي اصطلاح ۾ عمل صالح آهي.

"جا شي شخصيت کي جدوجهد لاءِ ولولہ انگيز جنون ٿي بخشي، اها اصل ۾ چڱي تہ کيس دائمي بقا جي حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ڪري. پر جا شي شخصيت کي هيڻو ۽ بيڪار ٿي ڪري، اها بُري آهي، توڙي جو ان ۾ بہ ڪو عمل ۽ ڪا حرڪت هجي— ان کي ئي غيرصالح عمل سڏجي ٿو.

"گويا، اسان جي شخصيت هن پوريءَ ڪائنات جي سموريءَ موجودات لاءِ چڱائيءَ ۽ بُرائيءَ، خير ۽ شر، حسن ۽ قباحت جي ڪسوٽي آهي. مذهب ۽ اخلاق، فن ۽ آرٽ سڀ جا سڀ انهيءَ ئي هڪ ڪسوٽيءَ تي پرکي سگهجن ٿا." — علامہ اقبال رحہ.

# مهراڻ جا موتي

١-١٩٥٦ع

● ”استبداد ۽ ظلم جي بقا ۽ جٽاءَ لاءِ ضروري آهي ته عوام کي جاهل رکجي، ۽ کين وهم ۾ مبتلا ڪجي. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ مذهب جي اوٽ ۾ لڪل، غلط مذهبي پيشوائن ۽ جاهپسند پيرن ۽ اميرن کي استعمال ڪيو ويندو آهي. جڏهن عام ماڻهو سمجهه ۽ سوچ کان محروم ٿي ويندا آهن، تڏهن استبداد ۽ ظلم پوريءَ طرح زور وٺندو آهي، ۽ ويچارو عوام اڪيون ٻوٽي هلڻ شروع ڪندو آهي. پوءِ جيئن پتنگن کي باهه ۾ سڙڻ کان روڪڻ سولو ڪم نه آهي، تيئن انڌن ۽ ٻوڙن تي مشتمل هڪ وڏي گروهه کي ظلم ۽ ملوڪيت جي باهه ۾ سڙڻ کان روڪي سگهڻ ناممڪن آهي.

بصيرت ۽ بصارت کي ته ائين تباهه ڪيو ويندو آهي، پر جسم کي تباهه ڪرڻ لاءِ وري رزق جي وسيلن تي قبضو ڪيو ويندو آهي، ۽ عوام کي فاقن ڪڍڻ تي مجبور ڪري، سست ۽ ڪاهل، بزدل ۽ ڪمزور بڻايو ويندو آهي. اهڙي وقت ۾ ظلم پوريءَ طرح قوم کي غلام بڻائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي، ۽ پنهنجي رعيت جي دلين ۾ هيءَ ڳالهه پڪيءَ طرح ويهارڻ ۾ ڪامياب ٿيندو آهي ته:

’حقن جي طلب ڪندڙ باغي آهن، ۽ پنهنجو پاڻ اسان جي آسري ۽ زباني گهنترين ۽ ڏتن تي ارپڻ ڪندڙ وفادار آهن. ذهين ۽ عقل وارا ۽ اسان جي حرڪتن کي سمجهڻ وارا بيدين ۽ لامذهب آهن؛ پر اسان سان ها ۾ ها ملائيندڙ، اوباش ۽ عياش، بيضمير ۽ خوشامدڙيا، ديندار ۽ مذهبي، سچا ۽ ايماندار آهن. غيرت، فتنو آهي، ۽ خودداري سرڪشي آهي. آزاديءَ جي طلب، حماقت آهي، ۽ انسانيت، حيوانيت آهي. مڪاري، دانائي آهي ۽ چاپلوسي اخلاق آهي. تدبر، ”نفاق“ آهي ۽ نفاق ”عقل“ آهي!؟“ — ڪائونٽ.

● ”وهمي ماڻهوءَ جي دنيا ئي وهمي آهي. هو ويچارو اهڙيءَ دنيا ۾ ٿو گذاري، جنهن کي نه ڪنهن ڏٺو آهي، ۽ نه ٻڌو آهي؛ نه ان جو ڪو وجود آهي، ۽ نه ان کي معلوم ئي ڪري سگهجي ٿو: وهمي ماڻهو مرگهيءَ جي بيمار وانگر هميشه ٿڙندو ۽ ٿاٻڙندو وتندو آهي. ڪير به چئي نٿو سگهي، ته ڪيس ڇا مليو، ۽ ڪانئس ڇا ويو؟“

— جمال الدين افغاني.

● "وقت جا برقي گهوڙا، غيب جي قوتن هٿان چابڪ کائيندا، اسان جي قسمت جي مختصر گاڏيءَ کي اسان جي چوڻ کان سواءِ ئي اڳتي — تيئن اڳتي — هميشه ڊوڙائيندا ٿا رهن! اسان جي اختيار ۾ شايد رڳو هي آهي ته همت ٻڌي، واڳن کي چنبڙيا پيا هجون، ته جيئن گاڏيءَ جي ڦيٿن کي سامهون آيڪپرين، سٽانهين ۽ هيٺانهين کان ڪجهه موڙي سگهون. ڪيڏانهن ٿا وڃون؟ ان جي ڪنهن کي ڪهڙي خبر؟ اسان کي ته اها به خبر پئجي نٿي سگهي ته آيا ڪهڙي پار کان آهيون......؟" — گوئٽي

● "اسين ايتريءَ جستجو ۾ آهيون، ۽ تحرير تقرير ۾ ايترو ته مست آهيون، ۽ پنهنجي فائدي جي ڪمن ۾ ايترو ته غرق آهيون، جو اسان کي هڪ ڳالهه جو سماءُ ئي ڪونه ٿو پوي: اها ڳالهه جنهن جي ڪجهه پاڳي جي حيثيت ۾ اهي سيئي تيندڙ ڳالهيون اچي وڃن ٿيون: اها آهي زنده رهڻ، هڪ هنڌ قيام ڪري تصور عام ڪرڻ، پاڻ کي مڪمل صورت ۾ پيش ڪري ڏيکارڻ، همدرديءَ سان پاڻ کي سينگارڻ، موجوده قيامگاهه، موجوده حالت، موجوده وقت ۾ پاڻ کي سکيو سمجهي راضي رهڻ، ان کان وڌيڪ حڪمت ۽ چڱائيءَ کي سڃاڻڻ لاءِ ڪا ٻي طرز عمل ٿي سگهي ٿي؟" — گمنام

● "جڏهن مان انسان جي تاريخ متعلق ڪافي ڄاڻ حاصل ڪري چڪس، تڏهن ورڊسورٿ جيان گهڻو ڪري اداس رهڻ لڳس — ورڊسورٿ، جو هميشه اهو ويچاري اداس گذاريندو هو ته 'انسان، انسان سان ڇا نه ڪيو آهي!' واقعي ڪيڏي نه المناڪ چيز آهي، جو اڄ به انسان، نوع انسان جو شڪاري آهي!

انسان کي نانگ، چيتي، شينهن ۽ ٻين جهنگلي جانورن ايترو نه چيريو، ڦاڙيو ۽ ماريو آهي — جيترو 'انسان'. مون کي اهو معلوم هو. مان ڄاڻندو هوس، مان محسوس ڪندو هوس. پر ان جي باوجود مون کي اها اميد هئي ته ضرور ڪا جاءِ اهڙي به هوندي، ڪو مندر اهڙو به هوندو، جتي انسان جو غيرفاني روح ڪرن ۾ لڪل سچ جيان موجود هوندو. ۽ آخر 'ادب' جي وسيلي سان ان مندر تائين پهچي ويس." — ٽئگور

● "هرشخص پنهنجي دل کان سوال ڪري - پوشاڪ، خوراڪ، رپيا يا ملڪيت - ڇا، انهن مان ڪابه چيز اوهان جي دل کي پوريءَ طرح مطمئن ڪري سگهي ٿي؟

زندگي، زندگي ئي تڏهن آهي، جڏهن ڪيس پنهنجي مرضيءَ کان ڪم وٺڻ، ڪنهن جو محتاج نه هجڻ، ڪنهن جو رعب نه سهڻ، يعني خودمختيار هجڻ ميسر آهي. خودمختياري ئي هرهڪ سڪون ۽ اطمينان جو پيمانو آهي.

ملٽن به چيو آهي ته:

'بهشت ۾ غيرمختيار رهڻ جي بنسبت مون کي جهنم ۾ خودمختيار رهڻ پسند آهي.'

ڪنهن به بريءَ حالت ۾ رهڻ قبول نه ڪريو. هر انسان عمدي ۽ خوبصورت دنيا جو وارث آهي. عمل کان ٿي زندگي "جهنم" به بنجي ٿي ۽ "جنت" به. اميري ڪو به گناهه ڪونهي؛ ۽ غريبيءَ، نماڻائيءَ، ۽ ذلت جا فائدا بيان ڪرڻ پاڳلپڻو آهي، ۽ قدرت جي بيعزتي آهي.

ڪنهن جو ماتحت يا محتاج بنجڻ، پنهنجي اصليت کان انڪار ڪرڻ آهي؛ ڪنهن به انسان اڳيان برڪتن ۽ غيبي مددن حاصل ٿيڻ لاءِ جهڪڻ، انسانيت سان بيوفائي آهي؛ ڪنهن سان نفرت ۽ حسد رکڻ غلاميءَ جو نشان آهي. ڪو به شخص غلام ۽ محتاج رهي نٿو سگهي، بشرطيڪ هو خود ان لاءِ تيار نه هجي." — سردار گوربخش: ايڊيٽر 'پريت لڙي'.

● "جڏهن ماڻهو تو ۾ اهڙي صفت بيان ڪن، جا تو ۾ نه هجي، تڏهين سندن تعريف کان مغرور نه ٿيءُ؛ ڇو ته جاهلن جي چوڻ سان ٺڪري سون ٿي ڪانه پوندي آهي."
— لقمان

● "سڀ کان وڏيڪ بيوقوف اهو شخص آهي، جو سستي فتني کي جاڳائي، ۽ جيڪو ڪم آسانيءَ سان ٿي سگهي، ان جي نوبت لڙائيءَ جهڳڙي تائين پهچائي، پنهنجيءَ گهٽيءَ قوت تي اعتماد ڪري، دشمن سان هرويرو وڙهڻ جو آپاءُ ڪري؛ ڇو ته ڪٿي "ترياق" موجود هجي، پر انهيءَ جي اميد تي رڳو ڪري "زهر" نه کائڻ گهرجي." — سقراط

● "انسان کي ڪيترائي نقصان هن سبب کان پهچن ٿا، جو هو ماڻهن سان مشورو نٿو ڪري." — افلاطون

● "پنهنجي عضون کي محنت ۽ مشقت جو عادي بنائي، توڻي ڪٿي تو وٽ گهڻائي نوڪر هجن. ڇو ته جيڪڏهن ڪو اهڙو اتفاق ٿيو، جو هو تو وٽ نه رهن، ته ان وقت تون بلڪل اپاهج ٿي ويندين ۽ اهڙو اتفاق دنيا جي دؤر کان پري به ناهي."
— ارسطاطاليس

● "مٽي جو فاسد معدو غرغرن سان، معدي جو قي سان، آنڊن جو دستن سان، ڪلَ جو پگهر سان، ۽ رڳن جو سير چوڙائڻ سان دور ٿي ويندو آهي. پر دل ۾ جَميل سَرُ دور ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي." — بقراط

● "ماڻهن ۾ طاقت جي گهٽتائي نه هوندي آهي، پر قوت ارادي جي ئي ڪوتاهي ٿئي ٿي." — وڪٽر هيوگو

● "مون اهڙا ماڻهو ڏٺا آهن، جي رواداريءَ جي وڏي وات وڪالت ڪندي، پنهنجي سِر پاڻ شديد تعصب ۾ ڦاٿا پيا هوندا آهن." — ڪالرج

● "جو شخص روزانو هڪ ڏپ دفع ڪري ٿو، سو ارتقا جي ڏاڪڻ تي چڙهي ويندو."
— ايمرسن.

● جيڪڏهن اوهين زندگيءَ ۾ ڪاميابيءَ جي تمنا رکو ٿا ته مضبوط ارادي کي دوست، تجربي کي صلاحڪار، احتياط کي وڏو ڀاءُ ۽ اميد کي پنهنجو سرپرست بڻايو." — ايڊيسن.

● "جيڪي مشڪلات جو مقابلو ڪندي گهبرائيندا آهن، تن تي ئي وڏيڪ مشڪلاتون ايندييون آهن." — اسٽينلي

● "طبيعت جي يڪسوئيءَ سان ڪو به ڪم شروع ڪري، ڪمزور کان ڪمزور انسان به ڪجهه ڪري ڏيکاري سگهي ٿو؛ پر وکريل طبيعت شخص مضبوط ۽ طاقتور هوندي به گهڻن طرفن ڏي پنهنجو ڌيان ورهائڻ سبب ڪجهه نٿو ڪري سگهي. پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو ڪنهن هنڌ لڳو لڳ ڪرندو رهندو، ته نيٺ هو مضبوط پٿر ۾ به ٽنگ ڪري سگهندو؛ پر جلد باز لهرون زور سان اچن ٿيون ۽ پٿرن سان لڳي واپس وڃن ٿيون، سندن نشان به باقي نٿو رهي." — ڪارلائل.

## ٢-١٩٥٦ع

● "علم وارو ماڻهو جڏهن پاڻ کي "پڙهيل" سمجهندو آهي، تڏهن ائين ڀانئيندو آهي ته اڻپڙهيل "جانورن" وانگر آهن؛ انهيءَ ڪري تڪبر مٿس غالب پئجي ويندو آهي. تڪبر جي غالب پوڻ جي نشاني هيءَ آهي، جو متڪبر علم وارو عوام مان خدمت، ادب، سانَ ۽ وڏائيءَ ملڻ جي اميد رکندو آهي؛ پوءِ جيڪڏهن عوام سندس اها آس پوري نه ڪندو آهي، ته پنهنجي دل ۾ عجب کائيندو آهي. اهڙو خودپرست شخص رڳو ڪنهن جي گهر دعوت کائڻ ويندو آهي، ته به سمجهندو آهي ته ان تي ٿورو ٿو ڪري!" — امام غزالي

● "سائنس جي طرز عمل تي جڏهن اسين نظر وجهون ٿا، تڏهن معلوم ٿئي ٿو ته هن پنهنجي اصولن کي مڃائڻ لاءِ ڪڏهن به حڪومتي طاقت کان ڪم نه ورتو آهي؛ هن ڪڏهن به اها ڪوشش نه ڪئي آهي، ته ڪنهن به شخص کي سندس عقيدن سبب سندس تمدني حقن کان محروم رکي؛ هن پنهنجي خيالات کي مڃائڻ يا پنهنجن اصولن جي اشاعت ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به ڪنهن شخص کي روحاني يا جسماني عذاب ۾ مبتلا نه ڪيو آهي." — ڊاڪٽر ڊريپر

● "جيڪڏهن مون کي بهشت ۾ ڪتابن پڙهڻ جي منع هجي، ته مان جيڪر اهو قبول نه ڪريان؛ پر مون کي اهڙو دوزخ آڇيو وڃي، جنهن ۾ ڪتابن ملڻ ۽ پڙهڻ جي مڪمل آزادي هجي، ته جيڪر مان اهو خوشيءَ سان قبول ڪريان — ڇاڪاڻ ته ڪتابن ۾ اها طاقت آهي جو دوزخ کي به بهشت بڻائي سگهن ٿا." — تلڪ

● "جو شخص صاف دل آهي، سو پنهنجي ٻانهن جي طاقت ۽ محنت سبب پنهنجو هٿ ڪڏهن به اڳيان نٿو ٽنگي، ۽ سستيءَ کان پري رهي ٿو: هو امير هجي، عالم هجي، هاري هجي، خواهه ڪاروباري هجي — مطلب ته هو ڪنهن به حيثيت ۾ سوسائٽيءَ جو فرد هجي — هرحالت

۾ صرف پاڻ تي ئي پروسو ڪو رکي- ٻئي ڪنهن تي بہ آڌار نہ ڪو رکي. اهو ئي طريقو آهي، جنهن سان زندگي گذارڻ سان، اهڙي نيڪ شخص جي نيڪنامي چوڌاري ڦهلجي ويندي آهي."— گوتم ٻڌ

●"ڪيترائي شخص آهن، جي مسجدون، مدرسا ۽ خانقاهون آڏائين ٿا، ۽ سمجهن ٿا تہ هي ثواب جو ڪم آهي- حالانڪ جنهن آمدنيءَ مان اهي آڏائين ٿا، سا بلڪل ناجائز طريقن سان گڏ ڪيل هوندي آهي؛ پر جي جائز هجي ڪٿي، تہ بہ هنن جو اصل مقصد مشهوري ۽ ناموري آهي. سندن ئي شهر ۾ ڪيترا محتاج هوندا آهن، جن جي مدد ڪرڻ مسجد بنائڻ کان وڌيڪ ثواب واري آهي، پر انهيءَ جي مقابلي ۾ اڏاوتن کي فقط هڪ ڪري ترجيح ڏين ٿا، جو انهن اڏاوتن جي شهرت تمام گهڻو هلي ٿي؛ ۽ مسڪينن جي مدد جي شهرت يا تہ عام ٿئي ئي ڪانہ ٿي، پر جي عام ٿئي ٿي، تہ تمام ٿورو وقت هلي ٿي."— غزالي

●"جڏهين مذهب ڪنهن هڪڙيءَ جماعت يا مخصوص قوم جو اجتماعي دين بنجي وڃي، ۽ انهيءَ ۾ پاڻ کي بدلڻ ۽ ٻين کي بدلائڻ جو جنون يا انقلابي جذبو ٺڏو ٿي وڃي؛ ان وقت مذهب جي هٿ ۾ اقتدار جي واڳ ڏيڻ دراصل قوم جي رجعت پسند طبقي کي حڪومت سولپڻ آهي ۽ رجعت پسند طبقي جي حڪومت-۽ وري جڏهين هوءَ مذهب جو نالو وٺندڙ هجي— خدا شال هن شر کان هر قوم کي امن ۾ رکي!"— شاهہ ولي الله

●"زندگيءَ جو نچوڙ اهو آهي تہ ماڻهو هڪ عقيدو رکي، ۽ ان کي عملي دنيا ۾ مادي شڪل ڏيڻ لاءِ لڳو لڳ جهاد ڪندو رهي: انسان پنهنجي پاڻ سان جهاد ڪري، پنهنجي خاندان وارن سان جهاد ڪري؛ پنهنجي معاشري سان جهاد ڪري؛ رسمن ۽ رواج جي خلاف جهاد ڪري؛ قوم جيڪڏهن سندس عقيدي جي راهہ ۾ رنڊڪ ٿئي، تہ ان سان جهاد ڪري؛ ۽ جيڪڏهين هو ڏسي تہ سڄي دنيا سندس عقيدي موجب غلطڪار آهي، تہ هو ان جي خلاف بہ جهاد ڪري!"— مولانا عبيدالله سنڌي

●"غصي ۾ ڳالهايل هڪ لفظ بہ سڀ کان تکي تلوار آهي؛ لالچ سڀ کان خوفناڪ زهر آهي؛ حرص و هوس سڀ کان تيز باهہ آهي؛ جهاليت سڀ کان وڌيڪ اونداهہ آهي؛ سڀ کان خوفناڪ چور آهن خراب خيال؛ سڀ کان دردناڪ بيماري آهي دل جي پليتي؛ سڀ کان تيز بخار آهي نفرت؛ سڀ کان وڌيڪ نقصان سهندڙ اهو شخص آهي، جو ٻين کي فائدي پهچائڻ بنا پاڻ کي فائدو رسائي ٿو؛ سڀ کان سٺو حڪيم آهي پرورڙ؛ سڀ کان وڌيڪ فائدي ۾ اهو رهي ٿو، جو ٻين کي ڏئي ٿو؛ ۽ سڀ کان قيمتي خزانو آهي نيڪي. — گوتم ٻڌ

●"دنيا ۾ جيڪي بہ گناهہ ٿين ٿا، ڏوهہ ٿين ٿا، خرابيون ٿين ٿيون- انهن سڀني لاءِ جوابدار سرمائيدار طبقو آهي، جيڪو نفعي ڪمائڻ لاءِ پنهنجي ناڻي جي زور سان اهڙين ڳالهين کي همٿائي ٿو: سرمائيدار طبقو ۽ سامراجي سرڪاريون، ڌارين ملڪن جي سرڪارين کي پئسا

قرض ڏين ٿيون، جيئن اهي سندن ناهيل هٿيار خريد ڪري سگهن، ۽ اهڙيءَ ريت سرمائيدار جنگ ڪي ويجهو آڻين ٿا، ۽ جنگ ڪري شين جا اگهه وڌائي گهرا نفعا ڪمائين ٿا: ناٿي جي زور سان مزورن ڪان جنگي هٿيار ٺهرائي، انهن سان ئي ڪين ختم ڪيو وڃي ٿو.“ — رسڪن

● ”شاعرن جي سڀ ڪان سٺين تخليقن ۾ هڪ بلند سماجي پيغام هوندو آهي: مستقل عظمت وارا گيت اهي آهن، جي اهڙن جذبات جا مظهر هوندا آهن: شاعر جو تجربو جيترو وسيع ۽ گهرو هوندو، سندس گيتن جي اهميت اوترو ئي زياده هوندي.

ماضيءَ جي عظيم شاعرن جي تخليقن ۾ اسين جذبن جي دولت، حقيقت ۾ گهري نظر، ماڻهن جي زندگيءَ جي اهم واقعن جي تصوير ۽ وقت جي تيز سوجهه ٻوجهه ڏسون ٿا.

اڄ مون کي ان ڪان وڌيڪ يقيني سچائي ٻي ڪا به ڏسڻ ۾ نٿي اچي ته ”ڪنهن سماجي پيغام ڪان سواءِ، سماجي مسئلن ڪي چيڙڻ بنا، ڪنهن به نظم جي تخليق ممڪن ناهي... اڄ پنهنجي ديس جي عوام سان ڪلهو ڪلهي ۾ لڳائي هلڻ جي اهم ضرورت محسوس ڪريان ٿو.“

— مرزا ترسون زاده

● ”انسان جي وڏي ۾ وڏي ملڪيت آهي زندگي، جا ڪيس فقط هڪ دفعو ماڻڻ لاءِ عطا ٿيل آهي. هن کي اها ائين گذارڻ گهرجي، جيئن ڪنهن به خود غرضيءَ ڪان سواءِ ٻين جو دک محسوس ڪري، بزدلاڻه ۽ خسيس ماضيءَ ڪان نه ڪنبي، ۽ مرڻ مهل فخر سان چئي سگهي ته: ’منهنجي سڄي زندگي ۽ طاقت، انسانذات جي آزاديءَ جي جدوجهد جهڙي عظيم ۽ اعليٰ ڪارج لاءِ ئي وقف ٿيل هئي!‘“ — لينن

● ”آزاد قوم هميشه قوميت جي فڪر ڪان آجي رهندي آهي، جيئن تندرست انسان ڪڏهن به پنهنجي جسم جي ڳٽيءَ ۾ نه هوندو آهي: پر جيڪڏهن هڪ دفعو ڪانئس وٺ ڪسجي ويئي، ته ڪيس ٻيسين ڪجهه به نه اڇهندو، جيسين ان کي وري هٿ نه ڪيو اٿس: ۽ جيسين سندس (آزاد قوميت) جي طلب پوري نه ٿي آهي، تيسين هوءَ ڪنهن به واعظ، مصلح يا مفڪر کي ٻڌڻ واري ئي ناهي. هوءَ سواءِ اتحاد ۽ آزاد قوميت جي نصب‌العين لاءِ لڙڻ جي ٻئي ڪنهن به اهم ڪاروبار ڏانهن توجهه نه ڪندي.“ — برنارڊ شا

● ”جو شخص ڪنهن نيڪ انسان جي گلا ٿو ڪري، يا هن کي منهن مقابل گهٽ وڌ ڳالهائي ٿو، يا گاريون ٿو ڏئي: سو شخص انهيءَ ماڻهوءَ وانگي آهي، جو منهن مٿي ڪري آسمان ڏانهن ٿڪون اڇلي ٿو. انهن ٿڪن ڪري، آسمان ته ناپاڪ نٿو ٿئي، اٽلو ٿڪون سندس منهن تي پئجي، ڪيس ئي پليت ڪن ٿيون.“ — گوتم ٻڌ

● ”انساني فطرت ڪجهه اهڙي قسم جي ٺهيل ٿي معلوم ٿئي، جو هوءَ هڪڙيءَ حد تائين ته ظلم ۽ زياد تيءَ کي برداشت ڪري سگهي ٿي، مگر جڏهن ظلم ۽ زيادتي حد ڪان اڪري ٿو وڃي، تڏهن وري بزدل ۾ به شير جهڙيون صفتون پيدا ٿي وڃن ٿيون: لومڙي

۽ بگهڙ بنجي وڃي ٿي، ۽ نيٺ ظلم کان نجات حاصل ڪرڻ جو رستو ڳولي ٿي وٺي."
— جمال الدين افغاني

● "عام طرح ڏٺو ويو آهي ته پيءُ پٽ کان ۽ پٽ پيءُ کان، جيئن پوءِ تيئن ڏار رهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ڇاڪاڻ ته هو آهستي آهستي هڪ ٻئي کي ننڍا ۽ وڏا، زيردست ۽ بالادست، حاڪم ۽ محڪوم سمجهڻ لڳن ٿا. پر سمجهدار پيءُ اهو آهي، جو پنهنجي پٽ کي پنهنجو "ساٿي" بنائڻ جي ڪوشش ڪري. 'پٽ' کي 'دوست' ۽ 'ساٿي' بنائڻ مان پيءُ خواهه پٽ ٻنهي زندگيءَ مان هڪ نئين قسم جو لطف حاصل ڪري سگهن ٿا. پٽن کي سٺو بنائڻ جو سڀ کان سٺو رستو اهو آهي، ته هنن کي "دوست" بنائجي ۽ پاڻ کي سندن دوستيءَ جو لائق." — سردار گوربخش سنگهه

٣-١٩٥٦ع

● "جيڪو شخص بدلي جي طريقن تي غور ڪندو رهي ٿو، ان جا زخم سدائين ڇڪندا رهن ٿا؛ ۽ جيڪو پنهنجي دوستن جي هرخطاب تي ڏمر ڪندو آهي، ان جا دشمن گهٽائي هوندا آهن." — بوعلي سينا

● "تون سمجهين ٿو ته محتاج کي قرض ۾ مهلت ڏيئي، تو هن تي ڪو وڏو احسان ڪيو آهي؛ پر اهو احسان ناهي، بلڪ عدل ۽ انصاف جي ئي تقاضا آهي." — غزالي

● "سچو دوست ان کي سمجهڻ گهرجي، جو اڪيلائيءَ ۾ عيب ظاهر ڪري انهن تي تنبيهه ڪرڻ ۾ ڪابه ڪوتاهي نه ڪري؛ مگر پرپٺ تنهنجي تعريف ڪري، ۽ جڏهين توکي ڪوبه مشڪل پوي، ته ان وقت همراهي ڪري." — مامون الرشيد

● "حق جي ڪڙائيءَ کي برداشت ڪرڻ نهايت ڏکيو ڪم آهي؛ پر سياڻو آهي اهو شخص، جو ٻين جي نصيحت ٻڌي." — غزالي

● "لائق ماڻهن جي حق تلفي ڪري، نالائقن جي پرورش ڪرڻ، نه فقط انهن جي ڪنڌ تي ڪاتي ڦيرڻ آهي، بلڪ اهو ته ڏسي وائسي سموري آئنده نسل جي رستي ۾ ڪنڊن پکيڙڻ جي برابر آهي - ڇاڪاڻ ته انهيءَ کان وڏيڪ آفت ۽ مصيبت آئنده نسل لاءِ ٻي ڪا ٿي نٿي سگهي، ته هنن کي ورثي ۾ اهڙن شخصن جي بالادستي ۽ وڏنڊڙ فوج ڏني وڃي، جي ٻڇڙا، آوارا، ڪم چور، بدمعاش ۽ شرير هجن!" — هربرٽ اسپينس

● "جڏهين هڪ شخص چڙ ۽ غصي ۾ پرجي، توسان بيهودن لفظن ۾ ڳالهائي ٿو، ۽ توکي معلوم آهي ته هو غلط ۽ غيرمعقول آهي ته اها ته تنهنجي وڏي بيوقوفي ٿيندي، جو تون به ان وانگر جوش ۾ اچي واڪا ڪرين: انهيءَ جي معنيٰ ته هيءَ ٿي ته هڪ چريي کي ڏسي، تون به چريو ٿي وڃين." — فرينڪلن

● "انسان جي زندگيءَ جو مقصد ڪو اهو ڪونهي، ته هن ڪي نيٺ قبرستان رسايو وڃي، بلڪ هن کي پنهنجي زندگيءَ جو ڪو مقصد ضرور بنائڻ گهرجي، نه ته هن جي ڄمڻ جو ڪو ضرورئي ڪونه هوا!" — لانگ فيلو

● "جيئن ڪو درد اسان کي ڪنهن خرابيءَ کان آگاهه ڪرڻ لاءِ ٿيندو آهي، تيئن مصيبتون به درحقيقت سجاڳ ڪرڻ لاءِ اچن ٿيون." — ڊابسن

● "انسان جي واسطي سڀ کان وڏي خوش قسمتي ۽ حياتيءَ جو سڀ کان وڏو انعام اهو آهي، تـ هو پنهنجي پاڻ ۾ ڪنهن اهڙي خاص ڪم ڪرڻ جو لاڙو پيدا ڪري ڇڏي، جنهن سان هن کي پورو پورو شوق هجي ۽ ان ڪرڻ سان خوشي حاصل ٿي سگهيس."
— ايمرسن

● "اي، شام جو فٽ بال، هاڪي، ٽينس، گهوڙا ڊوڙ ۽ پولو وغيره "ورزش" کي پنهنجي صحت لاءِ لازم سمجهندڙ! ڳوٺن ۾ وڃي انهن بدنصيب هارين جو هٿ ڇو نٿا وٺو، جن جي جسم جون هڏيون سخت محنت سبب چور چور ٿي رهيون آهن!" — برنارڊ شا

● "دولتمندن ۽ سرمائيدارن جي خيرات ۽ چندي مان هلندڙ سوسائٽيون هميشه دولتمندن جي طاقت ۽ سرمائيدارانه نظام کي قائم رکڻ ۾ مددگار ثابت ٿينديون آهن؛ هو صبر ۽ تحمل جي تلقين ۽ تبليغ سان غريبن جي انقلابي جذبن کي ٿڌو ڪنديون رهنديون آهن، تـ جيئن سرمائيدار بيخوف و خطر سندن رت چوسيندا رهن." — برنارڊ شا

● "اڳئين زماني جي درويشن جا پيالا ڪاٺ جا هئا ۽ هو پاڻ سون جا؛ مگر هاڻوڪي زماني جي درويشن جي اها حالت آهي، جو سندن پيالا تـ سون جا آهن، پر پاڻ ڪاٺ جا!"
— ڊيڪن

● "تاريخ جي صفحن تي انهيءَ 'نيپولين' جو نالو تـ سونن اکرن سان لکيل آهي ۽ بار بار سندس نالي کان واقف آهي، جنهن جي سر تي گهٽ ۾ گهٽ ٽيهن لکن انسانن جي بيگناهه قتل جي ذميداري عائد ٿئي ٿي: مگر انهي 'وليم جيمس' جو نالو تمام گهٽ ماڻهو ڄاڻن ٿا، جنهن ماتا جهڙي نامراد مرض جا ٽڪا ايجاد ڪري، ڪروڙن انسانن جي قيمتي جانين کي بچايو!" — نامعلوم

● "ڪو به ملڪ تيستائين هرگز غلام بنائي نٿو سگهجي، جيستائين خود انهيءَ ملڪ جا باشندا چڙهائي ڪندڙ جي مدد نـ ڪن - بلڪل ائين، جيئن ڪهاڙو تيستائين وڻن کي وڍي نٿو سگهي، جيستائين خود منجهس ڪنهن وڻ جي ڪاٺيءَ جو ڳن پيل نه هجي!" — نامعلوم

● "جو شخص علم حاصل ڪرڻ ۾ ننڍپڻ جا ٿورا ورهيه خرچ نٿو ڪري، ان کي سڄي عمر جهل جون سختيون ئي برداشت ڪرڻيون پونديون آهن." — ارسطاطاليس

● "منهنجي دعوا آهي تـ جيڪڏهين اوهين عوام جي راءِ ۽ سندن خواهش جو احترام نه ڪندؤ، تـ اوهين جيترا به وڏيوَ اوترا قانون ڪٺي بڻايو، مگر اوهين انهن جي وسيلي بدامني

ڦهلائيندڙ سيني عناصرن جو خاتمو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهندؤ... اوهين عوام جي ڳالهہ ٻڌو، سندن احساس ۽ جذباتن جو احترام ڪريو ۽ سندن مطالبن ۽ خواهشن کي تسليم ڪريو."
- قائداعظم محمدعلي جناح

● "هوڏانهن انسان جي اها حالت آهي، جو مذهب، نسل، رنگ، قوميت، خواجگي، غلامي، سرمائيداري، مزوري، تعصب، عقليت، جمهوريت، اشتراڪيت، وغيره وغيره جي اٿاهہ جهڳڙن ۾ ڦاٿل آهي. جڏهن کان سندس ظهور هن زمين تي ٿيو آهي، لاتعداد جنگيون ۽ بي انتها فساد هن زمين تي برپا آهن؛ قوم قوم کان الڳ آهي؛ ۽ ڪابہ صورت انسان جي هڪ امت بڻجڻ جي نظر نٿي اچي، جو صحيفہء فطرت کي پنهنجي مجموعي قوت سان فتح ڪري سگهي. جيڪا وحوشت ۽ درندگي انسان ۾ آهي، خدا جي ڪنهن بہ ٻيءَ مخلوق ۾ هرگز ڪانهي، ۽ سموري صحيفہء فطرت ۾ فقط انسان ئي هڪڙو وجود آهي، جو هڪ جنس جو ٿي بہ، پاڻ ۾ وڙهي رهيو آهي. فساد جو سڀ کان وڏو محرڪ اجا بہ "مذهب" ئي آهي، جو انسان کي هڪ وحدت ۾ پوئڻ نٿو ڏئي - جيتوڻيڪ ان جا ٻيا محرڪ بہ هزارين آهن، جي انساني امت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري، سندس اجتماعي قوت کي ضايع ڪري رهيا آهن." - علامہ مشرقي

● "ڪنهن نوجوان جي ترقيءَ جي رستي ۾ غالباً اهڙي ٻي ڪابہ رنڊڪ ڪانهي، جهڙي هر وقت پنهنجي قابليت کان وڌيڪ پنهنجي پاڻ کي ظاهر ڪرڻ جي سندس خواهش ۽ طمع. ائين پيو ڀانئجي تہ اسين انهيءَ ڳالهہ کي وساري ٿا ڇڏيون، تہ ترت يا دير سان دنيا کي تہ صاف صاف پتو لڳي ويندو تہ اسين ڇا آهيون - ۽ پوءِ جيڪي هو سمجهندا، تنهن ۾ وار برابر بہ فرق نہ هوندو. اسان جي اصليت شايد اڄ ظاهر نہ ٿئي ۽ ممڪن آهي تہ سڀاڻي بہ ظاهر نہ ٿئي، پر نيٺ ان جو پتو ضرور لڳي ئي ٿو وڃي، ڇو تہ اسان جي اصليت بنهہ پاڇي وانگر اسان سان گڏوگڏ لڳي وتي." - ڊاڪٽر مارٽن

● "جيڪڏهين بدقسمتيءَ سان اوهين اهو خيال ڪري ويٺا تہ اوهان ۾ خدا داد قابليت ۽ ذهانت آهي ۽ سڀئي ڳالهيون پاڻ کان پاڻهي اوهان جي دماغ ۾ ايندي وينديون، تہ اهو خيال خام دل مان ڪڍي ڇڏيو، ۽ پڪ سمجهو تہ جيڪا بہ چيز اوهان کي هٿ ايندي، سا محنت سان هٿ ايندي، نہ ڪ اوهان جي نڪميءَ ذهانت سان." - ڊاڪٽر مارٽن

● "آءٌ ٽانڊن تي هليو آهيان ۽ گرم واريءَ کي بہ پيرن سان لتاڙيو اٿم، پر مون غصي کان وڌيڪ گرم چيز ڪابہ ڪانہ ڏٺي." - بزرجمهر

● "جيڪي شخص فائدي ۾ ٻئي ڪنهن کي شريڪ نٿا ڪن، انهن سان نقصان ۾ ڪو بہ شريڪ نٿو ٿئي." - بيڪن

● "جنهن چيز کي اوهين سڌاري نٿا سگهو، تنهن کي ڪم از ڪم بگاڙيو تہ نہ."
- شيڪسپيئر

● "هڪ دوڪاندار جي ڪردار تخليق ڪرڻ لاءِ سو دوڪاندارن جي زندگيءَ جو علم ضروري آهي، هن لاءِ ته جيڪو ڪردار تخليق ڪيو وڃي، سو پنهنجي انفراديت جي باوجود اهڙي قسم جو هجي، جو سيني دوڪاندارن جي ترجماني ڪري سگهندو هجي." — گورڪي

● "قدرت جو هيءُ نهايت پراڻو قانون آهي ته حق جي آواز کي جيترو به دٻايو ويندو، اوترو ئي زياده سختيءَ سان اڀرڻ جي منجهس همت پيدا ٿيندي آهي. مظلوميت ظلم جي ٻُي ٻاٽيءَ سان سيراب ٿيندي آهي، ۽ مظلومن جي غم ۽ غصي جي باهه کي تشدد ۽ سخت گيريءَ سان وسائڻ جي جيتري به ڪوشش ڪبي آهي، اوترو ئي زياده خوفناڪيءَ سان آن جا شعلا اندران اندر پڙڪڻ شروع ٿي ويندا آهن." — ابوسعيد بزمي

● "اِج حقيقت ظاهر آهي ته عدل ۽ انصاف جي هڪ گهڙي سؤ سال جي عبادت کان بهتر آهي. رعايا تي رحم ڪريو، ان بيحد ظلم سَٺا آهن. فصل تباهه ٿي ويا آهن، هارين جي بدن تي سواءِ کل ۽ هڏن جي ڪابه شي باقي نه رهي آهي، انهن جا ٻچڙا بکيا ۽ اگهاڙا ٿي ويا آهن." — غزالي

● "سائنس مذهبي ۽ سماجي قانونن کان آزاد آهي- ان ۾ پوريءَ خبرداريءَ سان ٿيل تجربن يا مشاهدن جي منطقي يا مادي تشريح کان پوءِ ئي نتيجا ڪڍيا وڃن ٿا. مثلاً، جو شخص زهر جو هڪ خاص مقدار کپيهي ٿو، ته هو يقيناً مري ويندو- خواه هن جو اهو ڪم قانون جي خلاف هجي يا نه. اسين ڪنهن به بيماريءَ جي جيوڙن کي هڪ خاص تعداد تائين پنهنجي جسم ۾ پرورش پائڻ ڏيون، ته هڪڙيءَ خاص مدت کان پوءِ اسان کي اها بيماري ضرور ٿي ويندي، چاهي ان جي نه ٿيڻ لاءِ ڪيترائي تعويذ ۽ ڏاڳا ٻڌون، دعائون گهرندا ۽ وظيفا پڙهندا رهون." — پروفيسر ڪوسامبي

● "اسين پنهنجي زندگيءَ جي وڏيءَ چادر ۾ به بيڪار ۽ سڙيل ڪپهه کي لڪائي نٿا سگهون. هن چادر ۾ جيڪا به خراب ۽ سڙيل تند هوندي، سا ضرور ڪجهه وقت ۾ ظاهر ٿي ويندي. اسين پنهنجي نقصن ۽ عيبن کي گهڻيءَ دير تائين ڳجهو رکي نٿا سگهون. اسان جي دل ۾ جيڪو خيال جو مهمان داخل ٿئي ٿو، سو اتي پنهنجي هٿ اکرن جو نمونو اسان جي چال چلن تي ڇڏي وڃي ٿو. اسان جا داغ ۽ نشان اسان جي ڪمزوريءَ کي ظاهر ڪندا پيا رهندا آهن، ۽ اهي داغ ۽ لشان اسان جي زندگيءَ جي سنگمرمر تي اهڙا ته اونها کوٽجي ٿا وڃن، جو ڀچندڙ ماڻهو به انهن کي آسانيءَ سان پڙهي ٿو سگهي. وقت جي آڳر ۾ اها طاقت ناهي، جو بيوقوفيءَ جي داغن ۽ نشانن کي ڪرڙي سگهي، ۽ نڪي ٻڍاپڻ جي سرديءَ جي لهرن ۾ اها طاقت آهي، جو جوانيءَ جي بدنماين کي برف جي پوچيءَ سان سفيد ڪري ڇڏي." — نامعلوم

● "جيڪڏهين ڪو شخص انهيءَ درجي تي پهچي وڃي، جو ماڻهو سندس خدمت ڪن، ته هو اڪثر تڪبر ۽ ڏيکاءُ جو قيدي ٿي وڃي ٿو. پر جيڪڏهين هو تورو غور ڪري، ته

جيڪڏهن ڪيس معلوم ٿي وڃي ته ڪو به شخص نڪي ڪيس سجدا ٿو ڪري، نڪي سندس خدمت ٿو ڪري، بلڪ هرڪو درحقيقت سجدا ٿو ڪري پنهنجي طمع ۽ حرص ڪي، ۽ خدمت ٿو ڪري پنهنجي شهوت جي، ۽ انهي مال جي، جو هو ڪانئس حاصل ڪري ٿو. اهڙا ماڻهو ان حاڪم ڪي درحقيقت ڏوڪي ۾ رڪندا آهن. درحقيقت سندن دوستيءَ جو مدار اهي پنهنجا ذاتي خسيس مطلب ئي هوندا آهن. جيڪڏهين ڪين خبر پئجي ويندي آهي ته هي حاڪم ڏسمس ٿيڻ وارو آهي ۽ ان جي جاءِ تي ٻيو اچڻ وارو آهي، ته يڪدم ڪانئس منهن ڦيرائي، سندس دشمن جون پيٽيون خدمتون شروع ڪري ڏيندا آهن. مطلب ته سندن خوشامد جو مقصد فقط پنهنجو مطلب حاصل ڪرڻ ئي هوندو آهي. افسوس جو هنن خودغرضيءَ جي خوشامدين جو نتيجو اهو ئي ٿئي ٿو، جو ڦوندڻ ۾ پرجي ويل حاڪم انڌ جي گهوڙي تي چڙهي ٽا ويهي رهن، سندن ظلم و ستم حد کان وڌي وڃي ٿو، ۽ مخلوق جون مصيبتون ۽ تڪليفون ڳاڻيٽي کان ٻاهر ٿي وڃن ٿيون.” — غزالي

● ”سڀ کان ڀهرين ۽ بنيادي چيز هيءَ آهي ته انسان جي زندگيءَ لاءِ جيڪي ضروري چيزون آهن، سي هن کي حاصل هجن: نه ته پوءِ هن ۽ هڪ خسيس ۾ خسيس ڪيڙي ماڪوڙي جي زندگيءَ ۾ ڪو به فرق ڪونهي- ۽ جڏهين سندس انسانيت ڪانئس کسجي ويئي، تڏهين منجهانئس انساني ڪمن جي اميد رکڻ به اجائي آهي. پوءِ جيڪڏهين هو وڙهي ٿو، قانونن کي ٽوڙي ٿو، حدون ٽپي ٿو، انساني رت مان هٿ رڱي ٿو، ۽ شيطانن وانگر شور ۽ هنگامو مچائي ٿو، ته اوهين هن تي الزام ڇوٽا رکو؟ اهو ڪهڙو انصاف آهي، جو مڇيءَ کي پاڻيءَ کان ٻاهر آڻيو، ۽ پوءِ جڏهين هوءَ ڦٿڪي، ۽ ڦٿڪي اوهان کي پنهنجي ڇلهرن ۽ ڪنڊن سان زخمي ڪري، تڏهين ان تي غصو ڪريو ۽ ان کي ڏوهاري بنايو؟ هي ڪهڙو اصول آهي، جو اڏامندڙ پکيءَ کي هوا کان محروم ڪري پڃري ۾ بند ڪريو، ۽ جڏهين هو هن محروميءَ تي ڇريو ٿي پنهنجو سٿو هيڏانهن هوڏانهن ٽڪرائيندو ڦري، تڏهين ان کي گنهگار سڏيو؟

”انسان جنهن ساهواري جو نالو آهي، ان لاءِ جيتري ضرورت هوا ۽ پاڻيءَ جي آهي، اوتري اني، لٽي ۽ اجهي جي به: پوءِ جيڪڏهين اوهين هن کي اهي چيزون نٿا ڏيو، ته پوءِ ڪيئن ٿا اميد رکو، ته هو شرافت ۽ انسانيت جو پتلو ٿي رهندو، گناهه کان ڊڄندو ۽ نافرمانيءَ کان ڪنبندو؟” — ابو سعيد بزمي

۴-۱۹۵۶ع

● ”علم، انساني آزاديءَ ۽ پيار جو واحد سرچشمو آهي.” — ڊئنيل ويبسٽر

● ”بهترين حڪومت ڪهڙي آهي؟- اها جا اسان کي پنهنجي پاڻ تي حڪومت سيکاري.” — گوئٽي

● "فلسفي تي ذهن جلدن جو هڪ نهايت ضخيم ڪتاب قلم مان ڪڍڻ آسان آهي، پر ڪنهن هڪڙي اصول کي عمل ۽ اصليت جي ڪسوٽيءَ تي رکي، صحيح ۽ جامع ثابت ڪرڻ نهايت مشڪل آهي." — ٽالسٽاءِ

● "مون ڪان اهو نه پڇ ته موت ڇا آهي: پر اهو پڇ ته زندگي ڇا آهي، ۽ اها ڪيئن گذارجي." — مولانا رومي رحہ

● "ڪائنات ۽ ان جي تخليق تي غور ڪرڻ جو هڪڙو لمحو، سئو سالن جي عبادت ڪان افضل آهي." — حضرت محمد صلعم

● "جيڪڏهن اوهان وٽ ماني آهي، ته ان مان اڌ وڪڻي ان جا گل خريد ڪريو، ڇو ته ماني اوهان جي جسم کي طاقت ٿي ڏئي، ۽ سونهن اوهان جي روح کي." — حضرت محمد صلعم

● "حقيقي آزادي صرف اتي ممڪن آهي، جتي ظلم جو بلڪل خاتمو ڪيو ويو هجي، جتي ڪنهن انسان تي ٻيا انسان ظلم نه ڪري سگهن، جتي بيروزگاريءَ ۽ افلاس جو نالو نشان به نه هجي، جتي ڪنهن به شخص کي اهو ڊپ ۽ انديشو نه هجي ته سڀاڻي ڪيس مندس آجهي ۽ روزيءَ ڪان محروم ڪيو ويندو: صرف اهڙي سماج ۾ ئي شخصي توڙي ٻئي هرقسم جي آزادي واقعي ممڪن آهي." — استالن

● "عوام جي ترقيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ انقلاب جو اچڻ جيئن ته ضروري آهي، ان ڪري اهڙن ماڻهن جو وجود به ضروري آهي، جيڪي ان جي اچڻ جو اڳ ۾ ئي اندازو لڳائي، ان جي لاءِ ميدان تيار ڪن — اهي ماڻهو انقلابي سڏيا ويندا آهن. اسان اهو فرض پنهنجي ذمي ڪنيو آهي، ان ڪري اسين انقلابي آهيون. اسين ايندڙ انقلاب جي لاءِ ميدان تيار ڪري رهيا آهيون، اسين ان جا نقيب آهيون: انهن حالتن هيٺ، سڀ انقلاب-دشمن اسان کي نفرت ۽ خوف جي نگاهه سان ڏسڻ ۾ حق بجانب آهن." — ايم. اين. راءِ

● "الله وٽ پسند پيل ماڻهو اهي آهن، جي اوهان ۾ وڌيڪ نيڪوڪار آهن."
— قرآن شريف

● "مون کي انساني بستين ڪان ٻاهر رهڻ ڏيو: هتي غريب نهايت ذلت جي زندگي گذارين ٿا — ۽ آءٌ اهو برداشت نٿو ڪري سگهان." — امام غزالي

● "اي بادشاهه، تنهنجن گهوڙن جي ڳچين ۾ سونا زيور پيل آهن: پر انهن جا ڪنڌ اجا نه پيڳا آهن — ۽ غريبن جا ڪنڌ بک جي ڪري پڇي پيا آهن." — امام غزالي

● "بادشاهه جي دولت تي اڏيل مسجدون، انهن ۾ برندڙ ڏيئا، ۽ الهن تي لکيل ڪتاب — اسان لاءِ دليل ۽ حجت نه آهن." — امام غزالي

● "مظلوم جي خون جو هڪڙو ڦڙو هارڻ، هزار ڪعبن جي ڊاهڻ ڪان وڌيڪ گناهه آهي. لک ڪعبا ڊاهي ڇڏيو، الله کي رنج نه پهچندو: پر هڪ بيگناهه انسان جي رت جو هڪڙو ڦڙو به زمين تي نه هاريو." — حضرت محمد صلعم

● "مختلف تهذيبن جا بنياد برابر مختلف اصولن تي ٻڌل آهن، پر مقصد سڀني جو هڪڙو ئي آهي — يعني انسانذات جي بهبودي ۽ ترقي. جيڪڏهن تهذيب جي اڳيان هڪڙو ئي معراج آهي، ته ان جو اهو مطلب هرگز نه آهي ته سڀئي انسان هڪ ئي ٻولي ڳالهائين، يا هڪڙو ئي مذهب قبول ڪن، يا هڪ ئي حڪومت جي جهنڊي هيٺ ڪٺا ٿي وڃن، يا هڪڙي ئي نموني جي رسمن رواجن جا پابند ٿي هڪ ئي طرز تمدن اختيار ڪن." — نامعلوم

● "خود نمائي ۽ خود ستائيءَ جو احساس ئي دراصل اهو جذبو ۽ طاقت آهي، جنهن انسان جي سماجي زندگيءَ جي معيار کي بلند ڪيو آهي. جيڪڏهن سلجهيل ماڻهو پنهنجي اعليٰ مذاق جو اظهار نه ڪن، ته هوند ٻين ماڻهن جو حسن، ذوق ۽ سٺل قوتون جاڳي نه سگهن. جڏهن هو پنهنجي ئي ڪنهن هم جنس کي هڪڙيءَ حيثيت سان برتر ۽ بلند ڏسن ٿا، تڏهن سوچي ۽ ويچاري، ڪوشش ڪري، هو پنهنجي پاڻ کي به انهن جهڙو، بلڪ اجا به بهتريون ڪري، ڏسڻ لاءِ بيقرار ٿي وڃن ٿا. نتيجو اهو ٿو ٿئي — ۽ ٿيڻ به گهرجي — جو هڪٻئي کي ڏسندي ۽ سکندي، انسان مجموعي طرح هڪ 'سلجهيل انسان' بڻجندو وڃي. اهڙيءَ طرح، اڄ هن جي سماجي زندگيءَ جو معيار ايترو ته اوچو ٿي ويو آهي، جو اڄ ڪو به سڄاڳ انسان پنهنجيءَ انهيءَ قابل رشڪ تهذيبي حيثيت کان پاڻ کي هڪ گهڙيءَ لاءِ به محروم رکڻ لاءِ تيار نه آهي.

"غور ته ڪريو: ڪٿي وڻن جي پنن ۽ جانورن جي کلن سان پنهنجي اوگهڙ ڍڪي، ڇپرن ۽ جهوپڙين ۾ رهڻ وارو زمانو، ۽ ڪٿي وڻندڙ ۽ دلفريب پوشاڪون پهري، ۽ آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ اڏين محلاتن ۽ عمارتن ۾ رهي، پنهنجيءَ هن جيئريءَ جاڳنديءَ زندگيءَ کي جنت بنائڻ جو ڪارنامو! اهو سڀڪجهه ڇا آهي؟ هيءَ فقط انسان جي پنهنجي خود نمائيءَ ۽ خود ستائيءَ جي احساس جون ئي ڪرشمه سازيون آهن."

— ڪتاب "آرٽ آف لونگ" تان ورتل اقتباس

---

۲۹۱ - ۱۹۵۷ع

● "علم، عبادت کان افضل آهي." — حضرت محمد صلعم

● "عدل ۽ توازن جو پورو پورو خيال رکو، ۽ تارازيءَ کي هڪڙي پاسي نمڻ نه ڏيو." — قرآن شريف

● "گل ۽ ٻارڙا — انهن کان محروم هجڻ، زندگيءَ کان محروم هجڻ آهي."
— حضرت محمد صلعم

● "قومون فڪر کان محروم ٿي تباهه ٿيو وڃن." — اقبال

● "انسان جي بقا جو راز انسانيت جي احترام ۾ آهي." — اقبال

● ”غلام ملڪ ۾ هرڪو مسئلو، سياسي صورت اختيار ڪري وٺي.“ —برنارڊ شا
● ”پُرخلوص رُڪ سُنهائي، چاپلوسيءَ کان وڌيڪ دلچسپ ٿيندي آهي.“
—عصمت چغتائي

● ”انسان جي فطرت ۾ هڪڙي خاص ۽ عجيب ڳالهه ٿيندي آهي ته جڏهن انسان ڪنهن شي يا شخص کي چڱو سٺو چوندو آهي، يا ڪنهن جي بُرائيءَ جي ملامت ڪندو آهي، ته اهوئي عيب، جنهن جي هو ملامت پيو ڪندو آهي، سوئي عيب هن پاڻ ۾ به ٿورو گهڻو هوندو آهي. اوهان مُلن کي ڏٺو آهي؟ جڏهن هو پاڻ ۾ بحث ڪرڻ لڳندا آهن ۽ پاڻ ۾ وڙهندا آهن ته انهن پنهي مان هرهڪ جا دليل اهي ئي هوندا آهن، جن جي هو ان وقت مخالفت پيا ڪندا آهن. مثلاً هڪڙو شخص آهي، جيڪو حديث جو قائل ڪونهي، ۽ هو ٻئي اهڙي شخص سان بحث ڪري رهيو آهي، جيڪو اهل حديث آهي، ته هو بحث ڪندي ڪندي پاڻ به حديثون پيش ڪندو آهي، حالانڪ حديث کي هو خود نٿو مڃي!“ —مولوي عبدالحق
● ”اسان ۾ محنت ۽ ڪم ڪرڻ جي عادت تمام گهٽجي ويئي آهي. جيڪي ماڻهو ڪم ڪرڻ کان هٽڪن ٿا ۽ محنت کان نٽائين ٿا، اهي ڪڏهن به آزاد ڪونه ٿيندا—پوءِ ڪٿي انهن جي هٿن ۾ آزاديءَ جو پروانوئي ڇو نه هجي. محنت ئي انسان کي انسانيت بخشي ٿي.“
—مولوي عبدالحق

● ”اي بدقسمت انسانو! هيءَ دنيا ڪنهن ڊگهي جي سنگن تي بيٺل ناهي، پر اوهان جا ئي هٿ ڪيس جهلي بيٺا آهن. اهي ڪوڙ جا دسترخوان اوهان کي تڏهن ئي پيش ڪيا وڃن ٿا، جڏهن اوهان جو پيٽ خالي آهي، ۽ اوهين گرهه لاءِ پاٿون ٿا ڪائو.“ —ناظم حڪمت
● ”سوين سالن جي لڳاتار تحقيق کان پوءِ، اسان اها حقيقت معلوم ڪري ورتي آهي ته هن حياتيءَ جا مڙيئي جنسار اڄڪلهه جنهن روپ ۽ انداز ۾ ڏسجن ٿا، سي ڪي هڪدم ظهور ۾ ڪونه اچي ويا آهن—يعني ڪنهن سڌي سنئين تخليقي عمل ڪين اوچتوئي اوچتو اها ترڪيب ڪانه ڏيئي ڇڏي آهي: بلڪ هڪڙي رفتي رفتي قيرقار آڻيندڙ قانون سان، درجي بدرجي، اهو سمورو ناٽ جُڙي سگهيو آهي.“ —مولانا ابوالڪلام ’آزاد‘
● ”اولاد کي پنهنجي زماني جي چال چلگت تي نه هيرايو، بلڪ ڪين سندن ئي زماني جي طور طريق جي تعليم ڏيو: ڇو ته اِهي ’هن‘ زماني ۾ گذارڻ وارا نه آهن، جنهن ۾ اوهين پيا بسر ڪريو: پر هي ته هڪڙي ٻئي زماني ۾ گذارڻ لاءِ تيار ٿي رهيا آهن، جيڪو اچا هاڻ ايندو، ۽ جنهن زماني کي اڄوڪي احوال جي رفتار سان ڪو تعلق ڪونه هوندو.“
— چيپلداس

● ”انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ماضيءَ جو داستان خون، ظلم، ڏک ۽ فضوليءَ سان پُر آهي: اسان جو هلندڙ حال به ڪو بهتر ڪونهي: پر هزارين خطرن ۽ رنڊڪن هوندي به انسان جو آئيندو روشن آهي.“ —جواهرلال نهرو

● "انقلاب جون صورتون ڏار ڏار هونديون آهن: هن ڪري، جو سموريءَ دنيا ۾ انسان جي دل هڪ آهي، ۽ سندس تمنائن ۽ آرزوئن جو حسن به هڪ آهي، جيڪو انقلاب جي تصوير ۾ رنگ ڀري ٿو." — سردار جعفري

● "فن عوام جو سرمايو آهي: ان جون پاڙون عوام جي ذهنن جي بنهه پاتال ۾ پيهي هجڻ کپن، ۽ اهو عوام جي لاءِ سمجهڻ جوڳو ۽ انهن جي پسند پٽاندر هجڻ کپي." — اسٽالن

● "صرف اها ڪهاڻي چڱي ٿيندي آهي، جيڪا اوچتو ذهن ۾ جاڳي ۽ بار بار لکڻ تي آماري." — جيلاني بانو

● "هڪ ڳالهه ڪري اسان جا جديد شاعر ڏاڍا قدامت-پسند آهن. لفظن جي باري ۾ هو اجا تائين ذات جا قائل آهن ته جيڪو شودر ٿيو، سو ڪڏهن برهمڻ جي برابري نٿو ڪري سگهي، ۽ جنهن لفظ جي قسمت ۾ نثر جي خدمت ڪرڻ لکيل آهي، سو شعر جي آستان تائين ڪڏهن به رسائي حاصل ڪري نه سگهندو. ان جي ڪري اسان جي شاعريءَ تي ڪيترائي رستا بند ٿي ويا آهن، جن کي کولڻ وارو ڪو به نظر نٿو اچي. خبر ناهي ته اهو ڏينهن ڪڏهن ايندو، جڏهن اسان جا شاعر پنهنجيءَ زبان کي نوازيندا!" — پطرس

● "سڀ کان وڏا چور اهي هوندا آهن، جيڪي اوهان جو وقت ضايع ڪندا آهن." — بالزاڪ

● "اها ڳالهه تمام ضروري آهي ته جيڪي زورآور دوست، اوهان جي سڏائڻ کان سواءِ ئي، يا بنا اڳواٽ اطلاع ڏيڻ جي، يا اوهان کان ملاقات جي موڪل ۽ وقت وٺڻ جي، زوريءَ ۽ هروڀرو اچي اوهان وٽ مهمان بنجي ويهي رهن، ۽ اوهان جي قيمتي وقت کي برباد ڪري، اوهان جي خيالن ۽ فڪرن جي دنيا کي تاراج ڪرڻ گهرن، انهن کي اهڙيءَ بيجا مداخلت جي اجازت نه ڏيڻ گهرجي — بلڪ انهن سان سختيءَ جو ورتاءُ ڪجي، ته جيئن کين اهو محسوس ٿئي ته 'وقت' به ڪا اهم ترين ۽ناياب شيءِ آهي: ڇو ته اهي ماڻهو اوهان جي معاملن ۽ مصروفيتن کي ڀيرن سان لتاڙي، ڀيرين اوهان سان زبردستيءَ وارو ورتاءُ ڪري چڪا هوندا آهن، ۽ اوهان کي سندن اهڙن معاملن ۾ زوريءَ ڦاسائي، هو اوهان جي دل ۽ دماغ تي ظلم جي هلان ڪن ٿا، جن ۾ نه اوهين ڪا دلچسپي وٺي سگهو ٿا، ۽ نه ئي انهن سان اوهان جو ڪنهن به قسم جو ڪو وهنوار هوندو آهي.

"ڪنهن ٻئي جو ڪهڙو ذڪر، خود آءٌ انهيءَ قسم جي واهياتپڻي کي پسند نٿو ڪريان: نڪي مون کي اهڙن اوڦتو ۽ غيرواسطيدار خيالن سان ڪو واسطو ٿي سگهي ٿو: ڇو ته مون وٽ پنهنجن خيالن ۽ ويچارن جي ايتري ته گهڻائي آهي، جو مون کي رڳو انهن کي ئي ترتيب ۾ آڻي، ڪنهن فائديمند ڪم وٺڻ جيتري فرصت به ڪانهي، ته پوءِ ڀلا آءٌ ٻين جي دردسريءَ لاءِ ڪهڙيءَ طرح وقت ڪيئي سگهان ٿو!" — گوئٽي

● "اسان مان هرهڪ کي انهيءَ ڳالهه تي گهڻي ۾ گهڻو سوچڻ ۽ ويچارڻ کپي ته هن تغيرپسند دنيا ۾ اسين ڪيئن ۽ ڪهڙيءَ ريت هڪڙو اهڙو ماحول پيدا ڪري سگهون ٿا،

جيڪو انيڪ ڦيرين گهيرين ۾ به قائم رهـي، اسان کي يقين جـي منزل تائين پهچائي ڇڏي.
اسان کي کپي ته مختلف خيالن ۽ نظرين جو جائزو وٺون، ۽ پوءِ انهن مڙني ڳالهين کي هڪ پاسي هٽائي رکون، جيڪي اسان جي وس ۽ امڪان کان ٻاهر آهن: پر انهن سڀني شين ۽ ڳالهين کي عمل ۾ آڻيون، جيڪي اسان جي اختيار ۾ هجن، ۽ جن تي اسان جو قبضو هجي.
ان جو نتيجو لازمي طرح اهو ٿيندو ـــ ۽ ٿيڻ به کپي ـــ ته اسين پنهنجي لاءِ تمام گهڻيءَ حد تائين، هڪ خاص مدت لاءِ، هڪڙو مخصوص ماحول ۽ دنيا آباد ڪرڻ تي قادر ٿي وينداسين!
”جڏهن اسين پاڻ ۾ هڪ اهڙي خوشيءَ ۽ راحت ڀري دنيا اڀارڻ جـي صلاحيت پيدا ڪري وٺنداسين، جيڪا، اڪيچار مشڪلاتن ۾ گهيريل ۽ بيشمار مصيبتن ۽ ڏاکڙن ۾ ڦاٿل هوندي به، اسان کي ڪلندي ڪُڏندي هرڪنهن مصيبت کي منهن ڏيڻ ۽ خوش باش رهڻ جي قابل بڻائي ڇڏي، تـه پوءِ اوهين يقين ڪريو تـه اها هڪ ايڏي تـه وڏي ڪاميابي ٿيندي، جيڪا هن دنيا کي ـــ جيڪا گهڻن ماڻهن جي خيال پٽاندر سراپا ’ڏکن جو گهر‘ آهي ـــ ڪن پل ۾ ’خوشيءَ جو گهر‘ ۽ بهشت جو ٻاڳو بڻائي ڇڏيندي!“
ـــ ڪتاب ”آرٽ آف ليونگ“ تان ورتل اقتباس

● ”جڏهن آءٌ ڏسان ٿو ته هزارين ماڻهو ملي پنهنجي ضمير کي لتاڙين ٿا، هڪ ڪاغذ تي لکيل حڪم ڪيڏي پنهنجي ڀائرن جا حق غضب ڪن ٿا، تڏهن آءٌ مٿن لعنت ڪريان ٿو. منهنجي زبان کي سخت سمجهيو وڃي ٿو ـــ پر آءٌ ’سچائيءَ‘ جهڙو سخت آهيان ۽ ’انصاف‘ جهڙو بي لحاظ: آءٌ آزاديءَ جي باري ۾ نڪي نرم ڳالهائي سگهان ٿو، نڪي نرم لکي سگهان ٿو: آءٌ هڪ انچ بـه پوئتي هٽڻ لاءِ تيار نه آهيان. آءٌ چاهيان ٿو تـه نڪي منهنجي مرضيءَ خلاف ڪو مون تي حڪومت ڪري، ۽ نڪي ئي آءٌ ڪنهن ٻئي لاءِ ائين ڪريان. هڪ شخص جي آزادي کسڻ سبب ساريءَ دنيا جـي آزادي خطري ۾ پئجي وڃي ٿي: ان ڪري اسان کي گهرجي ته پنهنجو مقصد اهو ئي مقرر ڪريون ته ’آزادي ـ سڀن لاءِ، هرهڪ لاءِ ۽ هميشه لاءِ.‘“
ـــ لائيڊ گيريزن

● ”دنيا اهڙن ماڻهن سان ڀري پئي آهي، جيڪي ٻين جي خيالن کي قيمتي سمجهن ٿا، ٻين جي فڪر ۽ قول کي پنهنجي تن جو تڪيو ۽ آڌار ٿا ڄاڻن، ۽ ٻين جي شعر ۽ سخن تي جهومن ٿا لـيڪن، ٻر پاڻ پنهنجي ڳالهه چوڻ يا ڪرڻ جي ڪڏهن جرات نٿا ڪن. هن هستيءَ جي بازار ۾ اهڙا ماڻهو بـه گهڻي تعداد ۾ موجود آهن، جيڪي ٻين جي چوڻين ۽ لکيتن جا مؤلف ۽ مرتب آهن، ٻين جا شارح آهن، ۽ پنهنجي ’پسند پيل‘ ڀلارن جـي خيالن کان تـِر برابر انحراف ڪرڻ کي هو ڪبيرو گناهه ٿا ڄاڻن. اهڙا ماڻهو پاڻ عالم ۽ فاضل بـه آهن، ۽ غور فڪر ڪرڻ جا عادي به: پر انهن پنهنجي سوچ ويچار جي هڪڙي حد مقرر ڪري ڇڏي آهي، جنهن کان ٿورو به اڳتي چـُرڻ جا هو پاڻ کي مجاز ۽ مختيار نٿا ٺهرائين. هنن جو خيال

آهي ته 'اسان جا بزرگ اسان لاءِ جيڪي ڪجهه سوچي چڪا آهن، اهو ئي ڪافي سمجهڻ گهرجي، ۽ ان کي ئي نظريءِ حيات بنائڻ گهرجي.'

"اهي ماڻهو چون ٿا ته 'ڪلهه جو انسان، عظيم انسان هو: هن کي ڏئيءِ پاڪ جيڪو دماغ سوچڻ لاءِ ڏنو هو، سو اسان جي قسمت ۾ ڪٿي! ان ڪري اسان کي پنهنجي مشاهير ۽ نامور بزرگن جي خيالن سان اختلاف ڪرڻ جو ڪو حق ئي ڪونه آهي!' جيڪڏهن انهن کي چيو وڃي، 'مگر هوائي جهاز ۽ جوهري قوت ته "اڄ جي انسان" جي دريافت آهي، ۽ "اقتصادي مساوات" جو نظريو به اڄ جي پيداوار آهي'، ته هو ان جو ڪو به معقول جواب نٿا ڏيئي سگهن: پر تنهن هوندي به هو ناروا تقليد جو ڳٽ پنهنجي ڳچيءَ مان لاهڻ تي ڪڏهن به آماده نٿا ٿين!

"انهن جو ضمير مري چڪو آهي، ۽ دماغ بيحس ۽ بيسُرت بنجي ويو اٿن: ان ڪري انهن مان ڪنهن معقوليت جي اميد رکڻ فضول آهي. البت، ٻئي انهيءَ گروهه جي اصلاح ممڪن آهي، جنهن جي اصل بيماري، تقليد کان وڌيڪ خوف ۽ هراس، ۽ بيجا هٻڪ ۽ حجاب آهي. اهڙن ماڻهن کان جڏهن انهيءَ سوال جو جواب نٿو اُڪلي ته هو سهمجيو وڃن، ۽ ڪين پنهنجن دليلن جا سقم به معلوم ٿيو وڃن ٿا — هو ٻوءِ سوچڻ تي مجبور ٿين ٿا. اها سوچ آخر ان نتيجي تي پهچي ٿي ته 'قدرت ڪلهه جي انسان جيان اڄ جي انسان کي به زنده دل ۽ روشن دماغ عطا ڪري ڇڏيو آهي — ۽ ان کان وڌيڪ اهي سهولتون، جيڪي علم جي حاصلات لاءِ اڄ جي انسان کي حاصل آهن. ان ڪري، انسان کي هرڪو حق آهي ته هو ماضيءَ جي مشهور بزرگن جي خيالن جو ڳوڙهو مطالعو ڪري، ۽ جيڪڏهن انهن ۾ خاميون ڏسي ته انهن کي رفع دفع ڪرڻ ۾ ڪو به نٽ نٽائي نه ڪري.' اتي پهچي، هن جي دل چاهي ٿي ته هو پنهنجي دبيل خيالن کي، خوف خطري کان بي نياز ٿي، هڪدم ڪڍي ٻاهر ڪري ۽ سيني جي اڳيان رکي. پر، اها خواهش به انهيءَ ڊپ کان دل ئي دل ۾ رهجيو وڃي ته 'ماڻهو اسان کي ناخلف ۽ گستاخ چوندا، ۽ اسان جي خيالن تي ٽوڪبازي ڪندا!' اهڙن ماڻهن جي حيثيت 'پڙاڏي' کان وڌيڪ ڪانه آهي، ۽ هو ڪڏهن به ڪامياب ڪين ٿيندا.

"جيڪڏهن اوهين انهن ماڻهن جي قطار ۾ ويهڻ نٿا چاهيو، ته "ايمرسن" جو هي مشورو قبول ڪريو:

"پنهنجي قابليت تي ڀروسو ڪريو؛
پنهنجي هنر ۽ فن جي نمائش ڪريو؛
پنهنجن خيالن جو اظهار بيڌڙڪ ڪريو!" — ڪتاب "خوداعتمادي" تان ورتل اقتباس

● "اهو نه ڏسو ته 'ڪير' ٿو ڳالهائي، بلڪ اهو ڏسو ته 'ڇا' ٿو ڳالهائي."

— حضرت محمد صلعم

● ”اوهين ايستائين امن ۾ آهيو، جيستائين اوهان جي زبان امن ۾ آهي.
— حضرت محمد صلعم

● ”انسان جي قابليت، سندس زبان هيٺ لڪل آهي.“ — حضرت علي رضه

● ”علم جي طلب ۾ شرم مناسب ناهي؛ ڇو ته جهالت شرم کان وڌيڪ بڇڙي شيءِ آهي.“ — افلاطون

● ”علم سکڻ، عمل ڪرڻ، ۽ ٻين کي سيکارڻ- اهو مڙني خوبين جو مجموعو آهي.“
— غوث الاعظم رحه

● ”اها علميت، جيڪا محض معلومات ياد رکڻ جو نالو آهي، سا ڪنهن کي استاد بڻجي وڃڻ جي لائق نٿي بنائي سگهي.“ — ڪنفيوشس

● ”تجربو انسان جو بهترين علم آهي؛ ۽ زندگيءَ جون ٺوڪرون، تعليم جو بهترين ذريعو.“
— اسپينسر

● ”انسان جو بهترين مطالعو ’انسان‘ آهي.“ — بسمرٿ

● ”هر شخص هڪ ضخيم ڪتاب آهي- بشرطيڪ اوهان کي پڙهڻ ايندو هجي.“
— نامعلوم

● ”ڪنهن انسان جي عقل جو اندازو ان وقت لڳايو، جڏهن هو ڪاوڙ ۾ هجي.“
— اقليدس

● ”هڪ انسان جي حقيقي ڪردار جي عظمت جو جائزو ان جي عملن مان وٺي سگهجي ٿو.“
— ميڪالي

● ”جڏهن ڪنهن عالم کي بادشاهه يا اميرن وٽ ويندي ڏسو، ته پڪ ڄاڻو ته هو چور آهي.“ — سعيد بن مسيب رحه

● ”زندگي ڇا آهي؟- وقت، ۽ صرف وقت: وقت کي ضايع ڪرڻ، زندگي کي برباد ڪرڻ آهي.“ — اسپينسر

● ”انسان لاءِ اها نهايت شرم جهڙي ڳالهه آهي جو هو پنهنجي بيپرواهيءَ سببان وقت کان اڳ پوڙهو ٿي وڃي، ۽ اهو نه سوچي ته جيڪڏهن سندس جسم صحيح ۽ سالم هجي ها ته هو ڇا ڇا نه ڪري سگهي ها.“ — سقراط

● ”صحت جي اصولن جي خلاف ورزي، جسماني گناهه آهي.“ — اسپينسر

● ”جيڪڏهن ڪو شخص تنهنجي اهڙيءَ چڱائيءَ کي ساراهي، جا تو ۾ نه آهي، ته پڪ ڄاڻ ته هو تنهنجيءَ اهڙيءَ برائيءَ جي گلا به ڪندو هوندو، جا تو ۾ نه هوندي.“ — اقليدس

● ”دوست جي ناڪاميءَ تي مغموم ٿيڻ ايترو قدر ڏکيو نه آهي، جيترو قدر ان جي ڪاميابيءَ تي خوش ٿيڻ.“ — آسڪر وائلڊ

● "ٻين جي ترقيءَ تي حسد نہ ڪريو، بلڪ سبق پرايو: پاڻ بہ ترقي ڪريو، ۽ ٻين کي بہ موقعو ڏيو." — ايمرسن

● "جيڪڏهن اوهين کلندا، تہ دنيا اوهان جو ساٿ ڏيندي: ۽ جيڪڏهن روئندا، تہ اڪيلو روئڻو پوندو." — بيڪن

● "ڪو بہ نسل ان وقت تائين خوشحال نٿو بڻجي سگهي، جيستائين ڪ هو ائين نہ سمجهي تہ کيتيءَ ۾ هر هلائڻ بہ ايتروئي عزت وارو آهي، جيترو ويٺي ويٺي هڪ نظم لکڻ."
— واشنگٽن

● "ادب اهو منظر آهي، جو ميز تي رکيل آهي: ۽ منظر اهو ادب آهي، جو زمين تي پکڙيل آهي." — لين يو تانگ

● "ڪي ماڻهو شڪايت ڪندا آهن تہ گلن سان ڪنڊا ڇو آهن: آءٌ شڪر ڪندو آهيان تہ ڪنڊن سان گڏ گل بہ آهن." — آلفنسن ڪار

● "ڀيرين اوهين ٻار کي ڳالهائڻ سيکاريو ٿا، ۽ پوءِ ان کي خاموش رهڻ جي تلقين ٿا ڪريو!" — جيوبرٽ

● "سياستدان ايندڙ چونڊن جي باري ۾ سوچي ٿو، ۽ مدبر ايندڙ نسل جي باري ۾."
— جيمس ڪلارڪ

● "تاريخ جي موجود تعليم جي سڀ کان وڏي خرابي اها آهي تہ ان مان تنگ نظري پيدا ٿئي ٿي. هيءَ ڳالهہ اسانجن دماغن ۾ ايتريقدر تہ گهر ڪري ويئي آهي جو اسين انساني برادريءَ جا ڪٿي سو ڀيرا قائل هجون، پر پوءِ بہ پنهنجي محدود مفاد واري چوديواريءَ ۾ بند ٿي سوچيون ٿا: جيستائين اها چوديواري ٽٽي نہ آهي، انسان جو آئيندو اونداهو آهي.

"اڄڪلهہ اسين ٻارن کي ائين پڙهائيندا آهيون تہ توهان دهليءَ جو رهاڪو آهين: پوءِ ائين تہ توهان هندوستان ۾ آهين: پوءِ، ايشيا ۾ آهين: پوءِ، مشرق ۾ آهين: ۽ پوءِ ائين پڙهائيندا آهيون تہ توهان دنيا ۾ آهين: ان طرح، دنيا هن لاءِ ڪا تمام پري جي شي بڻجي وڃي ٿي، ۽ هو پاڻ کي هڪ ننڍڙي علائقي ۽ ان جي محدود تهذيب جو پابند بنائي ٿو ڇڏي. اسان کي گهرجي تہ اسين ٻارن جي لاءِ خاص قسم جا نقشا جوڙيون: ڀيرين انهن کي هڪ اهڙو گولو ڏيکارڻ گهرجي، جنهن تي صرف هڪڙو رنگ هجي، ۽ ٻارن کي پڙهائڻ گهرجي تہ هُو دنيا جا رهاڪو ڀيرين آهن، ۽ هندستان ۽ دهليءَ جا پوءِ: ۽ هيءَ دنيا جيڪا الڳ الڳ ملڪن ۽ قومن ۾ ورهايل آهي، سو فقط سهوليت جي خيال کان." — مولانا ابوالڪلام "آزاد"

● "هر انسان جي زندگيءَ جو ڪونہ ڪو خاص مقصد آهي: زندگيءَ جي منزل قبر: يا ان جو اصل مقصد قبرستان پهچائڻ نہ آهي." — لانگ فيلو

● "زندگي عيش ۽ عشرت کي نٿو چئجي، پر مقصد ۽ ان جي امنگ جو نالو آهي: موت فنا ۽ نيستيءَ کي نٿو چئجي، پر مقصد کان مايوس ۽ نااميد ٿيڻ کي چئبو آهي."
— خليل جبران

● "بهشت ثوابن جي دنيا نہ، بلڪ پاڪ دل جو ٻيو نالو آهي؛ جهنم ۾ عذابن جو گهر نہ آهي، بلڪ محبت کان خالي دل جو ٻيو نالو آهي." — خليل جبران

● "محبت صرف هڪ باهہ نہ آهي، جيڪا دل ۾ ڀڙڪندي رهي ٿي، بلڪ هڪ تهذيبي جذبو ۽ هڪ سماجي تحريڪ پڻ آهي، جنهن جي هڪ مڪمل تاريخ آهي." — ممتازحسين

● "ايترو اختصار نہ ڪريو جو مطلب فوت ٿي وڃي." — روسو

● "دنيا ۾ ڪو بہ چڱو يا بڇرو ڪم اهڙو نہ آهي، جيڪو انگريز ماڻهو نہ ڪندا هجن؛ ليڪن اوهين انهن ڪي ڪڏهن بہ غلطيءَ تي نہ ڏسندا: هو هرڪو ڪم ڪنهن نہ ڪنهن 'اصول' جي بنياد تي ڪن ٿا: هو اوهان سان جنگ ڪن ٿا، تہ وطن پرستيءَ جي اصولن جي بنياد تي؛ اوهان کي لُٽين ٿا، تہ ڪاروباري اصولن جي بنياد تي؛ ۽ اوهان کي غلام بنائين ٿا، تہ سلطنت شاهيءَ جي اصول جي بنياد تي." — برنارڊ شا

● "مختلف تهذيبن ۾ اتفاق انهيءَ صورت ۾ ممڪن آهي، جڏهن هر قوم ۽ تهذيبي گروهہ جي هن حق کي تسليم ڪيو وڃي تہ هو پنهنجي زبان ۽ ادب کي آزاديءَ سان ۽ پنهنجي طريقي مطابق ترقي ڏيئي سگهي ٿو. اهڙي قسم جي همہ گير تهذيبي آزاديءَ جو بنياد، رجعت پرست ۽ لُٽيندڙ طبقي جي اقتدار جي خاتمي ۽ عوام جي حاڪميت تي ئي رکي سگهجي ٿو.

"عوام جو اقتدار ئي قومي آزاديءَ جي قيام، استحڪام ۽ قومي تهذيب جي فروغ جو ضامن ٿي سگهي ٿو؛ ۽ ان جي بنياد تي بين‌الاقوامي تهذيبي اشتراڪ ۽ اتفاق جي عمارت جوڙي سگهجي ٿي- ڪنهن بہ زبان يا تهذيب کي دٻائي نہ، بلڪ هر قوم يا تهذيبي اقليتي گروهہ جي زبان ۽ ثقافت کي وڌڻ ويجهڻ جو پورو موقعو ڏيئي." — سيد سجّاد ظهير

● "ڪنهن بہ مذهب جو زوال تڏهن ٿو شروع ٿئي، جڏهن اهو وهمن جو مجموعو بنجي وڃي ٿو؛ پوءِ ان جي نظام ۾ اها خرابي پيدا ٿي وڃي ٿي، جو ڪنهن هڪڙيءَ سچائيءَ ۾ مبالغو ڪري ان کي تہ آسمان تي چڙهايو وڃي ٿو، ۽ ٻين پڌرين حقيقتن کان لاپرواهي ڪئي وڃي ٿي." — مولوي عبدالحق

● "اسان مان هرهڪ کي ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن جسماني طور فنا ٿيڻو آهي. هن دنيا ۾ زنده رهڻ ۽ خوشين سان همڪنار ٿيڻ جو فقط هڪ ئي طريقو آهي تہ ڪم ڪيو وڃي، ليڪن پنهنجي لاءِ نہ بلڪ ٻين جي لاءِ. 'ٻيا' اهي، جيڪي اسان جو مستقبل آهن- يعني اسان جا ايندڙ نسل. زندگيءَ جي سچي خوشيءَ ۽ راحت جو راز انهيءَ ۾ لڪل آهي تہ انسان پنهنجي ايندڙ نسلن لاءِ هڪ اهڙي جدوجهد ۾ مصروف رهي، جنهن سان مستقبل پنهنجين موڙيني عظمتن ۽ مسرتن سان روشن ۽ درخشان ٿئي: ۽ جيڪو شخص انهيءَ نصب‌العين مطابق عمل ڪري، ان کي پنهنجي پاڻ کان هيءُ سوال ڪڏهن بہ نہ ڪرڻ گهرجي تہ 'ڇا، ايندڙ نسل مون کي داد ۽ تحسين بخشيندا؟'

"اهو شخص، جو ذاتي خواهشن کي پنهنجي جدوجهد جو محور ٿو بنائي، سو ڪنهن به حالت ۾ اها دعوا نٿو ڪري سگهي ته هو عوام جو خدمتگذار آهي؛ جو ته درحقيقت هن عوام جو نالو وٺي، فقط پنهنجي ۽ پنهنجن عزيزن جي خدمت ڪئي. اهڙن خدمتگذارن کان ته لانگ ۽ وچون بهتر آهن، جن بابت هيءَ حقيقت ته هرڪو ٿو ڄاڻي ته اهي آخر ڏنگيندا آهن."

— ڪمال اتاترڪ

● "انسان کي 'اَمَرُ' ٿي وڃڻ جي خيال سان جيڪا دلچسپي رهندي پئي آئي آهي، ان جو ڪجهه نه ڪجهه تعلق انساني مرضن جي علم سان آهي... امر ٿي وڃڻ جو اهو خيال اسان لاءِ بيحد اهم، بلڪ زندگيءَ ۽ موت جو مسئلو بنجي ويو آهي... هيءَ حقيقت آهي ته پنجاهه ورهين جي عمر کان مٿي پهچي، گهڻا ماڻهو (مذهبي هجن يا ڪافر) موت کان نٿا ڊڄن؛ ان ڪري هو جنت ۽ دوزخ جي فڪر کان به آجا ٿا رهن. اهڙن ماڻهن جي واتان اسين اڻين به چوندي ٻڌندا آهيون ته 'ادا، منهنجي قبر تي هن قسم جو ڪتبو لڳائج'، 'قبر جي بيهڪ هن نموني جي هجي ته ڏاڍو چڱو'- بلڪ اسين انهن کي اهو بحث ڪندي به ٻڌندا آهيون ته 'مردي کي دفن ڪرڻ بدران ان کي ساڙي ڇڏڻ بهتر آهي'، وغيره. منهنجو مطلب فقط اهڙن ماڻهن سان نه آهي، جن جو عقيدو آهي ته مرڻ کان پوءِ هو سدا جنت ۾ هليا ويندا، بلڪ ان ۾ اهي ماڻهو به شامل آهن، جيڪي اهو ڄاڻن ٿا ته زندگي موت سان گڏ ختم ٿي وڃي ٿي- يعني شمع، وسامي وڃڻ کان پوءِ روشني نٿي ڏيئي سگهي. جديد زماني جي ڪيترن ئي ڪاملن، انساني زندگيءَ جي جاوداني هجڻ جي باري ۾ شڪ ظاهر ڪيو آهي- بلڪ هو انهيءَ جهنجهٽ کي ئي فضول ٿا ڄاڻن.

"انساني زندگيءَ جي جاودان هجڻ يا ڪنهن فرد جي امر ٿي وڃڻ واري تصوّر جي عيوض، ڪُجهه ماڻهن هڪ 'ٻئي قسم جي دائمي بقا' جو تصور پيش ڪيو آهي، جيڪو وڏيڪ وسهڻ جوڳو ۽ معقول آهي: ان ۾ ڪنهن جي نسل جي بقا، ته ڪنهن جي ڪم ۽ ان جي اثر جي بقا شامل آهي. مثلاً، ڪو به فرد- يا اسين ۽ اوهين مري وڃون ته اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي، ليڪن اسين جيڪي ڪم ۽ ڪارناما پنهنجي پوئتان ڇڏي ٿا وڃون، اهي زنده رهن ٿا، ۽ اسان جي معاشري جي فردن تي لڳاتار اثر وجهندا ٿا رهن. ان جو مثال هيءُ ٿيو ته اسين ٽاريءَ سان گل چني، ان جون پنکڙيون ڇپي ڇني، پٽ تي اڇلائي ٿا ڇڏيون، پر ان گل جي خوشبوءِ هوا ۾ رچيل رهي ٿي: گويا، ماڻهوءَ جي مري وڃڻ ۽ پوئتان سندس ڪيل ڪارنامن جي اثر جو باقي رهڻ، فاني انسان جي امر ٿي وڃڻ واري مٿي ذڪر ڪيل تصوّر کان گهڻو وڌيڪ معقول، جٽادار، ۽ بي‌لوث شي آهي. ان طرح، اسين چئي سگهون ٿا ته 'لوئي پاس ٽيئر' ۽ 'ٿامس ايڊيسن' جهڙا موجد اڄا تائين اسان ۾ زنده آهن- جو ته انهن جا ڪارناما، ۽ انسانذات لاءِ ڪيل سائنس جون مفيد ايجادون زنده آهن: انهن جو جسم مري کپي ويو ته ڇا ٿيو؟ انسان جو 'جسم' ته فقط ڪن ڪيميائي جزن جو گهڙيءَ گهڙيءَ بدلجڻ وارو هڪ تصوراتي بوتو آهي، ۽ بس!

”عمل ۾ ئي انهيءَ جتادار هجڻ واريءَ خوبيءَ جي خيال کان، انسان پنهنجي زندگيءَ ۽ پنهنجي هستيءَ کي، ’مجموعي حيات‘ جي وهندڙ درياءَ جو هڪڙو قطرو ڪري ٿو ليکي؛ ۽ انهيءَ مجموعي زندگيءَ کي سڌارڻ ۽ بهتر کان بهتر بنائڻ لاءِ هن کان جيڪي ڪجهه ٿي سگهي ٿو، ان ۾ هو پنهنجي وس پڄندي ڪابه ڪسر ڪانه ٿو ڇڏي- ۽ سچ پچ ته جيڪڏهن انسان ٿورو به گهٽ خود غرض ٿئي، ته ان لاءِ ايترو ئي گهڻو آهي.“

-- ڪتاب ”اِمپارٽنس آف ليونگ“ تان ورتل اقتباس

● ”جنّت جو رنگين تصوّر هر انسان جي دماغ ۾ جميل آهي. جيڪڏهن اسين پنهنجن دماغن جون فلمون ڪنهن طرح ڏسي سگهون، ته صاف نظر ايندو ته هر دماغ ۾ جنّت جي تصوير خود هرڪنهن جي پنهنجي پنهنجي مذاق مطابق بنيل هوندي.

”مون کان جيڪڏهن پڇيو وڃي، ته آءٌ جنّت- يعني هڪ بيحد خوشين ڀري دنيا- هڪ بهترين قسم جي باغ کي بيان ڪندس، جنهن ۾ ڪوبه گوڙ وڳوڙ نه هجي؛ ڪنهن به قسم جي روڪ ٽوڪ نه هجي؛ صرف بلبلن جا نغما هجن، سڳند ۽ سرهاڻ ڀريون هوائون هلندڙ هجن، گل ڦل جهومي رهيا هجن، ۽ مکڙيون مُرڪي رهيون هجن: انهيءَ بهشت جهڙي بهترين باغ ۾ هڪ طرف منهنجو ڪمرو هجي، جنهن ۾ سڄيءَ دنيا جا ڪتاب رکيل هجن؛ آءٌ ڪڏهن ڪو شعر جهونگاريان، ۽ ڪڏهن ڪو مضمون مطالع ڪريان؛ مون کي صبح ۽ شام جي گردش جو ڪوبه غم وهم نه هجي، ۽ آءٌ هرقسم جي فڪر کان فارغ ۽ يڪسر آزاد رهان؛ وغيره وغيره. ليڪن، جيڪڏهن اوهين ڪنهن ڪاريگر واڍي کان جنّت جو تصوّر معلوم ڪندا ته هو پنهنجي هنر ۽ پنهنجيءَ پسند جي مذاق جي روشنيءَ ۾ ٻڌائيندو ته ’مون کي هڪ اهڙيءَ جنّت جي ضرورت آهي، جنهن ۾ بهترين قسم جو فرنيچر- اهڙو فرنيچر، جنهن جهڙو سڄيءَ دنيا ۾ ڪٿي به موجود نه هجي-، ڪنهن عاليشان محلات ۾، موزون ۽ مناسب سليقي سان سينگاريل هجي: پوءِ آءٌ انهيءَ دنيا ۾ حڪمران هجان، يا ڪم از ڪم آزاديءَ جي زندگي بسر ڪريان، ۽ مون کان ڪوبه پڇڻ ڳاڇڻ وارو نه هجي.‘

”اهوئي تصوّر جيڪڏهن هر هنر جو انسان پنهنجي ڪاروباري معاملي ۾ به اڳيان رکي، ته هو پنهنجيءَ هن ئي دنيا کي جنّت جو مثال بنائي سگهي ٿو. اهو هن طرح، ته هو پنهنجي فنّ ۾ منفرد ۽ بيمثال رنگينين پيدا ڪرڻ جي فڪر ۾ لڳو رهي، ۽ ان مان حظّ حاصل ڪندو رهي- ايتريقدر جو ان ۾ مست ۽ مگن ٿي وڃي. ڪوبه سبب ڪونهي، جو هن جو اهوئي تصوّر کيس هڪ طرف ڪامياب ۽ سرخرو نه بنائيندو رهي؛ ۽ ٻئي طرف هن جو اهوئي تصوّر هن لاءِ هوند ايتريون ته فراوانيون پيدا ڪري ڇڏي، جو جيڪڏهن بنهه بينياز نه، ته گهٽ ۾ گهٽ هو بينيازيءَ جي منزل جي ويجهو ته پهچي ئي وڃي.“

--- ڪتاب ”آرٽ آف ليونگ“ تان اقتباس

● ”صداقت انسان کي عظيم نٿي بنائي: انسان صداقت کي عظيم بنائي ٿو.“ — ڪنفيوشس

● ”سچائيءَ خاطر پنهنجو گهر ٻار، مال ۽ دولت، سڀڪجهه لٽائي ڇڏيو: ذلت جي زندگيءَ کان عزّت جو موت بهتر آهي.“ — امام حسين رض

● ”گهڻي وقت کان اسان پرڀات جو انتظار پئي ڪيو آهي، ليڪن لمبي رات پوري نه ٿي آهي — ۽ شايد اڃا پوري نه ٿئي: گهڻو وقت، ان جي مون کي خبر ناهي. ديس جي آزاديءَ جي لڙائيءَ جا ڪيترا بهادر سپاهي شايد اها پرڀات نه ڏسي سگهن، — پر اها پرڀات ايندي ضرور! تيستائين، جدوجهد جي راهه کي روشن رکڻ لاءِ جوت جلائيندو ئي رهڻو آهي... ۽ مان ڄاڻان ٿو گهران ته اوهان مان ڪيترا بهادر اها جوت هٿن ۾ جهلي جي ڪرندڙ هٿن مان وٺڻ لاءِ تيار آهن!“ — جواهرلعل نهرو

٣، ٣- ١٩٥٨ع

● ”نيڪ دوست جو مثال مُشڪ فروش وانگر آهي، جو اوهان کي تحفي طور مشڪ ڏيندو، يا اوهين پاڻ ان کان خريد ڪندا. نه ته به، مشڪ جي خوشبوءِ اوهان کي ضرور حاصل ٿيندي.“ — حضرت محمد صلعم

● ”پيءُ جو، پنهنجي پٽ لاءِ، ان کان وڌيڪ ڪو به عطيو نه آهي ته هو ان کي عمدي تعليم ۽ تربيت ڏئي.“ — حضرت محمد صلعم

● ”زماني جي گردش عجيب آهي، پر ان کي نه سمجهڻ ۽ ان مان سبق نه حاصل ڪرڻ، ان کان وڌيڪ عجيب آهي.“ — حضرت ابوبڪر رض

● ”جو شخص تجربن مان سبق نٿو حاصل ڪري ۽ غافل ٿو رهي، تنهن جي سوچڻ ۽ سمجهڻ جي صلاحيت، اڳتي هلي، ختم ٿي ويندي.“ — حضرت علي ع

● ”دنيا جو ڪو وڏي ۾ وڏو سائنسدان ۽ وڏي ۾ وڏو فيلسوف، تجربن مان نتيجا حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڪا راهه قائم ڪري ٿو. جيڪڏهن اونهي ويچار سان ڏسبو، ته معلوم ٿيندو ته دنيا جو هر انسان رات-ڏينهن ڪنهن نه ڪنهن تجربي ۾ لڳو ٿو رهي. هرڪو ڏينهن ۽ هرڪا ساعت بذات خود هڪ تجربو آهي — بشرطيڪ اسين پنهنجو پاڻ ۾ اها صلاحيت پيدا ڪريون، جو هرڪنهن شي جي حرڪت کي سمجهندي، ان مان نڪرندڙ نتيجن کي سهيڙيندا رهون.“ — بيڪن

● ”غصي ۾ ڳالهايل هڪ لفظ به سڀ کان تکي تلوار آهي؛ ’لالچ‘ سڀ کان خطرناڪ زهر آهي؛ ’جهالت‘ سڀ کان وڌيڪ اونده آهي؛ سڀ کان قيمتي خزانو آهي ’نيڪي‘؛ سڀ کان سٺو حڪيم آهي ’پرورش‘؛ سڀ کان تيز بخار آهي ’نفرت‘؛ ۽ سڀ کان بهترين مذهب آهي ’محبت‘.“ — گوتم ٻڌ

● "جسم جو آرام گهڻ ڪائڻ تي، نفس جي راحت گهڻ گناهه ڪرڻ تي، دل جي خوشي گهٽ ڳڻتي ڪرڻ تي، ۽ زبان جي راحت ٿوري ڳالهائڻ تي آهي." -- حڪيم علي اثردي

● "ماڻهو، تندرستيءَ جي حالت ۾، جانورن وانگر پيٽ پوري ڪاڌو کائي، پاڻ کي بيمار ڪري ڇڏين ٿا؛ انهن جو اسان علاج ڪيو، ته انهن کي جهرڪين وانگر ٿورو ٿورو کاڌو ڏيئي تندرست ڪيوسين." -- حڪيم جالينوس

● "ڏاهي ماڻهوءَ جون اکيون سندس مٿي ۾ آهن؛ پر بيعقل ماڻهو اونداهيءَ ۾ پيو هلي." -- حضرت سليمان

● "سڀ کان بيوقوف شخص اهو آهي، جو سُتل فتني کي جاڳائي." -- سقراط

● "سٺا ڪتاب، سٺا ماڻهو پيدا ڪن ٿا." -- شيڪسپيئر

● "حسب نسب تي، يعني پيءُ-ڏاڏي تي فخر ڪرڻ جڻ ته مئلن جي هڏن تي يا مٽيءَ جي ڍير تي فخر ڪرڻو آهي -- يعني مُردار يا ڍونڊ تي، جنهن مان فقط ڪتن ۽ ڳجهن ۽ چرخن کي خوشي ٿيڻ گهرجي، نه ماڻهن کي." -- مرزا قليچ بيگ

● "هڪ انسان يا هڪ نسل کان غلطي ٿي سگهي ٿي؛ مگر انسانيت، انسانيت جي مجموعي حيثيت سان، ڪڏهن به غلطيءَ ڏانهن نه ويندي." -- ڪرشن چندر

● "اوهين عوام جي ڳالهه ٻڌو، سندن احساسن ۽ جذبن جو احترام ڪريو، ۽ سندن مطالبن ۽ خواهش کي تسليم ڪريو." -- قائد اعظم

● "گهڻائيءَ واريءَ قوم کي ڪجهه قرباني ڪري به، ٿورائيءَ واريءَ قوم جي همدردي حاصل ڪرڻ گهرجي." -- مهاتما گانڌي

● "مفلسي اُم الخبائث، يعني هر قسم جي بدين ۽ گناهن جو باعث آهي، ۽ خدا انسان لاءِ ان کان بدترين مرض پيدا نه ڪيو آهي. اسان جو فرض آهي ته هر ممڪن ڪوشش سان ان کي پنهنجي ملڪ مان تڙي ڪڍون." -- جواهر لعل نهرو

● "دولتمندن ۽ سرمائيدارن جي خيرات ۽ چندي مان هلندڙ جماعتون، هميشه دولتمندن جي طاقت ۽ موجوده سرمائيداري نظام کي قائم ۽ مضبوط رکڻ جو ڪم ڪن ٿيون. اهي صبر ۽ تحمل جي تلقين ۽ تبليغ ڪري، غريبن جي انقلابي جذبن کي ٿڌو ڪنديون رهن ٿيون، ته جيئن سرمائيدار بيخوف ۽ بيخطر سندن رت چوسيندا رهن." -- برنارڊ شا

● "جڏهن آءٌ پين ماڻهن جي لکيتن ۽ پنهنجن دوستن جو مطالعو ڪريان ٿو، جڏهن آءٌ ڳالهايان ٿو، ۽ جڏهن آءٌ پين جي حالتن ۽ حقيقتن کي جاچيان ٿو، تڏهن مون کي ائين محسوس ٿيڻ لڳي ٿو ته دنيا ۾ خوشيءَ جو وجود سري کان آهي ئي ڪونه. ليڪن، جڏهن آءٌ پنهنجي باغ ۾ وڃي پنهنجي ماليءَ جون غلطيون ڪڍڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو، ۽ ان تي تنقيد ڪريان ٿو ته هن فلاڻي ٻوٽي کي غلط لڳايو آهي، ان کي ائين نه هئڻ گهرجي ها، ته ان وقت منهنجي تنقيد جي جواب ۾ جڏهن هو مالهي -- جو پنهنجي علم ۽ هنر ۾ پڙ

هوندو آهي ــ هڪ هڪ ٻوٽي، هڪ هڪ ٻج، ۽ هڪ هڪ ٻاريءَ جي تشريح ڪندي، پنهنجي عزم ۽ يقين جي روشنيءَ ۾، پنهنجي ڪئل ڪم جي يقيني نتيجي تي بيحد خوشيءَ ۽ اطمينان جو اظهار ڪندو آهي، تڏهن مون کي معلوم ٿيندو آهي ته حرڪت ۽ عمل جي دنيا سچ پچ ته سراپا خوشي ۽ راحت آهي! عمل عمل آهي، ۽ خيال خيال: خيال ڪٿي هزارين بلنديون ۽ پستيون هڪ‌ٻئي سان ملائي ڏيکاري، پر ان جو نتيجو ڏکن ۽ تڪليفن ۾ اضافو ٿيندو: ان جي برعڪس، عمل نيون نيون راهون جوڙيندو ويندو، ۽ زندگيءَ کي شروع کان آخر تائين خوشين جو خزانو بڻائي ڇڏيندو. جيڪو شخص صرف خيال تي ڀچائي پر عمل نٿو ڪري، سو پنهنجي لاءِ تڪليفن ۽ رڪاوٽن جو ٻج ٿو ڇٽي." ــ رسل

● "خوداعتمادي ۽ يقين هڪ اهڙي لوهه جي تار آهي، جنهن کي هر ڪا دل وجائي انهيءَ سان سُر ملائي ٿي سگهي." ــ ماريسن

● "ايمان جي ڳالهه آهي ته جڏهن به آءٌ 'خودمختاريءَ' جو لفظ ٻڌندو آهيان، تڏهن ضرور مون کي پنهنجو اباڻو ملڪ ۽ پنهنجا هموطن شهري ماڻهو ياد پوندا آهن. مون گهڻو ٻڌو آهي ته اسان کي هِن ڪان يا هُن ڪان يا فلاڻي هنڌان خودمختاري ملڻي آهي، ۽ ٻين ملڪن جا ماڻهو اسان وٽ اچي رهندا، ته انهن مان هيڙا هيڙا فائدا اسان کي پهچندا. انهيءَ ميلاپ مان جيڪي وڏا فائدا آهن، تن جو آءٌ به اهڙو قبولدار آهيان، جهڙو ڪو ٻيو ماڻهو هوندو. پر، تڏهن به، هميشه منهنجيءَ دل تي اهو خيال ويٺل هوندو آهي ته اسان جي صنعتي خودمختاري ۽ هنري آزادگي خود اسان تي ئي منحصر آهي. آءٌ ڀانيان ٿو ته جيڪڏهن اسين فقط محنت ڪنداسين، ۽ سنڀال سان پنهنجي همت پوريءَ طرح ڪم ۾ لڳائينداسين، ته اسان جي هاڻوڪي حالت اهڙي چڱي ٿيندي، جو ان ڪان بهتر نڪا اڳي هئي، ۽ نه آئيندي ٿيڻ جو امڪان آهي. اهو اسان جو هڪڙو قدم آهي، پر اڳوڻچ ٿي ڪم ۾ لڳڻ، فتحيابيءَ جو وڏو وسيلو آهي: ۽ جيڪڏهن اسين ذوق ۽ شوق سان هلنداسين، ته مون کي پڪو ويساهه آهي ته ٿوري ئي عرصي اندر اسين آسودگيءَ، سک، ۽ خودمختياريءَ جي اهڙي درجي کي وڃي پهچنداسين، جهڙي تي ٻيون قومون پهتل هونديون." ــ وليم دارگن

---

١-٩٦٩١ع

● "جو ماڻهو حڪومت ۽ امارت لاءِ پاڻ کي آڇي ٿو، اهو نااهل آهي، ان کي نه ڏيو." ــ حضرت محمد صلعم

● "پنهنجي منتظم ۽ حاڪم جي بيجا نافرماني نه ڪريو ــ پوءِ ڀلي ته هو اوهان کي ٻاهه ۾ ٽپي پوڻ جو حڪم ڏئي." ــ حضرت محمد صلعم

● ”گهڻيون قومون تباهه ٿي ويون-- ان ڪري جو هنن عمل اصل نٿي ڪيو: اجائي ٻڪ ٻڪ گهڻي ٿي ڪيائون.“ — حضرت محمد صلعم

● ”اوهان کي اهڙا جيڏرا جنازا ڪيئي هلندي نظر ٿا اچن، جي اصل ۾ مري چڪا آهن.“
— قرآن شريف

● ”ڪنهن جي منهن تي خوشامد ۽ تعريف ڪرڻ کان وڌيڪ چڱو آهي ته سندس گلو چريءَ سان وڍي ڇڏجي.“ — حضرت محمد صلعم

● ”غلط ۽ بيجا خوشامد ۽ تعريف ڪندڙ جي وات ۾ مٽيءَ جو ٻُڪ وجهڻ بهتر آهي، ان کان جو اها خاموش ٿي ويهي ٻُڌجي.“ — حضرت محمد صلعم

● ”پنهنجي امير ۽ حاڪم جو حڪم مڃو-- پوءِ ڀلي ته اهو ڪارو حبشي هجي، سندس چپ ٿلها هجن، ۽ مٿو ڌاڪ وانگر ڦٽل ۽ بيڊولو هجي.“ — حضرت محمد صلعم

● ”’دين‘ جو مفهوم آهي-- السانذات جي خيرخواهي ڪرڻ، انهن لاءِ نصيحت ڪرڻ، ۽ ڪين چڱي عمل جي تبليغ ڪرڻ.“ — حضرت محمد صلعم

● ”پيشه ور ۽ هنرمند جا کهرا هٿ، نازڪ اندام ماڻهن جي نرم هٿن کان وڌيڪ افضل آهن، ۽ مون کي وڻن ٿا.“ — حضرت محمد صلعم

● ”جو ماڻهو گهڻو ٿو ڳالهائي، پڪ ڄاڻو ته فڪر کان محروم آهي.“
— حضرت ابوبڪر رضه

● ”زبان هڪ آهي، ان لاءِ ته ٿورو ڳالهائجي: ۽ ڪنَ ٻه آهن، ان لاءِ ته ٻُڌي ۾ گهڻو ٻڌجي.“ — حضرت ابوبڪر رضه

● ”پنهنجيءَ زبان کي غلط نموني ۾ استعمال ڪرڻ، دل جي ڪَجِيءَ ۽ گمراهيءَ جو دليل آهي.“ — حضرت عمر رضه

● ”پنهنجيءَ زبان کي درست نموني ۾ رکو ۽ ان کي درست نموني ۾ استعمال ڪريو-- تان ته اوهان ۾ ذهني پختگي ۽ اخلاقي بلندي پيدا ٿئي.“ — حضرت عمر رضه

● ”هرڪو مڃي ٿو ته، جلدي يا دير سان، هر بُرائيءَ جي ڪا نه ڪا سزا ضرور ملي ٿي: پر عجب اهو آهي ته ان مڃڻ ۽ سمجهڻ کان پوءِ به گناهه ۽ غلطيءَ ڪرڻ کان بچڻ جي ڪوشش گهٽ ڪئي وڃي ٿي.“ — حضرت عثمان رضه

● ”پنهنجن پيٽن کي جانورن جي گوشت جو قبرستان بنائڻ، انسانيت نه آهي.“
— حضرت محمد صلعم

● ”ڳئون جي کير ۾ شفا آهي، پر ان جي گوشت ۾ مرض آهي.“— حضرت محمد صلعم

● ”اي ارجن! حق ۽ باطل جي لڙائيءَ ۾ مٽي مائٽيءَ جي تعلق کي نه ڳولڻ گهرجي، ڇالاءِ ته حق ڪڏهن به باطل جو مائٽ نٿو ٿي سگهي.“ — سري ڪرشن.

● "ناڪامياب انسان اهو آهي، جو خطرناڪ غلطين ڪرڻ جي باوجود، نڪو تہ سمجهي سگهي، ۽ نڪو تجربو تہ حاصل ڪري." ـــ البرٽ هبارڊ

● "ناڪاميءَ جا هزارين اسباب ڳڻي وڃڻ ڏاڍا سولا آهن، پر پنهنجي غلط ڪاريءَ متعلق عذر پيش ڪرڻ ۽ پوءِ تلافيءَ جي ڪوشش ڪرڻ نهايت ڏکيو ڪم آهي." ـــ ڪپلنگ

● "اگر اوهان کي پنهنجي اعتماد تي يقين آهي، تہ پوءِ ٻين جي اعتماد تي يقين جو پيدا ٿيڻ لازمي ڳالهہ آهي." ـــ والٽيئر

● "جو شخص جاڳڻ کان پوءِ رڳو پنهنجي نيڪناميءَ ۽ شهرت کي ڏسي ۽ ٻڌي پيو خوش ٿئي ۽ واجهائي، اهو گويا جاڳيو ئي ڪونہ آهي." ـــ والٽيئر

● "هڪ نااهل ۽ جاه پسند شخص کي مٿي ويهارڻ، انسانيت لاءِ دردناڪ عذاب آهي."
ـــ ڪلاڊرين

● "نيڪنامي اگر مرڻ کان پوءِ نصيب ٿئي، تہ پوءِ مون کي اهڙيءَ شهرت جي ضرورت ئي نہ آهي." ـــ مارشل

● "شهرت ۽ ناموريءَ جي ڳولا احمق ۽ نااهل ئي ڪن ٿا؛ مستحق ماڻهن کي تہ شهرت پاڻ اچي تي ڳولي لهي." ـــ پوپ

● "شهرت ۽ ناموريءَ جي فهرست ۾ اهڙا گهڻا شهرت يافتہ ڳڻي سگهجن ٿا، جن کان شهرت خود شرمسار آهي." ـــ وليم

● "جي اوچي مقام تي بيٺا آهن، تن کي طوفان ۽ اوندهين سان مقابلي ڪرڻ لاءِ خبردار رهڻ گهرجي." ـــ شيڪسپيئر

● "ڪوبہ نسل تيستائين خوشحال نہ سمجهڻ گهرجي، جيستائن سندس هر فرد اهو نہ سمجهي تہ زمين ۾ هر هلائڻ بہ اهڙو ئي شريف ۽ عزت ڀريو ڪم آهي جهڙو نظم لکڻ."
ـــ واشنگٽن

● "زراعت، الله جي پيارن بندن جو پاڪيزه پيشو آهي." ـــ حضرت محمد صلعم

● "پنهنجيءَ پنهنجيءَ پسند جو نالو رکيو ويو 'فئشن'، پر ٻين جي پسند کي چئبو آهي 'فئشن جي خلاف هلڻ'!" ـــ آسڪر وائلڊ

● "اوهين چاهيو ٿا تہ ماڻهو اوهان سان محبت ڪن، تہ پوءِ پنهنجين غلطين ۽ ڪوتاهين کان مدد وٺو." ـــ بلورلٽن

● "پلا، ڪنهن جي ڪوتاهين کي جاچڻ ۽ ڳولڻ کان وڌيڪ بدترين ڪوتاهي بہ ٿي سگهي ٿي ڇا؟" ـــ خليل جبران

● "سڀ کان وڏي ڪوتاهي آهي ـــ پنهنجي ڪوتاهيءَ کان اڻڄاڻ هجڻ." ـــ ٿامس

● "سچ پچ تہ اسين روز پنهنجن دوستن کي پنهنجين چڱاين جي بدران، پنهنجين ڪوتاهين سان ئي خوش ٿا ڪريون." ـــ چالڊ

● "اسين جنهن شي کان خوف ٿا محسوس ڪريون، اها شي خود خوف ئي آهي. بي يقيني ۽ پريشاني، پنهنجي پيدا ڪيل خوف مان ئي پيدا ٿين ٿيون." — روزويلٽ

● "خوف ڪا شي نه آهي، پر هڪ تنبيهه ضرور آهي." — اسٽيگل

● "زندگيءَ ۾ ڪنهن به چيز کان خوف کائڻ جي ضروت ڪانه آهي؛ رڳو ان کي سمجهڻو آهي." — ميري ڪيوري

● "پنهنجو پاڻ ۾ اجائي خوف جي پيدا ڪرڻ سان وحشت، دهشت، ۽ پريشانيءَ جو پيدا ٿيڻ، عام غلطي آهي؛ ان مان ناڪامي پيدا ٿئي ٿي؛ ان ڪري ئي زندگي هڪ قسم جو مذاق بڻجي وڃي ٿي، ۽ مايوسي به اهڙي غلط ۽ بيجا خوف مان پيدا ٿئي ٿي." — ڊيوڊ سيسبري

٢، ٣-١٩٥٩ع

● "او هان کي ڪنهن حق ۽ سچ جي ڳالهه کي پيش ڪرڻ کان ڪي ذاتي دشمنيون به نه روڪين — پوءِ ڀلي اها سچي ڳالهه پنهنجي پيءُ ۽ عزيزن متعلق ئي چوڻي پوي." — قرآن شريف

● "قومن جو موت، صحيح فڪر کان محروميءَ جي ڪري ٿئي ٿو." — اقبال

● "خودثنا ماڻهو به محبت ڪندا آهن، مگر فقط پاڻ سان." — بينجامن فرينڪلن

● "ضمير اهو اندر جو آواز آهي، جو اسان کي غلط ڪمن ڪندي چوي ٿو ته ڪو ڏسي رهيو آهي." — گانڌي

● "مذهب ۽ ان جا ظاهري ارڪان ۽ دستور، 'مقصود' قرار ڏنا ويا ته پوءِ ارتقا ۽ حرڪت جو خاتمو ٿي ويندو. دراصل مذهب ۽ ان جا ارڪان فقط ذريعا ۽ وسيلا آهن، جن ۾ ڦيرڦار ۽ تبديلي به زماني جي حالت آهر ٿيندي رهي ٿي. اسان جي زوال جو هڪ اهو به سبب آهي جو اسان مقصد کي ڇڏي رڳو وسيلن ۽ ذريعن کي ئي مقصد بنايو آهي، ۽ مقصدِ اعليٰ کان منهن موڙيو آهي. جو مقصد تخليق جو بنيادي سبب آهي، اهو آهي هن ڪائنات جو مطالعو، هن جهان خراب جي تهذيب ۽ تڪميل، انسانيت جي تشڪيل ۽ وسعت. بس، اهوئي خدائي ارادو ۽ مشيت آهي؛ ان عظيم ڪم ۾ انسان خداوند جو معاون آهي، ۽ ان جي مشيت کي سمجهندڙ ۽ پورو ڪندڙ." — اقبال

● "نوع انسان جي محبت هڪ تاريخي حقيقت آهي. پر ان لاءِ اهو لازم آهي ته اها محبت ڪنهن عظيم مقصد جي جدوجهد ۾ صرف ٿئي." — جمال الدين افغاني

● "دانشمندي هڪ اخلاقي وصف آهي، ۽ يقيناً اهو به هڪ قسم جو علم آهي — علم به اهڙو، جو صحيح مقصدن ڏانهن رهنمائي ڪري ٿو. تنهنڪري، جا شي اسان کي درڪار آهي سا هيءَ ته اسين ماڻهن کي خبردار ڪريون، ۽ آماده ڪريون ته هو صحيح مقصدن کي سمجهن ۽ انهن کي عمل سان هم آهنگ ڪن: ٻين لفظن ۾ ائين چئبو ته ماڻهو اخلاقي حيثيت سان به بهتر ٿين." — عبيدالله سنڌي

● ”بيشڪ، اسين نهايت تيز رفتاريءَ سان هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين پهچي سگهون ٿا. سياحن لاءِ زمين سوڙهي ٿي ويئي آهي، قومون هڪٻئي جي تمام ويجهو اچي چڪيون آهن، انهن جا قدم هڪٻئي جي چائنٺ تائين اچي ويا آهن، پر نتيجو اهو نڪتو آهي جو قومن جا باهمي تعلقات ناخوشگوار ٿي رهيا آهن. اهي علمي ۽ فني وسيلا ۽ ذريعا، جن جي استعمال سان اسين همسايه قومن کان براهِ راست واقف ٿي چڪا آهيون، ـــ انهن اوزارن ۽ وسيلن اڳلندو دليا ڪي جنگ جي باهه تائين گهلي آندو آهي. اسين پنهنجو آواز ٻين تائين پهچائڻ ۾ به ڪامياب ٿياسون، دوردراز فاصلي تي ڳالهيون به ڪري سگهياسون، پر ان جو نتيجو رڳو اهو نڪتو آهي ته اسين فقط همسايه قومن کي ڌمڪائڻ ۽ شڪست ڏيڻ سکيا آهيون. ڪوشش اهائي رهندي ٿي اچي ته ٻين قومن کي پنهنجيءَ طاقت سان ڊيڄاريو وڃي ۽ پنهنجي برتريءَ جو قائل بنايو وڃي: دراصل، اهو آهي مقصد جو غلط هجڻ ۽ ان جو غلط استعمال.“ ـــ جوڊ

● ”ڪمال اهو ناهي ته گهوڙي جا سنج به سونا هجن، ۽ انهن جي ڳچين ۾ سون ۽ چانديءَ جا ايترا بيش بها زيور هجن جو نڪو انهن جون ڳچيون ڏسڻ ۾ اچن، ۽ نڪي آهي پڇي پون: ۽ انهن جي مقابلي ۾ رعيت ۽ عوام بکن ۾ پاهه پيا ٿين، ۽ افلاس ۽ بک سندن ڪنڌن تي سوار هجي ـــ اهڙيءَ طرح، جو سندن ڪنڌ ڏوڙا ٿي، پڇي، ٽڪر ٽڪر ٿي پيا هجن!“
ـــ امام غزالي

● ”تهذيب ڇا آهي؟ تهذيب نرميءَ جو نالو آهي: انهيءَ ڪري ته اڄ چوان ٿو ته تهذيب مردن کان نه، عورتن کان شروع ٿي!“ ـــ لين يو تانگ

● ”آدم کان وٺي اڄ تائين جيڪي به قاعدا قانون ٺاهيا ويا آهن، تن رڳو ’ٿُهَنِ‘ جي حفاظت پئي ڪئي آهي، ۽ ’داڻن‘ کي ٽُڏي پري پئي اڇليو آهي.“ ـــ آسڪر وائلڊ

● ”انسان کي سڀ کان پياري شي آهي پنهنجي زندگي، جا هن کي صرف هڪ دفعي جيئڻ لاءِ ملي ٿي: تنهنڪري اها زندگي هن کي اهڙيءَ ريت گهارڻ گهرجي، جو هو ائين محسوس نه ڪري ته پاڻ جيڪي ڏک ۽ تڪليفون سهي ٿو، سي سڀ بي مقصد پيو سهي: اهڙيءَ طرح جيئي، جو آخر ۾ پنهنجي گذريل زماني تي نظر ڦيرائيندي، سندس گيد پائيءَ ۽ اجائي زندگيءَ تي ڪيس ڪنڌ جهڪائڻو نه پوي: ائين جيئي، جو مرڻ وقت هو چئي سگهي ته ’مون پنهنجي زندگي ۽ پنهنجي سموري طاقت دنيا جي هڪ اوچي آدرش لاءِ خرچ ڪري ڇڏي‘ ـــ ۽ اهو اوچو آدرش آهي ’انسانذات جي آزادي‘!“ ـــ لينن

● ”جا شي هڪ تندرست انسان لاءِ آبحيات جو ڪم ڏئي ٿي، سا ئي شي هڪ بيمار لاءِ زهر قاتل بنجي سگهي ٿي: اهڙيءَ طرح ريل، ڪار، ٽيليفون، ريڊيو ۽ سئنيمائون وغيره جيڪڏهن آزاد ملڪن لاءِ فائديمند آهن، ته غلام ملڪن لاءِ انهن ئي شين کان تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ جو ڪم پڻ ورتو وڃي ٿو.“ ـــ رسڪن

● "جيڪڏهن هڪ انسان جي جان وٺڻ ڪي قتل چئجي ٿو، ۽ سوسائٽيءَ جو قانون به انهيءَ جرم جي سزا مقرر ڪري ٿو، ته پوءِ لکها انسانن جي بي سبب خون وهائيندڙ ۽ وحشي ماڻهن کي جرنيل ۽ فاتح ڇو ٿو سڏيو وڃي؟" — پال رچرڊ

۳-۱۹۵۹ع

● "جو شخص بصيرت واريءَ اک سان مشاهدو نٿو ڪري، اهو گمراهه آهي ۽ سزا جو حقدار آهي." — قرآن شريف

● "جيڪڏهن ڪو شخص خلق جي خدمت ڪرڻ گهري ٿو، ته پوءِ چاڻڻ گهرجي ته زرق برق لباس پهرڻ سان خدمت نه ڪري سگهبي؛ ڇالاءِ ته زيب ۽ زينت وارو لباس خود آرائيءَ ۾ مبتلا رکي ٿو." — غزالي

● "اوهان کي ڪم ڪرڻ جو حق آهي — پر فقط ڪم ڪرڻ خاطر — منافعي ماڻڻ جو اوهان کي ڪو به حق ڪونهي. منافعي جي تمنا، اوهان جي ڪم جو مقصد هرگز نه هجڻ گهرجي. منافعي جي لالچ سان ڪيل ڪم، منافعي جي لالچ بنا ڪيل ڪم جي مقابلي ۾ بلڪل حقير ۽ گهٽ درجي وارو آهي؛ ڇو ته منافعي جي موهه کان بي نياز رهي ڪيل ڪم، خود-قربانيءَ جي جذبي سان ڪيل هوندو آهي." — ڀڳوت گيتا

● "نيڪيءَ جو ڦل حاصل ڪرڻ جي موسم، نيڪي ڪندڙ جي دنياوي زندگيءَ ۾ نٿي اچي؛ حقيقت ۾ انسان اهو آهي، جو اهين ڄاڻندي به ته پوکيل فصل لڻي نه سگهندس هڪ محنتي هاريءَ وانگر پنهنجي ڪم کي لڳو رهي." — ٽالسٽاءِ

● "بيفڪر ۽ بيعمل ماڻهن جي علم ۽ حال جو مثال ڪوريئڙي جي ڄار وانگر آهي، جو جيتوڻيڪ گهر آهي، پر نهايت ڪمزور ۽ بيڪار." — قرآن شريف

● "ڪنهن به انسان، فرقي يا قوم تي قدرت جي قهر نازل ٿيڻ جي پهرين نشاني اها هوندي آهي جو ماڻهن مان فڪر جي گهرائيءَ، حق گوئيءَ ۽ صالح ڪردار جي بجاءِ ڪوتاهه نظري، حق ناشناسي ۽ بيعملي پيدا ٿي وڃي ٿي." — گورڪي

● "قدرت جي قانون موجب، حقائق کان بيگانگي، انسان جي صلاحيت ۽ اهليت کي مرده ڪريو ڇڏي — پوءِ پل ته ظاهر ۾ انسان روشن اکين، تيز ڪنن ۽ ڪينچيءَ جهڙيءَ زبان جو مالڪ هجي، پر مڙني صفتن هوندي به هو انڌو، ٻوڙو ۽ گونگو ٿي وڃي ٿو."
— نامعلوم

● "فڪر ۽ عمل جي پختگي، ڪافي عمر جي رياضت سان پيدا ٿئي ٿي. زماني جي اوچتن امتحانن ۾ اهي ئي انسان ڪامياب ٿين ٿا، جي هرطرف کان دامن ڇڏائي پنهنجي نفس کي دائمي قدرن جي تابع ڪن ٿا." — لينن

● "پنهنجو پاڻ تي سوڀ پائڻ، ٻين تي سوڀ حاصل ڪرڻ کان آنم آهي: قدرت جي طاقت به انهيءَ سوڀ کي هار ۾ نٿي بدلائي سگهي. اهو اوهان کي هڪ خوشخبري ٻڌايان ٿو.

هن عارضي زندگيءَ جي ڏکن دردن کان ڇوٽڪارو پائي، سچي خوشي ماڻڻ لاءِ هڪڙو رستو آهي، جو سڀني لاءِ کُليل آهي. اهو رستو تمام اڙانگو آهي، ۽ ان کي ڪن به طلسمي طريقن سان آسان نٿو بڻائي سگهجي. اهو رستو آهي — سخت ۽ لڳاتار خود-ڇڪاس. ان مان مراد آهي، اهو سڀڪجهه ڇڏي ڏيڻ، جنهن تي اوهين ناداني‌ءَ وچان ناز ڪريو ٿا — يعني اوهان جي هاڻوڪي هستي — يعني اوهان جون بي مقصد خواهشون ۽ بيجا غرض. ڪو به اوهان جي طرفان اهو رستو طي ڪونه ڪندو — نه ديوتا، نه انسان. اوهان کي خود ئي انهيءَ راهه تان گذرڻو پوندو. اُٿو، ۽ پنهنجو سفر شروع ڪريو. تيار ٿيو — اهڙا تيار، جو وات ۾ ڪٿي به رڪجڻ جي حالت نه پيدا ٿئي. پنهنجيون انتهائي ڪوششون ائين ڪرڻ ۾ صرف ڪريو. ڏسجو، متان ڪا لالچ اوهان کي پنهنجيءَ راهه کان ٿيڙي ڇڏي — تَن آسانيءَ جو خيال، خود آزار ۽ گمراهه خواهشون، لاحاصل ڪوچ، ۽ انهن ماڻهن جي ساٿ ۽ سهاري جي خواهش، جيڪي اڃا انهيءَ راهه تي هلڻ لاءِ تيار نه آهن! ڪنهن به ڌارئين ڏيان کي آڏو نه اچڻ ڏيو — مقصد ڏانهن رخ رکي، هلندا ئي رهو. ائين ئي پنهنجو پاڻ تي سوڀ حاصل ٿيندي — اها سوڀ، جيڪا سڀني سوڀن کان عظيم آهي. دنيا جهان جي مسرتن جو راز انهيءَ ۾ آهي." —گوتم

● "ماڻهوءَ تي ٻاهران ڪهڙيءَ طرح حڪم ٿو هلي، سا ڳالهه ڪا گهڻي ضروراڻتي ناهي؛ ليڪن هو پنهنجي اندران پاڻ تي ڪهڙيءَ طرح حڪم هلائي ٿو، تنهن تي سڀڪجهه منحصر آهي. سڀ کان وڏو غلام اهو ناهي، جنهن تي ظالم زوريءَ حڪم هلائي ٿو — جيتوڻيڪ اها به تمام خراب ڳالهه آهي — پر اهو آهي، جو پنهنجي ذاتي جهالت، خود غرضيءَ ۽ بدڪاريءَ جي قيد ۾ قائل آهي." —سمائيل

● "علم محض اعتبار جو نالو نه آهي، پر شڪ ۽ تنقيد به علم آهي." —غزالي

● "جنهن شي کي وجود نه آهي، سا ڪڏهن به وجود ۾ نه ايندي. جيڪا شي موجود آهي، سا ڪڏهن به لاموجود نه ٿيندي. جن کي عميق ترين داخلي حقيقت جو عرفان آهي، سي 'وجود' ۽ 'لاوجود' جي فطرت پڻ ڄاڻن ٿا." —ڀڳوت گيتا

● "جنهن کي ڪرامت چئجي ٿو، سا آهي ئي ڪانه: جيڪي ٿئي ٿو، سو سڀ سرشتيءَ جي نيمن پٽاندر، جي آد-جڳاد کان هليا ٿا اچن." — لعلچند جڳتياڻي

● "سمنڊ جي ڪناري تي بيهي، لُڏندڙ لمندڙ جهازن کي ڏسڻ سان هڪ طرح جي خوشي پيدا ٿئي ٿي؛ ڪنهن وڏيءَ ماڙيءَ جي دريءَ وٽ بيهي، هيٺ لڙائي هلندي ۽ ماڻهن کي مرندي ڏسي به هڪ طرح جي خوشي پيدا ٿئي ٿي؛ پر جا خوشي سچ جي آتانهينءَ ٽڪريءَ تي بيهي، هيٺ ماٿر ۾ ڀُلن چُڪن، بخارن ۽ طوفانن کي ڏسڻ سان ٿئي ٿي، تنهن جهڙي ٻي ڪائي خوشي ڪانهي — پر شرط اهو آهي ته ڏسندڙ ۾ نهٺائي ۽ رحم هجي."

—لوڪريشس، هڪ رومي شاعر

● ”سچائيءَ جو هڪ لفظ به گم ٿي نٿو سگهي. ڀلي ته ڪهڙو وقت گند جي هيٺان دٻيو رهي، پر جلد يا دير سان اهو ضرور ظاهر ٿيندو. اهي رتچوس شخص ڏڪار جوڳا آهن، جيڪي محتاجن جي پگهر جي پورهيي جي ڪمائيءَ جو ڏن پاڻ تي خرچ ڪري تعليميافتا بڻيا آهن، پر انهن ڏانهن ٿورو به ڌيان نٿا ڏين. جيستائين ڪروڙين بکايل ۽ اگهاڙا دنيا ۾ موجود آهن، تيستائين آءٌ اهڙن ماڻهن کي ويساهه گهاتڪ سمجهندس.“ — سوامي وويڪانند

● ”قانون جي نظر ۾ هر اها شي دولت آهي، جيڪا ڏي-وٺ جي لائق هجي؛ علم سياست ۾ هر اها شي دولت آهي، جنهن سان اقتدار حاصل ڪجي؛ علم اخلاق ۾ هر اها شي دولت آهي، جنهن سان شريف زندگي گذاري سگهجي؛ ۽ علم معشيت ۾ هر اها شي دولت آهي، جنهن مان انسان فائدو وٺي سگهي.“ — رسالہ ’استبداد‘ جو مصنف

● ”دنيا ۾ جيتري طاقت زندگيءَ ۾ دهشت ڦهلائڻ خاطر خرچ ڪئي وڃي ٿي، ۽ جيتري دولت درٻارن ۽ ڇانوڻين ۾ ضايع ڪئي وڃي ٿي، جيڪڏهن ان جو اڌ يا چوٿون حصو به انسانن کي روشن دماغ بڻائڻ ۾ صرف ڪيو وڃي، ته پوءِ هن دنيا ۾ قلعن ۽ ڇانوڻين جي ڪا ضرورت ئي ڪانه رهي.“ — وڪٽر هيوگو

● ”لعنت آهي انهن اصولن تي، جيڪي محبت جي جذبي بنا ٺاهيا ويا آهن.“

— اليگزينڊر پوپ

● ”ڪفر کان پوءِ وڏو گناهه آهي دل آزاري.“ — امام رباني

● ”چڱيءَ خبر کان بد خبر تڪڙو پنڌ ڪري ٿي.“ — شيڪسپيئر

● ”دولتمندن جي صحبت زهر قاتل آهي، ۽ انهن جو چرب لقمو دل جي ڪارڻ جو ذريعو بڻجي ٿو.“ — امام رباني

● ”حقيقي طور پاڳل اهو آهي، جنهن جا حواسَ درويشيءَ ۾ گم ٿي وڃن.“ — پوپ

● ”منهنجي والد مون کي آسمان تان لاهي هيٺ آندو، ۽ منهنجي استاد مون کي زمين تان کڻي آسمان تي رسايو.“ — مامون رشيد

● ”منهنجي زندگي فقط ٻه سال آهي، جا فڪر ۽ تربيت ۾ گذري. علم جي طلب وارو دور منهنجي زندگيءَ ۾ شامل نه آهي. اهو ذاريو ۽ پرائو آهي، ڇالاءِ جو اهو علم نقل تان آيو ٿي، جنهن ۾ اصل جو ڪو شائبو ڪونه هو.“ — امام ابوحنيفو

● ”ان شخص کي ٻه زندگيون حاصل آهن، جنهن جو ’حال‘ خوشگوار آهي؛ ڇو ته ان ۾ ماضيءَ ۽ مستقبل جا روشن پهلو سمايل آهن — قومن سان به اها ڳالهه لاڳو آهي.“ — پوپ

● ”ڪاش، اوهانجن گهرن کي پنهنجيءَ مٽ ۾ پيري سگهان، ۽ کُليل ميدانن ۾ ائين پکيڙي ڇڏيان، جيئن هاري کيت ۾ ٻج ڇٽيندو آهي! ڪاش، پهاڙي گهاٽيون اوهان جا رستا هجن، ۽ سرسبز سونهري پيچرا اوهان جون گهٽيون: پوءِ، هڪٻئي کي ڳوليندي، ٻاڪ جا باغ لتاڙيندي، ڪپڙن ۾ زمين جي سڳنڌ پيري، اوهين گهر موٽي اچو!

”خبر نہ آهي، ڪهڙي خوف وچان اوهانجن وڏن سوڙها مڪان ناهي، سيني ڪي هڪٻئي مٿان آڻي سٽيو آهي! موت ڪي ٻڌايو تہ انهن گهرن ۾ اوهان وٽ آهي ڇا؟ ڪهڙيءَ نادر چيز ڪي بند دروازن ۾ ساهہ سان سانڍي رکيو آٿو؟ اوهانجن گهرن ۾ دلي اطمينان جو واسو آهي؟ آهي آتي روح جي راحت ۽ من جي مسرت؟ آهن آهي ويچارَ جي چمڪندڙ مناري جيان من - ٻُڏيءَ جي راهہ روشن ڪندا رهن؟ــ تہ باقي آهي ڇا، انهن آوچين ديوارن جي اندر؟ ... عيش عشرت جي مدهوشي! جا دبي پير، ڏيري ڏيري گهر ۾ گهُسندي آهي، ۽ آخر گهر - ڌياڻي بڻجي، راڄ ڪندي آهي؛ جا من جي پڪيڙي جا پَرَ ڪٽي، آڏاسڻ ڪان هميشہ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيندي آهي؛ جنهن جا هٿ ريشم جيان نفيس، پر دل پٿر جيان ڪٺور ٿيندي آهي!

”اوهان جو گهر، جهاز جو لنگر نہ بڻجي، جو حياتيءَ جي ساگر جي ڪناري وٽ ٺپي ٽانگهي ۾ اوهان کي روڪي بيهاري ڇڏي؛ــ بلڪ ونجهہ بڻجي، جو وانجهيءَ جي هٿ ۾ منزلون لتاڙي، پار پهچائي! اوهان جو گهر، قوڙي مٿان ڇمي ويل ڪَرَّي نہ بنجي، جنهن هيٺان روڳ ۽ گندگي ڇپيا رهن ٿا؛ــ پر اک جي پلڪ بنجي، جيڪا آرام ڏيندڙ ۽ ڪن ڪچري کان بچائڻ ڪندڙ آهي!

”اهڙو گهر نہ ٺاهيو، جنهن جي دروازي سان لنگهڻ لاءِ اوهان کي پنهنجا پَرَ سميٽڻا پون؛ جنهن جي ڇت کان بچڻ لاءِ سر جهڪائڻو پوي؛ ۽ جنهن اندر ساهہ کڻندي ڊپ لڳي تہ متان ديوارون ڏري هيٺ نہ اچي پون... انهن مقبرن ۾ نہ رهو!“ ــ خليل جبران



**٢٠١ - ١٩٦٠ع**

● ”انهن کي ڪڏهن بہ پسندگيءَ جي نظرن سان نہ ڏٺو ويو، جي تڪبر ڪن ٿا، بي‌اعتدال رهن ٿا، ۽ بيجا طول ڪلامي ڪن ٿا.“ ــ قرآن

● ”ڪنهن بہ معاملي ۾ حد نہ اورانگهيو؛ حد کان وڌي ويندڙ ڪي پسند نہ ڪيو ويو.“ ــ قرآن

● ”زمين تي سير سفر ڪريو، ۽ آثار ۽ نشان ملاحظہ ڪري، ڏسو تہ قدرت جي اٽل قانون جي خلاف هلندڙ قومن کي پنهنجي مڪر ۽ فريب، ڪوڙ ۽ بدديانتيءَ جي ڪهڙي سزا ملي چڪي آهي.“ ــ قرآن

● ”الله وٽ محترم ۽ معزز اهو آهي، جو اوهان ۾ وڌيڪ پرهيزگار ۽ نيڪ آهي.“ ــ قرآن

● ”دين جو تعلق عقل سان آهي؛ عقل نہ آهي تہ پوءِ دين آهي ئي ڪونہ!“ ــ حضرت محمد صلعم

● "عالم جي ننڊ، جاهل جي عبادت کان افضل آهي." — حضرت محمد صلعم

● "عالم جي مِسَ، شهيد جي خون کان فضيلت واري آهي." — حضرت محمد صلعم

● "زوال پذير قوم جي آثارن ۾ هي به آهن ته ان جا امير ظالم ٿين، عالم لالچي هجن، عابد رياڪار، تاجر سودخور، ۽ عورتون هارسينگار ۾ قاتل." — حضرت محمد صلعم

● "مسلمان اهو ڪونه آهي، جنهن جو پاڙيسري بک ۾ پاهه پيو ٿئي ۽ پاڻ پيٽ ڀري ڪائي ڏۀ ڪري." — حضرت محمد صلعم

● "ايمان ان جو ڪامل آهي، جنهن جا اخلاق سهڻا آهن." — حضرت علي عليه السلام

● "چپ رهڻ کان ڪارائتيون ڳالهيون ڪرڻ بهتر آهي، ۽ بدڪلاميءَ ۽ بڪواس کان چپ رهڻ بهتر آهي." — حضرت ابوبڪر رضه

● "بُرن همنشينن جي صحبت کان اڪيلائي بهتر آهي؛ ۽ چڱن جي چوياري، تنهائيءَ کان بهتر آهي." — حضرت عمر رضه

● "اسلام جو مذهبي نصب العين آهي صحتمند معاشري جو قيام." — اقبال

● "انسان نڪو نسل جو قيد گوارا ڪندو، نه مذهب جو؛ نه ڪيس دريائن جو وهڪرو موڙي سگهندو، نه پهاڙن جي بلندي، نه طرفن جون حد بنديون، نه جاگرافيءَ جون ليڪون، نه تاريخ جا افسانا، نه فلسفي جون موشگافيون." — عبيدالله سنڌي

● "اهو يقين، يقين ئي ڪونه آهي، جنهن کي ڪنهن شڪ ۽ گمان ڏنگيو نه آهي."
— ابوالڪلام 'آزاد'

● "مذهب کان پوءِ 'زبان' ئي آهي، جا قوم جي زندگيءَ جا عناصر محفوظ رکي ٿي."
— سيد سلمان ندوي

● "اها زبان، جا ڪنهن قوم لاءِ ذريعهء تعليم جي حيثيت نه حاصل ڪري سگهي آهي، اها نه زنده رهي سگهندي، ۽ نه ارتقا ڪري سگهندي." — سيد سلمان ندوي

● "اسان وٽ 'اخلاق' جو مفهوم نهايت محدود نه آهي: اخلاق سان اسان جي مراد آهي انسان جي قوتن جي درجيوار تربيت ۽ مشق، جنهن سان هو شخصي، انساني ۽ قومي فرض جي ادائگيءَ لاءِ صلاحيت پيدا ڪري سگهي." — جمال الدين افغاني

● "انصاف جي هڪ گهڙي، سؤ سالن جي عبادت کان بهتر آهي." — غزالي

● "هر مسئلي تي ٻن قسمن جا فيصلا ملندا آهن: هڪڙا چوندا آهن غلط ۽ حرام، ۽ ٻيا چوندا آهن درست ۽ جائز؛ پر افسوس جو فتوا ڏيندڙ ائين ڪونه سوچيندا آهن ته اهي پاڻ درست يا غلط، حرام يا حلال!" — مولانا رومي

● "جڏهن هڪ انسان ٻئي انسان سان انسانيت جي سطح تان هيٺ لهي پيش اچي ٿو، تڏهن هڪ اڌ نه پر سوين ماڻهو ايذائجن ٿا." — رابرٽ برنس

● "ادب هڪ ذهني ميراث آهي، جنهن مان هرنئون نسل فيضياب ٿئي ٿو."
—جان روز

● "نيڪ سلوڪ ڪرڻ ته انساني تقاضا آهي، پر ان جي شهرت نه ڪرڻ انسانيت کان گهڻو مٿي آهي." — هينري برٽن

● "شاعري دراصل پنهنجي عرفي حيثيت جي خلاف، علم بغاوت بلند ڪرڻ کي سڏي سگهجي ٿو." —جيمس

● "قباي زرفشان ۽ عباي ڪمخواب تي قاتل ڪدر ڪي فضيلت حاصل آهي- پر حسن اخلاق جي ڪري." —بارٽ ڪيمبل

● "باڪمال شخص اهو آهي، جنهن جي دوستن جو دائرو سندس اعليٰ فڪر تائين محدود هجي، ۽ جنهن جي ڪامياب صحبتن کي متاعِ گران بها سمجهيو وڃي." — ٿامس ڪيمپن

● "جيستائين پين جي ڪوتاهين کي نظرانداز ڪرڻ جو حوصلو نه پيدا ٿيو آهي، تيستائين زندگيءَ جي دشوار گذر راهه ۾ قدم رکڻ غلطي آهي." —ٿامس ڪيمپن

● "جي ماڻهو پين جي تعليم ۽ تربيت، اصلاح ۽ سڌاري لاءِ عمر گذاري چڪا آهن، انهن ۾ خود نمائي ۽ خواهه مخواهه جي اصول پرستي پيدا ٿئي ٿي." — هينري سيڊل

● "باهه کان بچو—اها نهايت قابل قدر نصحيت آهي، پر ان کان ڪي حصا زياده عزت جي لائق هيءَ نصيحت آهي ته سوچڻ ۽ سمجهڻ کان سواءِ نه ڳالهايو." — ولڪارليتس

● "برڪت وارا آهن اهي، جن اول اول ڪتابن لکڻ جو فن ايجاد ڪيو."
—ڪارلائل

۳- ۳- ۱۹۶۰ع

● "علم حاصل ڪرڻ، هرمرد ۽ هرعورت تي فرض آهي." —حضرت محمد صلعم

● "حق بهترين راهه آهي، ۽ علم بهترين رهنما." —حضرت علي رضه

● "منهنجي سوانح عمريءَ لکڻ وقت اها ڳالهه بيسود آهي ته مون ڪٿي ۽ ڪڏهن تعليم ورتي: اهم ڳالهه ته انهيءَ عظيم ذهني ڪشمڪش جو جائزو آهي، جنهن مان مون کي گذرڻو پيو، ۽ جنهن جي نتيجي ۾ منهنجو فڪر مٿي چڙهيو." —اقبال

● "دنيا وارا منهنجي باري ۾ الائي ڪهڙو خيال ٿا رکن: پر آءٌ خود پنهنجو پاڻ کي هڪ اهڙي بيسمجهه ٻار جيان ٿو ڀانيان، جيڪو سمنڊ جي ڪناري تي پيل سهڻن ڪوڏن، چمڪندڙ سپڻن جي ڏسڪرن، ۽ رنگارنگي پهڻين سان راند ڪڏي رهيو هجي، ۽ علم جو اٿاهه ساگر سندس سامهون چوليون هڻي رهيو هجي." — سر آئزڪ نيوٽن

● "'نُطق'، لکيل زبانن جي غلط بيانيءَ کان محفوظ، انساني فطرت جو ترجمان آهي."
—راجرس

● "گفتگو جيڪڏهن چاندي آهي، ته خاموشي سون." — مير اسد علي خان

● "جيڪڏهن اوباسيءَ ذريعي سان فضا ۾ جيوڙا ٽا ڦهلجي وڃن، ته پوءِ خواه مخواه جي ٿڪن سان ته دنيا ۾ تباهي مچي سگهي ٿي." — راجرس

● "ماڻهن ۽ حڪومتن اڪثر 'تاريخ' مان ڪو صحيح نتيجو نه ڪڍيو آهي، نه ته جيڪر موجوده نظام هن طرح نڪو انسانيت کان خالي رهي ها، نڪو عوام دشمن رهي ها."
— سينٽ پال

● "دين ۽ دنيا ڌار ٿي نٿا سگهن. دين يا ڌرم جي معنيٰ آهي 'فرض'. برهمڻ ڌرم، کتري ڌرم، وئش ڌرم، ۽ اهڙائي ٻيا لفظ. 'ڌرم' جي حقيقت موجب پورا لفظ نه آهن. ڌرم ۾ حياتيءَ جا پهلو اچي وڃن ٿا.

"اسان جي روزاني زندگي، هلت چلت، لين دين، ڳالهه ٻولهه، دين ۽ ڌرم يعني ايمانداريءَ موجب ٿيڻ گهرجي. جيسين اسين لالچ کي ساري، 'پنجن دشمنن' کي پنهنجو غلام نه بڻائيندا سين، تيسين اسين دين يا ڌرم تي هلي ڪين سگهنداسين. اسان جي ڪمائيءَ جي ذهين ٻچي به جي پاپ جي ڪمائيءَ جي آهي، ته ڌڻيءَ در اسان جي دعا به قبول ڪانه پوندي. "ڌڻي ڏيندڙ آهي، وٺندڙ نه آهي. جيڪو شخص مالڪ جي مخلوقات سان — جنهن کي هو اڪين سان ڏسي ٿو — قرب نٿو ڪري، سو الله سولا سان محبت ڪيئن ڪري سگهندو؟" — علامه آءِ. آءِ. قاضي

● "منهنجي نزديڪ اهوئي انسان نيڪ آهي، جيڪو ملڪ جي ڏکين ٻکين جي سهائتا ڪري ٿو." — مهاتما گانڌي

● "اهڙا دل آزاد آهي، جا حواسن جي وس نه آهي، پر انهن تي غالب پوي ٿي، ۽ نيڪي جي رستي تي هلندڙ آهي." — چئنگ

● "موت کي موت جو ڪو به ڊپ ڪونهي، آءٌ ڊڄندو آهيان ته فقط بڇڙي ڪم کان."
— سقراط

● "جيڪو شخص انسانن سان گڏجي رهڻ جوڳو نه آهي، يا جنهن کي انسانن سان گڏجي رهڻ جي ضرورت نه آهي، سو يا ته حيوان آهي، يا فرشتو." — ارسطو

● "بي انصافيءَ کي برداشت ڪرڻ آسان آهي، پر انصاف تي هلڻ تمام مشڪل آهي."
— بيڪن

● "ماڻهن ۾ انصاف جي محبت، بي انصافيءَ جي خوف ڪري پيدا ٿئي ٿي."
— روچيفاءِ ڪالڊ

● "جڏهن ڪنهن شخص کي اٺين چوندي ٻڌندو آهيان ته 'قانون بهرحال قانون آهي ۽ ان ۾ تبديلي اچڻ ناممڪن آهي'، تڏهن آءٌ سمجهندو آهيان ته اهو هڪ ناقابل اصلاح بيوقوف آهي." — سڊني سمٿ

● ”سڀ کان عجيب ڳالهہ هيءَ آهي تہ ماڻهو اڪثر ڪري قانون قائم ڪرڻ لاءِ سرگرم رهن ٿا، پر پاڻ قانون جو احترام ڪرڻ وساريو ڇڏين.“ — سڊني سمٿ

● ”ماڻهو اول ’آزاديءَ‘ لاءِ جدوجهد ڪن ٿا، آزاد ٿيڻ کان پوءِ ’قانون‘ کي سڏين ٿا ۽ پنهنجي آزادي ان جي نذر ڪريو ڇڏين.“ — فرانسس

● ”هڪ غيرتمند انسان لاءِ دنيا ۾ فقط ٻہ ڪم ٿين ٿا: يا تہ پنهنجي مقصد ۾ ڪامران ٿئي ٿو، يا پنهنجو سر قربان ڪريو ڇڏي. آزادي، بادشاهيءَ کان وڌيڪ آهي، ۽ ٻئي جي فرمان جو تابعدار ٿيڻ غلامي.“ — خوشحال خان خٽڪ

● ”جهڙيءَ طرح دوستن جي انتخاب جو معاملو نهايت اهم آهي، تيئن ڪتابن جو انتخاب ڪرڻ بہ ڏاڍي ڏکي ڳالهہ آهي. هڪڙي مصنف جو املهہ خون آهي، سندس عمدو ڪتاب: جنهن کي هن انهيءَ مقصد لاءِ مرتب ڪيو آهي تہ ان وقت ماڻهن کي ڪم اچي، جڏهن خود مصنف دنيا ۾ موجود نہ هجي.“ — ملٽن

● ”قبرن، مقبرن ۽ سماڌين جو زمانو گذري ويو. هاڻي زمانو آهي عظيم هستين جي حياتيءَ، تجربن، سکيا، شعر ۽ فڪر جي ڪتابن ڇپائڻ جو. قوم اها زنده آهي، جا هرسال گهٽ ۾ گهٽ سٺا ڪتاب ڇپائي.

” هلندڙ زماني ۾ ’لئبرريون‘ سچا پچا مندر ۽ عبادت-گهر آهن، جتي درويشن جا رچيل ڪتاب رکيل آهن. اهي ئي علم جا روشني-گهر آهن.

”علم اهو سچو آهي، جنهن مان انسان پاڻ سڃاڻي، ۽ پنهنجيءَ منزل مقصود جي ڪيس ڄاڻ پوي. هيءُ سڃاڻپ‌ءَ جو زمانو آهي. اڳي چوندا هئا، ’تون درست تہ مان درست‘؛ پر هاڻي چون ٿا، ’مان درست تہ تون درست‘.“ — علامہ آءِ. آءِ. قاضي

● ”اديبن کي وڏين پٽن جي پاڇن ۾ نہ، بلڪ وچ-رستي تان ئي زندگيءَ ڏانهن هلڻ کپي: اديب جو عوامي سياست کان پري رهڻ هڪ فرضي چيز آهي، جنهن کي سرمائيدار جنم ڏنو، ۽ پالي نپائي وڏو ڪيو آهي.“ — پبلو نرودا

● ”فن ۽ ادب اهوئي آهي، جنهن جو ديس جي عام ماڻهن سان تعلق هجي. فن کي ضرورت کان الڳ نٿو ڪري سگهجي.“ — مهاتما گانڌي

● ”سچا اديب ۽ شاعر جڏهن ساهہ کڻڻ لڳن ٿا، تڏهن خودغرض ماڻهن جي زندگيءَ زهر ٻنجيو پوي؛ ۽ جڏهن اهي پنهنجي قلم کي جنبش ڏين ٿا، تڏهن تہ اهڙو شور مچيو وڃي جو مئل بہ جاڳيو اٿن.“ — لوئي اراگاڻ

● ”ڪانئر ۽ ڳيدين لاءِ سوراڄ نہ آهي؛ مگر اهو انهن دليرن ۽ سرويچن لاءِ آهي، جيڪي سوريءَ کي سيج سمجهي، ان ڏانهن اڳتي وک وڌائين ٿا، ۽ اکين تي پٽيءَ ٻڌائڻ کان بہ نابري ٿا وارين.“ — جواهرلال نهرو

● ”ڇا، حياتي ايتري پياري چيز آهي، جو ان قيمت تي جيڪڏهن آزادي ملي ته اها هٿ نه ڪجي؟ آءٌ ته ائين ٿي چوان ته ’مون کي آزادي ڏيو، يا موت!‘“ --ايليا اهرن برگ

● ”سرمائيداريءَ جا بنياد، جن جي اڏاوت ايتري قدر مضبوط ٿي ڏسجي، سي ايرندڙ سجاڳيءَ اڳيان ڏري رهيا آهن. اڳتي وڌندڙ، صدين جي گجڪار جو آواز ٻڌو... هيءُ انساني ارتقا جو گڏيل غصو آهي، سرڪشيءَ جو هڪ طوفان آهي، جنهن جون ڪنوٽيون غلاميءَ کي ڀسم ڪري ڇڏينديون آهن، ۽ بغاوت جا ڀڙڪندڙ شعلا عوامي انقلاب بنجي ويندا آهن.“
--مائيڪانسڪي

● ”آءٌ جڏهن سينٽ لارينس يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندو هوس، ۽ هڪڙي ڏينهن پاڻ وٽ موجود سموري رقم جُوا ۾ هارائي ڇڏيم. اها رقم تمام خسيس هئي، پر آءٌ تڏهن به شرمسار ٿي رهيو هوس، ڇو ته مون کي پنهنجيءَ تنگدست ماءُ کي اها ڳالهه ٻڌائڻي هئي.
”ماءُ جڏهن اها ڳالهه ٻڌي ته ڪاوڙجي چيائين ’تون به عجيب احمق آهين، تاسَ جي پتن تي ٿو بازي لڳائين! پلا، ڪاغذ جي هنن پتن کي تنهنجي حال جي ڪهڙي خبر؟ جيڪڏهن خبر هجي به سهي، ته به انهن کي تنهنجي ڪهڙي پرواهه؟‘ ائين چئي، ماءُ مون کي ڳلي سان لڳايو، ۽ ڏاڍي پيار سان چوڻ لڳي، ’هرڪو ماڻهو جُوا ڪرڻ پسند ڪندو آهي، ۽ بازي لڳائڻ ۾ ڪابه بُرائي ڪانهي... پر هميشه بازي پنهنجي پاڻ تي لڳاءِ‘!“
--برٽ لئنڪاسٽر، فلم اسٽار

● ”مان انهيءَ مساوات جا گيت ڳايان ٿو، جتي پهچڻ بعد سڀ اختلافات ۽ تفرقا مٽجي ويندا آهن، ۽ جنهن جي ساڀي ۾ هندو، ٻڌ، مسلمان، يهودي ۽ عيسائي ــ سڀ ڪلهو ڪلهي سان ملائي بيهن ٿا. مان فقط ان مساوات جو نغمه سنج آهيان.
”توهين ڪير آهيو؟ پارسي، جيني، يهودي... ٻڌايو، توهين ڪير آهيو؟ خير، توهين ڪير به هجو، توهان جي مرضي. پنيءَ تي خواهه ڪيترن ئي ڪتابن جو بار کڻي گهمندا وتو، پر ٻڌايو ته انهيءَ دردسريءَ جو مطلب ڇا؟ هنن ڪاغذي گُلن لاءِ ڇو ٿا پنهنجي جان ڏيو؟
”ڏسو، هو دنيا جي باغ ۾ نئين چمن بندي ٿي رهي آهي!
”سچي جهان جي علم ۽ عقل جا ٺيڪيدارؤ، ذرا دل جي ڪتاب ڏانهن به ته هڪڙي نظر کڻي نهاريو: اوهان کي پنهنجيءَ دل ۾ ئي حق جو چراغ چمڪندو نظر ايندو!
”اوهان جي دل اهو ڪعبو آهي، جو بني نوع انسان جو قبله نما آهي. مُرده ديوتائن ۽ فرسوده ڪتابن جي تلاش ۾ ناحق هيڏانهن هوڏانهن ڇو ٿا ڀٽڪو؟ اوهان جي دل، جا خود نُور جو مشعل آهي، اوهان جي هن ڪور-چشميءَ تي حقارت وچان کلي رهي آهي.
”وڏا وڏا تاجدار هن دل اڳيان پنهنجي گردنَ جهڪائين ٿا. هيءُ ئي تيرٿ آهي ۽ هيءُ ئي ڪعبو، هيءُ ئي ڪاشي آهي ۽ هيءُ ئي جيرو سلم: دير ۽ حرم، مسجد ۽ ڪليسا، سڀڪجهه انهيءَ دل جي اندر آهي.

”عيسيٰ ۽ موسيٰ انهيءَ ئي دل جي گهر ۾ ويهي حق جي جهلڪ ڏٺي هئي. هي اهوئي ميدانِ جنگ آهي، جتي ڪرشن ويهي گيتا جو ورد ڪيو هو. هيءُ ئي اهو ’ڪوه ندا‘ آهي، جتي گوتم ٻڌ ڪي مظلوم انسان جي پڪار ٻڌڻ ۾ آئي هئي، ۽ جنهن جي نجات لاءِ هن پنهنجي تخت ۽ تاج، بخت ۽ ڀاڳ کي ترڪ ڪري ڇڏيو. انهيءَ ئي دل جي رياضتگاهه ۾ ويهي، رسول عربي (صلعم) دنيا کي حريت ۽ آزاديءَ جو پيغام ڏنو. اي همدم، تون ڪهڙي فريب ۾ مبتلا آهين؟ سچ ڄاڻ ته هن دل کان بهتر ٻيو ڪوبه سجده گاهه ڪونهي!

”اوهين آڪاش ۽ پاتال ۾، دشت ۽ جبل ۾، ڪهڙي خدا کي ڳولي رهيا آهيو؟ درويشو، صوفيو، ۽ سنتو، اوهان به ڪمال ڪري ڇڏيو آهي! دنيا اوهان جي منهن ڏانهن نهاري رهي آهي، ۽ اوهين اکيون بند ڪري ويٺا آهيو!

”مان مساوات جا گيت ڳايان ٿو. انسان کان مٿي ڪوبه ڪونهي. هر زماني ۾، هر ملڪ ۾، هر نسل ۾، جيڪي به انسان پيدا ٿين ٿا، سي سڀئي هڪڙي ئي رشتي ۾ ڳنڍيل آهن: اهي سڀ انسانيت جي ڌاڳي ۾ ٻڌل آهن...

”ماءُ جي عظمت جو اندازو ڪير ٿو لڳائي سگهي؟ ممڪن آهي ته سندس شفقت ڀريءَ گود ۾ ڪو ڪلجڳي اوتار هجي، ڪو مهدي هجي يا عيسيٰ! پوءِ تون ڪنهن کان نفرت ڪرين ٿو؟ ڪنهن تي وار ڪرڻ چاهين ٿو؟ اي نادان، هن جو سينو به بيت‌الله ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن هوءَ بيمار ۽ ضعيف آهي، جيڪڏهن هو نادار ۽ مفلس آهي، ته ڇا ٿي پيو؟ دنيا جا سمورا عبادتخانا هن پيڪرِ خاڪيءَ کان وڌيڪ مقدس ٿي نٿا سگهن. ممڪن آهي ته هن ڏڪياريءَ عورت جي پيٽ مان ڪو اهڙو انسان پيدا ٿئي، جيڪو تاريخِ عالم ۾ پنهنجو ثاني نه رکندو هجي، جنهن جي نُوراني جلوي کي دنيا اڃا تائين نه ڏٺو هجي: جنهن نداءَ کي ٻُڌڻ لاءِ دنيا منتظر آهي، ممڪن آهي ته اهڙو انسان هن غريب عورت جي جهوپڙيءَ کي ئي نوازي!

”...ڪِسان جو نالو ٻڌي، منهن ۾ گهنڊ ڇو ٿا وجهو؟ سچ پڇو ته هيءُ دنيا جو سرتاج آهي! ڇت ۽ ڳنوار ڇٺي، ڇو ٿا هن کي نفرت جي نظر سان ڏسو: ٿي سگهي ٿو ته هن جي گهر مان وري ڪو ڪرشن پيدا ٿئي!

”هنن گودڙي پوشن کي ڏسي، هنن کان ڪراهت ڇو ٿا ڪريو؟ انهن مان ئي هڪ اهڙو نبي پيدا ٿيو هو، جنهن جو پيغام اڃا تائين دنيا کي منوّر ڪري رهيو آهي!

”...مان انهيءَ مساوات جا گيت ڳايان ٿو، جتي پهچڻ بعد سڀ اختلاف ۽ تفرقا مٽجي ويندا آهن.“ ـــ شاعر انقلاب، قاضي نذرالاسلام

● "الله جي نظر ۾ سڀ ڪان ڀلو آهو آهي، جو سڀ ڪان وڌيڪ نيڪ آهي."
— قرآن شريف

● "تون چڱاين لاءِ چوندو رهه، بڇاين ڪان روڪيندو رهه ۽ تڪليفن ڪي صبر سان سهندو رهه." — قرآن شريف

● "مظلوم جي ته مدد ڪرڻ گهرجي، پر اوهين ظالمن جي به مدد ڪريو — ۽ اها هن طرح، ته ان جو هٿ ظلم ڪان روڪي ڇڏجي." — حضرت محمد صلعم

● "جيڪڏهن توکي ايذائڻ لاءِ ڪنهن تنهنجي رستي تي ڪنڊا پکيڙي ڇڏيا آهن، ته تون انهن کي آتان هٽائي ڇڏ؛ ۽ جيڪڏهن تو به آن جي جواب ۾ ڪنڊا پکيڙيا، ته پوءِ دنيا سڄيءَ ۾ ڪنڊا ئي ڪنڊا پرجي ويندا." — حضرت نظام‌الدين اولياء رحه

● "جنهن ۾ ادب نه آهي، ان ۾ سڀ برايون ئي برايون آهن." — مولانا رومي رحه

● "ماڻهن جي صلاحيتن ۾ ڪو گهڻو فرق ڪونه ٿو ٿئي: اصل فرق عمل جي جوش، عزم ۽ استقلال ۾ هوندو آهي، جن جي ذريعي صلاحيتون استعمال ڪيون وڃن ٿيون.
— چارلس ڊارون

● "ٻين ۾ حرڪت ۽ جوش پيدا ڪرڻ لاءِ، ضروري آهي ته پهرين اوهين خود حرڪت ۽ جوش سان ڀرپور هجو." — ڊاڪٽر شوائز

● "محنت، خوش‌قسمتيءَ جي ماءُ آهي." — فرينڪلن

● "محنت انساني فطرت جو عظيم مقصد آهي، ۽ اهو ئي هن زمين تي خوشيءَ جو ذريعو آهي." — ٽالسٽاءِ

● "انساني زندگيءَ کي صحيح طريقي سان وڌائڻ ويجهائڻ لاءِ انساني فطرت جو شعور لازمي آهي. جيتريقدر طبعي قانونن جو تعلق آهي، اچوڪيءَ سائنس انهن کي سمجهڻ ۾ حيرت‌انگيز ترقي ڪئي آهي؛ پر خود پنهنجي باري ۾ اسين اجا ايترو به ڄاڻي نه سگهيا آهيون، جيترو اسين هن وقت ستارن ۽ اليڪٽرون وغيره بابت ڄاڻون ٿا. جڏهن سائنس انساني فطرت کي سمجهڻ لائق ٿي ويندي، ته پوءِ اها اسان جي زندگيءَ کي راحت ۽ مسرت سان ٿمتار ڪري ڇڏيندي — هڪ اهڙي راحت، جنهن کي پيدا ڪرڻ لاءِ مشينون ۽ سائنس جون پيون ڪوجنائون هيستائين ڪامياب نه ٿي سگهيون آهن." — برٽرانڊ رسل

● "زبان جو معاشرتي مقصد جيئن ته تقرير يا تحرير جي ذريعي ٻين کي ڪنهن خبر، خيال، تجويز، حڪم، ضرورت، جذبي ۽ احساسن ڪان آگاهه ڪرڻ آهي، ان ڪري وضاحت ۽ صفائي، سلاست ۽ نمرتا، زور ۽ اثر، شستگيءَ ۽ اختصار کي زبان جي خوبين ۾ بنيادي حيثيت حاصل آهي. تقرير يا تحرير ۾ سُني اِستائيل جي معنيٰ هيءَ آهي ته تقرير ڪندڙ يا

مضمون لکندڙ ۾ کي ذهني ۽ اخلاقي خوبيون موجود آهن — مثلاً، سندس خيال سلجهيل آهن، سنجهس ضابطي جي قوت آهي، ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته هو پنهنجي اظهار ۽ مقصد ۾ مخلص آهي.

"دنيا هن وقت سطحي ۽ غيرافادي لکيتن جي گهٽائيءَ جي شڪار آهي. هرڪو ماڻهو پنهنجي مطالعي جي قوت کان وڌيڪ ڪتاب، رسالا ۽ اخبارون خريد ڪري ٿو، ۽ جيڪي ڪجهه پڙهي ٿو سو تمام گهٽ ٿو ياد رکي. ڪيترن لکندڙن کي اهو خيال آهي ته ماڻهو سندن آهي ئي لکيتون پڙهندا، جن ۾ شور ۽ غل گهڻو مچايل هوندو. ادب جي زوال واري هر دور ۾ ائين ئي ٿيندو رهيو آهي: هرڪو شخص اهائي شي پڙهڻ چاهيندو آهي، جيڪا شي پيا ان وقت پڙهندا هوندا، ۽ ان ڪري شور غل مچائڻ واري ۽ سنسني ڦهلائڻ واري ادب جي همت افزائي ڪئي ويندي آهي." — هيرالڊ گُڊ

● "ڪيترن ئي ماڻهن جي حياتي، هن ڌرتيءَ جي هانوَ تي هڪ بار کان وڌيڪ حيثيت ڪانه ٿي رکي؛ ليڪن هڪڙو سٺو ڪتاب هڪ ڪامل شخصيت جي جگر جو اهو املهه خون آهي، جيڪو ايندڙ نسلن لاءِ محفوظ ڪيو ويو آهي... ڇا، اسان کي جگري خون جي انهيءَ محفوظ سرمايي جو احساس آهي؟" — ملٽن

● "هن کان وڏي صداقت ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي ته تنهنجن خيالن جو سرچشمو فقط تنهنجي ذات نه آهي. اهي خيال توکي ٻاهرينءَ دنيا کان ملن ٿا — ماءُ-پيءُ کان، استادن کان، حاڪمن کان، ۽ انهيءَ سماج کان، جنهن ۾ تون رهين ٿو. تون چوندين، 'آءٌ ته فقط دماغ آهيان: پاڻ کان ٻاهر آءٌ ڪنهن به انهيءَ چيز کي نٿو مڃان، جنهن کان آءٌ ٻڌان ٿو، ۽ نه انهن ماڻهن کي مڃان ٿو، جن سان آءٌ ڳالهايان ٿو'. تون بيشڪ اها دعوا ڪري ٿو سگهين؛ پر، ڇا، جيستائين تون پنهنجن ڪنن سان اسان جو آواز نه ٻڌين، يا پين انسانن جي گفتگو مان لفظ ۽ انهن جون معنائون نه سکين، تون اها دعوا ڪري سگهين ٿو؟ — نه، هرگز نه. مون کي سچ ٻڌاءِ، ڇا اهي لفظ جيڪي خدا جي باري ۾ تون استعمال ڪرين ٿو، تو انهيءَ سوسائٽيءَ کان نه حاصل ڪيا آهن، جنهن ۾ تون هن وقت رهندو آهين؟ ۽ ڇاڪاڻ ته اهي آواز نتيجو ٿين ٿا پين سان گفتگو جو. تڏهن ڇا اهي تصور ۽ نظريا به، جيڪي انهن ئي آوازن مان جڙيل ٿين ٿا، تو آنان ئي حاصل نه ڪيا آهن؟" — ڊيڪارٽ جي تنقيد، از گيسندي

● "اوهين هڪ ئي درياهه ۾، ساڳئي وقت، ٻه دفعا نٿا وهنجي سگهو؛ ڇو ته تازو پاڻي هر گهڙيءَ اوهان جي مٿان وهندو هليو وڃي. اسين آهيون، ۽ نه آهيون!

"هومر غلط چيو هو ته 'ڪاش، خدائن ۽ انسانن جي وچ ۾ جهڳڙو ختم ٿي وڃي!' هن اهو محسوس نه ڪيو ته ائين چوڻ سان هو گويا ڪائنات جي خاتمي جي دعا گهري رهيو هو — ڇو ته جيڪڏهن سندس اها دعا اگهامي وڃي ها، ته زندگيءَ جو وجود ئي باقي نه رهي ها.

"ماڻهو نتا ڄاڻن ته هرڪا شي پنهنجي ضد سان ڪهڙيءَ طرح 'هڪ' ٿي وڃي ٿي. نغمو ٻن متضاد قسمن جي ڇڪ سان پيدا ٿئي ٿو — جيئن ساز ۽ گز، خير ۽ شر هڪ ئي آهن. سمنڊ جو پاڻي انتهائي صاف به ٿيندو آهي، ۽ انتهائي ناصاف پڻ. مڇيون اهو پاڻي پيئنديون آهن، ۽ انهن لاءِ اهو پاڻي سٺو هوندو آهي؛ انسان انهيءَ پاڻيءَ کي نٿو پي سگهي، پيئندو ته نقصان ٿيندس. فاني شيون غيرفاني ٿين ٿيون، ۽ غيرفاني شيون فاني ٿين ٿيون. هڪ جي زندگي ٻئي لاءِ موت، ۽ ٻئي جو موت ان لاءِ زندگي ٿئي ٿي. (يوناني زبان ۾) 'ڪمان' جي معنيٰ آهي زندگي، پر ان جو ڪم آهي مارڻ. گول جي ليڪ جي ابتدا ۽ انتها، ٻئي هڪ آهن.

"انسان کي، پنهنجي گهر جي پٽين جيان، پنهنجن حقن لاءِ به لڙڻ کپي. پنهنجي دل جي خواهش خلاف لڙڻ بيحد ڏکيو ڪم آهي. دل جيڪي ڪجهه چاهي ٿي، ان کي ضمير جي عيوض خريد ڪريو وٺي. انسان جو ڪردار ئي سندس تقدير آهي!" — هئرڪ لائيٽس (يوناني فيلسوف، ٥٠٠ ق. م.)

● "فن جڏهن عوامَ بجاءِ ڪنهن خاص گروهه واسطي وقف ٿي وڃي ٿو، تڏهن اهو هڪ ضروري ۽ ڪارآمد شي بدران ڪوڪلي تفريح بنجيو پوي... ڪنهن شخص جو فنڪار هجڻ ڪيس عوامي معاملن ۾ حصي وٺڻ کان نٿو روڪي." — ٽالسٽاءِ

● "پنهنجي ذهن ۾ آزاديءَ سان سوچيو، پنهنجي اظهار ۾ آزاديءَ کان ڪم وٺو، پنهنجي آسپاس جي رد عمل کي آزاديءَ سان قلمبند ڪريو، ۽ پنهنجي احساس جي نزاڪت کي ڪنهن به مصلحت يا ڪنهن به خوف سان مٺڙو نه ٿيڻ ڏيو." — ف. م. محمد ايوب خان

## ٢، ٣-١٩٦١ع

● "جيڪي ماڻهو سون چاندي گڏ ڪن ٿا ۽ ان کي خدا جي راهه ۾ ضرورتمندن تي خرچ نٿا ڪن، انهن سڀني کي دردناڪ عذاب جي خبر ٻڌايو." — قرآن شريف

● "بهترين جهاد، ظلم ۽ جبر ڪندڙ حاڪم اڳيان حق جو ڪلمو چوڻ آهي."
— حضرت محمد صلعم

● "جيڪڏهن اوهين گهوڙي تي هجو ۽ اوهان جو چهبڪ ڪري پوي، ته اوهين گهوڙي تان هيٺ لهي پاڻ اهو چهبڪ کڻو، ڪنهن کي سوال نه ڪريو." — حضرت محمد صلعم

● "ڪو به دلاسو، عقل جي دلاسي کان بهتر ڪونهي؛ نه ڪا ميراث ادب کان، ۽ نه ڪو مددگار مشوري کان بهتر آهي." — حضرت علي رضه

● "تونگريءَ جي وقت اعتدال سان هلڻ، ۽ معاف ڪرڻ جي وقت معاف ڪرڻ، سڀ کان عمدو ڪم آهي." — حضرت عمر بن عبدالعزيز رضه

● "جيتريءَ دير ۾ اوهين پنهنجي تجربي ۽ عقلمنديءَ جو اظهار ڪريو، اوتريءَ دير ۾ ٻين تجربيڪار ۽ عقلمند ماڻهن کان اڃا به وڌيڪ مفيد معلومات حاصل ڪريو." — بيڪن

● ”جيئن ماکيءَ جون مکيون اوندهه ۾ ڪم ڪن ٿيون، تيئن انساني خيال خاموشيءَ ۾ وڌن ويجهن ٿا.“ — نامعلوم

● ”ڪاميابي، عقل ۽ محنت جي ميلاپ سان پيدا ٿئي ٿي.“ — ڊسرائيلي

● ”جيئن جيئن منهنجي عمر گذرندي وڃي ٿي، مون کي اهو يقين ٿيندو پيو وڃي ته دنيا ۾ وڏن ۽ ننڍن، ڪمزور ۽ طاقتور، مشهور ۽ گمنام انسانن ۾ فقط هڪڙي ڳالهه جو فرق آهي: اها آهي ارادي جي قوت. دنيا ۾ فقط هڪڙي طاقت آهي، جا سڀڪجهه ڪرائي ٿي سگهي، ۽ جنهن کان سواءِ ڪابه قوت، ڪهڙي به قسم جا حالات، ۽ بهتر کان بهتر اتفاق به انسان کي انسان نٿا بڻائي سگهن: اها طاقت آهي — هڪ اٽل ارادو، ۽ هڪ مقصد جي مقرري.“ — بڪسٽن

● ”انسانيت جي سيني دشمنن کي مذاق ڪرڻ ڏيو. اهي صداقت وانگر سخت ۽ انصاف وانگر اٽل رهندس. اهي انساني غلاميءَ جي مڪروهه رسم کي ميٽائڻ جو ارادو ڪري چڪو آهيان. اهي ڪنهن کي به نه بخشيندس. اهي هڪ انچ به پٺتي نه هٽندس. منهنجي آواز جو قدر ضرور ٿيندو. مستقبل پاڻهي فيصلو ڪندو ته اهي صحيح رستي تي هوس.“ — لائڊ گيريزن

● ”خوب ياد رکو ته جيڪو شخص ظالم امام (حاڪم) کان ڀڄو، سو ظالم نه آهي. اهي صاف صاف چوان ٿو ته گنهگارن سان وفاداري ۽ انهن جي فرمانبرداري ڪرڻ اوهان لاءِ جائز نه آهي.“ — حضرت عمر بن عبدالعزيز رض

● ”ڀل ته منهنجي گردن تي تلوار رکي وڃي، اهي پوءِ به سچيءَ ڳالهه جي اشاعت کان باز نه ايندس!“ — حضرت ابوذر غفاري رض

● ”ادب جو ڪم آهي سڀني جي وچ ۾ ميلاپ ڪرڻ، ۽ جدا جدا ماڻهن کي هڪٻئي جي ويجهو آڻڻ. ماڻهن کي ادب کي سمجهڻ کپي، ڇُهڻ کپي، ۽ هنڊائڻ کپي.

”عوام کان الڳ رهڻ سان اسين بيگانا ٿي پونداسين. اديبن کي عام انسانن سان رلي ملي رهڻو، ۽ هنن کي سمجهڻو آهي؛ مون وانگر گوشي نشينيءَ ۾ رهڻ سان ڪم نه هلندن. مون ڪيتري وقت کان سماج کان الڳ رهي، جا پنهنجيءَ رياضت ۾ غلطي ڪئي آهي، تنهن کي اهي هاڻي سمجهي ويو آهيان — ۽ ان ڪري ئي اڄ هيءَ نصيحت ڏيئي رهيو آهيان. منهنجي شعور جي هيءَ تقاضا آهي ته جيڪڏهن اهو انسانيت سان همآهنگ نه ٿيو ته بيڪار ٿي ويندو: اِها حقيقت منهنجي دل ۾ سچائيءَ جي چراغ وانگر روشن آهي، ۽ ڪير به ان کي اجهائي نٿو سگهي.“ — ٽئگور

● ”ادبي صنفن جي تبديلي ته هڪ روزمره جي ڳالهه آهي؛ مگر ادب ۾ تخليقي قابليتن جي صورت ڪڏهن به نٿي بدلجي.“ — مدلٽن مري

● ”رُوي زمين کي آباد ڪرڻ اهڙو نه آهي، جهڙو هڪ دل کي شاد ڪرڻ.“

— عمر خيام

---

● "الله پنهنجي بندي جي مدد ۾ تيستائين رهي ٿو، جيستائين بندو پنهنجن ڀين ڀائرن جي مدد ۾ رهي ٿو." — حضرت محمد صلعم

● "مومن ڪڏهن به طعنا ڏيندڙ، لعنت ڪندڙ، بدگو ۽ زبان دراز نه ٿيندو آهي."
— حضرت محمد صلعم

● "جسم جو فانوس آهي اک: تنهنڪري، جيڪڏهن اوهان جي اک پاڪ ۽ صاف هوندي، ته اوهان جي ساري وجود ۾ سوجهروئي سوجهرو هوندو؛ پر جيڪڏهن اوهان جي اک ئي خراب هوندي، ته اوهان جو سارو وجود اونداهو هوندو: تنهنڪري، جيڪڏهن اوهان جو وجود اونداهو آهي، ته خيال ڪريو ته اوهان جي اونده ڪيڏي نه گهري هوندي!"
— حضرت عيسيٰ عليہ السلام

● "اوهان مان جنهن وٽ ٻه ڪوٽ آهن، سو هڪ ڪوٽ انهيءَ کي ڏئي، جنهن وٽ هڪ به نه آهي؛ ۽ جنهن وٽ کاڌو آهي، سو به ائين ڪري." — حضرت عيسيٰ عليہ السلام

● "محنت هر انسان جو بنيادي فرض آهي: جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجو بار ٻين جي ڪلهن تي رکي، ته انسانذات لاءِ اِها هڪڙي وڏي ۾ وڏي ۽ دائمي ملامت سمجهڻ گهرجي."
— ابراهم لنڪن

● "پورهئي کي عذاب نه، بلڪ زندگيءَ جي وندرائيندڙ سرگرمي سمجهڻ گهرجي."
— ٽالسٽاءِ

● "دنيا ۾ ڪُل ڪيترا جيت آهن، يا سج ۾ ڪهڙي قسم جا داغ آهن،— انهن ڳالهين جو معلوم ڪرڻ، ۽ ناول خواهه سنگيت-ناٽڪ لکڻ ته ڏاڍو سولو ڪم آهي؛ ان ڪم ۾ ڪا به تڪليف ڪانهي؛ پر عام ماڻهن کي سندن عام ڀلائي سيکارڻ (جيڪا خودقربانيءَ ۽ خلق جي خدمت ڪرڻ ۾ ئي لڪل آهي)، ۽ انهيءَ علم کي پوريءَ طاقت سان بيان ڪرڻ، ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي؛ اهو ڪم تڪليفن ۽ عذابن سهڻ کان سواءِ بنهه ناممڪن آهي."
— ٽالسٽاءِ

● "حق جي تلوار ڪڏهن به مُنڊي نه ٿيندي آهي. سچ بهترين راهه، ۽ علم بهترين رهنما آهي." — حضرت علي رضه

● "سچي سوڀ نوڙت ۽ نرماڻيءَ ۾ آهي." — مهاتما گانڌي

● "جيڪي ڪجهه ڪريو، سو دل جان سان ڪريو. مون هڪ سنياسيءَ کي ڏٺو، جيڪو پنهنجا برتن به ايڏي چاهه سان صاف ڪري چمڪائيندو هو، جيڏي چاهه سان هو ڏئيءَ جي بندگي ڪندو هو." — سوامي وويڪانند

● "دنيا ۾ سمورا بهترين قول ۽ اصول موجود آهن؛ اسان کي فقط انهن تي عمل ڪرڻو آهي." — پسڪل

● "هڪ گهڙيءَ جو غور ۽ فڪر، سٺ سالن جي عبادت کان افضل آهي."
— حضرت محمد صلعم

● "بهادري اِنهيءَ ۾ ڪانهي ته ڪُشتيءَ ۾ هڪٻئي کي پٽوڙجي: پر بهادر اهو آهي، جيڪو غصي جي وقت، پاڻ کي ضابطي ۾ رکي." — حضرت محمد صلعم

● "ڪنهن بيگناهه تي ڏوهه مڙهڻ جي ڳالهه ڌرتيءَ کان زياده ڳري آهي، سچ آسمان کان زياده ڪشادو آهي: بدگماني پيدا ڪندڙ جي دل پٿر کان زياده سخت آهي: ظالم حاڪم باهه کان زياده جلائيندڙ آهي: ڪنجوس جي دل پاري کان زياده ٿڌي آهي: صبر ڪرڻ ۽ سَهپ ڌارڻ زهر کائڻ کان به ڏکيو ۽ ڪڙو ڪم آهي." — حضرت علي رضه

● "زندگي عمردرازيءَ ۾ پوشيده نه آهي: زندگيءَ جو راز زندگيءَ جي اٿاهه ذوق، اڻٿڪ روانيءَ ۽ پيهم تازگيءَ ۾ ئي مضمر آهي." — روسو

● "نيڪ ماڻهوءَ جي وڏائي آهي ضمير جي زندگيءَ ۾." — ٿامس ڪيمپس

● "پنهنجي دشمن جي راءِ تي هميشه غور ڪر: ڇو ته تنهنجي ڪمزوريءَ ۽ برائيءَ کي سڀ کان وڌيڪ تنهنجو دشمن ئي ڄاڻي." — ائنٽيٿنيز

● "آءٌ پنهنجن شعرن ۾ انهن جو ئي ذڪر ڪندو آهيان، جيڪي ڏيئي، ڀُلائي ڇڏيندا آهن: ۽ پيا آهي، جيڪي وٺي وساريندا نه آهن: جيڪي انسان انهن پنهي سان نه آهن، تن جي ياد به پاپ آهي." — ناگوچي

● آءٌ هٿيارن ۽ جنگ جي ڌمڪيءَ کي به ايترو ئي خراب ٿو سمجهان، جيترو قدر خود جنگ خراب آهي." — ٽالسٽاءِ

● "شاعري هڪ باهه آهي، جيڪا انسان جي جسم اندر ٻرڪي رهي آهي: جيڪا جلائي ٿي، گرم ڪري ٿي، ۽ روشني ڏئي ٿي." — ٽالسٽاءِ

● "محبت جو راز، موت جي راز کان عظيم الشان آهي." — آسڪر وائلڊ

● "زندگيءَ جي ڊگهي سفر ۾، مون کي فقط ٽي شيون هٿ آيون آهن، اهي ٽي املهه شيون سدائين مون سان گڏ رهنديون: منهنجو هيءُ اول عقيدو آهي ته زندگيءَ ۾ پل ته ڪيتريون ئي تڪليفون ۽ ڪيترائي ڪَشٽ اچن، پر زندگي تڏهن به بيحد سُندر ۽ بيحد حيرت انگيز چيز آهي: منهنجو ٻيو عقيدو هيءُ آهي ته پنهنجو فرض سڃاڻڻ ۽ ان کي نباهڻ، زندگيءَ کي سُکي ٿو بنائي: ۽ منهنجو ٽيون عقيدو هيءُ آهي ته ظلم، نفرت، تشدد ۽ بي انصافيءَ سان دنيا ۾ ڪڏهن به روحاني، اخلاقي يا مادي خوشحالي ڪانه آئي سگهي: سُک ڏانهن صرف هڪ ئي شاهي واٽ آهي - پيار جي!" — ساروڪن

● ”حضرت علي، پنهنجي دور خلافت ۾ بيحد جدوجهد ڪندا هئا. سندن ڏينهن، رعايا جي ڪم ڪار ۾ گذرندو هو، ۽ رات عبادت ۾.

ڪائنس پڇيو ويو ته اوهان ايتري زحمت ڇو ٿا برداشت ڪريو؟ فرمايائون ”اگر ڏينهن جو ڪم نه ڪندس ته اهو گويا ’رعايا‘ تي ظلم ٿيندو، ۽ جي رات جو عبادت نه ڪندس ته اهو گويا ’پاڻ‘ تي ظلم ٿيندو.“ — حضرت علي رض

● ”يعقوب بن ليث، اڃا خراسان فتح نه ڪيو هو. هڪ ڏينهن سيستان ۾ پنهنجي دوستن سان روح رهاڻ ڪري رهيو هو. هرهڪ دوست پنهنجا تاثرات ۽ تجربات پيش بيان ڪيا.

هڪ چيو: بهترين لباس ’اطلس‘ جو ٿئي ٿو؛ ٻئي چيو: بهترين ٽوپي رومي ڪيمخواب جي ٿئي ٿي؛ ٽئين ٻڌايو ته گلِ ريحان کان بهتر منظر، شجرِ بيد جي ساِيي کان بهتر سايو؛ نغمهء بلبل کان بهتر نغمو ٿي نٿو سگهي!

جڏهن يعقوب جو وارو آيو، تڏهن چيائين: ’زره کان وڌيڪ سهڻو لباس؛ خود (جنگي ٽوپ) کان وڌيڪ ڪلاه؛ ميدانِ جنگ کان بهتر منظر؛ شمشير کان سهڻو سايو؛ گهوڙي جي هڻڪار کان سهڻو نغمو ڪوبه ڪونه آهي!“ — يعقوب بن ليث

● ”هڪ ڏکويل ۽ افسرده انسان جي اکين مان وهندڙ هڪ ڳوڙهو اگهڻ همدرديءَ طور، هزار خون جي ڳوڙهن ڳاڙڻ کان بدرجها بهتر آهي.“ — نامعلوم

● ”انسان جو علم جيترو وسيع ٿيندو ويندو، سندس دل اوتري ئي روشن ۽ فراخ ٿيندي ويندي. علم جي وسعت، دل جي وسعت لاءِ هڪ تجربي ۾ آيل حقيقت آهي.“

● ”علم جي تنگي ۽ ٿورائي، ذهني تعصب پيدا ڪري ٿي.“

● ”علم جي وسعت، ’حڪمت‘ آهي، ۽ ٿورائي ’جهالت‘.“

● ”بيعمل عالم لاءِ علم ائين آهي، جيئن نانگن لاءِ کير — جنهن مان زهر ئي پيدا ٿئي ٿو.

● ”هڪ حڪيم کان پڇيو ويو، موت ڇا آهي؟ انسان ان کان ايترو ڊڄي ڇو ٿو؟ ڇا موت سان انساني زندگيءَ جو خاتمو ٿي وڃي ٿو، يا موت حيات ابديءَ جي مرحلن مان هڪ مرحلو آهي، ۽ موت سان حيات ابديءَ جو آغاز ٿئي ٿو؟

حڪيم جواب ڏنو: ”انسان، نڪو زندگيءَ جي خاتمي کان ٿو ڊڄي، ۽ نڪو ’موت‘ کان ڪيس ڊڄ آهي. انسان، ڊڄي ٿو پنهنجي گمراهين ۽ گناهن کان، جي سندس لاشعور ۾ لڪل آهن. موت وقت اهي ظاهر ٿي ڪيس ڊيڄارين ٿا!“

● "دانائي مومن جي گم ٿيل ميراث آهي: دانائيءَ کي هٿ ڪريو، پوءِ ڀل ته اها منافقن وٽان ئي هٿ اچي." — حضرت علي ع

● "هر انسان ان لاءِ دنيا ۾ اچي ٿو ته نيڪيءَ جي درجي کي وڌيڪ بلند ڪري."

● "بيعمل عالم جو مثال انهيءَ انڌي جهان آهي، جنهن جي هٿ ۾ مشعل هجي: ان مان ٻين کي ته روشني ملي سگهي ٿي، پر هو پاڻ اونداهه ۾ ئي رهي ٿو." — سعدي

● "ڪوتاهه نظر کي رڳو پنهنجو ئي ڏک هوندو آهي: صاحبِ نظر کي پنهنجو ڏک به هوندو آهي، ۽ پراون جو به." — سعدي

● "فيلسوف پاڻ کان سواءِ ٻيءَ هر ڪنهن شي کي شڪي نظر سان ڏسندو آهي."

● "قدامت پسند شخص جي تعريف هيءَ آهي ته ان جون ٽنگون ته ڀيئي سلامت آهن، پر هلڻ ڪڏهن ڪونه سکيائين." — صدر روزويلٽ

● "مدبر ائين خيال ڪندو آهي ته هو ملڪ جي ملڪيت آهي: سياستدان ائين سمجهندو آهي ته ملڪ هن جي ملڪيت آهي." — ترائٽ

● "فتح جو مدار خوداعتماديءَ تي آهي: خوداعتماديءَ جو مدار بار بار سوچڻ تي آهي: ۽ سوچڻ جو مدار راز جي حفاظت ڪرڻ تي آهي." — حضرت علي ع

● "ماڻهن سان اهڙيءَ طرح ميل جول رکو جو اوهين مري وڃو ته هو روئن، ۽ جيئرا رهو ته هو اوهان سان ملڻ جي تمنا رکن." — حضرت علي ع

● "انسان جو سڀ کان سٺو دوست ڪهڙو آهي؟ سندس هٿن جون ڏهه آڱريون!" — رابرٽ ڪولئر

● "پنهنجا خيال سون کي ٻڌائڻ چاهين، ته ٻڌاءِ تنهنجو يقين ڇا ڇا ۾ آهي؟ شڪ شبها ته مون کي پنهنجا ئي گهڻا آهن." — گوئٽي

● بيپرواهيءَ جي انداز سان ڇوڙيل ڪيترائي تير اهڙن نشانن تي وڃي لڳندا آهن، جو تيرانداز کي انهن جو گمان به ڪونه هوندو آهي: اهوئي حال انسان جي زبان مان نڪتل لفظن جو آهي: الاجي انهن سان ڪيترين دلين ڏکوئجيو هون." — سر والٽر اسڪاٽ

● "ماڪوڙيون به جيڪڏهن متحد ٿي وڃن ته ببر شينهن جي کَل لاهي سگهن ٿيون." — سعدي

● "خاموش نگاهون، محبت جي زبان آهن." — سعدي

● "اڪيلائيءَ ۾ گذاريل گهڙيون، محبوب جي ياد کي روح ۾ سدائين لاءِ زنده رکن ٿيون." — سعدي

● "عورت جي روح جي پاڪيزگي، سندس بهترين محافظ آهي."

● ”انساني روح جڏهن اظهار جو روپ ٿو ڌاري، تڏهن موسيقي وجود ۾ اچي ٿي.“

● ”آزاد نظم، ’بحرن‘ تي دماغ جي فتح آهي.“ — لائيف

● ”ڇڙ ۽ ڪاوڙ جي حالت ۾ جيڪڏهن ڪنهن کي پٽر ڪٽي هٽڻ تي دل ٿئي، ته ڪوشش ڪريو، جيئن پٽر ڪٽڻ وقت اوهان جو جسم هيٺ تي نه جهڪي — ۽ جيڪڏهن ائين ممڪن نه آهي، ته پوءِ پنهنجو هٿ روڪي وٺو.“ — نامعلوم

● ”پنهنجي گناهه کان سواءِ، ڪنهن به ڳالهه کان نه ڊڄو.“ — حضرت علي ع

● ”مسافريءَ ۾ دولتمنديءَ جي حالت وطن جو مزو ڏئي ٿي؛ ۽ غربت جي حالت وطن ۾ به مسافريءَ جو احساس ٿي پيدا ڪري.“ — حضرت علي ع

● ”جيڪڏهن پيٽ نه هجي ها ته جيڪر ڪو به پکي ڪوڙڪي ۾ ڪو نه ڦاسي ها — بلڪ شڪاري ڪوڙڪو ئي ڪو نه ها.“ — سعدي

● ”ٻارڙن سان ڀريل گهر هڪڙي جنت آهي — مسلسل حرڪت ۽ هنگامن جي جنت. انهن جو اٿڻ ويهڻ، روئڻ رڙڻ، ڊوڙڻ ۽ گولاٽيون پائڻ، — اِهي منظر ڪيڏا نه مزيدار هوندا آهن! هو کِلن ٿا ته گهر جي ڪنڊ ڪڙڇ ڇهڪڻ لڳي ٿي؛ رڙيون ۽ ڇيخون ڪن ٿا ته نغما آيريو اچن؛ روئن ٿا ته زندگي حرڪت ۾ اچيو وڃي؛ انهن جو فرش تي ليٽڻ پيٽڻ، گوڏن ڀر ريڙهيون پائڻ، پيتين کي جهلي هلڻ، وڏن سان همقدم ٿيڻ، ڪيترو قدر نه حسين منظر آهن اِهي! اِهي خالص خوشيون، جنت نه آهن ته ٻيو ڇا آهن؟“

● ”مستقبل کي سمجهڻ لاءِ ماضيءَ کي سمجهڻ جي ضرورت آهي.“

● ”الله جي درٻار ۾ عقيدت ۽ عبادت جو سڀ کان وڏو هديو هيءُ آهي ته اُن جي ٻندن سان انتهائي خلوص سان پيش اچجي؛ انهن سان ڪا به تعصب واري شفقت، ڪا به دشمنيءَ واري نفرت نه رکجي؛ دوست توڙي دشمن، پنهنجو توڙي پرائو، سڀڪنهن کي برابريءَ جي نظر سان ڏسجي.“ — اڪبر اعظم

● ”عبادتگاهن جا ٿنڀا زنده انسان آهن: انهن جي سموري آرائش ۽ زيبائش، ظاهري چٽسالين سان نه، بلڪ انساني دل جي مخلصانه نيازمندين سان ٿئي ٿي.“

● ”آخرڪار هتي هڪڙي ئي قوم رهندي — ۽ اها هوندي انسانيت.“ — سعدي

● ”جيڪي جيهل جي پرستش ڪن ٿا، سي انڌپائيءَ جي اونداهه ۾ ڪِرن ٿا؛ پر اُن کان به وڌيڪ اونداهه ۾ آهي ٿا وڃي ڪِرن، جيڪي رڳو علم تي خوش ٿي ويهي ٿا رهن.“

— اِسونيه اپنشد

۱-۱۹۶۴ع

● ”اصول تي هلڻ جي مقابلي ۾ اصول لاءِ لڙڻ آسان آهي.“— ايڊلر

● ”مان ساري عمر، علمي طرح سان خودغرض رهيو آهيان. پر مون بي‌اصول هئڻ کي خودغرضيءَ ۾ شمار نہ ڪيو آهي.“— آسٽن

● ”جنهن کي اسان ترقي ٿا سڏيون، اها حقيقت ۾ هڪ مصيبت جو ٻيءَ مصيبت سان تبادلي جو نالو آهي.“— جارج ايليٽ

● ”ترقي، اقليت جي نظريات کي قبول ڪرڻ جو نالو آهي.“— جارج ايليٽ

● ”جڏهن ڪو شخص، پنهنجي وعدي کي باربار دهرائي ٿو، تڏهن پڪ سمجهڻ گهرجي تہ هو اوهان کي دوکو ڏيڻ چاهي ٿو.“— برنارڊشا

● ”جيترا وعدا ڪيا وڃن ٿا، انهن جو اڌ بہ پورو نٿو ڪيو وڃي.“— برنارڊشا

● ”جنهن چيز تي ڪنهن جو بہ يقين نہ آهي، ان جو ثبوت نٿو ڏئي سگهجي.“— برنارڊشا

● ”خوش ٿيڻ انهن ماڻهن جو ڪم آهي، جي سوچ ويچار نٿا ڪن.“— پوپ

● ”شاعر ڪڏهن ڪڏهن اهڙيون پُرمعنيٰ ڳالهيون ٿا ڪن، جن کي هو خود بہ مشڪل سان سمجهي سگهندا هوندا.“— افلاطون

● ”نرمي، سڀ کان زيادہ قبول ڪرڻ جهڙي منافقت آهي، پر ڪنهن ڪنهن موقعي تي، ۽ ڪن خاص صورتن ۾.“— پيٽرس

● ”دنيا ۾ سڀ کان وڏيڪ غيرمناسب شي آهي، غريب رشتيدار.“— اورهالي

● ”دانشورن جون ڳالهيون، جي آهستي چيون وڃن ٿيون، اهي احمقن جي برسر بازار شور کان وڌيڪ ٻڌيون وڃن ٿيون.“— عهدنامہ قديم

● ”حڪمت، لڙائي جي هٿيارن کان گهڻو بهتر آهي.“— توريت

● ”مئل مکيون، عطار جي عطر کي بدبودار ڪن ٿيون، ان طرح ٿوري بہ حماقت، عزت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.“— عهدنامہ قديم

● ”دانشور جي دل آن جي ڪٻي پاسي رهي ٿي، پر احمق جي دل ان جي سڄي طرف رهي ٿي.“— عهدنامہ قديم

۲، ۳-۱۹۶۴ع

● ”تعليم اهڙا ماڻهو تہ گهڻا پيدا ڪيا آهن، جي پڙهڻ ڄاڻن ٿا، پر اهو نٿا ڄاڻن تہ ڇا ڇا پڙهڻ گهرجي.“— ميڪالي

● ”پنهنجي لاءِ پنهنجيءَ زبان سان ڪجهہ بہ نہ چوڻ گهرجي. ان سلسلي ۾ اطمينان ڪرڻ گهرجي. اوهان جي مرڻ کان پوءِ اهو ڪم خودبخود ٿي ويندو.“— ايڊيسن

● ”جو ماڻهو پاڻ تائين ئي محدود آهي، ان کي هڪڙي سهڻي ۽ سينگاريل ڳنڍڙي سمجهڻ گهرجي.“ — رسڪن

● ”معذرت ۾ به هڪ قسم جي خودستائي آهي، پر غلط معيار تي.“— جوزف

● ”خودفريبي انسان کي سندس سمجهڻ موجب وڏو ماڻهو ته بنائي ٿي، پر اها پاڻ اتيئي ٿي رهي، ٻين وٽ نه.“— رسڪن

● ”اوهان جو ڪو دشمن نه آهي، ته پوءِ مصيبت وقت ڪو دوست به نه هوندو.“ — البرٽ

● ”جنهن جو ڪو دشمن نه آهي، سمجهو ته اهو حقيقي طور مفلس آهي.“ — بلنگز

● ”شهرت ۽ ناموريءَ جون سيڙهيون واڻون قبرستان ڏانهن وڃن ٿيون.“ — جان هيوڊ

● ”غلطي ڪرڻ انساني فطرت ۾ داخل آهي، پر ان جي اصلاح نه ڪرڻ احمقائي ۽ گڏهپائي آهي.“ — بينجامن

● ”آداب ۽ تڪلفات جو مطلب آهي، منهن بند ڪري اوباسيون ڏيڻ ۽ هروڀرو آرس ڀڃڻ.“ — شيڪسپيئر

● ”اختيار جي دائري کي اوترو ئي محدود رکجي، جيترو سنڀالي سگهجي. اها مملڪت ڪانه هلي سگهندي، جنهن جي هڪ چيڙي ڪان ٻئي چيڙي تائين حاڪم جي نگاهه ئي نه پهچي سگهي.“ — حضرت عمر رضہ

● ”خزاني جو مطلب اهو نه آهي ته ان کي جمع ڪري رکجي: ان جو صحيح استعمال اهو آهي ته حقدارن ۽ مسڪينن تائين پهچايو وڃي، ۽ پاڻ وٽ هڪ پئسو به نه بچي.“

— عمر بن عبدالعزيز رحہ

● ”مساوات ۾ سڀ ڪان وڏي خرابي اها آهي ته غريبَ وڏن ماڻهن سان برابري ڪرڻ گهرن ٿا، پر وڏا ماڻهو هيٺ لهڻ نٿا چاهين.“ — جمال‌الدين افغاني

● ”تجربو مفت ۾ ملڻ واري چيز نه آهي، ان لاءِ عمر گهرجي.“ — آسڪر وائلڊ

● ”علحدگي ۽ ڪناره‌ڪشي اختيار ڪرڻ، دولتمند طبقي ۽ اعليٰ سوسائٽيءَ جي پيداوار آهي.“ — آسٽن

● ”اوهين زبان سان تبليغ ڪرڻ جي بجاءِ، پنهنجي زندگيءَ سان شايد بهترين تبليغ ڪري سگهو ٿا.“ — امام غزالي

● ”ماڻهو پنهنجي ملڻ وارن دوستن مان چڱاين جي بدران برايون گهڻيون تو اخذ ڪري.“ — ڊيڊرات

● ”تجربي مان جا چڱي شي حاصل ٿي ٿئي، سا اها ته اسان کي تجربي مان ڪجهه به حاصل نه ٿيو، يعني دوباره غلطي ڪريون ٿا.“ — علامه عبده مصري

● ”حق ۽ حقيقت دليلن جا محتاج ڪين آهن، البت دليل دلائل حق جا محتاج ٿِي سگهجن ٿا.“ — شاهه ولي الله

● ”آزادي گهُرڻ سان ملندي ڪانه آهي، پر اها حاصل ڪبي آهي.“

— جمال الدين افغاني

● ”ڪنهن غلط چيز جي درست ڪرڻ ۾ ايتري دير نٿي لڳي، جيتري ان بحث ۾، ته اها غلط چيز ڪهڙن دليلن سان غلط ٿِي ويئي آهي.“ — شاهه ولي الله

● ”تجربو به هڪ اضافي چيز آهي. ان جو ڪوبه اخلاقي وجود ڪونه آهي. چالاڪ ته تجربو آهي، غلطي ڪرڻ جو نالو. پوءِ اهو جيترا دفعا ڪريو، هر حال ۾ غلطي آهي.“

— آسڪر وائلڊ

۴-۱۹۶۴ع

● ”’نعمت‘ جو ملڻ ان ڳالهه لاءِ آزمائش آهي ته اوهان شڪر ٿا ڪريو يا ناشڪري.“

— قرآن

● ”غريبن سان دوستي رکو ۽ اميرن کان پري ڀڄو.“ — سرور ڪائنات

● ”دولتمند ماڻهو بهشت ۾ ويندو، اهو ائين آهي جيئن اُٺ سُئيءَ جي سوراخ ۾ داخل ٿي سگهي.“ — حضرت عيسيٰ عليہ السلام

● ”غريبن تي ڪلندڙ، ان جي خالق تي ڪلي ٿو.“ — حضرت سليمان عليہ السلام

● ”ٻين جي پريشانيءَ ۽ مصيبت تي خوش ٿيندڙ، ڄڻ ته پنهنجي متي گناهه ٿو ڪري.“

— حضرت سليمان

● ”جنهن پاڻ کي هميشه ’ننڍو ۽ گهٽ‘ سمجهيو، ان کي ئي ’وڏو‘ بنايو ويندو، پر جنهن پاڻ کي هميشه ’وڏو‘ سمجهيو آهي، اهو ’ننڍو‘ ئي رهندو.“

— حضرت عيسيٰ عليہ السلام

● ”گهڻو کِلڻ، موت کان غفلت جي نشاني آهي.“ — حضرت عمر رضہ

● ”صديقن جي زڪات آهي، ساري مال کي الله جي راهه ۾ ڏيئي ڇڏڻ.“

— ابوبڪر صديق رضہ

● ”جنهن دليل ۽ معيار تي، تون ٻين کي ڪَڇين ۽ ماپين ٿو، انهن سان ئي توکي به ڪڇيندا ۽ ماپيندا. ان ڪري پنهنجا ’ماپا‘ اهڙا رک، جنهن تي تون به ماپجي سگهين. جيئن پوءِ ڪا توکي گهاٽي واڌي جي شڪايت ڪرڻي نه پوي.“ — حضرت عيسيٰ عليہ السلام

● ”اک بَدن جو ڏيئو آهي، جنهن جي اک درست نه آهي، ان جو بدن ڄڻ ته تاريڪ آهي.“ — حضرت عيسيٰ عليہ السلام

● ”گهڻو ڳالهائڻ گناهہ جو سبب بڻجي ٿو. خاموش رهندڙ ئي حقيقي دانشمند آهي.“
—حضرت سليمان عليہ السلام

● ”عقل ڪمال تي پهچي ٿو، تڏهن زبان گنگي ٿي وڃي ٿي.“
—حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنہ

● ”جتي حرام ۽ حلال، ٻئي چيزون گڏ ٿين ٿيون، اتي حرام ڪيترو به ٿورو هجي، حلال تي غالب ئي رهندو.“ —حضرت عمر رضہ

● ”اي ٻاءُ! الله تعاليٰ توکي، پنهنجي معرفت لاءِ پيدا ڪيو آهي، پر تون الله کي ڇڏي، ٻين جو ٿيڻ ٿو چاهين؟“ —حضرت عثمان رضہ

● ”علم جي دولت جي هجڻ ڪري، ڪنهن به ماڻهوءَ الله هجڻ جي دعوا نہ ڪئي آهي، ان قسم جون دعوائون، مال ۽ دولت جي ڪري ڪيون ويون آهن.“
—حضرت ابوبڪر صديق رضہ

● ”سڀ کان وڏيڪ ڀُرو ماڻهو اهو آهي، جنهن کي ٻين جي ٻُرائي ڪرڻ لاءِ فرصت ملي ٿي.“ —حضرت عثمان رضہ

● ”پنهنجي تجربن کي حفاظت سان سنڀالڻ ۽ انهن موجب عمل ڪرڻ، انهن جي روشنيءَ ۾ قدم وڌائڻ ئي حقيقي دانشمندي آهي.“ —حضرت علي رضہ



# علمي فڪري اقتباس

(۱۹۰۰ع-۱۹۶۴ع)



علامه اقبال، ڪائونٽ، ٽئگور، ڊينئل ويبسٽر، وويڪانند، مهاتما گانڌي، ڪن نان، علامه مشرقي، جمال الدين افغاني، ابوالقاسم لاهوتي، خليل جبران، ڪمال اتاترڪ، ڊاڪٽر مارڊرن، ابوالڪلام آزاد، رُوسو، مئٿيو آرنلڊ، جان رسڪن، برنارڊ شا، غ. م. گرامي، پريمچند، علامه آءِ. آءِ. قاضي، اگروال، جمال عبدالناصر، ٽالسٽاءِ، مولانا حالي، وڪٽر هيوگو، دوستووسڪي، ف. م. محمد ايوب خان، قائداعظم محمد علي جناح، ملڪه ايلزبيٿ، چارلس ڊڪنس، اينگل ڪارا ٻچوف، جيمس جارج فريزر.



---

”اسان ڪيترين ئي اهڙين قومن ڏٺيون آهن، جي عدم کان وجود ۾ آيون، ترقي حاصل ڪيائون، عروج جي ماڙيءَ تي ٿلنديون نظر آيون، دنيا ۾ سندن طاقت جو ڏونڪو وڄڻ لڳو، ۽ ماڻهن جي دلين مان سندن تنزل جو خيال به محو ٿي ويو- پر وري اوچتو ئي اوچتو سندن عزت جو آفتاب غروب ٿيڻ لڳو، ۽ هو ذلت جي تاريڪين ۾ مبتلا ٿي ويون؛ ڇو ته سندن هرفرد خود غرض بڻجي ويو، ۽ منجهانئن اها سمجهه نڪري ويئي ته فرد جون ذاتي ضرورتون به سٺيءَ طرح سان سرانجام ٿين، انهيءَ تي ئي منحصر آهي ته هن جو قوم سان سات هجي ۽ قوم جو به هن سان سات هجي- ۽ هيءَ به، ته قوم جي طاقت وڌائڻ، سندس پاڻهن مضبوط ڪرڻ ۾ خود سندس عزت ۽ قوت جو راز لڪل آهي.

”پوءِ انهيءَ جو نتيجو اهو ٿو ٿئي ته سمورن فردن تي غفلت جي ننڊ ڇانئجي ٿي وڃي، هو مستقبل مان نااميد ٿيو وڃن: منجهن ڏورن جهڙي قناعت پيدا ٿيو وڃي، ۽ پنهنجي پست ۽ ذليل حالت تي راضي ٿيو وڃن. منجهانئن ڪو سجاڳ ٿو ٿئي ته پيا گهٽي ۾ گهٽا ڪيس خيالي پلاءُ پچائيندڙ، بڪواس ڪندڙ سڏيندا آهن-ڪين ڪمان هوندو آهي ته ڪنهن به عملي قدم کڻڻ سان سندن روزي مارجي ويندي! انڪري ئيٺ سندن دشمن کي ڪين آسانيءَ سان شڪار ڪرڻ جو موقعو ملي وڃي ٿو.“

- جمال الدين افغاني

# علمي فڪري اقتباس

● "جيستائين هن سرمائيدارانه جمهوريت، ۽ هن جارحانه قوم پرستيءَ ۽ هن ذليل ملوڪيت جي لعنتن کي پاش پاش نه ڪيو ويو آهي؛ جيستائين انسان پنهنجي عمل جي اعتبار سان الخلق عيال الله (مخلوقات الله جو عيال آهي) جي اصول جو قائل نه ٿيو آهي؛ جيستائين رنگ ۽ نسل جي امتيازن کي نه مٽايو ويو آهي، تيستائين انسان هن دنيا ۾ فلاح ۽ سعادت جي زندگي بسر ڪري نه سگهندو؛ ۽ اخوت، حريت، ۽ مساوات جي شاندار لفظن جي ڪا معنيٰ ئي ڪانه نڪرندي!" — علامه اقبال

● "'اديب' ماضيءَ جي ڪلچر ۽ ادب جو صحيح وارث آهي. ۽ هو "انساني تهذيب" جي بهترين، آزادي بخش، صحتمند ۽ زنده روايات کي ڪٺي اڳتي وڌي ٿو.

سماج جي "تاريخي ارتقا" جي پس منظر ۾، هو پنهنجي تهذيبي ورثي کي تنقيدي نظر سان پرکي ٿو، ۽ ڪلچر کي قومي تعصب ۽ تاريڪ انديشي جي هر معنيٰ نٿو سمجهي؛ بلڪ هو ان طرح جي سيني پردن کي چاڪ ٿو ڪري. اهڙو اديب ان کي هڪ ادبي فرض ٿو سمجهي ته هو پنهنجي ادبي تخليق کي به اهڙن مٺن زهرن کان بچائيندو رهي."

● "'عزت' ئي گوهر مقصود آهي، جنهن تي هر دل عاشق ٿي ٿئي، ۽ هر اک ان ڏانهن لالچ جي نظر سان نهاري ٿي. عدل ۽ انصاف جي دور ۾ ان جو حاصل ڪرڻ ڏاڍو سولو آهي، پر ظلم جي دور ۾ ٿورو ڏکيو آهي، يعني آها ظلم جي مقابلي ۾ سر ڏيڻ سان ملي سگهي ٿي!"
— ڪائونٽ

● "جيئن سچ، نُور ۽ زندگيءَ جو سرچشمو آهي، تيئن علم، ڪمال ۽ جلال جي کاڻ آهي، جنهن سان دل ۾ گرمي، تصورات ۾ عظمت، اکين ۾ روشني، ارادن ۾ بلندي ٿي پيدا ٿئي. علم، جابر ۽ ظالم نظام جو پردو چاڪ ٿو ڪري، ۽ انسانذات کي آزاد ۽ خوددار ٿو بنائي. ان صورت ۾ ظاهر آهي، ته جابر نظام اهو ڪڏهن به نه چاهيندو ته سندس غلاميءَ جي زنجيرن کان انسانذات آزاد رهي. تنهنڪري لازمي طور يا ته عام ماڻهن کي علم کان محروم رکڻ جي ڪوشش ڪندو، يا علم تائين پهچڻ جون سڀ واٽون عام ۽ وچولي درجي وارن ماڻهن لاءِ بند ڪري ڇڏيندو؛ ۽ فقط ان علم کي حاصل ڪرڻ لاءِ سهوليتون ڏيندو، جن جي پڙهڻ کان پوءِ پڙهندڙ صحيح معنيٰ ۾ سندس غلام بڻجي سگهن." — ڪائونٽ

● "موجوده زماني کي "علوم عقليه" ۽ سائنس جي بيمثال ترقيءَ تي فخر آهي، ۽ اهو فخر ۽ ناز يقيناً حق بجانب آهي. اڄ "زمان ۽ مڪان" تي انسان قابض ٿي چڪو

آهي، ۽ فطرت جي اسرار تائين رسائي، ۽ ان جي نقاب ڪشائيءَ ۾ حيرت انگيز ڪاميابي حاصل ڪئي اٿس.

ليڪن ان ترقيءَ جي هوندي، هن زماني ۾ ملوڪيت جي جبر ۽ استبداد، ”جمهوريت“ ۽ ”قوميت“ جا نقاب چاڙهيا آهن. ۽ انهن نقابن جي اوٽ ۾ ”آزادي جي قدر“ ۽ ”انسانيت جي شرف“ جي اهڙي مٽي پليد ڪئي آهي، جنهن جو مثال تاريخ عالم جي ڪنهن سياهه کان سياهه صفحي ۾ به نٿو ملي سگهي.

جن نام نهاد مدبرن جي هٿ ۾ انسانذات جي قيادت ۽ حڪومت سونپي وئي آهي، اهي خونريزيءَ، سفاڪيءَ، ۽ غريب آزاريءَ جا ديوتائون ثابت ٿيا آهن. جن حاڪمن جو اهو فرض هو، ته اخلاق انسانيءَ جي بنيادي حقن جي حفاظت ڪن، انسان کي انسان تي ظلم ڪرڻ کان روڪين، ۽ انسانيت جي ذهني ۽ علمي سطح کي بلند ڪن: انهن ئي ملوڪيت جي جوش ۾ اچي، لکن خدا جي بيگناهه بندن کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي.

اهو رڳو ان لاءِ ڪيو ويو، جيئن پنهنجن مخصوص ماڻهن جي ناجائز خواهشن لاءِ تسڪين جو سامان پيدا ڪري سگهجي. انهن ڪمزور قومن تي قبضي حاصل ڪرڻ کان پوءِ، انهن جي اخلاق، مذهب، معاشرت، ادب، دولت ۽ مال تي به هٿ صفا ڪيا آهن. ۽ انهن بدنصيب انسانن کي خونريزيءَ ۽ برادرڪشيءَ ۾ ايترو ته مصروف ڪيو ويو آهي جو اڄ دنيا جي هر گوشي ۾ قيامت برپا ٿي چڪي آهي. سائنس جي تباهه ڪن اوزارن سان انساني تمدن جا عظيم الشان آثار مٽجي رهيا آهن. باهه ۽ خون جي هن تماشي ۾ عملي طور حصي وٺندڙ توڙي رڳو پاهران تماشي ڏسندڙ سڀ حڪومتون، اڄ پنهنجي پنهنجي منهن، اقتصادي ميدان ۾، ڪمزور طبقي جو خون چوسي رهيون آهن. ساري دنيا جا مفڪر سوچي رهيا آهن، ته ڇا تهذيب ۽ تمدن جي هن عروج واري زماني ۾ انساني ڪمال جو انجام اهڙو ٿيڻو هو؟“

— علامه اقبال،

● ”ڇڏ اهي منتر ۽ مالهائون، تسبيحون ۽ وظيفا، ٽڪائي ۽ عبادت گاهه جا در. دريون بند ڪري، هن اڪيليءَ اونداهيءَ ڪنڊ ۾ تون ڪنهن جي پوڄا ڪري رهيو آهين؟ اکيون ته کولي ڏس — ”هو“ ته تو وٽ موجود آهي!

”هو آتي آهي، جتي هاري سخت زمين کي هر ڏيئي رهيو آهي، ۽ جتي رستو ناهيندڙ پٿر ڪٽي رهيو آهي، ٿڌيءَ ڪوسيءَ هو انهن سان آهي، ۽ هن جا ڪپڙا ميرا آهن.

لاهه پنهنجو اهو نفيس ۽ لطيف، صاف ۽ شفاف جُبو! ۽ هن وانگر ”مٽيءَ“ سان ڀريل ميدان ۾ اچ!... نجات! اها نجات ۽ مڪتي آهي ڪٿي؟

”اسان جي مالڪ خوشيءَ سان ساري ڪائنات جا ڪم ڪاريون پنهنجي سر تي کنيا آهن. هو هميشه اسان سان پڌل آهي.

هي گل ڦل، ۽ چنڊڦوڪ ۽ واس ڏوپ ڦٽا ڪري، سماڌيءَ ۽ حجري کي سلام ڪري، اچ! جي ڪپڙا ڦاٽل ۽ ميرا اٿيئي، ته پوءِ ڪهڙي پرواهه؟ پورهئي ۾ اچي منڊس پاڳي پائيوار ٿيءُ، ۽ پگهر ڳاڙي، ان مان سچو ميلاپ حاصل ڪر." — ٽئگور

● "عقل ۽ فڪر جي خلاف بدعتون هڪ ئي غلط سرچشمي کان نڪرن ٿيون، ۽ هڪ ئي مقصد رکن ٿيون، ته جيئن ڀڙين انسان جي دل ۽ دماغ کي ۽ پوءِ ان جي جسم کي ملوڪيت جي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏين. اهو رڳو هن لاءِ آهي ته هڪ دل ۽ دماغ جو آزاد انسان، ڪڏهن به غلاميءَ کي قبول نٿو ڪري سگهي." — ڪائونٽ

● "مون وٽ جابر سلطان جو محلات، خوف جي اهائي قديم هيڪل آهي؛ جنهن ۾ بادشاهه ديوتا آهي، ان جا مقرب ڪاهن آهن، ان جو تخت قربانگاهه آهي، ان جي رعيت رڍون آهن، جن کي پڪڙي ان معبود تي قربان ڪيو وڃي ٿو." — ڪائونٽ

## اصول

● "شل اسان سڀني جو اصول هجي: پنهنجو، پنهنجي ملڪ جو، ۽ سموري قوم جو فائدو، ۽ اهائي تمنا هجي ته شل ڌنيءَ جي مهر سان منهنجو ملڪ هن زمين تي هڪ شاندار ۽ روشنيءَ جو منارو هجي؛ ۽ نه ظلم ۽ زوريءَ جو، پر سياڻپ، صلح، ۽ بهادريءَ جو. جنهن ڏانهن سڄي دنيا جون قومون محبت جي نظرن سان نهارين." — ڊينئيل ويبسٽر

## ڏاها!

● "ڏاها! پرائي چمڪي تي پاڻ نه ڀُلاءِ! ڪجهه پنهنجو به خيال هلاءِ!

ٻاهر جي هرهڪ ڳالهه کي چنبڙي پوڻ ۽ ان تي اکيون ٻوٽي عمل ڪرڻ، پنهنجي غلام طبيعت جو دوکو آهي؛ ۽ پنهنجي ڪمزور دماغ جو ثبوت آهي. قدرت چاهي ٿي، ته پنهنجي سر پنهنجي اصولن پٽاندر آسرڻ گهرجي.

"مان توکي خاطريءَ سان چوان ٿو، ته جنهن تي پنهنجي ملڪ ۽ مذهب جو ٺپو هجي، تنهن کي به صحيح سمجهي، پلي قبول ڪر ۽ استعمال ۾ آڻ. ان جي خلاف جيسين ڪافي ثبوت نه مليو آهي، تيسين ان کي رد ڪرڻ حماقت ۽ جهاليت نه آهي ته ٻيو ڇاهي؟ ۽ ساڳئي وقت جنهن تي ٻاهر جي ڇاپ لڳل هجي، تنهن کي يڪدم رد ڪرڻ نه جڳائي، جيستائين ان کي رد ڪرڻ لاءِ ڪافي ثبوت نه هٿ اچن." — وويڪانند

## سچي دوستي

● "گهڻيئي دفعا چڱي ۾ چڱي خدمت، جا اسين پنهنجي دوستن جي ڪري سگهون ٿا، اها آهي ڪين نااميد ڪرڻ ۽ ڪاوڙائڻ.

اهو تڏهن جڏهن هو اسان جي ضمير جي خلاف ڪو ناجائز ڪم اسان ڪان وٺڻ جي ڪوشش ڪن. چڱو آهي ته دوستن جي رُسڻ ۽ ڪاوڙجڻ جو نقصان برداشت ڪجي، پر اصول ۽ ضمير ڪي ڪيرائڻ جو نقصان نه ڪجي." — گانڌي

● "لهندڙ سج جي 'گاڙهاڻ' نئين صبح جي آمد جي خوشخبري ٿي ٻڌائي، جو زياده روشن ۽ تابناڪ ٿئي ٿو، جنهن جي سونهري ڪرڻن سان دنيا منور نظر اچي ٿي. رات جي "ظلمت پاش" فوجن کي سير لڪائڻ جي جاءِ به ڪانه ٿي ملي سگهي، ۽ انهن کي پنهنجي موت مرڻو ٿو پوي!" — ڪن نان، برمي شاعر

● "'انسان' هن زمين تي، بلڪ ساري ڪائنات ۾ جوابدار ۽ باشعور هستي آهي. اهوئي هن ڪائنات جي تخليق ۽ رنگ رونق کي سمجهي سگهي ٿو. اهوئي سمجهي سگهي ٿو ته ڪائنات جو رخ هيئنر ڪاڏي آهي، ۽ ڪاڏي وڃي رهي آهي، ۽ 'انسان' کي ڪهڙي اوزاءَ ۾ اچلائڻ گهري ٿي. ٻئي ڪنهن به مخلوق ڪان ان قسم جي اميد نٿي رکي سگهجي. هڪ طرف 'انسان' جي اها نمايان حيثيت آهي، ۽ ٻئي طرف هو نهايت ذليل ۽ پست خيالن ۾ مبتلا آهي، جتان سندس نڪرڻ جي لاءِ اجا ته ڪا ظاهري اميد نظر نٿي اچي.

"انهن حالتن ۾ انسان جي آخري اميد "علم جي حڪومت" آهي. پر هن دور ۾ "فطرت جا عالم" (سائنسدان ۽ فيلسوف) به آزاد نه آهن. انهن کي هرهنڌ "گندي ۽ سياست" جو آلہ ڪار بنايو وڃي ٿو. اهي ماڻهو جن هزارن ورهين جي لاڳيتي جاکوڙ سان ايجادون ڪري، زمين کي سينگاري، ڪنوار بنائي ڇڏيو آهي، اهي تمام ٿورين پگهارن تي ملازم رکيا ويا آهن، ۽ ان طرح سندن زبانون بند ڪيون ويون آهن. هيءُ اهڙو ڏوهه آهي، جنهن ڪان وڏيڪ ڪو ٻيو ڏوهه ٿي نٿو سگهي. ذي شعور عالمن جي طبقي تي فقط ذي شعور انسان ئي حڪومت ڪري سگهن ٿا. "دين فطرت" جي تقاضا اها آهي. ٻيءَ طرح انساني معاشري جي ڀلائي ممڪن نه آهي." — علامہ مشرقي

● "تون پڇين ٿو ته ڀلا "صحيح نظام" ڇا کي چئجي؟ ان لاءِ ايترو چوان ته "جواب" ته ٿي سگهي ٿو، پر اهو ذرا طويل هوندو؛ مختصر طرح چئجي ته "صحيح نظام" جي نظر "تعمير" تي رهي ٿي. جمڻ ڪان مرڻ تائين ماڻهوءَ جي تعمير جو خيال رهي ٿو. ٻچو ڄاڻو ته پوءِ ڊاڪٽر ۽ هشيار داين کي آندو وڃي ٿو. ابو-امان ڪونہ اٿس، يا مَري وڃن تہ 'يتيمخاني' ۾ پرورش لاءِ گنجائش ڪئي وڃي ٿي. دماغي نشونما لاءِ اسڪول، لئبرريون ۽ ڪاليج کليل، هر صاحب-فن لاءِ انهن جي استعمال لاءِ سهولتون موجود ڪيون وڃن ٿيون. مصنفن ۽ اديبن جي سرپرستي ڪئي وڃي ٿي. اديبن ۽ صناعن کي معاشي فڪر ڪان آزاد رکيو وڃي ٿو. اسپتالن ۾ همدرد ڊاڪٽر موجود ڪيا وڃن ٿا، ۽ دوائون مفت ڏنيون ٿيون وڃن. اديبن ۽ فنڪارن جي اولاد لاءِ تعليم لازمي ۽ انهن لاءِ گذر جي ذريعي پيدا ڪرڻ

لاءِ ”صحيح نظام“ ٻڌل رهي ٿو. اخبارن ۽ رسالن کي آزادي رهي ٿي. علم جي سهيڙڻ ۽ پکيڙڻ لاءِ تاليف ۽ ترجمي جا معياري ادارا قائم ڪيا وڃن ٿا. نتيجو اهو ٿو نڪري جو قوم بلند همت ۽ خوددار ٿئي ٿي، ۽ ان جو هر فرد ”ترقي يافته“ ٿئي ٿو. ان ”صحيح نظام“ ۾ زمين پنهنجا خزانا ۽ آسمان پنهنجون برڪتون آڇين ٿا، ۽ انسان اڳيان سر جهڪائين ٿا.“

— جمال الدين افغاني

● ”هونءَ ته سڀڪنهن کي خوف ٿئي ٿو؛ مرڻ کان ۽ زخمي ٿيڻ کان هرڪو ڊڄي ٿو. پر جن جون دليون سچيون آهن، اهي سڀني خوفن ۽ خطرن کي هٽائي، هٿن کي هٿيار بنائي، ميدانن ۾ ٽپي ٿا پون. اُهين آهي ته وحشي جانورن سان لڙڻ لاءِ جذبي واري دل گهرجي!

”جن جون دليون سچيون آهن، سي دشمن کان نه ڊڄن، ۽ جن ڳالهين کي سچو ٿا سمجهن، اهي دليا کان نه لڪائن، ۽ فوراً ميدان ۾ اچن: ڇو ته ظلم ٻه ته وڏندو ٿو وڃي!

”هونءَ ته سڀڪنهن کي خوف ٿئي ٿو، مرڻ کان ۽ زخمي ٿيڻ کان هرڪو ڊڄي ٿو. پر جن جون دليون سچيون آهن، تن کي ڏسو. جڏهن سندن وارو ٿو اچي، تڏهن سِر تريءَ تي رکي، سڀ خطرا پاسي ڪري، پنهنجو فرض پورو ٿا ڪن. بيشڪ سڀ کي خوف ٻه اچي ٿو!“

— زيڪوسلوويڪيا جو هڪ شاعر

● ”انصاف، نوع انساني جو پيءُ؛ ۽ آزادي ان جي ماءُ آهي. هڪ غلط حڪومت، انهن ٻنهي جي قاتل ٿئي ٿي. مظلوم رعيت کي يتيم، ۽ لاوارث ٻار تصور ڪريو، جي جهالت ۽ غفلت جي ننڊ ۾ ستل آهن. فيلسوف ۽ مفڪر انهن جا جوان ۽ سمجهدار ڀائر آهن، جي انهن کي جاڳائڻ، ۽ جابر حڪومت کان ڇڏائڻ لاءِ پنهنجون زندگيون قربان ڪن ٿا.“

— ڪانونت

● ”تون هميشه ’بزم وصل‘ ۾ رهيو آهين، توکي ”درد هجران“ جي ڪهڙي خبر! ۽ ”غم جان“ جي ڪهڙي خبر؟

”سڄي عمر، راحت کان سواءِ تو ڪابه چيز ڪانه ڏٺي آهي، ان صورت ۾ مزدور ۽ دهقان جي زحمت ۽ محنت ۽ مصيبت جي توکي ڪهڙي خبر؟

”تنهنجي دل ۽ دماغ، جذبات ۽ وجدان تي ”رپيو“ طاري آهي، توکي حقيقي جذبات ۽ وجدان جي ڪهڙي خبر؟

”تنهنجي زندگيءَ جو سارو خرچ، عيش جو سامان، محصول، ڏيتيءَ ليتيءَ جي رقم، ڪباب ۽ شراب جو مصرف ته ”هارين جي انبار“ مان نڪري ٿو. ان صورت ۾ توکي، ”هڪ مانيءَ جي قيمت“ جي ڪهڙي خبر؟

"تون ريشم، مخمل، سنجاب ۽ ڪيمخواب ۾ ملبوس ٿو رهين، توکي ان "تن عريان" جي ڪهڙي خبر جو گرميءَ ۽ سرديءَ ۾ "اگهاڙو" رهي ٿو؟

"تون "انساني احساسات" کان خالي آهين، ان صورت ۾ مزوري ڪندڙ، اهل ڪمال ۽ اهل هنر ماڻهن جي مصيبتن جي توکي ڪهڙي خبر؟"— ابوالقاسم لاهوتي

● "اڄ اسان جو ملڪ هڪ ويران بيابان آهي، جنهن ۾ شادابيءَ ۽ زندگيءَ جو نالو نشان به نه آهي: ملڪ جو ذرو ذرو ڏک جي تصوير بنيل آهي. اسان کي انهيءَ ڏک ۽ پيڙا کي متاثر آهي، ۽ نئين سر زندگيءَ جي چمن ۾ آبياري ڪرڻي آهي. اديب جو فرض هجڻ کپي ته هو پنهنجي ملڪ ۾ نئين زندگيءَ جو روح ڦوڪي، بيداريءَ ۽ جوش جا گيت ڳائي، هر انسان کي اميد ۽ خوشيءَ جو پيغام ٻڌائي، ۽ ڪنهن کي به نااميد ۽ ناڪار نه ٿيڻ ڏئي. ملڪ ۽ قوم جي خيرخواهيءَ کي ذاتي غرضن تي ترجيح ڏيڻ جو جذبو هر ننڍي وڏي ۾ پيدا ڪرڻ اديب جو عين فرض هجڻ کپي. قوم، سماج ۽ ادب جي بهبوديءَ جو قسم جيستائين هر انسان نه کائيندو، ان وقت تائين دنيا جو مستقبل روشن نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن اوهين ائين ڪرڻ لاءِ تيار آهيو ته پهرين اوهان کي پنهنجي سُوڙي ڇوٽ هٿن سان لُٽائڻي پوندي، ۽ پوءِ وڃي اوهين انهيءَ لائق بڻبا جو دنيا کان ڪنهن معاوضي جي تمنا ڪريو— ليڪن پنهنجو پاڻ متاثر ۾ جيڪو لطف آهي، ان کان اوهين محروم نه رهجي وڃو!

"ياد رکو، تخليقي ادب ڏاڍو جوکي جو ڪم آهي. سچائيءَ ۽ حسن جي تلاش ڪرڻي آهي ته پنهنجي 'آنا' (خود پرستي) جي ڪَل لاهي ڦٽي ڪريو: مُکڙيءَ جيان سخت ڏانديءَ مان ٻاهر نڪرڻ جي منزل طي ڪريو: پوءِ ڏسندا ته هوا ڪيتري صاف آهي، روشني ڪيتري وڻندڙ آهي، ۽ پاڻي ڪيترو لطيف آهي!"— رابندرناٿ ٽئگور

● "اڙي شاعر! سچ ٿو لهي: تنهنجي مٽي جا وار اڇا ٿيندا وڃن: پر تون پنهنجي منهن ڏُن لڳايو وينو آهين! ڪو پرلوڪ جو پرياڻ ڪَنِ پويئي ٿو ڪين نه؟

"چارئي مهلون ڳڌ اڇي ٿيون آهن، پر آءٌ ڪَنـڙو ڏيو وينو آهيان ته واهڻ مان ڪ سڏ ته ڪونه ٿو ڪريو، جيتوڻي دير ٿي ويئي آهي!

"آءٌ اڪيون پايو وينو آهيان ته متان ڪي رولاڪ دليون اچي پاڻ ۾ ملن، ۽ نينهن پريا نيڻ ڪٽي مون کي ليزاري ڪن ته آءٌ سندن دل جو راز پنهنجي سرود ۽ ساز ۾ بيان ڪريان! آءٌ جيوت جي هـُن پر ويهي، اجل ۽ آخرت جا وينو واساما ڳائيندس، ته پوءِ هـُنن جي دلين ۾ جيڪي آدما پيا آڻن، تن جو ذوق ۽ شوق وارو ذڪر راڳ-مالها ۾ ڪير پوئندو؟

"تارو جهـَڪو ٿيندو وڃي. نديءَ جي ڪپ تي هوءَ جا چکيا پيئي ٻري، اها به جاڻ نري. چنڊ به هٽي هٽي باقي ڪا ليڪ وڃي رهيو آهي: آن جي سهائيءَ ۾، هين اڪيلي آستان جي آڱنڌ منجهان، گدڙ پيا ڪوڪون ڪن. اهڙيءَ ويل، جيڪڏهن ڪو رولاڪ، گهر-ٻار ڇڏي،

هتي اچي رات سان رهاڻ ٿو ڪري، ۽ ڪنڌ اونڌو جهلي، دل ۾ ويچاري ٿو ته 'ٻُڌان ته اونده منهنجي ڪَنَ ۾ ڇا ٿي پُڇڪي؟'، تڏهن، جيڪڏهن آءٌ به گهر اندر ويهي انهيءَ ئي ڪوشش ۾ لڳو رهندس ته ڪنهن طرح هي ٻنڌڻ توڙي پاڻ آجو ڪريان، ته پوءِ آن ويچاري ڪي حياتيءَ جو راز ڪير سَلي ٻُڌائيندو؟

"ڪي ڏس ته سدا بهار، واڙيءَ ڦُلَ جيان پيا وهسن، ۽ ڪي ڏس ته آن ئي پهر آداس؛ ڪن ڪي ڏينهن ڏني ئي، ڏنا وانئا ڳوڙها پيا وهن، ته ڪن جا لُڙڪ اندر اونده ۾ ئي لڪا ٿا رهن! هائي، مون ڪي فرصت ڪٿان ملي، جو آءٌ اجل ۽ آخرت جو خيال ڪريان؟ آءٌ ته هِنن جي شيوا ۽ ٽهل ۾ ئي پورو آهيان!

"وارَ منهنجا اڇا ٿيندا وڃن! انهن جو ڏک ئي ڪهڙو؟ آءٌ ٻار سان ٻار، ٻُڍي سان ٻُڍڙو!" — ٽئگور

● "ڪنهن ٻيءَ قوم ڪي مصيبت ۾ ڏسندي، اسين اها دعوا نٿا ڪري سگهون ته اسان جي پنهنجي سلامتي ۽ امن خطري ڪان ٻاهر آهي؛ ۽ ڪوبه هوشمند شخص پنهنجيءَ قوم ڪي ائين ڇٽي اطمينان نٿو ڏياري سگهي ته 'اسان جو انهيءَ قوم سان ڪهڙو واسطو، اها جنهن ملڪ ۾ رهي ٿي سا هيتان ڪان هزارين ميل پري آهي'، وغيره. اهڙيون ڳالهيون هڪ بيوقوف ئي ڪري سگهي ٿو، جنهن ڪي اهو پتو نه هجي ته هِن زماني ۾ پري پري جا مفاصلا، سميٽجي، ننڍڙن ننڍڙن نقطن ۾ سهڙجي ويا آهن. جيتر يقدر دنيا جي سمورين قومن جو تعلق آهي، اهي سڀ هڪ ئي جسم جا الڳ الڳ عضوا آهن — ۽ جڏهن جسم جي هڪڙي حصي ڪي ڪو معمولي ايذاءُ رسندو ته ان جو اثر سڄي جسم تي پوندو. تنهنڪري، انهيءَ ڪي جسم ڪي مضبوط ۽ صحتمند رکڻ لاءِ ضروري آهي ته دنيا جون سموريون قومون، هڪ مرڪز تي گڏ ٿي، زندگيءَ جي بقا، حفاظت ۽ امن لاءِ اجتماعي جدوجهد ڪن." — ڪمال آتاترڪ

● "ڪنهن هڪڙي خاص موضوع يا فن جو مطالعو، طالبعلم ڪي فقط انهيءَ هڪڙي پاسي جي ئي خبر ڏئي ٿو. مثلاً، جيڪڏهن ڪو علم جي ميدان جو پانڌيئڙو جنگي فن ۾ ماهر آهي، ته هو رڳو انهيءَ ئي ڪم ۾ ڪامل هوندو؛ پر ان سان گڏوگڏ جيڪڏهن هو تاريخ، فلسفي، ادب، ۽ زندگيءَ جي ٻين ضروري علمن ڪان به واقف ٿي وڃي، ته جيڪر اهي علم، هُن ڪي وڌيڪ روشني بخشيندي، انهيءَ لائق بنائي سگهن ٿا، جو هو پنهنجي خاص مهارت واري ڪم ۾ به ڪيتريون ئي وڌيڪ اصلاحون ۽ سڌارا آڻي سگهي. انسان جي ارتقا به، منزل بمنزل، ان طرح پئي ٿِي آهي، جو مختلف ڪاملن ۽ اڪابرن هڪ سان ٻيءَ، ۽ ٻيءَ سان ٽيءَ، شي پيئي، نيون نيون شيون جوڙي، انساني تهذيب ۽ تمدن ڪي تهائين وڌيڪ روشن ڪرڻ جي پئي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪڏهن فيلسوف رڳو حڪيم 'ارسطو' جي فلسفي ڪي ئي ڇهنيا رهن ها، ته فلسفو يا حڪمت اڃا شايد ٻارن واري گول-ڦيريءَ-راند ڪان اڳتي ڪانه اڪري ها.

مختلف علمن جون ايتريون ساريون ترقيون فقط نظر جي وسعت ۽ اونهي اڀياس جي ڪري ئي ٿيون آهن. ڪنهن هڪڙي فن ۾ ماڻهوءَ جو ماهر ٿيڻ برابر ڪاميابيءَ لاءِ ضروري آهي؛ پر سندس اهڙيءَ تعليم کي ٻين علمن جو مطالعو ۽ بي عام معلومات پاڻ وڌيڪ پختو ۽ ڪارگر ڪري ڇڏين: تنهنڪري پنهنجي مخصوص علم يا فن جي دائري کان ٻاهر ٻيءَ عام معلومات جا جيڪي بيشمار املهه ماڻڪ هر طرف پکڙيا پيا آهن، تن کي نظرانداز ڪري پنهنجي ئي علم يا فن ۾ ذهن کي دفن ڪري ڇڏڻ، سچ پڇ ته هڪ معنيٰ ۾ پنهنجي علمي اکين جي برابر آهي!" ــ[ڪتاب "آرٽ آف ليونگ" تان ورتل اقتباس]

● "دنيا جي جن عظيم انسانن، دنيا کي جهالت ۽ وحشت جي اٿاهه اونداهه مان ڪڍي، علم ۽ تهذيب جي روشنيءَ ۾ آندو آهي؛ جن هستين دنيا کي ذلت جي هاويءَ مان ڪڍي عظمت جي آسمان تي رسايو آهي - اهي ئي باعزم انسان آهن، جن جون اکيون حقيقت شناس آهن: جي ڪائنات ۽ دنيا کي انهيءَ ئي رنگ ۾ ڏسن ٿا، جنهن ۾ ڪيس "ڪامل ڪاريگر" پيدا ڪيو آهي. هنن کي هر هنڌ انهي ڪامل حسن جو سچ جلوو ڪندڙ نظر ٿو اچي، جنهن جا ڪرڻا روشنيءَ ۽ نُور، خوشيءَ ۽ اميد جو پيغام آڻين ٿا. هو انهن ماڻهن وانگر نه آهن، جن کي هر هنڌ بدصورتي ۽ بُرائيءَ کان سواءِ ڪجهه نظر ئي نٿو اچي؛ بلڪ هو خوشيءَ ۽ اطمينان کان چمڪندڙ نُوراني چهرا آهن، جن تي نظر پوندي ئي هر ٿڪل ٽٽل ۽ پريشان حال واٽهڙوءَ کي خوشي ۽ تسڪين حاصل ٿئي ٿي! انهن جي مقابلي ۾، هزارين اهڙا زاهد خشڪ آهن، جي هميشه ٻيءَ دنيا جي ڏپ ۽ عذاب کان ڏيڇاري، هن دنيا جي مهاڄار مان نڪرڻ جون صلاحون پيا ڏيندا، پر ڪائنن هن زندگيءَ لاءِ ايترو به نٿو پڇي، جو پنهنجي مرڪ سان ڪنهن ڪومايل چهري کي شاداب بنائين؛ ڪنهن دل ٽٽل کي همت ڏياري، اميد ۽ آس جو رستو ڏيکارين!" ــ ڊاڪٽر مارڊن

● "شرافت جو معيار آهي ذاتي جوهر، ۽ پنهنجن تجربن ۽ مشاهدن ۾ آيل علم ۽ عمل، نظر ۽ خبر؛ نه اسلاف جا ڪارناما ۽ روايات ِ پارينهِ جا دفتر، يا نسب فروشيءَ جو اجايو غرور. اسان کي اصل ۾ ايئن ٿيڻ گهرجي؛ جيئن 'ٿيڻ گهرجي'؛ نه ائين چوڻ گهرجي ته اسان جا ابا ڏاڏا هيئن ڪ هيئن هئا!

"سچي ڳالهه، ۽ ڳالهه به ٺيڪ جي، اِها آهي تہ اسان جي ذاتي نسبت سان اول اول انسانيت کي خوشي پهچي، ۽ پٺي درجي ۾ اسان جي خاندان کي ماڻهو سڃاڻن ــ ان کان وڌيڪ ٻي ڪا به 'مقصدي نسبت' ٿي ئي نٿي سگهي. آخر ان ۾ ڪهڙي چڱائي ۽ وڏائي آهي ته غيرن، ڌارين، مٽن ۽ گذريلن جي نسبت سان ماڻهو اسان کي سڃاڻن ۽ عزت ڪن؟ ائين ڪرڻ سان جيئرا ٿيا مٽن جي وس!

"حوصله مند ماڻهن پنهنجون واٽون پاڻ گهڙيون آهن. هنن پراون پيچرن کي لتاڙڻ، لُنديءَ لتاڙڻ جي برابر پئي ڄاتو آهي. هنن پنهنجي ڪڪائين جهڳيي، جا سربفلڪ محلاتن

ڪان گهٽ مٿي آهي، پراون ڪکن ڪانن ۽ پتين ڪامن مان ڪاڻ بڻائي آهي، بلڪ آن جهنگيءَ جو هر ڪانءُ سندن پنهنجو گهڙيل ۽ سنواريل آهي.

”نيپولين بوناپارٽ جي حيثيت هوندي تہ تاريخ ۾ ڪهڙي بہ هجي، پر ان جي هڪ تجرباتي راءِ ڪي طبيعت ڏاڍو ئي پسند ڪري. هو جڏهن پرشيا کي فتح ڪرڻ کان پوءِ فريڊرڪ اعظم جي مزار تي ويو، تڏهن ڏٺائين تہ ان جليل القدر شخص جي تلوار سندس قبر مٿان لڙڪي رهي هئي. نيپولين اها تلوار لاهي هڪ جنرل جي حوالي ڪئي، ۽ کيس تاڪيد ڪيائين تہ اها پئرس جي عجائبخاني ڏانهن موڪلي وڃي. اهو ٻڌي جنرل چيو تہ ”جيڪڏهن مون کي اهڙي تاريخي عظمت واري تلوار ملي ها تہ هوند ڪنهن بہ ٻئي کي ڪين ڏيان ها!“ نيپولين وراڻيو، ”ڇا سنهنجي تلوار مون لاءِ نئي سونهي!“ نيپولين جو اهو گفتو لک لهي. سچ آهي، سچي عزت ۽ عظمت جي واٽ اها ناهي تہ فريڊرڪ واريءَ پرائيءَ تلوار کي هٿ ۾ ڪري، ماڻهن کي ڏيکاريندو وتجي: سچي عظمت تہ اها آهي، جيڪا اسان جي تلوار کي اسان جي نسبت سان ملي هجي.

”اسان کي پنهنجي مياڻ ۾ پنهنجي تلوارئي رکڻ گهرجي. پراون مياڻن مان هٿ آيل، پرائين تلوارن جي نمائش ۽ نسبت سان ڪهڙي عزت ٿيندي، ۽ ڪهڙيءَ شجاعت جو امڪان ٿي سگهي ٿو؟ ٻين جي تلوارن جي چمڪات ۽ نمائش تي جيڪڏهن ڪو ڏسندڙن جو گروهہ پنهنجي پئي، ۽ سندن احترام ڪرڻ تي مجبور بہ ٿئي، تہ پوءِ بہ پاڻ کي تہ شرم محسوس ڪرڻ گهرجي، ڇالاءِ تہ عزت ۽ عظمت جا مالڪ وري بہ اهي ٿيا، جن جي تلوار هئي، اسان جي حصي ۾ تہ فقط نمائش آئي!— انسان تہ بهرحال ان نمائش کان مٿي هئڻ گهرجي.“

—مولانا ابوالڪلام آزاد

● ”زنده رهڻ لاءِ انسانن کي جڏهن باهمي احتياج جي ضرورت پيش آئي، تڏهن فوراً کين باهمي تعاون يا هڪٻئي سان سهڪار جي ضرورت پڻ محسوس ٿي: هن باهمي تعاون جي ضرورت سبب ئي بني نوع انسان سماجي نظام ۾ پاڻ کي منظم ڪيو: ۽ اهڙيءَ طرح سياست، اقتصاديات ۽ اخلاقيات جا هي مختلف فلسفا ۽ نظريا — يا دنيا جا هي مختلف ڌرم ۽ مذهب — پنهنجي پنهنجي وقت ۽ ماحول جي ضرورتن ۽ تقاضائن مطابق، انسان جي سماجي زندگيءَ کي خوشحال ۽ ڪامياب بنائڻ لاءِ مختلف وقتن تي وجود ۾ آيا.

”ثابت ٿيو تہ انسان جي انفرادي زندگيءَ جو دارومدار سندس سماجي زندگيءَ تي آهي. انسان پنهنجي ئي ترتيب ڪيل سماج جو هڪ جزو آهي. بني نوع انسان هڪ جسم جي مثل آهي، ۽ هرهڪ انسان انفرادي طور ان جسم جي عضوي مثل آهي. اهي، جيڪي پاڻ کي سماج يا بني نوع انسان جي وجود کان الڳ ڪري ٿا سمجهن، سي ايترا تہ ٿورا آهن جو انهن کي آسانيءَ سان نظرانداز ڪري ٿو سگهجي — نہ فقط ايترو، پر کين خود انسان ڪري سمجهڻ ئي عبث آهي.

”سماجي زندگيءَ ۾ هڪ انسان کي ڪٿي ڪهڙو به مرتبو ۽ ڪهڙو به مقام حاصل هجي، پر بهرحال، هو هڪ انسان آهي، ۽ ان حيثيت ۾ هو ٻين سڀني انسانن جي برابر آهي. انسان هر صورت ۾، هرحال ۾ ساڳيا آهن؛ جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ ظاهر آهي ته جنهن مقام تي ۽ جنهن طبقي ۾ گهٽي کان گهٽا انسان ٻيٺل ۽ شامل هوندا، اهوئي مقام ۽ اهوئي طبقو سڀ کان زياده محبت ۽ عزت جي لائق آهي.“ — رؤسو

● ”جيڪو شخص جمال ۽ بصيرت ڀنهي لاءِ ڪوشش ڪري ٿو، سو عقلِ سليم ۽ رضاي الاهي ڀنهي لاءِ ڪوشش ڪري ٿو. جيڪو شخص رڳو مشينن لاءِ ٿو ڪوشش ڪري، يا منافرت ڦهلائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، سو ڇڙ ته بدنظمي ٿو ڦهلائي.

”ڪلچر، مشينن کان گهڻو اڳتي ٿو ڏسي. ڪلچر، منافرت کان نفرت ٿو ڪري. ڪلچر، هڪ شديد جذبو رکي ٿو — ۽ اهو جذبو آهي جمال ۽ بصيرت جو! ڪلچر ۾ هڪ ٻيو جذبو ان کان به وڌيڪ قوّت وارو آهي — ۽ اهو آهي جمال ۽ بصيرت کي برتر ڪرڻ جو جذبو!

”جيستائين اسين سڀ ڪامل انسان نه بنجي وڃون، ڪلچر کي آٿت نٿي اچي سگهي. ڪلچر کي معلوم آهي ته چند ماڻهن جو جمال ۽ بصيرت حاصل ڪري وٺڻ، اصل ڪمال هرگز نه آهي: ڪمال صرف اِهو آهي ته انسانذات جا ناتجربيڪار ۽ علم جي روشنيءَ کان محروم فرد پڻ جمال ۽ بصيرت جو اِدراڪ حاصل ڪن.“ — مئٿيو آرنلڊ

● ”دنيا ۾ ٻي ڪابه دولت ڪانهي، زندگي ئي دولت آهي: محبت، مسرت ۽ ذوق جي سمورين قوّتن سان ڀرپور زندگي! آهوئي ملڪ حقيقت ۾ سڀ کان زياده شاهوڪار آهي، جنهن ۾ شريف ۽ بامسرت انسانن جو وڏي ۾ وڏو تعداد پرورش پائي ٿو. آهوئي ماڻهو شاهوڪارن ۾ شاهوڪار آهي، جيڪو پنهنجي زندگيءَ جي ڪارج کي هرممڪن حد تائين پايهٔ تڪميل تي پهچائيندي، ذاتي طور توڙي پنهنجي مالي وسيلن ذريعي، ٻين جي زندگين لاءِ همت‌افزائيءَ ۽ حمايت جو باعث ٿئي ٿو.“ — جان رسڪن

● ”جيڪي مشينون حق ۽ انصاف نٿيون چپين، اهي مشينون ناهن، بلڪ لوهه جا ٽڪر آهن“- هيءُ هڪ وڏي مدبر جو گفتو آهي: ۽ جيڪڏهن اسين انهيءَ گفتي کي ٿورو وسيع ڪنداسون، ته ائين به چئي سگهون ٿا ته ”جيڪو ادب انسانيت جي بهتريءَ ۽ بهبوديءَ طرف ڪجهه به رهبري نٿو ڪري؛ پڙهندڙن جي دلين ۾ انسانذات جي مشڪلات دفع ڪرڻ، سندن زنجيرون ٽوڙڻ، ۽ ڪليءَ فضا ۾ وک وڌائڻ لاءِ آمنگ پيدا نٿو ڪري، اهو به ’ادب‘ ناهي، بلڪ نِلهي لفاظي آهي.“

● ”انسانن جيڪي اڄ تائين تعميري خواب ڏٺا آهن، ۽ جا حاصلات، جو حسن ۽ جا عظمت ڪين نصيب ٿي آهي، سا رڳو ڪاغذ جي سيني ۾ ئي ڌڙڪندي محسوس ٿي ٿئي...... جيستائين چڱو ادب ظاهر ٿيندو رهندو، ۽ جيستائين معصوم ٻارڙا مشڪندا رهندا، انسانيت جو مستقبل اونداهو نه رهي سگهندو.“ — برنارڊ شا

# ثقافت

● "ثقافت"، هڪ نهايت وسيع معنيٰ وارو لفظ آهي، جنهن ۾ انساني زندگيءَ جي جملي ظاهري توڙي باطني آراستگيءَ ۽ اصلاح جي مفهوم جي گنجائش موجود آهي. مختصر لفظن ۾ "ثقافت" مان مراد آهي انسان جي انفرادي توڙي اجتماعي، ذهني توڙي جسماني عمل جو اهو جملي ثمر جيڪو مجموعي طرح سندس تمام زندگيءَ کي زياده آسان، بهتر ۽ پاڪيزه بنائي ٿو. قومي ثقافت جي دولت کي انهيءَ معنيٰ ۾ ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (١) قوم جي پنهنجي ذاتي عملن جي پيداوار، (٢) اهي عمل جيڪي هوءَ ٻين قومن کان سکي ٿي، جن کي هوءَ پنهنجي طبيعت ۽ ضرورتن مطابق پاڻ لاءِ پسند ڪري، پنهنجو بنائي ڇڏي ٿي.

"اهو ظاهر آهي ته هر قسم جي ثقافت جون ٻه حيثيتون لازمي آهن: (١) پهرين ثقافت جي 'معنوي حيثيت'، يعني ان جو بنيادي مواد يا مغز، جنهن کي بين الاقوامي يا انساني حيثيت چئي سگهجي ٿو؛ (٢) ٻي ان جي 'آئيني يا تفصيلي حيثيت'، يعني ان جي هيئت يا ظاهري صورت جنهن ۾ سندس معنوي حيثيت جو ظهور ٿئي ٿو. ثقافت جي صرف هيءَ پوئين حيثيت ئي ڪنهن قومي ثقافت جو درجو ۽ امتياز بخشي ٿي، ڇاڪاڻ ته ثقافت جي هيءَ امتيازي قومي حيثيت نه صرف ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ قائم رهي ٿي بلڪ قوم جي زندگيءَ لاءِ مناسب ۽ موزون پڻ آهي، تنهنڪري ان جي اهميت مسلم آهي، ۽ ان جي تحفظ کي قوم پنهنجو فرض سمجهي ٿي.

"شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو شعر يا شيڪسپيئر جو شعر معنوي لحاظ کان هڪ بين الاقوامي حيثيت رکن ٿا، مگر شاهه جو رسالو توڙي ڪليات شيڪسپيئر ٻنهي قومن جي پنهنجي پنهنجي قومي ثقافت جون غيرفاني نعمتون آهن، جن کي ڇڏڻ لاءِ سنڌي توڙي انگريز، ڪنهن به قيمت تي تيار نه ٿيندا.

"قوم جي ثقافتي دولت کي هڪ معنيٰ ۾ هيئين ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

(١) ثقافت جا مادي خزانا، جيڪي عالم مڪان جي دائري ۾ هئڻ سبب ظاهرظهور ڏسي وائسي سگهجن ٿا، ۽ انسان جي جسماني زندگيءَ جي بقا، آسائش ۽ آرائش لاءِ ضروري آهن، جهڙوڪ هرقسم جا اوزار، ڪاڌا، پيڙيون، جڳهيون، لباس، فرنيچر، مالداري، زراعت ۽ صنعت جا طريقا، وغيره وغيره.

(٢) ثقافت جا روحاني خزانا، جن جو صرف ذهني آراستگيءَ ۽ اصلاح سان واسطو آهي جهڙوڪ قديم روايتون، رسمون ۽ رواج، قصا ۽ ڪهاڻيون، علم ۽ ادب، رقص، موسيقي، مصوري وغيره. قومون پنهنجي ثقافت جي مادي خزانن جي بچاءَ لاءِ هڪٻئي سان وڙهنديون آهن ته جيئن اهي سندن تصرف مان نڪري ٻين جي قبضي ۾ نه اچي وڃن. ان جي برعڪس قومون پنهنجي ثقافت جا روحاني خزانا پنهنجي رضا خوشيءَ سان، هٿ وٺي، وڏي فخر سان هڪٻئي

ڪي آچيندئون وتنديون آهن: ڇو ته پنهنجي زندگيءَ جا مادي وسيلا هڪ وقت صرف هڪ ئي قوم استعمال ڪري سگهي ٿي، ليڪن ثقافت جي روحاني خزانن کي، پنهنجي پنهنجي قومي رنگ ۾ رڱي، هڪ ئي وقت هڪ کان وڌيڪ قومون پڻ استعمال ڪري سگهن ٿيون. البت جيڪڏهن هڪ قوم کي سندس پنهنجي ثقافت جي روحاني نعمتن کان زوريءَ محروم ڪرڻ ۽ ان جي عيوض مٿس ڪنهن ڌارئين ثقافت جي مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي، — انهيءَ لاءِ ته اها قوم پنهنجو مستقل امتيازي شان وساري، ڪنهن ٻيءَ جابر ۽ غاصب قوم جي ثقافتي وجود ۾ مدغم ٿي وڃي، — ته پوءِ انهن ٻن قومن جي وچ ۾ تضاد لازمي آهي."

● "پوءِ هڪڙيءَ عورت، جنهن جي هنج ۾ ٻار هو، چيو ته 'اسان کي ٻارن جي باري ۾ ڪجهه ٻڌاءِ.'

"هن چيو، 'اوهان جا ٻارَ اوهان جو اولاد نه آهن: اهي حياتيءَ جي قوت ۽ پيدائش جي جذبي جو اولاد آهن: اهي زندگيءَ جو اولاد آهن، جنهن جي فطرت خود پنهنجي پذيرائيءَ لاءِ بيقرار رهي ٿي: اهي اوهان جي ذريعي پيدا ٿين ٿا، پر اهي اوهان جي ملڪيت نه آهن.

"اوهين پنهنجي محبت انهن کي ڏيو، جيتريقدر ڏيئي سگهو، يا جيتريقدر ڏيڻ چاهيو: پر پنهنجا خيال انهن مٿان نه مڙهيو، ڇو ته انهن کي اوهانجن خيالن جي ضرورت ڪانهي — اهي پنهنجا خيال پاڻ سان ڪٺي ايندا آهن.

"اوهين انهن جي جسمن کي پنهنجن گهرن ۾ آرام ۽ آسائش پهچايو، پر سندن روحن کي آزاد ڇڏي ڏيو: ڇو ته انهن جا روح انهيءَ گهر ۾ رهن ٿا، جنهن کي "مستقبل" چئجي ٿو. آهو گهر انهيءَ "ماضيءَ" ۽ "حال" کان پري آهي، جنهن ۾ اوهين رهي پيا آهيو. ان گهر ۾ اوهين نٿا وڃي سگهو: ان گهر جو تصور به اوهانجن ذهنن ۾ نٿو سمائجي سگهي.

"اوهين چاهيو ته انهن جي قدم بقدم هلڻ جي ڪوشش ڪريو، پر انهن کي هرگز پنهنجي قدم بقدم هلائڻ جي ڪوشش نه ڪريو: ڇاڪاڻ ته زندگي واپس نٿي موٽي سگهي، ان جو قدم پوئتي نٿو هٽي سگهي، ۽ نه وري اها گذري ويل گهڙيءَ سان بيهي سگهي ٿي.

"اوهين سڀ ڪمانون آهيو، جن مان اوهان جا ٻارَ تيرن جيان نڪري، فضا ۾ پنهنجو رستو پيدا ڪن ٿا، انهن تيرن جي نشانن کي ڏسڻ وارو هڪ تيرانداز آهي، جيڪو پنهنجي بازوءَ جي زور سان انهن کي ڇڪي ۽ تاڻي ٿو — پوريءَ طاقت سان، ته جيئن سندس تير گهڻو مفاصلو طي ڪري سگهن، ۽ گهڻيءَ تيزيءَ سان اڳتي وڃي سگهن: اهو تيرانداز پنهنجا تير سدائين مستقبل جي آفق ڏانهن ئي اڇلائيندو آهي.

"بس، اوهين انهيءَ تيرانداز جي هٿن ۾ رضا ۽ رغبت سان جهُڪي وڃو: ڇاڪاڻ ته جهڙيءَ طرح هو تيز آڏامندڙ تيرن سان محبت ڪري ٿو، تهڙيءَ طرح هو انهن ڪمانن کان رضامند رهي ٿو، جيڪي مضبوط ۽ ڪارآمد هجن." — خليل جبران

● ”اوهين موجوده سماجي نظام کي هڪ دائم ۽ قائم شي سمجهي، مٿس ڪُلي اعتبار ۽ ڀروسو رکيو ويٺا آهيو. اوهين نٿا چاهيو تہ هيءُ اوهان جو ’محبوب‘ نظام ٻڙ فطرت جي اٽل قانون جي ماتحت تبديليءَ ڏانهن مائل آهي، ۽ هر گهڙيءَ ۽ وقت بوقت تبديل ٿيندو ٿو رهي. انفرادي حالت ۾ تہ روزمره اوهين اکئين پيا ڏسو تہ وڏن مان ننڍا، تونگرن مان گدا، ۽ بادشاهن مان غلام ائين ئي هڪڙا نہ پيا ٿيندا ٿا رهن: اجتماعي حالت ۾ فطرت جو هيءُ قانون جو نهايت خاموشيءَ سان پنهنجو اثر عمل پورو ڪندو ٿو رهي، تنهن ڏانهن اوهين ايترو توجهہ ڪونہ ٿا ڏيو، ۽ ان ڪان اوهين بيخبر ۽ لاپرواهہ ڪنڌَ هيٺان وهاڻا ڏيو، بيخوف وخطر اگهور ننڊ ۾ غافل سُتا ٿا رهو، ۽ نٿا چاهيو تہ اوهان جي اولاد ۽ اوهان جي آئينده نسلن کي ڪهڙي قسم جي عجيب و غريب ۽ اوچتي ڀونچال سان روشناس ٿيڻو آهي؛ — سو ائين نہ سمجهو تہ اوهين يا اوهان جا پويان فطرت جي هنن ناگهاني چيره دستين ۽ ستم ظريفين کان هميشه محفوظ رهجي ويندا. اوهان جي هن بوسيده ۽ پاروٿي سماج جي وجود جو پيالو لبريز ٿي چڪو آهي، ۽ سندس سياهڪارين جي حساب جو وقت في الواقع قريب آهي: اوهين ۽ اسين اڄ هڪ ازغيبي انقلاب جي ٻنهہ ڪناري تي بيٺا آهيون.“ — روسو

● ”فن جو اصلي ۽ ازلي سرچشمو آهي ’محبت‘. شاعر، فيلسوف، وطن دوست، سڀئي ان مان فيضياب ٿين ٿا.

”ڪائنات جي اونداهيءَ فضا ۾، محبت هڪڙي نُوراني انڊلٺ آهي، جنهن جا رنگ صبح جي ستاري جيان روشن آهن. هڪ ننڍڙي معصوم ٻارڙي جي ڀڪندڙ ڇهري کي، هڪ ضعيف ٻُڍڙي جي ڏکندڙ دل کي، ان ڪان ئي زندگيءَ جي حرڪت حاصل ٿئي ٿي.

”گهرن جي چوديواريءَ ۽ ميدانن جي وسعت ۾، پهاڙن جي اوچائيءَ ۽ ماٿرين جي لاهيءَ ۾، محبت جي ئي گونج ٻڌجي ٿي.

”محبت سان فضائن ۾ نغمن جو ناچ ٿئي ٿو، موسيقي محبت جي زبان آهي.

”محبت آهو جادو آهي، جنهن سان دنيا جي ادنا کان ادنا شي بلند بنجيو وڃي: مٽيءَ جون مورتيون اپسرا، ديوتائن جو روپ ٿيون ڌارين، جنهن سان انساني ڪردار جا شهنشاهہ جنم وٺن ٿا.

”انسان جي دل هڪڙو گُل آهي، ۽ محبت ان جي سُرهاڻ: اندر ۾ محبت جو جذبو نہ هجي، تہ انسان هوند حيوان بنجي وڃي.

”محبت سان ئي دنيا جي جنت آباد آهي: ابديت محبت جو حسين خواب آهي. محبت عين انسانيت، ۽ فنڪار جو عظيم ۽ واحد مقصد آهي.“

● ”اهي دلگداز ۽ روح فرسا گهڙيون، جن جي ٻاٽ اونده ۾ ظلم ۽ تقدس جي چڙواڳ ديو جو وحشي هٿ، قوت ۽ طاقت جي آڙ ۾، زندگيءَ جي معصوم ۽ ڪنول جهڙين

آچين آجرين دلين کي تيزُ ۽ ڪشش کان اڳ مروڙي ٿو آچلائي، سي ڪائنات تي هڪ لرزه انگيز سڪوت طاري ڪري ڇڏين. شاعر ۽ اديب پنهنجي غمزده خاموشيءَ ۾ غرق ٿي ٿو وڃي. مشاهدي جي اک مان وهيل ڳوڙها، قلم جي ذريعي ڪاغذ تي ڳڙي، خاموش زبان ۾ جو ڪجهه نقش ٿا ڪن، ان کي ماڻهو شعر ۽ افسانو ٿا سڏين." — غ. م. گ

● "جيستائين ڪنهن شخص روئي روئي اکيون نه سڄايون آهن، ۽ ان سان گڏ پنهنجين راتين کي آه و فغان سان هلائيندي، صبح جي روشنيءَ سان همڪار نه ڪيو آهي، تيستائين هو ڪنهن به حقيقت جو رازدان ٿي نٿو سگهي." — هڪ جرمن شاعر

● "ڪاش بنجي تنهنجي شيوا ڪرڻ جو بار مون مٿان اچي پيو آهي:
پنهنجن گيتن ۾ مون تنهنجا بسنتي قبول پُوتا آهن؛
تنهنجن پتن جي سرسر کي مون سُر ۾ پريو آهي؛
تنهنجيءَ سانت راتڙيءَ ۾ مون گيتن جي گونج ڦهلائي آهي؛
۽ صبح جي هير کي مون سُرن ۾ سجايو آهي:
منهنجن گيتن ۾ گرمين بعد آيل بهرئين وسڪاري واري خوشي سمايل آهي؛
منهنجن سُرن ۾ سرءُ جي جهوسندڙ کيتن جي تانَ پريل آهي:
منهنجا پرين! جنهن ويل تون گهر پيهي اچين،
تنهن ويل منهنجو گيت شل خاموش نه ٿئي،
تنهنجيءَ آجيان ۾، کِلي، شل گونجندو رهي!" — ٽئگور

● "'ادب'، ان بغاوت جو نالو آهي، جا بغاوت 'ظلم ۽ استبداد' جي خلاف، انساني روح ۾ پيڙڪو ڪائي اٿي ٿي. 'اديب' ان 'بغاوت' جو شارح ۽ ترجمان آهي." — پريمچند

● "اديب ۽ لکندڙ، مختلف قومن ۾ تمدني خيالن جي ڏي-وٺ جي ذريعي، انسان جي تقدير کي فيصلہ ڪُن صورت ڏيئي سگهن ٿا. نامور لکندڙ لکين ذهنن کي متاثر ڪن ٿا: انهن جي پاڻ ۾ شخصي دوستي قائم ٿيڻ سان دنيا جي مختلف قومن لاءِ هڪٻئي کي بهتر نموني ۾ سمجهڻ جو خوشگوار ماحول پيدا ٿئي ٿو. اوهين پنهنجين لکيتن سان 'يونيسڪو' [اقوام متحده جي بين الاقوامي تعليمي، سائنسي ۽ ثقافتي تنظيم] جي نهرائن کي مقصد ۽ عملي جامو ڏيئي سگهو ٿا، ۽ انسانن جي دلين ۾ انسان-دوستي ۽ امن، آزاديءَ ۽ انصاف جا امنگ ۽ جذبا پيدا ڪري، انهن نهرائن کي حقيقت ۾ بدلائي سگهو ٿا. اوهين عالمي امن جي خواب کي جسم ۽ جان ڏيئي سگهو ٿا. اڄ دنيا جون اکيون اوهان ۾ کتل آهن، ۽ سچي انسانذات اوهان جي فڪرن ۽ بحثن مباحثن کي اميدن ڀريل نگاهن سان گهوري ۽ جاچي رهي آهي.

"جنگ، فن ۽ تمدن جي وڏي ۾ وڏي دشمن آهي. صدين جي فني ۽ ثقافتي سرمايي کي جنگ هڪڙي لحظي ۾ تباهه ۽ تلف ڪري ڇڏي. انهيءَ ڪري، اوهان قلم جي ڌڻين

ڪي، يڪمشت ٿي، انهيءَ خطري کي ٽارڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي. اوهان جي قلمن جي طاقت سموريءَ دنيا جي تباهه ڪُن هٿيارن جي طاقت کان وڌيڪ جبري آهي. ادب ۽ فن جا شهڪار فقط امن امان ۽ صلح سانت ۾ ئي سلامت رهي سگهن ٿا. انهيءَ ڪري، اوهان لکندڙن تي اهو هڪ اخلاقي فرض عائد ٿئي ٿو ته اوهين امن جي حفاظت ڪريو، ۽ امن کي ڦٽائيندڙ طاقتن سان جنگ جوٽيو." ـــ آر. اين. اگروال [ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس ـــ دهلي، ٢٣ کان ٢٨ ڊسمبر، ١٩٥٦ع ـــ ۾ ڪيل مرحبائي تقرير مان اقتباس.]

● "تاريخ جا واقعا اهڙن ڪردارن سان پُر يا پيا آهن، جن پنهنجي لاءِ عظيم الشان ڪارناما پيدا ڪري، انهن کي هٿ ۾ ڪنيو ۽ انهن کي ادا ڪيو آهي. ساڳئي وقت، تاريخ ۾ اهڙا پڻ ڪيئي ڪارناما نظر اچن ٿا، جن کي ادا ڪرڻ لاءِ ڪو به ڪردار نه ملي سگهيو آهي. خبر ناهي ڇو، منهنجي تخيل ۾ هميشه اِها ڳالهه رهي آهي ته زمين جي جنهن حصي ۾ اسين گذاري رهيا آهيون، اتي اهڙائي ڪارناما بيمقصد ڀٽڪي رهيا آهن، ۽ ڪردار جي تلاش ۾ سرگردان آهن. اهي ڪارناما، زمين جي هن وسيع ٽُڪري ۾، جو اسان جي چوگرد پکڙيل آهي، گهڻي ڀٽڪڻ کان پوءِ، هڪ هنڌ اچي ويهي رهيا آهن. اهي صحرا نورد ڪارناما، خراب ۽ خسته حالت ۾، اسان جي سرحد تي ويهڻ کان پوءِ، اسان کي اشارو ڪري رهيا آهن ته 'تيار ٿي آهو ڪم سرانجام ڪريو، جنهن کي پوري ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪو به ڪونه آهي'!"

ـــ جمال عبدالناصر

● "هڪ اهڙي قسم جي ذهني سرگرمي، ۽ آن جو عملي اظهار، جنهن جي عام ماڻهن کي ضرورت آهي، سو انسان لاءِ ڏکئي ۾ ڏکيو ۽ انتهائي جوکم وارو ڪم آهي. اِها انسان جي هڪ عظيم آزمائش آهي.

"آهي شخص، جيڪي سچ پچ دماغي پورهيو ڪري ٻين جي خدمت ڪن ٿا، سي سدائين اِنهيءَ ڪم ۾ تڪليفون ڏسندا؛ ڇاڪاڻ ته جسم جيڪڏهن ويم جي تڪليفن ۽ ڏک درد سان پيدا ٿئي ٿو، ته روحاني دنيا ان کان به وڌيڪ سُورن ۽ عذابن سان پيدا ٿئي ٿي.

"مفڪر ۽ فنڪار کي قدم قدم تي ڪشالا ڪڍڻا پوندا؛ ڇاڪاڻ ته سندس دل جو مقصد ۽ مراد عام ماڻهن جي ڀلائي ۽ خوش بختي آهي. عام ماڻهو ڏُکي آهن؛ هو تڪليفن سهندي سهندي، مري کپي وڃن ٿا: هن ميدان ۾ فرصت جي گنجائش ئي ڪانهي، جو ڪو به گهڙيون ترسي پاڻ کي خوش ڪري وٺي.

"مفڪر يا فنڪار ڪڏهن به آسماني اوچائين تي ويهي فرحت بخش گهڙيون ڪونه گذاريندو (جيئن اسين اڪثر سوچيندا آهيون). هو هميشه حيران، پريشان ۽ منتظر رهڻ واري هستي آهي. ٿي سگهي ٿو ته هو ڪا اهڙي ڳالهه ڳولي وٺي، يا ڇني ڏئي، جيڪا عام ماڻهن کي ابدي نعمتون بخشي، ۽ کين روزمره جي عذابن کان ڇوٽڪارو ڏئي؛ پر هو اجا تائين

ائين ڪري نہ سگهيو آهي — ۽ سياڻي تائين شايد ڏاڍي دير تي وڃيس — يا ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ هو ابدي ننڊ جي آغوش ۾ وڃي آرامي ٿئي!

"ياد رکڻ گهرجي تہ آهو شخص ڪڏهن بہ مفڪر يا فنڪار نہ ٿي سگهندو، جنهن هڪ اهڙي اداري ۾ تعليم ۽ تربيت ورتي آهي، جتي عالمن ۽ فنڪارن کي مشينن وانگر وڏي پيماني تي پيدا ڪيو وڃي ٿو، ۽ لياقت جون سنَدون بہ ورهائيون وڃن ٿيون. پر فقط اهوئي شخص مفڪر ۽ فنڪار ٿيندو، جيڪو هوندئن پنهنجيءَ دل ۾ آيرندڙ ڪنهن ڳالهہ تي نہ سوچڻ ۽ آن جي بيان نہ ڪرڻ تي شايد آماده بہ ٿي سگهي، پرڪنهن بہ صورت ۾ انسان جي ٻن عظيم طاقتن، يعني ضمير جي آواز ۽ عوام جي مفاد جي مطالبن کي رد ڪري، هو خاموش ويهي هرگز ڪين سگهندو!" — ٽالسٽاءِ

● "اسين، پاڪستان جي سيني زبانن جا اديب، پاڻ کي پنهنجي وطن جي ترقيءَ ۽ عظمت، بين الاقوامي امن جي آدرش، ۽ انسانيت جي ترقيءَ لاءِ وقف ڪريون ٿا.

"اسين انهن 'انساني حقن' ۾ ايمان رکون ٿا، جن جي تشريح اقوام متحده جي منشور ۾ ڪيل آهي.

"اديب جي حيثيت سان، اسين پنهنجن خيالن جي اظهار ۽ انهن کي ٻين تائين پهچائڻ جي آزادي وارن بنيادي حقن جا حامي آهيون، جن کان سواءِ تخليقي ادب بيمقصد هوندو آهي.

"اسان کي پنهنجين انهن عظيم روايتن تي، جيڪي اسان کي ماضيءَ کان مليون آهن، پورو فخر آهي. اسين انهن جي حفاظت ڪرڻ ۽ انهن کي وڌيڪ فروغ ڏيڻ جو عهد ڪريون ٿا.

"اسين پنهنجي مقدس فرض کان — جيڪو سچ ۽ صداقت جي عڪاسيءَ، حب الوطنيءَ جي قدرن جي نشو و نما، بين الاقوامي ڀائپيءَ، همدرديءَ ۽ تعاون جي واڌاري، انساني لاڳاپن کي قائم ڪرڻ بابت آهي — بخوبي آگاهہ آهيون، تہ جيئن انسانذات زياده کان زياده راحت، حوصلي ۽ وقار سان پنهنجي وجود کي سلامت رکي سگهي.

"اديب هجڻ جي حيثيت سان، انفرادي توڙي اجتماعي طور، اسين هڪ اهڙي خوشحال ۽ صحتمند سماج جي ترقيءَ لاءِ پنهنجي ذميداريءَ کي قبول ڪريون ٿا، جنهن ۾ سڀني جي لاءِ آزاديءَ وارا ۽ هڪجهڙا موقعا موجود هجن، ۽ جتي دولت ۽ اقتدار انساني قدرن ۽ روحاني تصورن جي تابع هجي. انهيءَ ڪري، اسين علم ۽ سائنس جي ترقيءَ کي دنيا ۾ امن ۽ خوشحاليءَ جي واڌاري جو وسيلو سمجهون ٿا."

— ("پاڪستان رائيٽرس گلڊ" جو منشور — جنهن جو ٽيون سالگرهہ ٣١- ڊسمبر، ١٩٦١ع تي ملهايو ويو.)

● ”جتي من ۾ ڊپ ناهي، ۽ ڳاٽ اوچا رهن ٿا،
”جتي علم کي آزادي آهي،
”جتي دنيا کي تنگ نظرين سان ورهائي ٽڪرا ٽڪرا نٿو ڪيو وڃي،
”جتي لفظ 'سچ' جي اونهائين سان اڀرن ٿا،
”جتي اڻٿڪ محنت پنهنجيون ٻانهون ڪمال ڏانهن ٿي ڦهلائي،
”جتي عقل جي شفاف نهر، قنوطيت جي واريءَ رڻ پٽ ۾ پنهنجي راهه نٿي وڃائي،
”جتي من سدا اسرندڙ فڪر ۽ عمل سان توڏانهن ٿي وک وڌائي ٿو،
— او سائين، شال منهنجو وطن آزاديءَ جي انهيءَ جنت ۾ اکيون کولي! — ٽئگور

● ”شاعر هن لوڪ کي پرلوڪ سان ملائڻ واري هڪ ڪڙي آهي. هو مٺي پاڻيءَ جو اهو چشمو آهي، جنهن مان اڃايل روح پنهنجي پياس پوري ڪن ٿا. هو سُندرتا جي درياهه ڪناري، تازن ڦلن سان ڀرپور وڻ آهي، جنهن مان بکايل دليون سير ٿين ٿيون. هو شاعريءَ جي لامن تي آڏامندڙ بلبل آهي، جا مٺا مٺا گيت ڳائي دل جي خالي ڪُنڊن کي مٺاج جي رس سان ڀري ٿي. هو انهيءَ سفيد بادل سمان آهي، جو ڳاڙهيءَ شفق جي ڪناري تان اٿي، وڌندو اچي ٿو، ۽ پوءِ سڄي آڪاس ۾ ڦهلجي وڃي ٿو: وري برسات جي روپ ۾ وسي ٿو، ته زندگيءَ جي باغيچي کي گلزار ڪري ڇڏي، ۽ هر هنڌ مُکڙيون ٽڙيو پون. هو خدا جو موڪليل فرشتو آهي، جيڪو انسانن کي سندس پيغام پهچائي ٿو. هو قدرتيءَ تي ڦهلجي ويندڙ روشني آهي، جنهن تي ڪڏهن به اندڪار اُڀري نٿو سگهي. هو محڪم ارادي وارو آهي، جو پريم ۽ سنگيت جي ديويءَ کان پنهنجو پرڪاش حاصل ڪري ٿو.

”هيءُ اهوئي شاعر آهي، جنهن کي زندگيءَ ۾ ڪير ڪونه سڃاڻي، ۽ هن دنيا کي ڇڏڻ بعد، جڏهن هو پنهنجي حقيقي ديس طرف هليو وڃي ٿو، تڏهن سندس پوڄا شروع ٿي وڃي ٿي. ها، هيءُ اهوئي شاعر آهي، جو انسان کان هڪ هلڪيءَ مُرڪ بنا ٻيءَ ڪنهن به شيءِ جي تمنا نٿو رکي: ۽ هيءُ اهوئي آهي، جنهن جون سرد آهون آڪاس ۾ سُندر روپ ڌارڻ ڪري آڏامنديون رهن ٿيون، ليڪن انسان هن کي روٽيءَ ۽ ڪپڙي ڏيڻ ۾ به ڪنجوسائي ڪن ٿا.

”اي شاعر، آخر ڪيستائين تون انهن کي شان مان سان شاهي محل نهاريندي ڏيندين، جن قدرتيءَ جي مٺاچري کي خون جي ڇنڊن سان لال ڪري ڇڏيو آهي! آخر ڪيستائين تون ظالمن، هٿيارن، ۽ آزاد انسانن کي غلام بنائڻ وارن کي نظرانداز ڪندو رهندين: ۽ ڪيستائين انهن ڪمزورن ۽ مجبورن کي وساريندو رهندين، جيڪي سدائين تنهنجيءَ سوڀ لاءِ سڪندا رهن ٿا!“ — خليل جبران

● "جيستائين ابد سان پنهنجي مضبوط رشتي جو انسان کي اعتقاد آهي؛ جيستائين بيشمار مقصد ۽ موقعا، جن کان انڪار ڪري نٿو سگهجي، اسان کي چئني طرفن گهيري بيٺا آهن؛ جيستائين انسان جي دل تي عشق جي حڪمراني آهي، ۽ اهو هر فرد بشر جي زندگيءَ جي روداد کي هڪ دلچسپ قصو بنائي سگهي ٿو؛ جيستائين قومن ۾ حب الوطنيءَ جو جوش موجود آهي؛ جيستائين انسانذات، همدرديءَ جي جذبي تي متفق ٿي، هڪبئي سان شامل ٿيڻ لاءِ حاضر آهي؛ ۽ جيستائين انيڪ واقعا ۽ حادثا، جيڪي زندگيءَ ۾ وقت بوقت ٿيندا ٿا رهن، سي ڏک يا سک جي سلسلي کي جاري رکندا ٿا اچن، تيستائين هن ڳالهه جو ڪو به خوف نه آهي ته ڪو تخيّل جي طاقت گهٽجي ويندي: جيستائين فطرت جي کاڻ ڪَٽيل آهي، تيستائين شاعر جو ذخيرو کٽُي وجي، سا ڳالهه وسهڻ کان ٻاهر آهي." — مولانا حالي

● "ٻارن، عورتن، نوڪرن، ڪمزورن، غريبن ۽ بيسمجهن جون غلطيون دراصل مائٽن، مڙسن، مالڪن، طاقتورن، مالدارن ۽ عالمن جون غلطيون هونديون آهن. جيترو ٿي سگهي، ماڻهن کي صحيح رستو ٻڌايو. ماڻهن جي گمراهيءَ جو ذميدار اسان جو سماج آهي جيڪو آنهيءَ اونداهيءَ کي عام ٿو ڪري، جيڪا گناهه ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿي. انهن گناهن جي ذميداري گناهه ڪرڻ وارن تي نه، بلڪ انهن تي آهي، جيڪي معاشري کي اونده سان ڍڪيو ڇڏين." — وڪٽر هيوگو

● "زمين تي رهندڙ هرهڪ ماڻهوءَ ۽ هيتي جي هرهڪ شي جي ذميداري اسان مان هرهڪ تي آهي: اِهو آهي آهو علم، جيڪو سچيءَ زندگيءَ جو نچوڙ آهي، ۽ اِهوئي علم آهو سوز ۽ گداز عطا ڪري ٿو، جنهن جو پيو نالو محبت آهي— لازوال ۽ عالمگير محبت. اِها ئي آها قوت آهي، جنهن جي ذريعي اسين سڄيءَ دنيا کي وس ۾ آڻي سگهون ٿا، ۽ ڳوڙها ڳاڙي، ان کي گناهن کان پاڪ ڪري سگهون ٿا." ؟ — دوستووسڪي

● "قباحت ۽ حسن هڪ لڳا سمنڊ جي ڪناري تي اچي ملاقي ٿيا. هڪبئي کي چيائون، اچو ته سمنڊ ۾ وهنجون. پوءِ ڪپڙا لاٿائون ۽ وڃي پاڻيءَ ۾ ترڳيا. ٿوريءَ دير کان پوءِ قباحت موٽي ڪناري تي آئي، ۽ حسن وارا لٽا اوڍي رمندي رهي. حسن به سمنڊ مان نڪري ٻاهر ٿيو، ۽ ڏٺائين ته سندس ڪپڙا هٿا ئي ڪوله؛ آگهاڙپ سبوُن نهايت شرمايو پئي، سو قباحت واري وڳي سان ئي ڪٽي پاڻ ڍڪيائين. پوءِ حسن پنهنجي واٽ وٺي هليو ويو.

"بنهه اج سوڌو، ماڻهو حسن کي قباحت ۽ قباحت کي حسن ڪريو پيا سمجهن. تڏهن، ڪي آهن، جن حسن جو مُکڙو ڏٺو آهي، ۽ آڏاري ويس ۾ به ان کي سڃاڻن ٿا؛ ۽ ڪي آهن، جن کي قباحت جي مڪروهه مهانديءَ جي ڄاڻ آهي، ۽ حسن وارو ويس قباحت کي سندن اکين کان لڪائي نٿو." — خليل جبران

● "سنڌي زبان جي بقاء جو فقط هيءُ هڪ واحد طريقو آهي ته: "سنڌين ۾ 'قوت فڪر' پيدا ٿئي، جيئن هو 'نئين خيال' ۽ نئين معنيٰ کي سنڌي زبان ۾ قلمبند ڪن. ائين ڪرڻ سان هونئه 'زبان' جي زندگي ۽ بقاء جو سوال پاڻهي حل ٿي وڃي." —علامه، آء، آء، قاضي

● "اديب تيستائين ترقي نه ڪري سگهندو، جيستائين هو عوام جو توجهه پاڻ ڏانهن نه ڇڪائيندو، ۽ جيستائين سنڌس ادب ۾ اعليٰ درجي جي سماجي مقصديت نه پيدا ٿيندي.

"اديب عظيم انساني قدرن مان اُتور حاصل ڪري ٿو. امن سان محبت، جنگ کان نفرت، قومن ۾ دوستيءَ جي ناتن پيدا ڪرڻ جي خواهش، سرمائيداريءَ جي لُٽ ڦُر کي ختم ڪرڻ جو عزم: اهي ۽ اهڙيون ٻيون خوبيون انسانيت جا مکيه عام قدر آهن.

"اديب عظيم اخلاقي مقصد جو مطالبو ڪري ٿو — ته جيئن سڀ اديب پنهنجيءَ تحرير ۾ سنجيدگي پيدا ڪن، تاثر ۽ خلوص پيدا ڪن، ۽ ان کي مقبول ۽ خوبصورت بنائين — ته جيئن عوام ان سان محبت ڪري سگهي، ان مان جوش حاصل ڪري سگهي، ۽ ان تي فخر ڪري سگهي.

"عوامي ادب ۽ ثقافت جو مستقبل اديب سان وابسته آهي: ۽ هيءُ ثابت ڪرڻ به اديب جوئي فرض آهي ته 'مستقبل معتبر هٿن ۾ آهي يا نه'."

● "پنهنجي ذهن ۾ آزاديءَ سان سوچيو، پنهنجي اظهار ۾ آزاديءَ کان ڪم وٺو، پنهنجي آسپاس جي رد عمل کي آزاديءَ سان قلمبند ڪريو، ۽ پنهنجي احساس جي نزاڪت کي ڪنهن به مصلحت يا ڪنهن به خوف سان مُڏو نه ٿيڻ ڏيو." — ف. م.، محمد ايوب خان
["پاڪستان رائيٽرس گلڊ" جي افتتاحي اجلاس—ڏاڪا، ١٩٥٩ع—جي موقعي تي اديبن ڏانهن پيغام.]

● "آءٌ سمجهان ٿو ته هينئر ماضيءَ کي درگذر ڪري، اوهان لاءِ هرهڪ باشندي کي — پوءِ اهو ڪهڙي به فرقي جو هجي، يا اڳي اوهان سان ڪهڙا به اختلاف هجنس، يا ڪهڙي به رنگ، نسل يا مت جو هجي — ان کي ساڳئي ملڪ جو شهري ۽ هڪجهڙن حقن ۽ جوابدارين وارو پاڪستان جو رهاڪو ڪري شمار ڪرڻ لازمي آهي. آءٌ ان ڳالهه کي وڌيڪ دهرائڻ مناسب نٿو سمجهان. اسان کي اهڙي جذبي سان ڪم ڪرڻو آهي جيئن هي سڀ تفاوت، جي اقليت واري فرقي ۽ اڪثريت واري فرقي، يعني ته هندو فرقي ۽ مسلمان فرقي جا آهن (ڇاڪاڻ ته خود مسلمانن ۾ اوهان وٽ پٺاڻ، پنجابي، شيعا، سني، کوجا ۽ ميمڻ وغيره آهن، ۽ اهڙيءَ طرح هندن ۾ اوهان وٽ برهمڻ، ونش، کتري، بنگالي ۽ مدراسي وغيره آهن) — سي سڀ ختم ٿي وڃن. مون کان جيڪڏهين پڇو ته سچ پچ اها هندستان جي آزاديءَ جي راهه ۾ وڏي رڪاوٽ هئي؛ ائين نه هجي ها ته ڪو به چاليهه ڪروڙ ماڻهن جي قوم کي غلام رکي نٿي سگهيو، ۽ نه ڪو اوهان کي فتح ڪري سگهي ها؛ پر ڪٿي فتح به ڪري ها — ته گهڻيءَ دير تائين قابوءَ ۾ رکي ڪين سگهي ها. تنهنڪري اسان کي هن مان سبق سکڻ گهرجي.

اوهان هن پاڪستان جي حڪومت ۾ آزاد آهيو ته پنهنجي مندرن ۽ مسجدن ۾ وڃي سگهو. اوهان جي مذهب يا فرقي يا متي ڪي ملڪ جي ڪاروبار سان ڪوبه واسطو نه آهي. تاريخ ڏيکاري ٿي ته ڪجهه وقت اڳ انگلنڊ جون حالتون هندستان جي هن وقت جي حالتن ڪان گهڻيون خراب هيون: جيڪڏهين اوهان تاريخ پڙهندا ته اوهان کي معلوم ٿيندو ته رومن ڪئٿلڪ ۽ پراٽسٽنٽ هڪ ٻئي کي تڪليف پهچائيندا هئا.

”خود هينئر به ڪي حڪومتون آهن، جتي ڪن طبقن تي بندش وڌي وڃي ٿي، يا تفاوت رکيا وڃن ٿا. خدا جو شڪر آهي ته اسان انهيءَ وقت شروعات ڪئي آهي، جڏهين هڪ فرقي ۽ ٻئي فرقي، يا هڪ جاتيءَ يا متي ۽ ٻيءَ جاتي يا متي جي ماڻهن ۾ ڪو تفاوت ناهي.

”اسان انهيءَ بنيادي اصولن سان شروعات ٿا ڪريون ته اسان سڀ هن ملڪ جا هڪجهڙا شهري آهيون. انگلنڊ جي ماڻهن، جيئن وقت گذرندو ويو تيئن وقت جي حقيقي حالتن کي مدنظر رکي، ملڪ جي حڪومتي فرائض کي ٻئي سرانجام ڏنو. اڄ منجهن رومن ڪئٿلڪ ۽ پراٽسٽنٽ جا اهي تفاوت ڪونه رهيا آهن. اهي سڀ گريٽ برٽن جا هڪجهڙا شهري ۽ هڪ قوم جا فرد آهن. هاڻ اسان کي اهو مثال سامهون رکي سمجهڻ گهرجي ته هتي ٿوري وقت اندر نه هندو، هندو رهندا، ۽ نه مسلمان، مسلمان رهندا: مذهبي نقطه نگاهه کان نه — ڇاڪاڻ ته اهو سندن شخصي عقيدو آهي — پر سياسي نقطه نظر سان سڀ ماڻهو هڪ قوم جا فرد ٿي ويندا.“ — [۱۲- آگسٽ ۱۹۴۷ع تي، پاڪستان جي پهرئين آئين ساز اسيمبليءَ اڳيان قائداعظم محمدعلي جناح جو افتتاحي خطبو.]

# رواداري

● ”ڪتب جي پاتين جا هڪٻئي سان جيڪي ناتا ۽ لاڳاپا هوندا آهن، تن کي هميشه مٺ محبت سان نڀائيندو اچڻ اهڙو سولو ڪين آهي: ڇو ته ڪتب ڪنهن خاص قانون جو پائبند نه هوندو آهي، جنهن سان ٻڌجي. اُن جا پاتي، خيال، عمل، يا زندگيءَ جي هر مسئلي ۾ هڪٻئي سان هميشه متفق رهڻ لاءِ مجبور هجن. ڪتب جي پاتين مان هرهڪ کي خيال ۽ عمل جي دائري ۾ فيصلي ڪرڻ ۽ پنهنجي راهه الڳ سوچڻ جي پاڻ آزادگي هوندي آهي، ۽ زندگيءَ جي مسئلن ۾ اها باهمي آزادگي ئي آهي، جيڪا اختلاف راءِ ۽ ناراضگيءَ جي حالت ۾ دوستيءَ ۽ عزازت کي غير معمولي قدر و قيمت بخشي ٿي. خيال ۽ عمل جي هيءَ آزادگي هڪ اهڙي بي بها نعمت آهي، جنهن لاءِ واقعي اسان کي احسانمند رهڻ گهرجي.

”ڪتب جي پاتين ۾ توڙي دوستن ۾، ذهني توڙي جذباتي طور ڪنهن نه ڪنهن قسم جا اختلاف لازمي طرح پيدا ٿيندا ئي رهن ٿا — انهيءَ ڳالهه کان انڪار ڪري پاڻ کي ڌوکي ۾ رکڻ، ڪنهن به طرح جائز نه آهي، ۽ نه ئي اُن مان ڪنهن کي ڪو فائدو ئي حاصل

ٿي ٿو سگهي. ضرورت فقط هن ڳالهه جي آهي ته اهڙن سمورن اختلافن وقت، رواداريءَ ۽ رفاقت جي جذبي ۽ پيار ۽ محبت جي شفابخش قوت کان ڪم وٺي، آئيندي جي باهمي مٺ محبت ۽ صلح ساٺ واريءَ زندگيءَ جا بنياد مضبوط ٻيهاريا وڃن.

”رواداريءَ مان منهنجو مطلب رُڪائي يا بيرخي نه آهي، پر ان مان منهنجو مقصد ٻين جي حق تي هجڻ جي امڪان کي تسليم ڪرڻ جو جذبو آهي: رفاقت جي جذبي مان منهنجو مقصد محض ماضيءَ جي گڏ گذاريل چڱن ڏينهن جي جذباتي ياد نه آهي، پر ان مان منهنجي مراد اهو يقين آهي ته ڪالهه وارا آزمايل گهاٽا دوست ۽ رفيق حقيقت ۾ اڄ به اهي ئي ساڳيا آهن: پيار ۽ محبت مان منهنجي مراد اها محبت آهي، جا هر چيز کان بلند آهي، ۽ جا پاڻ وٽ هميشه معاف ڪرڻ جو جذبو رکي ٿي.

”اڄوڪي ڏينهن تي، اوهان کي منهنجو دلي سنيهو اهو ئي آهي ته اڄ اسان مان هرهڪ کي اهو عهد ڪرڻ گهرجي ته اسين انهيءَ رواداريءَ ۽ سهپ جي شفابخش قوت کي پنهنجي باهمي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ضرور ڪم آڻينداسين - انهيءَ کان بهتر عهد اڄ مون کي ٻيو ڪوئي نظر ڪونه ٿو اچي: ۽ نه وري اهڙي عهد ڪرڻ لاءِ اڄوڪي ڏينهن کان بهتر ڪو ٻيو ڏينهن ئي ٿو سُجهيم: اچو ته اڄوڪي مبارڪ موقعي تي پنهنجي پاڻ سان اهو عهد ڪريون- ڇو ته اڄ جي سڄوري ڏينهن جي سنيهي جو اهو خود هڪ حصو آهي: دراصل هن ڏينهن جو پيغام آهي ئي-’بني نوع انسان لاءِ نيڪنيتي-۽ سڀ لاءِ دل ۾ خير جي خواهش‘!“

--[برطانيا جي ملڪه ايلزبيٿ جو، ڊسمبر، ٢٥- ١٩٥٦ع تي، ڪرسمس جي موقعي تي، دنيا کي ڏنل پيغام.]

● ”آهو سونهري دور هو، آهو بدترين دور هو،... جڏهن روشني ئي روشني هئي، جڏهن اونده ئي اونده هئي: جڏهن ڪل خوشيءَ جا ٽهڪڙا هئا، جڏهن دلسوز آهون ۽ دانهون هيون: جڏهن زندگيءَ جا ترانا هئا، جڏهن موت جا مرثيا هئا: جڏهن گُلن جي هٻڪار هئي، جڏهن ڪنڊا ئي ڪنڊا هئا: جڏهن بهار جي رنگيني هئي، جڏهن سرءُ جي ويراني هئي: جڏهن محلاتن ۾ روشن فانوس هئا، جڏهن جهوپڙين ۾ سرد آهُن جو دونهون هو: جڏهن هرطرف جنت جا نظارا هئا، جڏهن هرطرف جهنم جا شعلا هئا: جڏهن هرطرف خوشي ۽ شادماني هئي، جڏهن هرطرف ڏک ۽ پيڙا جي نشاني هئي: جڏهن سڀڪجهه هو، جڏهن ڪجهه به ڪونه هو... هيءَ ڪهاڻي انهيءَ دور جي آهي.

”انهيءَ دور جي ڪهاڻي، جڏهن ’مونسي نيور‘ روشنيءَ ۽ دونهين مان گذري رهيو هو. ڇئن گهوڙن واريءَ بگيءَ تي سوار، قيمتي پوشاڪ پهريل، اڏين وينو هو، ڄڻ ته زندگيءَ جي واڳ ئي سندس هٿن ۾ هئي--۽ هو به اڏين. هو فرانس جي تمام وڏن اميرن مان هڪ هو. شاهي دربار ۾ وڏي هلندي هيس. زمانو به آهو هو، جڏهن امير ۽ حاڪم ئي اڇي ڪاري جا مالڪ هئا، ۽ غريب عوام جي حيثيت جانورن کان به بدتر هئي.

”’مونسي نيور‘، آڪڙ ۽ مغروريءَ جو پُتلو بنيو، پنهنجيءَ گادي تي سيٺيو ويٺو هو. چئن گهوڙن واري بگي بيحد تيزيءَ سان گهٽين مان گذري رهي هئي. ڪٿي ڪو موڙ آيو ٿي، ته هوءَ وچ جهڙي تيزيءَ سان پٿريلي رستي تي ڪڙ-ڪڙ ڪندي، چينگهات ۽ چرڙات ڪندي، گوڙ ۽ شور مچائيندي گذري ٿي ويئي. ڪنهن به موڙ تي ان جي تيز رفتاريءَ ۾ فرق نٿي آيو. مرد ۽ عورتون، هراسجي، هڪٻئي جا هٿ جهليندي، هن ناگهاني موت کان پاڻ بچائيندي، پٽين سان لڳي هلي رهيا هئا، ۽ ٻارڙن کي گهلي گهلي رستي تان هٽائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا.

”اوچتو، هڪ فوهاري جي ويجهو اچي، گاڏيءَ ساڄيءَ تيزيءَ سان موڙ ڪاڏو. ان جي هڪ ڦيٿي هيٺ ڪنهن شي جي اچي وڃڻ جو سخت ڌماڪو محسوس ٿيو، ۽ يڪايڪ آسپاس جي سيني بيٺل ماڻهن جي منهن مان چيخون نڪري ويون. گهوڙا جهٽڪو کائي پوئتي هٽيا، ۽ بيهي رهيا. دراصل گاڏيءَ جي رڪجڻ جو سبب به اهوئي گهوڙن جو پاڻ بيهڻ هو، نه ته شايد گاڏي هلي ئي وڃي ها — ڇو ته اهڙا معمولي واقعا ته سدائين ٿيندا ئي رهندا هئا، جو اهي تيز رفتار گاڏيون پنهنجن زخمي ڪيل، چيچرجي ويل ماڻهن کي ائين ئي ڇڏي هليون وينديون هيون.

”ملازم هڪدم گاڏيءَ مان هيٺ لٿو. پندرهن-ويهن ماڻهن اڳتي وڌي گهوڙن جون واڳون جهلي ورتيون. ’مونسي نيور‘ تمام اطمينان سان اوباسي ڏيندي پڇيو، ’ڇو، ڇا ٿيو؟‘ ايتري ۾ هڪ قداور ماڻهوءَ گهوڙن جي ٽنگن وچان هڪ ڳنڍڙيءَ جهڙي شي آندي، ۽ فوهاري جي دڪيءَ تي آڻي رکي. پوءِ هو بي اختيار روئڻ ۽ دانهون ڪرڻ لڳو. سئيس، جهڪي، ’مونسي نيور‘ جي ڪن ۾ سُس ڦُس ڪئي: ’هن ماڻهوءَ جو نينگر گاڏيءَ هيٺ اچي مري ويو آهي، هيءُ ان جي لاش تي ڳوڙها ڳاڙي رهيو آهي!

”’توبهه، ڪيتريقدر نه نفرت انگيز آهن هن جون رڙيون — ڪيتريقدر سمع خراش!‘

”سيني ماڻهن جون نظرون ’مونسي نيور‘ جي منهن ۾ کُتل هيون. دانهُن ڪندڙ ماڻهوءَ به پنهنجين ڳوڙهن ڀريل اکين سان ’مونسي نيور‘ کي ڏٺو، ته ’مونسي نيور‘ فوراً پنهنجي کيسي مان هڪ سِڪو ڪڍيو، ۽ انهيءَ ماڻهوءَ جي پيرن ۾ اهو سِڪو اهڙي انداز سان اڇلايائين، ڄڻ پاڻ ٻارڙي جي قيمت ادا ڪري ڇڏي هئائين. انهيءَ ادائگيءَ سان گڏ ئي، ’مونسي نيور‘ سئيس کي حڪم ڏنو، ’گاڏي هلاءِ!‘

”هوا ۾ هڪ چهبڪ لهرايو ويو. گهوڙا زور سان ڊوڙڻ لڳا. ’مونسي نيور‘، مغروريءَ جو مجسمو بنيو، گادين تي ٽيڪ ڏيئي رهيو هو ته يڪايڪ سندس جهوليءَ ۾ اهوئي ساڳيو سِڪو اچي ڪِريو. هن مشڪندي پنهنجو اهو سِڪو ڏٺو... ليڪن اهو نه ڏسي سگهيو ته هاڻي ان سِڪي تي بغاوت جي ڇاپ لڳي چڪي آهي — انهيءَ بغاوت جي، جيڪا فرانس جي انقلاب جو باعث بني!“ — [”ٻه شهر، هڪ ڪهاڻي“ — چارلس ڊڪنس]

● ”سرءُ جي وڻندڙ برسات پئجي رهي هئي. باغ ۾ پيلا پَنَ مينهن پوڻ ڪري چمڪي رهيا هئا. ڊاک جي لڙڪندڙ ڇڳن جا داڻا ڳر سان ڀريل هئا، ۽ انهن جي ڪَلَڻ ڦسڻ شروع ڪيو هو. وڻ ويڙهيءَ پنهنجن ڳُلن کي ٻُوٽن ۾ لڪل هڪ پڪل مٽ مٿان نمائي ڇڏيو هو.

”ننڍڙو ابابيل، مٽ جي تري ۾، بري حال ۾ سرديءَ وچان ٽڙڪي رهيو هو. سندس ڀينرون ڏکڻ طرف آڏامي ويون هيون، ۽ ماڻس ڪنهن گرم ملڪ جو رخ ڪري، سندس نظر کان غائب ٿي ويئي هئي. ههڙيءَ سرد رات ۾ ڀلا ڪير کيس گرم رکندو؟ هو سڀئي کيس مٽ جي تري ۾ اڪيلو ڇڏي هليا ويا هئا، ڇاڪاڻ تہ هو پينگلو هو ۽ آڏامي نٿي سگهيو. گذريل سياري جي منڍ ۾ آن گهر کي باهہ لڳي هئي، جنهن جي ڇت اندر سندس ماءُ پنهنجو آکيرو ناهيو هو. ان کان اڳ جو پوڙهي ابابيلڻ پنهنجي ٻچي کي باهہ کان بچائي پري کڻي وڃي، هڪ چڻنگ آکيري ۾ اچي ڪري هئي. ننڍڙي ابابيل جو ساڄو ھَرُ سڙي ويو هو، ۽ ويچارو ان سور ۾ بيسُرت ٿي ويو هو. جڏهن هوش آيس، تہ پاڻ کي نئين آکيري ۾ پيل ڏٺائين، ۽ ماءُ مٿس ڪنڌ نمائي ويٺي هئي.

”هڪ صبح جو، پوڙهي ابابيلڻ پنهنجي پينگلي ٻچي کي باغ ۾ ٻاهر وٺي آئي، ۽ چيائينس: ”منڙا، اڄ اسين ڏکڻ طرف ڪُوچ ڪنداسين. تون آڏامي نٿو سگهين، سو توکي هت ئي ترسڻو پوندو. مون ڪجهہ نرم ڪنپ تولاءِ مٽ ۾ وڌا آهن، انهن ۾ ليٽي پئجئين، جڏهن بک لڳيئي، تڏهن ٻاهر نڪري، چوڳو ڪري ڪجهہ کائجئين. سڄو باغ ميون سان ڀريل آهي. ڏس، مٽ جي چوڌاري کهڙي نہ وڻندڙ وڻ ويڙهي لڙڪي رهي آهي! اسين بهار ۾ موٽي ايندا سين.“ پوءِ هو آڏامي ويا.

”ملهار جي وڻندڙ منڍ آئي، ۽ مينهن پوڻ شروع ٿيو. وڻ ويڙهي، برسات ۾ بلڪل آلي، مٽ مٿان نمي بيٺي هئي. برسات جو ڦڙو وڻ ويڙهيءَ جي هيٺين پَنَ تي ڳڙي آيو — ۽ ذري گهٽ ڪرڻ تي هو.

”آف، ڪيڏو نہ ٿڪل آهيان!“ مينهن جي ڦڙي شوڪارو ڀريو.

”ڪٿان آيو آهين ؟“ ننڍڙي ابابيل عجب مان پڇيو.

”اِهو نہ پڇ! تمام پري کان آيو آهيان — پئسفڪ سمنڊ کان. مان آتي ئي جائو هوس پر مان مينهن جو ڦڙو نہ آهيان — مان لُڙڪ آهيان!“

”لڙڪ؟ ڪهڙو لڙڪ؟“

”ماءُ جو لڙڪ! ان ڏينهن اڳ، هڪڙي ٿڪل ۽ ڳوڙهن ڀريل اکين واري ابابيلڻ هڪ وڏي جهاز جي ڪوهي تي ويٺي هئي. مان آن غمگين پکيءَ جي ساڄيءَ اک ۾ هوس. سمنڊ ٻوڏ ۾ لٿي ماپيو، ۽ ٻيوسيءَ جي ڀريل آواز ۾ ابابيلڻ هوا کي چيو: ’ادي هوا، تون

